# ڪامل درويش
# شاهہ لطيف

ڊاڪٽر ٽي. آر. شنگاري

راڌاسوامي ستسنگ بياس

جي هٿ هئي مارئي، تہ لڏيم ڪر ڪِيٽياسِ
اَرداسيم عمر کي، ويجهو ٿي وَڻانسِ،
جي نہ ڇڏيائين، ۽ جهليائين، تہ پنهنجو اَنگ اَڇيانس،
لاهي لوهہ، لطيف چئي، هٿان هٿند هلانس،
موکي ملير سامُهين، وٺي ٻانهن وڃانس،
رهبر ٿي ريڙهيانس، سونهاري ساٿيهہ ڏي.

جيڪڏهن مارئي منهنجي وقت ۾ قيد ۾ پيئي هجي ها تہ مان هنجو پورو ڌيان رکان ها. مان عمر کي وينتي ڪريان ها تہ مارئيءَ کي آزاد ڪري ڇڏ. جيڪڏهن هو منهنجو عرض قبول نہ ڪري ها تہ مان خود ضامن بڻجي ۽ هنجي جڳهہ تي خود قيد ٿي سندس زنجيرون لاهي ڇڏيان ها. مان هن کي قيد مان آزاد ڪرائي، سندس هٿ پڪڙي ۽ سندس رهبر بڻجي هن کي سندس مبارڪ ديس ملير پهچائي اچان ها.
(سُر مارئي XII:30,2/1028)

شاهہ صاحب نهايت سوکيم ۽ سهڻي ڍنگہ سان اشارو ڪري رهيا آهن تہ جيڪا روح پنهنجي وقت جي مرشد جي شرڻ ۾ اچي وڃي ٿي، مرشد هر طرح جي ڪوشش ڪري هن جي ڪرمن جي حساب جو ضامن بڻجي هنکي نفس يا من جي قيد مان آزاد ڪرائي ٿو ڇڏي. هو اندر ٻاهر روح جي رهنمائي ڪندي، اُنکي مقام حق يعني سچ کنڊ واپس پهچائي ٿو ڇڏي.

# فهرست

# ڇپائيندڙ پاران

”پورب کي سنت“ پستڪ مالا جي اندر ستسنگہ جي پرڪاشن وڀاڱہ ذريعي هن وقت تائين 20 ڪان بہ وڌيڪ سنتن جي جيون ۽ اُپديش سان تعلق رکندڙ ڪتاب ڇپجي چڪا آهن. هن سلسلي جي اندر هاڻي سنڌ جي صوفي درويش شاه عبداللطيف ڀٽائي جي جيون ۽ پيغامہ جي باري ۾ هي ڪتاب سنگت جي ڀيٽ ڪيو ٿو وڃي.

شاهہ لطيف ڀٽائي صرف سنڌ جا ئي نہ پر سنسار جي مهان درويشن مان هڪ آهن. سنڌ ۾ قران شريف کان پوءِ شاه صاحب جو رسالو نہ صرف مشهور آهي پر بيحد پسند بہ آهي. شاه صاحب سنڌين جي دل جي ڌڙڪن آهن. هوُ سنڌي سڀيتا ۽ سنڌ جي روحاني زندگيءَ جي جان آهن. شاه صاحب دنيا جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ ڦهليل الڳہ الڳہ رنگن روپن جي بيشمار موتين کي هڪ ئي مالها ۾ جوڙڻ واري هڪ مظبوط ريشمي ڌور آهن.

هيءُ ڪتاب ٽن ڀاڱن يا ٽن حصن ۾ ورهايل آهي. پهرئين ڀاڱي ۾ شاهہ صاحب جي جيون ۽ سندن شخصيت جي باري ۾ مختصر ۾ ڄاڻ ڏني ويئي آهي. اُنهيءَ مان خبر پوي ٿي تہ شاهہ صاحب جن پريم، نمرتا، ڪميا ۽ سهنشيلتا جي موُرت هئا. جن جن ماڻهن سندن مخالفت ڪئي، اُنهن سان بہ ڀاڻ بيحد پريم سان پيش آيا. شاه صاحب هر ڌرم ۽ هر ذات جي ماڻهن سان ساڳيءَ طرح پيار ڪندا هئا. سندن مريدن ۾ اَمير-غريب، هندو-مسلمان، هر طرح جا ماڻهو شامل هئا.

ڪتاب جي ٻئين ڀاڱي ۾ شاهہ صاحب جن جي اُپديش يا

سکيائن تي روشني وڌي ويئي آهي. پاڻ پريو-پريم جي ذريعي پريوءَ سان ميلاپ ڪرڻ جو پيغام ڏنو اٿن. پرماتما جي پرپتيءَ لاءِ سنسار جي سيني سنتن - مهاتمائن، پيرن - پيغمبرن وانگر شاهہ صاحب جن بہ ڪلمي، شبد يا نام جي وياکيا ڪئي آهي ۽ مرشد جي سنگت ۾ رهي نام جي اَنترمک بندگيءَ جي اَهميت سمجهائي اٿن. پاڻ شريعت، طريقت، معرفت ۽ حقيقت جو هڪ ٻئي سان سنبنڌ سمجهائيندي چرتر جي نرملتا ڌارڻ ڪندي، پرم سچائيءَ جي ذاتي انڀو تي زور ڏنو اَٿن.

ڪتاب جي ٽئين ڀاڱي ۾ شاهہ صاحب جي ڪلام مان ڪجهہ چونڊيل بيت ڏنا ويا آهن. سندن ڪلام گهڻو ڪري لوڪ - ڪٿائن تي ٻڌل آهي. اِهو سڄو ڪلام راڳن ۾ آهي. هر هڪ راڳ جا گهڻيئي اَڌياءَ يا داستان آهن. ليکڪ الڳ الڳ داستانن کي هڪ ٻئي سان جوڙڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. ڪٿي ڪٿي ڪلام جي ڀڄهارت پريل حصن جي ٿوڙي ۾ وياکيا بہ ڪئي ويئي آهي. مطلب اِهو آهي تہ ڪلام جي جهلڪ سامهون نظر اچڻ لڳي، پڙهندڙ کي اُن مان آنند اچڻ لڳي ۽ ڪلام ۾ لڪل ڀيد سمجهہ ۾ اچڻ لڳي. ڪتاب جي آخر ۾ ڪلام جي مکيہ خوبين جو ذڪر ڪيو ويو آهي.

هيءُ ڪتاب ليکڪ جي ڪيترن ئي سالن جي پريم ڀري شيوا جو ڦل آهي. اُميد آهي تہ هن ڪتاب مان پڙهندڙن کي مهان صوفي درويش شاهہ لطيف جي جيون ۽ سکيائن مان رهنمائي ۽ اُتساهہ ملندو.

جگديش چندر سيٺي
سيڪريٽري،
راڌا سوامي ستسنگ، بياس

ڏيرا بابا جئمل سنگهہ،
ضلع اَمرتسر (پنجاب)
2009 ------

# مهاڳ :

سنڌ جي ڌرتيءَ ڪيترن پريو-ڀڳتن ۽ درويشن کي جنم ڏنو آهي. اُنهن پوُرن سنتن ۾ شاهه لطيف ڀٽائيءَ کي مکيه اِستان حاصل آهي. شاهه صاحب جن جي اَنوکي شخصيت ۽ سندن مشهور ڪلام اُنهن کي نه صرف سنڌ ۾ پر سڄي سنسار جي پوُرن سنتن ۾ خاص جڳهه ڏني آهي.

هڪ ڪامل درويش جي ناتي، شاهه صاحب جن اَوديا جي اَنڌيري ۾ ڀٽڪيل روُحن جي سامهون سچي پرمارٿي گيان جو ڏيئو ٻاريو. پاڻ پنهنجي سنگت ۾ آيل جيون کي هن ناسونت سنسار جي حقيقت کان واقف ڪرايائون، اُنهن کي اِنساني چولي جي سونهري موقعي جي پرمارٿي اَهميت سمجهايائون ۽ ماياوي جڳت جي موهه کان مڪت ڪري اُنهن جي هردي ۾ ڪُل-مالڪ جو سچو پريم پيدا ڪيائون.

شاهه سائينءَ پنهنجي پهاڙ جهڙي اوُنچي، سمنڊ سمان اونهي، درياهه جهڙي نرمل ۽ هيرن - لعلن کان به قيمتي فلاسافيءَ کي بلڪل سرل ۽ سادي ڍنگ سان پيش ڪيو آهي. سندس ڪلام ۾ بيحد گنڀير ويچارن جو، بيحد گنڀير ڀاونائن سان اَهڙو ته سندر ميل نظر ٿو اچي، جنهن کي ڏسي ٻڏي دنگ رهجيو وڃي. ڪٿي به فلاسافي ڀاونائن کي ڪمزور ڪونه ٿي بڻائي، پر ڀاونائون فلاسافي کي پنهنجي آڳر پڪڙائي آهستي آهستي پاڻ سان گڏ وٺي ٿيون وڃن.

فلاسافيءَ کي سندر ۽ آنندميه بڻائڻ جي لاءِ شاهه صاحب اُنکي پريم جي رنگ ۾ رڱيو آهي. سندن ڪلام ۾ پريم جو ڀاو مکيه آهي. هن ڪلام ۾ زندگيءَ جي وهندڙ ڌارا آهي ۽ موُت وانگر بي-جان يا شانت ڪونهي.

شاھ سائين جن پنھنجي ويچار ڌارا کي عام جنتا تائين پھچائڻ واسطي اُنھيءَ وقت جي مشھور پريم ڪٿائن جو سھارو ورتو آھي. اِھو سندن ڪلا جو حيرت انگيز ڪمال آھي تہ اُنھن عام جنتا سان سنبنڌ رکڻ وارين، اُنھن جي من پسند ۽ مشھور لوڪ ڪٿائن کي سنسار جي اُتم روحاني فلاسافيءَ کي ظاھر ڪرڻ جو سرل ساڌن يا ذريعو بڻايو. پريم-ڪھاڻين جي روپ ۾ عام جنتا جي ٻوليءَ ۾ لکيل شاھ صاحب جو روحاني ڪلام جنتا ۾ بيحد پسند آھي. زندگيءَ جي مشڪلاتن سان لڙندي جنتا کي اِنھيءَ ڪلام مان دلاسو ٿو ملي. ڪيتن ۾ ڪم ڪندي ڪندي، لمبي سفر ۾ پيرين پنڌ ھلندي ھلندي ۽ ٻيا دنيوي ڪم ڪندي سنڌي ماڻھو اِھو ڪلام ڳائيندي مستيءَ ۾ اچي ويندا آھن. اِھو ڪلام اُنھن جي روز مرہ جي زندگيءَ جو خاص حصو آھي. سنڌ جي ھر مذھب ۽ فرقي جا ودوان توڙي اَڻ پڙھيل، عورت يا مرد، امير يا غريب، سڀيئي اِھا ڳالھ مڃين ٿا تہ سنڌ جي ڌرتيءَ جنھن مھان درويش شاعر کي جنم ڏنو آھي، اُھو سائين شاھ لطيف ئي آھي. سنڌ جي عوام کي سندن ڪلام جو ڪو نہ ڪو حصو زباني ياد آھي.

سائين شاھ لطيف جو ڪلام ڳجھارت سان ڀريل ڪھاڻين جي روپ ۾ آھي، پر اِنھيءَ کي ڪھاڻين وانگر پڙھڻ ٺيڪ نہ ٿيندو. ھر ھڪ ڪھاڻيءَ جي پٺيان لڪل ڪيترائي روحاني راز آھن جن جي گھرائيءَ تائين پھچڻ ضروري آھي.

ڪجھ ودوانن شاھ صاحب جي ڪلام تي قرآن شريف، مولانا روم، يوگ مت ۽ ويدانت جو اَثر ڏيکارڻ جي ڪوشش ڪئي آھي. شاھ صاحب جي ڪلام ۽ ٻين ڪامل درويشن جي ڪلام ۾ جيڪا بہ ھڪجھڙائي آھي. اِنھيءَ جو اَصلي ڪارڻ اَنڀو جي ھڪجھڙائي آھي. مالڪ سان وصال ڪرڻ کان اڳ ڪو درويش ڪنھن ٻئي کان متاثر ٿي سگھي ٿو، پر مالڪ سان وصال ٿيڻ کان پوءِ، ھن جي ڪلام جو آڌار سندس نجي روحاني اَنڀوُ ھوندو آھي. ڪامل درويشن جي ٻولي ۽ اَنداز جدا-جدا ھوندو آھي پر

اُنهن جو اَنيو ۽ سکيا سدائين هڪ ئي هوندي آهي.

شاهه صاحب جي ڪلام جي ڳولها ۽ ڇپائڻ جو ڪم سندن مؤت کان 100 سال پوءِ شروع ٿيو. هن وقت تائين سندن ڪلام تي آڌارت ڪيترائي ڪتاب ڇپجي چڪا آهن.

مشهور جرمن ودوان آرنيسٽ ٽرمپ جي من تي شاهه صاحب جي ڪلام جي سندرتا جو گهرو اَثر ٿيو. هن 1866 ۾ اِهو ڪلام ڇپايو. هن اِنهيءَ ڪلام کي ”شاهه جو رسالو“ جو نالو ڏنو. رسالو جو اَرٿ آهي ”سنديش“ قاضي اِبراهيم پاران ڇپايل ڪلام پهريون دفعو سن 1867 ۾ مُمبئي ۾ ڇپيو. اِنهيءَ ۾ ڪجهه سڌارا ڪري اِنهيءَ کي 1877 ۾ ڇپايو ويو.

تاراچند شوقيرام سن 1900 ۾ مُمبئي مان ”شاهه جو رسالو“ ڇپايو. مهان سنڌي ساهتيڪار مرزا قليچ بيگ 1913 ۾ شاهه صاحبن جو ڪلام ڇپايو. ڊاڪٽر گربخشاڻيءَ جي گهڻي کوج کان پوءِ 1923 ۾ ”رسالي“ جو پهريون ڀاڱو ۽ 1931۾ ٻيون ڀاڱو ڇپايو ويو. اِنهيءَ ۾ ان کان اڳ ڇپيل سيني شاهه جي رسالن مان مدد ورتي ويئي ۽ ضروري سڌار به ڪيو ويو.

بختيار پُري محمد اِبراهيم سنه 1931 ۾ ”شاهه جو رسالو“ ڇپايو. غلام محمد شاهواني 1950 ۾ ”رسالو“ کي ڪافي وستار سان ڇپايو. اُنهيءَ ۾ هن شاهه صاحب جي باري ۾ هڪ مهاڳ به شامل ڪيو ۽ هر هڪ صفحي جي فٽ نوٽ ۾ ڪلام جو اَرٿ به ڏنائين. ڏيپلائي محمد عثمان 1951 ۾ حيدرآباد سنڌ ۾ ”شاهه جو رسالو“ ڇپايو. ميمڻ محمد صديق 1951 ۾ حيدرآباد سنڌ ۾ ۽ قاسم غلام مصطفيٰ 1951 ۾ ٻن ڀاڱن ۾ ”شاهه جو رسالو“ ڇپايو.

ڪلياڻ آڏواڻي پاران 1958ع ۾ ڇپايل ”رسالو“ ۾ شاهواڻيءَ کان وڌيڪ ڪلام شامل ڪيو ويو آهي. سنڌ يونيورسٽيءَ جي پهرئين Vice chancellor علام اِمداد علي اِمام علي قاضيءَ بيحد ڳولها کان پوءِ

1961 ۾ ''رسالو'' جو هڪ ٻيو Edition ڇپايو. ڪجهہ وقت کان پوءِ سندس ڏرم پٽنيءَ اِنهيءَ جو انگريزيءَ ۾ ترجمو ڪيو.

1985 ۾ محمد يعقوب آغا پاران قلم بند ڪيل ''شاهہ جو رسالو'' عرف ''گنج لطيف'' عبداللطيف، ڀٽ شاهہ ڪلچرل سينٽر ڪاميٽيءَ حيدرآباد پاران ٽن ڀاڱن ۾ ڇپايو ويو. وڌوان سمپادڪ اِهو رسالو بيحد محنت ۽ ڳولها کان پوءِ تيار ڪيو آهي. اِنهيءَ ۾ اِن کان پهرين ڇپيل سڀني رسالن مان فائدو وٺڻ جي ڪوشش ڪئي ويئي آهي.

شاهہ صاحب جي ڪلام جي تعريف ڪندي ايران جي صوفي درويشن جي فارسي ڪلام، قرآن شريف ۽ حديث وغيرهہ مان گهڻيئي مثال ڏنا ويا آهن. اِنهيءَ کان سواءِ سنڌي درويشن سچل سرمست ۽ سامي صاحب جي ڪلام مان بہ ڪي مثال ڏنا ويا آهن. شاهہ صاحب، حضرت سلطان باهوءَ ۽ سائين بلي شاهہ ٽنهي جو تعلق صوفين جي قادري گهراڻي سان آهي. اِنهيءَ ڪري ڪيترن ئي مثالن ۾ شاهہ سائينءَ جي ڪلام جي اِنهن صوفي درويشن جي ڪلام سان ڀيٽ ڪري سمجهڻ جي بہ ڪوشش ڪئي ويئي آهي.

ليکڪ اُنهن سڀني وڌوانن جو بيحد شڪر گذار آهي جن جي رچنائن مان اَسان کي چڱي مدد ملي آهي. هن ڪتاب جي تياري ۽ سڌار ڪرڻ ۾ ڪيترن ئي دوستن جو قيمتي ساٿ حاصل ٿيو آهي، ليکڪ اُنهن سڀني دوستن جو بہ شڪر گذار آهي.

پڙهندڙن جي اڳيان وينتي آهي تہ اُهي بنا ڪنهن جهجهڪ جي هن ڪتاب جي سڌار لاءِ پنهنجا قيمتي رايا ڏيئي سگهن ٿا، جيئن ڪتاب جي ٻئي Edition ۾ اُنهن مان لاڀ ورتو وڃي.

ٽي. آر. شنگاري

ڏيرا بابا جئمل سنگهہ،
راڌا سوامي ستسنگہ بياس،
ضلع اَمرتسر (پنجاب)
2009 ------

# جيون

ڏوري ڏوري ڏيهہ، ماءُ ! ڪاهوڙي آئيا،
مين پيرين ڪيهہ ڪُهہ، ڄاڻان ڪنهن پار جي.

معنيٰ : منهنجي جيجل ! درويش گهڻن ئي ملڪن مان گهمندا واپس موٽي آيا آهن. خبر ناهي تہ اُنهن جي اُنن جي پيرن تي ڪهڙي ڪهڙي ملڪ جي مٽي لڳل آهي.

(سُر ڪاهوڙي 7 : III 2/725)

# جيون

حضرت شاهه لطيف ڀٽائي (1752-1689) نه صرف سنڌ جا سڀ کان مهان درويش آهن، پر سندن نالو سنسار جي سڀني کان مهان صوفي درويشن ۾ ڳڻيو ويندو آهي. شاهه صاحب کي ڇولو ڇڏئي لڳ ڀڳ 250 سال ٿي چڪا آهن، پر اُنهن جي زندگيءَ جي حالات جي باري ۾ خاص پروسي مند ڄاڻ ڪونه ملي آهي. خوش قسمتيءَ جي ڳالهه اِها آهي ته شاهه صاحب جن جو ڪافي گهڻو ڪلام اسان وٽ موجود آهي. اسان کي سندن زندگيءَ جي باري ۾ ته گهٽ ڄاڻ آهي، پر اُنهن جي ڪلام مان سندن شخصيت سمجهڻ ۾ مدد ضرور ملي ٿي.

درويشن جو ڪلام سندن جذبن، ويچارن ۽ آدرشن جي صحيح تصوير اسانجي سامهون پيش ڪندو آهي. اُنهن جي ڪلام مان سندن روحاني اَڀياس جي باري ۾ پتو پوندو آهي. اُنهن جو ڪلام، اُنهن جي اخلاقي سڌانتن مان واقف ڪندو آهي، جن تي اُنهن خود عمل ڪيو ۽ جن کي هنڊائڻ جي اسانکي نصيحت ڪئي اٿن. انهن جو ڪلام سندن اندروني سوکيم گيان تي روشني وجهي ٿو، جنهن جي روشنيءَ ۾ اسين سندن اصلي شخصيت جو ديدار ڪري سگهون ٿا ۽ پنهنجي زندگيءَ کي صحيح راهه ڏانهن وٺي وڃي سگهون ٿا. انهيءَ ڪري هن پستڪ ۾ شاهه صاحب جي جيون جي ٻاهرين حالتن جي بدران وڌيڪ زور انهن جي ڪلام مان حاصل ٿيل روحاني پيغام سمجهڻ تي ڏنو ويو آهي.

## جنم ۽ خاندان :

حضرت شاھ لطيف ڀٽائي* جي جنم ۽ موٽ جون صحيح تاريخون نٿيون ملن، پر گھڻن ودوانن سندن جنم سنہ 1689 ۾ ۽ موٽ سنہ 1752 ۾ مڃيو آھي.** ودوانن موجب سندن جنم حيدر آباد (پاڪستان) ضلع جي ھالا حويلي نالي واري ڳوٺ ۾ ٿيو ھو. شاھ صاحب جا وڏا سيد خاندان مان ھئا ۽ اُنھن جو تعلق حضرت محمد صاحب جي ڀائٽئي ۽ نائي حضرت عليءَ سان ھو***

آغا سليم ''لالن لال لطيف کھي'' ۾ لکيو آھي تہ سائين عبداللطيف ڀٽائيءَ جي بزرگن جو تعلق حرات (افغانستان) سان ھو. امير تيمور جي زماني ۾ مير علي نالي جو مشھور سيد حرات ۾ رھندو ھو. جڏھن افغانستان جي حملي وقت امير تيمور حرات آيو تہ مير علي ھنجي بيحد خاطرداري ڪئي ۽ تمام وڏي رقم نذراني طور پيش ڪيائين. امير تيمور اِنھيءَ خاطرداريءَ سان خوش ٿي سيد مير علي ۽ ھن جي ٻن پٽن اَبوبڪر ۽ حيدر شاھ کي پاڻ سان گڏ ھندستان وٺي ويو. ھن اَبوبڪر کي سنڌ جي سيوھڻ جو حاڪم بڻائي ڇڏيو ۽ مير علي ۽ حيدر شاھ کي پاڻ سان گڏ

---

*شاھ صاحب جي جيون سان تعلق رکڻ وارو ذڪر گھڻو ڪري ھيٺين ڪتابن مان ڪنيو ويو آھي.

(a) K. F. Mirza, Life of Abdul Latif Bhitai, [1]
(b) Moti Lal Jotwani (Dr) Sufis of Sindh, [2]
(c) H. T. Sorely, Shah Abdul Latif of Bhit,[3]
(d) Muhammad Yakoob Agha, 'Shah Jo Risalo' [4]

**آغا سليم شاھ صاحب جو وقت 1752-1690 مڃيو آھي. ڏسو ڪتاب ''لالن لعل لطيف کھي''[5] ۽ ڪي. ايف مرزا اُنھن جو وقت 1688-1751 تائين مڃيو آھي. ڏسو "Life of Shah Abdul Latif Bhitai"[6]

***ڊاڪٽر موتيلال جوتوانيءَ پنھنجي ڪتاب "Sufis of Sindh" [7] ۾ ۽ محمد يعقوب آغا ''شاھ جو رسالو''[8] ۾ سندن خاندان جي باري ۾ پورو احوال ڏنو آھي.

رهائي ڇڏيائين.

ڪجهه وقت کان پوءِ سيد حيدر شاهه پنهنجي پتا جي آگيا سان سنڌ ڏانهن موٽي آيو ۽ هڪ وڏي زميندار شاهه محمد جي گهر مهمان بڻجي رهڻ لڳو. شاهه محمد هن جي شخصيت کان ايترو ته متاثر ٿيو جو هن پنهنجي ڌيءَ فاطما جي شادي سيد حيدر سان ڪرائي ڇڏي. چون ٿا ته سعيد حيدر جي ماتا جو نالو به فاطما هو. اِنهيءَ ڪري هن پنهنجي پتنيءَ جو نالو سلطانه رکيو. اِنهيءَ وچ ۾ حيدر شاهه جو والد واپس حرات موٽي چڪو هو ۽ اُتي سندس اِنتقال ٿي ويو. پتا جي موت جي خبر ٻڌي حيدر شاهه به حرات هليو ويو. هن جي وڃڻ کان ڪجهه ڏينهن پوءِ سندس پتنيءَ هڪ پٽ کي جنم ڏنو. سيد حيدر شاهه وڃڻ کان اڳ چئي ويو هو مون کان پوءِ گهر ۾ پٽ ڄمي ته هن جو نالو منهنجي والد جي نالي تي مير علي رکيو وڃي ۽ ڌيءَ هجي ته منهنجي ماءُ جي نالي تي هن جو نالو فاطما رکيو وڃي جيئن ته کيس پٽ ڄائو تنهن ڪري اُن پٽ جو نالو مير علي رکيو ويو. سنڌ جو مشهور صوفي سنت شاهه عبدالڪريم بلڙيءَ وارو ۽ شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ جو پڙ ڏاڏو حضرت جمال شاهه سيد حيدر جي خاندان مان هو.

شاهه صاحب جو ڏاڏو عبدالقدوس سليم به مشهور درويش هو ۽ هنجو صوفيانا ڪلام به ملي ٿو. شاهه صاحب جو والد سيد حبيب شاهه هڪ عزت دار نيڪ دل اِنسان هو. شاهه صاحب جي ماتا پنهنجي وقت جي مشهور امير شاهه ديانيءَ جي ڌيءَ ۽ اُتم آدرشن ۽ نرمل رهڻيءَ واري عورت هئي. شيخ اياز لکي ٿو ته شاهه صاحب جي والد ٽي شاديون ڪيون هيون پر اولاد جو منهن ڏسڻ نصيب نه ٿيس. هن عبداللطيف نالي هڪ ڪامل درويش جي اڳيان پنهنجو ڏک ظاهر ڪيو. درويش دعا ڪيس ته الله چاهيو ته تنهنجي مراد پوري ٿيندي. تون پنهنجي پٽ جو نالو منهنجي نالي تي رکجانءِ ۽ اَللهُ تعاليٰ چاهيو ته تنهنجو پٽ پنهنجين خوبين جي ڪري سڄي سنسار ۾ لاثاني مقام حاصل ڪندو.''

چون ٿا تہ درويش جي دعا کان پوءِ سيد حبيب جي گھر پھرين زال مان ھڪ پٽ ٿيو. ھن جو نالو عبداللطيف رکيو ويو، پر ھو جلد ئي الله کي پيارو ٿي ويو. اُن کان پوءِ ڪيس ٻيو پٽ پيدا ٿيو. ھن جو نالو بہ عبداللطيف رکيو ويو، جيڪو اڳتي ھلي ھڪ ڪامل درويش جي روپ ۾ سنسار ۾ مشھور ٿيو.[10]

حضرت شاھ لطيف جا بزرگ سيد تہ ھئا ئي، گڏو گڏ اُنھن تي درويشيءَ جو رنگ بہ چڙھيل ھو. سندن ڏاڏو بہ درويش ھو ۽ ھنجو ڪلام بہ بيحد عزت سان پڙھيو ۽ ٻڌو ويندو ھو. سندن پيءُ بہ پنھنجي علائقي ۾ مشھور ھو. بيشمار ماڻھو گھڻن ئي قسمن جي دنيوي مشڪلاتن جي حل لاءِ ھنن وٽ ايندا ھئا. گھڻائي ماڻھو پنھنجين بيمارين جي علاج واسطي دوائون بہ وٺڻ ايندا ھئا ۽ ٻيا ڪيترا سندن پيغام ٻڌڻ لاءِ ايندا ھئا. ڪيترا ئي ماڻھو فلاسافي ڪويتا ۽ مذھب سان تعلق رکڻ وارن مضمونن تي ھن کان سکيا حاصل ڪرڻ ايندا ھئا. سندس حويليءَ ۾ اچڻ وارن جي خاطرداري ڪئي ويندي ھئي ۽ اُنھن کي مفت کاڌو کارايو ويندو ھو. اھڙيءَ طرح شاھ صاحب کي جمڻ کان ئي ماءُ پيءُ جا اُتم سنسڪار تہ مليا ئي، تنھن سان گڏ گھر ۾ ئي نيڪيءَ - سچائي خدا جي عبادت ۽ خلق خدا جي خدمت وارو واتاورڻ بہ حاصل ٿيو. شاھ عبداللطيف ۾ ٻالپڻ کان ئي روحاني ورتيءَ جون نشانيون نظر اچڻ لڳيون.

## تعليم :

ٻين ڪيترن ئي درويشن وانگر شاھ صاحب سان بہ ھيءَ ڪھاڻي جوڙي ويئي آھي تہ جڏھن اُنھن کي استاد وٽ پڙھڻ لاءِ موڪليو ويو تہ اُنھن استاد کي ئي حيرت ۾ وجھي ڇڏيو. ڇيو وڃي ٿو تہ جڏھن استاد پاڙھڻ شروع ڪيو تہ شاھ صاحب جن ”الف“ کان اڳتي پڙھڻ کان انڪار ڪري ڇڏيو. انھن ڇيو تہ جيڪي ڪجھہ آھي ھڪ ”الف“ ۾ ئي سمايل آھي، باقي ڪجھہ بہ پڙھڻ يا ڄاڻڻ جي ضرورت نہ آھي. ”الف“ سان سندن مطلب ھڪ الله تعاليٰ ھو. پاڻ پنھنجي ڪلام ۾ فرمايو اٿن-

اکر پڙهہ الله جو، ورق سڀ وسار
اَندر تون اجار، پنا پڙهندين ڪيترا ؟ (سُر يمن ڪلياڻ 28 : 7)
ساست نہ سارين، الف جنهن جي اڳ ۾،
ناحق نهارين، پنا ٻيا پرينءَ لئہ (سُر يمن ڪلياڻ 19 : 7)

چون ٿا تہ جڏهن شاهہ صاحب جي پتا کي انهيءَ ڳالهہ جي خبر پيئي تہ پتا پنهنجي پٽ کي ڇاتيءَ سان لڳائي پيار ڪيو ۽ سمجهايو تہ تون جيڪي چوين ٿو اهو نيڪ آهي، پر دنياداريءَ جي لاءِ توکي ٻاهريون علم بہ حاصل ڪرڻ گهرجي. اهڙيءَ طرح پتا جي سمجهائڻ سان وقت جي رواج مطابق تعليم حاصل ڪيائون. ڪجهہ ودوانن جي راءِ آهي تہ شاهہ صاحب جي تعليم پنهنجي گهر کان ڇهہ ميل پري هڪ ڳوٺ اکنڊ نؤر ۾ نور محمد ڀٽي جي مدرسي ۾ شروع ٿي. اها تعليم ڪيستائين ۽ ڪيئن پوري ٿي، انهيءَ جي باري ۾ ودوانن ڪجهہ ڪونہ لکيو آهي.

شاهہ صاحب جي زندگيءَ جي باري ۾ لکڻ وارن سيني ودوانن اِهو مڃيو آهي تہ شاهہ صاحب قرآن شريف، مولانا روم جي مثنوي ۽ پنهنجي پر ڏاڏي شاهہ عبدالڪريم بلڙيءَ واري جو ڪلام هميشهہ پاڻ سان گڏ رکندا هئا. پاڻ پنهنجي ڪلام جي راڳ آسا ۾ اهو ويچار ظاهر ڪيو اٿن تہ مونکي اِلاهي رازن جو گيان ڪونہ هو، پر مولانا روم اِهي ڀيد ظاهر ڪيا آهن. انهيءَ کان پوءِ مولانا روم جي ڪلام ۾ ذڪر ڪيل روحانيت جي الڳ الڳ اُصولن کي وستار سان سمجهايو اٿن. پاڻ پنهنجي ڪلام ۾ قرآن شريف ۽ حديثن مان 700 کان بہ وڌيڪ مثال ڏنا اٿن. قرآن شريف ۽ مولانا روم جي مثنويءَ جي گهري اَڀياس کان سواءِ اِئين ڪري سگهڻ ممڪن نہ هو. اهڙيءَ طرح پاڻ پنهنجي ڪلام ۾ عربي، فارسيءَ کان سواءِ هندي، سنسڪرت ۽ سرائڪي ٻولين جي بہ گهڻن ئي لفظن جو استعمال ڪيو اٿن. ”لالن لال لطيف ڪهي“ جو ليکڪ آغا سليم چوي ٿو تہ ”شاهہ صاحب نہ صرف پڙهيل هئا پر هو عربي، فارسي وغيرهہ ٻولين جا بہ ڄاڻو هئا“.[11]

حضرت شاهہ لطيف جي ڪلام جي آڌار تي ڪين عالم فاضل ثابت

ڪرڻ جي ڪوشش ڪرڻ ضروري نہ آهي ۽ نہ ئي سنتن جو ڪلام ٻاهرئين علم جو محتاج هوندو آهي. انهيءَ جو آڌار سندن سهج اندروني اُنيءُ هوندو آهي. شاهہ صاحب جي ڪلام ڪي آيتون چيو ويندو آهي. ”آيت“ جي معنيٰ آهي اُهو بيت جيڪو قدرتي طور سان اندر مان نڪري ٿو. هن ۾ ڪوشش يا بناوٽ جو رنگ ڪونہ هوندو آهي. ٻين درويشن وانگر شاهہ صاحب بہ سهج مستي يعني بي خوديءَ جي حالت ۾ ڪلام فرمائيندا هئا ۽ اُنهن جا مريد بيحد پريم ۽ عقيدت سان اُنهن جو ڪلام ٻڌندا لکندا هئا ۽ ڳائيندا بہ هئا.

## ٻالڪپڻ :

شاهہ صاحب پنهنجي عمر جي ٻين ٻارن وانگر ڪونہ هئا. اُنهن کي نہ رانديون روندبون پسند هيون ۽ نہ ئي پنهنجي هم عمر ساٿين سان ملي گپ شپ ڪندا هئا. شاهہ صاحب ٻالپڻ کان ئي اَڪيلائي ۽ خاموشيءَ کي پسند ڪندا هئا. هو اَڪثر چپ چاپ گهر کان ٻاهر نڪري ويندا هئا ۽ ڪيترا ڪيترا ڪلاڪ جهنگلن ۽ بيابانن ۾ اَڪيلا گهمندا رهندا هئا. يا تہ هوُ صوفي درويشن جو سنڌي ڪلام ڳائيندا رهندا هئا يا چپ چاپ ڌيان ۾ ويٺا رهندا هئا. چون ٿا تہ هڪ دفعي هڪ ريتيلي ميدان تي ڪيتري دير تائين گم سُم ويٺا رهيا. تيز هوا جي ڪري سندن سڄو سرير واريءَ سان ڍڪجي ويو. خوش قسمتيءَ سان اُنهن جي چادر جو هڪ ٽڪرو واريءَ کان ٻاهر رهجي ويو، جنهن کي ڏسي اُنهن جي ڳولها ۾ ڀٽڪندي سندن پتا هڪ ٻڪرار جي مدد سان اُنهن کي ڳولهي لڌو. پٽ کي ٻي سڌ ڏسي پتا جي واتان اوچتو هي درد ڀريا ٻول نڪتا -

”لڳي لڳي واءُ، ويا اَنگڙا لٽجي“

يعني، واءُ لڳڻ ڪري واريءَ تنهنجي سڄي سرير کي ڍڪي ڇڏيو آهي. پتا جو درد ڀريو آواز ٻڌي شاهہ صاحب بي خوديءَ جي حالت مان ڇرڪ ڀري اُٿيا ۽ يڪدم جواب ڏنائون -

”پيئي ڪٽي پساهہ پسڻ ڪارڻ پرينءَ جي“ [12]

يعني، محبوب جي ديدار جي اُميد ۾ ساهه اَجان تائين هلي رهيو آهي.

شاهه صاحب جي ٻالڪپڻ ۾ ئي ماڻهن کي سندن ايندڙ وقت ۾ حاصل ٿيڻ واري مهانتا جا آثار نظر اچڻ لڳا هئا. چون ٿا ته ننڍي جي هڪ درويش اُنهن کي ٻه ڳل پيش ڪيا. اُنهيءَ درويش کي هن ٻالڪ ۾ هڪ سندر ۽ مهان آتما جا درشن ٿي رهيا هئا. شاهه سائين اجان ڇهن سالن جا ئي هئا ته ان وقت هڪ درويش ميان عيسيٰ (موُت 1742) اُنهن جي سندر آئيندهه جي اڳڪٿي ڪئي هئي.

شاهه صاحب اجان 13-14 سالن جي عمر جا ئي هئا ته اُنهن جو اُنهيءَ وقت جي مهان صوفي درويش شاهه عنايت سان ڳهرو سنٻنڌ جڙي ويو. اِهو رشتو زندگيءَ ڀر قائم رهيو. شاهه عنايت جو پوٽو شاهه بلال، شاهه لطيف جي عمر جو هو، پر شاهه عنايت، شاهه لطيف سان بيحد پيار ۽ عزت سان پيش ايندا هئا. شاهه لطيف جو حضرت شاهه عنايت ڏانهن ايترو ته جهڪاءُ هو جو هو اُنهن سان ملڻ لاءِ 15 ميلن جو مفاصلو پنڌ ئي طئه ڪري ويندا هئا. هو عنايت شاهه جو ڪلام هڪ مريد وانگر نهايت پيار ۽ پاٻوهه سان ٻڌندا هئا ۽ اُنهن کي پنهنجو ڪلام ٻه ٻڌائيندا هئا. شاهه عنايت، شاهه لطيف جي ڪلام جي سهڄ ڌارا کي ڏسي ڏاڍو خوش ٿيندا هئا ۽ اُنهن کي آسيس ٻه ڏيندا هئا. ودوانن جو ويچار آهي ته شاهه لطيف جي ڪلام تي حضرت عنايت شاهه جو ڳهرو اثر آهي.

## هڪ اهم واقعو :-

سيدن کي حضرت محمد جي خاندان مان هئڻ جي ڪري هميشهه سماج ۾ اُتم درجو ملندو رهيو آهي. ماڻهو نه صرف روحانيت جي باري ۾ رهنمائيءَ جي اُميد رکندا هئا، بلڪ بيماريءَ جي علاج واسطي ٻه اُنهن وٽ ويندا هئا. ڪوٽڙيءَ ۾ هڪ وڏو مغل سردار ۽ جاگيردار مغل بيگ رهندو هو. هن جي دل ۾ شاهه لطيف جي والد شاهه حبيب لاءِ بيحد عزت هئي. هڪ دفعي سندس ڌيءَ بيمار ٿي پيئي. مرزا مغل بيگ شاهه حبيب

کي پنهنجي گهر ڪوٺايو. اُن وقت شاهہ حبيب جي بہ طبيعت خراب هئي. اِنهيءَ ڪري هن پنهنجي پٽ شاهہ لطيف کي مرزا جي ڌيءُ جي حق ۾ دعا گهرڻ لاءِ حويليءَ ۾ موڪليو.

مسلمان عورتن ۾ پردي جو رواج هو. پر شاهہ لطيف جي سيد هئڻ جي ڪارڻ ڇوڪريءَ تي اُنهن کان پردو ڪرڻ جي پابندي ڪونہ هئي. شاهہ لطيف جن اُن سندر ڇوڪريءَ جي آڱر هٿ ۾ جهلي دعا گهري ”جنهن جي آڱر سيد جي هٿ ۾ تنهن کي لهر نہ لوڏو“

ڇوڪريءَ جي پيءُ مغل بيگ کي شڪ ٿي ويو تہ شاهہ لطيف جو ڇوڪريءَ ڏانهن جهڪاءُ آهي ۽ هن ڇوڪريءَ کي پيار ڀريل نظرن سان نهاريو آهي. جڏهن ڪجهہ ڏينهن کان پوءِ شاهہ لطيف جي پتا مرزا مغل بيگ کي هن جي ڌيءُ جي شادي پنهنجي پٽ شاهہ لطيف سان ڪرڻ لاءِ چيو تہ هن جو شڪ يقين ۾ بدلجي ويو. هن نہ صرف اِنهيءَ رشتي کي نامنظور ڪيو، پر هوُ شاهہ صاحب جي خاندان ۽ سيدن جي خلاف ٿي ويو ۽ انهن کي تنگ ڪرڻ شروع ڪيائين. حالت ان حد تائين پهتي جو سيدن کي ڪوٽڙي ڇڏڻي پيئي. شاهہ حبيب ڪوٽڙيءَ کان ٻاهر هڪ حويلي ٺهرائي ۽ پريوار سميت اُتي رهڻ شروع ڪيائين. چون ٿا تہ اِنهيءَ گهٽنا شاهہ صاحب جي اندر زبردست ويراڳ پيدا ڪيو ۽ سندن اَندر سُتل ڪوي جاڳي اُٿيو. [13]

## جوڳين سان گڏ ياترائون :

شاهہ صاحب جي جهنگلن ۽ بيابانن ۾ اڪيلائيءَ ۾ وقت گذارڻ جي اِڇا آهستي آهستي زور وٺڻ لڳي. حالت ايتري قدر پهتي جو هو 21 سالن جي عمر ۾ هڪ ڏينهن گهر ڇڏي هليا ويا ۽ هندو جوڳين سان هڪ منڊليءَ ۾ شامل ٿي ويا. اِهي جنگم جوڳي ڪٿي بہ پنهنجو ٺڪاڻو ڪونہ بڻائيندا هئا. چيو وڃي ٿو تہ شاهہ لطيف جوڳين جو ويس ڌارڻ ڪيو ۽ خود ڪيترائي سال اُنهن جوڳين سان گڏ جهنگلن، پهاڙن، ريگستانن، ويرانن ۽ آبادين ۾ گهمندا رهيا.

جوڳين سان گڏ گهمندي سڀ کان پهرين هو ”گنجي ٽڪر“ جي ڪاليءَ جي مندر ۾ ويا. هيءُ علائقو اڄ جي حيدرآباد شهر ۾ آهي. ان کان پوءِ شاهه صاحب سنڌ جي راڄڌاني ٺٽي ويا. اُن وقت هيءُ هڪ سهڻو، آباد خوشحال شهر ۽ واپار جو مرڪز هو. هتي اُنهن جي ملاقات اُن وقت جي مهان درويش مخدوم معين سان ٿي ۽ شاهه صاحب کي اُنهن جا پرمارٿي ويچار ٻڌڻ جو سونهري موقعو مليو. آهستي آهستي هيءَ ملاقات هڪ روحاني دوستيءَ ۾ بدلجي ويئي. حضرت مخدوم، حضرت محمد صاحب جي زندگيءَ سان تعلق رکڻ وارن واقعن، ويچارن ۽ وچنن تي مدار رکندڙ حديثن جا مشهور ڄاڻو هئا. هوُ ايڪانت ۾ فقيراڻي زندگي گذاريندا هئا. اُنهن جي مهما دور دور تائين ڦهليل هئي. هوُ سادگي ۽ نمرتا جو پنڊار هئا ۽ اميرن ۽ حاڪمن کان پري رهڻ پسند ڪندا هئا. اُنهن شاهه صاحب کي ٻڌايو تہ هڪ دفعي شهنشاهه اورنگزيب اُنهن جي مرشد شاهه عبدالرحيم جي پتا شاهه ولي الله دهلويءَ کي ڪجهه زمين جاگير ۾ ڏيڻ چاهي، پر اُنهن جاگير وٺڻ کان انڪار ڪري ڇڏيو.

حضرت شاهه لطيف بہ وزيرن، اَهلڪارن ۽ حاڪمن کان دور رهندا هئا. پاڻ سُر پرڀاتي ۾ فرمائين ٿا تہ تون ئي هڪ سچو داتا آهين باقي سڀ غريب ۽ بڪاري آهن. برسات تہ برسائي مند ۾ ئي ٿيندي آهي پر تنهنجي رحمت جا بادل سدائين وسندا رهندا آهن.

ڏاتار تہ تون، ٻيا مڱڻ مڱڻا !
مينهن مندائتا وسڻا سدا وسين تون،

جي گهر اچين مون، تہ ميريائي مان لهان. سُر پرڀاتي (1:27/26 ,1/257)

هن پرسنگ ۾ هيءَ ڳالهه ڌيان ڏيڻ جوڳي آهي تہ صوفي درويشن جي سيني روايتن ۾ چشتي روايت ۾ خاص طور سان حاڪمن کان دور رهڻ ۽ اُنهن کان ڪا بہ جاگير قبول نہ ڪرڻ تي خاص زور ڏنو ويندو هو.

ٺٽي مان شاهه لطيف پنيور ويا. پنيور سسئيءَ جو شهر مڃيو ويندو آهي. شاهه صاحب پنهنجي ڪلام ۾ سڀ کان وڌيڪ اَهميت سسئي پنهونءَ جي پريم ڪهاڻيءَ کي ڏني آهي. پاڻ پنجن راڳن ۾ هيءَ

ڪهاڻي بيان ڪئي اٿن. پنهنجي ورڪان پوءِ هوُ جوڳين جي ٽوليءَ سان اُنهن جي مشهور تيرٿ هنگلاج جي ياترا تي ويا. اِهو تيرٿ ڪراچيءَ کان لڳ ڀڳ 150 ڪلو ميٽر پري بلوچستان جي شهر لس ٻيلي ۾ آهي. هتي هنگلاج ديويءَ جو مندر آهي. هنگلاج، ڀڳوان شو جي پتني پاروتيءَ جو نالو آهي.

هنگلاج مان واپس اچي شاهه صاحب جن لس ٻيلي جي پهاڙن ۾ لاهوت جي غفا ڏٺي. هنگلاج جي ياترا کان پوءِ هو ٺٽي واپس آيا. ٺٽي مان پاڻ ديول ڪوٽ، دوارڪا، پوربندر ۽ جُهونا ڳڙهه مان ٿيندا گرنار پربت جي ياترا تي پهتا. هتان هو گجرات جي کمبات درياءُ سابرمتي ۽ ماهي نالي وارن اِستانن تي به ويا. هتان اُنهن گهر واپس وڃڻ جو فيصلو ڪيو ۽ جيسلمير جي رستي گهر ڏانهن واپس هلڻ شروع ڪيائون.*

جڏهن هوُ پنهنجي ڳوٺ ڏانهن موٽي رهيا هئا ته رستي ۾ اُنهن کي هڪڙو جَتُ مليو جيڪو برهه ۽ پيڙا ڀريئي آواز ۾ ڳائي رهيو هو.

هيڪليائي هيل، پوريندي پنهونءَ ڏي. (سُر سسُئي آبري IX.13)

شاهه صاحب جي پڇڻ تي اُن اُٺ جي سوار جَتَ ٻڌايو ته هڪ دفعي هالن مان لنگهندي هن ڪنهن فقير جي واتان اِها سٽ ٻڌي هئي. هن چيو ته جڏهن کان مون اِها سٽ ٻڌي آهي، منهنجو روح بي چئن آهي ۽ مان بار بار اِها سٽ دهرائيندو ٿو رهان.

اها سٽ حقيقت ۾ شاهه صاحب جي ڪلام مان ئي هئي. شاهه صاحب اُن جَتَ کي اِنهيءَ کان پوءِ واريون سٽون به ٻڌايون -

آڏا ڏونگر لڪيون، سوريون سچڻ سيل،
ته ڪر ٻيلي ٻيل، جي سور پريان جا ساڻ مون.

يعني، منهنجون سکيون ! جهنگلن ۽ پهاڙن تي صرف (محبوب جي جدائيءَ جا) غم ئي منهنجا سچا ساٿي آهن. سچ پڇو ته پنهون سردار جا ڏنل غم

---

*شاهه سائين جي جوڳين سان ياترائن جي باري ۾ وڌيڪ جاڻ لاءِ ڏسو
(Sufis of Sindh pp-109-117)

منهنجا اصلي رهبر آهن.

چيو وڃي ٿو تہ اِهي سٽون پڙهندي ئي اُٺ جي سوار جَتَ تي مستي ڇانئجي ويئي. هو يڪدم هيٺ ڪري پيو ۽ اُنهيءَ وقت ئي مري ويو. حضرت شاهہ لطيف چوندا هئا تہ مون پنهنجي زندگيءَ ۾ ڪوبہ اَهڙو ٻيو شخص ڪونہ ڏٺو، جنهن جي هردي ۾ اِنهيءَ اُٺ جي سوار جَتَ جهڙي خدا جي ميلاپ واسطي تڙَق هجي.[14]

## جوڳين سان تعلق :

جوڳين سان ڪيل ياترائن جو حضرت شاهہ لطيف جي زندگيءَ ۽ ويچار ڌارا تي ڪافي گهرو اثر ٿيو. شاهہ صاحب جو جنم مسلمان ڪٽنب ۾ ٿيو هو ۽ اُنهن جوڳين سان گڏ هندن جي ڪيترن تيرٿن جي ياترا ڪئي. شروع کان ئي هو تنگ ويچارن جا ڪونہ هئا. جوڳين سان گڏ رهڻ سان اُنهن ۾ اڃان بہ وڌيڪ اُدارتا اچي ويئي. هنن جوڳين جو ويس ڌارڻ ڪري اُنهن سان گڏ رهڻ ۽ کائڻ پيئڻ ۾ ڪابہ هچڪ ڪونہ محسوس ڪئي. سندن دل ۾ ٻين ڌرمن ۽ اُنهن جي پوڄا اِستانن لاءِ ذري بہ نفرت ڪونہ هئي، پاڻ هو ٻين ڌرمن ۽ اُنهن جي پوڄا اِستانن جو آدر ڪندا هئا.

شاهہ صاحب جي زندگيءَ جي حالات جي باري ۾ لکڻ وارن ودوانن شاهہ صاحب جي جوڳين سان سنگت جي باري ۾ الڳ الڳ ويچار ظاهر ڪيا آهن. ڪجهہ ودوانن جي راءِ آهي تہ شاهہ صاحب خود جوڳين جو ساٿ ڇڏيو ۽ ڪجهہ ودوان چون ٿا تہ جوڳي ڇاڻي واڻي شاهہ صاحب کي سُتل ڇڏي ڪٿي دور هليا ويا. هن باري ۾ هيٺ ڄاڻايل ڳالهين کي ڌيان ۾ رکڻ ضروري آهي.

ا. شاهہ صاحب جن پنهنجي ڪلام ۾ ڪيترن ئي هنڌن تي جوڳين جي خوب ساراهہ ڪئي آهي.

2. پاڻ سُر رامڪلي ۾ سُر ڪوهياري ۾ جوڳين جي باري ۾ ڪولي وستار سان لکيو اٿن. سُر رامڪليءَ ۾ پاڻ جوڳين جي روحاني حالت ۽ ٻاهرين رهڻيءَ تي وستار سان روشني وڌي اٿن. هنن هيٺئين درجي جي جوڳين کي ''ناري'' ۽ اُتم درجي جي جوڳين کي ''نوُري'' چيو آهي. شاهہ صاحب جن ''نوُري'' شبد اُنهن جوڳين لاءِ اِستعمال ڪيو آهي جيڪي منزل تي پهچي اِلاهي نوُر ۾ سمائجي چڪا آهن. ''ناري'' اُهي جوڳي آهن، جيڪي اَڃا مارگ تي هلڻ جي ڪوشش ڪري رهيا آهن. جوڳين سان گڏ سندن صحبت ۽ شاهہ صاحب تي جوڳين جي اَثر کي اُنهن جي ڪلام جي هيٺين مثالن جي روشنيءَ ۾ سمجهڻ جي ڪوشش ڪريون ٿا.
فرمائين ٿا : جيستائين منهنجو جوڳين سان ميلاپ نہ ٿيو هو، مان بستري ۾ آرام سان سمهيو پيو هوس. اُنهن جوڳين هڪ ڏکو ساهہ کنيو تہ منهنجي ننڊ ڦٽي ويئي ۽ مان اُنهن ڏانهن ڇڪجندو ويس. جن جوڳين مونکي ننڊ مان جاڳايو آهي، مان اُنهن کان سواءِ رهي نٿو سگهان اُنهن کي گهرجي تہ مونکي نوڙين سان ٻڌي پاڻ سان وٺي وڃن. مونکي اُنهن جي روحاني رمزن جي جاڻ ٿي آهي. منهنجي اَندر ۾ اُنهن جو تير چڀي ويو آهي. مان اُنهن کان سواءِ رهي نٿو سگهان. جوڳيو! توهان جون سڱيون (هڪ قسم جو ساز) منهنجو اَصلي آڌار آهن. اِنهن سڱين مونکي باريڪ رمزون سيکاريون آهن ۽ هڪ پل ۾ ئي منهنجي مٿان پيل پرم جي پردي کي لاهي ڇڏيو اٿن. اِنهن شنکن ۽ سڱين منهنجو من وس ۾ ڪري ڇڏيو آهي. اِنهن کان سواءِ منهنجو جيئرو رهڻ ممڪن نہ آهي.
سُتي سيج هُياس مون کي آهہ اُٿاريو،
جَنين جاڳاياسِ، آئون نہ جيئندي اُنِ ري. (رامڪلي 46-2/745, 15-1:10:1)

صبح سڱڙيون ڪٽي، ويا وڃائي پاڻ،
اَهڙو جن اهڃاڻ، آئون نہ جيئندي اُن ري.

پاڻ فرمائين ٿا : اُنهن لاهوتين (جوڳين) پنهنجي صحبت جي ڇُري منهنجي ڪليجي ۾ ڪپائي ڇڏي آهي.

آسڻ وٽ آهون ڪريان، وس نہ منهنجي واتُ،
لڳم لاهوُتين جو، منجهان ڪينر، ڪاتُ
هلڻ کي هيهاتُ، آئون نہ جيئندي اُن ري. (رامڪلي 2/749, 1:20)
(ڪاتُ :ڪاتي، هيهاتُ: اَفسوس)

جوڳين جو سنگيت نهايت ئي قيمتي آهي. اُنهن جي سڱي سون کان بہ وڌيڪ قيمتي آهي. اِهو اَملهہ خزانو آهي. اِهي جوڳي ٻول چال ۽ چوڻ ٻڌڻ جي حد پار ڪري چڪا آهن. اِهي اڪثر وجد يا سماڌيءَ جي اَوستا ۾ رهندا آهن. مان اُنهن کان سواءِ رهي نٿو سگهان. (رامڪلي 2/744, 9-1:8)

شاهہ سائين اِشارو ڪري رهيا آهن تہ جوڳين سان ميلاپ ٿيڻ کان اڳ هو هڪ عام دنيادار وانگر اگيانتا جي ننڊ ۾ سمهيل هئا. جوڳين جي صحبت ۾ پهچي ئي اُنهن جي زندگيءَ جي اَصلي مقصد ۽ اُنکي حاصل ڪرڻ جي ساڌن جو گيان ٿيو.

شاهہ صاحب جن جوڳين جي سڱي، اُنهن جي شنک ۽ سنگيت ڏانهن اِشارو ڪيو آهي. پاڻ ٻاهرين سڱي، شنک ۽ ٻاهرئين سنگيت ڏانهن اِشارو ڪونہ ڪري رهيا آهن، هو حقيقت ۾ سماڌيءَ جي اَوستا ۾ اَندر ٻڌڻ ۾ اَچڻ واري سوُڪيم راڳ ڏانهن اِشارو ڪري رهيا آهن، جنهن جو آواز سڱي ۽ شنک مان نڪرندڙ آواز وانگر آهي. اِنهيءَ اندر جي راڳ ۾ اُهو اَديت آنند آهي جو جيڪڏهن ڪو هڪ دفعو اُنکي ٻڌي ٿو، تہ هو هميشهہ جي واسطي اُنجو متوالو ٿي وڃي ٿو ۽ من اِندرين جي قبضي مان آزاد ٿي وڃي ٿو. اِنهيءَ راڳ کي ٻڌندي ٻڌندي روح اَندرين منڊلن ڏانهن چڙهائي شروع ڪري ڇڏي ٿي ۽ آخر ۾ مقام حق تائين پهچي وڃي ٿي. اِنهيءَ ڪري شاهہ صاحب چون ٿا تہ منهنجي لاءِ اُن راڳ ۽ اِنهيءَ راڳ سان جوڙڻ وارن جوڳين کان سواءِ زندهہ رهڻ ناممڪن آهي.

جوڳين جي سنگت جي باري ۾ پاڻ فرمائين ٿا : منهنجو جوڳين سان ميلاپ ٿي ويو آهي. مان وري زندهہ ٿي ويو آهيان. مونکي نئون جنم ملي ويو آهي. منهنجي روح جو دک دور ٿي ويو آهي ۽ منهنجي

روحاني ڪمي پوري ٿي ويئي آهي. جوڳيءَ آنڌي اَگياني ءَ کي سڌو رستو ڏيکاريو آهي. جوڳي منهنجو رکوالو بڻجي ويو آهي. جڏهن مون ناڳي (دگمبر) جوڳيءَ جي اَصلي سروپ جو ديدار ڪيو تہ منهنجي هردي جو ڪمل جيڪو پهرين بند هو، کلي ويو. مان چاهيان ٿو تہ مان وري جوڳ جو سمرن ڪرڻ شروع ڪري ڇڏيان ۽ من ۾ اُنجي سروپ جو ڌيان ڌريان. دک جي ڳالهہ تہ اِها آهي تہ جوڳي مونکي اَڪيلو ڇڏي هليا ويا آهن. اِهي ڪن قاتل جوڳي ڌاڪوُ آهن. اُنهن پنهنجي گودڙيءَ سان منهنجي دل لٽي ڇڏي آهي. اُنهن نماڻو بڻجي ۽ سڳي وجائي منهنجي وجود کي ئي پنهنجي وس ۾ ڪري ڇڏيو آهي. اُنهن کل خوشيءَ ۾ منهنجي دل لٽي ڇڏي آهي.

جوڳي، ڦوڳي، ڪاپڙي، ڪنوٽيون ڪن ڇير،
هنيون وڇي حال سين، سيني منجهہ سرير،
اُهي جوڳي، ننگ فقير، جو ڪلندي دل کسي ويا.
(سُر رامڪلي 2/838, VIII:19)

اِهي جوڳي نہ ڪپڙ ۾ پوڄن ٿا رکن ۽ نہ ڪپڙا ٿا پائين. مونکي اِنهن مان ئي روحاني زندگي ملي آهي.
(سُر رامڪلي 2/860, IX:43)

مٿين مثالن مان ظاهر آهي تہ شاهہ صاحب جن جو جوڳين سان بناوٽي يا رسمي نہ، پر اونهون ۽ جذباتي سنبنڌ هو. هنن نہ صرف جوڳين جي اُپديش تي گهرائيءَ سان ويچار ڪيو، بلڪ اُن تي عمل بہ ڪيو. جوڳين ۽ يوگ مت جي باري ۾ اُنهن جا ويچار، ٻاهر مکي گيان جي آڌار تي نہ بلڪ اَنترمکي روحاني اَنڀو تي آڌارت آهن. شاهہ صاحب پاران، سُر رامڪلي ۾ بيان ڪيل روحاني اَنڀون مان اِنهيءَ ڳالهہ جي باري ۾ ڪوبہ شڪ نٿو رهي تہ اُنهن جيڪي ڪجهہ چيو آهي، نجي روحاني اَڀياس ذريعي يوگ مت جي اُتم منزل کي حاصل ڪرڻ کان پوءِ چيو آهي. اِنهيءَ مان اُنهن جي شخصيت جا اُهي گڻ اُڀري سامهون ٿا اچن

تہ پاڻ ڏارمڪ ڪٽر پڻي کان بہ پوريءَ طرح سان پري هئا. پر ماتما جي پراپتيءَ لاءِ اُنهن کي جتان بہ جيڪا بہ مدد ملندي هئي، اُنکي حاصل ڪرڻ لاءِ هو هردم تيار رهندا هئا. هو جنهن بہ ڪم کي هٿ ۾ ڪٽندا هئا، اُن ۾ پوري طرح سڦلتا حاصل ڪرڻ لاءِ، اُنجي آخر تائين پهچڻ جي ڪوشش ڪندا هئا ۽ اُنهن ۾ هنس وانگر کير کي پاڻيءَ کان الڳ ڪرڻ جي طاقت هئي، جنهن جي ڪري هو ڪنهن بہ ويچار ڌارا جي ناڪاري (Negative) ڳالهين جي اثر ۾ اچڻ بنا هاڪاري (Positive) گڻن مان لاڀ وٺڻ جي ڪوشش ڪندا هئا.

جوڳين سان ياترائون ڪندي شاهہ صاحب کي قدرت جي اَنيڪ نظارن کي ڏسڻ جو موقعو تہ مليو ئي، اُنهيءَ سان گڏ اُنهن کي جدا جدا جڳهين جي جدا جدا ماڻهن کي نزديڪ کان ڏسڻ، اُنهن جي رسمن رواجن کي سمجهڻ ۽ اُنهن جي مسئلن تي گنڀيرتا سان ويچار ڪرڻ جو موقعو بہ حاصل ٿيو. اُنهن جي من ۾ اِنسان ذات جي لاءِ گهري همدردي اُتپن ٿي ويئي ۽ اُنهن کي ماڻهو هندو يا مسلمان جي روپ ۾ نہ پر اِنسان جي روپ ۾ نظر اچڻ لڳا.

## گهر واپسي :-

جهڙيءَ طرح شاهہ صاحب اوچتو گهر مان غائب ٿي ويا هئا، اهڙيءَ طرح هڪ ڏينهن اوچتو گهر واپس اَچي ويا. جڏهن هو گهر مان ويا هئا تہ جيون ۽ جڳت جي باري ۾ اُنهن کي ڪوبہ اَنڀو ڪونہ هو. جڏهن واپس گهر پهتا تہ اُنهن وٽ اَنڀو جو وشال ڀنڊار هو. ايتري ڊگهي عرصي کان پوءِ پٽ کي گهر واپس آيل ڏسي ماتا پتا جي خوشيءَ جي حد نہ رهي. اُنهن پنهنجي پٽ ڏانهن اَپار پريم تہ ظاهر ڪيو ئي، پر دل جي ڪاوڙ ظاهر ڪرڻ کان سواءِ بہ رهي ڪونہ سگهيا. پيءُ ڪروڌ ڪيو تہ تون ماءُ پيءُ جو خيال ڪرڻ بنا ايترا ڏينهن جوڳين سان گڏ جڳهہ جڳهہ رب کي ڳولهيندو رهئين جڏهن ڪِ رب تہ هر هنڌ آهي. پٽ پيءُ جون ڳالهيون خاموشيءَ ۽ پيار سان ٻڌيون ۽ هنن جي ڪنهن بہ ڳالهہ جو

جواب نہ ڏنائون. پٽ جي گهر واپس اَچڻ سان پتا هن تي شادي ڪرڻ لاءِ زور وجهڻ شروع ڪري ڇڏيو.

## شادي :

جن ڏينهن ۾ شاهہ لطيف واپس آيا، اُنهن ئي ڏينهن ۾ مرزا مغل بيگ جي گهر ۾ ڌاڙيلن حملو ڪيو ۽ ڌاڪو گهر جو سڀ سامان، نقدي، زيور وغيرهہ لٽي ويا. ان وقت مرزا گهر ۾ ڪونہ هو. خبر ملندي ئي هو گهر پهتو ۽ ڌاڪن جو پيڇو ڪيائين. ڌاڪن سان مقابلي ۾ مرزا پنهنجن ڪجهہ ساٿين سميت ماريو ويو. گهر جي مردن مان صرف هڪ ڇوڪرو ئي باقي بچيو ۽ ٻيا سڀ ڌاڪن هٿان قتل ٿي ويا. گهر جي عورتن محسوس ڪيو تہ هن مصيبت جو سبب سيدن سان دشمني ۽ اُنهن جي بد دعا آهي. اِنهيءَ ڪري اُنهن سعيدن کي خوش ڪرڻ لاءِ مرزا بيگ جي ڌيءُ جو رشتو شاهہ لطيف سان جوڙڻ واسطي شاهہ حبيب کي چوايو. هيءَ اِهائي ڇوڪري هئي جنهن جي ڪري مرزا بيگ، شاهہ لطيف ۽ ٻين سيدن سان ناراض ٿي ويو هو. شاهہ حبيب اِهو رشتو قبول ڪيو ۽ ڇوڪريءَ جي شادي شاهہ لطيف سان ڪرائي.[16]

شاهہ صاحب جي گهر واري هڪ خوشحال جاگيردار ڪٽنب مان هئي. شاهہ لطيف جي گهر ۾ بہ ڪنهن شيءِ جي ڪمي ڪونہ هئي، پر جنهن ڪٽنب مان سيدا بيگم آئي هئي، اُنجو شان شوڪت ڪجهہ الڳ ئي هو. سيدا بيگم پنهنجي پتا جي گهر جي اَميراڻي شان کي بلڪل وساري ڇڏيو ۽ پنهنجو پاڻ کي ساهرن جي درويشي ماحول جي مطابق بدلائي ڇڏيو. سيدا بيگم بيحد صبر، سنتوش ۽ پاڪ ويچارن واري عورت هئي. هوءَ اِنهيءَ ڳالهہ جو پورو ڌيان رکندي هئي تہ هنجي درويش پتيءَ کي گهر گرهستيءَ جي ڪمن ۾ گهٽو وقت نہ گذارڻو پوي، جيئن هو پنهنجو گهٽي ۾ گهٽو وقت پنهنجن پڳتن ۽ مريدن جي ضرورتن کي پورو ڪرڻ ۾ ۽ مالڪ جي بندگيءَ ۾ لڳائي سگهن.

شاهہ لطيف جي گهر ۾ ڪوبہ اولاد پيدا ڪونہ ٿيو. جيتوڻيڪ هو چاهين ها تہ اسلامي جي رواج موجب ٻي شادي ڪري سگهيا ٿي، پر هو چوندا هئا تہ منهنجا مريد ئي منهنجو اولاد آهن.

## فقيرن سان ميل جول :-

شاهہ صاحب فقيرن ۽ درويشن جي صحبت جو دل جان سان قدر ڪندا هئا. جڏهن بہ ڪنهن درويش سان ملندا هئا يا ڪنهن درويش جو ذڪر ايندو هو تہ اُنهن جي واتان خود بخود هي لفظ نڪرندا هئا :

مون سي ڏٺا ماءِ، جني ڏٺو پرينءَ کي،
ڪري نہ سگهان ڪاءِ، اُنهين سندي ڳالهڙي.

يعني، اي جيجل ! مون اُنهن جو ديدار ڪيو آهي، جن منهنجي محبوب جو ديدار ڪيو آهي. اُنهن جي مهما جو بيان تہ مان ڪري ئي نٿو سگهان.

ٻالڪپڻ ۾ ئي نصرپور جي شاهہ عنايت ۽ اُنهن جي صوفياني ڪلام جو شاهہ صاحب تي گهرو اثر هو. جڏهن هوُ ڪجهہ وڏا ٿيا تہ اُنهن جي جهوڪ جي صوفي درويش شاهہ عنايت سان ملاقات ٿي. حضرت شاهہ عنايت مذهب جي آڌار تي اِنسانيت سان ڀيد ڀاو ڪرڻ جي سخت خلاف هئا. هوُ ايڪتا (وحدت) جو پرچار ڪندا هئا. شريعت پسند ڪٽر مُلا اُنهن جي سخت مخالفت ڪندا هئا. سيد برادريءَ جا ماڻهو بہ اُنهن جي خلاف هئا. اُن وقت صرف شاهہ لطيف ، ٺٽي جا مخدوم معين ۽ لواريءَ جا خواجا محمدالز مان ئي شاهہ عنايت جي اَدويت وادي يا وحدانيت وادي ويچارن جا حمايتي هئا. اورنگزيب جي موت کان پوءِ دهليءَ جي حاڪم فرخ سير، ٺٽي جي گورنر جي شڪايت ڪرڻ تي شاهہ عنايت جو قتل ڪرائي ڇڏيو. شاهہ لطيف جي دل تي اِنهيءَ واقعي جو نهايت گهرو اَثر ٿيو.

## ننڍڙو واقعو گهرو مطلب :-

اُنهن ڏينهن جو هڪ ننڍڙو پر اَهميت ڀريو واقعو هن طرح آهي. هڪ ڏينهن شاهہ صاحب هڪ وڏي وڻ جي هيٺان خدا جي ياد ۾ ويٺا هئا. اُن وقت ٻہ جوان عورتون جن جي مٿي تي پاڻيءَ جا ڀريل دلا رکيل هئا، اُتي ٿوري دير آرام ڪرڻ لاءِ ويٺيون. هڪ پڇيو، ”تنهنجو محبوب سان ڪيترا دفعا ميلاپ ٿيو آهي؟“ ٻيءَ جواب ڏنو، ”جڏهن محبوب ملندو آهي تہ اِهو ياد ئي ڪونہ رهندو آهي تہ ڪيترا دفعا ملاقات ٿي آهي.“ اِهو ٻڌي حضرت شاهہ صاحب جي من ۾ اِهو خيال پيدا ٿيو تہ جيڪڏهن ڪنهن جي من ۾ محبوب جي عشق جي سچي سڪ آهي تہ اُنجو ڏيان مالها ڦيرڻ ڏانهن ڪيئن ٿو وڃي سگهي ؟ پاڻ پنهنجن مريدن کي اَڪثر سمجهائيندا هئا تہ روحانيت ۾ وڏائي سچي برهہ جي آهي ۽ نہ ڪِ رسمي شريعت جي.[17]

## ڀٽ کي آباد ڪرڻ ۽ والد جي وفات :-

پهرين ئي چيو ويو آهي تہ شاهہ لطيف ٻالڪپڻ کان ئي اڪثر گهر کان ٻاهر اڪيلائيءَ وارين جڳهين تي هليا ويندا هئا. هڪ دفعي اُنهن ڪرّار ڍنڍ جي ڪناري وٽ واريءَ جو هڪ تمام وڏو دڙو ڏٺو. اُنجي آس پاس جو سندر قدرتي ماحول شاهہ صاحب کي بيحد پسند آيو. واريءَ جو اِهو دڙو سندن ڳوٺ هالا کان گهٽو پري ڪونہ هو. هڪ ڏينهن پاڻ پنهنجن ڪجهہ مريدن سان گڏ اِنهيءَ دڙي تي وڃي پهتا ۽ اِئين چيائون تہ اَسين هن جڳهہ کي آباد ڪنداسين ۽ هتي پنهنجو ڏيرو ڻاهينداسين. شروع ۾ مريدن واسطي ننڍيون، ننڍيون جهوپڙيون ٺٽايون ويئون ۽ گهر وارن لاءِ هڪ ننڍڙي حويلي ٺاهي ويئي. جڏهن هن نئين جڳهہ کي آباد ڪرڻ جو ڪم هلي رهيو هو تہ هڪ ڏينهن سندن پيءُ وٽان نياپو آيو تہ مان بيحد بيمار آهيان ۽ تو سان ملڻ لاءِ تڙقي رهيو آهيان.

جنهن ڪنهن نيهن نڌاهُ،، جي مون واجهائيندي نہ ورو،

جيڪي مُئي ڪندا، سو جانب ڪريو جيئري. (حبيب شاهه) شاهه صاحب کي نياپي ۾ ائين چيائون تہ تون مونکي جيئري ئي اَچي مل، منهنجي موت کانپوءِ اَچڻ مان ڪهڙو فائدو ؟

شاهه لطيف جواب ۾ چوائي موڪليو تہ مان بہ توهان سان ملڻ لاءِ بيچئن آهيان. هيءَ دوُري تہ صرف ٻاهران ڏسڻ ۾ آهي. حقيقت ۾ تہ مان توهان وٽ ئي آهيان. شاهه لطيف نٿي چاهيو تہ آخري وقت ۾ اُنهن جو والد موهه ۾ اَچي وڃي. جڏهن پيءُ کي پٽ جو نياپو مليو تہ خدا جي رحمت سان هنجو من بلڪل شانت ٿي ويو ۽ هن خوشيءَ خوشيءَ پراڻ تياڳي ڇڏيا. اِهو سن 1742 جو واقعو آهي. والد جي وفات جي خبر ملندي ئي شاهه صاحب فوُرن پنهنجي ڳوٺ پهچي ويا. ڳوٺ ۾ والد جي ڪفن دفن جي رسم پوري ڪرڻ کانپوءِ پاڻ پريوار ۽ مريدن سميت وسايل نئين دڙي تي اَچي رهيا. سنڌ ۾ واريءَ جي دڙي کي ”ڀٽ“ بہ چيو ويندو آهي. اِنهيءَ ڪري اِنهيءَ ڳوٺ جو نالو ئي ”ڀٽ“ پئجي ويو ۽ شاهه سائين کي بہ شاهه لطيف ڀٽائي چوڻ لڳا.

## سپاهيءَ جو واقعو :-

اُنهن ئي ڏينهن جو هڪ ٻيو واقعو هن ريت بيان ڪيو ويندو آهي. چيو وڃي ٿو تہ ڪنهن وقت نادر شاهه جي فوج ۾ ڀرتي ٿيل هڪ سپاهي شاهه لطيف وٽ اَچي پهتو. هن حضرت شاهه لطيف کي ٻڌايو تہ نادر شاهه جي دهليءَ تي 1739 واري حملي ۾ هوُ نادر شاهه جي فوج ۾ هو ۽ هن کان هڪ بيگناهه درويش جو قتل ٿي ويو هو. اُنهيءَ ڏينهن کان هنجي من تي هڪ ٻوجهہ هو. مرشد کيس دلاسو ڏنو تہ تون خيال نہ ڪر، جيڪو بہ سچيءَ دل سان پڇتاءُ ڪندو آهي، مالڪ اُن تي رحم ڪندو آهي. سپاهيءَ کي چيائون تہ جنهن درويش جو تو قتل ڪيو هو، تنهنجي من ۾ هن لاءِ ڪا دشمني ڪون هئي. هن درويش جو خدا سان وصال ٿي ويو آهي. اُهو درويش ۽ الله تعاليٰ رحيم توکي معاف ڪري ڇڏيندا. اِهي لفظ ٻڌي سپاهيءَ جي اَکين ۾ ڳوڙها ڀرجي آيا. سندس من جو بار

هلڪو ٿي ويو ۽ هنکي ڪيترن ئي سالن کانپوءِ سک جي ننڊ آئي. جڏهن هوُ صبح جو اُٿيو تہ هنجي من ۾ هڪ عجيب قسم جو سُڪون هو. کيس اِئين محسوس ٿي رهيو هو تہ مان پاپي ڪونہ آهيان، مان هڪ آتما آهيان، جنهن کي بيحد وڏي سفر کان پوءِ اِهو معلوم ٿيو آهي تہ آزادي ۽ سکہ جي زندگي ڇا ٿيندي آهي. اُهو سپاهي پوريءَ طرح سان شانت ۽ سنتشٽ ٿي ويو ۽ پوءِ هنکي ڪل ڪائنات ۾ شانتي نظر اچڻ لڳي.[18] اِهو سڀ مرشد جي رحمت جو ڦل هو.

## ٻڪريون ۽ پاڻي :-

چون ٿا تہ هڪ دفعي شاهہ صاحب ڏٺو تہ ڪجهہ ٻڪريون ٻوڙنديون نديءَ تي پاڻي پيئڻ لاءِ آيون. جڏهن اُنهن جي پاڻيءَ جي پياس متجي ويئي تہ پاڻيءَ ۾ ڦولڙيون لاهڻ لڳيون. شاهہ سائينءَ کي اِهو ڏسي ڏاڍو ڏک ٿيو. اُنهن چيو تہ اَهڙي وصال مان کهڙو لاڀ جيڪو محبوب جو قدر ۽ قيمت گهٽ ڪري ڇڏي. اِنهيءَ باري ۾ سُر حسينيءَ ۾ فرمايو اَٿن :

ڏوريان ڏوريان، م لهان ! شال مَ ملان هوت،

من اَندر جا لوڇ، مڇڻ ملڻ سان ماني ٿئي.

(ڏوريان ڏوريان - ڳولهيندي رهان. لوڇ - تڙڦ، تلاش. مڇڻ - متان. ماني - گهٽ.)

اَرٿات، شال پرينءَ کي هميشهہ ڳولهيندي رهان ۽ کيس هرگز نہ ملان، متان اَندر ۾ جيڪا پياس اَٿم سا سندس وصال سان غائب نہ ٿي وڃي. (سُر حسيني 1393 / 3 ,3 : 11v)

## ناموس :-

شاهہ صاحب جي ناموس دور دور تائين ڦهلجڻ ڪري پرمارٿ جا سچا کوجي ڪافي تعداد ۾ اُنهن وٽ اَچڻ لڳا. اِهو ڏسي شريعت جا قيدي ڪٽر پنٿي مولوي اُنهن کان حسد ڪرڻ لڳا. اُنهن جي پڙڪائڻ تي نئي

جو نواب نؤر محمد ڪلهوڙو شاهه صاحب جو دشمن بڻجي ويو. هن شاهه صاحب کي دٻائڻ جا گهٽيئي حيلا ڪيا ۽ اُنهن تي اِسلام جي پرمپرائن جو اُلنگهن ڪرڻ جو ڏوهه لڳائي، اُنهن جي راهه ۾ ڪيترن ئي قسمن جون رڪاوٽون پيدا ڪرڻ جي ڪوشش ڪيائين.

## درويش بي خوف هوندا آهن :-

شاهه صاحب نواب جي پرواهه نه ڪري پنهنجن ويچارن جو پرچار جاري رکيو. نواب ڪلهم ڪلا شاهه سائينءَ جي مخالفت نٿي ڪرڻ چاهي چاڪاڻ ته هنکي ڊپ هو ته درويش جا پيگت ۽ پوئلڳ سندس خلاف ٿي ويندا. اِنهيءَ ڪري هن شاهه کي ختم ڪرڻ لاءِ هڪ سازش رچي.

هڪ دفعي جڏهن شاهه صاحب هڪ بزرگ شاهه ڪريم جي مقبري لاءِ ملتان مان سجاوٽي ٽائيل وٺڻ ويا ته واپسي ۾ خداباد ۾ پيگتن جو وڏو ميڙ ڪنو ٿي ويو. اِنهيءَ موقعي جو فائدو وٺي نؤر محمد ڪلهوڙي تمام قيمتي معجون*جي هڪ دٻلي پنهنجي ڪنهن اَهلڪار جي هٿان شاهه لطيف کي نذراني طور موڪلي. اَهلڪار شاهه صاحب کي ٻڌايو ته معجون ۾ تمام قيمتي سامگري وڌي ويئي آهي ۽ اِها صحت لاءِ بيحد فائديمند آهي.

دراصل، معجون ۾ زهر مليل هو. شاهه معجون جي دٻلي درياءَ ۾ اُڇلارائي ڇڏي. جڏهن اِها سازش ڪامياب نه ٿي ته نؤر محمد شاهه صاحب کي بدنام ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. هن شاهه صاحب کي هڪ دعوت ۾ گهرايو ۽ موقعو ڏسي هڪ خوبصورت نرتڪيءَ سان گڏ کيس هڪ ڪمري ۾ بند ڪري ڇڏيائين. جڏهن اچانڪ ماڻهن جي سامهون ڪمري جو دروازو کوليو ويو ته هو اِهو ڏسي دنگ رهجي ويا ته حضرت شاهه لطيف جن ڏيان ۾ مگن ويٺا هئا ۽ اُنهن هن نرتڪيءَ ڏانهن اک کڻي نهاريو به ڪونه هو.

---

*(ماڪيءَ ۾ دوائون وغيره ملائي تيار ڪيل هڪ قيمتي غذا).

نوُر محمد کي وري بہ شاھہ لطيف جي درويشيءَ جي مهانتا جو احساس نہ ٿيو ۽ هن دشمنيءَ جو خيال نہ ڇڏيو. هڪ دفعي هن شاھہ لطيف کي اِئين چئي پاڻ وٽ گهرايو تہ مان اِهو ڏسي خوش ٿيو آهيان تہ هزارين ماڻهو توهان جا مريد بڻيا آهن ۽ مان بہ توهان ڏانهن آدر ظاهر ڪرڻ چاهيان ٿو. توهين جيڪر اَچي مون سان گڏ ڀوڄن ورتايو. ڀوڄن کانپوءِ نوُر محمد شاھہ سائينءَ کي هڪ گهوڙي پيش ڪئي. جنهن بہ اِنهيءَ گهوڙيءَ جي سواري ڪئي هئي، گهوڙيءَ اُنجي جان ورتي هئي. نوُر محمد جي من ۾ کوٽ هو، پر شاھہ صاحب بي خوف ٿي گهوڙيءَ تي سوار ٿي ويا. اُنهن گهوڙيءَ جو لغام بہ ڪونہ پڪڙيو ۽ هڪ لمبي فاصلي جي سواري ڪرڻ کان پوءِ شاھہ صاحب گهوڙيءَ کي ساڳي جڳھہ تي واپس وٺي آيا جتان هو ويا هئا ۽ فرمايائون، جڏهن منهنجو لغام اُنهيءَ ڪل مالڪ جي هٿ ۾ آهي، تہ مان گهوڙيءَ جو لغام پنهنجي هٿ ۾ ڇو پڪڙيان ؟ مون گهوڙيءَ جو لغام بہ اُنهيءَ مالڪ جي هٿ ۾ ڏيئي ڇڏيو.[19]

اِنهيءَ ڳالھہ جو نوُر محمد تي ڏاڍو گهرو اَثر ٿيو. هو شاھہ صاحب جي قدمن تي ڪري پيو ۽ سچيءَ دل سان پرارٿنا ڪيائين تہ مونکي پنهنجي شرڻ ۾ قبول ڪريو. شاھہ صاحب هنجي پراڻي وهنوار جي پرواھہ نہ ڪندي نہ صرف هنکي پنهنجو مريد بڻايو، بلڪ اِها دعا بہ ڏنائون تہ تنهنجي گهر اَهڙو قسمت وارو پٽ پيدا ٿيندو جنهنجي ناموس پري پري تائين ڦهلجندي.

## شاھہ سائينءَ جو مرشد :-

شاھہ لطيف جي مرشد جي باري ۾ خاطريءَ سان ڪجھہ بہ چئي سگهڻ مشڪل آهي، پر اِها ڳالھہ صحيح آهي تہ اُنهن پنهنجي ڪلام ۾ گهڻن ئي هنڌن تي مرشد جي ضرورت تي زور ڏنو آهي.

شاھہ سائين جن راڳ رامڪليءَ ۾ سچي جوڳيءَ جي بيحد مهما

ڳائي آهي. پاڻ اِنهيءَ راڳ ۾ ”گرو“ لفظ جو اِستعمال به ڪيو آهن ۽ پنهنجي ڪلام ۾ جڳهه جڳهه تي ”هادي“ ۽ ”وليءَ“ جي ضرورت تي زور ڏنو آهن. پاڻ فرمائين ٿا :

ڏهين ڏينهن ڏک ٿيا، پرينءَ پاٻو هياپسُ،
ورق جي وصال جا، سي واري ڪيائون وس،
لڌائون لطيف چئي، سندو گروءَ گسُ،

جوڳين ڪٺيو جسُ، لِڪا پِٽن لوڪ ۾. (سُررامڪلي ... 2/765, 11:10)

(ڏک ٿيا سينگاريا، پرگهٽ ٿيا. پرينءَ پاٻو هيا - خوش يا سرخرو ڪيا. ورق - پنا، ڪاغذ. واري ڪيائون. وس - قبضي ۾ ڪيائون. گسُ - مارگ ، راهه)

مطلب، ڏهين ڏينهن ڏس ! هو پرگهٽ ٿيا، جو ته پرينءَ کين سر خرو ڪيو. ميلاپ جا ڪاغذ ورائي هنن پنهنجي قبضي ۾ ڪيا. هنن گروءَ جو مارگ ڳولهي لڌو. جوڳين جسُ ڪٺيو. هو جڳ ۾ لڪا وتن.

شاهه صاحب سُر سُهڻي (وائي ١) ۾ ”پِير آسادا حضرت ميران“ جو اِشارو ڪيو آهي. ”ميران“ جي اَکري معنيٰ آهي ”وڏو“ يا ”مهان“ قادري فرقي جي وڏي يا سنچالڪ حضرت عبدالقادر جيلاني کي به ”ميران“ چئي سڏيو ويندو هو. هو پنهنجي مرشد کي حضرت عبدالقادر جيلاني جو روپ مڃيندي، هن کي به ”ميران“ چئي پڪاريندا آهن. حضرت سلطان باهوُ به فرمائين ٿا ته ”پير جنهان دا ميران باهوُ، ڪدي لڳدي تَر ڪي هوُ“[20]. شيخ آياز موجب شاهه جو تعلق صوفين جي قادري سلسلي يا سمپردايه سان هو پر پاڻ چشتي، سهروردي ۽ نقشبندي سِلسلي جي اُصولن کان به واقف هئا.[21] اِنهن سيني سِلسِلن ۾ مرشد جو هئڻ ضروري مڃيو ويندو آهي. اِنهيءَ باري ۾ صحيح فيصلو ته اِتهاسڪار ئي ڪري سگهن ٿا.

## مذهبي نظريو :-

شاھ سائين اِسلامي شريعت جي نيمن اَنوسار هلندا هئا ۽ پاڻ ڪنهن به فرقي جي ماڻهن کان نفرت نہ ڪندا هئا. پاڻ قرآن شريف جو حوالو ڏيئي سمجهايو اَٿن تہ سڀني ڌرمن مذهبن ۽ ذاتين جا ماڻهو سمان روپ سان پيار ۽ آدر جا اڌڪاري آهن.[22]

حقيقت ۾ پاڻ اُنهيءَ مقام تائين پهچي چڪا هئا، جتي مذهبن جا ٻاهريان ڀيد ڀاو ختم ٿي وڃن ٿا. شاھ سائين مولانا روم جي مثنويءَ جو حوالو ڏيئي اَڪثر سمجهائيندا هئا تہ جيڪڏهن اِنسان جي اَندر اُنهيءَ خدا جو عشق آهي تہ پوءِ هو ڪنهن بہ ڌرم ۾، ڪنهن بہ ٻوليءَ ۾، ڪنهن بہ جڳهہ تي خدا جي بندگي ڪري سگهي ٿو. هو چوندا هئا تہ :-

جني ڏٺو هوت، تن دين سڀيئي دوُر ڪيا.

يعني، جن پنهنجي محبوب جو ديدار ڪيو، اُهي سڀني ڌرمن مذهبن کان مٿي چڙهي ويا.

دُنيوي درشٽيءَ سان سندن تعلق شيعا فرقي سان هو.[23] پر هڪ ڪامل درويش جي روپ ۾ پاڻ سُني ۽ شيعا جي ڀيد ڀاو کان مٿي هئا.

چيو وڃي ٿو تہ هڪ دفعي ڪنهن شخص شاھ صاحب کان سوال پڇيو تہ توهين سُني آهيو يا شيعا ؟ اُنهن جواب ڏنو، ”اَبا ! مان ٻنهي جي وچ ۾ آهيان.“ هن آدميءَ چيو تہ ”ٻنهي جي وچ ۾ تہ ڪي ڪين آهي“[24] شاھ صاحب يڪدم جواب ڏنو، ”مان بہ اُهو ئي آهيان، جيڪو ڪجهہ بہ ڪونہ آهي.“

پنهنجو پاڻ کي ’اُهو‘ ئي ڪجهہ سمجهندو آهي، جنهن کي حق يعني سچ جو ديدار تہ ٿيو آهي. جنهن کي خدا جو ديدار ٿي وڃي ٿو اُهو ڌرمن، ملڪن ۽ ذاتين جي قيد کان آزاد ٿي وڃي ٿو.[25]

شاھ صاحب سچي خلق-خدا کي بنا ڪنهن ڀيد ڀاو جي خدا جي عشق جو پيغام ڏنو. اُنهن جي مجلس وارن ۾ هندو، مسلمان ٻئي شامل هئا. شاھ سائين ڪنهن کي بہ پنهنجو مذهب بدلائڻ لاءِ ڪونہ چوندا هئا بلڪ

هوُ هر ڪنهن کي پنهنجي مذهب جي اندر رهي سچائيءَ تائين پهچڻ جي هدايت ڏيندا رهيا. خدا جو عشق ۽ خلق-خدا سان پيار شاهه سائينءَ جو سچو ڌرم هو. چون ٿا تہ هڪ دفعي بابا فريد کي ڪنهن هڪ ڪئنچي پيش ڪئي. بابا فريد چيو تہ مونکي ڪئنچي نہ سُئي کپي، ڇاڪاڻ تہ ڪئنچي ڪٽيندي آهي ۽ سُئي جوڙيندي آهي. شاهه لطيف جھڙا خدا جا عاشق، خلق-خدا جي عشق جو پيغام کڻي ايندا آهن. هوُ دنيا کي ننڍن ننڍن دائرن ۾ ورهائي هڪ ٻئي سان وير وروڌ جو سبق ڪونہ پاڙهيندا آهن. اُهي سڀني سان پيار محبت ونڊيندا آهن.

## مريدن سان تعلق :-

مرشد ۽ مريد جي اِلاهي رشتي کي لفظن ۾ بيان ڪرڻ مشڪل آهي. صوفي درويشن سمجھايو آهي تہ جنهن مريد کي مرشد پنهنجي پناهہ ۾ رکڻ منظور ڪري ٿو، اُن کي پرماتما جي درگاهہ تائين پهچائڻ جي ذميواري بہ قبول ڪري ٿو. سڀ مريد هڪ جھڙا نہ هوندا آهن. هر هڪ مريد جي من جي حالت الڳ هوندي آهي ۽ ڪامل مرشد هر مريد جي اَندروني روحاني حالت کان پوريءَ طرح واقف هوندو آهي. هن جو هر هڪ مريد سان نجي روحاني رشتو هوندو آهي ۽ هوُ هر مريد کي پنهنجي ڍنگ سان روحاني راهہ تي هلائڻ جي ڪوشش ڪندو آهي.

شاهه صاحب جا مريد هزارين هئا. اُنهن ۾ تمر، محمود، ورو يا وڳنڌ، مدن ڀڳت ۽ ميان هاشم مکيہ هئا. تمر اُنهن جو مکيہ خليفو هو.[26]

شاهه صاحب جو پنهنجن مريدن سان پريم، ديا ۽ ڪميا جو جيڪو انوکو روحاني رشتو هو اُنکي لفظن ۾ بيان ڪرڻ مشڪل آهي. جاني نالي هڪ زميندار جو پٽ عنايت، شاهه صاحب جو مريد بڻجي ويو ۽ شاهه صاحب وٽ ئي رهڻ لڳو. سندس پيءُ کي اِها ڳالهہ نہ وڻي. هوُ زبردستي پٽ کي پاڻ سان وٺي ويو، پر عنايت وري شاهه صاحب وٽ واپس موٽي آيو. پيءُ ڪيس وري پاڻ سان واپس گھر وٺي ويو. اُهڙيءَ

طرح ست دفعا هو شاهہ صاحب وٽ واپس موٽي آيو. جڏهن اَٺون دفعو پيءُ پٽ کي واپس وٺي آيو تہ شاهہ صاحب هيءُ بيت اُچاريو :-

جاني! جڙي ٻنڌ، عنايتان اُٿائين،
آهي گهٽو اؤکو، فقيريءَ جو پنڌ،
چکين تہ چريو ٿئين، ميخاني جو منڌ،
کين کڻندو کنڌ، منجهان سڱُ سيد چئي. (سُر سسئي 11,2/1076 IV)

اي جاني! پنهنجي پٽ عنايت کي ٻڌي پنهنجي گهر وهاري ڇڏ. فقيريءَ جو چولو پائڻ بيحد مشڪل آهي. جي مئخاني جو شراب تنهنجي منهن لڳي ويو تہ تنهنجي حالت بہ پٽ جهڙي ٿي ويندي. سيد چوي ٿو تہ عنايت مونکي ڇڏي نٿو سگهي.

جن کي مرشد جي در تي پهچي عشق يا نام جو پيالو منهن لڳي وڃي ٿو اُهي ڪڏهن بہ مرشد جو در نٿا ڇڏين. شاهہ صاحب جن سُر بلاول ۾ وڳنڊ نالي جي مريد کي بہ اِها ئي ڳالهہ سمجهائڻ جي ڪوشش ڪئي آهي.

## وڳنڊ جو واپس ورڻ :-

ڪجهہ ودوانن جو چوڻ آهي تہ وڳنڊ لالچي ۽ پيٽو شخص هو، جيڪو بار بار شاهہ صاحب وٽ ايندو هو ۽ وري واپس هليو ويندو هو. شاهہ صاحب سُر بلاول ۾ اِنهيءَ مريد وڳنڊ کي مخاطب ڪندي اِها ڳالهہ سمجهائڻ جي ڪوشش ڪئي آهي تہ مرشد پنهنجي پناهہ ۾ آيل اِنسان جا ڳڻ اوڳڻ نٿو ڏسي. جڳياسو يعني کوجي يا مريد جي ڪنهن بہ قسم

---

هن پستڪ ۾ شاهہ صاحب جي ٻاڻيءَ جي هر هڪ حوالي ۾ پهرين سُر جو نالو آهي، اُن کان پوءِ داستان جو نمبر آهي ۽ پوءِ بيت جو نمبر آهي. آخر ۾ پستڪ جو پاڱو نمبر ۽ صفحي جو نمبر ڏنو ويو آهي. مثال طور سان بلاول 1/490 ,1 :VI سان مطلب آهي سُر بلاول، داستان -VI، بيت 1، پاڱو ا ، صفحو 490.

جي ڪمزوري يا من مانيءَ جي باو جو بہ مرشد هنکي پنهنجي در تان ڌڪيندو ڪونهي. شاهہ صاحب چون ٿا :-

وڳنڊ وري آئيو، وسن ڪين وڏوس،
گندي، ماني، ماڳ، موچارو پاسي پير ٿيوس. (بلاول 1/490, 1 : VI)

(وسن-حيلن وسيلن. ڪين وڏوس- پلئہ نہ وڌس. گندي ڪپڙو. ماني- پوچن. ماڳ- رهڻ جو هنڌ. موچارو... ٿيس - هڪيو تڪيو مليس.)

وڳنڊ فقير وري آيو آهي. حيلن وسيلن مان ڪجهہ ڪونہ وريو. پيرن هيٺان هڪيو تڪيو بسترو، ڪپڙا گنديون، ماني ۽ رهڻ لاءِ سٺو هنڌ مليس.

وڳنڊ وري آئيو، پينار نئون پوءِ،
مُحڪم لڳس موچڙا، ذرو نہ ڏنس جوءِ،
وينو اِئين چوءِ تہ پيران پاسي نہ ٿيان. (بلاول 2,1/490 : IV)

(پينار - پينارن يا منگتن ڪان. محڪم - پختا. چوءِ - چوي. پيران-پيرن ڪان.)

يعني، وڳنڊ وري پينارن جي پُٺ وٺي آيو آهي. گهران ڌڪن ۽ ڌڪار کان سواءِ سندس زال ڪجهہ بہ ڪين ڏنس. اِئين وينو چوي تہ مان مرشد جي پيرن کان پري نہ ٿيان. مطلب تہ هاڻي مان مرشد کان دور رهي نٿو سگهان.

وڳنڊ وري آئيو، نسوُرو ئي نرڳُ،
گندا گلابي ڪري سيد جو سرڳُ،
عطر سين اورڳُ، تہ هئين سدائين سُرهو. (بلاول 10,1/493:IV)

(گندا- غليظ يا ناپاڪ. گلابي-خوشبوُدار. اَورڳہ-وهنوار رک. هئين- هجين)

يعني، وڳنڊ وري آيو آهي. هو نسوُرو ئي نرڳي پيو لڳي. سيد (شاهہ صاحب) جي سرڳ جهڙي صحبت، بدبوءِ وارن کي بہ خوشبوُدار ڪيو ڇڏي. عطر سان ليکو رک يعني ساڌن جي سنگت ۾ ويهہ، تہ هميشهہ سُرهو هجين.

انهن مثالن مان خبر پوي ٿي تہ مایاوي وڪارن ۽ ڪرمن جي گندگيءَ

۾ ڪريل مريد جي لاءِ ڪامل مرشد کان سواءِ ٻيو ڪوبہ سهارو نہ آهي. جيڪو مريد سچي دل سان مرشد جي در جو ٻڪاري بڻجي رهي ٿو، اُنجي اَندر چاهي لکين عيب، پاپ هجن، هوُ ڪيترو ئي ڪمزور هجي چاهي هوُ چڱي طرح عبادت ڪري سگهي يا نہ، مرشد جي صحبت ۾ رهندي، مرشد جي رحمت سان هنجو ڪڏهن نہ ڪڏهن اُڌار ٿئي ٿو.

شاهہ سائين اِشارو ڪري رهيا آهن تہ جنهن جو ڪو آسرو ڪونهي، مرشد اُنجو آسرو بڻجي ٿو وڃي. مرشد، مريد جا اوگڻ نٿو ڏسي. مرشد رحمت جو سمنڊ آهي. مريد جو صرف هڪ ئي ڪم آهي تہ مرشد جو دامن مضبوط جهلي مرشد جي هدايت موجب خدمت عبادت (شيوا پڳتي) ڪندو رهي. باقي سڀ ڪجهہ مرشد خود ئي ڪري ڇڏيندو آهي.

## مريد ۽ ڪمبل :-

پٽ کي آباد ٿيڻ ۾ گهڻو وقت نہ لڳو. اِهو جلد ئي هڪ وڏو ڳوٺ بڻجي ويو ۽ پري پري کان شرڌالو مريد شاهہ صاحب جي ديدار لاءِ هتي اَچڻ لڳا. اُنهيءَ وقت جو هڪ واقعو هن ريت آهي تہ شاهہ صاحب جو ڪو پريمي ڪنهن ڏوراهين پنڌ کان هر سال شاهہ صاحب سان ملڻ ايندو هو. هڪ دفعي هوُ شاهہ صاحب سان ملڻ لاءِ اَچي نہ سگهيو. جڏهن ٻن سالن کان پوءِ آيو تہ مرشد هن کان گذريل سال نہ اَچڻ جو ڪارڻ پڇيو. هن جواب ڏنو تہ ''مان هر سال مرشد جي واسطي هڪ ڪمبل آڻيندوآهيان پر پوئين سال مون ۾ ڪمبل آڻڻ جي طاقت نہ هئي ۽ مونکي خالي هٿين مرشد وٽ اچڻ سٺو نٿي لڳو، اِنهيءَ ڪري گذريل سال مان نہ آيس.'' اِها ڳالهہ ٻڌي مرشد جي اَکين ۾ پاڻي ڀرجي آيو ۽ چيائون، ''تون پنهنجي پائرن واسطي ڪمبل کڻي ايندو آهين اِها تہ چڱي ڳالهہ آهي، پر جيڪڏهن تون ڪمبل نٿي آڻي سگهئين تہ اِن جو اِهو مطلب ڪونہ آهي تہ تون پاڻ بہ نہ اَچ. ڪمبل تہ ٻن دوستن کي هڪ ٻئي سان جوڙڻ جو ساڌن هئڻ کپندو هو نہ ڪِ هڪ ٻئي کان جدا ڪرڻ جو ڪارڻ بڻجڻ کپندو هو.''[27]

پاڻ پنهنجي ڪلام ۾ فرمايو اَٿن تہ درويش هميشهہ ڪجهہ ڏيڻ ۾

خوش ٿيندا آهن، نہ ونڻ ۾. هنن سچي زندگي ڪنهن مريد کان پنهنجي يا پنهنجي ڪٽنب واسطي ڪڏهن بہ ڪا شيءِ قبول نہ ڪئي. جيڪي ڪجھہ بہ مريد شرڌا سان کڻي ايندا هئا، اُهو سڀ ڪجھہ مريدن ۽ ضرورتمندن تي ئي خرچ ڪيو ويندو هو.

## ٻالڪ سچل جي باري ۾ اِشارو :-

جڏهن شاهہ صاحب جي سنڌ جي مشهور فقير سچل جي ڏاڏي ميان صاحب ڏني سان ملاقات ٿي تڏهن هو ماڻهن کان لڪي پڳتي ڪري رهيا هئا. شاهہ صاحب اُنهن کي ڏسي فرمايو، دوست کي لڪائڻ نہ گهرجي، هن کي ٻاهر وٺي اَچڻ گهرجي. ”اِنهيءَ تي ميان صاحب ٻاهر آيو. جڏهن شاهہ صاحب ميان صاحب سان ٻيو دفعو مليا تہ پنجن سالن جي ٻالڪ سچل کي ڏسي شاهہ صاحب فرمايو تہ، ” جيڪو برتن مون چاڙهيو آهي، اُنهيءَ جو ڍڪڻ هيءُ کوليندو“.[28]

هر هڪ درويش پنهنجي وقت جي حالتن مطابق پنهنجي ڳالهہ چوندو آهي. ڪي فقير پنهنجي ڳالهہ رهسيہ پورڻ اِشارن سان (ڍڪيل اَنداز ۾) چوندا آهن تہ ڪي فقير کلم کلا ۽ بي ڌڙڪ ٿي پنهنجي ڳالهہ چوندا آهن. صوفي فقير بابا فريد شريعت جي مخالفت ڪرڻ بنا ئي طريقت، معرفت ۽ حقيقت تي زور ڏنو، جڏهن ڪ سائين بلي شاهہ ۽ حضرت سلطان باهوُ شريعت جي اصولن جي زوردار نڪتچيني ڪندي طريقت، معرفت ۽ حقيقت جي وڏائي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. حضرت شاهہ لطيف ٻاران سچل جي باري ۾ ڏنل اِشاري مان معلوم ٿئي ٿو تہ اُنهن ڄاڻي واڻي ڳُوڙهن روحاني رازن کي ڳجهي اَنداز ۾ ظاهر ڪرڻ مناسب سمجهيو. گڏوگڏ اِها اڳڪٿي بہ ڪيائون تہ جيڪا بہ ڳالهہ مون ڳجهن لفظن ۾ چئي آهي سچل فقير کلم کلا ۽ بي خوف ٿي اُن تي روشني وجهندو.

## وفات :-

پنهنجي پيءُ جي موت کان پوءِ شاهہ صاحب لڳ ڀڳ ڏهہ سال زندهہ رهيا. چون ٿا تہ وفات کان 21 ڏينهن اڳہ شاهہ سائين اڪيلائيءَ ۾ عبادت ڪندا رهيا. جڏهن 21 ڏينهن کان پوءِ هو ٻاهر آيا تہ سنان ڪري هڪ چادر ويڙهي مريدن کي راڳ شروع ڪرڻ جو اِشارو ڏيئي خود ڌيان ۾ ويهي رهيا. ٽن ڏينهن کانپوءِ جڏهن راڳ ختم ٿيو تہ هڪ مريد شاهہ سائين جي اڳيان وڃي ڏٺو تہ اُنهن جو روح جسماني پڃري مان آزاد ٿي مالڪ جي درگاهہ ڏانهن پرواز ڪري چڪو هو. اِهو سال 1752ع هو. اُن وقت شاهہ سائين جي عمر صرف 63 سال هئي.

شاهہ صاحب بلڪل تندرست هئا ۽ اُنهن بنا ڪنهن بيماريءَ جي پاڻ ئي پنهنجي مرضيءَ سان هيءُ ناسونت اِنساني ديهي ڇڏي. ڌيان ۾ وهڻ کان اڳ اُنهن پنهنجن مريدن کي هدايت ڪئي هئي تہ ڪين دفن ڪرڻ کان پهرين اُنهن جي موت جي خبر ٻاهر ڪنهن کي بہ نہ ڏني وڃي. مريدن اُنهن جي وصيعت موجب سندن قبر محمود شاهہ جي پيرن جي طرف ٺاهي. ميان غلام شاهہ ڪلهوڙي اُن هنڌ هڪ عاليشان مقبرو ٺهرايو. جڏهن مقبري جي حالت خراب ٿيڻ لڳي تہ مير نصير خان والپُر اُنهيءَ جي مرمت ڪرائي. اَڄ پڻ پري پري کان هزارين ماڻهو اِنجي زيارت لاءِ ايندا آهن.

## شخصيت :-

وچولو قد، سڊول سرير، گورو رنگ، سندر چهرو، ويڪرو مٿو، مشعال وانگر روشن، وڏيون اکيون، موهيندڙ چال، جيڪو بہ شاهہ صاحب کي ڏسندو هو پنهنجو پاڻيهي اُنهن ڏانهن ڇڪجندو ويندو هو. جيڪو بہ هڪ ڀيرو اُنهن جو ديدار ڪندو هو، اُنهن جو سندر دلڪش سروپ هنجي دل ۾ گهڙي هميشهہ واسطي اُتي پنهنجو گهر ٺاهي ڇڏيندو هو. شاهہ صاحب کي ڏسندي ئي خود-بخود اُنهن جي سامهون هٿ جڙي ويندا هئا، سر جهڪي ويندو هو ۽ من ۾ اُنهن ڏانهن پريم ۽ شرڌا جي شمع ٻري پوندي

هئي. شاهہ صاحب گنيير سياهہ جا هئا، پر اُنهن جي چهري تي سدائين هلڪي مرڪ هوندي هئي. جڏهن هوُ مذاق ڪندا هئا تہ اُنهن جي معصوم مسڪراهٽ خوشيءَ جي اَهڙي لهر ڦهلائي ڇڏيندي هئي جو فرشتا بہ اُن تان قربان ٿي وڃن.

شاهہ صاحب جي پوشاڪ بيحد سادي هوندي هئي. هوُ گيڙو رنگ جي ڪفني (ڏگهو چولو) پائيندا هئا. مٿي تي هڪ اَڇي ٽوپي پائيندا هئا، جنهن کي تاج يا ڪلاهہ چيو ويندو هو. اُن ڪلاهہ جي مٿان بہ وال ڪارو ڪپڙو ويڙهي ڇڏيندا هئا. هو پيرن ۾ جُتي تہ پائيندا هئا، پر موُج ۾ اَچي ڪيترا ئي پيرا پري پري تائين پيرين اُگهاڙي هليا ويندا هئا. هٿ ۾ هڪ وڏي لٺ رکندا هئا، جنهن جو هٿيو جوڳين جي بٺراڱڻ وانگر هوندو هو. صندل تي يا فرش تي گودڙي وڇائي ليٽي پوندا هئا. هوُ ڏيکاءُ ۽ بناوٽ کان پري سادگي ۽ سنجم جي تصوير هئا.

## شاهہ صاحب هڪ سيلاني :-

شاهہ صاحب ٻالپڻ کان ئي سيلاني هئا. هو ڪيترن سالن تائين جوڳين سان گهمندا رهيا. بعد ۾ بہ جڏهن سندن من ۾ اُمنگ اُٿندي هئي تہ دور دور تائين گهمڻ هليا ويندا هئا. کين قدرتي نظارا بيحد پسند هئا. هوُ قدرت جي نظارن کي ڏسي گدگد ٿيندا هئا. اُنهن جي ڪلام ۾ بہ قدرتي نظارن جو ذڪر ملي ٿو. سندن اِنهن ٻنهي خوبين هنن کي قادر جي قدرت ۽ اُنجي مخلوق کي پريم سان ڏسڻ ۽ سمجهڻ ۾ مدد ڪئي. ٻاڻ قدرت کي اُنجي الڳ الڳ رنگن ۾ ۽ انسانيت جي الڳہ الڳہ شڪلين، صورتن ۽ حالتن کي ويجهڙائيءَ کان ڏٺائون. اِنهيءَ سان اُنهن کي ڪائنات ۽ اِنساني من، ٻنهي کي گهرائيءَ سان سمجهڻ ۾ مدد ملي.

## ٿورو کائڻ، ٿورو سمهڻ، ٿورو ڳالهائڻ :-

شاهہ سائين برهمچريہ جو پالن ڪندا هئا. سادي ساتوڪ ڀوڄن

تي گذارو ڪندا هئا ۽ شراب ۽ تماڪ کان پوريءَ طرح پرهيز ڪندا هئا. ٿورو کائڻ، ٿورو ڳالهائڻ ۽ ٿورو سمهڻ شاهہ صاحب جي زندگيءَ جو سياويڪ انگ هو. هو ٻڌندا وڌيڪ هئا، ڳالهائيندا گهٽ هئا، پر پنهنجي ڳالهہ سهڻي ڍنگ سان سمجهائيندا هئا. سندن ننڊ بہ نالي ماتر هئي. چون ٿا تہ هڪ دفعي جڏهن هو ڏينهن جي وقت آرام ڪري رهيا هئا تہ ٻاهر ٻاجهيءَ واري هوڪو ڏنو، ''سوُئا، پالڪ، چوُڪا'' اِهي ٽيئي ڀاڄين جا نالا آهن. شاهہ صاحب ٻاجهيءَ واري جو آواز ٻڌي يڪدم اُٿي ويٺا. مريدن کي چيائون تہ ٻڌو هوُ ڇا ٿو چوي. هو چوي ٿو تہ جيڪو هڪ پل بہ سمهيو اُهو چُڪي ويو، يعني رهجي ويو. شاهہ سائين هر پل پنهنجي مالڪ جي ڌيان ۾ رهندا هئا ۽ پنهنجن مريدن کي بہ ٿورو کائڻ، ٿورو ڳالهائڻ ۽ ٿورو سمهڻ لاءِ هدايت ڪندا هئا، جيئن من کي مالڪ جي بندگيءَ ۾ لڳائڻ ۾ مدد ملي.

## نهٺائي جي مؤرت :-

شاهہ سائين نهٺائي جي مؤرت هئا. هوُ دشمنن سان بہ دوستيءَ سان پيش ايندا هئا. ماڻهن جي اوگڻن ڏانهن ڌيان ڪونہ ڏيندا هئا. هر ڪنهن جو آدر ڪندا هئا ۽ حاسد، جهڳڙالوُ ماڻهن ۽ دشمنن سان بہ پريم ۽ نوڙت جو وهنوار ڪندا هئا. سندن ناموس ڏسي ڪيترا ڍونگي فقير اُنهن کان حسد ڪرڻ لڳا ۽ سندن جان جا دشمن ٿي پيا. اُنهن ڪيترن ئي طريقن سان شاهہ صاحب کي پريشان ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي، پر شاهہ صاحب جي دل تي اِنهيءَ جو ڪوبہ اَثر نہ ٿيو. ميان نوُر محمد ڪلهوڙي جي شاهہ صاحب سان دشمنيءَ جي باري ۾ اڳہ ۾ ئي ذڪر ڪيو ويو آهي. شاهہ صاحب جي محبت ۽ فراخدليءَ هن کي اُنهن جو پريمي ۽ شرڌالو بڻائي ڇڏيو. جيئن اڳہ ۾ بہ ذڪر ڪيو ويو آهي تہ مرزا مغل بيگ شاهہ جي خاندان سان برو سلوُڪ ڪيو هو. جڏهن هوُ خود ڌاڪُن سان مقابلي ۾ ماريو ويو تہ ڪنهن شاهہ صاحب کي اَچي چيو تہ هو خبيس (نيچ) ماريو

ويو آهي. شاهہ سائينءَ جواب ڏنو تہ مغل بيگ نهايت نيڪ دل اِنسان هو. اِنهيءَ مان بہ خبر پوي ٿي تہ پاڻ برائي ڪرڻ وارن لاءِ بہ من ۾ ڪڏهن وير جي ڀاونا نہ رکندا هئا.

هڪ دفعي هڪ وئشيا اُنهن وٽ آئي ۽ هن پنهنجي مڌر ۽ درد ڀرئي سنگيت سان شاهہ صاحب کي خوش ڪري ڇڏيو. شاهہ صاحب ڪانئس پڇيو، ”ڌيءَ! توکي ڇا گهرجي؟“ هن وراڻيو، ”سائين ! مان نيڪ پاڪ زندگي گذارڻ ٿي چاهيان“ شاهہ صاحب هنجي وينتيءَ تي بيحد خوش ٿيا. مرشد جي رحمت سان هنجي قسمت ئي بدلجي ويئي ۽ هوءَ هڪ حاڪم جي پتني بڻجي نيڪ پاڪ جيون گذارڻ لڳي.[32]

## ڪومل چت ۽ ديالو :-

شاهہ صاحب من، وچن ۽ ڪرم سان بيحد ڪومل ۽ ديالوُ هئا. هو ڪڏهن بہ ڪئور لفظن ۾ طعني واري ٻوليءَ جو استعمال ڪونہ ڪندا هئا. هو پنهنجن منن وچنن سان سيني جو من موهي ڇڏيندا هئا. صرف اِنسانن جي لاءِ ئي نہ پر جانورن ۽ پکين لاءِ بہ اُنهن جو هردو پريم ۽ همدرديءَ سان ڀريل رهندو هو. هو ڪنهن کي بہ دکي ڪونہ ڏسي سگهندا هئا ۽ پنهنجو پاڻ کي تڪليف ۾ وجهي بہ ٻين جو دک دور ڪندا هئا. هنن ڪڏهن ڀلجي بہ ڪنهن کي دک ڪونہ ڏنو. هو ماڻهن کي جيو هتيا کان روڪيندا هئا ۽ خدا جي مخلوق تي ظلم نہ ڪرڻ جي نصيحت ڏيندا هئا. هڪ دفعي هڪ ڪُتيءَ سندن اَکين جي سامهون دم ڏنو. شاهہ سائين اُن جي ٻن ننڍڙن پونگڙن کي پاڻ سان وٺي آيا ۽ بيحد پريم سان اُنهن جي پرورش ڪيائون.

## نِوڙت يا عاجزي :-

درويش جي سڄاڻپ سندس عاجزي يا نمرتا سان ٿيندي آهي. هڪ درويش کان ڪنهن پڇيو تہ درويش کي سڀ کان وڌيڪ خوشي ڪڏهن ٿيندي آهي؟ تہ هن کي جواب مليو تہ جڏهن هن کي مالڪ جي

رحمت سان ڪنهن درويش جي صحبت جو موقعو حاصل ٿئي ٿو. درويشيءَ جي اِنتها عاجزي آهي ۽ عاجزي ئي ڪامل درويشيءَ جو سچو ثبوت آهي. چيو وڃي ٿو تہ ڪنهن مالڪ کي عرض ڪيو تہ مونکي ٿوري عاجزي بخش. خدا جي درگاهہ مان آواز آيو، ”مون وٽ عاجزي ڪونہ آهي، عاجزي تہ سموري منهنجا درويش ڪٺي ويا آهن.“ عاجزي چاهين ٿو تہ منهنجن درويشن وٽ وڃ. ”جيڪو عاجز ٿيو اُهو درويش بڻيو، جيڪو درويش بڻيو اُهو عاجز ٿي ويو.“

شاهہ صاحب راڳ آسا ۾ فرمايو آهي تہ مونکي تہ اِلاهي رازن جي باري ۾ ڪجهہ خبر نہ آهي، پر مولانا روم پنهنجي ڪلام ۾ ڪيترائي ڀيد (راز) ظاهر ڪيا آهن. پاڻ سريراڳ جي چوٿين داستان جي 6 کان 12. بيتن ۾ ساڌڪ کي نصيحت ڏني اَٿن تہ تون پنهنجي عبادت جو سون سچي صراف (مرشد) وٽ ڪٺي وڃجانءِ ڇاڪاڻ تہ ڪوڙن صرافن کي نہ سون جي سڃاڻپ آهي ۽ نہ ئي سونَ جو قدر اَٿن. شاهہ صاحب فرمائين ٿا :-

اَمُل اَڇ نہ اُن کي، جي نہ پروُين مٽ،
جت گڏ جيئي جو هري، ماڻڪ تنهين مٽ،
جنين سون سين سٽ، تن هٽي ريُ رَدِ ڪيو. (سرير اڳ IV: 7/626)

(اَمُل-بي بها موتي. مَٽ-مٽا سٽا. سَٽِ-وهنوار رِيُ-کپ، ڪوُڙ)

يعني، اَملهہ موتي اُنهن کي نہ آڇ، جيڪي اِهو وهنوار نہ سڃاڻن. جتي ڪو جوهري مليئي، تتي ماڻڪن جو سودو ڪر. جن جو وهنوار سون سان آهي، تن ڪوڙ کپ کي رد ڪري ڇڏيو. (روحاني ڪمائيءَ وارا دنيا جي سُکن کي ترڪ ٿا ڪن.)

سونا! وانءُ صراف سيئن، لڏو لاهہ، مَ لڏ،
سوُدو سوئي چڏ، جنهن ۾ جواهر ناهہ ڪي. (سرير اڳ IV:9 ,2/627)

(سونا-اي سون. صراف سيئن - صراف وٽ. لڏو لاهڻ-سامان سڙو لاهي وهڻ)

يعني، اي سون! (سچا اِنسان) تون ڪنهن صراف (ڪامل سنت) وٽ

کھي وڃ، ويھي نہ رھُہ. اُھو سوُدو ئي ترڪ ڪر، جنھن ۾ جواھرن (روحاني ڳالھين) جو وھنوار ناھي.

شاھہ صاحب 13 بيت ۾ چون ٿا :-

قدر وارا ڪم ٿيا، ڪُتا خريدار،
پاٽيٺ جي پرکٽا، وَياسي وينجھارَ،
عينڪ پائي اَکين، لھن سڀ ڪنھن سار،
صرافنئون ڏار، ماڻڪ ملاحظو ٿيئي. (سريراڳ IV:13 ,2/629)

پاٽيٺ - پاڻيءَ وارا آبدار موتي.. وينجھار - ھيرن ۽ لعلن کي ٽنگ ڪرڻ وارا. صر افنئوُن ڏار - صرافن کان سواءِ... ملاحظو - جوکو، بي قدرائي.)

يعني، سچن ھيرن، لعلن جو ملھہ ڪٿڻ وارن ۽ خريدارن جو ڏڪار پئجي ويو آھي. ڪو وقت ھو جڏھن سچا صراف اَکين تي چشمو پائي گھرائيءَ سان ھيرن، لعلن جي پرک ڪندا ھئا. ڪيتري نہ اَفسوس جي ڳالھہ آھي تہ اَڄ ھيرن جا سچا پارکوُ ڪٿي بہ نظر نٿا اَچن.

شاھہ صاحب 14 بيت ۾ چون ٿا :-

اگھيو ڪائو ڪچُ، ماڻڪن موٽ ٿي،
ٻلئہِ پايو سچُ، آچيندي لڄ مران. (سرير اڳ IV : 14 ,2/629)

يعني، اڄ بلور يا ڪانچ جي ھيرن کي بھتر سمجھيو ٿو وڃي ۽ ماڻڪن کي موٽايو ٿو وڃي. مان پلوُ ۾ سچ جھلي بيٺو آھيان، پر ڪنھن کي اُنجي آڇ ڪندي لڄ پيئي محسوس ٿئي.

اِھا شاھہ سائينءَ جي اَديت نمرتا آھي، جو اَللہ تعاليٰ سان وصال ڪرڻ کانپوءِ بہ ڏيکاءُ ڪونہ ٿا ڪن. فرمائين ٿا :-

چوريءَ پھتُ ڳجھہ سين، پڌر ناھين اَرتُ،
پوءِ لڪائج وٿُ، پھرين لڪائي پاڻ کي. (سريراڳ IV:24 ,2/633)

يعني، چوريءَ جو سنبنڌ لڪل شيءِ سان ھوندو آھي. اِنھيءَ ڪري ضروري آھي تہ تون پنھنجو مال لڪائي رکڻ کان اڳ پنھنجو پاڻ کي لڪائي رک.

شاھہ سائينءَ پنھنجو پاڻ کي ۽ پنھنجي مھانتا کي لڪائي رکڻ جي پوري ڪوشش ڪئي. پاڻ ٻين جي لاءِ سنمان ۽ آدر ڀريل لفظن جو استعمال ڪندا ھئا، پر پاڻ کي ناچيز، ٻي سمجھہ ۽ گنھگار چوندا ھئا. جيتري وڏي اُنھن جي روحاني عظمت ھئي، اُن کان وڏي سندن نمرتا ھئي.

## سنائجم شيل يا سنتلت جيون :-

شاھہ سائين روحاني ترقيءَ واسطي گھر گرھستيءَ جو تياڳہ ضروري نہ سمجھندا ھئا. ھوُ دين ۽ دنيا، پرمارٿ ۽ سوارٿ، لوڪ ۽ پرلوڪ ۾ سنتلن قائم ڪرڻ تي زور ڏيندا ھئا. ھنن خود شادي ڪئي ۽ گرھستيءَ جون سڀئي ذميواريون بخوبي نڀايائون. جڏھن سندن پتنيءَ چولو ڇڏيو ، تہ ٻين جي زور ڀرڻ تي بہ ٻي شادي ڪونہ ڪيائون پاڻ تن من سان پنھنجي پتا جي خدمت ڪندا ھئا. ھوُ ڪيترا سال جوڳين سان رھيا پر اَنترمک روحاني اَڀياس واسطي گھر ٻار تياڳڻ جي ھدايت ڪونہ ڪيائون. پاڻ سمجھائيندا ھئا تہ تياڳہ جو سنبنڌ من يا ورتيءَ سان آھي. جيترو گھڻو ڪوئي من جي ذريعي دنيا سان جڙي ٿو، اوتروئي وڌيڪ دنيا ھن سان جڙي وڃي ٿي. پاڻ اِنھيءَ ڳالھہ تي زور ڏيندا ھئا تہ مالڪ جي بندگيءَ جو تعلق عشق، لگن ۽ پريم سان آھي. برھہ يا جدائي تياڳ پيدا ڪندي آھي، تياڳ برھہ پيدا ڪونہ ڪندو آھي. برھہ گرھستيَ جي من ۾ بہ پيدا ٿي سگھي ٿي ۽ تياڳيءَ جي من ۾ بہ برھہ وارو تياڳي ھوندو آھي پر اِھو ضروري ناھي تہ تياڳي برھہ وارو بہ ھجي. اِنھيءَ ڪري وڏائي خدا جي عشق جي آھي ۽ نہ ڪِ ٻاھرئين تياڳ يا سنياس جي. شاھہ سائين ڪرم جي تياڳ جو نہ پر خودي يا ھو ميءَ جو تياڳ ڪري، ڦل کي رب جي حوالي ڪري ڪرم ڪرڻ جو اُپديش ڏيندا ھئا.

اڪرم اَنصاري جي لکيل شاھہ جي شخصيت جي باري ۾ اَنگريزيءَ جي ھڪ نظم جو ترجمو ھن ريت آھي :-

آزادي تنھنجي اَنوکي سوُغات آھي،

لڳاتار تلاش ئي تنهنجو آنند آهي.
توکي سڏائنن جي غلامي پسند نہ آهي،
تنهنجي چيتنا هر شيءِ جي گهرائيءِ ۾ گهڙي
انهيءِ جا ٽڪرا ٽڪرا ڪري ئي ڇڏي.
توکي پرمپرا ۾ ٻڌجڻ پسند نہ آهي،
تون انهيءِ پکيءِ وانگر آهين،
جيڪو آڪاش ۾ آزاد اُڏامڻ پسند ئي ڪري.
تنهنجي نہ ٻجهندڙ پياس توکي ئي پي وڃڻ واري آهي پر
نوُراني ڇهاءُ توکي وري زندهہ ڪري ئي ڇڏي.
تون نوُر جي گولها ڪري رهيو آهين؟
تنهنجي نوُري مکڙي مان خود - بخود نوُر ئي ڇلڪي.
تنهنجي اَنتر درشٽيءِ کي رچنا جي ڪڻ-ڪڻ ۾
زندگيءِ جو نوُر ڇلڪندو نظر ئي اَچي.
تارن ڪان متي نڪري رهيو آهي، نانگ وانگر ڦيريون پائيندو دونهون،
اڏامندو ئي وڃي، اُڏامندو ئي وڃي،
جيستائين اِهو تنهنجي اَندر گهڙي
نوُراني غفا نٿو ٻڻائي.
توکي اَلله انهيءِ حاڪم جي روُپ ۾ نظر ڪونہ ٿو اچي،
جيڪو هٿ ۾ چابڪ کڻي غلام جو پيڇو ڪندو هجي،
توکي گاهہ جي هر ڪک ۾ اَلله جو نوُر نظر ئي اَچي،
توکي هر مکڙي ۾ قادر جي ڪاريگري نظر ئي اَچي،
مڇيءِ جي آنند سان پريل ناچ جهڙي،
اَلله جي ڪنن ۾ ڪيل تنهنجي روح جي سَر-سَر
۽ سر سبز ڌرتيءِ جهڙي تنهنجي مکڙي جي گلن سان مليل
تنهنجي سندر مسڪراهٽ،اَلله جو بہ من موهي ڇڏيو آهي ۽
هن توکي پيار وچان ڇاتيءِ سان لڳائي ڇڏيو آهي.

**لاثاني هستي :-**

شاھہ لطيف سن 1689ع ۾ سنڌ ۾ پيدا ٿيا. اُنهن کان پوءِ سنڌ ۾ اَنيڪ راجا، مهاراجا، نواب، خان، گورنر ۽ مکيہ منتري وغيرھہ آيا، اُنهن جون حڪومتون آيون ۽ ختم ٿي ويئون، اُنهن مان ڪيترا تہ وسري چڪا آهن ۽ باقي ٻيا بہ وسري ويندا. اُنهن جون حڪومتون جسمن ۽ زمينن تائين محدود هيون، پر اَھڙو وقت ڪڏهن نہ ايندو جڏهن سنڌ ۽ سنڌي، شاھہ لطيف کي وساري سگهندا. هن درويش جو راڄ ماڻهن جي دل ۽ دماغ تي ئي نہ، اُنهن جي روحن تي بہ آهي.

سنڌي ورهائجي ويا. ڪجھہ سنڌين کي مسلمان چئي پڪاريو ويو تہ ڪجھہ کي هندو، ڪي سنڌي سُني ۽ شيعا بڻجي ويا. اُنهن ملڪ ورهائي ڇڏيا، جائدادون ورهائي ڇڏيائون، رسمون ۽ رواج ورهائجي ويا، مذهبي عقيدا ورهائجي ويا، پر سنڌي شاھہ سائين ۽ کي ورهائي نہ سگهيا. شاھہ سائين سڀني سنڌين جا آهن ۽ سڀني جا رهندا. شاھہ لطيف جو پيار اهڙيءَ طرح سنڌين جي اَندر سمائجي چڪو آهي جو اُهي اُنهيءَ پيار کان سواءِ رهي نٿا سگهن. شاھہ لطيف جو نالو ٻڌندي ئي ڪوبہ سنڌي ڪٿي بہ هجي، جنهن بہ حالت ۾ هجي، پنهنجي مذهب کي ڀلجي ٿو وڃي، پنهنجي ملڪ کي ڀلجي ٿو وڃي، پنهنجي فرقي کي ڀلجي ٿو وڃي، پنهنجو پاڻ کي ڀلجي ٿو وڃي. جتي بہ شاھہ لطيف جي ڪلام جي ڌن گونجي ٿي، سنڌي مستيءَ ۾ اَچي اُن طرف ڊوڙن ٿا. جتي بہ شاھہ لطيف جو ديپ جلي ٿو، سنڌي پتنگن وانگر اُن طرف اُڏامن ٿا. حضرت شاھہ لطيف سنڌي تهذيب (سڀيتا) ۽ سنڌي اَدب (ساهتيہ) جي جيئري جاڳندي تصوير آهن. شاھہ سائين سنڌين جي جان ۽ سنڌ جي آتما آهن.

شاھہ صاحب جن سرير ۽ من جي حدُن کي پار ڪري، نرمل آتما جي واديءَ مان لنگهي، پريوءَ جي پورن اَدويت يا وحدانيت سان ملي هڪ ٿيل پورن پرش هئا. هو آتمڪ گيان، آتمڪ پريم، آتمڪ آنند ۽

آتمڪ ديا جي ساڪيات تصوير هئا. پاڻ سموري سنسار جا هئا ۽ سچو سنسار اُنهن جو هو. سندن زندگي اِلاهي خوبين سان ڀريل هڪ روشنيءَ جو پندار هئي، جنهن پنهنجي ماحول کي بہ روشن ڪيو ۽ جنهن جي روشنيءَ ۾ اَسين اَڄ بہ پنهنجي اونداهي زندگيءَ ۾ روشني آڻي سگهون ٿا. شاهہ صاحب جن جي هردي جي ساز مان نڪتل سنگيت جو اَمرت جهڙو مڌر سُر اَڄ بہ واتاورڻ ۾ آنند ۽ شانتي ٿو ڦهلائي. سهج اَوستا مان جهرڻي وانگر نڪرندڙ اُنهن جي دويہ ٻاڻي سچي گيان ۽ سچي آنند سان ڀريل آهي. اِها اِلاهي ٻاڻي هڪ روشن منار وانگر اَنڌيري ۾ ڀٽڪندڙ آتمائن کي نِج گهر واپس وڃي وڃڻ جي لاءِ سدائين روشني ڏيکاريندي ٿي رهي ۽ رهنمائي ڪندي ٿي رهي.

## اُپديش ۽ سنديش

وينئين ناهہِ وراڪو، سُتين ڪونهي سنگ،
هوتُ هلندن ڪتيو، جن اَنگن چاڙهيو اَنگ.
(سُر سسُئي آبري : VII:8 2/1105)

هلڻ ۾ سوڀ آهي وهڻ ۾ هار، نہ وينئلن لاءِ واهر آهي، نہ سُتلن لاءِ ڪو ساٿ. مقصد اُهي ٿا حاصل ڪن، جن ڪشالن ۾ منهن وڌو آهي ۽ رستي ۾ اَچڻ وارين رڪاوٽن کي ڏسي نراس نٿا ٿين، پر اَڳتي وڌندا ٿا رهن.

# الله تعاليٰ

## پرماتما سچ آهي :-

رب يا اَلله حضرت شاهہ سائينءَ جي ڪلام جو آڌار آهي. انهن جو ڪلام اَلله جي چوڌرد ئي پرڪرما ڏئي ٿو. شاهہ صاحب جن پنهنجي ڪلام جي اَندر گهڻو ڪري اَلله جي سروپ ۽ سڀاءَ تي روشني وڌي آهي. پاڻ پنهنجي ڪلام ۾ رب جي مهما ڳائين ٿا، رب جون صفتون بيان ڪن ٿا. رب ۽ روح جي ناتي تي روشني وجهن ٿا، روح ۽ رب جي وچ ۾ آيل رُڪاوٽن جو بيان ڪن ٿا ۽ رب سان وصال جي ساڌن ۽ مارگ تي روشني وجهن ٿا. اِنهيءَ ڪلام جا سڀئي وشيہ يا مضمون ڪنهن نہ ڪنهن روپ ۾ رب سان ئي جڙيل آهن.

حضرت شاهہ سائين انهن ڪامل درويشن مان آهن، جيڪي پرماتما جي هستيءَ کي پرم سچ مڃين ٿا. شاهہ صاحب پرماتما کي "حق" (سچ) چئي پڪاريو آهي. (آسا IV:37 1/324) پاڻ پرماتما کي نہ صرف هڪ شڪتي، پر هڪ چيتن وجود يا ستا چئي قبول ڪيو اٿن. شاهہ صاحب پنهنجي ذاتي آزمودي جي آڌار تي چون ٿا تہ اَلله هڪ حقيقت آهي ۽ اِنسان ڪامل درويشن پاران سيکاريل روحاني اَڀياس ذريعي اَلله سان وصال ڪري هن جو ساڪياتڪار ڪري سگهي ٿو. اَلله سان وصال ڪرڻ لاءِ عبادت يا ساڌنا ڪرڻي پوندي آهي ۽ اَلله سان ميلاپ جو اَنيو اِندرين جي ذريعي نہ بلڪ آتما سان ٿيندو آهي. اِهو اَنيو سوکيم ۽ گپت آهي. اِنهيءَ ڪري شاهہ صاحب کي آستڪوادي، رهسيہ وادي ۽ ساڌنامئي ويچار ڌارا وارو درويش مڃيو ويندو آهي.

شاهہ سائين جن ڪل مالڪ کي "حبيب"، "هادي"، "رهنُما"، "رفيق"، "صاحب"، "رب"، "قهار"، "ستار"، "يار"، وغيرهہ نالن سان ياد ڪيو آهي. "حبيب"، "طبيب"، "يار"، لفظ اَلله کي دوست ۽ ساٿيءَ جي روپ ۾ پيش ٿا ڪن.

’’هادي‘‘ ۽ ’’رهنُما‘‘ جو مطلب مرشد جو اهو روُپ آهي، جيڪو اَلله جي وصال جو صحيح رستو ڏيکارڻ واسطي پرگهٽ ٿيو آهي.

’’طبيب‘‘ ۽ ’’ستار‘‘ ذريعي اَلله برهہ جي روڳيءَ جو علاج ڪرڻ واري حڪيم جي روُپ ۾ سامهون اَچي ٿو.

’’صاحب‘‘ ۽ ’’رب‘‘ لفظ اَلله کي حاڪم، مالڪ ۽ ڪرتا جي روُپ ۾ ظاهر ٿا ڪن.

’’قهار‘‘ جو مطلب آهي سرو شڪتيوان.

شاهہ سائينءَ اَلله جي شڪتي روُپ ۽ گيان روُپ هئڻ سان گڏ هنجي بخشڻهار هئڻ تي بہ زور ڏنو آهي.

شاهہ سائين فرمائين ٿا - پرين صحت لاءِ ٺار وجهندڙ مرهم آهي ۽ هو هرگز پيڙا ڏيندڙ نہ آهي. هوُ عام ماڻهن لاءِ بيحد نرم دل وارو آهي، پر جنهن جو هوُ دوست بڻجي ٿو وڃي، اُنهيءَ جي اَندر بار، بار خنجر ٿو چپائي. گناهن تي پردو رکندڙ رب ساهہ جون رڳون بہ ٿو نچوڙي :

ساٿر صحت سُپرين، آهي نہ آزار.
مجلس وير منو ٿئي، ڪونيندي قهار.
کنجر تنهن خوب هڻي، جنهن سين ٿئي يارُ.
صاحب رب ستار، سوجهي رڳوُن ساهہ جون.
(سُر ڪلياڻ 1/145 : 4 : III)

(قهار-ظالم. ستار-پردو رکندڙ. سوجهي-جاچي، صاف ڪري)

شاهہ صاحب بار بار اِهو ويچار ظاهر ٿا ڪن تہ عذاب يا دک پهچائڻ وارو بہ اُهو ئي آهي ۽ راحت يا آرام ڏيڻ وارو بہ اُهو ئي آهي.

ڪُهن تان ڪَرَ لهن. ڪر لهن تان ڪُهن،
سيئي ماءِ ! مُهن، سيئي راحت روح جي.
(ڪلياڻ 1/151, 19 : III)

(ڪُهن-قتل ڪن. ڪر لهن-خبريا سنڀال لهن. مُهن-عذاب ڏين)

يعني :- جيڪي ڪُهن ٿا، سي ڄڻ سار ٿا لهن ۽ جيڪي سار لهڻ چاهين ٿا اُهي ڪُهن بہ ٿا. اي اَمڙ ! اُهي ئي وڍين ٿا، جيڪي جان جي فرحت

۽ دلاسو ڏيڻ وارا ۽ روح کي راحت بخشڻ وارا آهن.

شاهه سائين چيتاوني ٿا ڏين :-

۱. هر شيءِ فاني يا ناسوان آهي. هن سنسار ۾ زندگيءِ جو پل پر جو بہ پروسو ڪونهي. منهنجا پيارا ! تو کي هر حالت ۾ مرڻو ئي پوندو ۽ موت کان پوءِ توکي قبر ۾ دفنايو ويندو. دنيا ۾ هر هڪ جيو کي وڃڻو ئي آهي. هڪ ڏينهن سرڪنڊي سان ماپي ۽ ڪوڏر سان کوٽي سندس قبر تيار ڪئي ويندي.(سُر بروو 1/348, 10/8 : III)

فاني ني فاني، دُنيا دم نہ هيڪڙو
لَٿي لوڙهہُ لٿُن سين، جوڙيندءِ جاني!
ڪوڏر ۽ ڪاني، آهہ سَرِ سپ ڪهين.

(ڪوڏر قبر کوٽڻ لاءِ ۽ ڪانو قبر جي ماپ وٺڻ لاءِ . اِهي ٻئي شيون مُئي ڪانپوءِ هر ڪنهن جي واسطي آهن.)

2. دنيا ڪوڙي ۽ ناسوان آهي. اُنجي قيمت هڪ ميڻ بتيءِ جي برابر بہ ڪونهي. اِنهيءِ جي چمڪ دمڪ بہ بي بقا آهي. اي مور! تون شاخائن (ٽارين) تي مستيءِ سان جهومين پيو ۽ زور-زور سان چلائين پيو. ڇا توکي اِها خبر ناهي تہ باز اوچتو ئي ڪنهن بہ وقت اچي سگهي ٿو؟ (سر ڪارايل وائي - 1/458,2)

وائي :- ڪن سين ڪلوُ پتو، ڪوُڙي راند ڪوُڙو چِٽڪو،
لنيو جيئن لامين چڙهين، ڪريو ڪارايل ڪَٽِڪو
ڪوُڙي راند ڪوُڙو چَٽِڪو
۽ تو نہ ڪنين سُئو، شهباز جو سٽڪو،
ڪوُڙي راند ڪوُڙو چَٽِڪو.

اِنسان ئي نہ، سڄي دنيا ناسوان آهي. دنيا بہ ڪوڙي آهي ۽ اُنجي هر شيءِ بہ ڪوڙي آهي. ڇاڪاڻ تہ هيءِ ناسوان آهي. صرف اَلله ئي سچو آهي ڇاڪاڻ تہ اَلله ئي اَمر - اَبناسي آهي. اِنهيءِ ڪري جيو آتما کي هن ناسوان جڳت جو موهہ تياڳي اَبناسي پريوءَ سان پريم ڪرڻ گهرجي.

## ”اول ۽ قديم“ (آد ـ انادي) :ـ

حضرت شاھہ لطيف سُر ڪلياڻ جي پهرئين بيت ۾ اَلله کي ”اَول“ ۽ ”قديم“ چيو آهي. پاڻ قرآن شريف جي هڪ آيت جي آڌار تي چون ٿا تہ ان اَلله کي نہ ڪنهن جنم ڏنو آهي يا ڄڻيو آهي نہ ئي ان ڪنهن کي جنم ڏنو آهي. يعني اَلله کي ڪنهن بہ پيدا نہ ڪيو آهي. هوُ پنهنجو پاڻ ۾ خود ئي آهي. اَلله اَنادي آهي. هو سدائين هو، سدائين ڪان آهي ۽ سدا رهندو.

قرآن شريف ۾ لا اِلاھہ اِلا اَلله جو فرمان آهي. اِنهيءَ جو مطلب آهي ”نہ آهي ڪو اِشٽ سواءِ اَلله جي“. هتي بہ اَلله جي وجود کي ئي سڀ مڃيو ويو آهي ۽ صرف اَلله کي ئي عشق، عبادت يا بندگيءَ جي قابل مڃيو ويو آهي.

اَندر اَلله جي هستيءَ ۾ وشواس پيدا ڪري سگهڻ اِنسان جي هٿ ۾ ڪونهي. انسان ڪٺ پتليون آهن. جيئن جيئن اُهو اَلله نچائي ٿو پتليون نچن ٿيون. جن جي اَندر هوُ دنيا جو پيار پيدا ڪري ٿو، اهي دنيا جي عشق جو ناچ ٿيون نچن. جن جي اَندر هو پنهنجو عشق پيدا ڪري ٿو، اهي سندس عشق جو ناچ ٿيون نچن. ڪهڙيءَ پتليءَ کان ڪيستائين دنيا جي عشق جو ناچ نچائڻو آهي ۽ ڪنهن کان ڪڏهن دنيا جي ناچ جي جڳھہ تي پرماتما جي عشق جو ناچ نچائڻو آهي، سڀ پرماتما جي رضا تي منحصر آهي. خواجہ حافظ لکي ٿو : ”دردم يار هست و درمان نيز هست يعني درد بہ يار جي هٿ ۾ آهيءَ دوا بہ هنجي هٿ ۾ آهي. صوفي درويش چون ٿا تہ اِلاهي رضا اِلاهي حڪم کي بہ ٽاري سگهي ٿي. مطلب اِهو آهي تہ اَلله پنهنجن بڻايل نيمن يا قانونن جي اَڌين ڪونهي. هن جي رضا پوريءَ طرح سان آزاد آهي.

## واحد ـ هو ـ لاشريڪ

شاھہ صاحب اَلله جون ڪيتريون صفتون بيان ڪيون آهن، پر

سڀ کان وڏيڪ زور اَلله کي واحد-لاشريڪ ثابت ڪرڻ تي لڳايو اٿن. ”واحد“ جو مطلب آهي هڪ يا ”پاڻ جهڙو خود“، ”لاشريڪ“ جو مطلب آهي ”لاثاني“ يعني ٻيو ڪوبہ هن جهڙو نہ آهي، نہ ٿي سگهندو.

واحد-لاشريڪ پد پورڻ وحدت يا پورڻ اَدويت (هيڪڙائي) ڏانهن اِشارو ڪري ٿو. شاهہ صاحب سمجهائين ٿا جڏهن اَلله کان سواءِ ٻيو ڪجهہ آهي ئي ڪونہ تہ پوءِ ڪنهن ٻئي جو اَلله جهڙو هئڻ جو سوال ئي پيدا نٿو ٿئي.

”وحده الوجود“ يا ”هما اوُست“ صوفين جي ويچار ڌارا جو خاص اَنگ آهي. صوفين ڪثرت (اَنيڪتا) يا ٻيائيءَ کي ڪُفر چيو آهي. هو هڪ اَلله سان عشق ڪرڻ وارن کي مومن يا سچو مسلمان سمجهن ٿا ۽ اَلله کان سواءِ ڪنهن ٻئي سان عشق ڪرڻ وارن کي ڪافر چون ٿا. شاهہ صاحب چون ٿا :-

وحد لاشريڪ لهہ، اِي هيڪڙائي حقُ،
ٻيائيءَ کي ٻڪُ، جن وڌو سي ورسيا.
(سُر ڪلياڻ 1/123, 16:I)

(ٻڪُ-ياڪُر پائڻ. ورسيا - گمراهہ ٿيا، غلط رستي تي هليا.) يعني خدا هڪ آهي ۽ سندس ڪوبہ ثاني ڪونهي. خدا پاڪ جي وحدت يا هيڪڙائي ئي سچ آهي ۽ وشواس جي لائق آهي. جن ٻيائيءَ کي ياڪُر پاتو يا جيڪي دويت (ٻيائي) جي طرف ويا، اِهي گمراهہ ٿي ويا يعني غلط رستي تي هليا ويا.

عاشق چوءُ مَ اُنکي، مَ ڪي چوءُ معشوُق،
خالق چوءُ مَ خام توُن، مَ ڪي چوءُ مخلوُق،
سلڇ تنهن سلوڪ، جو نا قصيئا نگيو..
(سُر ڪلياڻ 1/24, 17 I)

(خالق-رچيندڙ. خام-الڙ، موُرک. مخلوُق - خلقيل، رچيل. سلوُڪ- روحانيت. ناقصئا نِگيو - عيبن کان آجو ٿيو.)

اي موُرک! اُنهيءَ ڏٺيءَ کي نہ عاشق سڏ، نہ معشوُق. نہ کيس خلقيندڙ يا

رچيندڙ ڪوٺ، نه مخلوق يا رچنا. اِهو روحاني راز تُون انهيءَ سان سلهج، جنهن پاڻ کي هر عيب کان آجو ڪيو آهي.

وحدتا ڪثرت ٿي، ڪثرت وحدت ڪُلُ،
حق حقيقي هيڪڙو، ٻولي ٻي مَ ڀُلُ،
هوُ هلاچو هُلُ، با اَلله سندو سڄڻين. (سُر ڪلياڻ 1/124, 18:I)

(وحدتا - هيڪڙائيءَ مان. ڪثرت - گهڻائي. ڪُلُ - سمُوري. با اَلله-اَلله جو قسم)

يعني، هيڪڙائيءَ مان ئي گهڻائي ٿي آهي. سچ ته اِهو آهه ته اُهي ٻئي حقيقت جا ٻه پهلوُ آهن. انهيءَ اَلک اَگم، اَلله کان سواءِ ٻيو ڪجهه به نه آهي. هن کان سواءِ ۽ هن کان ٻاهر ڪجهه به نه آهي. مان اِها ڳالهه اَلله جو قسم کائي چوان ٿو ته اَلله کانسواءِ ٻيو ڪجهه به نه آهي ۽ هن کان سواءِ جيڪو به شور غل آهي اهو سڀ هن هڪ جو ئي پيدا ڪيل آهي.

پاڻهين جلُ جلاله، پاڻهين جانِ جمالُ،
پاڻهين صورت پرينءَ جي، پاڻهين حُسنُ ڪمالُ،
پاڻهين پير مُريد ٿئي، پاڻهين پاڻ خيالُ،
سڀ سيوئي حالُ، منجهان ئي معلومُ ٿئي.
(سُر ڪلياڻ 1/125, 19:I)

(جل جلاله-جلال يا شان وارو. جمال - حُسن. حُسن ڪمال - پوُرن سندرتا)
اَلله جلال ۽ جمال، شان ۽ سندرتا جو جهرڻو آهي. هوُ پاڻ ئي پرينءَ جو روُپ آهي ۽ پاڻ ئي پوُرن سوُنهن آهي. هوُ پاڻ ئي مرشد ٿو بڻجي ۽ پاڻ ئي مريد ٿو ٿئي. هوُ پاڻ ئي ''خيال'' آهي (جنهن مان هيءُ سمُورو مانڊاڻ يا پسارو نروار ٿيو آهي) اِهو سمُورو ڀيد اَندران ئي جاڻي سگهجي ٿو.

اسان کي خبر آهي ته منصوُر جڏهن ''اَنالحق'' يعني ''مان حق يا خدا آهيان'' جو نعرو لڳايو ته هن تي ڪُفر جو اَلزام لڳائي کيس سوُريءَ تي چاڙهيو ويو. منصوُر ائين ڪونه چئي رهيو هو ته مان ئي خدا

آهيان. هوُ حقيقت ۾ اِئين چئي رهيو هو تہ مان ڪونہ آهيان، صرف خدا ئي خدا آهي. شاهہ سائين اِنهيءَ واقعي طرف اِشارو ڪندي چون ٿا :

جَرِ ٿر ٽِڪَ ٽَوار، وڻ ٽڻ وائي هيڪڙي،
سڀئي نوُر ٿيا، سوُريءَ سزاوار،
همہَ، منصوُر هزار، ڪهڙا چاڙهيو چاڙهئين ؟
(سُر سهڻي IX:1,3/1773)

(جر ٿر - پاڻي ۽ پرٿويءَ تي. سوُريءَ سزاوار - ڦاسيءَ جي لائق.)
پاڻي ۽ خشڪيءَ جا سڀئي جيو، جنتوُ، وڻن، ٽڻن سميت، سڀئي هڪ ئي سُر ۾ اَلاپي رهيا آهن تہ اَسين اِلاهي نوُر آهيون. شريعت جي قانوُن موجب اِهي سڀ سوُريءَ تي چاڙهڻ جا حقدار آهن. اِهي هزارين جيو منصوُر جا ساٿي آهن. پر توُن ڪنهن، ڪنهن کي سوُريءَ تي چاڙهيندين ؟

موُلانا روُم جو ڪلام آهي :-

هم ذراتي عالم هم چوُن منصور،
توُ خَواهي مستگير و خواهہ مخموُر،
رَوا باشد اَنا لحق آز درختي،
چرانہ بوُد روامر نيڪ بختي.[2]

يعني، چاهي توهين اُنکي شرابي چئو يا موُرک، رچنا جو ذرو ذرو منصوُر وانگر گنهگار آهي. جڏهن وڻ چيو تہ ”مان اَللہ آهيان“ تہ ڪنهن کي بہ اِها ڳالهہ ٻُري نہ لڳي. جڏهن هڪ نيڪ اِنسان اِهائي ڳالهہ چئي تہ هنکي گنهگار سمجهيو ويو.

شاهہ صاحب فرمائين ٿا :-

لِهِرنِ لڪَ لباسَ، پاڻي پسڻُ هيڪڙو،
اونهي تنهن عميق جي، واري ڇڏ وماس،
جت نهايت ناهہ ڪا، اُتِ ڪو پهچي خاص،
تڙن جي تلاش، لاهہ تہ لالن لَڳِ ٿئين.
(سُر سهڻي IX :3 ,3/1775)

(لباس-ويس، روُپ، عميق-اونهو سمنڊ. واري ڇڏ-دل تان لاهي ڇڏ. وماس-خيال، ويچار، نهايت-حد، اَنت، خاص-کو ورلي جيو. تڙن جي تلاش-سلامتيءَ وارن هنڌن جي تلاش. لالن لڳ-پرينءَ جي ويجهو)

يعني، لهرن کي لکين روُپ ۽ ويس آهن، پر جنهن پاڻيءَ مان اِهي بڻيون آهن، اهو پاڻي هڪ آهي. اِنهيءَ اوُنهي سمنڊ جو خيال ئي دل تان لاهي ڇڏ. جتي محبت جي ڪا حد ئي نہ آهي، اُتي ڪو ورلي يا خاص جيو ئي پهچي سگهندو. تڙن يعني سلامتيءَ وارن هنڌن جي تلاش ڇڏي ڏي تہ محبوب جي ويجهو ٿين.

شاهہ صاحب چون ٿا :-

تون ڪا ڪاني پاءِ، ونن ۾ وصال جي،
دوبينائي دور ڪري، معرفت ملهاءِ،
سپيريان جي سوُنهن ۾، رخنو ڪونہ رِهاءِ
اَڪِ اَشهد چاءِ، تہ مسلماني ماڻئين. (سُر آسا 1/316 ,IV:19)

(ڪانيِ-سرائي (سُرمي جي) ونن ۾ - اکين ۾. دوبينائي-ٻيائي، دويت. معرفت ملهاءِ-سچي گيان جي منزل ماڻي سُر خرو ٿيءُ. رخنو-رنڊڪ. رهاءِ-جڳائي. اَشهد - شاهدي ڏيندڙ (ڏٺيءَ جي جلوي جي). چاءِ-ڪڻ)

يعني، تون اَکين ۾ ڪا محبوب جي وصال (حق سان هڪ هئڻ) جي سرائي پاءِ. دويت يا ٻيائيءَ کي ڇڏي ڏي يعني وحدت ۾ اَچي وڃ. معرفت (سچي گيان) جي منزل ماڻ. محبوب جو چهرو صاف (نرمل سروُپ) ڏسُ، جنهن تي ڪوبہ داغ نہ آهي. اهو سروپ ڏسڻ واسطي توکي اندر جي اَک کولڻي پوندي، جيڪا سچائيءَ کي ڏسي سگهي. جيڪڏهن تون اِئين ڪندين تہ سچي معنيٰ ۾ مسلمان بڻجي ويندين، ڇاڪاڻ تہ پوءِ تون پنهنجي من ۽ پنهنجين اَندرين اَکين سان هنجو ديدار ڪري سگهندين.

شاهہ صاحب سمجهائي رهيا آهن تہ مسلمان هئڻ جو مطلب من جي اَکين سان محبوب حقيقيءَ جو ديدار ڪري ڪثرت (اَنيڪتا) مان

نڪري، وحدت (ايڪتا) ۾ اَچي وڃڻ آهي.

جنهن جو ٻيائيءَ جو ڀرم دوُر ٿي وڃي ٿو، اُنجي لاءِ هندو مسلمان جو ڀيد ڀاءُ ختم ٿي وڃي ٿو. اُنکي هر ڪنهن ۾ پرماتما جو نوُر نظر اچي ٿو. شاهہ صاحب چون ٿا :-

سُرمو سُرخيءَ جو، جڏهن پاتو جَن،
تڏهن ڏٺي تن، رونق ريٽي جهڙي.
(سُر آسا 21-1/316 : IV)

(سُرخي - لالائي. ريٽي جهڙي - ڪهنبي ڪپڙي جهڙي.)

يعني، جڏهن توُن لالائي (سچي عاشقيءَ) جو سرمو اَکين ۾ پائيندينءَ، تڏهن سموُري رچنا توکي لال، سُرخ نظر اچڻ لڳندي. (چوڌاري حق جو جلوو نظر اَچڻ لڳندءِ)

سرمو سفيديءَ جو، جڏهن پاتو جن،
تڏهن ڏٺي تن، اَڇائي عالم ۾. (سُر آسا 1/317, IV:22)

يعني، جن پنهنجن اَکين ۾ سفيديءَ جو سرمو پاتو تن کي ڪل عالم جي حقيقت جو گيان ٿي ويو ۽ اُنهن کي حقيقت جو نوُر نظر آچڻ لڳو.

شاهہ صاحب روح کي اَندر جي نوُر ۾ لين ڪرڻ جو اُپديش ٿا ڏين. جڏهن ساڌڪ اَندر وڃي خدا جو نوُر ڏسي ٿو وٺي، تہ هنکي اُهو نوُر هر هنڌ نظر اَچڻ ٿو لڳي. پوءِ دل مان دويت جو ڪُفر هميشهہ جي لاءِ دور ٿيو وڃي ۽ هوُ پورن اَدويت يا وحدت جي نوُر ۾ سنان ڪرڻ شروع ٿو ڪري.

## الله لا بيان آهي

شاهہ سائين چون ٿا : اَلله هڪ پرولي آهي ۽ اِنسان جي سمجهہ کان ٻاهر آهي :

حوصلو حيرت ۾، ڪري ڪين دَرڪُ،
جو حُسن سندو حقُ، سو ڪوُڙ پروڙي ڪين ڪِي.
(آسا 1/298, 29,27,23 : III)

يعني، جتي محبوب جو بي اِنتها حسن آهي، اِنساني عقل ڪجھ بہ نٿو سمجھي. جو حقيقي حسن جو سچو ملھہ آهي، تنهن کي اُنڊو (اِنساني عقل) نٿو سڃاڻي سگھي.

شاهہ صاحب فرمائين ٿا :

لوچان ٿي لاحد ۾، هاديءَ لهان نہ حد،
سُپيريان جي سونهن جو، نڪو قدنہ مڏ،
هت سڪڻ بي عدد هُت پرينءَ پرواهہ ناهہ ڪا.
(آسا 1/268, 1:1)

(لوچان ٿي - ڳولهيان ٿي. لاحد کي - لامڪان کي. حادي - رهبر. قد نہ مڏ - نہ ڊيگھہ نہ ويڪر. بي عددُ - اَپار)

يعني مان لامڪان کي ڳولهيان ٿي، پر محبوب جي ڪا حد ئي نٿي لهي سگهان. محبوب جي حسن جو ڪو حساب ئي ناهي. هت (عاشق جي اَندر ۾) بيحد سڪ آهي هُتي محبوب کي ڪابہ پرواهہ ناهي.
شاهہ صاحب ۽ ٻين درويشن اَلله کي اَگم، اَٿاهہ ۽ بي انت چيو آهي. اَلله وقت ۽ انسان کان پري ۽ مٿي آهي. اُهو آد ۽ اَنت کان پري آهي. هن جو سروپ لا-بيان آهي. هوُ نراڪار آهي ۽ هنجو ڪوبہ رنگ-روپ يا آڪار ڪونہ آهي.

## سندرتا جي مورت :-

شاهہ صاحب جن اَلله کي ”جل-جمال“ ۽ حُسن-ڪمال “ چيو آهي. اَلله جو شان نرالو آهي. هوُ حُسن يا خوبصورتيءَ جو مُجسم يعني روُپ آهي. سندرتا سڀ آهي تہ اَلله جي، جلال بہ سڀ آهي تہ اَلله جو. شاهہ سائين فرمائين ٿا :

ناز منجهان نڪري، جڏهن پرين ڪري ٿو پنڌ،
پوُن پڻ ”بسم اَلله “ چئي. راهہ چُمي ٿي رندُ،

اُپيون گهٽي اَدب سان، حورون حيرت هنڌ،
سائينءَ جو سوٌ ڳنڌ، ساجن سَيِنئان سُهڻو
(سُر بروو سنڌي 1/342 1:19)

(پڻون-ڌرتي. رنڌُ-رستو. حيرت هنڌُ-حيرت جو مڪان. سَيِنئان-سيني کان)
يعني، جڏهن منهنجو محبوب ناز منجهان نڪري پنڌ تو ڪري، تڏهن زمين پڻ ”بسم اَلله“ چئي سندس پيرن جي نشان کي ٿي چُمي ۽ حورون حيرت جي مڪان ۾ اَدب وچان اُپيون ٿي ٿيون بيهن. سائينءَ جو سو ڳنڌ آهي تہ جانبُ، مڙني کان سهڻو آهي (ڪائنات جي سيني شين کان وڌيڪ حسين آهي)

پسي جهاجهہ جمال جي، جنين پيتي پِڪَ،
اَپَرِ اَگاڃهو ٿِيو، سُورُ اُنهن کي سِڪَ،
هڏ نہ، پڳين هِڪَ، سدا سائر سيرَ ۾.
(سُر سَسُئي آبري 4,2/1047:1)

(جهاجهہ-جهجهو. گهڻو. اگاڃهو-جهجهو)

شاهہ سائين چون ٿا تہ جن پرينءَ جي حُسن جو اَٿاهہ ساگر ڏسي، اُن مان سُرڪي پيتي، تنکي بيحد سِڪَ ۽ سوز اچي ورتو. اُهي هميشهہ ساگر جي وچ ۾ آهن، تہ بہ هرگز اُساٽ نٿي لهين.

ويدن ۾ پرماتما کي ”نيتي - نيتي“ چيو ويو آهي. يعني پرماتما هيءُ بہ ڪونهي ۽ هوُ بہ ڪونهي. شاهہ سائين چون ٿا تہ ماڻهو ”نيتي-نيتي“ چئي اَلله جي باري ۾ سمجهائڻ جي ڪوشش ڪن ٿا. حقيقت ۾ ڳالهہ هيءَ آهي تہ هن جو حسن ايترو تہ اَلوَڪ آهي جو اُن تي اَک ئي نٿي ٽڪي. اَلله وياپڪ بہ آهي ۽ اگم بہ - سندس سروپ ڪلپنا کان ٻاهر آهي. (سُر آسا 10/4 ,11/5,1/291-92 : III)

## ”قادر“، ”رب“، ”خالق“، ”رازق“ :-

شاهہ صاحب اَلله کي ”قادر“، ”رب“، ”خالق“، ”رازق“ بہ چيو

آهي. (ڪلياڻ ا) اِهو هڪ اَلله ڪل ڪائنات جو سر جڻهار آهي. جڙ، چيتن، چل، اَچل، ساري سرشٽي اُنهيءَ هڪ سرجڻهار جي رچنا آهي. قرآن شريف ۾ اَلله کي ”ربُل عالمِين“ چيو ويو آهي. ڪل رچنا ڪندڙ، برهمانڊ، سڄي نظر ايندڙ ۽ نظر نہ ايندڙ، اِستول ۽ سوَکيم سرشٽي اُنهيءَ هڪ قادر جي قدرت (شڪتي) کي ظاهر ڪري ٿي. پنهنجن بڻايل جيون جو رازق يا پاليندڙ بہ هو پاڻ ئي آهي.

## ”ڪريم“، ”ولي“، ”مالڪ“، ”حاڪم“، ”سوامي“.

شاهہ صاحب اَلله کي ڪائنات جو ”ڪريم“، ”ولي“، ”مالڪ“، ”حاڪم“ بہ چيو آهي. (ڪلياڻ : ا:ا، بروو ا:ا) پاڻ هڪ هنڌ اَلله جي لاءِ ”سوامي“ شبد جو استعمال بہ ڪيو اٿن. فرمائين ٿا تہ جيستائين منهنجي سوامي (مالڪ) جو حڪم آهي، مونکي اَهڙن دنيادارن جي وچ ۾ رهڻو پوندو، جيڪي روحاني رازن کان واقف ڪونہ آهن (سُر ڪنيات، وائي 2/550/3)

سرشٽيءَ جو ڪرتا بہ اَلله آهي ۽ ان جو مالڪ ۽ سنڀاليندڙ بہ پاڻ آهي. شاهہ صاحب سمجهائين ٿا تہ هيءَ ڪائنات نہ پنهنجو پاڻيهي بڻي آهي ۽ نہ ئي پنهنجو پاڻيهي هلي رهي آهي. انهيءَ ڪرتا جي موج، رضا يا اِڇا سان اُنهن سرشٽي، اُنجي مرضي، رضا، موج يا اِڇا انوسار هلي رهي آهي.

## ”عليم“، الله، ”جبار“، ”حڪيم“

شاهہ صاحب جن سُر ڪلياڻ جي پهرئين بيت ۾ اَلله کي ”عليم“، ”اَول“، ۽ ”اَلاهہ“ چيو آهي. پاڻ سُر ڏهر ۾ چون ٿا :-

صاحب تنهنجي صاحبي عجب ڏٺي سوُن
پن ٻوڙين پاتال ۾ پهڻ تارين توُن
جيڪر اَچين موُن، تہ ميرپائي مان لهان.
(سُر ڏهر 1/380, 4/19 : ا)

(ميريائي - ميري حال ۾ ئي، گندي، گنهگار. ماڻُ - آدر)

يعني، اي رب تنهنجي ليلا عجب ڏني سُون. ڪڏهن پنن کي پاتال ۾ ٻوڙيو ڇڏين، ڪڏهن پٿرن کي تاريو ڇڏين. جي منهنجي گهر ۾ پيهي اَچين تہ، مان جيڪر هن ميري حال ۾ بہ مانائتي ٿيان.

شاهہ صاحب جن اَللہ جي واسطي ''قهار'' ۽ ''جبار'' شبدن جو بہ اِستعمال ڪيو آهي. اُنهن جو بہ ڀاوَ اِهو ئي آهي تہ اَللہ سرو سمرٿ آهي ۽ جيڪي هوُ چاهي ڪري سگهي ٿو.

صاحب تنهنجي صاحبي، عجب جهڙي آءِ،
وڏي سگهہ سنڌياءِ، پاڻ وهيٺو آهين.
(سُر ڏهر 5/20,1/381 : I)

پاڻ اَللہ کي ''حڪيم'' (ڪلياڻ 1:1/114) ۽ ڪامل شعوُر (پورڻ وويڪ) جو مالڪ (سُر بروو 1/346, 1: II) چيو اَٿن. اَللہ ڄاڻي ڄاڻٺهار آهي، دلين کي ڄاڻڻ وارو آهي. آتما چوي ٿي، تون دلين جو ڄاڻڻ وارو آهين، مان توکي ڇا ٻڌايان؟

جيڏو تنهنجو نانءُ ٻاجهہ بہ اوڏيائي منگانءِ،
ريءِ ٿنيين ريءِ ٿوٽين، ٽوُن ڇپر ٽوُن ڇانءِ
ڪڄاڙو ڪهانءِ ؟ توکي معلوم سيڪا.
(سُر ڏهر 1/379, 3/23:I)

(ٽوُن.... ڇانءِ - پردو ۽ ڇانو. ڪڄاڙو ڪهانءِ ؟ - ڇا چوانءِ ؟)

يعني، جيڏو وڏو تنهنجو نالو آهي، اوتري مهر تو کان ٿو پنان. تون بنا ڪنهن ٿنيي ۽ ٿوٽيءَ جي (پاڻ وهيٺو) سڀني جو پردو ۽ پناهہ آهين. مان ڇا چوانءِ ؟ تون تہ سمورو حال ڄاڻين ٿو.

شاهہ صاحب سمجهائي رهيا آهن تہ اَللہ سڀني کان وڏو ۽ سڀ کان اُتم آهي. شڪتي، گيان، سندرتا، پريم ۽ ديا ۾ ڪير بہ اَللہ کان اوُنچو ۽ وڏو ڪونهي. اَللہ جهڙو ڪرتا، داتا ۽ بخشٹهار نہ ٿيو آهي، نہ ٿي ٿي سگهندو. اَللہ سڀني خوبين جو ڀنڊار آهي.

## الله سرووياپڪ آهي

شاهہ صاحب جن رب لاءِ ''رام'' شبد جو اِستعمال بہ ڪيو آهي. رام جو اَرٿ آهي هر هنڌ رميل يعني هر هنڌ موجُود.

روح ۾ رهين رام، ٻيهر نہ ٻولين ڪي ٻيو،
پيالو پُر ڪري، جوپَ پيتائُون جامُ
تهان پوءِ تمام، تَنِ تَڪِيا تاڪي ڇڏيا.
(سُر رامڪلي 2/809 ,VI:2)

(جوپ-جهجهو. جامُ-پيالو. تهان پوءِ- تنهن کان پوءِ. تمام-سمورا. تاڪي ڇڏيا بند ڪري ڇڏيا.)

يعني سنتن جي اَندر ۾ رام جو ئي واسو آهي ۽ ٻاهران ڪجهہ ٻيو پيا ڳالهائين. هنن پريم جو پيالو ڪناتارپري، اُن مان جهجهو ئي پيتو. تنهن کان پوءِ هنن پنهنجا سمُورا آسرا يا اَوتارا پوُري ڇڏيا. (دنيا جي سيني وسيلن تان هٿ ڪڍي ڇڏيائون)

سسُئي چوي ٿي :-

پڇي جان پنهور کان، ڏوُنگر ڏوريو موُن،
ڪاهي رسيس ڪيچ کي، جتي پاڻ پنهوُن،
سُپت آهئين توُن، قضا ڪندين ڪن سين ؟
(سُر سسُئي آبري 2/1085 ,V:1)

(رسيس-پهتيس. سپُت-سيني ۾، هر هنڌ. قضا-قاضيءَ جي فتوا، موت جي سزا.)

يعني، جان مون پنهور کان پڇي جبل ڦوليو، تان ڊوڙندي ڪيچ پهتيس جتي پنهوُن آهي. (اتي پهچي سسُئي مالڪ جي اڳيان عرض ٿي ڪري) اي ڌڻي! تون سيني هنڌ موجود آهين پوءِ ڪنهن ڪنهن جي خلاف (منصور وانگر) موت جي فتوا ڏيندين؟

شاهہ صاحب چون ٿا :-

منهنجي اَندر ويڙل محبوب پنهنجي وجود ۾ پنهنجي آتم نرپر

هئڻ جي دعويٰ ڪري سگهي ٿو اِها دعويٰ صرف ڪيس ئي شوڀا ڏئي ٿي. مان اِنهيءَ باري ۾ بحث ۾ پوڻ نٿو چاهيان. مونکي تہ ڪجهہ بہ سمجھہ ۾ نٿو اَچي تہ مان هنجي تلاش ۾ ڪٿي وڃان، جڏهن هوُ سرووياپڪ، هر هنڌ موجود آهي. (سُر آسا 1/322, 33 : IV)

هڪ ٻئي بيت ۾ چون ٿا تہ :

هيءُ برهمانڊ لکن دروازن جي قلعي وانگر آهي. مان جتي بہ نظر ڊوڙايان ٿو، مونکي اَلله جو جلوو ئي نظر اَچي ٿو :-

ايڪُ قصرُ، در لک، ڪوڙين ڪٽس ڳِڙکيوُن،
جيڏانهن ڪريان پرک، تيڏانهن صاحب سامهوُن.
(سُر ڪلياڻ 1/127, I:23)

(قصرُ-محل. ڪوڙين-ڪروڙين. ڪٽس-اُنڪي. ڳِڙکيوُن-دريون. پرک-نظر.)

## رحمان - رحيم (ديالو)

شاهہ صاحب جن اَلله جي اَنيڪ صفتن جو بيان ڪرڻ سان گڏ اَلله کي ”رحيم“ يعني رحم ڪرڻ وارو بہ چيو آهي. اَلله جي ”رحمان-رحيم“، ”ديالو“، ”ڪرپالو“ ۽ ”بخشڻهار“ هئڻ جو ڀاو سندن ڪلام ۾ جڳهہ جڳهہ تي نظر اَچي ٿو. شاهہ صاحب چون ٿا :-

ڀلائي آهين، پرين، ڀلائيءَ پنهنجي،
سڀا جها سر چڙهيو، ڏوراپو نہ ڏين،
مان ڏي مَديوُن ٿين، سڄڻ سڇاين ۾.
(سُر ڪنيات - I:1,2/538)

(سر چڙهيو - منهن مقابل ٿي. مديوُن-برايون. سڇاين-ڀلاين.)

يعني، پرين پنهنجين ڀلاين جي ڪري سموُرو ئي ڀلائيءَ جو روپ آهن. هوُ ٻاجهارا ڪڏهن بہ منهن مقابل ٿي، ڏوراپو نٿا ڏين. مون ۾ برايون ئي برايون آهن پر سڄڻ پاڻ ڀلاين سان ڀريل آهي.

پيشانيءَ ۾ پرينءَ جي ڀلائيءَ جا ڀير،

اَڱڻ اُڪنڊين جي، ڏِئي پاڀو هِي پير،
قمرُ پاڙي ڪير، شمسُ سُپيرين سين ؟
(سُر ڪنڀات 1,2/538 : ا)

منهنجي محبوب جي مستڪ تي رحمت جو نُور چمڪي ٿو. جيڪو هنجي تلاش ڪري ٿو، هوُ ديا ڪري انهيءَ جي گهر پهچي وڃي ٿو.

وڏي سگهہ سندياءِ ٻاجهن ڀريو آهين،
مُون تان مهر ۾ لاهہ، آئُون تنهنجي آهيان.
(ڏهر 1/381, 6/21 : ا)

سترُ ڪر ستار، آئُون اُگهاڙي آهيان،
ڍڪين ڍڪڻهار، ڏيئي پاندُ پناهہ جو.
(سُر ڏهر 2/381, 8/15 : ا)

اي پردو رکندڙ! مان بي پوش آهيان، تُون ئي منهنجو پردو ڍڪ. اي ڍڪ ڍڪيندڙ! تُون منهنجي مٿان پنهنجي پناهہ جو پردو وجهي مونکي ڍڪ. مان نر آڌار آهيان، منهنجو آڌار بڻجي وڃ.

ڪانڊ ٻين جا ڪيترا، مُون وڙُ وڏي جوءِ،
لوڪ نہ آڇي اوُءِ، جي ڏسي ڏوهہ اَکين سان.
(سُر ڏهر - 1/387, 4-2: اا)

نماڻي، نتاڻي آتما چوي ٿي : منهنجي ڪنت جي درياڊِلي بي اَنت آهي. هن نہ صرف منهنجن اَوگڻن کي نظر اَنداز ڪيو آهي، پر منهنجن گناهن کي پنهنجي ديا سان ڍڪي ڇڏيو اَٿس. هوُ منهنجن پاپن تي پردو ٿو وجهي، اُنهن جو نغارو ڪونہ ٿو وڄائي.

شاهہ سائين پنهنجي ڪلام ۾ اِنهيءَ ڳالهہ تي خاص زور ڏنو آهي تہ رب جو ڪوبہ ڪم رحمت کان خالي ڪونہ هوندو آهي. اِنسان پنهنجي محدوُد ٻڌيءَ جي ڪري اِلاهي رازن يا رمزن کي سمجهي نہ سگهندو آهي. رب جڏهن بہ جيڪي ڪجهہ بہ ڪندو آهي، اِنسان جي بهتريءَ ۽ ڀلائيءَ لاءِ ئي ڪندو آهي. شاهہ صاحب اَللہ جي ڪمن کي اِنساني ٻڌيءَ، عقل ۽ سمجهہ، کان پري ٻڌائيندي چون ٿا :-

جيڪي ڏنائون، سو سيوئي صحت،
مَ چئو آزارُ اُن ڪي، نڪي مصيبت،
کهڻُ قَرِيبَتَ، جو ڪونڻ پر پرين جي. (سُر يمن ڪلياڻ 1/234, VIII:10)

يعني، اي ساڌڪ! چڱيءَ طرح سمجهي ڇڏ تہ رب سائين جيڪي ڪجھ بہ ڪري ٿو، اُنهيءَ ۾ سندس رحمت لکل هوندي آهي، اِن ڪي دک يا بد نصيبيءَ جو نالو نہ ڏجانءِ. جيڪڏهن هو توکي قتل ڪرڻ چاهي ٿو تہ اِهو سندس وصال جو پيغام سمجھہ، ڇاڪاڻ تہ هوُ عام طور سان اَهڙيءَ طرح پنهنجن پريمين کي پاڻ سان ملائيندو آهي.

ڇنن توءِ مَ ڇِنُ، پاءِ اُميريِ اُن سين،
جي هو اَوڳُڻ ڪنئي، اَسوُنهين توُن ڳڻان ئي ڳن،
پاند جهليو توُن پنُ، هن سونهاري سڳ ۾.
(يمن ڪلياڻ 1/235, VIII:11)

(پاءِ اُميري - ڇنل تند ڳنڍڻ. اَوڳُڻ ڪنئي - تو مان اوڳڻ ڪڍن. آسونهين - اي نڌر، بنا سوُنهن جي. ڳڻان ئي ڳن - ڳڻ ڳڻي وٺ. سوُنهاري - سڳوري.)
جي هوُ تو سان پريم جو ناتو ڇني ڇڏين تہ بہ توُن نہ ڇِن. اُنهيءَ ڇنل تندُ کي ڳنڍڻ جي ڪوشش ڪندي رهہ. جي هوُ تو ۾ اَوڳڻ ڏسن تہ اي نڌر ! تون ان کي ڳڻ ڪري وٺ.

توُن پلاند پائي، هن سڳوري رشتي لاءِ وٽن وڃي بڪاريءَ وانگر پِن.

صوفي درويش سائين بلي شاھہ چون ٿا ”عدل ڪرين تان جا نهين ڪائي، فضلون ڳكرا پاوان.“[3] جيڪڏهن رب ڳڻ دوش ڏسڻ شروع ڪري ڇڏي تہ دنيا جو ڪوبہ انسان ڪڏهن بہ بخشيو نہ ويندو. رب اَهڙو تہ ديالو ۽ بخشڻهار آهي جو گناهن سان ڀريل نربل ۽ اَگياني جيون کي بہ بخشي ٿو ڇڏي. حقيقت ۾ جيڪا شيءِ ڪنهن جا ڳڻ ڏسي ڏني ويندي آهي، اُن ۾ نياءُ هوندو آهي، ڏيڻ واري جي ديا نہ هوندي آهي. جيڪو اوڳڻن جي باوجود بہ ديا ڪري ٿو، اهوئي سچو ديالو آهي. اَهڙو ديالو صرف اَلله آهي، جو گناهن کي ڏنو اَڻ ڏنو ڪري ڇڏيندو آهي، گناهن تي پردو وجهندو آهي ۽ گناهن جي باوجود اَسانکي پنهنجي رحمت سان بخشي ڇڏيندو آهي.

## الله مرضيءَ جو مالڪ

شاهہ صاحب چون ٿا تہ ٿيندو اُهو ئي جيڪو اَلله تقدير ۾ لکي ڇڏيو آهي. دوا بہ اُنهن تي اَثر ڪندي آهي، جن جي ڀاڳ ۾ شفا (تندرستي) لکيل هوندي آهي. بنا اَلله جي مرضيءَ جي ڪوبہ شراب خاني تائين نٿو پهچي سگهي. جيستائين اِلاهي ڀيد کي ظاهر نہ ڪيو وڃي، ڪير بہ اُنکي سمجهي ئي نٿو سگهي. اِلاهي ڀيد خالص سون آهي. ان ۾ رتي ڀر بہ کوٽ ڪونهي. پر اِن مان لاڀ اُنهن کي ئي ٿيندو آهي، جن جي ڀاڳ ۾ خود اَلله لکيو هوندو آهي. (سُر يمن ڪلياڻ 34-1/233, 4:VIII)

شاهہ صاحب چون ٿا :-

تُون حبيب، تون طبيب، تُون درد جي دوا،
جانب! منهنجي جيءَ ۾ آزار جا اَنوا،
صاحب ! ڏي شفا، ميان ! مريضن کي.
(سُر يمن ڪلياڻ 1/159, 1:I)

(آزار-پيڙا، عذاب. اَنوا-قسم. شفا-پيڙا کان ڇوٽڪارو)

يعني، تون ئي حبيب (پيارو)، تُون ئي طبيب ۽ تُون ئي مرض جو علاج آهين. اي جاني! منهنجي جيءَ ۾ ڪيترن قسمن جا عذاب ۽ پيڙائون آهن. اِي صاحب ! تون ئي اَگهن کي اگهائيءَ کان ڇوٽڪارو بخش.

شاهہ صاحب اُنهيءَ ئي سُر ۾ اڳتي چون ٿا تہ صحيح رستي تي لڳائڻ وارو بہ تُون آهين ۽ غلط راهہ تي لڳائڻ وارو بہ تون آهين. هادي يا مرشد بہ تون آهين ۽ رب بہ تون آهين. حيرانيءَ جي ڳالهہ اِها آهي تہ جڏهن سڀ ڪجهہ تنهنجي هٿ ۾ آهي تہ دنيا ۾ ٻيا حڪيم ڇو بڻايا ويا آهن؟ اي مالڪ ! درد بہ تون آهين، دوا بہ تون آهين، درد دور ڪرڻ وارو حڪيم بہ تون آهين. حڪيم جي دوا بہ تڏهن اَثر ڪندي آهي جڏهن تنهنجي مرضي هوندي آهي.

### رضا ۽ رحمت :

حضرت شاهہ لطيف اَلله جي رضا ۽ اَلله جي رحمت کي هڪ ئي

سگهي جا ٻه پهلو ٿا سمجهن. رچنا ۾ جيڪي ڪجهه ٿي رهيو آهي، اُن جي رضا موجب ئي ٿي رهيو آهي ۽ اُن جي پٺيان اَللهُ جي رحمت لڪل آهي. اِلاهي رضا اِلاهي رحمت کي ورهائڻ جو ذريعو آهي. سنسار جنهن طرح جو آهي، اِنهيءَ ڪري آهي ڇاڪاڻ ته اُنهيءَ قادر جي سنسار کي اِهو روپ ڏيڻ جي رضا هئي. سنسار ڪن خاص نيمن موجب هلي رهيو آهي، ڇاڪاڻ ته انهيءَ ڪرتا جي سنسار کي اُنهن خاص نيمن موجب هلائڻ جي اِڇا هئي. اِلاهي رضا سان ئي روح هن رچنا ۾ ايندا آهن ۽ اِلاهي رضا سان روح هن رچنا مان مڪت ٿي وري رچيتا يعني مالڪ سان ميلاپ ڪندا آهن.

## رضاءِ الله :

صوفي درويشن اَللهُ جي رضا کي اَللهُ جي هستيءَ جو سڀ کان خاص گڻ اِنهيءَ ڪري مڃيو آهي، ڇاڪاڻ ته اَللهُ جي ٻين سيني گڻن جي ورهاست سندس رضا تي ئي منحصر آهي مثال طور اَللهُ ۾ اَٿاهه شڪتي آهي، هن ۾ پورڻ گيان آهي، هو پريم ۽ ديا جي مورت آهي. پر جيڪڏهن هن ۾ اِنهن گڻن جي استعمال ڪرڻ جي اِڇا، منشا يا اِرادو نه هجي ته اِهي سڀيئي گڻ ڪارگر نٿا ٿي سگهن. پرماتما ۾ پنهنجي اَپار شڪتي، پنهنجو اَپار گيان، پنهنجو پريم ۽ ديا کي ڪارائتو ڪرڻ جي رضا يا اِرادو به آهي. روحانيت جو محل اِنهيءَ آڌار تي ئي کڙو آهي. سنسار ۾ جيڪي ڪجهه ٿي رهيو آهي، سرو شڪتيمان ۽ ڄاڻي ڄاڻٽهار پرڀو جي اِڇا سان ئي ٿي رهيو آهي ۽ جيڪي ڪجهه ٿي رهيو آهي نيڪ ئي ٿي رهيو آهي، ڇاڪاڻ ته پرڀو صرف شڪتي ۽ گيان جو ڀنڊار ئي نه، پريم ۽ ديا جي مورت به آهي.

انهيءَ ويچار جو هڪ ٻيو پهلو هيءُ آهي ته سرو شڪتيمان ۽ ڄاڻي ڄاڻٽهار پرڀوءَ سان اَسين پنهنجي شڪتي ۽ پنهنجي گيان دواران ميلاپ نٿا ڪري سگهون. صرف پرڀوءَ جي ديا ڀري رضا يا موَج دواران ئي پرڀوءَ سان ميلاپ ٿي سگهي ٿو. خواجا حافظ لکن ٿا :- ”دردم يار هست و ذرمان

نيز هست"⁴ يعني درد بہ يار جي هٿ ۾ آهي ۽ دوا بہ اُنهيءَ جي ئي هٿ ۾ آهي. مطلب اِهو آهي تہ جدائي جي پيڙا ڏيڻ وارو بہ اُهو ئي آهي ۽ ميلاپ جي دوا ڏيڻ وارو بہ اُهو ئي آهي.

## الله اندر آهي :-

اَلله جا گڻ ٻڌي هر انسان جي من ۾ قدرتي سوال پيدا ٿو ٿئي تہ اَلله جي تلاش ڪٿي ڪئي وڃي ؟ شاهہ صاحب فرمائين ٿا :-

جو تون ڏورئين ڏور، سو سدا آهي ساڻ تو،
لالڻ لال لطيف چئي، منجهي ئي معذور!
منجهان پنءِ پروڙ، تو منجهہ آهيس تڪيو.
(سُر سسُئي آبري 1067/ III:8,2)

يعني، جنهن کي تون ڳولهين ٿي، سو هميشهہ تو سان گڏ آهي.
اي هيڻي! تون پرينءَ لاءِ اَندر جهاتي پائي ڏس. پاڻ منجهان ئي سندس سماءُ لهہ. هنجو بسيرو تو ۾ ئي آهي.
حضرت بوُ علي قلندر جو فرمان آهي :-

يار در توُ پس چرائي بيخبر
يار در توُ خود چرا ڪر دي در-بدر⁵

تنهنجو محبوب تنهنجي اندر آهي، توُن ان کان بيخبر ڇو آهين ؟ هوُ تنهنجي اندر آهي ۽ تون هنجي تلاش ۾ ٻاهر در-بدر ڀٽڪي رهيو آهين.
سنڌ جا سنت سامي صاحب جن چون ٿا :

گهر ۾ رام رهي، مؤرک ڦولي دهہ دِسا،
جپ تپ ساڌن يوگ ۾ سامي ديهہ دَهي،
ناحق دک سهي، پلي ڏيئي پاڻ کي.

يعني، جيتوڻيک پرماتما هردي روپي گهر ۾ نواس ٿو ڪري، تڏهن بہ مؤرک اِنسان هن کي ڇئن ئي دِشائن ۾ ڳولهيندو ٿو رهي ۽ جپ، تپ ۽ يوگ ساڌن وغيره ۾ لڳي بيڪار دک سهندو ٿو رهي.⁶
شاهہ صاحب بہ هڪ ٻئي بيت ۾ سمجهائين ٿا :

سيئي ساري، سسُئي ! گهر ڪندون تون گهور،
وڃي ڏوُر م ڏور، درا منجهہ دوست ٿيو.
(سُر سسُئي آبري III:4,2/1066)

(گهور - ڳولهہ. درا منجهہ - اندر ۾، وجود ۾)

اي سسُئي! تون پنهنجي گهر جون سڀ ڪندون پاسا جاچي ڏس. پرينءَ کي پري وڃي نہ ڳولها، ڇو تہ محبوب تنهنجي اَندر ۾ ئي موجود آهي.

پنهوُنءَ جي ڳولها ۾ ڀٽڪندڙ سسُئيءَ کي بار بار اندر ۾ هنجي کوج ڪرڻ جي هدايت ڏني ويئي آهي. اڳين پنجن بيتن ۾ سسُئيءَ کي پيرن جي جڳهہ تي من سان محبوب ڏانهن هلڻ جو اپديش ڏنو ويو آهي. سورهين بيت ۾ سسُئي پڇي ٿي تہ مان پنهنجي مالڪ وٽ ڪيئن پهچان؟ شاهہ صاحب جواب ٿا ڏين تہ : منهنجي نصيحت مڃ ۽ خود جو تياڳہ ڪري اَندر هنجي کوج ڪر. گهڙي پل لاءِ بہ پنهنجي تڙڦ کي گهٽ ٿيڻ نہ ڏجانءِ. پنهنجي ڇهري تي سدائين عشق جي ڪستوُري لڳائي رکجانءِ. سُر سسُئي آبري جي ٽير هين بيت ۾ چيو ويو آهي : اَلله تنهنجي گود ۾ آهي ۽ تون پڇين ٿي تہ اَلله ڪٿي آهي؟ قران شريف ۾ بہ فرمايو ويو آهي تہ اَلله شاهہ رڳ (سشمنا) کان بہ تنهنجي نزديڪ آهي. رستي ۾ رڪاوٽ تنهنجي خوديءَ جي آهي.

شاهہ صاحب چون ٿا :-

جَنِ اُجهيو، تَنِ نہ ڳجهيو، ويئي گڏين ويرُ،
ڏوري ڏٺائون ڏک سين، پاڻ منجهان ئي پيرُ،
''لڱو تن'' لطيف چوي، ''جسي جو زنجير،''
ڪن ڏنو هو ڪاپڙين ڪابل ۽ ڪشمير،
سڀ جنين جو سير، تن گروُ گهر ويئي ئي گڏيو.
(سُر رامڪلي V:10/802)

ٻاهر ڀٽڪڻ وارن جو اَلله سان وصال نٿو ٿئي. اَلله انهن کي ٿو ملي، جيڪي پنهنجي اَندر هن جي ڳولها ٿا ڪن. انهن ٻاهر بيڪار ۾ وڏيون ياترائون ڪيون ۽ دک سٺائون، آخر ۾ انهن کي اَلله پنهنجي اَندر

ئي مليو. اُنهن جا سيئي سريرڪ ٻنڌڻ ڪٽجي ويا. سچا کوجي نه ڪابل ويا نه ڪشمير. جيڪي حقيقت جي راهه تي هليا، انهن کي پنهنجي اَندر ئي محبوب ملي ويو.

شاهه صاحب فرمائين ٿا ته :-

سچن جوڳين کي تيرٿن تي وڃڻ جي به ضرورت نه آهي اُهي من جي گندگي کي صاف ٿا رکن ۽ رام جي ياد ۾ ڳوڙها ٿا وهائين

سڱئي چوي ٿي :- ڪهان تان ڪيچان پري ! وهان تان وٺ موُن!
ڀلي ڏوريم ڀوُن، عبث آريءَ جام لئه (سُر حسيني 3/1366, IV:II)
(ڪهان-هلان. ڀلي-گمراهه ٿي. ڀوُن-زمين. عَبثُ-اَجايو، بيڪار.)

جيڪڏهن مان پنهونءَ جي ڳولها ۾ ٻاهر ٿي ڀٽڪان ته هو ڪيهه کان به دوُر هليو ٿو وڃي، جي گهر ۾ ويهي هنجي تلاش تي ڪريان ته هو مونکي پاڻ سان گڏ نظر ٿو اَچي. ٻاهر دوُر-دوُر تائين وڃي هنجي ڳولها ڪرڻ بيڪار آهي.

سنسار جا سيئي ڌرم گرنٿ ۽ سيئي ڪامل درويش هڪ ئي پڪار ڪري رهيا آهن ته اَلله اَندر آهي ۽ هن سان صرف اندر ئي وصال ڪري سگهجي ٿو. اِنهيءَ جي باوجود به ماڻهو ٻاهر هنجي تلاش ۾ ڊڪ ڊوڙ ڪري رهيا آهن ۽ بدحواس ٿي هيڏانهن هوڏانهن پيا ڀڄن. ڪو اَلله کي اوپر طرف ٿو ٻڌائي ته ڪو اولهه طرف. جڏهن ڪ هوُ هر هنڌ حاضر ناظر آهي ۽ اِنسان جي اندر ۾ آهي.

شاهه سائين خبردار ڪن ٿا ته :- اهو محبوب اَٿاهه سونهن ۽ گيان جو موُل ڀنڊار آهي اسان کان هڪ اِنچ به پري نه آهي. چون ٿا ته :-

هتان ڪٿي هُت، جن رکيو سي رسيون،
ساجن سوُنهن، سُرت، وکان ئي ويجهو گهڻو.
(سُر سسُئي آبري 2,2/1059:II)

شاهه صاحب اڳتي فرمائين ٿا :-

هوتُ تنهنجي هنج ۾ ڇپين ڪوهه پڇي؟
وفي اَنفسڪم، اَفلا تبصرون، سوُ جهي ڪر سهي،

ڪڏهن ڪانہ وئي، هوت ڳولڻ هٿَ تي.
(سُر سسُئي آبري V:12,2/1092)

(وفي اَنفسڪم - اُوهانجي اَندر ۾ آهي، پوءِ ڇو نٿا جاچي ڏسو؟
يعني، هوت يعني محبوب تنهنجي آغوش (اندر) ۾ ئي آهي، تون ڇا لاءِ پيئي قاصد پڇين؟ هن جون نشانيون تنهنجي اَندر ۾ ئي آهن، پوءِ ڇو نہ تي ڳولهي لهين ؟ اِها حقيقت پروُڙي، هنکي سڃاڻ. ڪوبہ طالب محبوب کي ڪنهن دڪان تي ڳولهڻ ڪونہ ويو آهي.
شاهہ سائين چون ٿا تہ اِهو اَلله جنهنجو شان ۽ سندرتا ورڻن کان پري آهي، خود ئي پير آهي ۽ خود ئي مريد آهي. هوُ پنهنجو مثال پاڻ آهي. هن جو پيد اَندر مان ئي پراپت ٿيندو آهي. (ڪلياڻ I:19,1/125)
رب جي رحمت تہ ڏسو تہ هن پنهنجو پاڻ کي اِنسان جي ايترو نزديڪ رکيو آهي، پر اِنسان جي بي سمجهي ۽ بد قسمتي بہ تہ ڏسو تہ هو رب جي تلاش ۾ ٻاهر ئي ٻاهر ڀٽڪندو ٿو رهي. شاهہ سائين چون ٿا تہ: اَندر ڏس ! جانورن وانگر ٻاهر نہ ڀٽڪ. (سُر آسا IV : II ,1/311)
اَلله حاضران حضور آهي. اهو گهٽ گهٽ ۾ سمايو پيو آهي. ڪابہ جڳهہ هن کان خالي نہ آهي. جن کي اُنهيءَ لاثاني اَلله جي ڄاڻ نہ آهي، اهي ڪنهن بہ ڪم جا نہ آهن. مون جهڙي ناسمجهہ کي تہ اَندر ئي هُن جو ديدار ٿي ويو آهي. (يمن ڪلياڻ V:35,1/215)
شاهہ صاحب چون ٿا :-

تن ڪَڏِي، من حُجرو، ڪيم ڇاليها رڪ،
ڪو هہ نہ پوڇيو پوُڇئين، انئي پهر اَلڪُ؟
تان تؤن پاڻ پرڪ سڀ ڪنهن ڏانهن سامهون.
(سُر يمن ڪلياڻ : V34 ,1/215)

(ڪڏي-عبادت جو گهر، مسجد. حجرو-ڪمرو (اَڪيلائيءَ وارو) پرڪ-پسُ، پروڙ)
يعني، تنهنجو جسم ئي مسجد ۽ من ئي ايڪانت ۾ اَلله جو ڌيان ڪرڻ وارو ڪمرو آهي، ڇاليها نہ رڪ. اَنئي پهر ڇو نٿو رب کي پوڇين؟ تون پاڻ کي سڃاڻ تہ صاحب کي هر ڪنهن جي اَندر پسين. (رب کي هر

هڪ روپ ۾ ڏسي سگهين)

## روح ۽ رب (آتما ۽ پرماتما)

حضرت شاهہ لطيف اِنسان جي هستيءَ کي صرف جسمر ۽ نفس تائين محدود نٿا رکن. هو روح کي اِنسان جو اَصل وجود مڃين ٿا ۽ سمجهائين ٿا تہ:

حديث ۾ فرمايو ويو آهي تہ اَلله اِنسان کي پنهنجي صورت تي بڻايو آهي ۽ جيڪي پنهنجي اَصلي وجود کي سڃاڻي ٿا وٺن، اهي اَلله کي بہ سڃاڻي ٿا وٺن. سسُئي بہ پنهنجي خوديءَ کي ختم ڪري پنهونءَ ۾ سمائجي ويئي آهي. شاهہ صاحب چون ٿا تہ آخر ۾ سيني کي واپس اَلله ۾ ئي سمائجي وڃڻو آهي. (سسُئي آبري V:5-6,2/1088)

سسُئي چوي ٿي تہ جڏهن مون خوديءَ کي فنا ڪري پنهنجي اَندر ۾ جهاتي پائي ڏٺو تہ مونکي پتو لڳو تہ نہ رستي ۾ پهاڙ هئا ۽ نہ ئي مونکي پنهونءَ جي پائرن جي پٽيان پٽڪڻ جي ڪا ضرورت هئي. مونکي اِهو بہ پتو لڳو تہ مان خود ئي پنهون هئس صرف منهنجي پاڳ ۾ ڏُک لڪيل هئا. حقيقت تہ اِها آهي تہ اُهي دکہ اَصل ۾ سک ئي هئا. اَهڙيءَ طرح دويت جو پردو لهي ويو ۽ مان خود ئي پنهون بڻجي ويس. (سسُئي آبري V:2-3 ,2/1086)

هتي شاهہ صاحب سمجهائي رهيا آهن تہ روح جي رستي ۾ اَصلي رڪاوٽ خودي آهي. ڪوبہ انسان غريبي، سريرڪ ڪمزوري، جسماني دک، اَوديا، گهٽ ذات وغيره ڪنهن بہ طرح جي ٻاهرين رڪاوٽن جي ڪارڻ رب کان دور نہ آهي. خراب کان خراب حالتن ۾ گهريل اِنسان بہ پنهنجي خوديءَ کي ختم ڪري خدا سان وصال ڪري سگهي ٿو. جڏهن ڪ دنيا جا سڀ کان خوبصورت، ڏنوان، ودوان، اونچي ڪل ۾ جنم ورتل ۽ پنهنجي ڌرم کي سڀ کان اُتم سمجهڻ وارا اِنسان بہ خوديءَ کي فنا ڪرڻ کان سواءِ اَلله سان وصال ڪري نٿا سگهن. شاهہ صاحب سمجهائي رهيا آهن تہ اَلله هر هڪ روح جي اَندر پاڻ سان ملائڻ جي طاقت رکي آهي. پر روح خود پنهنجي سامهون خوديءَ جا پهاڙ کڙا ڪري پنهنجو

پاڻ کي الله کان پري ڪري ڇڏيو آهي.

شاهه صاحب لکن ٿا : ”مونکي پتو لڳو تہ مان خود ئي پنهون هئس ۽ منهنجي پاڳ ۾ صرف دکن مان لنگهڻ ئي لکيل هو.“ اهڙيءَ طرح ڪامل درويش سمجهائين ٿا تہ اسين روحاني انيو حاصل ڪرڻ لاءِ آيل انسان ڪونہ آهيون پر، اسين حقيقت ۾ انساني انيو حاصل ڪرڻ لاءِ آيل آتما آهيون.

ڪامل درويشن اِشارو ڪيو آهي تہ الله جي حضوريءَ ۾ رهيل روحن کي اِهو احساس ڪونہ هو تہ ڪين ڪيترو نہ پرم آنند پراپت آهي. الله کين اِنساني انيو مان گذاريو، جيئن اُنهن کي الله جي حضوريءَ جي آنند جي اهميت جي خبر پوي.

سسئي چوي ٿي : منهنجيون سرتيون! منهنجي رڳ رڳ ۾ منهنجو محبوب سمايل آهي. (سُر سسئي آبري V:16 ,2/1094)

مطلب هيءُ آهي تہ روح الله ئي الله آهي. جيڪا سمنڊ جي ذات آهي، اها ئي قطري جي بہ ذات آهي. جيڪا سوُرج جي ذات آهي، اها ڪرڻي جي بہ ذات آهي. الله ڪل (انشي) آهي ۽ روح اُن جو جزو (انش) آهي. ٻنهي جو مول هڪ آهي. گرو نانڪ صاحب جن ”آتم مهہ رام-رام مهہ آتم“[7] ۽ ”ساگر مهہ بوند“، ”بوند مهہ ساگر“[8] شبدن ۾ ۽ ڪبير صاحب جن ”ڪهہ ڪبير اِهہُ رام ڪي انس“[9] ۾ اِهو ويچار ظاهر ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي.

شاهہ صاحب پاران بيان ڪيل پريم ڪٿائن ۾ سسئي، سهڻي، نوُري، ليلا وغيره سڀني پريمڪائن جي روح سان ۽ پنهون، ميهار، ڄام تماچي چنيسر وغيره جي پريمي مرشد سان ڀيٽ ڪئي ويئي آهي. شاهه صاحب سسئي ۽ پنهونءَ جي ڪهاڻي پنجن راڳن ۾ بيان ڪئي آهي. حقيقت ۾ انهن جي ڪلام جو سڀ کان وڏو حصو روح ۽ رب جي هڪ ٻئي جي رشتي تي مدار رکي ٿو.

## عمر سومري ۽ مارئيءَ جو قصو :

شاهہ صاحب پاران بيان ڪيل عمر سوُمري ۽ مارئي جي لوڪ ڪٿا ۾ عمر ڪوٽ جو حاڪم عمر سوُمرو، ملير جي سندري مارئيءَ کي زبردستيءَ

ڪٽي ٿو وڃي. هو مارئيءَ کي عاليشان محلن ۾ رکي ٿو. هن کي هر طرح جا سک، ريشمي ڪپڙا، خوبصورت ۽ قيمتي زيور وغيره ڏيئي هن جو من موهڻ جي ڪوشش ڪري ٿو پر جيسين مارئي ملير ۾ رهندڙ پنهنجي مارُنِ وٽ واپس نٿي پهچي وڃي، هن کي شانتي نٿي ملي.

## ڪٿا سانڪيتڪ يعني اِشارو ڪندڙ آهي :-

هيءَ سچي ڪهاڻي روح ۽ رب جي رشتي ڏانهن اِشارو ڪري ٿي. عمر ڪوٽ هيءُ سنسار آهي. اِهو اَهڙو زبردست قلعو آهي، جنهن مان روح جو ٻاهر نڪري سگهڻ بيحد مشڪل آهي. عمر، من، نفس يا شيطان آهي، جيڪو هن سنسار جو حاڪم آهي. مارئي روح آهي ۽ محل منش سرير آهي. روح سرير ۾ قيد آهي. نفس يا من روپي عمر روح کي اندرين جي ڀوڳن، وشيہ وڪارن، سنسار جي مان- وڏاين وغيره ۾ اُلجهائي زبردستي اَڏين ڪرڻ جو يتن ڪري ٿو. روح روپي محبوب جي لاءِ ملير روپي مقام- حق ۾ رهيل محبوب-حقيقي جي ياد کي وساري سگهڻ ناممڪن آهي. مارئي روپي آتما نہ پنهنجي محبوب کي وساري ٿي، نہ پنهنجي ديس ۾ رهندڙ نرمل آتمائن جي ياد کي وساري سگهي ٿي. جڏهن هوءَ ڪنهن بہ طرح سان عمر جي چار ۾ نٿي ڦاسجي ۽ سرير روپي محل مان پوريءَ طرح سان نراس ٿي وڃي ٿي، تڏهن سندس ديس مان هڪاڻ جو سوار مرشد جي روپ ۾ اَچي ٿو ۽ هن کي محبوب حقيقيءَ جي ديس ۾ واپس وٺي ٿو وڃي.

## روح ۽ رب جو رشتو :-

مٿين ڪهاڻيءَ جي آڌار تي شاهہ صاحب جن روح ۽ رب جي رشتي سنبنڌي ويچارن کي سمجهائڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. شاهہ صاحب سُر مارئي جي شروعات هن ريت ذڪر ڪن ٿا :-

الست بر بکم جڏهن ڪن پيوم،
قالوا بلي، قلب سين، تڏهن تت چيوم،
تهين وير ڪيوم، وچن ويڙ هيڇن سين. (سُر مارُئي 2/935.
I:1)

(الست بر بکم- ڇا نہ آهيان مان اَوهان جو رب؟ (ڏٺيءَ روحن کان

پڇيو قالوا بلي - وراڻيائون ”هائو“. قلب-دل. تت-انهيءَ هنڌ. تنهن وير-انهيءَ مهل. ويڙ هيڇن-مائٽن.)

يعني، ڇا، مان نہ آهيان اوهان جو رب؟ جڏهن اِهي سخن منهنجن ڪنن تي پيا، تڏهن مون دل و جان سان چيو : ”هائو“ اهڙيءَ طرح منهنجو پنهنجن مائٽن (رب) سان پڪو اقرار ٿي ويو.

جڏهن ڪُن فيڪون، من تڏهانڪون مارُئين،
تون ڪيئن وجهين تن کي، سوُمرا ! شڪوُن؟

هميرن هڪوُن، جاڙ جُسي کي پاتيون (سُر مارُئي 2,2/936:I)

(ڪن-فيڪون-ٿيءُ ۽ پوءِ اُها ٿي پوي ٿي. ڏڻيءَ حڪم ڪيو ۽ ڪائنات پيدا ٿي. شَڪوُن-زنجيرون هميرن-اَميرن. هڪوُن-زنجيرون جاڙ-اَجايو.)

يعني، جڏهن ڏڻيءَ حڪم ڪيو تہ ”ٿيءُ“ ۽ ڪائنات (سرشٽي) پيدا ٿي. تڏهن کان دل مارُن سان اَٽڪيل آهي. اي عمر سوُمرا ! توُن ڪيئن ٿو منهنجي جسم ۾ زنجيرون وجهين ؟

اَميرن (عمر ڏانهن اِشارو) منهنجي جسم کي اَجايو زنجيرون وڌيون آهن.

مارئي چوي ٿي تہ، ”منهنجي قسمت ئي منهنجي قيد جو ڪارڻ آهي. اَللہ ”قران شريف“ ۾ فرمايو آهي تہ مان شاهہ رڳ کان تنهنجي ويجهو آهيان. اِنهيءَ ڪري مان پنهنجي وطن ۾ پنهنجي مارُن وٽ واپس ضرور ويندس. پر مونکي خبر ڪونهي تہ مان هن محل مان آزاد ٿي پنهنجن مائٽن سان ڪڏهن ملنديس.“(سر مارئي 2/939-40, 9:I)

شاهہ صاحب هڪ بيت ۾ مارُئيءَ جي ڏک جو بيان ڪندي چون ٿا:-
منهنجي قسمت ۾ اِئين لکيل هو جو مان هي قيد جو ڏک ڀوڳي رهي آهيان. جيئن حديث ۾ فرمايو ويو آهي، منهنجو جسم تہ جيل ۾ آهي پر منهنجو من سدائين محبوب وٽ ٿو رهي. رب ديا ڪري تہ مان پنهنجن وڇڙيل مائٽن سان وڃي ملان. (مارُئي 2/940, 10:I)

هر شيءِ پنهنجي اصل ڏانهن واپس وڃڻ چاهي ٿي، اِنهيءَ ڪري مان بہ پنهنجن وڇڙيل مائٽن ڏانهن واپس وڃڻ چاهيان ٿي. (مارُئي 14,2/941:I)

روح جي رب کان وڇوڙي جي درد کي شاهہ صاحب هن ريت بيان ڪيو آهي :-

اَلا اوني آڳين، جي نياپا نين،
آئون اُنهن جي آهيان، توڏي هو نہ مڃين،
مَسُ منهنجي هٿ ۾، ڪاغذُ ڪي آڳين!
لُڙڪ نہ لکڻ ڏين، ڪريو پون قلم تي.
(سُر مارُئي 2/945, 4:II)

او اَللہ! پنهنجي قاصد ڪي منهنجي ملڪ مان موڪل جانءِ تہ منهنجو پيغام کڻي وڃي، منهنجي محبوب ۽ منهنجن مائٽن کي نياپو پهچائجانءِ تہ مان سدائين اُنهن جي ئي اَمانت آهيان، چاهي هوُ مونکي قبول ڪن يا نہ. مان پنهنجي خوُن کي مسُ بڻائي لکڻ لاءِ تيار آهيان، پر ڇا ڪريان، ڳوڙها منهنجا بيهن ئي ڪونہ ٿا اِهي ڪاغذ کي ئي آلو ڪيو ڇڏين.

مٿين مثالن مان شاهہ صاحب روح ۽ رب جي هڪ ٻئي سان سنٻنڌ ۽ روح جي موُل سڀاءَ جي باري ۾ هي اِشارا ٿا ڪن :-

رب ۽ روح جو اَنش ۽ اَنشي (جُزو ۽ ڪُل) وارو سنٻنڌ آهي. رب وانگر روح بہ اَنادي ۽ ابناسي آهي. نہ رب جو ڪو آدِ ۽ اَنت آهي ۽ نہ روح جو ڪو آد ۽ اَنت آهي. هن فاني دنيا ۾ اَچڻ ۽ سرير ڌارڻ ڪرڻ کان پهرين روح رب ۾ سمايل هئي. روح پنهنجي مرضيءَ سان نہ، پر رب جي حڪم سان مقام حق (ست لوڪ) مان هن فاني دنيا ۾ آئي آهي.

روح، رب جيان نرمل آهي. جسم ۾ قيد هئڻ جي ڪري، اُنکي ڪيل ڪرمن جو ڦل ڀوڳڻو پوندو آهي. پر اِنهيءَ سان روح جي سڀاءَ تي ڪوبہ اَثر ڪونہ ٿو پوي. اَنشيءَ (ڪل) جي اَندر اَنش (جز) جو ۽ اَنش جي اَندر اَنشيءَ جو قدرتي پريم هوندو آهي. اِهو پريم دٻجي سگهي ٿو، ختم نٿو ٿي سگهي. جيسين روح جي اَندر اِهو پريم دٻيل رهي ٿو، روح جسم ۽ من جي جيل ۾ قيد رهي ٿي. جڏهن روح جي اَندر اِهو پريم جاڳي اُٿندو آهي تہ روح کي هميشهہ واسطي جسم، من ۽ سنسار جي جيل ۾ رکي سگهڻ ناممڪن ٿي ويندو آهي. شاهہ صاحب جن پنهنجي ڪلام ۾ ڪيترن ئي بيتن ۾ رب جي لاءِ پريئڻ، پريتم، پيارو، محبوب، يار، دوست، دلبر، جاني وغيره لفظن جو استعمال ڪيو آهي. شاهہ سائين روح ۽ رب جي اَنادي ۽ اَمر، اَبناسي پريم کي ظاهر ڪرڻ جي لاءِ ئي

Scanned by CamScanner

پريم ڪٺائن جو سهارو ورتو آهي.

شاهه صاحب چون ٿا، پروت تي رهڻ وارين ڪونجن کي تقدير وطن کان دور وٺي آئي آهي. اِنهيءَ ۾ ڪونجن جو ڪوبه قصور ڪونهي. رزق مالڪ جي هٿ ۾ آهي.

قسمت آنديون ڪونجڙيون، وطن سندن روهه،
ڪنهنجو ڪونهي ڏوهه، رزق رازق هٿ ۾.
(سُر ڏهر 1/396, 10/7:III)

مولانا روم جو ڪلام آهي :-

خلق چون مر غابيان زادت ز درآئي جان،
کي ڪُند اِين جا مقام مرگ قفين بهرِ خاسَتَ[10].

مولانا روم فرمائين ٿا ته مُرغابين وانگر اِنسان روحن جي سمنڊ (مقام حق يا سچ کنڊ) مان هتي آيا آهن. اُهي هن سنسار کي پنهنجو ديس ڇو بڻائين؟

## رب ڪانسواءِ روح اناٿ آهي :-

شاهه صاحب ليلا چنيسر جي پريم ڪهاڻيءَ جو مثال ڏيندي لکن ٿا :-

ڇڏي چنيسر ڇام سين، ليلا ! لڪاءِ م تُون،
هي ڪانڌ ڪنهنجو نه ٿئي، نه ڪا مون نه تُون،
رڱنديون ڏٺيون مُون، اِن در مٿي دادليون. (سُر ليلا چنيسر 18,3/1604:II)

يعني، اي ليلا ! چنيسر سان بحث ڪري، تُون پاڻ کي ڏنو نه ڪر. هي پِتار ڪنهنجو به ٿيڻو نه آهي، نه تنهنجو نه منهنجو. مُون هن در تي (بي پرواهه ڌڻيءَ جي در تي) لاڏليون به رڱنديون ڏٺيون آهن. (سندس پيارا به هنجون هاريندا آهن) ليلا فرياد ڪري ٿي :-

ڪوڙين تنهنجون ڪامڻيون، تون ڪوڙين سندو ڪانڌُ،
مُون کي ڇڏمَ داسڙا ! ته وڃان نه وڱوادُ،
مُون ڳچيءَ ۾ پاندُ، تو چنيسر ! هٿ ۾.
(سُر ليلا چنيسر 3/1612, 12:III)

(ڪامڻيون - حسين عورتون. وڱواد - مهڻي يا طعني لائق)

يعني، سوين من موهڻيون تنهنجون آهن ۽ تون ڪروڙين سندرين

جو پيتار آهين. اي داسڙا ! (محبوب) مونکي ڌاڳ نہ ڏي، مٿان مان مهٽي وهيٽي ٿيان. اي چنيسر ! منهنجي ڳچيءَ جو پلاند تنهنجي هٿ ۾ آهي. هاڻي رحم ڪري هن نماڻيءَ جي لڄ رک.

حضرت سلطان باهو جو ڪلام آهي :-

سُڻ فرياد پيران ديا پيرا مئن آک سڻاوان ڪئنوُن هوُ،

تئن جيها مئنون هور نہ ڪوئي، مئن جيهيان لک تئنون هوُ[11].

حضرت سلطان باهو ”تئن جيها مئن ناهہ ڪو“ ۽ ”تئن جيها مئن نو هور نہ ڪوئي“، مئن جيهيا لک تئنون هو“جي ذريعي اِهو ئي ڀاو ظاهر ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي.

## روح جي آزاد هستي :-

شاهہ صاحب جي سموُري ويچارڌارا جو سارُ هيءُ آهي تہ روح، جسم ۽ نفس (من) کان اَلڳ وجود آهي. جسم ۽ من روح تي مدار رکن ٿا، پر روح جو جسم ۽ من تي مدار نہ آهي. جسم ڪار سمان آهي، نفس (من) اِنجڻ سمان آهي ۽ روح ڊرائيور (هلائڻ وارو) سمان آهي. جسم روپي ڪار ۽ من روپي انجڻ، روح روپي ڊرائيور کي هن فاني جهان ۾ ڪم ڪرڻ لاءِ ڏنل ينترن يا اوزارن وانگر آهي. روح روپي ڊرائيور، سرير روپي ڪار مان ٻاهر نڪري اَچي تہ ڪار بيڪار ٿيو وڃي. پر جسم روپي ڪار مان ٻاهر نڪري اَچڻ سان روح روپي ڊرائيور ختم نٿو ٿي وڃي. ان جو وجود يا هستي هميشهہ قائم رهي ٿي. روح روپي ڊرائيور وري ٻيو دفعو ڪنهن بہ جسم روپي ڪار ۾ داخل ٿي سگهي ٿو. شاهہ صاحب چون ٿا تہ :-

سرشٽيءَ جي رچنا کان اڳ ۾ ئي اَلله روحن کي پنهنجي پرڪاش يا نوُر سان پيري چڏيو هو. اَلله ڪائنات جي رچنا کان پهرين ئي روحن کي سرشٽيءَ ۾ اُتم درجو ڏيڻ جو حڪم ڪري چڏيو هو، اِنهيءَ ڪري اُنهن جي اندر قيامت جي ڏينهن جو ڪو خوف نہ هئڻ کپي (سُر ڪلياڻ 119/ (I:9,1

شاهہ سائين سمجهائين ٿا تہ روح ۾ پرماتما جون سڀيئي صفتون موجود آهن. ”اُتم درجو ڏيڻ“ جو مطلب آهي تہ روح ۾ اِها شڪتي

آهي نہ هوءَ جسم، نفس، ڪائنات ۽ سيني اَندرين روحاني منڊلن کان مٿي چڙهي، اَلله سان وصال ڪري سگهي ۽ خوديءَ کان مٿي چڙهي، خدا سان ملي هڪ ٿي سگهي. شاهه صاحب روح کي اُتساهه ٿا ڏيارين تہ اَلله تنهنجي اَندر، پاڻ سان ميلاپ ڪرائي سندس ئي روُپ بڻجي وڃڻ جي شڪتي رکي آهي. تون اِنهيءَ طاقت جو اِستعمال ڪري ٻيائي ۽ دک درد جي هن نگريءَ کان آزاد ٿي پوُرڻ ايڪتا ۽ اَمر آنند جي واديءَ ۾ پهچڻ جي ڪوشش ڪر.

## خدا ۽ خودي :-

پنهنجو پاڻ کي خدا کان جدا سمجهڻ ۽ من جي مرضيءَ کي خدا جي رضا جي اَڏين نہ ڪرڻ خودي آهي. ڏينهن ۽ رات وانگر خدا ۽ خودي بہ گڏ نٿا رهي سگهن. شاهه سائينءَ جي ڪلام جو سڀ کان وڏو حصو پريم ڪٿائن تي آڌارت آهي. اِنهن پريم ڪٿائن ۾ شاهه صاحب جن سڀ کان وڏيڪ زور پريميڪائن کي خوديءَ جي تياڳ ڪرڻ لاءِ اُتساهه ڏيارڻ تي ڏنو آهي، ڇاڪاڻ تہ خوديءَ جو تياڳ ڪري ئي خدا سان ميلاپ ڪري سگهجي ٿو.

شاهه صاحب چون ٿا : منهنجي اَندر وينل محبوب آتم-نرير هئڻ جي دعويٰ ڪري سگهي ٿو. اِهو مانُ صرف اُنهيءَ کي ئي شوڀا ڏيندو آهي. ”مان“ چوڻ جو حق صرف اَلله کي ئي حاصل آهي، ڪنهن بہ ٻئي کي ڪونہ آهي. (سُر آسا 23-1/322, 34-33 :IV)

”مان“ ڪير ٿو چئي سگهي ؟ جيڪو خود پنهنجي شڪتيءَ جي سهاري قائم هجي، جنهن کي ٻيو ڪير فنا نہ ڪري سگهي، جنهن کي ٻيو ڪير دوکو نہ ڏيئي سگهي، جنهن تي وقت يا ڪال بہ وار نہ ڪري سگهي، جنهن تي ٻاهرين حالتن جو اَثر نہ ٿيندو هجي. اَهڙي هستي صرف اَلله جي ئي آهي.

شاهه سائينءَ پنهنجي ڪلام ۾ خوديءَ جي باري ۾ ڪيترن ئي هنڌ ذڪر ڪيو آهي :

ٻَنِ ٻيائي سُپرين، پاڻان مونکي ٽِلِ،

”آئون“ اوريان جهل، توکي رَسي تو ڏٺي. (سُر آسا 1/269 ,I:3)

(ٻن - ڪڏ پوي. ٻيائي - دويت، دوُئي. پاڻان - خوديءَ کان. آئون - خودي. تو - تنهنجي هستي)

يعني، اي محبوب! ڪڏ ۾ پوي خودي. مونکي خوديءَ کان روڪي وٺ. تون منهنجي خوديءَ کي ويجهو اچڻ نہ ڏجانءِ. ”مان“ ڪرڻ صرف توکي ئي سونهين ٿو ڏٺي.

شاهہ صاحب سمجهائين ٿا تہ خوديءَ جي جڙ ٻيائي آهي. خدا کان سواءِ پنهنجي يا ٻئي ڪنهن جي وجود کي سچ سمجهڻ خودي آهي. ”مان صرف توکي ئي ٿو سوُنهين“ جو مطلب آهي تہ وجود بہ اَلله جو سچ آهي ۽ رضا صرف اَلله جي ئي ٿي سگهي ٿي.

سُر سسُئي آبري ۾ شاهہ صاحب فرمائين ٿا :

هيڪر هئڻ ڇڏ، تہ اوڏي ٿئين عجيب کي،
”مار آيت شيئا اِلا ورايت اَلله“ نيئي اَجها اوڏاهين اَڏ،
تہ هوتُ توکان هڏ، پرين پراهون نہ ٿئي.
(سُر سسُئي آبري 2/1091, V:11)

(مار آيت... اَلله - اَهڙي ڪا شيءِ نہ ڏٺم، جنهن ۾ اَلله جو حسن نہ هجي)

اي سسُئي! خوديءَ کي ترڪ ڪر تہ، پنهون کي ويجهي ٿين. حديث ۾ فرمايو ويو آهي تہ ڪائنات ۾ اَهڙي ڪابہ شيءِ نہ ڏٺم، جنهن ۾ سائينءَ جي سوُنهن نظر نہ اچي. توُن وڃي پرينءَ جي ويجهو پڪڙا اَڏ تہ پرين تو کان هرگز پري نہ ٿيندو.

جنهن خوديءَ جو تياڳ ڪيو آهي، اُهو اَلله ۾ سمائجي ويو آهي. اهو ٻيائيءَ کي ڇڏي وحدت ۾ پهچي ويو آهي، جتي پهچي هن کي هر طرف، هر شيءِ ۾ اَلله جو نوُر نظر اَچي ٿو.

سسُئي چوي ٿي : اُن مالڪ کان سواءِ ٻيو ڪجهہ بہ نہ آهي، اَلله کان سواءِ ڪنهن ٻي هستيءَ جو اَحساس، خودي آهي. جيستائين پريمڪا چوي ٿي ”مان پريم ڪريان ٿي“، هوءَ خودي يا ٻيائيءَ جي دائري ۾ قيد آهي. پريمڪا کي گهرجي تہ هوءَ پنهنجو پاڻکي اَهڙيءَ طرح پريتم ۾ سمائي ڇڏي، جو هنکي پنهنجي پاڻ جي بہ خبر نہ رهي. پريتم سان

ميلاپ ڪرڻ واسطي خوديءَ کي ختم ڪرڻ ضروري آهي. شاهه سائين فرمائين ٿا :

مون، تون، هو، اَسين، چارئي چتان لاهه،
سندي دوزخ باهه، تو اوڏيائي نه اچي.
(راڳ آسا IV : 9-A ,1/310)

يعني تون من مان ''مان''، ''تون''، ''هو''، ''اَسين'' اِهو سڀ ڪڍي ڇڏ، پوءِ دوزخ جي باهه تنهنجي ويجهو نه ايندي.

اَڪين ۾ وحدت جي سرائي پاءِ. معرفت ۾ پهچي ٻيائيءَ کي دور ڪر. اَندر جي اک ڪول ته تون سچو مسلمان بڻجي وڃين ۽ توکي من جي اَک سان اَلله نظر اَچي (آسا IV:19 ,1/316)

جان جان پسين پاڻ کي، تان تان ناهه نماز،
سڀ وڃائي ساز، تهان پوءِ تڪبير چئو. (سُر آسا I:11 ,1/274)

يعني، جيسين پاڻ کي تو ڏسين (جيسين پنهنجي هستيءَ کي اَلڳ ٿو سمجهين) تيسين تنهنجي نماز قبول ناهي. سيئي حيلا وسيلا وڃائي (ڏٽيءَ ۾ محو ٿي) پوءِ ڏٽيءَ جي وڏائيءَ جو نعرو هڻ. (پوءِ اَلله اَڪبر چئه)

اکيون اُهي ئي ڏار، جَنِ سان پسين پرينءَ کي
ٻئي ڏانهن ڪيم نهار، گهڻو ريسارا سُپرين.
(سُر آسا II:23/22,1/286)

(ريسارا - غيرت وارا)

اَکيون اهيئي اَختيار ڪر، جن سان رڳو محبوب کي ڏسين. ٻئي ڏانهن نظر نه وراءِ، پرين نهايت غيرت وارا اَٿيئي.

مير جان اَلا شاهه جو چوڻ آهي :-

تو جدا مي شوي ز خود بيني، يار اَز تو جدا نه شُد هرگز

يعني، تون خوديءَ جي ڪارڻ هن کان جدا آهين، نه ته محبوب ته تو کان بلڪل جدا ڪونهي.

## خوديءَ جو ڪيل :

شاهه صاحب فرمائين ٿا :

عالم آئون ساڻ، ڀريو ڀير ڪري،

پاڻ نہ آھي ڄاڻ، مانڊيءَ منڊُ پکيڙيو. (سُر يمن ڪلياڻ 1/204 ,V:9)
(آئڙن - خودي. پريو - چڪر ڪائي، گهو ماڻيون ڪائي. مانڊي-جادوگر.
منڊ-جادوُ)

سارو سنسار خودي يا اَھنڪار ۾ غرق چڪر يا گهومائيڙن پيو ڪائي يعني سڄو سنسار خوديءَ جو شڪار آھي. مونکي تہ اِھو راز سمجهہ ۾ ئي ڪونہ ٿو اَچي، ھيءُ سمورو پسارو جادوءَ جي ڪيل وانگر بناوٽي ۽ نقلي محسوس ٿو ٿئي.

سنسار ۾ اِنسان جي ھر ھڪ ڪم جي ھلائيندڙ خودي يا ھؤمي آھي. اِنسان ھر ھڪ ڪم ڪرتا ڀاو سان ڪندو آھي. سنسار ۾ اِنسان ھر ھڪ ڪم پنھنجي ڍنگ سان ڪرڻ چاھيندو آھي.

ڪامل درويش ھڪ طرف تہ چون ٿا تہ خودي خدا سان ملڻ ڪان پوءِ ئي ختم ٿيندي ۽ ٻئي طرف چون ٿا تہ خوديءَ کي مٽائڻ ڪان پوءِ ئي خدا سان ميل ٿي سگھندو. اِنھيءَ جو مطلب آھي تہ پنھنجي طرفان اَللہ جي عبادت ذريعي خوديءَ کي مٽائڻ جي ڪوشش ڪرڻ گهرجي، پر خوديءَ جو پوري طرح سان ناس ٿيڻ ڪانپوءِ ئي خدا پاڪ سان وصال ۾ آساني ٿيندي.

## عبادت ۽ خودي :

شاھہ صاحب جن سُر ڪاپائتي ۾ رب جي ڀڳتيءَ جو سُٽ ڪتڻ وارن ساڏڪن جو حال بيان ڪيو آھي. پاڻ ھڪ طرف تہ اَڀياسين کي خدا جي عبادت جو سٽ ڪتڻ جي صلاح ٿا ڏين ۽ ٻئي طرف خوديءَ جي خلاف خبردار ٿا ڪن :

پيرئين ۽ پائيين، ايئن وِڏوڻو ڪانڌ،
ويڻي اور اَرٽ سين، ڳچيءَ پايو پاندُ،
تہ تنھنجو ئي وٺواند، ڪتيو وتو نہ ٿئي.
(سُر ڪاپائتي 14,1/365:I)

(پيرئين - گمراھہ ٿيڻ. پائيين-مان ڪرڻ يا خودي ڪرڻ. وڏوڻو-ڏمريو، ناراض ٿيو. وٺو اند-عيبدار. ڪتيو-ڪَتيل سٽ. وتو-اَجايو، بي ملھو.)
يعني، تون گمراھہ ٿي خودي ٿي ڪرين. اِئين پتار ڏمرجي پوندءِ.

ڳچيءَ ۾ پلاند وجهي ويهي اَئٽ سان رهاڻ ڪر، تہ تنهنجو ڪتيل عيبدار ست بہ اَجايو نہ وڃي.

چائٽ پائي چٽ ۾، سنهو ڪتيو جن،
تن جو صرافن، ڏُڪو داخل نہ ڪيو. (سُر ڪاپائتي 1/366, 16:I)

(چائٽ-ساڙ ۽ پيچُ. ڪتو-ڪتيو. ڏُڪو-تولو، توروئي اَنداز.)

يعني من ۾ ساڙ يا ايرکا رکي جن سنهو سٽ (نفيس ۽ سهٽو) بہ ڪتيو، تن جو هڪ تولو بہ صرافن قبول نہ ڪيو.

محبت پائي من ۾، رنڊا روڙيا جن،
تن جو صرافن، اَڻ توريو ئي اگهائيو. (سُر ڪاپائتي 1/366, 17:I)

(رَنڊا روڙيا - سادو يا موٽو سٽ ڪتيو.)

جن محبت من ۾ رکي، سنهو ٿلهو سٽ ڪتيو، تن جو صرافن تورڻ بنا ئي قبول ڪيو.

شاهہ صاحب جن اِشارو ڪري رهيا آهن تہ اَلله اِهو نٿو ڏسي تہ ڪيتري وڏيڪ عبادت ڪئي ويئي آهي، هو صرف اِهو ڏسي تہ عبادت ڪيتري پريم ۽ نمرتا سان ڪئي ويئي آهي.

## نوري ۽ ڄام تماچي :

خوديءَ جي روڳ ۽ ان جي علاج جي باري ۾ شاهہ صاحب پاران سُر ڪاموڏ ۾ بيان ڪيل نُوري ۽ ڄام تماچيءَ جي ڪٿا پنهنجو مثال پاڻ آهي. هن سُر ۾ راڄا ڄام تماچيءَ جي نُوريءَ سان عشق جي ڪٿا بيان ڪئي ويئي آهي.

چوڏهين صديءَ جي اَنت ۾ سنڌ جو راڄا ڄام تماچي شڪار ڪرڻ واسطي ويو، هنجي نظر مهاڻن جي هڪ ڌيءَ نوريءَ تي پيئي. راڄا نُوريءَ تي موهت ٿي هن کي پنهنجي راڻي بڻائي محل ۾ وٺي آيو.

نُوري راڄا تان ٻلهار ٿي وڃي جو هن نُوريءَ جي اوقات جي پرواهہ ڪرڻ کان سواءِ هنکي پنهنجو بڻائي ڇڏيو. هوءَ چوي ٿي :-

تُون سمُون آئُون گندري، مُون ۾ عيبن جوءِ
پسي راڻين روءِ، متان ماڳر مٽئين. (سُر ڪاموڏ 3/1469, 1:I)

(گندري-گندري ذات جي. جوءِ - آستان، گهر. روءِ-شڪل. ماڳر-ماڳر

ذات جي نوُري)

يعني، نوُري چوي ٿي تہ توُن سمو سردار آهين، مان گُندري ذات جي مهاڻي آهيان ۽ مون ۾ عيبن جو گهر آهي. تون راڻين جو منهن ڏسي، مٿان موُن ماڻهر ذات جي مهاڻيءَ کان منهنڙو مٽائين.

توُن تماچي تڙ ڌڻي، آئون گندري غريب،
توسين، جام! قريب، ڪي ڏنُ چڏائي ڏيهہ مون. (سُر ڪاموڏ 3/1471 ,7:I)

(تڙ ڌڻي - بندر جو مالڪ، يعني جام تماچي. قريب-مٿياڻي. ڏن-محصوُل)

يعني، توُن تماچي حاڪم آهين ۽ بندر جو والي آهين ۽ مان گندري ذات جي مسڪين مهاڻي آهيان. اي جام! مان تنهنجي سڱائتي (مٿياڻي) آهيان، جنهن ڪري تون منهنجن ماڻٽن کي سموري محصول کان معافي ڏيئي ڇڏ. (مون سان گڏ انهن جي بہ گناهن کي معاف ڪري ڇڏ)

نوريءَ جي نياز جو، عجب اَجهلُ هوءِ،
سمون سرُ سين ۾ هي موُرچيٺو سوءِ.
اَچيو اپين پوءِ، حُجت پڇي راڻيُن.
(سُر ڪاموڏم 3/1477, 21:I)

(اجهل - نهايت. سمون سرُ-سردار. مورچيٺو-موهيو. اپين-بيهن حجت-دعوي)

يعني، نوُريءَ جي نهٺائي بيحد حيرت جو ڪارڻ آهي. سمو (تماچي) جو سيني جو سردار هو، تنهن کي مهاڻيءَ موهي ڇڏيو. راڻيوُن اَچيو سندس پوئتان بيهن، سندن دعوي پڄي پورا ٿي پيئي.

دنيوي درشٽيءَ سان نوُريءَ جي حالت تمام ٻُري آهي، پر هوءَ خوديءَ جي روڳ کان آجي آهي. هن جي ڇهري تي سچي پريم جو نوُر آهي ۽ هن نمرتا جو سينگار ڪيو آهي. هن جي من ۾ پريتم جو اَٽوٽ وشواس آهي. هن جو پريتم جي ديا ۾ پورو پروسو آهي. ليلا ۽ مومل کي خوديءَ کي فنا ڪرڻ واسطي برهہ جي آگ ۾ جلڻو پيو، پر نوُريءَ وٽ محبوب خود ئي پهچي ويو ڇاڪاڻ تہ هوءَ خوديءَ کي مٽائي چڪي هئي. خدا، خوديءَ جو دشمن آهي ۽ نمرتا جو عاشق آهي. شاهہ سائين سمجهائين ٿا تہ عاشق پنهنجي محبوب جو سمرن ۽ ڌيان ڪندي محبوب جو روپ بڻجي ٿو وڃي.

# عشق

جيڪي سِڪَڻُ سڪُ، نا تہ پسُ سڪنديون،
پاسي تنين ۾ لڪُ، نينھن نہ سُڃاڻن جي.

يعني، يا تہ سڪڻ سڪُ، يا تہ ھلي سڪندڙن کي ڏس. اُنھن جي پاسي ۾ نہ لِڪُ جيڪي پريم يا عشق کان واقف نہ آھن.

(سُر يمن ڪلياڻ VII:II,1/229)

## عشق لابيان آھي :

ڪامل درويشن عشق، محبت، پريم، پيار اَکرن کي ساڳيءَ معنيٰ ۾ ڪتب آندو آھي. روح ۽ رب جي عشق جوداستان بيان ڪرڻ ۽ روح جي اَندر سُتل رب جي عشق کي جاڳائي ان کي اَللہ روپي محبوب سان ميلاپ ڪرڻ جي پريرڻا ڏيڻ، ڪامل درويشن جي ڪلام جو مکيہ پيغام آھي. حضرت شاھہ لطيف جو ڪلام بہ روح ۽ رب جي عشق جي چوڌرد گھمي ٿو. عشق ڇا آھي ؟ حضرت شاھہ لطيف چون ٿا :-

عشق لا محدود آهي. اِهو پنهنجي حد پاڻ آهي :-

نڪو سنڌو سور جو نڪو سنڌو سِڪَ،
عددُ ناهہ عشق پڇاڻي پاڻ لهي. (سُر سهڻي IX:13,3/1780)
(سنڌو- حد، اَنت. عددُ- ڪَٿَ.)

يعني، نہ، درد جي ڪا حد آهي، نہ سِڪَ جي. عشق اڪٿ آهي. عشق ئي پنهنجو اَنت پاڻ ڄاڻي. (نينهن کھڙو بہ گهرو هجي تہ بہ اڻ پورو آهي. اُن جو اَنت لهڻ مشڪل آهي. عشق بي اَنت آهي.)

عشق لا بيان آهي.

اُن کي نہ لکي بيان ڪري سگهجي ٿو ۽ نہ زبان سان چئي ڪري.

”لڳيءَ جو ”لطيف چئي،“ ”نڪو قال نہ قيل،“
”لِکئي لامون کوڙيوُن، نيٽين وهي نيرُ“
هينئڙا ! ٿيءُ سڌير، ڪالهہ قريبن لڏيو. (سُر بروو I:8,1/336)

(قال نہ قيل - لفظي بيان، ذڪر ڪرڻ. لکئي-تقدير. لامون - ٽاريون - هينئڙا - اي دل. سُڌير - صبر وارو)

يعني، دل لڳيءَ جو لفظن ۾ بيان ئي نٿو ڪري سگهجي. تقدير اچي پنهنجون ٽاريون کوڙيون (پنهنجو اَثر ڏيکاريو) اَکين مان پاڻي جاري آهي. اي دل صبر اَختيار ڪر. ڪالهہ محبوبن لاڏاڻو ڪيو.

مولانا روم جو ڪٿن آهي :

عشق را اَز ڪس مپُرس اَز عشق پُرس،
عشقي او بس خوش بيانست اي پسر.[1]

يعني منهنجا پٽ ! عشق جي باري ۾ ڪجهہ پڇڻو هجيئي تہ عشق کان ئي پڇ. ڪنهن ٻئي کان پڇندين تہ هوُ توکي ڪوبہ جواب ڪونہ ڏيئي سگهندو. فرمائين ٿا :

”شرا-اي-عشق وَعاشقي هم عشق گفت[2].““مطلب، عشق جي ڪهاڻي صرف عشق ئي بيان ڪري سگهي ٿو. عشق ڳالهين جو مضمون ڪونهي. عشق ڪرڻ سان ئي عشق جو اَنيو ٿئي ٿو ۽ پتو لڳي ٿو تہ اُهو بيان کان ٻاهر آهي.

## عشق انادي آهي

شاھہ صاحب چون ٿا :

توڏيِ توڙاڻينِ، نينهن نوازيِ سوهڻي،
ڳچيءَ هارُ حبيب جو، لائق لڏائين،
سوٽڙُ سوڻائين، جيڏانهن عالم آسرو.
(سُر سهڻي 1693/3، III:7)

(توڙاڻين - اصل کان. نينهن نوازي - نينهن جي نوازيل. حبيب - پرين، محبوب. سوڻائين - ڳولهي هٿ ڪيائين. عالم آسرو - ساري جهان جو رهبر يا آڌار)

يعني، سهڻي اصل کان نينهن جي نوازيل هئي. هن نيٺ پريتم جو ڻاهوڪو هار (وصل جو سينگار) هٿ ڪيو. اهو آسٽان ڳولهي لڌائين، جتي ساري جڳ جو آڌار سندس محبوب هو.

روح ۽ رب جي سنبنڌ جي باري ۾ اسين سُر عمر مارئي جو مثال پهرين ئي پڙهي آيا آهيون : جڏهن منهنجن ڪنن اَلله جو هيءُ سوال ٻڌو : ڇا مان توهانجو رب نہ آهيان ؟

تہ مون يڪدم جواب ڏنو تہ اِنهيءَ ۾ ڪوبہ شڪ نہ آهي تہ توُن ئي منهنجو رب، تون ئي منهنجو مالڪ آهين. اَهڙيءَ طرح منهنجو پنهنجي رب سان پڪو اِقرار ٿي ويو. جڏهن رب پنهنجي حڪم سان ڪائنات پيدا ڪئي ۽ هن جي حڪم سان روح بہ دنيا ۾ آيا، تڏهن کان ئي منهنجي اندر ۾ پنهنجي محبوب جو عشق سمايل آهي. انهيءَ وقت مان پنهنجي محبوب سان گڏ هئس ۽ انهيءَ وقت ئي مونکي پنهنجي محبوب جي عشق جو جام پيئڻ لاءِ مليو. تڏهن کان ئي منهنجي اَندر محبوب جي ياد سمايل آهي. (سُر مارئي 36-2/935، I:1-3)

سائين بلي شاھہ جو ڪلام آهي :

ڪُن فيڪوُنون اگي ديئان لگيئان، نيهون نہ لگڙا چوري دا،
اِڪ رانجها مئن نوُن لوڑيدا[3].

آتما چوي ٿي تہ منهنجو اَلله روپي رانجهي سان ان وقت کان وني نينهن

لڳل آهي، جڏهن کان اڃان هن جي حڪم سان ڪائنات جي رچنا بہ ڪونہ ٿي هئي.

## عشق درلڀ آهي :

نڪا تات نہ توُت ڪا، نہ ڪا تات تنوار،
ڪانهي پرت پچار، لئن ويچاريءَ لڏيو. (سُر حسيني X:20 ,3/1426)

يعني، اڄ ڪلهہ اَلله جي عشق جي ڳالهہ ٻڌڻ ۾ ئي نٿي اچي. ائين ٿو محسوس ٿئي تہ عشق پر لڳائي اڏامي ويو آهي.

ڪينهَنِ طالب تات جا، نہ تہ آهي تات تيار،
ڏوريان پيو ڏڪارُ، ڪيڙائو ڪٺي ويا.
(سُر حسيني X:21,3/1426)

(طالب - طلب يا چاهہ رکندڙ. ڪيڙائوُ - ڳولائو)

سچا عاشق تہ اَڄ ڪلهہ آهن ئي ڪونہ. مان اُنهن جي ڳولها پيو ڪريان، پر انهن جو ملڻ مهانگو ٿي ويو آهي. عشق جا وڻجارا پاڻ سان اها عشق جي دولت ئي کڻي ويا آهن.

جيڪي طالب تات جا، تات بہ تنين وٽِ،
هڏهن ڪانهي هٽ، گهور تہ گهر ائين لهين.
(سُر حسيني X:22,3/1427)

سچن عاشقن کي عشق سولائي سان ملي سگهي ٿو، پر اِهو بازارن ۽ دڪانن تي وڪامجڻ وارو سوُدو ڪونهي. اِنهيءَ جي ڳولها پنهنجي اَندر ئي ڪرڻي پوندي آهي.

عشق روح جو ڌرم آهي نہ سرير جو. رب اَندر آهي، روح بہ اَندر آهي. آتما پنهنجي اَندر ۾ تلاش ڪري ئي رب سان ملي سگهي ٿي.

## عشق لڪائڻ سان ڪونہ لڪندو :

شاهہ صاحب چون ٿا :

مون تان لڪائي گهٽو، روئڻ ڪئي روشن،
رسيو ريزالن ڪي، منجهان زرديءَ ظنُ،
ويري مؤن ورنُ، ڳالهہ ڪيائين ڳجهہ جي. (سُر آسا 1/320, IV:27)

(ريزالن ڪي-ڪميٽن ڪي. زردي-پيلاڻ (منهن جي) جيڪا عشق جي نشاني آهي. ظن-گمان. ويري - دشمن. ورن-رنگ (زردو).

يعني، مون تہ عشق کي گهٽو ئي لڪايو. جيڪا ڳالهہ مون دل ۾ لڪائي رکي هئي، مون پنهنجي محبوب کي بہ اُن جي خبر نہ ڏني. مون ڪنهن ٻئي کي بہ اُن جي باري ۾ ذرو بہ پيد نہ ڏنو، پر منهنجو راز لڪي نہ سگهيو. سڄي سنسار کي پتو لڳي ويو، ڇو تہ پريتم جي وڇوڙي جي ڳوڙهن اُن کي ظاهر ڪري ڇڏيو. منهنجي چهري جي پيلاڻ مان گهٽن کي گمان جاڳيو. منهنجو زرد رنگ منهنجو دشمن ٿي ويو ۽ منهنجي عشق جو راز ظاهر ڪري ڇڏيائين.

اَندر رهي نہ گهٽ، سُپيريان جي ڳالهڙي،
ڇاڳڙُ سهي نہ سٽ، ڄُ مهراڻ مؤج ڪئي.
لکين سوين مهراڻ، آئي سپ اُڏهيا،
سڙان منجهہ ئي مان، ٻهَرِ ٻاڦ نہ نڪري.
(سُر آسا 1/321, IV:29-30)

(اُڏهيا-جوش ۾ آيا. سڙان منجهہ ئي - اَندر ئي. مانَ - شل)

درياءَ ۾ آيل ٻوڏ کي روڪي نٿو سگهجي. منهنجي سيني ۾ تہ لکين درياءَ جوش ۾ اَچي رهيا آهن. ڪاش ! منهنجي آهہ شل ٻاهر نہ نڪري. مان اَندر ئي اَندر جلندي رهان.

## سڀ کان وڏي طاقت ۽ سڀ کان وڏو ساٿي :-

مَتِ عقل دي منجهہ ڳئي، آيا عشق اِمام
وو ! مين لؤٽي، يار لوڪو (يمن ڪلياڻ - 1/225، وائي : VI)يعني، جتي ٻڌي ڪم ڪونہ ڪندي آهي اُتي عشق رستو ڏيکاريندو آهي.

شاهہ صاحب چون ٿا :-

سسُئي ۽ لنگهيو سو، مَردَ جنهن ماتِ ڪيا،
جبل وڏو سو، نوڻ مڙوئي نينهن کي.
(سُر ديسي 1266/3، V:7)

(نوڻ - هيٺائين زمين.)

يعني، سسُئي ۽ اهي پهاڙ پار ڪيا، جن ڪيترن مردن جي بہ جان ورتي هئي. عشق جي سامهون اونچي کان اونچا پهاڙ بہ سولائي ۽ سان ميدان ٿي وڃن ٿا.

برهہ مٺايس بڙ، نات سکي ڪير سڏون ڪري ؟
گهڻو ڏوريائين ڏک سين، ڏيرن لئہ ڏونگر،
وري آيس وڙ، سفر مئي ۽ جا ٿاب پيا. (سُر ديسي 1253/3،19:III)

(برهہ-عشق. مٺايس-مڃايس سڏون-خواهشيون. ڏوريائين - ڳولهيائين. وڙُ-پتار)

اِهو عشق ئي آهي، جنهن سسُئي ۽ کي اُجاڙ بيابانن ۽ پهاڙن ۾ محبوب جي ڳولها لاءِ مجبور ڪيو. نہ تہ سنسار ۾ ڪير ڪهڙي پريمڪا اِئين ڪرڻ لاءِ تيار ٿيندي ؟ ڏاڍن ڪشالن سان ڏيرن لاءِ جبلن ۾ ڳولها ڪيائين. وري بہ اَلله جو فضل آهي جو هن ويچاري ۽ جي تلاش سڦل ٿي ۽ سسُئي ۽ جا سفر سڃايا ٿيا، يعني هن جو (مُئي پڇاڻان) پنهون ۽ (اَلله) سان وصال ٿيو.

عشق ۾ بيحد طاقت آهي. فرهاد جبل ٽڪيا، اَهڙي طاقت عشق ڏيندو آهي، ريگستان، جهنگل، درياءَ، سمنڊ پار ڪرڻ جي طاقت بہ عشق ڏيندو آهي. عشق عاشق جي اَندر وشيہ وڪارن، اِندرين جي ڀوڳن ۽ دنيوي مان، وڏاين وغيره جي تياڳ ڪرڻ جي شڪتي پيدا ڪندو آهي.

عشق ۽ قرباني ۽ ۾ فرق ڪونهي. بنا عشق جي قرباني ڪونہ ٿيندي ۽ بنا قرباني ۽ جي عشق ڪونہ ٿيندو. ڌن-دؤلت، زمين، جائداد، قوم، مذهب، ملڪ تہ هڪ طرف رهيا، ''پريمي'' پريم جي خاطر پنهنجو پاڻ

کي ئي پريتم جي مٿان قربان ڪري ڇڏيندو آهي. خودي، عشق جي دشمن آهي ۽ عشق، خوديءَ جو دشمن. ڏينهن ۽ رات وانگر عشق ۽ خودي هڪ ئي گڏ نہ رهي سگهندا. شاهہ صاحب چون ٿا :-

ڪونهي آڳهہ اَهڙو، جهڙي محبت من،
اُپيون اورئين پار ڏي، ڪوڙيون ڪڪہ پڇن،
ندي تن نيڙ ٿئي، جي ريءَ ترهي ترن،
سِڪَ رسائي سو هٽي، اَصل عاشقن،
سي جهليون ڪين ڪُنن، پڇن جي مهار ڪي.
(سُر سهڻي 1675/3، 30:I) (ڪڪ - تُرهو. نيڙُ- نندي لهر)

يعني، روحاني سفر ۾ عشق جي رنگ ۾ رنگيل من ڪان وڏو ساٿي ڪير بہ ڪونهي. ڪوڙا عاشق صرف ڪناري تي بيهي ٻيڙيءَ جي ئي تلاش ڪندا آهن. پر سچا عاشق بنا ٻيڙيءَ جي تَرِي ڪناري تي پهچي ويندا آهن اُنهن کي درياءُ بہ نندڙي نهر لڳندي آهي اي سهڻي ! محبوب جو عشق ۽ هن سان ميلاپ جي تڙف ئي محبوب وٽ پهچائڻ واري ٻيڙي آهي. جيڪي محبوب کي ياد ٿا ڪن، اهي ڪُنن ڪان ڊڄن ڪونہ ٿا.

## نفس يا من کي عشق ماريندو آهي

سهڻيءَ جا ماٿا پتا سهڻيءَ جو ڏم سان وهانءُ ڪري ٿا ڇڏين. ڏم نفس جو روپ آهي. شاهہ صاحب چون ٿا :-

توڏي ! تهائين جي، هتي ڇڏي حرصَ،
ساهڙ ڏاران سُهڻي ! ڪوڙيون ڪن ڪِرَسَ،
وڏي اِيءَ وِرَسَ، جيئن ڏم وٽ ڏينهن گذارئين.
(سُر سهڻي 1693/8,3:III)
(تُهائين - هر ڪائين. ڪِرَسَ-ماڻ. وِرَسَ-غلطي.)

اي سهڻي ! تُون سنساري خواهشن ۽ موهہ مايا جي لوڀ کي ڇڏي ڏي، نہ تہ اهي توکي غلط راهہ ڏانهن وٺي ويندا. ڏم (نفس) جي سنگت ۾ رهڻ ۽ اُنکي خوش ڪرڻ وڏي غلطي آهي. سهڻي چوي ٿي :-

ڏمر ڏيهاڙي ڏئي، سندا ميھَرَ ميهڻا،
جهليم تي جهوليءَ ۾، پلئہ پائيو سي،
مرُ جان چاليهہ چئي، سڳان سُپيرين جي.
(سُر سهڻي 3/1727, V:13,3)
(چاليهہ- چاليهہ مهڻا. سڳان - سڱ جي ڪري.)

يعني، ڏمر مونکي روز ميهار جي عشق جا طعنا ٿو ڏئي. سهڻيءَ کي ڏمر جو ڊپ هرگز نہ آهي. هن دنيوي حرص حوس سان پنهنجي لباس جو زيب (پاڪيزگي) ڪونہ وڃايو. هن کي ماڻهو ڪيترائي مهڻا ٿا ڏين پر تڏهن بہ پرينءَ جي خاطر سهي ٿي وڃي.

شاهہ سائين چون ٿا تہ :-

سهڻيءَ کي هر روز ڏمر جا طعنا سهڻا پوندا هئا، پر هوءَ درياءَ جي تيز وهڪري کان ڊڄندي ڪونہ هئي. هوءَ ڪاري اَنڌيري رات ۾ محبوب ڏانهن سفر ڪرڻ شروع ڪندي هئي. (سر سهڻي 3/1696, III:12)
روح رُوپي سهڻيءَ کي ڏمر روپي نفس جو مقابلو ڪرڻ ۽ هر قسم جي مشڪلاتن کي پار ڪري ميهار روپي پريتم تائين پهچڻ جي طاقت ميهار جو عشق ٿو ڏئي.

## عاشق ۽ معشوق :

عشق جا بہ پاسا آهن : عاشق ۽ معشوُق، پريتم ۽ پريمڪا، محبت ڪرڻ وارو ۽ محبوب.

شاهہ سائين فرمايو آهي :-

ڪڏهن ڪونہ ٿيوم، آثارو تنهن عشق جو،
محبوبن منٿُون ڪري، سڪڻ سيکاريوم،
تهان پوءِ ٿيوم، پسڻ سُپيرِين جو. (سُر بروو 1/347,II:6)

مونکي خبر ڪونہ هئي تہ عشق ڇا آهي. منهنجي محبوب خود ئي منهنجي اَندر سِڪَ يا تڙَپ پيدا ڪئي ۽ خود مونکي ديدار سان نوازيائين.

ڀَروَسِ ٿيمُ پراڻُ، پِرين وَسِ، نہ پنهنجي،
”لِڳو ڪيئن“ لطيف چئي، ”ڇپر ڇاتيءَ ساڻ،“

پرين ڏيکاري پاڻ، خوش ڪري ويا خواب ۾.
(سُر بروو 1/335, 5:I)

منهنجي زندگي منهنجي وس ۾ نہ آهي. اِها منهنجي محبوب جي وس ۾ آهي. مونکي سمجهہ ۾ نٿو اچي تہ عشق جو جهاز منهنجي ڪشتيءَ سان ڪيئن ٽڪرائجي ويو ؟

محبوب مونکي سپني ۾ پنهنجو ديدار بخشي مونکي مست ڪري ڇڏيو

هيرائي هٿ ڪيو، هينئڙو حبيبن،
ٻڌي ڪچيءَ تند ۾ سلهاڙيو سيڻن،
وجهي پيچ پرين، هينئڙو هٿيڪو ڪيو.
(سُر بروو 1/339,14:I)

يعني، محبوب منهنجي دل کي هيرائي ڪمزور ڪري اُنکي پنهنجي وس ۾ ڪري ڇڏيو آهي. هن ڪچي ڌاڳي سان زور سان ٻڌي ڇڏيو ۽ منهنجي دل کي پنهنجي قبضي ڪري ڇڏيائين.

جڏهانڪر ٿيام، ساڃاهہ سُپيرين سين،
تڏهانڪر ترجيترو، وير نہ وسريام،
اَندر روح رهيام سڄڻ او طاقوُن ڪري.
(سُر بروو 1/340, 16:I)

جڏهن کان منهنجي محبوب سان سڃاڻپ ٿي آهي، مان ڪڏهن بہ هڪ پل لاءِ بہ هن کي وساري نہ سگهي آهيان. هن منهنجي دل ۾ پڪو نڪاڻو بڻائي ڇڏيو آهي.

اِلاهي عشق جو دستور ئي عجيب آهي. اِنهيءَ ۾ جيڪي ڪجهہ بہ ٿئي ٿو، معشوق يعني اَللهہ جي طرفان ئي ٿئي ٿو.

شاهہ سائين چون ٿا :-

ساجن ڪارڻ سُهج، مر قبولي سسُئي،
اَندر جنين اُڄ، پاڻي اُڃيو اُن لئي.
(سُر سسُئي آبري 2/1049, 8 : I)

يعني، پرينءَ لاءِ سُهج جو سفر پل تہ سسُئيءَ جهڙي طالب قبوليو. جن جي اَندر ۾ اُڃ آهي، تن لاءِ خود پاڻي بہ پياسو آهي. (سِڪَ وارن لاءِ

خود ساڄن بہ سِگهي ٿو.)
سنڌ جا سنت سامي صاحب جن بہ فرمائين ٿا :

عاشق سي چئجن جن تي عاشق پاڻ ٿيو،
جتي ڏسن نيڻ پري، تتي پرين ڏسن،
گهمندي، وهندي، ننڊ ۾، سامي مليا رهن،
اَهڙي رنگ رچن، جو عاشق مؤن معشوق ٿيا.

سچو عاشق تہ اُهو ئي آهي جنهن سان پريتم خود عشق ڪرڻ لڳي ٿو. اَهڙا عاشق جتي بہ پنهنجون نظرون ڪٽي نهارين ٿا، انهن کي پنهنجو پريتم ئي نظر اَچي ٿو.

سامي صاحب فرمائين ٿا تہ اَهڙا عاشق هلندي چلندي، سمهندي جاڳندي، پنهنجي پريتم سان ئي جڙيل رهن ٿا. اهي پريتم جي رنگ ۾ ايترا تہ رڱجي ويندا آهن، جو اُنهن جو پنهنجو وجود ئي نہ رهندو آهي. يعني هو عاشق مان معشوق بڻجي ويندا آهن[4].

صوفي درويشن جي ڀاڻي آهي :-

عشق اول در دلي معشوق پيدا مي شود،
گر نہ شوزد شمع ڪيء پروانا شيدا مي شودَ[5].

يعني عشق پهرين معشوق جي دل ۾ پيدا ٿيندو آهي، جيڪڏهن شمع ئي نہ ٻرندي تہ پتنگ جي اَندر تڙف ڪيئن پيدا ٿي سگهندي ؟
حضرت بوُ علي شاھ قلندر جو ڪلام آهي :-

گر تُرا اَز عشقي - اوُ باشد خبر،
اَز توُ مشتاق اَست اوُ مشتاق تر[6].

جيڪڏهن توکي هن جي عشق جي خبر پئجي وڃي تہ توکي معلوم ٿي ويندو تہ جيترو تون هن کي پيار ڪرين ٿو، هو توکي ان کان بہ وڌيڪ پيار ٿو ڪري.

حضرت بايزيد بسطامي جو چوڻ آهي تہ مان سالن کان اِهو ئي سوچيندو رهيس تہ مان رب جي ڳولها ڪري رهيو آهيان، پر هيئنر مون کي معلوم ٿيو تہ حقيقت ۾ رب ئي منهنجي تلاش ڪري رهيو هو. شاھ صاحب چون ٿا :-

پڇن جي ميهار کي، پڇي سي ميهار،
ٽُرهو تنين بارُ، عشق جنين کي آڪرو.
(سُر سهڻي 3/1676, I:31) (آڪرو - جبرو، زور)

يعني، جن کي ميهار جي تار لڳل آهي، تن جي تار ميهار کي بہ لڳل آهي. جن جي محبت گهري آهي، تن لاءِ ٽُرهو بہ بارُ آهي.

قرآن شريف ۾ ذڪر آهي، اَللهُ اُنهن جي مدد ٿو ڪري، جيڪي اَلله جي مدد ڪن ٿا[7] جيڪو اَلله جي واسطي تڙڦي ٿو، اَلله اُنهيءَ جي لاءِ تڙڦي ٿو. جيڪو اَلله جي تلاش ڪري ٿو، اَلله اُنهن جي تلاش ڪري ٿو ۽ اَلله جنهنجي ڳولها ڪري ٿو، اُنهيءَ کي ڳولهي ئي وٺي ٿو.

شاهہ صاحب چون ٿا تہ سهڻي اَلله جي رحمت سان درياءُ پار ڪري ويئي. سهڻيءَ اُنهيءَ ڳالهہ جي پرواهہ ڪونہ ڪئي تہ گهڙو ڪچو آهي يا پڪو. سچا عاشق نتيجي جي پرواهہ ڪونہ ڪندا آهن. جيڪي اَلله جي ڀروسي ترندا آهن، اهي ٻڏندي ٻڏندي بہ پار ٿي ويندا آهن. (سُر سهڻي : 3/1764, 8: VIII)

شاهہ صاحب چون ٿا تہ جيڪي محبوب سان عشق ڪن ٿا، محبوب اُنهن جي مدد ٿو ڪري :-

سُڪيءَ ٻڏن جي، ساهڙ ساٿي تن جو،
''لهرن سر لطيف چئي، ڪلهن چاڙهيو ني.''
جي ٻجهن پنڌ پري، تن اُماٺي اوڏو ڪري.
(سُر سهڻي 3/1745, VI:23)

(ساهڙ - واهر ڪندڙ. ڪلهن چاڙهيو ني - وٺيو هلي. اوڏو ڪري - ويجهو ڪري)

جيڪي سُڪيءَ ۾ ٿا ٻڏن، (جيڪي درياءَ ۾ گهڙڻ کان اڳ ئي پنهنجي جان تان هٿ ٿا کڻن)تن جو مددگار ساهڙ (ڏٽي) آهي. هوُ اُنهن کي ڪلهن تي چاڙهي، گهرائيءَ مان پار وٺي ٿو وڃي. جي پرين منزل جو ٿا پڇن، تن کي اُتي ائين وڃيو پهچائي، جڻ اها اوريان هئي.

ڪچو تان ڪوهہ ؟ پڪو نظرُ پرين جو،
ساهڙ منهنجو سُپرين، ڏم ڏئيئي ڏوهہ،
جي چِلو جي چوهہ، تہ پوُريندس پارَ مٽي.
(سُر سهڻي 3/1765 ,VIII:12)

(تان كوهہ-ڇا ٿيو ؟ ڇلو - سخت طوفان. ڇوهہ- تكو وهكرو. پوريندس- ويندس. پار مٿي - پرينءَ پر ڏانهن.)

سهڻي ڇوي ٿي تہ جي دلو كچو آهي تہ ڇا ٿيو ؟ محبوب جي نظر پكي ۽ پختي آهي. (جي ڏٺيءَ جو ساٿ آهي تہ پوءِ وسيلو پلي كهڙو بہ كمزور هجي تہ بہ فكر نہ آهي). ساهڙ يعني ڏٺي منهنجو پريتم آهي، ڏم كي ڏسڻ بہ گناهہ آهي. چاهي تيز طوفان هجي يا ڇوهہ درياءَ، تہ بہ مان پرين جي كنڌيءَ ڏانهن ويندس.

## هڪ ڏک

شاهہ صاحب جو كلام آهي :-

كيتري ڏک جي ڳالهہ آهي جو مان پنهنجي آتما جو پنهنجي پرماتما سان كيل اِقرار پلجي ويو آهيان. مونكي اَلله سان ميلاپ كرڻ وارو سبق پڙهڻ جي فرصت ئي نہ ملي. جڏهن مون پنهنجي اِقرار وارو پنو پڙهيو، تڏهن مونكي اَلله سان پنهنجي روح جي رشتي جي ڄاڻ پيئي. مونكي پنهنجي وطن جي ياد آئي، جتي روح هميشهہ کان اَلله جي حضوريءَ ۾ اَلله جي ياد ۾ مگن رهندا هئا. پوءِ مون اَلله سان پنهنجي جدائيءَ وارو پنو پڙهيو.

جو مون پڙهيو پاڻ لئي، سبق سابِقُ جو،
پهرين سُڃاتم پنهنجي، نفس جو نهو،
جت عرفان اَصل ۾، ٿي روحن روز كيو،
وري ورق پيو، گڏيم وڍُ وصال جو. (سُريمن كلياڻ 1/211 ,V:25)

(سبق-الست جو سبق. سابق-اصلوكو، اَزلي. نفس-روح. نهو-اصلوكو آستان. عرفان-خدائي علم يا سچي ڄاڻ. وڍ-زخم، چير.)

شاهہ صاحب هڪ ٻئي بيت ۾ چون ٿا :-

”اَلستَ“ ارواحن كي، جڏهن جاڳايو جليل،
”سئين راهہ“ سيدُ چئي، ”سونائون سبيل،“
وحدت جي واديءَ ۾، كي قدر قليل
درياهہ جي دليل، لوڙهي لهوارا كيا. (سُر سهڻي 3/1739 ,VI:10)

(جليل - جلال واري ڏٺيءَ. سوڻائُون - ڳولهيائون. سبيل - راهه، خدائي واٽ. وحدت - هيڪڙائي. ڪي قدر قليل - ڪروڙن ۾ ڪي ٿورا.)

يعني، اَلست جي ڏينهن جڏهن شان واري ڏٺيءَ روحن کي سڄاڳ ڪيو، تڏهن هنن سنئين راهه خدائي واٽ ڳولهي لڌي. پوءِ هيڪڙائيءَ جي واديءَ ۾ ڪروڙن مان ڪي ٿورا وڃي رهيا. دنيا جي وهمن جي ساڳر لکن کي لوڙهي ڇڏيو. (دنيا ۾ اَچڻ کان پوءِ اِنسان پلجي ويو ۽ حرص جي درياءَ ۾ لڙهي ويو.)

رچنا ۾ اچڻ کان اڳ روحن اِقرار ڪيو هو تہ هو رب جي عشق ۽ عبادت کي پنهنجي زندگيءَ جو مؤل مقصد سمجهندا. هو دنيا کي نہ، بلڪ رب کي وڌيڪ اهميت ۽ وڏائي ڏيندا. ليڪن دنيا رُوپي درياءَ جي تيز وهڪري ۽ لهرن جي زور جي ڪارڻ روحن رب سان ڪيل اِقرار کي وساري ڇڏيو. ٻين لفظن ۾ ائين چئجي تہ مايا جي زوردار ڌارا ۽ دنيوي اڇائن جي لهرن روحن کي ڀرم ۾ وجهي ڇڏيو. روحن اَگيانتا جي وس ۾ اَچي سچي رب کان منهن موڙي، ڪوڙي سنسار کي سچو سمجهڻ شروع ڪري ڇڏيو. اُنهن پورڻ ۽ اَمر ابناسي پرماتما جي پريم ۽ ميلاپ جي سچي شانتي ڳولهڻ جي بدران، اڌوري سنسار جي اَڌوري ناسونت شڪلين ۽ پدارٿن ۾ ئي سک ڳولهڻ شروع ڪري ڇڏيو. پر اَڌوري ۽ ناسونت پدارٿن ۾ پورڻ ۽ ابناسي سک جي ڳولها ڪرڻ نري اگيانتا آهي. سامي صاحب جن فرمائين ٿا :-

ڀوڳن ڀُلايو، سڀ ڪنهن کُون سُپرين،
سک دک جي ساگر ۾، وجهي وهايو،
ستگر پنهنجي سگهہ سان، جنهن کي جاڳايو،
اُلٽي گهر آيو، سامي چئي ڪو سُورمو.

سامي صاحب فرمائين ٿا تہ ڀوڳن سيني جيون کي پريتم جي وصال کان محروم ڪري رکيو آهي (ڀوڳن ۾ غلطان ٿي سڀئي پريتم کي ڀلجي ويٺا آهن) ۽ اُنهن کي دک سک جي ساگر ۾ وهائي ڇڏيو اَٿن. پر جن کي ستگروءَ پنهنجي شڪتيءَ سان جاڳايو آهي، اُهي سُورویر (گياني) سنسار کان منهن موڙي يعني سنسار کان اُداسين ٿي پنهنجي گهر واپس آيا آهن ۽ مالڪ سان ملي هڪ ٿي ويا آهن[8].

## عمر سومري ۽ مارئيءَ جي ڪٿا

روح ۽ رب جي هڪ ٻئي جي رشتي جي سنبنڌ ۾ عمر سومري ۽ مارئيءَ جي ڪهاڻي پڙهي آيا آهيون. راجا عمر سومري دواران زبردستي کڻي آيل غريب مارئيءَ نہ راجا کي سويڪار ڪيو ۽ نہ سندس شاهي محلن جي سک آرام کي، نہ ڇتيهن پرڪارن جي ڀوڄن کي ۽ نہ ئي قيمتي ڪپڙن ۽ زيورن کي پنهنجي ديس، پنهنجي محبوب، ۽ پنهنجن سانگيڙن ڏانهن سندس سچي پريم کي ڏسي راجا هن سان هڪ ڀاءُ وانگر وهنوار ڪرڻ شروع ڪري ٿو ڇڏي ۽ هن جو پنهنجي محبوب ڏانهن واپس وڃڻ جو رستو کلي ٿو وڃي. شاهہ صاحب سمجهائڻ چاهين ٿا تہ پريم هر ڪميءَ کي پورو ڪري سگهي ٿو، پر دنيا جي ڪابہ شيءِ پريم جي ڪميءَ کي پورو نٿي ڪري سگهي.

## سنڪٽ جو سماڌان :-

اَلله چاهي ٿو تہ اِنسان صرف انهيءَ شيءِ سان ئي پيار ڪري سگهي ٿو جيڪا ڪيس نظر اچي ٿي. شاهہ صاحب متي ٻڌائي آيا آهن تہ اَلله روزي-اَزل يعني سرشٽيءَ جي پيدائش جي ڏينهن کان ئي روحن جي اَندر ميهار جو عشق پيدا ڪري ڇڏيو هو. ڪامل مرشد نراڪار ۽ نظر نہ ايندڙ اَلله جو ساڪار ۽ ساڪيات روپ هوندو آهي. هوُ انسان جي روپ ۾ اَلله هوُندو آهي. مرشد جو روح اَلله جي پريم ۾ مگن هوندو آهي ۽ هن جي تار اَلله سان جڙيل هوندي آهي. مريد جو روح اَلله جي عشق طرفان اُچيت آهي چاڪاڻ تہ هنجي تار اَلله کان ٽٽل آهي. ڪامل مرشد مريد جي اندر اَلله جو عشق پيدا ڪرڻ ۽ هنجي تار اَلله سان جوڙڻ جو ڪم ڪندو آهي. شاهہ صاحب فرمائين ٿا :-

جڏهن اَلله ”ڪن فيڪون“ (ٿيءُ ۽ ائين ٿي پيو) جي حڪم ذريعي روحن کي خاڪي جامو پهرايو تہ هن اُنهيءَ ئي وقت منهنجو پنهونءَ (ڍٽي) سان رشتو جوڙي ڇڏيو. حضرت عليءَ فرمايو آهي تہ ”جيڪو ڪنهن شيءِ جي طلب ٿو ڪري ۽ اُن لاءِ ڪشالا ٿو ڪڍي، سو ضرور اُنکي حاصل ٿو ڪري“ (سُر ديسي 3/1238, II:3)

ميهار ۽ پنهون ٻہ ڪونہ آهن، اِهي ٻئي سنسار ۾ سرير روپي پوشاڪ پائي آيل اَلله جا روپ آهن. شاهہ صاحب روحانيت جو هيءُ ڳهرو راز ظاهر ٿا ڪن تہ اَلله خود مرشد جي روپ ۾ اِنسان جو چولو ڌارڻ ڪري روحن ۾ پنهنجي لاءِ پريم ۽ ڀروسو جاڳائي انهن کي پاڻ سان گڏ مقام حق (سچ کنڊ) واپس وٺي وڃڻ جو ڪم ٿو ڪري.

## پريم ڪٿائون :-

پنهون خود سسُئي ۽ ميهار خود سهڻيءَ جي من ۾ پنهنجو عشق پيدا ڪن ٿا. مؤمل راڻي جي ڪهاڻيءَ ۾ سنسار رُوپي مايا جي جادونگريءَ ۾ رهيل مؤمل خود راڻي وٽ نٿي پهچي، پر راڻو جدائيءَ جا سڀ پردا چيري خود مؤمل وٽ پهچي ٿو. نُوري ۽ ڄام تماچيءَ جي ڪهاڻيءَ ۾ مايا جي گندگيءَ ۾ گهيريل نوُري ڄام تماچيءَ سان ملڻ جو خواب بہ نٿي ڏسي سگهي. پر نوُريءَ روپي روح، ڪرمن ۽ سنسڪارن دواران ڪيل گناهن سبب ڪيتري بہ ملين، نربل ۽ بي آسري ٿي چڪي آهي تڏهن بہ مرشد جي جامي ۾ آيل رب روپي ڄام تماچيءَ جي ديا جي حقدار هميشهہ رهي ٿي. ٻيجل ۽ راءِ ڏياچ جي ڪٿا ۾ بہ ٻيجل خود راءِ ڏياچ وٽ اَچي ٿو. نہ نوُريءَ جو مهاڻي هئڻ رستي جي رڪاوٽ هئي ۽ نہ راءِ ڏياچ جو راجا هئڻ. عمر سوُمري ۽ مارُئي جي ڪٿا ۾ سوُمري روپي نفس يا شيطان، روح روپي مارُئيءَ کي ملير مان ڪڍي اَچي ٿو. مارُئي پنهنجي ڪوشش سان ملير ۾ رهندڙ پنهنجي محبوب وٽ واپس نٿي پهچي سگهي پر اَلله روپي سندس محبوب-حقيقي، مرشد روپي اُٺ جو سوار موڪلي ڪيس ملير ۾ واپس گهرائي ٿو. اَلله روپي محبوب حقيقي ۽ مرشد روپي اُٺ جي سوار جي مدد کان سواءِ مارُئيءَ جو عمر ڪوٽ روپي سنسار مان مڪت ٿي ملير روپي مقام-حق ۾ واپس پهچڻ مشڪل ئي نہ، ناممڪن هو.

اِنهن سيني  پريم ڪٿائن ذريعي شاهہ صاحب سمجهائي رهيا آهن تہ انهيءَ سروشڪتيوان ۽ جاڻي جاڻٺهار، پر پريم سروپ ۽ ديا جي ساگر پرميشور اَنادي ڪال کان اِهو نيم ٺاهي ڇڏيو آهي تہ هو پنهنجي حڪم سان سرشٽيءَ ۾ موڪليل روحن ۾ پنهنجو پريم ۽ ڀروسو پيدا ڪري

اُنهن کي مقام - حق واپس وٺي وڃڻ لاءِ وقت جي مرشد جي روپ ۾ هميشهہ سنسار ۾ ايندو رهي ٿو.

## عشق ۽ عبادت :

قرآن شريف ۾ فرمايو ويو آهي تہ مالڪ فرشتا ۽ انسان صرف عبادت واسطي پيدا ڪيا آهن[9]. روحاني ساهتيہ ۾ عشق کي عبادت سان ۽ عبادت کي عشق سان جوڙيو ويو آهي. مريد، مرشد سان عشق ڪندو آهي، مرشد هن کي اَلله سان عشق ڪرڻ جو طريقو سيکاريندو آهي. اِهو طريقو ئي اَلله جي عبادت آهي. شاهہ صاحب ۽ صوفي درويشن جي ڪلام ۾ اَلله جي عشق ۽ اَلله جي عبادت کي ساڳئي معنيٰ ۾ استعمال ڪيو ويو آهي. عشق روح جي رب ڏانهن اها شڪتي شالي ڪشش آهي، جيڪا عبادت جي روپ ۾ ظاهر ٿئي ٿي. بنا عشق جي عبادت بي جان آهي ۽ عبادت کانسواءِ عشق اَڌو آهي. عبادت سان جڙيل عشق، روح کي رب جي محلن تائين اُڏائي وٺي وڃڻ وارن پرن وانگر آهي. عبادت ۽ عشق جي ميل سان ئي محبوب جي ميلاپ جي خوش نصيبي حاصل ٿئي ٿي.

ڪامل مرشد پنهنجن مريدن کي اَلله جي نام جي ذڪر (سمرن) ۾ لڳائيندا آهن. جنهن سان اسانجو پيار هوندو آهي، اهو هر وقت ياد ايندو آهي ۽ جيڪو جيترو ئي وڌيڪ ياد ايندو انهيءَ جو پيار اوترو ئي وڌيڪ اونهو ٿيندو ويندو آهي. اَلله جي نام جو ذڪر (سمرن) ساڌڪ يا اَڀياسيءَ جي ڌيان کي سرير ۽ سنسار مان هٽائي اَلله سان جوڙيندو آهي. شاهہ صاحب چون ٿا

عاشقن اَلله جي محبت رکي مَنِ،
سندي سِڪَ پرين، تَنَ ۾ آهي تَنِ جي. (سُر يمن VII:1,1/226)

يعني، اَلله جي عاشقن جي من ۾ هميشهہ اَلله جو عشق ئي هوندو آهي، انهيءَ ڪري هو سدائين اَلله جي ياد ۾ ئي مگن رهندا آهن.

عاشقن اَلله جي، سدا وائي وات،
فاذ ڪروني اَذڪر ڪم، تن ۾ اها تات،
اِن ڪان ڪانهي سانت، سچڻ ويل نہ وسري. (سُر يمن VII:2,1/226)

(فاذ کر...... کم. مان اُنهن جو ذڪر ڪريان ٿو، جيڪي منهنجو ذڪر ڪن ٿا.)

يعني، اَلله جا عاشق هر وقت اَلله کي ياد ڪن ٿا. اهي اَلله پاران قرآن شريف ۾ چيل هن فرمان کي هميشه ياد ٿا رکن : ”مان اُنهن جو ذڪر ڪريان ٿو، جيڪي منهنجو ذڪر ڪن ٿا.“ اُهي ڪڏهن به ذڪر يا سمرن کان خالي ڪونه ٿا وهن هميشه ذڪر ۾ ئي لڳا پيا آهن.

عاشقن اَلله، ويرو تار نه وسري،
آهه ڪريندي ساهه، ڪڏهن ويندو نڪري.
(سُر يمن ڪلياڻ VII:3,1/226)

(ويرو تار - هميشه)

عاشق سدائين اَلله کي ئي ياد ڪندا رهندا آهن هڪ ڏينهن اهڙيءَ طرح ياد ڪندي ڪندي آهون ڀريندي هو پنهنجي آتما اَلله کي سونپي ڇڏيندا آهن.

ڪاناڙيا ڪُٽڪن، جنين لوهه لِڱنِ ۾،
محبت جي ميدان ۾، پيا لال لُڇن،
پاڻهين ٻڌن پٽيون، پاڻهين ڇڪِئا ڪن.
وٺان واڍوڙئن، رهي اڇجي راتڙي. (سُر يمن ڪلياڻ 1:12, 1/162)

(ڪاناڙيا - ڪان لڳل. ڪُٽِڪن - ڪرڪن. لوهه - رُڪ جي نوڪ ڇڪِئا - علاج ڪن. واڍوڙئن - وڍيلن)

يعني، تيرن جا گهايل ٿيل جن کي جسم ۾ رُڪ جي نوڪ لڳل آهي، سي ڪُرڪن ۽ ڪنجهن پيا. عشق ۾ رڱيل نينهن جي ميدان ۾ لڇن ۽ ڦٿڪن پيا. پر هو ڪڏهن آهه به نٿا ڀرين. هو پاڻ ئي پنهنجن ڦٽن جي ملم پٽي پيا ڪن ۽ پاڻ ئي پنهنجو علاج پيا ڪن. عشق جي وڍيلن وٽ جيڪر هڪ رات گهاري اچجي.

هتي شاهه صاحب جي هڪ ڳالهه ويچار ڪرڻ جوڳي آهي ته اُنهن جا پريم جي تيرن جا گهايل عاشق آهه به ڪونه ٿا ڀرين ۽ جيئن ئي رات ٿئي ٿي، اُهي پنهنجن زخمن جي ملم پٽي خود ئي ڪرڻ ٿا لڳن. رات جي وقت زخمن جي ملم پٽي ڪرڻ جو اَرٿ آهي ذڪر (سمرن)

۽ تصور (ڌيان) جي ذريعي سماڌيءَ جي اَوستا حاصل ڪرڻ. ساڌڪ سرير کي اَڏول ۽ اِستر رکي هڪ آسڻ ۾ ويهي ڪلاڪن جا ڪلاڪ پنهنجي محبوب جي ياد ۾ گم سم رهندا آهن. محبوب جي ياد زخمن تي لڳڻ واري ملم پٽي آهي. اَکين مان وهندڙ ڳوڙها سچي پريم جي نشاني آهن. ڪبير صاحب فرمائين ٿا :-

هنس هنس ڪنت نہ پائيا، جن پايا تن رويہ،
هانسي کيلي پيئہ مليءَ تو ڪون ڈُهاڳن هويہ[10].

هڪ صوفي درويش جو ڪٿن آهي : خشڪيءَ جو رستو لمبو آهي، تون پاڻيءَ جي رستي ٿان وڃ. مطلب هيءُ آهي تہ برهہ جي تڙف ڪانسواءِ کيل ڊگهي عرصي جي عبادت مان اُهو لاڀ ڪونہ ملندو، جيڪو دل جي تڙف سان ڪيل ٿوري دير جي عبادت مان ٿيندو.

## عبادت جو سٽ :

عشق ۽ عبادت جو هڪ ٻئي ۾ رشتو ڏيکارڻ جي لاءِ شاهہ صاحب جي ڪلام ۾ سُر ڪاپائتي خاص اَهميت رکي ٿو. ”ڪاپائتي“ سُٽ ڪتڻ وارن کي چيو ويندو آهي. شاهہ صاحب اَلله جي عبادت ۾ لڳل ساڌڪن کي ”سُٽ ڪتڻ وارا“ ٿا چون. پاڻ اُنهن کي اُپديش ڏين ٿا تہ توهين خوديءَ جو تياڳ ڪري سچيءَ دل سان اَلله جي عبادت جو سُٽ ڪتيو. اِهو ڪم نيڪ نيت ۽ عاجزيءَ سان ڪريو ۽ هن اَملهہ جيون جو هر هڪ پل عبادت جي سُٽ ڪتڻ ۾ لڳايو. فرمائين ٿا :

جن ڏيان سان باريڪ ڌاڳن وارو سُٽ ڪتيو، اُنهن جي سُٽ مان اُچو ڪپڙو تيار ٿي ويو ۽ اُهي مالا مال ٿي ويئون. (سُر ڪاپائتي 1/361 ,I:2) اڳتي شاهہ صاحب چون ٿا :-

جان ڪتين ٿان ڪتُ، هيءَ هڏ وهائي،
ڪاپائتي سيڪا، ڪتي سيباڻي،
جاتو جن جاڻي، تن هٿان پهي نہ ڇڏي.
(سُر ڪاپائتي 1/361 ,I:3)

يعني، جيسين ڪتي سگهين، تيسين ڪت، هيءُ ويل گذرندي
تي وڃي. هر ڪا ڪتيندڙ پنهنجي ڪتيل سُٽ موجب وٺي ٿي. زندگ
يءُ جو ڪوبہ ڀروسو ڪونهي، اِنهيءَ ڪري تون سُٽ ڪتڻ تي پورو ڌيان
ڏي. ترنجڻ ۾ (جتي سهيليون پاڻ ۾ ملي ڪري چرخو ڪتينديون آهن)
اَنيڪ سٽ ڪتڻ واريون آهن، پر اصلي وڏائي اُنهيءَ جي آهي، جنهنجو
ڪتيل سُٽ منظور ٿي وڃي ٿو. جن اِنهيءَ ڳالهہ کي چڱيءَ طرح پروڙيو،
تن ڪڏهن بہ ڪپهہ جو پهو هٿن مان نہ ڇڏيو.

هيءُ هڏ وهاڻي، جان ڪتين تان ڪِتُ،
ڪو پنهنجي عيد کي، پيري ڪَجِ پِرتُ،
متان رُئين رتُ، صبح وچ سرتيين. (سُر ڪاپائتي 1/362, I:5)

(عيد - خوشيءَ جي ڏينهن لاءِ يا رب وٽ سرخرو ٿيڻ لاءِ. پيري - اَئٽُ
هلائي. پِرٽُ-پِرٽ پرچ. صبح- حساب يا قيامت جي ڏينهن.)

هيءُ ويل هميشهہ لاءِ وڃي رهي آهي. تنهنجي ڀلائي اِنهيءَ ۾ آهي تہ
جيسين ڪتي سگهين تيسين ڪت. پنهنجي عيد لاءِ يعني ڌڻيءَ جي در
تي سرخرو ٿيڻ لاءِ اَئٽ هلائي ڪو سٽ ڪتيندي رهہ. متان سياڻي
(قيامت جي ڏينهن) ساهيڙين جي وچ ۾ رتُ روئڻو پوئِي.

ڪتڻ جي ڪانَ ڪرين سُتي ساهِين هڏُ
صبح ايندءِ اوچتي، عيد اُگهاڙن گڏُ،
جت سرتيون ڪندءِ سڏ، اُت سڪنديئن سينگار کي.
(سُر ڪاپائتي 1/362, I:6)

(سُتي ساهين گڏ - سرير کي آرام ڏيڻ)

يعني، تون ڪتڻ جي ڪان ٿي ڪرين، سمهيو پيئي جيءَ کي آرام
ڏين. جڏهن قيامت جو ڏينهن ايندءِ، تڏهن توکي اُگهاڙن (گنهگارن) سان گ
ڏ شامل ڪيو ويندو. جتي سهيليُون سڏينديءِ، تتي سينگار لاءِ پيئي سڪنديئن.

اَڄُ پڻ اُجهڻ کي مرين، نکي ڪتُڻ ڪال،
پوري! توسين ڀال، ڪانڌُ ڪريندو ڪيترا ؟
(سُر ڪاپائتي 1/363, I:8)

(اُجهڻ کي مرين - تڪ ڪان آجهرڻ. ڪُٺئہ - ڪٺيئہ - ڀوري-بي سمجهہ، مورکہ ڀال-ڀلايوُن. ڪانڌ-ڀتار.)

اڄ پڻ ٺاٺمايو آرام لاءِ پيئي آجهرين ۽ نڪي وري ڪالهہ ئي ڪٺيئہ. اي نادان! تو سان ڀتار آخر ڪيتريون ڀلايوُن ڪري ڪيتريوُن ڪندو؟

اَڄ پڻ اُجهڻ کي مرين، نڪي ڪٺُئہ ڪال،
مونا اُن جي اُڪاڙيا، اَرٽ ڍرڪي مال،
هئي! تنين جي حال، جن ڪاپي منجهان ڪين ڪيو.
(سُر ڪاپائتي 1/364 ,I:9)

(مونا - اَئٽ جون اُپيون ڪاٺيون. ڍرڪي - لڙي پيئي. مال-اَئٽ کي قير ائيندڙ ڏور. ڪاپي منجهان- ڪتڻ جي پوڙ هئي مان.)

يعني، اَڄ پڻ آرام لاءِ پيئي آجهرين ۽ نڪي ڪالهہ ڪٺيئہ. اَئٽ جوُن ڪاٺيون اُکڙجي ٻاهر نڪري آيون آهن ۽ ڏور بہ ڍلي ٿي ويئي آٿيئي. افسوس آهي اُنهن جي حال تي، جن ڪتڻ جي پوڙ هئي مان کي ڪين پرايو.

(اِنسان جي جوانيءَ واري غفلت ۽ ٻڍاپي جي بيوسيءَ ڏانهن اِشارو.)

شاهہ صاحب مالڪ جي ڀڳتن کي خبردار ٿا ڪن تہ زندگيءَ جو ڪوبہ ڀروسو ڪونهي. اِنهيءَ ڪري ڀڳتيءَ جو سُٽ جلد کان جلد ڪتڻ گهرجي.

سي تو ويهي وڃائيا، جي ڪتڻ سندا ڏينهن،
اَرٽ اوڏي نہ ٿئين، ڀوُري! ڀوري سيئن،
ڪنڌ ڪٽنديئن ڪيئن، اَڳڻ عجيبن جي.
(سُر ڪاپائتي 1/364, I:10)

(ڀوُري- هڪ گهڙيءَ ٿائين. عجيبن-معشوقن، پرين.)

اي موُرکَ! جيڪي جوانيءَ جا سٽ ڪتڻ جا ڏينهن هئا سي تو ويٺي ويٺي اجايا وڃائي ڇڏيا. نادان! توُن اَئٽ جي ويجهو هڪ گهڙي بہ نہ ويٺينءَ. پرينءَ جي گهرَ ۾ منهن مٽي ڪري اُنهن جي سامهون ڪيئن وڃي سگهندينءَ؟

توڙي توُن وڏي ٿئين، توءِ اُٿي آٽڻ آ،
ٿي ڀيري ڀيرمَ وارِين، ٻي هڏ ڪَرِ مَ ڪا،

تہ صراف تو صباح، کوني کا تارن سين.
(سُر کاپائتي 364/11,1:ا)

(آنڻ- چرخو، اَٽڻ. پيرمَ وارِين-ڪتڻ وارن جي پاسي ۾ ويھہ. ٻي ھڏ ڪرم ڪا-ٻيو ڪوبہ ڪم نہ ڪر. صراف-ڏٺي. صباح-قيامت جو ڏينھن. ڪاتارن سين-ٻين ڪتڻ وارن سان گڏ.)

يعني، پلي تنھنجي عمر وڏي ٿي ويئي آھي ۽ تنھنجي نظر ڪمزور ٿي ويئي آھي، تڏھن بہ اَٽڻ جي پاسي ويھي سُٽ ڪت. باقي سڀ ڪم ڇڏي ڪنھن سُٽ ڪتڻ واريءَ سا گڏ ڪنھن ڪنڊ ۾ ويھي سُٽ ڪت. ٿي سگھي ٿو تہ اُھو اَللہ توکي قيامت جي ڏينھن تي ٻين سُٽ ڪتڻ وارن (ٻين ساڌڪن يا ڀڳتن) سان گڏ پاڙوٽ گھرائي وٺي.

ڀڳوئي پير، جانسين رَتو راس ٿئي.

ٻُريءَ بيڪاريءَ سين، ھاري ! پاڻمَ ھيرُ،
ڪتُ ڪِتندي ڪير، نئين سين نيزاري ڪري ؟
(سُر کاپائتي 1/365، 13:ا)

(ڀڳوئي - ڀڳل اَٽڻ. رتو- ڳاڙھو، نئون. راس ٿئي-نئين سر نھي تيار ٿئي. پاڻ ۾ ھير- پاڻ نہ ھيراءِ. ڪتُ-ڪتيل سُٽ. نئين-نئين اَٽڻ سان.)

يعني، ڀڳل اَٽڻ ئي ڦير، جيسين نئون نھي راس ٿئي. اي مورک ! سُستي يا آلس نہ ڪر. خبر ناھي نئين اَٽڻ تي سُٽ ڪير ڪتينديون؟ (شاھہ صاحب ساڌڪ کي اُتساھہ ڏياريندي چون ٿا تہ جيڪڏھن ڪنھن ڪارڻ جوانيءَ ۾ ڀڳتي نہ ڪري سگھئين تہ اَجان بہ وقت آھي، ڀڳتيءَ ڏانھن ڌيان ڏي. مرشد جي سمجھايل جڳتيءَ اَنوسار جڏھن بہ ڀڳتي ڪئي وڃي، فائدي واري آھي. چاھي من پوريءَ طرح ڀڳتيءَ ۾ نہ لڳي ۽ سرير بہ ساٿ نہ ڏئي، تڏھن بہ ساڌڪ کي گھرجي تہ ھُو ڀڳتيءَ ۾ لڳو رھي. جيڪو ساڌڪ مرشد جي سمجھايل جڳتيءَ اَنوسار سچيءَ دل سان عبادت ۾ لڳو رھي ٿو، اَللہ اُنھيءَ جي عبادت قبوُل ڪري ٿو.)

کاپائتي راڳہ جي وائيءَ ۾ شاھہ صاحب چون ٿا : اي مورک عورت ! مان توکي بار بار خبردار ڪريان ٿو. اَھڙيون بہ ڪتڻ واريون ھيون، جن

ڪتيو گهٽ، پر ڪتياڻون بيحد سنهو. تن جؤن بہ پوڙيون ڪي جهرڪين چنهنب هڻي خراب ڪيون، ڪن کي طوفان اُڏائي ويو. مؤرک ! توکي تہ ننڊ پياري آهي. تون اَئٽ جي پر ۾ پيئي ننڊ ۾ آجهرين، توکي تہ ننڊ مان سواد اَچي ويو آهي. هاڻي تو وٽ هڪ ئي رستو آهي. تؤن اَڌ رات جو اُٿي اَکين ۾ ڳوڙها پري رب کي ريجهاءِ تہ هو توکي بخشي ڇڏي.

شاهہ صاحب جن جو مطلب آهي تہ پڳتيءَ جو سُٽ ڪتڻ وارن کي اِن ڳالهہ کان خبردار رهڻ گهرجي، تہ جيئن دنيادار اُنهن جي پڳتيءَ جي ڪپهہ (پوڙي) تي اَچي، جهرڪين وانگر چنهنب نہ هڻن ۽ نہ ئي يوڳن جو آنڌي طوفان اُنهن جي پوڙيءَ کي اُڏائي ڪڻي وڃي. اُنهن کي گهرجي تہ عبادت کي پنهنجن ڳوڙهن سان آلو ڪري ڇڏين، ڇاڪاڻ تہ رب جي درگاهہ ۾ خشڪ عبادت قبول نہ آهي. عبادت ٿوري ئي سهين، پر خبرداريءَ سان، سچيءَ دل سان ۽ نئڙت واري هئڻ گهرجي ۽ اُن ۾ آنسون ۽ آهؤن شامل هئڻ گهرجن.

ڪيترن ئي ٻين سنتن وانگر شاهہ صاحب جن بہ روحاني ساڌنا جون چار منزلون ٻڌايون آهن : شريعت، طريقت، معرفت ۽ حقيقت. شريعت سان سندن مطلب آهي اِسلامي قانون ۽ ٻاهريان ڪرم ڪانڊ طريقت جو سنبنڌ ساڌڪ جي نرمل رهڻيءَ سان آهي، معرفت جو سنبنڌ ساڌڪ جي نجي روحاني اَنڀو سان آهي، جيڪو مرشد جي رهنمائيءَ سان ملندو آهي. حقيقت خدا جي وصال جي اَوستا آهي.

# شريعت

## شريعت :

هر ڌرم سان تعلق رکڻ وارين سماجڪ، تواريخي، ڀوگولڪ ۽ ديش جي حالتن جي مطابق، هر ڌرم جي شريعت اَلڳ اَلڳ هوندي اهي. مثال طور ڀارت ۾ پاڻي آسانيءَ سان ملي ويندو آهي، اِنهيءَ ڪري ڀارت ۾ سنان ڪري روحاني اَڀياس تي وهڻ جو رواج ٿي ويو آهي. عرب ملڪن ۾ پاڻيءَ جي ڪميءَ جي ڪارڻ وُضوُ (پنج سنان) يعني هٿ، پير ۽ منهن ڌوئڻ کي بہ ڪافي سمجهيو ويندو آهي. مقصد اِهو آهي تہ ننڊ ۽ سُستي دوُر ڪري ۽ سجاڳ ٿي عبادت ڪئي وڃي. شريعت جي ڪارڻ هڪ ڌرم پوُري سنان کي ۽ ٻئي ڌرم پنج سنان کي اَهميت ڏيڻ شروع ڪئي. ڪبير صاحب فرمائين ٿا : ساڌ ڀلي اَڻناتئا چور س چورا چور[1]. يعني نرمل هردي واري ڀڳت جي، وضو يا پوُري سنان کان سواءِ ڪيل بندگي بہ قبول آهي، جڏهن ڪِ ملين هردي واري شخص جو سوَ تيرٿن جو سنان بہ بيڪار آهي.

پنئين اڌياءَ ۾ پڙهي آيا آهيوُن تہ اَلله جو عشق ئي اَلله جي عبادت آهي. شاهہ صاحب جن پنهنجي ڪلام ۾ اُنهن ساڌنائن جو بہ ذڪر ڪن ٿا جن کي عام ماڻهو عبادت سمجهندا آهن ۽ اُن سچي عبادت تي بہ روشني وجهن ٿا، جنهن جي ڪري ڪامل درويش اَلله سان وصال ڪندا آهن ۽ جنهن جو هو پنهنجي ڪلام ۾ اُپديش ڏيندا آهن. شاهہ صاحب سوال ٿا پڇن :-

پيو جو پاتار، سو ڪيئن ڀسڻ کان پالهو رهي ؟
سالڪا موُن سيڪار، ڪو پڻ اِنهيءَ پاندَ جو. (سُر آسا 1/326, 39 : IV)

(پاتارِ- گهري پاڻي يا اوُنهي پاڻيءَ ۾. پالهو رهي - آجو رهي. سالڪ -

اي مالڪ. ڪوپڻ - ڪارمز، ڪو طريقو. پاندُ - پلاندُ)

يعني، جيڪو گهري پاڻيءَ ۾ پيو آهي، سو ڪيئن پُسڻ کان آجو رهي سگهي ؟ اي مالڪ ! مونکي اِنهيءَ کان پلاندُ بچائڻ جي رمز سيکار. اِنسان بنا پُسڻ (ڦاسڻ) جي هن ماياوي پوساگر مان پار ڪيئن ٿو ٿي سگهي ؟ شاهہ صاحب خود ئي اِنهيءَ ڳالهہ جو جواب ٿا ڏين :-

ڪر طريقت تڪيو، شريعت سُڃاڻُ،
هينئون حقيقت هير، ٿوُن ماڳ معرفت ڄاڻُ،
هيج ثابوتيءَ ساڻ، تہ پُسڻ کان پالهو رهين.
(سُر آسا 1/326, 40 : IV)

(تڪيو- آڌارُ. هير ٿوُن- ٿوُن هيراءِ. ماڳ-منزل. ثابوُتي - ثابت قد مي)

مرشد سمجهائي ٿو تہ ٿوُن طريقت جي واٽ کي پنهنجو آڌار بڻاءِ ۽ شريعت (ديني فرض) سڃاڻ. پنهنجي دل کي حقيقت سان هيراءِ (واقف ڪر) ۽ معرفت جي منزل جي ڄاڻ رک. ثابت قدميءَ ئي قابو رهہُ تہ پُسڻ کان آجو رهين.

شاهہ سائين سهڻيءَ کي صلاح ٿا ڏين :-

ساري سِڪُ سبق، شريعت سندو سُهڻي !
طريقتان تِڪو وهي، حقيقت جو حقُ،
معرفت مرڪُ، اَصل عاشقن کي. (سُر سهڻي 3/1694, 10 : III)

(شريعت سندو - مذهب جي پيروي، ڌرم نيتي. (پهرين منزل).

اَرٿات، اي سهڻي ! ٿوُن شريعت (مذهبي يا ڌرمي فرض) جو سبق پهرين سِڪُ پوءِ طريقت ۾ پهچي وڃ. پوءِ معرفت جي مارگ تان هلندي حقيقت جي واديءَ ۾ پهچي وڃ، جيڪڏهن پوري وشواس ۽ مظبوطيءَ سان اِنهيءَ راهہ تي هلندي ويندينءَ تہ هن ماياوي پوساگر ۾ پُسڻ کان بچي ويندينءَ (شريعت، طريقت، معرفت ۽ حقيقت اهي صوُفين جي ساڌنا جون چار منزلون آهن)

اِنهيءَ مان پتو لڳي ٿو تہ شاهہ صاحب شريعت يعني ٻاهرين مذهبي ريت رواجن کان بيحد اَڳتي وڃي چڪا هئا. پاڻ فرمائين ٿا :-

راهہ شريعت هليا، تفڪُر طريقون،
حال حقيقت رسيا، معرفت ماڳون،
ناسوُت، ملڪوت، جبروُت، ايءُ اِنعام لڌائوُن،
پسُ لاهوُت لنگهيئوُن، ها هوُ تان متي هليا.
(سُر رامڪلي 2/800, V:9/8)

(ناسوُت، ملڪوُت، جبروُت، لاهوُت- متين روحاني منذلن جا نالا آهن. هاهوُت - اَلله جو سڀ کان اُتم اِستان).

يعني، جوڳي شريعت کان اَڳتي وڌي ''تفڪر'' يا طريقت تائين پهچي ويا. هوُ پوءِ معرفت جي رستي تان هلي حقيقت تائين پهچي ويا.

ڇڏ جاڳوٽا جوڳين جا، دوُنهين ڪيم دکاءِ،
''واذڪُر، ربُڪ في نفسڪ''، اَندر آڳَ جلاءِ،
جَنَ سچڻ جي ساجاهہ، تن ڪينان متو ڪين پيو.
(سُر رامڪلي 2/798, V:5-B)

(جاڳوٽا-جٽائن جي اِرد گرد ٻڌل رسي. ربُڪ في نفسڪ-ياد رک تہ اَلله تنهنجي اَندر آهي. پنهنجي خوديءَ کي متائي پاڻ کي ڪين ڪري ڇڏ.)

يعني، توُن جٽائن جي اِرد گرد ٻڌل رسي کولي ڇڏ ۽ دوُنهين دکائڻ بند ڪري ڇڏ. رب جي ذڪر سان رب جي عشق جي آڳ جلاءِ.

شاهہ صاحب سمجهائين ٿا تہ جٽائون رکڻ، دوُنهون دکائڻ، ڪن چيرائڻ وغيره جوڳين جي شريعت آهي. رب جي نام جو جپ ڪرڻ ۽ گروءَ جي سروپ جو ڌيان ڪرڻ تفڪر يا طريقت آهي، جيڪا ذاتي مشاهدي (نجي اَنيو) جي معرفت جو آڌار آهي.

درويش اَسانکي سمجهائين ٿا تہ شريعت جو پهريون درجو روحانيت جي طالب کي طريقت، معرفت ۽ حقيقت ڏانهن وٺي وڃڻ ۾ مدد ڪرڻ لاءِ آهي، نہ ڪ هن کي پهرئين درجي تائين محدود يا ٻڌي رکڻ لاءِ.

## اِسلامي شريعت :

شاهہ صاحب جي ڪلام ۾ اِسلامي شريعت جو ذڪر تہ ڪيو ئي ويو

آهي پر تنهن سان گڏ طريقت، معرفت ۽ حقيقت ڏانهن اڳتي وڌڻ تي بہ زور ڏنو ويو آهي. اِسلامي شريعت ۾ ڪلمو پڙهڻ، پنجن وقتن جي نماز پڙهڻ، رمضان جي مهني ۾ روزا (ورت) رکڻ، زڪات (دان) ڏيڻ، مڪي شريف جو حجُ (ياترا) ڪرڻ، قرآن شريف جي تلاوت (پاٺ) وغيره شامل آهن.

## ڪلمو :

شاهہ صاحب چون ٿا تہ :-

اِن پر نہ ايمان جيئن ڪلمي ڳُوُ ڪوتائين،
دغا تنهنجي دل ۾، شرڪُ ۽ شيطانُ،
منهن ۾ مسلمانُ، اندرِ آذر آهين. (سُر آسا 1/313, IV:14)

(اِن پر -اَهڙيءَ ريت. ڪلمي ڳُوُ- ڪلمو چوندڙ. آذر -حضرت ابراهيم جو پيءُ، جو بُت پرست هو. (هتي نفس جو پوڄاري)-

ايمان جو مطلب صرف زباني ڪلمو پڙهڻ نہ آهي. هن بيت ۾ شاهہ صاحب چون ٿا تہ : تنهنجو ايمان سچو ۽ پڪو ناهي. تنهنجي دل ۾ دغا پري پيئي آهي ۽ تنهنجي دل شيطان جو گهر بڻجي ويئي آهي. تُون ٻاهران ڏسڻ ۾ ضرور مسلمان آهين، پر اَندر ۾ ڪافر يا بتُ پرست آهين.

اِسلام جو مطلب آهي من کي دنيا جي محبت مان ڪڍي اَلله جي محبت ۾ لين ڪرڻ. اُنهيءَ لافاني اَلله کان سواءِ ڪنهن بہ فاني شيءِ سان محبت ڪرڻ ڪُفر آهي.

منهن تہ آهيڙيائين اُجرو، قلبُ ۾ ڪارو،
ٻهران زيب زبان سين، دل ۾ هڇارو،
اِن پر ويڇارو، ويجهو ناهہ وصال سين. (سُر آسا 1/315, VI:18)

(آهيڙيائين - آرسي يا آئيني کان بہ. اُجرو-صاف. قلب ۾ ڪارو-دل ۾ ڪارو. ٻهران- ٻاهران. زيب- سهڻي گفتار)

يعني منهن تہ آرسيءَ کان بہ وڌيڪ صاف اَتيئي، پر دل جو ڪارو آهين. ٻاهرن زبان سان تہ سهڻي گفتار ٿو ڪرين، پر دل ۾ هڇارو ۽ بي رحم آهين. اهڙيءَ طرح جو ويڇارو اِنسان، ڌڻيءَ جي ميلاپ جي ويجهو ناهي.

منهن تہ مُوسيٰ جهڙو، عادت ۾ اِبليسُ،
اهڙو خامُ خبيث، ڪڏهن ڪوهُ نہ ڇڏئين ؟ (سُر آسا 1/314, IV:16)
منهن تہ مُوسيٰ جهڙو سيرت شيطاني،
بازي بيراني ڪڏهن ڪوهُ نہ ڇڏئين ؟ (سُر آسا 1/314, IV:17)
(اِبليسُ - شيطان. خبيث - دشٽُ. بيراني - ڏوڪو)

شڪل تہ موسيٰ جهڙي اَٿيئي، پر تنهنجون عادتُون شيطان جهڙيون آهن. تون من مان هن خبيث شيطان کي ٻاهر ڇو نہ ٿو ڪڍين ۽ من جي ڏوڪي بازيءَ کي صاف ڇو نہ ٿو ڪرين ؟

علتي آرامُ، پسي علت آئيو،
حُسن جو، حق جو، سو خامي پائين خام،
اَڇي ٿيا اِسلامُ، ڪُفر ڪافر پاڻ ۾. (سُر آسا 1/324, IV:37)

يعني، تُون ڪچو آهين، اِنهيءَ ڪري توکي اَلله روُپي سچ جو پروسو نہ آهي. تنهنجي اَندر ڪُفر ۽ اِسلام جو ميل آهي. ٻين لفظن ۾ تُون ٻاهران تہ مسلمان آهين، پر حقيقت ۾ ڪافر آهين.

## نماز ۽ ساجدو :

شاهہ صاحب ڪو شريعت جي خلاف ڪونہ هئا، پر اُنهن شريعت کي طريقت، معرفت ۽ حقيقت جو درجو بہ ڪونہ ڏنو. پاڻ چون ٿا :-

ورد وظيفا وسريا، نڪا رهي نماز،
هينئڙو بحريءَ باز، چوري ڪيو چنبن ۾. (راڳ آسا 1/275, I:12/A)

يعني، مونکي پنجن وقتن جي نماز بہ وسري ويئي آهي. ورد ۽ وظيفي (جپ) جي بہ سڌ نہ رهي آهي. سچي ڳالهہ تہ هيءَ آهي تہ هڪڙي باز چوري چوريءَ منهنجي دل تي قبضو ڪيو آهي.

شاهہ صاحب چون ٿا تہ :

جان جان پسين پاڻ کي، تان تان ناهہ نماز،
سڀ وڃائي ساز تهان پوءِ تڪبير چئو (سُر آسا 1/274, I:I)

جيستائين خودي قائم آهي، نماز فضول آهي. پهرين من کي سنسار

جي موهہ ۾ دنيوي ڏک ڏوڙ کان آزاد ڪر. پوءِ اَللہ جي حاضريءَ ۾ ويهي سچيءَ دل سان نماز پڙهہ.

جان جان پسين پاڻ کي، تان تان ناهہ سُجود،
وڃائي وجود، تهان پوءِ تڪبير چئو. (سُر آسا 1/275 I:12)

جيستائين توکي پنهنجي سُڌ ٻڌ آهي، تيستائين تنهنجو سجدو قبول ناهي. پنهنجي هستي وڃاءِ، پوءِ اَللہ جي وڏائي جو نعرو هڻُ.

شاهہ صاحب چون ٿا تہ تو سر تہ سجدي ۾ جهڪائي ڇڏيو آهي، پر تنهنجي اَندر نہ عاجزي آهي ۽ نہ پاڻي مڇڻ جو گڻ آهي. (سُر آسا 1/275 I:12-B)

جن وڃايو وجود کي، سي فاني ٿيا ”في اَللہ“ ۾،
نہ تَنِ قيامُ، نہ قعوُد ۾، نہ ڪو ڪن سُجودُ،
جيلا هن ٿيا نابوُد، تيلاهن گڏيا بود کي. (سُر آسا 1/277, I:17)

(فاني-محوُ، گم. في اَللہ-اَللہ. قيام-نماز ۾ بيهڻ. قعود-نماز ۾ ويهڻ. جيلاهن-جنهن صوُرت ۾. تيلا هن-تنهن صوُرت ۾. بوُد-سچي هستي.)

سنت سچل صاحب جن فرمائين ٿا تہ :-

ڪَيَڙو مست پرين جي ناز مونکي،
وِسريو روزو، نہ ياد نماز مونکي،

اَرٿات، پريتم پنهنجي ناز نخرن سان مونکي ايترو تہ مست بڻائي ڇڏيو آهي، جو مان روزا رکڻ ئي بلجي ويو آهيان ۽ نماز تہ مونکي ياد ئي نہ رهي آهي.[2]

## حاج :-

شاهہ صاحب چون ٿا :

نٽيان ناسوُ تان، مٽيائون ملڪوت ڏي،
جوڳي جبروُتان، وڃائي واٽ ٿيا. (سُر رامڪلي 2/799, V:8)

يعني، سچا جوڳي تيرٿن تي ڪونہ ويندا آهن. سڀئي تيرٿ اَندر آهن ۽ جوڳي اَندر ئي اُنهن ۾ سنان ڪندا آهن. اُهي ناسوُت، ملڪوُت ۽ جبروُت

کي پار ڪري لاهوت ۾ پهچي ويندا آهن.

تن نيڻن ڪئي نيران، جن ساجهر سڄڻ پيتيا،
جيءَ، جُسي ۽ جان، ڪر حضوري حڄ ڪيو. (سُر آسا 1/281, 6-5 : II)
(نيران- نيرن. ساجهر- سويل ئي يا صبوح جو. سڄڻ پيتيا-محبوب جو درشن ڪيو. ڪر-جڻ. حضوري حڄ-وڏو حڄ.)
اُنهن اکڙين جڻ نيرن ڪئي، جن صبوح جو ئي محبوب جو درشن ڪيو.
جيءَ، جُسي ۽ جان، جڻ وڏو حڄ ڪيو. (محبوب جو ديدار تن، من ۽ روح لاءِ وڏو حڄُ آهي.)
سائين بلي شاهہ جن چون ٿا :-

حاجي لوڪ مڪي نُون جاندي، ميرا رانجهڻ ماهي مڪا،
ني مئن ڪملي هان.[3]

سچل سرمست جو ڪلام آهي :-

ڇاجو ڪعبو ڇاجو قبلو، هي پي سڀ بهانا،
ناقص، نيت ڪعبي واري، مرد گهمن مئخانا،
سچل ستگر اِئين آکيو، حقُ لهن مستانا.

يعني ستگروءَ مونکي سمجهايو آهي تہ صرف مستانا عاشق ئي اَللهُ روپي سچ سان ميلاپ ڪري سگهن ٿا.[4]

## روزا (ورت) :

روزا جو مطلب آهي گهٽ کائڻ جي ۽ صرف کاڌي جي واسطي کائڻ جي جڳهہ تي جيئڻ جي واسطي کائڻ جي عادت وجهڻ. شاهہ صاحب چون ٿا

چُپ ڪر، چپُ مَ چور، پوُر اَکيوُن، پڪ ڪن،
پاڻي پيءُ، پيٽُ مَ پر، رهاءِ اڌورو اَنُ،
تہ هوءَ مُورت منجهار ان من، تنهن جو مشاهدو ماڻين.
(سُر آسا 1/310, IV:9/B)

يعني، مات رهڻ نہ ڳالهاءِ، نہ ڏسُ ۽ نہ ڪي ٻڌ، پاڻي پي پر پياس رهڻ ڏي. روٽي کاءُ پر بک رهڻ ڏي. تہ پوءِ توکي من ۾ ئي اَللهُ جو جلوو نظر ايندو.

گولا جي گراهہ جا، جوٺا سي جوڳي،

ڦلل سي ڦوڳي، جنين شڪم سانڍيا. (سُر رامڪلي 2/785 ,IV:16)

(گراهہ جا - ڪاڏي يا پيٽ جا. جوٺا-ڪوڙا. ڦلل-بگڙيل. ڦوڳي-ڦوڳ جهڙا، خسيس. شڪم-پيٽ)

يعني، اُهي جوڳي، جيڪي ڀوڄن (طعام) جا پوڄاري آهن، سي ڪوڙا چئبا. جن پيٽ جي پرورش ڪئي، سي بگڙيل ۽ ڦوڳ جهڙا خسيس چئبا. جيڪو بک لڳڻ ڪانپوءِ ڪائي ٿو ۽ بک رهندي ڪائڻ بند ڪري ٿو، اُهو بک کي ڪائي وڃي ٿو. جيڪو ڪائڻ لاءِ ڪائي ٿو ۽ ڪائيندو ٿو وڃي، اُنجي بک کيس ڪائي وڃي ٿي. ورت يا روزا رکڻ ڪان پهرين پيٽ کي پوريءَ طرح سان ڀرڻ يا روزي ڪان پوءِ ٻن ڏينهن جو ڪاڌو هڪ ئي وقت ۾ ڪائي وڃڻ، ورت يا روزي جو مذاق آهي. هندن جي ورتن ۽ مسلمانن جي روزن جي ڏينهن ۾ بازار ۾ عام ڏينهن ڪان ٻيڻو سامان وڪامندو آهي. ڇاڪاڻ تہ ماڻهو ورت يا روزي ڪان پهرين ۽ ورت ڪان پوءِ خوب ڪائيندا پيئندا ۽ جشن ملهائيندا آهن.

شاهہ صاحب ٿورو ڪائيندا هئا، ٿورو سمهندا هئا ۽ ٿورو ڳالهائيندا هئا. هُو روزا-اي-شڪم (پيٽ جي ورت) ڪان روزا-اي-نفس (من جي ورت) تائين پهچي چڪا هئا. اُنهن نفس (مَن) کي ڪڏهن بہ ڀوڳن جي گيهہ واري روٽي ڪائڻ نہ ڏني. هو جڳهہ جڳهہ اُنهن جوڳين جي صفت ڪندا هئا، جن بک کي ئي ڀوڄن بڻائي ڇڏيو هو. فرمائين ٿا تہ :-

اِهي ڪاپڙي (جوڳي) بک جي سڳنڌ پسند ٿا ڪن. بنا نيرڻ ڪرڻ جي هڪ جڳهہ ٿان ٻي جڳهہ تائين اُٿي ٿا هلن. هنن کي ڪنهن بہ ڳالهہ جي پرواهہ نہ آهي. هنن جي سامهون ڪيتريون بہ تڪليفون اَچن هو خوشيءَ سان سڀ منظور ٿا ڪن :-

ڦوٽ ڪڙا يا ڪاپڙي، بُک جهلياٺون بوءِ،

ويا نيرانا نڪري، جوڳي منجهان جوءِ،

اُوسر، آجا اوءِ، اُٿي گوندر گڏيا. (سُر رامڪلي 2/820, 3, VII)

گهٽو ڪائڻ سان ننڊ ۽ سستيءَ جو زور وڌي ٿو، جيڪو روحاني ترقيءَ جو

دشمن آهي. بابا فريد چوندا هئا تہ جيڪو عبادت جي لاءِ ڪائي ٿو، اُنجو
پوڄڻ بہ عبادت آهي.

## زڪات (دان)

شاهہ صاحب زڪات يا دان ڏيڻ جي برخلاف ڪونہ هئا، پر دان
وٺڻ بيک گھرڻ يا ٻين تي بار ٿيڻ کي روحاني ترقيءَ ۾ رُڪاوٽ مڃيو
آٿن. شاهہ صاحب جو ڪلام آهي :-

پِنَنِ ڪين پٽُ ڪٽي، گھرن ڪين گھران،
مهيسي مخلوق جي، اُپن دوُر دران،
پڇن ڪوهہُ شرعان، اَندر عدالت اُن جي. (سُر رامڪلي 2/820, VII:4)

(پٽ يا ڪرمنڊل. مهيسي-مهيشور يعني شو ڀڳوان جا پوڄاري. مخلوق
جي - ماڻهن جي. اُپن - ٻيهن. دوُر دران-در ڪان دوُر. پڇن ڪوهہُ-ڇو پڇن.
شرعان- قانون ڪان. عدالت- انصاف جي درٻار. اُن جي- اُنهن جي.)

يعني، هوُ ڪشڪول يا ڪرمنڊل ڪٽي، ماڻهن جي گھرن مان پنن
ڪونہ ٿا. هي شو جا پوڄاري خلق جي در ڪان پري ٿا ٻيهن. هوُ شرعي
(مذهبي يا ڌرمي) قانون ڇو پڇن، جڏهن سندن اندر ئي عدالت آهي.
(سندن وويڪ يا ضمير ئي سندن منصف يا جڄ آهي.) جوڳي بکيا مرڻ
پسند ڪندا، پر ڪنهن ڪان بيک نہ گھرندا.

ڏني ڏکويا، اڻ ڏني راضي ٿيا،
صوفي تي ٿيا، جيئَن ڪِين ڪنيائون پاڻ سين. (سُر يمن ڪلياڻ 1/201 V:3)

(ڏني-ڏيڻ سان. اَڻ ڏني - نہ ڏيڻ سان. تي-اِنهيءَ ڪري، تنهن ڪري.
ڪين- ڪجھہ نہ نيستي.)

يعني، هوُ ڪجھہ ملڻ سان ناراض ٿا ٿين ۽ نہ ملڻ سان خوش ٿا
ٿين. سچا صوفي اُهي آهن جن سڀ ڪجھہ تياڳي ڇڏيو آهي ۽ پاڻ
سان دنيا جي ڪابہ شيءِ ڪونہ ٿا رکن يعني پاڻ سان ڪين کنئين اَٿن.

جيڪي اِنسان ڌرم جي نالي تي ٻين جي ڌن کي عيش-عشرت جو
ساڌن ٿا بڻائين، شاهہ صاحب اَنوسار اُهي ڌرم ڪان لکين ڪوهہ دوُر آهن.

Scanned by CamScanner

## تلاوت يا پاٺ

شاهہ صاحب فرمائين ٿا :-

پڙهيو ٿا پڙهن، ڪڙهن ڪين قلوب ۾،
پاٺان ڏوهہ چڙهن، جيئن ورق ورائين وترا
(سُر يمن ڪلياڻ 1/212, V:27)

(قلوُب - قلب، دل. وِتَرا - گهڻا، اڪيچار)

يعني، عالم ورقن جا ورق پيا پڙهن، پر دل سان ذرو بہ نٿا هنڊائين جيئن جيئن گهڻا پنا ٿا اُٿلائين. هوُ اُلٽو پاڻ تي گناهہ پيا چاڙهين.

جئن جئن ورق ورائين، تئن تئن ڏئو ڏوهہ،
تنهن کهٽيءَ ڪبو ڪوهہ، جنهن رهٽيءَ رهيو نہ سُپرين. (سُر يمن ڪلياڻ 1/214, V:30)

يعني، جيئن جيئن تون پنا پيو ورائيندين، تيئن تيئن نئون، نئون گناهہ پيو اکين جي آڏو ايندءِ. جي ڪو سچڻ سني رهٽي نہ رهيو، تہ سندس کهٽيءَ کي ڇا ڪبو ؟

ڪيترن ئي ڌرمن ۾ پوتر گرنٿن جو بنا رُڪي لڳاتار پاٺ ڪرڻ يا اَکنڊ پاٺ جو رواج آهي. پاٺ ڪرڻ وارا مقرر وقت جي اَندر پاٺ پورو ڪرڻ واسطي تڪڙي رفتار سان پاٺ ڪندا ويندا آهن.

شاهہ صاحب چون ٿا :-

جي فارسي سکيو گولو، تہ ءِ غلام،
جو ٻڌو ٻن ٻالبين سو ڪيئن ڇائي ڄام ؟
اُڃو تان آب گهري، بکيو تان طعام،
اِيُ عامن سندو عامُ، خاصن منجهان نہ ٿئي. (سُر آسا 1/317, IV:23)

يعني، جيڪڏهن ڪو غلام فارسي پڙهڻ لڳي، تڏهن بہ غلام ئي رهندو. هن جي غلاميءَ واري حالت ڪونہ سڌرندي. سندس علم ۾ غلامي واري حالت ۾ ٽڪراو جاري رهندو. پياسي جي پياس پاڻي پيئڻ سان گهٽ ٿيندي آهي. بکئي جي بک روٽي کائڻ سان دوُر ٿيندي آهي. اَهڙي طرح سچو گيان ٻاهرئين علم سان نہ، بلڪ اندر جي روحاني اَنڀو سان حاصل ٿيندو آهي.

ڪامل درويشن جي ڪلام جو هر هڪ لفظ گهري ويچار ڏانهن ڏيان ڇڪيندو آهي. هندن جا ڌرم گرنٿ سنسڪرت ۾ آهن، مسلمانن جا عربي، فارسي ۾. اِهي ٻوليون عام ماڻهن جي سمجهڻ کان ٻاهر آهن. اَڻ پڙهيل ماڻهو سنسار جي ڪنهن بہ ڌرم گرنٿ کي پڙهي، سمجهي نٿا سگهن. اَهڙي حالت ۾، ڪامل درويشن جو ستسنگ اُهو مڪتب آهي جتي سنسار جي سيني گرنٿن ۾ ڏنل روحاني سڌانت ۽ ڀيد سولائيءَ سان عام اِنسان جي سمجهہ ۾ اَچي ٿا وڃن. ڌرم گرنٿن کي ڪامل درويشن جي وچنن جي روشنيءَ ۾ سمجهڻ جي ڪوشش ڪرڻ گهرجي.

شاهہ صاحب فرمائين ٿا تہ :-

پڙهيو پڙهيجانءِ، سبق اِنهين سُر جو،
ميم رکجانءِ من ۾، اَلف تنهن اڳيانءِ،
”چتان چوريجانءِ“ اها لات لطيف چئي.
(سُر يمن ڪلياڻ 1/212, 28 : V)

يعني جي پڙهڻو اَٿيئي تہ اَلله سان ڪيل اِقرار پڙهہ ۽ تن من سان اَلله جي نام جو ذڪر ڪر.

اِنهيءَ ڪري شاهہ صاحب هدايت ڪن ٿا تہ :-

اکرُ پڙهہ اَلف جو، ورق سڀ وسار،
اَندر تون اُجار، پنا پڙهندين ڪيترا ؟
(سُر يمن ڪلياڻ 1/213, V:29)

جي پڙهڻو اَٿيئي تہ تون صرف هڪ اَلف جو اکرُ ئي پڙهہ. ٻيا سڀ پنا دل تان ميساري ڇڏ. تون پنهنجو اَندر ڌوئي صاف ڪر. گهڻا ورق پڙهي گهڻا پڙهندين؟

سنڌ جا سنت سامي صاحب جن فرمائين ٿا :-

پنڊت چون پري، من واٽيءَ کون آتما،
تنهن کي ڄاڻن ڪِين ڪِي، جو سڀ کي سڌ ڪري،
چينتيءَ ۽ ڪَنچَر ۾، بيحد جوت ٻري،
سامي ڏسي نري، پنهنجي اَکئين پاڻ کي.

يعني، پاڻ کي پنڊت سمجهڻ وارا اَگياني چون ٿا تہ آتما من ۽ واڻيءَ کان دوُر آهي. اُهي اُنهيءَ آتما کي نٿا سڃاڻن، جيڪا حقيقت سڀ ۾ رمي رهي آهي. سامي جن چون ٿا تہ چينتيءَ ڪيليءَ کان وٺي هاٿيءَ تائين سڀني ۾ اُها اَننت جوت جلندي رهندي آهي، جنهن کي پنهنجين ئي اکين سان ڏسي اِنسان شيتل ٿي ويندو آهي.

سچل سائين پيغام ٿا ڏين :-

مُلا جي مڪتب جي وَٺي هڪ پيئين،
ڇڏي مڪتب مارڪا، هند سوُريءَ سرُ آرئين،
ڪيئن ٿو هت جيئين، ري سِڪَ صاحب ڏنو چوي.

يعني، اي مُلا ! جيڪڏهن توُن پريم جو هڪ پيالو بہ پي وٺين تہ جيڪر توُن سيني قسمن جي مڪتب (اِسڪول يا ڪتابي گيان) ۽ سيني طرح جي جهيڙن کي ڇڏي سوُريءَ تي سِرُ ڏيڻ لاءِ تيار ٿي وڃين. صاحب ڏنو چوي ٿو : اي مولوي ! توُن پريم کان سواءِ زندهہ ڪيئن ٿو رهي سگهين ؟

مُلا ڇڏ ڪتابن پچر، مئہ جي پيءُ پيالي،
پل ۾ مُلا صاحب ! ٿين توُن مست موالي،
ڇڏ ڪلالي قاضي صاحب، قائم ٿيءِ ڪلالي،
معافُ ڪرائي عشق ائين ٿو، سچل ڪافُ ڪشالي.

اي مُلا ! توُن پستڪن جو پرپنچ ڇڏي پريم جي شراب جو پيالو پيءُ. پريم جو پيالو پيئندي ئي توُن يڪدم مست، موُلا بڻجي ويندين. اي قاضي ! توُن بہ پنهنجي قاضيءَ واري ٽوپي لاهي، پريم جي شراب جو روڳي بڻجي وڃ. سچل صاف چوي ٿو تہ پريم هر طرح جي دکن کي دوُر ڪري ڇڏي ٿو. (پريميءَ کي دک ۾ بہ سک محسوس ٿئي ٿو.)

## پرهيزگاري يا سنانجم :-

ڪي ماڻهو هٺ ڪرمن جي ذريعي رب سان وصال ڪرڻ جي ڪوشش ڪندا آهن. شاهہ صاحب خبردار ٿا ڪن :-

تهڙا چاليها نہ چاليهہ، جهڙو پسڻ پرينءَ جو،

”کھڙي“ ڪتاب! ”ڪرئين، مٿي پنن پيھہ“؟

جي ورق وارين ويھہ، تہ اکڙ اُھوئي ھيڪڙو. (سُر يمن ڪلياڻ 1/215, 33 : V)
(چاليھا - چاليھن ڏينھن جا روزا، جيڪي صوفي نفس کي مارڻ لاءِ رکندا آھن.)

چاليھہ چاليھا (چاليھن ڏينھن جا روزا) اَھڙا نہ آھن، يعني اُنھن کي اَھڙو شرف يا ثواب ناھي، جھڙو پرينءَ جو ديدار. اي لکندڙ! تون پنن جي مٿان کھڙي جلھہ ٿو لائين! جي ويھہ پنا اُٿلائين تہ بہ اکڙ اُھوئي ھڪ اَٿيئي.

تنُ کُڏيِ منُ حُجرو، ڪيمہ چاليھا رکُ،
کوھہ نہ پوُڇئو پوُڇيين، اَٽ ئي پھر اَلکُ
تان تون پاڻ پرک! سڀ ڪنھن ڏانھن سامھون.
(سُر يمن ڪلياڻ 1/214, V:34)

(کُڏي - عبادت جو گھر، مسجد. حُجرو - ڪمرو (اڪيلائيءَ وارو) پرکُ - پروُڙ)

يعني، جسم ئي مسجد ۽ منُ ئي ايڪانت وارو ڪمرو آھي. صرف چاليھا نہ رک پر اَٺ ئي پھر پل - پل اُنھيءَ اَلله سان عشق ڪر. توُن پاڻ کي سُڃاڻ تہ صاحب کي ھر ڪنھن جي سنمکہ پسين. (رب کي ھر ھڪ روُپ ۾ ڏسين.)

## نيڪ عمل

شاھہ صاحب فرمائين ٿا تہ روزا ۽ نمازوُن بہ سٺا ڪم آھن، پر اُنھن کان بہ سٺو ڪم اُھو آھي جنھن سان محبوب جو ديدار ٿئي :

نماز ۽ روزا اي پڻ سکڙ ڪمُ،
اوُ ڪو ٻيو فھمہ، تہ پسجي پرينءَ کي. (سُر آسا 1/273, I:9)

ماڻھو بُرن ڪرمن ۽ پاپن سان ناراض ٿيندا آھن، پر منھنجو محبوب تہ نيڪ عملن (پُڃن) سان بہ ناراض ٿي ويو. مونکي محسوس ٿيو تہ مان اِھي پُڃ ئي نہ ڪريان ھا تہ صحيح ھو. مون خوديءَ جو تياڳ ڪري ڇڏيو، پنھنجو پاڻ کي ۽ پنھنجن نيڪ عملن (ڪمن) کي بيڪار سمجھڻ شروع ڪري ڇڏيم. مون اَلله جي اڳيان عرض ڪيو تہ مان پنھنجن عملن

تي شرمندو آهيان. جڏهن مون خوديءَ جو پورو تياڳ ڪري ڇڏيو تہ منهنجو محبوب مون سان خوش ٿي ويو. (سُر آسا 1/318, IV:24)

سنسار جي سيني ڌرمن جا ماڻهو اِنهيءَ پرم جو شڪار هوندا آهن تہ نيڪ ڪرمن جي ذريعي رب سان وصال ٿي ويندو. اُهي شريعت جي پالن، پنج ڪرمن، هٺ ڪرمن، گهور تپسيا وغيره جي آڌار تي پرماتما سان ملڻ چاهيندا آهن. هو اِهو ڪونہ سوچيندا آهن تہ جيڪڏهن پنهنجن ڪرمن جي ڪري ئي اَللہ سان وصال ڪري سگهجي ٿو تہ ڪرم يا عمل وڏا ٿي ويا ۽ اَللہ ننڍو ٿي ويو. "بندگيءَ" جو ارٿ ئي غلامي آهي. بندگي شرمندگي ۾ دينتا ۾ آهي، نہ ڪ نيڪ عملن ۾. محمد يعقوب آغا حضرت بايزيد بستامي جي اَللہ سان ٿيل بات چيت جو مثال هن طرح سان ڏا ڏين :-

اَللہ :- بايزيد ! تون مونکي ڏيڻ لاءِ ڇا کڻي آيو آهين ؟

بايزيد : اَللہ تعاليٰ ! مان نرملتا (پاڪيزگي) کڻي آيو آهيان.

اَللہ :- منهنجي لاءِ تہ سموري دنيا مهر جي پنک برابر بہ نہ آهي، تہ تنهنجي نرملتا جو ڪهڙو ملهہ آهي ؟

بايزيد : مان گستاخيءَ لاءِ معافي ٿو گهران. مان توڪل (ڀروسو) کڻي آيو آهيان.

اَللہ :- جڏهن مون تنهنجو ضامن (ضمانت ڏيڻ وارو) بڻجڻ قبول ڪري ڇڏيو هو، تہ ڇا ايترو ڪافي نہ هو ؟

بايزيد : منهنجا قادر ! مونکي معاف ڪر. مان اَهڙو نماڻو، نتاڻو بڻجي تنهنجي حضوريءَ ۾ آيو آهيان، جنهنجي ڪوڏيءَ جيتري بہ قيمت ڪونهي. مان صرف پنهنجي لاچاري ظاهر ڪري رهيو آهيان.

اَللہ : توکي اِنهيءَ روپ ۾ سويڪار ڪرڻ ۾ مونکي خوشي آهي.

جڏهن بايزيد "منهنجو نرملتا"، "منهنجي توڪل" جي ڳالهہ ڪئي تہ هن پنهنجن گڻن جي آڌار تي اِها دعويٰ پيش ڪئي تہ ڪيس بخشيو وڃي. جڏهن هن پنهنجن گڻن، ڪرمن، سياءَ جي اَهنڪار کي ڇڏي

عاجزيءَ سان اَلله جي رحمت ۾ ڀروسو ظاهر ڪيو ته اَلله هن کي بخشي ڇڏيو، ڇاڪاڻ ته اَلله غريب نواز آهي. جنهن خدا کان رحمت جي بيک گهري، اُهو بخشيو ويو، جنهن پنهنجين نيڪين ۽ عملن جو سهارو ورتو، اُنهن کي ثوابن جو ڦل ته مليو، پر خدا جو وصال حاصل نه ٿيو.

# طريقت

طريقت صوُفين جي ٻين منزل آهي. شاهه صاحب سمجهائين ٿا تہ سچو جوڳي اُهو آهي جيڪو شريعت کي پار ڪري طريقت ۽ معرفت جي رستي تي هلندي حقيقت جي منزل تي پهچي وڃي ٿو. فرمائين ٿا تہ ڪناري تي ويهي ڇا ڪري رهيو آهين ؟ عام ماڻهن واري رستي تي نہ هل، وحدت جي واديءَ ۾ هليو اَچ. شريعت جي روح تائين گهرو گهڙي، هنسن جي صحبت ۾ پهچي، طريقت ۽ معرفت جي رستي تان حقيقت جي نوُر تائين پهچي وڃ. مرشد پاران ٻڌايل پرهيز جو پالن ڪندي خوديءَ کي فنا ڪري ڇڏ، جيئن توُن شيطان جو شڪار نہ بڻجي سگهين. (سُر ڪارايل 1/450, 1:24)

شاهه سائين سچن جوڳين جي هيءَ سڃاڻپ ٿا ٻڌائين :-

”لاهوُتي“ لطيف چئي، ”سڌ نہ ڪٽن ساڻُ“

”اي آديسين اُهڃاڻ، جيئن تعلق ڇڏيائون تڪيا“

(سُر رامڪلي 2/827, VII:18)

اِنهن سنت سروُپ لاهوُتين دنيا جي اِڇا ڇڏي ڏني آهي ۽ اِهائي اِنهن جي اَصلي نشاني آهي.

ڱُل ڱُل پسي گودڙيا ! گهٽامَ ڀانئيج،

سوئي سُڃاڻيج هيءَ هوُ آهي هيڪڙو.

(سُر رامڪلي 2/857, IX:36)

اي جوڳي ! جيڪڏهن تو جوڳين جي گودڙي گلي ۾ پاتي آهي تہ دنيا ۾ رنگ-برنگي يا قسمن قسمن جا ڱُل ڦل (اَنيڪتا، دويت) ڏسي اُهي اَنيڪ نہ سمجهج. اُهوئي هڪ پرميشور پروڙج. حقيقت ۾ هڪ اَلله کانسواءِ ٻيو ڪجهہ بہ نہ آهي. هي سروپ توڙي هوُ سروپ هر ڪو سروپ هڪ ئي آهي.

پٽ ڇڏيائون پٽ ۾، ڏنڊ ڇڏيائون ڏسُ !

آلائشان اڳي ٿيا، موٽي تين نہ مسُ،

هيءَ ڇڏيائون حسُ، وڃي ڪالهہ ڪُلُ ٿيا.
(سُر رامڪلي 2/858, IX:37)

(پٽ-ڪرمنڊل. ڏنڊ-سڱيُوْن (وڃائڻ جوُن) آلائشان-آلايش يعني ناپاڪائيءَ کان. مس- حوس دنيا جي. ڪُل ٿيا- ڏٽيءَ سان هڪ ٿيا.) يعني، جوڳين پنهنجا ڪرمنڊل پٽ ۾ اُڇلي ڇڏيا ۽ پنهنجون سڱيُوْن ۽ بيراڳڻيون ڏس تہ ترڪ ڪري ڇڏيائون. هوُ ناپاڪائيءَ کان پري ٿيا ۽ وري ٿامو (ڪچ) نٿا ٿين. هُنن هن جهان جا مزا ۽ لذتون ترڪ ڪيوُن ۽

وڃي ڪالهہ ڏٽيءَ سان ملي هڪ ٿيا.
جتي عرشُ نہ اُپُ ڪو، زمين ناهہ ذرو،
نڪو چاڙهائوُ، چنڊ جو، نڪو سج سرو.
اُتي آديسين جو، لڳو دنگ درو.
پري پين پرو، ناٿُ ڏنائون ناهہ ۾. (سُر رامڪلي 2/861, IX:45)

جوڳين اُتي وڃي پنهنجا نشان لڳايا آهن. جتي نہ آسمان آهي نہ زمين، نہ سج آهي نہ چنڊ. اُنهن اِنهن کان بہ پريان پهچي پنهنجي مالڪ سان وصال ڪري ورتو آهي جتي ڪجهہ بہ ڪونہ آهي.

شاهہ صاحب اَنوسار طريقت جا ٻہ انگ آهن. پاڪ اِخلاق (نرمل رهڻي) ۽ مرشد دواران سمجهايل جُڳتيءَ موجب روحاني اَڀياس ڪرڻ.

## طريقت جو پهريون انگ : نرمل رهڻي

رب سان ميلاپ ڪرڻ واري راهہ نرمل آچرڻ جي گلين مان لنگهندي آهي. گندي پاڻيءَ ۾ چهرو صاف نظر نہ ايندو آهي. گندي هردي ۾ اَلله جو نوُر پرگهٽ ٿيڻ جي آشا رکڻ تمام وڏو ڀرم آهي. شاهہ صاحب ساڌڪ کي اُپديش ٿا ڏين :-

ڪوُڙي ڪچ مَ ڪڍهين، ڦڪي پانئج ڦانگ،
ساري سناسيُن جيئن، لائق ! رکج لانگ،
تہ چارئي چادر پاند، اوسا ڪٽي اُڪرئين. (سُر آسا IV:41/1/326)

(ڦانگ- شڪل ٿاري. ساري - هوشيار رهي. لائق-اي لائق طلب. لانگ -

لنگوٽي. چارئي چادر- پوتيءَ جون ڪنڊو. اوسا - شڪل. ڪٽي اُڪرئين.
جهلي پار پوين.)

يعني، ڪڏهن بہ ڪُوڙي ڳالهہ نہ ڪج. (ڪُوڙ ۾ نہ پئج) ۽ بديءَ
کان بچي رهج. بديءَ جي شڪل ٺاريءَ تي ڪڏهن بہ قل نہ لڳندو. درويشن
وانگر لانگوٽيءَ کي پختو ٻڌجانءِ (نفس تي قابو رکجانءِ). اهڙيءَ طرح
(سنسار رُوپي ساگر مان ترندي) تنهنجي چادر يا پوتيءَ جا ڪنارا سڪل رهندا.

شاهہ صاحب جن روحانيت ۾ ترقيءَ جي خواهش رکڻ وارن
ساڌڪن کي ڪجهہ ڳڻ ڌارڻ ڪرڻ جو اُپديش ٿا ڏين :-

جيڪي ڏنائون، سو سيوئي صحت،
مَ چئہ آزار اُن کي، نڪي مصيبت،
کهڻ قريبت، جو ڪوٺڻ پر پرين جي.
(سُر يمن ڪلياڻ VIII:10, 1/235)

يعني اَلله جيڪي ڪجهہ توکي ڏئي ٿو، اُهو تنهنجي لاءِ وردان
آهي. تنهنجي صحت لاءِ اُهو ئي نيڪ آهي. اُن کي ڪڏهن بہ دک يا
بدقسمتي نہ سمجهجانءِ. جيڪڏهن محبوب توکي قتل ڪرڻ چاهي ٿو
تہ اِنهيءَ کي محبوب سان وصال سمجهہ. هوُ عام طور سان پنهنجن پيارن
کي اَهڙيءَ طرح پاڙوٽ گهرائيندو آهي.

نمي ڪمي نهار تُون، ڏمرُ ڏولائو،
ٿيءِ ساچائو، جي اُيئين اِنهيءَ پيرَ تي.
(سُر يمن ڪلياڻ VIII:13, 1/236)

(ڏمرُ- ڪروڌ. ڏولائو- دک، مونجهارو. ساچائو- ساچهہ، سُٺي ٻڌي، عقل.
اُيئين- تون بيهين، پڪو رهين، ثابت رهين)

يعني، نمرتا ۽ ڪميا سان نهاري هلُ، ڇو تہ ڪروڌ مان دکہ ۽
پريشانيوُن ئي حاصل ٿين ٿيون. جيڪڏهن تُون اِنهيءَ پير تي يا اِنهيءَ
راهہ تي پختو رهين تہ سچي ساچهہ حاصل ٿيندءِ.
سُٺي ويڻ ڪنن سين. ورائجِ مَ وري.

حاديءَ جي هدايت جي، آهي اِيءَ ڳري.
تن سچي ساهہ سري، جن ماريو نفسُ مات سين.
(سُر يمن ڪلياڻ 1/238, VIII:20)

مرشد جي پيغام جو سارُ هيءُ آهي تہ ڳارين جو جواب ڳارين سان نہ ڏي. جن خوديءَ کي فنا ڪري ڇڏيو آهي اُنهن کي اَلله پنهنجي رحمت سان سنواري ٿو.

ڪين مائيندا من ۾ خودي ۽ خدا،
ٻن ترارن جاءِ، ڪانهي هڪ مياڻ ۾.
(سُر يمن ڪلياڻ 1/239, 22: VIII)

يعني، خودي ۽ خدا ٻئي گڏ رهي نٿا سگهن، جهڙيءَ طرح هڪ مياڻ ۾ ٻہ تلوارون نہ ٿيون رهي سگهن.

اَڻ چوندن مَ چوءُ، چوندن ڇيو وِسار،
اَنئي پهر اَدب سين، پر اِهائي پار،
پايو منهن مونن ۾، غُربت ساڻ گذار،
مُفتي منجهہ وهار، تہ قاضيءَ ڪاٽيارو نہ ٿئين.
(سُر يمن ڪلياڻ 1/239, VIII:23)

(مؤنن ۾ - گوڏن ۾، مُفتي - فتوىٰ ڏيندڙ (وويڪ ڏانهن اِشارو.) قاضيءَ ڪاٽيارو - قاضيءَ جو محتاج.)

يعني، اڻ چوندڙن کي ڪجهہ نہ چئہُ ۽ چوندڙن جو ڇيو وساري ڇڏ. اٺ ئي پهر اَدب سان اِئين ڪندو رهہُ. گوڏن ۾ منهن وجهي مسڪينيءَ سان گهار. اَندر ۾ فتوىٰ ڏيندڙ وويڪ کي بيدار رک تہ پوءِ قاضيءَ جي وس نہ ٿيندين.

ويئي جنين وٽ، ڏکندو ڏاڍو ٿئي،
سا مجلس ئي مٽ، جي حاصل هوءِ، هزار جو.
(سُر يمن ڪلياڻ 1/240, VIII:25)

(ڏکندو- آزار، دک. ڏاڍو- وڏيڪ. مٽ- ڪنارو ڪر يا پاسو ڪر. حاصل- فائدو.)

جن جي ويجھو وھڻ سان مورڳو پيڙا وڌي وڃي، تن جي سنگت کان ئي پاسو ڪر. پوءِ ڀلي اُن مان هزارن جو فائدو ھجي.

وينِي جنين وٽ، ڏکندو ڏوُر ٿئي.
تن تنين سين ڪٽ، اوڏا اَڏي پکڙا. (سُر يمن ڪلياڻ 1/240, VIII:26)

اي منهنجا جسم ! جن جي ويجھو وهڻ سان، پيڙا لهي وڃي، تن جي ويجھو پنهنجا پڪا آڏي، وڃي اُنهن سان گڏجي گهار.

## طريقت جو ٻيو انگ : روحاني اڀياس

مٿئين بيان موجب طريقت جو پهريون انگ آهي من جي ورتين جو سڌار، وشيہ وڪارن جو تياڳ ۽ من جي نرملتا. اِنهيءَ جو ٻيو اَنگ آهي مرشد ڀاران سيکاريل روحاني اَڀياس. اِنهيءَ اَڀياس جا ٻہ اَنگ آهن : اَلله جي نامَ جو ذڪر (سمرن) ۽ مرشد جي صوُرت جو تصور (ڌيان). صوُفي ساڌنا جو محل اَلله جي نامَ جي ذڪر ۽ مرشد جي صوُرت جي تصور يا ڌيان جي بنياد تي اَڏيل آهي.

## ذڪر (سمرن)

ذڪر عربي ڀاشا جو لفظ آهي. جنهن جو مطلب آهي ياد ڪرڻ، چرچا ڪرڻ، بيان ڪرڻ. ڀارتيہ سنتن ذڪر کي ''سمرن'' چئي پڪاريو آهي. اِهو لفظ سنسڪرت جي ''سمرڻ'' شبد مان نڪتو آهي. ''سمرڻ'' جو اَرٿ آهي ياد ڪرڻ. شاهہ صاحب چون ٿا :-

ڪوُڙ ڪماءِ مَ ڪِيُ، اُٿي اور اَلله سين،
ڪِڍُ تون دغا دل مان، صاحب وٺي سِڃُ،
محبت سندو من ۾، مالڪ ٻارج مچُ،
ان پر اُٿي اَچُ، تہ سوُدو ٿئيئي سٺرو. (سُر سرير اڳ 2/587, I: 9)

(اُٿي اور- حال، سل مالڪ-اي اَملھہ موتي، اِنسان. ان پر-اھڙيءَ طرح سٺڙو-سڃايو، سٺلو.)

يعني ڪوڙ جو واپار نہ ڪر، اُتي ڏٺيءَ سان پنهنجو حالُ اور. تؤن دل مان ڪُوڙ ڪپٽ ڪڍي ڇڏ. ڇو تہ صاحب وٽ رڳو سچُ ئي وڻي ٿو. اي اَملهہ موتي ! (اِنسان) پنهنجي من ۾ سچي مُحبت جو مچُ ٻارج. اِنهيءَ ريت پيش اَچڻ تہ تنهنجو وٽڻ سجايو ٿئي.

مان پُڇيئي سُپرين، چٽان لاهہ مَ چُر،
اُنين جا اَمُر، ڪڏُ تہ خالي نہ ٿئين. (سُر سريراڳہ 2/584, 1:I)

(مان پُڇنئي - من توکي پُڇن. چٽان - چٽ مان. لاهہ مَ چُر - ياد گيري، سار. امُر - حڪم.)

يعني تؤن پرينءَ جي پچار دل تان نہ لاهہ، تہ من پرين بہ تنهنجي سار لهن. سندن مڙيئي حڪم مڃ تہ ڪڏهن بہ سندس رحمت کان محروم نہ رهندين.

سياري تهہ رات ۾، جا گهڙي وسندي مينهن،
هلو تہ پڇُون سُهڻي، جا ڪر جاڳي نينهن،
جنهن کي راتو ڏينهن، مهارُ ئي من ۾. (سُر سُهڻي - 3/1697, 16:III)

معني، اچو تہ سهڻيءَ کان عشق جي باري ۾ پڇُون، ڇو تہ هوءَ هميشهہ ئي ميهار جي ياد (سمرن) ۾ لڳي پيئي آهي.

پڙهيو پڙهيجاءِ، سبق اِنهيءَ سُور جو،
ميمُ رکجانءِ من ۾، اَلفُ تنهن اڳياءِ،
”چٽان چوريجاءِ، اِها لات“ لطيف چئي.
(سُر يمن ڪلياڻ 1/212, 28 : V)

پڙهڻو اَٿيئي تہ اَلله سان ڪيل اِقرار هميشهہ پڙهہ ۽ تن من سان اَلله جي نام جو سمرن ڪر.

شاهہ سائين چون ٿا تہ جيڪي رات جو جاڳن ٿا، اَلله اُنهن جي لڄ ٿو رکي. قران شريف ۾ فرمايو ويو آهي: تون منهنجو ذڪر ڪر تہ مان تنهنجو ذڪر ڪريان.“ (سُر سريراڳہ 2/591, وائي : I)

شاهہ سائين چون ٿا تہ سچو پريمي قدم قدم تي محبوب کي ياد

ڪندو آهي. هو هميشهہ محبوب کي پڪاريندو رهندو آهي. فرمائين ٿا تہ ڇا ٿيو جي محبوب دور آهي. تون آواز لڳائيندو وڃ. ٿي سگهي ٿو تہ تنهنجو آواز هن تائين پهچي وڃي.

محبوب کي ياد ڪرڻ ۽ هن کي آواز لڳائڻ جو مطلب آهي سوانس، سوانس سان الله جو سمرن يا ذڪر ڪندو رهڻ.

چون ٿا تہ بادشاهہ جهانگير پنهنجي محل جي هيٺئين طرف هڪ نوڙي لٽڪائي رکي هئي. جڏهن بہ ڪو فريادي نوڙي ڇڪيندو هو تہ محل جي سيني کان مٿين منزل ۾ بادشاهہ جي آرام ڪرڻ واري ڪمري ۾ گهنڊ وڄندو هو. الله جي نام جو ذڪر، الله جي درگاهہ مان هن مرتيو لوڪ ۾ لٽڪندڙ نوڙي آهي. جڏهن ذاڪر (ذڪر يا سمرن ڪرڻ وارو) ذڪر ڪندو آهي تہ الله جي دربار ۾ گهنڊ وڄندو آهي. الله جي نام جو ذڪر، پنهنجي ڌيان کي الله طرف موڙڻ ۽ الله جي ڌيان کي پاڻ ڏانهن ڇڪڻ جو ساڌن آهي. چاهي الله بيحد دور محسوس ٿئي، پر هن جي نام جي ذڪر سان هن جي دوري گهٽ ٿيندي آهي ۽ هو ويجهو ايندو ويندو آهي.

## ذڪر (سمرن) 2

ذڪر يا سمرن ڪرڻ من جو قدرتي سڀاءُ آهي. من سمرن کان سواءِ رهي نٿو سگهي. من پل پل، سوانس سوانس، ڪنهن نہ ڪنهن وستو جي باري ۾ سوچيندو ئي رهندو آهي. ٻين لفظن ۾ تہ من پل پل دنيا جي شڪلين ۽ پدارٿن جو ذڪر يا سمرن ڪندو ٿو رهي. اِنهيءَ سوچ يا سمرن مان دنيوي خواهشون يا اِڇائون پيدا ٿينديون آهن ۽ اِنهن خواهشن جي پورتيءَ لاءِ انسان هٿ پير هلائيندو آهي. جدو جهد ڪندو آهي. جيتري ئي پربل يا پختي خواهش هوندي آهي، اوتري ئي وڌيڪ محنت ڪري هو اُنکي پورو ڪرڻ جي ڪوشش ڪندو آهي. اَهڙيءَ طرح، هو ٻريءَ طرح سان هن دنيا ۾ ڦاسجي ويندو آهي. اِنهيءَ ٻنڌن کي ٽوڙڻ جو هڪ ئي ساڌن آهي، اُهو آهي الله جي نام جو ذڪر يا سمرن.

## ذڪر (سمرن) 3

اَلله جي نام جو ذڪر يا سمرن ڪرڻ، اَلله جي هستيءَ ۾ وشواس ظاهر ڪرڻ آهي. اَلله جي نام جو ذڪر ڪرڻ جو مطلب آهي اَلله کي سڀ کان وڏو ۽ اُتم سمجهڻ. ذڪر ڪرڻ اَلله جي ڄاڻي ڄاڻڻهار ۽ هر هنڌ حاضر ناظر هئڻ ۾ ڀروسو ظاهر ڪرڻ آهي. ڇاڪاڻ ته جيڪڏهن خدا اسانجي ذڪر ڪرڻ کي ڏسي يا ٻڌي نٿو سگهي ته ذڪر ڪرڻ ئي فضول آهي. ذڪر ڪرڻ خدا جي خالق (ڪرتا)، والي (مالڪ) ۽ رازق (پرتيپالڪ) هئڻ ۾ ڀروسو ظاهر ڪرڻو آهي. ذڪر ڪرڻ جو مطلب آهي انسان جي پناهه يا شرڻ تياڳي، اُنهيءَ شهنشاهه، ٻنهي جهانن جي مالڪ جي پناهه وٺڻي آهي. اَلله جي نام جو ذڪر ڪرڻ، پنهنجي طاقت ۽ ٻڌيءَ جو آسرو ڇڏي سروشڪتيوان ۽ ڄاڻي ڄاڻڻهار اَلله جي ٻل، ٻڌيءَ جو آسرو وٺڻ آهي.

اَلله جي نام جو ذڪر ڪرڻ، اَلله جي رحيم، ڪريم (ديالوُ) ۽ بخشيندڙ هئڻ ۾ ڀروسو ظاهر ڪندي، سندس رحمت جي واسطي هن جي اڳيان اَرداس ڪرڻي آهي. ذڪر ڪرڻ جو مطلب آهي پنهنجي ڏيان کي خدا ڏانهن موڙڻ جي ڪوشش ڪرڻ ۽ خدا جو ڌيان پاڻ ڏانهن ڇڪڻ لاءِ پڪار ڪرڻ.

ذڪر ڪرڻ ئي مرشد ۾ ڀروسو ظاهر ڪرڻ آهي، ڇاڪاڻ ته مرشد جي سيڪاريل اَڀياس ۾ ڀروسو هئڻ ئي حقيقت ۾ مرشد ۾ ڀروسو هئڻ آهي. مرشد پاران سيڪاريل ذڪر ۾ مگن رهڻ ئي من ۾ مرشد جو گهرو پريم هئڻ جي نشاني آهي. مرشد اَلله جي نام جي ذڪر ذريعي اَلله ۾ فنا ٿي چڪو آهي ۽ مريد به اَلله جي نام جي ذڪر ذريعي اَلله ۾ ئي سمائجي ويندو.

ذڪر، مريد کي مرشد ۽ خدا سان جوڙڻ واري زنجير آهي. ”جو دم غافل سو دم ڪافر سانوُن مرشد اِهہ سمجهايا هوُ“[1]. مرشد سمجهائي ٿو ته خدا کان غفلت ڪرڻ ۾ گذاريل سوانس، ڪُفر ۾ گذاريل سوانس آهن.

مرشد چوي ٿو تہ جيڪو ذڪر کان غافل آهي، اُهو ڪافر آهي. جيڪو ذڪر ۾ لڳل آهي. اُهو سچو مسلمان يا مومن آهي.

اَلله جي نام جو ذڪر روح کي ٻاهر کان اَندر ۽ سرير کي اڪين جي هيٺ واري حصي کان ڇڪي مٿي اڪين جي مٿان پهچائڻ جو ساڌن آهي. اڪين جي مٿان انيڪ روحاني منڊل آهن. اَلله جي نام جو ذڪر پهرئين روحاني منڊل تي لڳل ڏاڪڻ آهي. ذڪر معرفت جو آڌار آهي ۽ معرفت حقيقت ۾ پهچائڻ جو ساڌن آهي. ذڪر ڪرڻ اَندر خدا جي ڳولها ڪرڻ آهي. ٻاهر خدا جي ڳولها ڪرڻ ڪُفر يعني اگيانتا آهي.

## هٿ ڪم ۾ دل يار ۾ :-

شاهہ صاحب چون ٿا تہ :- اي سهڻي ! تون ٻاهران تہ ڏم (پتيءَ) جي خدمت ڪر، پر پنهنجو من ميهار ۾ رکجانءِ.

جتان گهڙي تتان گهيڙ، ڪپڙو پڇن ڪوڙيون،
ڏم سين جسو ظاهرا، من ميهار سين ميڙ،
ساندي پائي نيڙ، جنهن کي سِڪَ ساهڙ جي.
(سُر سهڻي 3/1691, 3 : III)

(ڪپڙو-ڪنارو. ظاهرا-ظاهري طرح. ميڙ-ميلاپُ. نيڙ-ننڍي نهر)

يعني، جتان هوءَ (سچي عاشقياڻي) گهڙي تي، تتان ئي هن لاءِ گهيڙ يعني ڪنارو نهيو پوي. ڪُوڙيون ئي ڪنڌيءَ جي اُميد ٿيون ڪن. ظاهري طرح سندس سرير ڏم سان آهي، پر سندس من ميهار سان مليل آهي. جنهن کي ساهڙ جي اُڪير آهي، سانديءَ کي بہ ننڍي نهر ٿي سمجهي.

شاهہ صاحب سمجهائي رهيا آهن تہ دنيوي ذميوارين کي پوُرو ڪندي بہ ڌيان اَلله جي ذڪر ۾ رکي سگهجي ٿو. ڏم سُهڻيءَ جو پتي هو. پاڻ چون ٿا تہ ڏم جي شيوا ڪندي بہ پنهنجو ڌيان مرشد يا اَلله ۾ رکو. شاهہ صاحب قرآن شريف مان مثال ڏيئي چون ٿا تہ اَلله جو طالب (عاشق) مرد هوندو آهي. (سُهڻي 3/1668) اَلله جي عبادت ڪرڻ ڪمزور دل اِنسانن

جو ڪم ڪونهي، اِهو تہ اهڙن ساهسي ۽ ڌيرج وارن ماڻهن جو ڪم آهي، جيڪي دنيا جا فرض پوُرا ڪندي بہ اَلله جي عبادت ڏانهن پوُرو ڌيان ٿا ڏين. ڪار هلائڻ سکڻ وقت پورو ڌيان ڏيڻو پوندو آهي، پر جڏهن ڪار هلائڻ اَچي ويندي آهي تہ اَسين ڳالهيون بہ ڪندا ويندا آهيون ۽ ڪار بہ هلائيندا ويندا آهيون. ساڳيءَ طرح شروع-شروع ۾ سمرن جي عادت پڪي ڪرڻ لاءِ ڪشمڪش ڪرڻي پوندي آهي، پر ڪجهہ وقت کان پوءِ سمرن قدرتي طور سان يا سڀاويڪ ئي پنهنجو پاڻيهي هلندو رهندو آهي.

## تصور يا ڌيان :-

شاهہ صاحب جن ذڪر کي تصور سان يعنيٰ سمرن کي ڌيان سان جوڙڻ جو اُپديش ڏنو آهي. فرمائين ٿا :-

رُوح ۾ رهين رام، ٻهر ٻولن کي ٻيو،
پيالو پر ڪري، جوُپ پيتائوُن جامُ،
تهان پوءِ تمامُ. تَنِ تَڪِيا تاڪي ڇڏيا. (سُر رامڪلي 2/809, 2: VI)

سندن روح ۾ رام جو ئي واسو آهي ۽ ٻاهران ڪجهہ ٻيو پيا ڳالهائين. اُنهن پريم جو پيالو ڪناتار پيرڻي، اُن مان جهجهو ئي پيتو. تنهن کانپوءِ هنن پنهنجا سموُرا آسرا ختم ڪري ڇڏيا. (دنيا جي مڙني وسيلن کان هٿ کڻي ڇڏيائون.

سُر رامڪلي ۾ ئي اڳتي هلي شاهہ صاحب فرمائين ٿا :-

رام رهين روح ۾، ٻهر ٻولن کي ٻيو،
سدائين سفر ۾، مٿاڻين موُءِ،
”ساميڙا صبوح، ساريان گهٽوُن“، سيدُ چئي.
(سُر رامڪلي 2/810, 3:VI)

يعني، هنن جوڳين جي آتما رام ۾ سمائجي ويئي آهي. هي اَندر ۾ رام جي نام جو جپ ٿا ڪن. هنن سرير جي (اَکين کان هيٺ وارن) دروازن کي بند ڪري ڇڏيو آهي. سفر ۾ بہ هنن جو ڌيان پل، پل رام ۾ ئي آهي. مٿي جا وار وڏا ٿي ڳوڙها، ڳنڍيوُن ٿي ويا اَٿن. سيد

لطيف چوي ٿو تہ صبوح جو اُٿي اِنهن جوڳين کي بيحد ياد ٿو ڪريان.

ٿو ڏيءِ کي تعظيم، ٻين سين ڪان اڳري،
اوڏي ٿي اَلف کي، منُ گڏيائين سين ميم،
جيلان ذات حليم، ملي تي مهار کي. (سُر سهڻي 3/1694, 9 : ااا)

سُهڻيءِ جو ٻين ڪان وڌيڪ آدر ٿئي ٿو ڇاڪاڻ تہ سندس من اَلف (اَلله) ۾ ۽ ميم (مرشد) ۾ لڳو پيو اهي. جيڪي نمرتا ۽ دينتا ڏارڻ ڪن ٿا، اُنهن کي اَلله ملي ٿو.

مٿين پرسنگن ۾ شاهہ صاحب ذڪر ۽ تصور (سمرن ۽ ڌيان) جي اَهميت ڏانهن اِشارو ڪري رهيا آهن. پاڻ خيال کي اَکين جي مٿان ۽ وچ ۾ رکي سمرن ۽ ڌيان ڪرڻ جو اُپديش ڪري رهيا آهن.

من جوُن بہ ورتيوُن آهن : ذڪر يعني سمرن ڪرڻ ۽ تصور يعني ڌيان ڪرڻ. هن پل، پل ڪنهن نہ ڪنهن شڪل يا پدارٿ جي باري ۾ سوچيندو رهندو آهي ۽ جنهن جي باري ۾ سوچيندو آهي اُن جي شڪل اَکين جي سامهون اَچي ويندي آهي. ماءُ ٻارن جي باري ۾ سوچيندي آهي تہ ٻارن جي شڪل اُن جي سامهون اَچي ويندي آهي. ڪسان کيتن جي باري ۾ سوچيندو آهي تہ کيت هنجي سامهون اَچي ويندا آهن. جڏهن ذاڪر (سمرن ڪرڻ وارو) ذڪر ڪندو آهي تہ من جي سوچڻ جي شڪتي سمرن ۾ لڳي ويندي آهي پر ڌيان ڪرڻ جي شڪتي خالي رهندي آهي، جنهن جي ڪري من ذڪر ڪرڻ ۾ لجي ويندو آهي. من جي شڪلين بڻائڻ جي طاقت کي تصور (ڌيان) چيو ويندو آهي. ضروري آهي تہ ذڪر جي شڪتيءِ سان گڏوگڏ تصور يعني ڌيان جي شڪتيءِ کي بہ ڪم ۾ لڳايو وڃي، ڇاڪاڻ تہ اِنهيءِ شڪتيءِ کي ڪم ۾ لڳائڻ ڪان سواءِ من کي لڳاتار سمرن ۾ رکي سگهڻ مشڪل آهي.

## تصور يا ڌيان ڪنهن جو ؟

اسين مرشد جي ٻڌايل اَلله جي نام جو سمرن تہ ڪريوُن ٿا پر سوال آهي تہ ڌيان ڪنهن جو ڪريون ؟ اَلله ڪان سواءِ ٻيو هر هڪ وجود فاني يا

ناسونت آهي. اَسين فاني دنيا جي چنبي مان آزاد ٿيڻ چاهيون ٿا. ڇاڪاڻ تہ فاني پدارٿن جو ڌيان اَسانکي فاني سنسار سان ئي ٻڌي رکندو. نہ صرف ايترو، اَلله کان سواءِ ٻئي ڪنهن وجود جو تصور يا ڌيان ٻت پرستي آهي ۽ اِهو ڪُفر آهي تہ پوءِ ڌيان ڪنهن جو ڪيو وڃي ؟ اِنهيءَ سوال جي جواب ۾ مرشد جي ضرورت جو راز لڪل آهي. اَسانکي اَلله جي سروُپ جي خبر ڪونهي. اِنهيءَ ڪري اَسين اَلله جي سروپ جو ڌيان نٿا ڪري سگهون. اَسانکي اَهڙي سروُپ جي ضرورت آهي جيڪو اَسان کي نظر بہ اَچي ٿو ۽ اَسان جهڙو بہ آهي. اُهو سروپ مرشد جو آهي. اِنهيءَ ڪري ڪامل درويشن اَلله جي نام جي ذڪر ۽ مرشد جي سروپ جي ڌيان تي زور ڏنو آهي.

مرشد ۽ مريد جي هڪ ٻئي ڏانهن ڪشش سريرڪ يا جسماني ڪونهي، روحاني آهي. شاهہ صاحب پاران بيان ڪيل پريم ڪٿائن ۾ پريمي ۽ پريمڪا، يعني مرشد ۽ مريد جي عشق ۾ زور روحاني عشق تي آهي. مجاز يعني ديهہ جو عشق روحاني عشق ۾ سڦلتا جو ضروري ساڌن آهي. جهڙيءَ طرح چقمق شئيءَ کي پاڻ ڏانهن ڇڪيندو آهي، اَهڙيءَ طرح مرشد جو روح، مريد جي روح کي پاڻ ڏانهن ڇڪيندو آهي. مرشد جو سهڻو چهرو مريد جي دل ۾ ويهي ويندو آهي. مريد پنهنجو پاڻيهي اُنهيءَ سروپ ڏانهن ڇڪجندو ويندو آهي. سُهڻي چوي ٿي :-

واهڙ وهن نوان، اَچا وَهہُ اڳي ٿيو،
گهر وينيون گهڻا ڪريو، سرتيوُن ! سڱ سَوان !
صوُرت جا ساهڙ جي سا جي ڏني آن.
هوند نہ پليو ماڻ، گهڙو سڀ گهڙا ڪٽي. (سُر سهڻي 3/1662, I:3)

(سڱ سَوان سَوَلي يا پنهنجي ناتي جا دام هڻڻ. ناتي جا دم هڻڻ. آن- اوهان. پليو- جهليو روڪيو.)

يعني، پاڻيءَ جا نوان نوان وهڪرا پيا وهن، پر تکي وَهڪ اڄان بہ اڳتي آهي. اي سرتيوُن ! اوهين گهرن ۾ وينيوُن محبوب جي سولي يا سهنجي پريم جي ناتي جا دم هڻو. جي اوهان ساهڙ (محبوب) جي

صورت ڏني هجي ها، تہ جيڪر مونکي هرگز نہ روڪيو ها پر پاڻ بہ گهڙا ڪٺي درياءَ ۾ گهڙي پئو ها.
شاهہ صاحب چون ٿا تہ :-

جن جي من ۾ ميهار جي صوُرت سمايل آهي، صرف اُنهن کي ئي درياءَ ۾ پير وجهڻ گهرجي. جن جي اَندر اُها صوُرت گهر ڪري چڪي آهي، اُنهن جي واسطي درياءَ پار ڪرڻ هڪ قدم هلڻ جي برابر آهي.

ڪانڌي ڪنگ ٿياس، وهڻُ جنازو سُهڻيءَ،
ٻگها جي ٻيٽن جا، ڪُلها تن ڏناس،
اَڪِيين ملڪ ڏناس، توءِ من ڪاڍو مِهار ڏي.
(سُر سُهڻي VII: 3 ,3/1752)

(ڪنگ- درياءَ جا پکي. وهڻ-وهڪڙو. ملڪ-فرشتا. (منڪر ۽ نکير. جيڪي حساب پڇندڙ فرشتا آهن) توءِ- تہ بہ. منکر ڪاڍو-من جو لاڙو)

يعني، سُهڻيءَ جا ڪانڌي ڪنگ پکي ٿيا ۽ درياءُ سندس جنازو (ڏولي يا ڪٽولو) ٿيو. ٻيٽ تي رهندڙ ٻگهن کيس ڪُلها ڏنا. اکين سان (حساب پڇندڙ) فرشتا ڏنائين، تہ بہ سندس من جو لاڙو ميهار ڏانهن هو. مٿيون بيان جيترو سرل ۽ ساڌارڻ آهي اوترو ئي گهرو ۽ راز سان ڀريل بہ آهي. شاهہ صاحب من ۾ ميهار جي صوُرت کي وهاري ڇڏڻ جي ڳالهہ ٿا ڪن. فرمائين ٿا تہ سُهڻيءَ جو ڌيان هميشهہ ميهار ۾ ئي رهندو هو. سُهڻيءَ جو من هميشهہ ميهار ۾ ئي مگن هو. سندس روحاني اَکيون سدائين ميهار کي ئي ڏسنديون رهنديون هيون. اِهي سڀ بيان تصور يا ڌيان جي اَهميت ٿا سمجهائين. اَلله جي نام جي ذڪر ۾ مرشد جي سروپ جي ڌيان سان جڏهن سُهڻيءَ جي روح اَندر ويئي تہ هن کي موت جا فرشتا نظر آيا. پر اُهي هنجو ڪجهہ بہ بگاڙي نہ سگهيا. ڇاڪاڻ تہ سُهڻيءَ جو ڌيان پوُريءَ طرح سان ميهار ۾ هو. جيڪو مريد مرشد جي سمرن ۽ ڌيان ۾ مگن آهي، ڪابہ شيطاني طاقت اُنهيءَ جي نزديڪ نٿي اچي سگهي.

## جيئري مرڻ :-

سمرن ۽ ڌيان جو مکيہ مقصد آهي جيئري مرڻ جي اَوستا حاصل

ڪرڻ. شاهه صاحب چون ٿا :-

مري جيءُ ته ماڻئين، جانب جو جمالُ،
ٿئين هوُند حلالُ، جي پند اِهائي پارئين.
(سُر معذوُري IV:1 ,3/1186)

(جمالُ-سوُنهن، سندرتا. حلالُ- قبولُ. پند-صلاح، نصيحت.)

يعني، پاڻ کي فنا ڪري بقا ۾ رهه (جيئري مري ڏسُ) ته محبوب جي حُسن جو مُشاهدو ماڻين. جي اِنهيءَ هدايت جي پيروي ڪرين ته جيڪر جانب وٽ قبوُل پوين. (جيئري مرُ ته معشوُق سان ملين)

مرُ ته موچاري ٿئين، اَجلان اَڳي اَڄُ،
جان کي هُئينءَ جيئري، ته مُنڌ پنيوران پڄُ،
پُنهونءَ ساڻُ پهڄُ، ته ملڪ اَلموُت ماڻئين.
(سُر معذوري IV:2, 3/1186)

(اَجلان- اجل يا موُت کان. پهڄُ- پرڄُ، سرڄُ، ساز ۾ هلُ. ملڪ اَلموُت-موُتُ جوفرشتو.)

مرڻ کان اڳ اڄ ئي مرُ ته سُرخروُ ٿين. اي مُنڌ! جيسين حيات آهين، تيسين پنيور (هن دنيا) کان پڇي ڪنارو ڪر. پُنهونءَ (حقيقي محبوب) سان سچي رهه ته موُت جي فرشتي جو سُهڻو ديدار نصيب ٿئيئي.

مرڻان اَڳي جي مُئا سي مري ٿين نه مات،
هوندا سي حيات، جيئان اڳي جي جيا. (سُر معذوري IV:7 ,3/1188)

يعني، جيڪي مرڻ کان اڳي مرن ٿا، سي هرگز نٿا مرن. اُهي هميشهه جيئرا (اَمر) رهندا، جن هميشهه جي جيئڻ (روحاني جهان واري حياتيءَ) کان اڳ هن دنيا ۾ ئي اُها حياتي يا اُها اَوستا حاصل ڪئي.

پر ۾ پڇي پرينءَ کي، مري نه جاتوءِ،
”موُتو“، مُنڌ! نه سوءِ، ڪنڌُ ڪُجاڙيا ڪاٽيين؟
(سُر معذوري IV:12 ,3/1190)

(پر ۾ - ڳجهو، اَندر ۾، موُتو - مرو، (مرڻ کان اڳي مرو) سوءِ - ڀُڏءِ.)

تو ڳجهه ڳوهه ۾ محبوب لاءِ مري نه جاتو، اي مُنڌ! توُن پنهنجي آسپاس

پرينءَ جي پڇا پيئي ڪرين پر هي جهان ڇڏي نہ ڄاڻُئہ. مرڻ کان اڳہ مرڻ جو نہ ھڏو اَٿيئي ؟ تُون ڇاجي لاءِ ٿي پنهنجو ڪنڌ ڪَپين؟

تُون جي ڪالهہ مُئي، تہ ڪالهہ ئي گڏي پرينءَ کي،
ڪڏهن ڪانہَ سُئي، تہ ڪا سگهي گڏي سڄڻين.
(سُر حسيني IX:19 ,3/1416)

يعني، جي تُون ڪالهہ ئي مرين ها تہ ڪالهہ ئي پنهنجي محبوب سان ملين ها. ڪڏهن بہ اِهو نہ ٻُڌو تہ ڪا سنئين لڳي محبُوب سان وڃي ملي (جيئري يا دنياداريءَ سان واسطو رکندي.)

مرُ، مٽا ڏيئي، پُنهونءَ ڪارڻ پٻ ۾،
تہ سرتيُون سِپيئي، واڪاڻينئي وينيُون.
(سُر حسيني IX:21 ,3/1416)

يعني، ڪشالاءِ جفائُون ڪڍي، تُون پُنهونءَ لاءِ پٻ جبل ۾ فنا ٿيءُ تہ تهنجون سکيُون وينيُون تنهنجي ساراهہ ڳائينديون.

مرڻ مُسلم جن، واحدُ تن نہ وسري،
مٿي سڳر ڪاپڙي، نانگا ننڊ نہ ڪن،
نيڻ سدائين تن، اوجاڳي اُجاريا. (سُر رامڪلي IX:17 ,2/847)
(مُسلمُ-قبول. واحد-ڌڻي. سڳر-روحاني راهہ. اُجاريا-روشن ڪيا.)

جن کي مرڻ قبول آهي (جي مرڻ کان اڳ مُئا پيا آهن) تنکان رب نٿو وسري، (اُهي هميشهہ اَلله جو ذڪر پيا ڪن) اُهي نانگا، روحاني سفر ۾ ننڊ نٿا ڪن، اُنهن جوُن اَکيوُن سدائين اوجاڳن روشن ڪيوُن آهن.

جيئري مرڻ يا مري جيئرو ٿيڻ، اِهي ٻئي ڳالهيوُن هڪ ٻئي جي برخلاف آهن. جيڪو جيئرو آهي اُهو مري ڪونہ ٿو، جو مري ٿو وڃي، اُهو ٻيو دفعو زندهہ نٿو ٿي سگهي. ليڪن جيئري مرڻ جي اَڀياس ۾ زندگيءَ موَت ٻئي گڏوگڏ ٿا هلن. جيئري مرڻ حقيقت ۾ ڪامل درويشن پاران سيکاريل روحاني اَڀياس جو بيحد خاص اَنگ آهي.

ڪامل درويش سمجهائين ٿا تہ جڏهن ساڌڪ مرشد پاران سمجهايل جڳتيءَ موجب خيال کي اکين مٿان ٽِڪ ۾ رکي مرشد جي سروُپ ۾ ڌيان رکي

اَلله جي نام جو ذڪر يا سمرن ڪري ٿو تہ ڏيري ڏيري هن جي سُرت اکين جي مٿان ۽ وچ ۾ ايڪاگر ٿيڻ شروع ٿئي ٿي. جڏهن سُرت يا توجهہ پوريءَ طرح اَکين جي مٿان ۽ وچ ۾ اسٿر ٿي وڃي ٿي تہ روح (سُرت) سرير جي هيٺئين حصي کي خالي ڪري اَکين جي مٿان ۽ وچ ۾ سميٽجي ٿي وڃي. اِنهيءَ کي يڪسوُئي يا سماڌيءَ جي اَوستا چيو ويو آهي. اَهڙي اَوستا ۾ سرير جو اَکين کان هيٺ وارو حصو پوُريءَ طرح سان سُن يا مُردي وانگر ٿي ويندو آهي، پر اَکين کان مٿي واري حصي ۾ روح يا سُرت پوُري طرح سان چيتن هوندي آهي، يعني اِنهيءَ اَوستا ۾ جيون ۽ مرتيو گڏوگڏ هلندا آهن. هاڻوڪي اَوستا ۾ اَسين سرير ۽ دنيا جي طرفان زندهہ آهيوُن پر روح ۽ رب جي طرفان مُردا آهيون. پر اُن (جيئري مرڻ واري) اَوستا ۾ اَسين دنيا جي طرف مُردا هوندا آهيون، ليڪن روح ۽ رب جي طرف زندهہ ٿي ويندا آهيون.

## سُنمن، بڪمن، اُميئن :-

صوفي درويشن جيئري مرڻ کي ”سُنم، بُڪ، اُم“ يا ”سُنمن، بڪمن، اُميئن“ يعنيٍ اکيوُن، منهن ۽ ڪن بند ڪري ڇڏڻ جي اَوستا بہ چيو آهي. شاهہ صاحب جن بہ پنهنجي ڪلام ۾ ڪيترن هنڌن تي ”سُنم، بُڪ، اُم“ لفظ ڪم آندا آهن. شاهہ صاحب چون ٿا :-

رِيءَ پرڻ، رِيءَ ٻولڻ، ٿا اَهڙي چال چلن.
سيدُ چئي، ”سندين، توُن ڪل ڪِهين ٿو ڪهڙي“ ؟
(سُر رامڪلي V:1 ,2/793)

يعني، جوڳي ايڪانت ۾ بنا ڪجهہ چوڻ جي، ٻڌڻ جي ۽ ڏسڻ جي، چپ چاپ اَندر ئي گم سُم ٿا رهن. سيد (لطيف) چوي ٿو تہ تو هين اُنهن جي باري ۾ ڇا ٿا ڄاڻڻ چاهيو ؟

---

نئہ چُنا مزگي ڪہ در گوري روي،
مزگ تبديلي ڪهہ در نوُري شوي[3]

(اُنهن جي حالت جي باري ۾ ڪجهہ بيان ڪرڻ بيحد مشڪل آهي).
شاهہ صاحب سمجهائين ٿا :-

چُپ ڪر، چَپَ مَ چور، پُوُر اکيون، ڍڪ ڪن،
پاڻي پيءُ، پيٽُ مَ ڀر، رهاءِ اَڌورو اَنُ،
تہ هوءِ مُورت منجهاران منُ، تنهن مُشاهدو ماڻين.
(سُر آسا IV:9-B ,1/310)

مولاناروم بہ فرمائين ٿا :-

چشم بندو گوش بندو لب بند،
گر نہ بيني سر حق بر من بخند.[2]

اي ساڌڪ! توُن اَکيون بند ڪر، منهن بہ بند ڪر ۽ ڪن بہ بند ڪري ڇڏ، جيڪڏهن اُن ڪانپوءِ بہ توکي اَلله جو راز نظر نہ اَچي تہ پوءِ ڀلي مُونتي وشواس نہ ڪجانءِ.

## موتو قبلنت موتو :-

شاهہ صاحب جن پنهنجي ڪلام ۾ حديث مان بار بار ''مُوتو قبلنت مُوتو'' جو حوالو ڏنو آهي، جنهن جو مطلب آهي مرڻ کان پهرين مرو. مولانا رُوم اِنهيءَ ڪٿن جي وياکيا ڪندي فرمايو آهي تہ هيءُ اُهو موُت ڪونهي تہ اِنسان جيئري ئي قبر ۾ هليو ويندو آهي. هيءُ تہ اُهو موُت آهي، جنهن ۾ اَسين انڌيري مان پرڪاش ڏانهن هليا ويندا آهيون.

پاڻ حضرت محمد صاحب جن جو حوالو ڏيئي چون ٿا، ''اي نوجوان! مرڻ کان پهرين مرڻ ۾ شانتي آهي. حضرت محمد صاحب جن اَسانکي

---

اِين چُني فرمُودَهہَ مارا مُستِفا[4]
بيمار اي دوست پيش اَزمرگ،اَگر مي زندگي کواهي،[5]
پيشي مُردن بہ مير اي نيکو سرجازان بجانان بديهز جاني خُد گُذر.[6]
عاشقاني ڪ باخبر ميرند، پيشي معشوُق چوُن شکر ميرند،
اوءُ ليا چشمي غئب بکشائند، باڪيئا چُملا ڪور-او-ڪر ميرند.[7]

اِهو ئي حڪم ڏنو آهي.''

مرگ پيش اَز مرگ، اَمن اَست اي فتا.*

وري فرمائين ٿا تہ اَمر جيون حاصل ڪرڻ جي لاءِ مرڻ کان پهرين مرڻ ضروري آهي، چاڪاڻ تہ ائين ڪرڻ سان اَسين خود پنهنجي جان (روح) پنهنجي پياري کي اَرپڻ ٿا ڪريون.

حضرت شمس تبريز فرمائين ٿا تہ سنسار جا باقي سڀ ماڻهو اَنڌن وانگر مرن ٿا پر مرشد ڪامل جن جي غيب جي اَک (شو نيتر يا تيسرا تل) کولي چڙهي ٿو، اُهي جيئري ئي مرڻ جي قابل بڻجي وڃن ٿا، اُهي بيخبر نہ، باخبر ٿي وڃن ٿا ۽ خوشي، خوشيءَ سان پنهنجي پريتم (مرشد) جي حڪم ۾ رهن ٿا.

صُوفي درويش سائين بُلي شاهہ فرمائين ٿا :-

عشق جنهان دي هڏي پئندا سوئي نر جيوت مر جاندا،

جس تي عشق ايهہ آيا هئہ، اوهہ بيبس ڪر دکلايا هئہ،

نشا روم، روم ۾ آيا هئہ، اِس وچ رتي نہ اوهلا هئہ،

هر طرف دسيندا موَلا هئہ، بُلا عاشق وي هڻ تردا هئہ،

من اندر هويا جهاتا هئہ، جس پچي مست هو جاتا هئہ [8]

پاڻ اِشارو ڪن ٿا تہ خدا جا سچا عاشق پنهنجو ڏيان شرير جي اَکين جي مٿئين حصي ۾ پوُريءَ طرح ايڪاگر ۽ اِستر ڪري جيئري ئي مري ٿا وڃن. اُهي سرير جي طرف بلڪل ئي اَچيت يا بيخبر ٿي وڃن ٿا. اُنهن جي اَنتر درشٽي (اَندرين اک) کُلي وڃي ٿي ۽ اَلله جي ديدار دواران اُنهن جي اَندر عجيب مستيءَ جو عالم ڇانئجي وڃي ٿو. هِئي پرسنگ ۾ چون ٿا :-

بُليا حجرت وچ اِسلام دي، ميرانت هئہ خاص مُقام، [9]

نت نت مران تي نت نت جيوان، ميرا نت نت ڪوُچ مقام.

حضرت محمد صاحب جي مڪي کان مديني وڃڻ کي حجرت چيو ويندو آهي ۽ اِنهيءَ تاريخ کان ئي سن حجري شروع ٿيندو آهي. بلي شاهہ جن اِنهيءَ ڳالهہ جو بيان صوفياني اَنداز ۾ ٿا ڪن تہ آتما جو نون

دروازن جي مڪي مان نڪري ڏھين دروازي جي مديني ۾ پھچڻ حجرت
ڪرڻ آهي ۽ آٺما جو نون دروازن ۾ هن نظر ايندڙ جڳت جي دوئيت
(ڪُفر) مان آزاد ٿي اَلله تعاليٰ سان ميلاپ جي وحدت ۾ پھچي وڃڻ
اِسلام ۾ داخل ٿي وڃڻ آهي. پاڻ فرمائين ٿا :-

1. مؤتو قبلنت مؤتو هويا، مويان نوُن مار جوالي او يار،
بلا شوهہ ميري گھر آيا، ڪر ڪر ناچ وڳالي او يار.[10]

2. ڪران نصيحت وڏي جي ڪوئي، سُڻ ڪر دل تي لاوينگا،
موئي تان روز حشر نوُن اُٺن، عاشق نہ مر جاوينگا،
جي توُن مري مرن تون پھلون، مرني دا مُل پاوينگا.[11]

”مؤتو قبلنت مؤتو“ حديث جو فرمان آهي. اِنهيءَ جو مطلب آهي تہ مرڻ کان اڳ ۾ مرو. ڀٽائي شاهہ جن حديث جي ”مؤتو قبلنت مؤتو“ جي حوالي سان اُپديش ٿا ڏين تہ مرڻ کان پھرين مرڻ جي جُڳتي سکو، چاڪاڻ تہ اِهو اَڀياس ڪرڻ وارا مرڻ کان پوءِ وري زندهہ ٿي وڃن ٿا. اُنهن کي نہ درگاهہ ۾ حساب ڏيڻو پوندو آهي ۽ نہ نرڳن جا ڏک سهڻا پوندا اَٿن. منش ديهيءَ جو اَصلي مقصد اَلله تعاليٰ سان ميلاپ ڪرڻ آهي، جيڪو جيئري ئي مرڻ جي اَڀياس ذريعي ئي پوُرو ٿي سگھندو.

## هڪ طوطي جو داستان :

موُلانا روُم پنهنجي مثنويءَ ۾ هڪ طوطي جو قصو بيان ڪيو آهي.
ايران جي هڪ سوُداگر هندستان وڃڻ وقت پنهنجن سيني مٽن، مائٽن کان پڇيو تہ اُنهن لاءِ ڇا ڇا آندو وڃي. هن هڪ هندستاني طوطو پاليو هو، جيڪو انسانن وانگر ڳالهائيندو هو. سوداگر طوطي کان بہ پڇيو تہ ”تنهنجي لاءِ هندستان مان ڇا وٺي اچان ؟“ طوطي چيو تہ ”اُتي منهنجن سنبنڌي طوطن کي منهنجو نياپو ڏجو تہ مان توهانجي جدائيءَ ۾ تڙڦي رهيو آهيان. اُنهن کي چئجو تہ توهين آڪاش ۾ اُڏامندا ٿا ڦرو پر مان پڃري ۾ قيد جو ڏک ڀوڳي رهيو آهيان.“

جڏهن سوداگر هندستان مان واپس آيو تہ طوطي پڇيس، ”منهنجن

سنڀڏين منهنجي نياپي جو ڪهڙو جواب ڏنو؟'' سوداگر چيو تہ ''مونکي بيحد ڏک ٿيو جو مون تنهنجو نياپو پهچايو. تنهنجو نياپو ٻڌنديئي تنهنجو هڪ سنڀنڌي تڙڦي تڙڦي اُتي ئي مري ويو. مونکي سچي سفر ۾ اِنهيءَ ڳالهہ جو افسوس رهيو تہ مان ئي هن غريب جي موت جو ڪارڻ بڻيس.'' اِها ڳالهہ ٻڌنديئي سوداگر جو طوطو بہ يڪدم ڦڙ ڦڙائڻ لڳو ۽ ڪِري پيو. سوداگر کي بيحد ڏک ٿيو تہ پهرين هو هندستان وارو طوطو مري ويو ۽ هاڻي سندس قيمتي طوطو بہ ختم ٿي ويو. هن روئندي روئندي طوطي کي پڃڙي مان ٻاهر ڪڍي ڦٽو ڪيو. پڃڙي مان ٻاهر نڪرنديئي طوطو هيءَ ڳالهہ چوندي آڪاش ۾ اُڏامي ويو تہ ''مونکي پنهنجي سنبنڌيءَ جي ڳالهہ سمجهہ ۾ اَچي ويئي.''

مولانا روم سمجهائڻ چاهين ٿا تہ پرائي ديس ۽ سرير جي پڃڙي ۾ قيد روح جي آزاديءَ جو هڪ ئي رستو آهي ''جيئري مرڻ''. جيڪو جيئري ئي مري ويو، سرير روپي پڃري مان آزاد ٿي ويو ۽ مرتيو لوڪ روپي پرائي ديس مان بہ هميشهہ لاءِ آزاد ٿي ويو.

## شاهہ رڳ :

جيئري ئي مرڻ جي اَوستا ۾ آتما اَندر شاهہ رڳ روپي سوکيم مارگ ۾ پهچي وڃي ٿي، مارئي چوي ٿي :- منهنجي قسمت ئي منهنجي قيد جو ڪارڻ آهي. اَلله تعاليٰ قران شريف ۾ فرمايو آهي تہ مان شاهہ رڳ کان بہ اوهانکي ويجهو آهيان. اِنهيءَ ڪري مان پنهنجي اَصلي ديس ۾ پنهنجي محبوب وٽ ضرور واپس پهچي ويندس. پر مونکي خبر ڪونهي تہ مان هن محل مان آزاد ٿي ڪڏهن پنهنجن مٽن مائٽن سان ملندس.[11] (سُر مارئي 2/939, 9 :I)

هڪ ٻئي بيت ۾ شاهہ صاحب چون ٿا :-

پاڻيءَ مٿي جهوپڙا، مورک اُڃ مرن،
ساهان اوڏو سُپرين، لوچي تان نہ لهن،
دمُ نہ سڃاڻن، دانهون ڪن مُٺن جيئن. (سُر سسئي آبري 2/1049, 9:I)

يعني، ماڻھن جي مُورکتا تہ ڏسو، سندن جھوپڙيون پاڻيءَ جي نزديڪ ھئڻ جي باوجود ھو پياسا مري رھيا آھن. محبوب تہ شاھ رڳ جي ويجھو آھي پر ڪين نظر ئي نٿو اَچي.

شاھ صاحب پنھنجن اَنيڪ بيتن ۾ قرآن شريف جي متئين فرمان جو مثال ڏنو آھي تہ شاھ رڳہ ۾ جيڪڏھن ڪير پھچي وڃي تہ اَلله بيحد نزديڪ آھي.

شاھ رڳ سان مطلب اَڪين جي مٿان ۽ وچ ۾ اُھو سوُڪيم رستو آھي، جتان لنگھندي روح اَندر روحاني سفر طئہ ڪري. ڀارت جي سنتن اِنھيءَ رستي کي ''سُشمنا'' يا ''سُکمنا'' چئي ورڻن ڪيو آھي. لفظ اَلڳ اَلڳ آھن پر صوُفي درويش ۽ نرگڻ وادي سنت پنھنجي پنھنجي ٻوليءَ ۾ ھڪ ئي اَندرئين سوُڪيم مارگ ڏانھن اِشارو ڪري رھيا آھن. صوُفي درويش سائين بلي شاھ جو ڪلام آھي :-

ناھن اَقرب دي بنسي ٻڄائي،
من اَر فوُتن قصا دي ڪوُڪ سڻائي.[12]

سائين بلي شاھ جن اِشارو ڪن ٿا تہ :- جڏھن روح شاھ رڳ ۾ پھچي ٿي تہ اُنکي رب جي ڪلمي جي بنسي ٻڌڻ ۾ ٿي اَچي.

ٻين ڪلامن ۾ بہ سائين بلي شاھ جن چون ٿا :-

1. پيارا آپ جمال وِڪالي، ھوئي قلندر مست متوالي،
ھنسا دي ھڪ ويک کي چالي، ڀُل گئي ڪاگان دي ٽورني،
نئڻ لڳا مت گئي گواتي، ناھن اَقرب ذات پڇاتي،
سائين شاھ رڳہ تون وي نيڙي، پڙتالئو ھڪ عاشق ڪيھڙي.[13]

2. چوڏين طبقي سئر اَساڏا ڪتي نہ ھندا قيد.[14]

فرمائين ٿا تہ جڏھن روح شاھ رڳ ۾ پھچي وڃي ٿي تہ اُنکي اَندر پياري جو جلوو نظر اَچڻ لڳي ٿو ۽ ھنجي اَندر ھڪ عجيب مستي ڇانئجي وڃي ٿي. پوءِ ھنجي ڪافرن منمکن واري، ڪانگن واري ورتي دوُر ٿي وڃي ٿي ۽ ھنکي مومن گرمکن واري ھنسن جي ورتي حاصل ٿئي ٿي.

ڪافر يا منمک رُوپي ڪانگ، مايا جي گندگيءَ جو متوالو هوندو آهي. مومن يا گرمک رُوپي هنس، اَلله جي ڪلمي جي آب- حيات يعني اَمرت جو متوالو آهي. پاڻ اِشارو ڪن ٿا تہ جيڪي اِنسان شاهہ رڳ ۾ پهچي وڃن ٿا، اُنهن جي رسائي چوڏهن طبقن تائين ٿي وڃي ٿي. سندن مطلب آهي تہ شاهہ رڳ ۾ پهچڻ کان پوءِ روح جي اَندرين منڊلن تي چڙهائي شروع ٿي وڃي ٿي.

صوفي درويش سُلطان باهوُ جو ڪلام آهي :-

اَلف دي ذات سهي جس ڪيتي، رکدي قدم اَگيري هوُ،
ناهن- اقربُ لبِ لئو ني، جهگڙي ڪُل نبيڙي هوُ.

پاڻ بہ قران شريف جو حوالو ڏيندي فرمائين ٿا تہ رب جا سچا عاشق ٻاهر جي هر طرح جي جهڳڙن، جهميلن کي ڇڏي رب کي وڃي ٿا ڳولهين ۽ هميشهہ جي واسطي وحدت جي واديءَ ۾ داخل ٿي ٿا وڃن. فرمائين ٿا:-

هو دا جاما پهن ڪراهان، اسم ڪماوڻ ذاتي هوُ،
ڪُفر، اِسلام، مقام نہ منزل، نہ اُتي موت حياتي هوُ،
شاهہ رڳہ تين نزديڪ لڌوسي، پا اَندروني جهاتي هوُ،
اوهہ اَسان وچ، اَسين اُنهان وچ، دوُر رهي قربا تي هوُ.

پاڻ سمجهائي رهيا آهن تہ جڏهن روحاني اَڀياس وقت روح شاهہ رڳ ۾ پهچي وڃي ٿي تہ اُنجي خدا کان دوُري ختم ٿي وڃي ٿي. هوءَ اَلله ۾ سمائجي اَلله جو روُپ بڻجي وڃي ٿي. پوءِ هوءَ ڪُفر ۽ اِسلام، زندگي ۽ موت جي دويت کان مٿي چڙهي پوُرڻ وحدت جي واديءَ ڏانهن هلڻ شروع ڪري ٿي.

## اندريان ڪن ۽ اندريون اکيون :-

جڏهن جيئري مرڻ جي اَڀياس ذريعي آتما اَندرئين سوُکيم روحاني جڳت ۾ داخل ٿئي ٿي تہ آتما جي آنترک شبد ٻڌڻ جي شڪتي

جاڳي ٿي وڃي ۽ اُنهيءَ جي اَندرين اَک کُلي ٿي وڃي. هاٿرس جي سنت تلسي صاحب جن بہ اِشارا ڪيا آهن : ”چشمي دل سي ديکہ يهان، جو جو تماشي هو رهي“[17]، ”گوشي باتن هو ڪُشادا جو ڪري ڪڇ دن عمل.“[18] ”چشمي دل“ جو مطلب اَندرين اَکين سان آهي ۽ ”گوشي باتن“ جو مطلب اَندرين ڪنن سان آهي. جڏهن روحاني اَڀياس ڪري آتما اَندر پهچي ٿي تہ اُنجي اَندر جي اَک بہ کُلي وڃي ٿي ۽ اَندر جا ڪن بہ کُلي وڃن ٿا.

شاهہ صاحب چون ٿا تہ :- جوڳي ڀوڳ آهن. اُنهن خوديءَ کي مٽائي ڇڏيو آهي. اُهي هميشهہ سماڌيءَ ۾ رهن ٿا. اُنهن جي ڳالهہ ٻڌڻ ۽ سمجهڻ جي لاءِ روحاني ڪنن جي ضرورت آهي.

(سُر رامڪلي 2/754, I:34)

اُنهن جو مطلب آهي تہ اَندرين روحاني منڊلن جون ڳالهيون اَندرين ڪنن سان ئي ٻڌي سگهجن ٿيون. اَندرين اَکين جي باري ۾ شاهہ صاحب چون ٿا :-

ديک مَ توُن سين تَنِ هي، جي مجازياٺيوُن منهن ۾،
جن نہ سڃاتو سُپرين، نهاري نيٽن،
پرين سي پسن، ٻئي جنين ڀوُٽيون. (سُر آسا، 1/289, III:1)

يعني تون اِنهن ٻاهرين اَکين سان نہ ڏس، جي منهن ۾ اَٿيئي. جسماني اَکين محبوب کي ڪين سڃاتو. محبوب اُهي ٿا ڏسن، جن ٻئي اَکيون بند ڪيوُن.

شاهہ صاحب سمجهائين ٿا تہ ٻاهرين اکين سان محبوب جو ديدار ڪري ئي نٿو سگهجي. جسماني اَکيون دنيوي پدارٿن کي ڏسڻ لاءِ آهن.اِنهيءَ ڪري اِنهن سان محبوب- حقيقيءَ جو ديدار ڪرڻ ممڪن ئي ناهي. ٻاهريوُن اَکيون هنجي تلاش ڪرڻ جي باوجود بہ هنکي ڏسي نہ سگهنديون. هن پياري کي صرف اُهي ئي ڏسي سگهن ٿا، جن ٻاهريون اکيون بند ڪري ڇڏيون. اي نادان ! توُن حقيقت کي ڄاڻڻ جي ڪوشش

ڪر. جسم هڪ ڏينهن ڏوڪو ڏيئي ڇڏيندو. اِنهيءَ ڪري ٻاهرين جسماني اَکين جو ڪوبہ ڀروسو ناهي. ٻاهريون اَکيون خاڪي آهن. اي مؤرک! تون روحانيت جي عينڪ لڳاءِ، جيئن هر ڪا شيءِ صاف نظر اچيئي.
شاهہ سائين سمجهائين ٿا تہ نہ عقل ۽ سمجهہ سان خدا کي سمجهي سگهجي ٿو ۽ نہ ئي هن جي کيل ڪمن جي ڪارڻ هنجي نزديڪي حاصل ڪري سگهجي ٿي. جنهن کي مرشد وٽان ديڪشا حاصل نہ ٿي آهي، اُهو حقيقت کي ڏسي نہ سگهندو آهي ۽ نہ ئي سمجهي سگهندو آهي. اِنسان جو خدا ۽ هن جي کيل ڪمن کي سمجهڻ جي ڪوشش ڪرڻ، اهو اَهڙيءَ طرح آهي جيئن ڪيترا ئي اَنڌا ملي ڪري هاٿيءَ جو بيان ڪرڻ جي ڪوشش ڪري رهيا هجن. صرف روحاني اکين وارا ماڻهو ئي سچائي سمجهي سگهن ٿا ۽ اِهي اَندر جون روحاني اَکيون روحاني رازن جا ڄاڻو رهبر يا مرشد ڪامل ئي بخشيندا آهن.
(سُر آسا 300-1/299، 33-30:III)

شاهہ صاحب جن اَندرين روحاني اَکين ڏانهن اِشارو ڪري رهيا آهن، اُنهن کي درويشن چشمي غيب چشمي باطن، ديداءِ-باطن، ديدائي-دل وغيرهہ چيو آهي. هندستاني سنتن اُنهن کي اَندريون اَکيون، دويہ-چڪشو، شو نيتر وغيره چيو آهي. حضرت عيسيٰ اِنهيءَ کي ''هڪ اَک'' چيو آهي. فرمائين ٿا تہ ''جڏهن توُن'' هڪ اَک وارو بڻجي ويندين تہ تنهنجو سڄو سرير نوُر سان ڀرجي ويندو.''*
هنن جو مطلب آهي تہ جڏهن تون اَندرجون اکيون کوليندين تہ اَندرين اَکين دئاران خدا جو نوُر نظر اَچڻ لڳندءِ.

## طريقت جي سڀ کان اُتم اوستا :-

اَللهہ جي نام جي سمرن ۽ مرشد جي سروپ جي ڌيان ذريعي جيئري ئي مرڻ جي اَوستا حاصل ڪرڻ، سمرن ۽ ڌيان جي سڀ کان اُتم اَوستا

* The Light of the body is the eye, if therefore thine eye be single, thy whole body shall be full of light [19]

آهي. جيئري مرڻ جي اَوسٿا حاصل ڪرڻ کان پوءِ سمرن ۽ ڌيان جو ڪم پُورو ٿي وڃي ٿو ۽ گڏوگڏ روح اَلله جي درگاھہ ڏانهن وڃڻ واري سڌي راھہ يعني شاھہ رڳ تي پهچي وڃي ٿي. اُنجي اَندرين اَک کُلي وڃي ٿي، اَندريان ڪن کُلي وڃن ٿا ۽ اَندرئين سُوڪيم جڳت جي چڙهائيءَ جي لاءِ روح کي سُوڪيم روحاني ساڌن حاصل ٿي وڃن ٿا. اُن کي اَندران مالڪ جي درگاھہ مان ايندڙ شبد، نام يا ڪلمي جي مٺي پياري ڌُن ٻڌڻ ۾ اَچڻ ڪلمي مان نڪرندڙ سُوڪيم پرڪاش نظر اَچڻ ٿو لڳي. جيئن ڪو رستو ڀلجي ويل شخص بستيءَ طرفان ايندڙ آواز کي ٻڌي ۽ بستيءَ جي طرف کان نظر ايندڙ روشنيءَ کي ڏسي پنهنجو رخ قائم ڪري بستيءَ ڏانهن هلڻ شروع ڪري ٿو ڇڏي، اَهڙيءَ طرح آتما شبد يا ڪلمي جو آواز ٻڌي اَندرين روحاني منڊلن ڏانهن رُخ قائم ڪري ٿي ڇڏي ۽ شبد يا ڪلمي جي پرڪاش کي ڏسندي مٿين منڊلن ڏانهن چڙهائي ڪرڻ شروع ڪري ٿي ڇڏي.

پرديس ۾ ويل مسافر اُن ديس جي رستن کان واقف ڪونہ هوندو آهي. هنڪي اُنهيءَ ديس جي رستن کان واقف ڪنهن رهبر جي مدد کپي. روح بہ اَندرئين سوڪيم جڳت جي رستن کان واقف نہ آهي، اُنکي صحيح رستو ڏيکارڻ واسطي مرشد جو نُوري سروپ اَندر پرگهٽ ٿي ويندو آهي. اُهو سروپ روح جي اَلله جي حضوريءَ ۾ پهچڻ تائين سنڀال ڪندو آهي. شاھہ صاحب چون ٿا :-

سُهڻيءَ کي ميهار جي ڏيري مان نڪرندڙ دُونهون موم بتيءَ وانگر نظر اَچي رهيو هو (جيڪو کيس راھہ ڏيکاري رهيو هو)

(سُر سُهڻي، وائي 3/1794, وائي 1: X)

هتي هوُ اَندر نظر اَچڻ واري ڪلمي يا شبد جي پرڪاش ڏانهن اِشارو ڪري رهيا آهن. سُهڻي چوي ٿي :-

جياريس سنڀارَ، ڪَهُہ ڪريندم گڏجي ؟
ويروٽار وجُود ۾، پرين جي پچار،
سي ڪيئن سڄڻ ڏارَ، جي هنئين ۾ حلُ ٿيا.
(سُر سُهڻي 3/1708, IV:6)

(ڪَهُہ-ڇا. پرپور - هميشهہ. حلُ ٿيا-سمايل، هڪ ٿيل)

يعني، مونکي پرينءَ جي ياد ٿي جياريو آهي، پوءِ مونکي هوُ ڳڏجي ڇا ڪندا ؟ اَندر ۾ هميشه پرينَ جي تات اَٿم. اُهي دلبر جدا نه ٿيندا، جي دل ۾ سمايل آهن.

شاهه صاحب ڪلمي يا شبد جي مٺين روحاني منڊلن ڏانهن ڇڪيندڙ خوشي ڏيندڙ ڌُن ۽ مرشد جي نوُري سروپ ڏانهن اِشارو ڪري رهيا آهن. سُهڻي چوي ٿي ته ميهار اَندر هردم مون سان گڏ آهي. مرشد ديهه سروپ ۾ نه، پر نوُري سروپ ۾ هميشه ساڻڪ سان گڏ رهندو آهي. سُهڻي چوي ٿي :-

هُن پَرِ سُيم هوُءِ، سُڻي سنيارن جي،
چِتُ چڙن چوريو، جوُنک ٽئڙم جوءِ،
مُحبت مهار جي، با اَلله آيم بوءِ،
وڃي روُءِ بروءِ، ڏيکيان دوست مِهار کي. (سُر سُهڻي 1709/8,3 : IV)

يعني مونکي بستري تي ليٽئي درياءَ جي هُن پارکان ايندڙ گهنڊ جو زوردار آواز ٻڌڻ ۾ آيو. منهنجي رات آنند سان پرجي ويئي. منهنجي اَندر ميهار جو پريم ڇوليون مارڻ لڳو. اَلله جو قسم، مونکي محبوب جي سڳنڌ آئي ۽ منهنجي اَندر محبوب جو روبرو درشن ڪرڻ جي اِڇا پيدا ٿي ويئي.

هن پرسنگ ۾ به شاهه صاحب ڪلمي يا شبد جي زوردار ڌن ۽ مرشد جي نوُري سروپ ڏانهن اِشارو ڪري رهيا آهن. روح جو اَندر ڪلمي جي نوُر ۾ ڪلمي جي آواز سان جڙي وڃڻ ۽ اَندر مرشد جي نوُري سروپ سان ملي هڪ ٿي وڃڻ، طريقت جي چوٽي يعني اوچائي آهي ۽ اُن کانپوءِ روح شاهه رڳ روپي مکيه راهه تي معرفت جو رستو طئه ڪرڻ شروع ٿي ڪري. شاهه صاحب بيحد خوبصورت ڍنگ سان سمجهائي رهيا آهن ته طالب کي جيڪا به ڪوشش ڪرڻي پوي ٿي، صرف مرشد جي نوُري سروپ سان ميلاپ ٿيڻ تائين ڪرڻي ٿي پوي. اُن کان پوءِ روح معرفت جي آنندمئي واديءَ ۾ داخل ٿي وڃي ٿي. اُن کانپوءِ ڪُل مالڪ جي درگاهه مان ايندڙ شبد جي ڌن ۾ مگن روح ٻالڪ وانگر بي خوف يا بي اوني ٿي مرشد جي چرن ڪملن ۾ ويهي خوشيءَ سان اڳتي جو سفر طئه ٿي ڪري.

# معرفت ۽ حقيقت

جيئن تہ اڳ ۾ ٻڌايو ويو آهي، معرفت جو سنبنڌ اُنهن روحاني اَنڀون سان آهي جيڪي آتما کي پنهنجي روحاني سفر ۾ حاصل ٿين ٿا. شاهہ صاحب جي ڪلام ۾ طريقت، معرفت ۽ حقيقت جا اَنش اَهڙيءَ طرح هڪ ٻئي سان جڙيل آهن جو اُنهن کي هڪ ٻئي کان الڳ ڪرڻ آسان ڪونہ آهي.

شاهہ سائين چون ٿا :-

جوڳي شريعت يا ڪرم ڪانڊ جا رستا پار ڪري طريقت جي رستي، معرفت جي وادي طئہ ڪري حقيقت ۾ جذب ٿي ويا. هو ناسُوت، ملڪوت، جبرُوت پار ڪري، هاهوُت ۾ وڃي پهتا.

راهہ شريعت هليا، تفڪر طريقون،
حال حقيقت رسيا، معرفت ماڳون،
ناسوت، ملڪوت، جبرُوت، ايءُ انعام لڏائون،
پس لاهوُت لنگهيوُن، ها هوتان مٿي هليا.
(سُر رامڪلي 2/800, 8/9:V)

(ناسوُت، ملڪوت جبروُت مٿيان روحاني منڊل. لاهوُت سڀ کان اُتم روحاني منڊل آهي.)

تفڪر جو مطلب آهي فڪر، تصور يا ڌيان. هتي اِشارو طريقت جي اوچائي ڏانهن آهي. جڏهن مرشد جو نوُري سروپ اَندر پرگهٽ ٿي ويندو آهي تہ ڌيان اُن ۾ لين ٿي ويندو آهي. اِنهيءَ اَوسٿا ۾ ساڌڪ خدا جي ڪلمي جي آواز کي ٻڌندي ۽ ڪلمي جي پرڪاش کي ڏسندي، مرشد جي نوُري سروپ جي رهنمائيءَ ۾ ٻهريان ٽي روحاني منڊل پار ڪري چوٿين منڊل ۾ پهچي وڃي ٿو. هاهوُت يا هوُتل هوُت کي صوُفي درويشن هوُت يا مُقام حق نالي واري سڀ کان مٿين منزل جو دروازو چيو آهي. شاهہ صاحب جو مطلب آهي تہ سچو صوُفي روحاني اَڀياس جي

مدد سان سيبئي منزلؤن پار ڪري مقام حق (ست لوڪ) ۾ پهچي وڃي ٿو.

شاهه صاحب اِشارو ٿا ڪن :- اي جوڳي ! ڪنن ۾ واليون تہ رواجي ماڻهو بہ پائيندا آهن. تؤن پنهنجو سر ڪٽائي سچن جوڳين جي سنگت ڪر، ڇاڪاڻ تہ اَلله جو فرمان آهي تہ اَلله جن کي چاهي ٿو (پنهنجن رهبرن ذريعي) پنهنجي نوُر جو رستو اُنهن کي ڏيکاري ٿو. اِنهيءَ ڪم ۾ ڪاميابي صرف اُنهن سادڪن کي ئي ملي ٿي، جن ٻنهي جهانن جو تياڳہ ڪيو آهي. (سُر رامڪلي 2/800, V:9)

شاهه لطيف سمجهائي رهيا آهن تہ ڪنن ۾ واليؤن پائڻ وارا نہ، ڌڙ کي سِر کان الڳ ڪرڻ وارا شخص ئي سچا جوڳي آهن. ڌڙ کي سِر کان الڳ ڪرڻ جو مطلب آهي ٽئين روحاني منزل ۾ پهچي خوديءَ کي فنا ڪري ڇڏڻ. پنهنجو وجوُد خدا ۾ اُهو ئي مٽائي سگهي ٿو جيڪو خوديءَ کي مٽائي ڇڏي ٿو.

## الله جو نوُر :

شاهه صاحب چون ٿا : هي گودڙين وارا ناٿا جوڳي جبل تي گوڏا ٽيڪڻ ڪانسواءِ ئي، ٻن فوٽن جي دوُريءَ تان ئي رب جي اڳيان سجدا ٿا ڪن. حضرت موسيٰ، اَلله جي نوُر کي برداشت نہ ڪري سگهڻ ڪارڻ بيهوش ٿي ويو هو. اِهي جوڳي پنهنجو پاڻ کي اُن اِلاهي نوُر ۾ لين ڪري ٿا ڇڏين. اِنهيءَ نوُر مان اِنهن آديسين جؤن اَکيون چڪا چوُنڌ ڪونہ ٿيون ٿين. هوُ پنهنجي اَندر محبوب جو ديدار ٿا ڪن. اُنهيءَ مقام ۾ پهچي هي مُڪمل ايڪانت ۾ ڪجهہ چوڻ، ٻڌڻ ۽ ڏسڻ جي بدران چپ چاپ اَندر ئي اَندر گُم سُم ٿا رهن. شاهه لطيف چون ٿا :- اِنهيءَ باري ۾ ڇا ٿو ڄاڻڻ چاهين ؟ (سُر رامڪلي 2/792-93, V:1)

”پروت تي گوڏا ٽيڪڻ ڪانسواءِ ئي“ اِنهيءَ جو مطلب آهي تہ جوڳين جي اَڀياس جو تعلق ٻاهرين سجدن سان نہ، پر اندروني اَنڀو سان آهي. ”ٻن فوٽن جي دوُريءَ تان رب جي اڳيان سجدو ڪرڻ،“ جو

مطلب آهي تہ جوڳي رب جي حضوريءَ ۾ پهچي ئي سجدو ڪن ٿا. جنهن جبل تي حضرت مُوسيٰ جي سامهون اَللہ جو نُور ظاهر ٿيو هوءِ ۽ اُنجو تجلو برداشت نہ ڪري سگهيا هئا، اُهو اوُنچو مقام ٻاهر نہ بلڪ اَندر آهي. ”جوڳي اَللہ جي نُور کي جيءُ ڀري پيئن ٿا“، اِها معرفت جي اَوسٿا آهي. ”جوڳي اَندر محبوب جو ديدار ڪن ٿا“، اِها حقيقت جي اوسٿا آهي.

## من جو منهن الله جي طرف :

شاهہ صاحب لکن ٿا :-

مؤنا جن محراب، جسو جامعُ تَنِ جو،
قبلي نماءُ قلب ڪري، تَنِ کي ڪيائوُن طوافُ،
تحقيق جي تڪبير هڻي، جسمان ڪيائون جوابُ،
تن کهڙو ڏوهہ حساب، جَنِ هينئڙي هادي حلُ ٿيو.
(سُر رامڪلي 2/795, V:4)

(محراب- مسجد ۾ قبلي طرف ڪمان. جامع-وڏي مسجد، سجدي جي جاءِ. نُماءُ- قبلو ڏيکاريندڙ. قلب-دل. طواف-پرڪرما. تحقيق-حقيقت. تڪبير هڻي - اَللہ اَڪبر چئي. جسمان-جسم کان. ڪيائون جواب-ڪنارو ڪيائوُن. حسابُ-پڇاڻو. هينئڙي-هردي. هادي-رهبر، گرو. حل ٿيو. رلي ملي ويو.)

يعني، اِنهن جوڳين پنهنجي جسم کي مسجد بڻائي ڇڏيو آهي. اُنهن جا جُهڪيل گوڏا ئي مڪي شريف جو محراب آهن. اِنهن پنهنجي قلب يعني دل جو رُخ اَللہ جي درگاهہ رُوپي ڪعبي ڏانهن موڙيو آهي. هنن پنهنجي وجود اَندر سڄ جي کوج ڪرڻ جو مقصد سامهون رکيو آهي. هنن جسم جي ٻاهرين چنچلتا کي جواب ڏيئي ڇڏيو آهي. جن جي اَندر اُنهن جو هادي (مرشد) سدائين گڏ آهي، اُنهن کان هن دنيا ۾ ڪيل ڪرمن جو حساب ڪير پڇي سگهندو ؟

”جسم کي مسجد بڻائڻ“ جو مطلب آهي تہ جوڳي اَنترمُک ٿي

اَپياس ڪن ٿا. گوڏن جي اِستر ٿيڻ جو اِشارو جيئري مرڻ ڏانهن آهي، جيڪا طريقت جي انتها آهي. ”اُنهن پنهنجي قلب يا من جو منهن اَلله طرف موڙيو آهي.“ اِنهيءَ مان خبر پوي ٿي ته جوڳي من تي جيت حاصل ڪري چڪا آهن. اُنهن جي من جو رُخ اَلله طرف ٿي ويو آهي. اِها معرفت جي انتها آهي. ”جوڳين جو هادي يا مرشد سدائين اُنهن سان گڏ آهي.“ يعني معرفت جي واديءَ جي سفر ۾ مرشد جو نوُري سروپ سدائين مريد جي رهنمائي ۽ سنڀال ڪندو آهي. ”اُنهن ڪان دنيا ۾ ڪيل ڪرمن جو حساب نٿو پڇي سگهجي.“ اِنهيءَ جو مطلب آهي ته جوڳي ٻين روحاني منزل پار ڪري لاهوُت (سُن منڊل يا پار برهم) ۾ پهچي چڪا آهن. ڪرمن جي جڙ ٻئي روحاني منڊل ۾ آهي. اُهو منڊل پار ڪرڻ کانپوءِ آتما ڪرمن جي ٻنڌن ڪان پوُري طرح آزاد ٿي وڃي ٿي.

## مرشد جو نوُري سروپ

شاهه سائين مرشد جي نوُري سروپ ڏانهن اِشارو ڪندي چون ٿا :-

اَڄُ پڻ اَچائي چوڏهين ماهه چنڊ جي،
مون گهر موُن پرين جي، اَچڻ جي وائي،
مون گهر واڌائي، پيئي ڪامَ ڪَرنِ ۾. (سُر ڪنڀات 2/540 ,I:5/8)
(ڪَرنِ- حاسد، بدڪار)

يعني، اڄ پورنماسيءَ (چوڏهينءَ) جو چنڊ نڪتو آهي. ٻڌو اَٿم ته اَڄ رات منهنجو محبوب منهنجي گهر ايندو. منهنجو پيارو بيحد ديالو آهي. مون کي سڀ واڌايون پيا ڏين، پر دشمنن کي اِها ڳالهه نٿي وڻي.

چوڏهينءَ چنڊ ! توُن اُپرين، سهسين ڪرين سينگار،
پلڪ پريان جي نه پڙين، جي جِيلا ڪرين هزار،
جهڙو توُن سڀ ڄمار، تهڙو دم دوست جو.
(سُر ڪنڀات 2/542, I:10/11)

اي پوُرنماسيءَ جا چنڊ ! توُن چاهي سهسين سينگار ڪري نڪرين، پر تون پرينءَ جي صحبت جي هڪ پل جي برابر به نه آهين، توڙي

ڪٿي هزارين حيلا هلائين. جيڪو جلوو تو ۾ ساري عمر (اَول کان آخر تائين) آهي، سو محبوب جي هڪ پل جي روشنيءَ ۾ آهي.

سهسين سِجن اُڀري، چوراسي چنڊن،
با اَلله ريءَ پرين، سڀ اوُنداهي پانئيان.
(سُر کنڀات 2/542, 11/12 : ا)

اَرٿات، سهسين سوُرج ۽ چوراسي چنڊ اُڀرن تہ بہ سائينءَ جو قسم ! پرينءَ بنا جيڪر ساري خدائيءَ کي اوُنداهي سمجهان.

ڪٿي نينڻ خمار مان، جان ڪيائون ناز نظر،
سوُرج شاخون جهڪيون، ڪوُماڻو قمرُ،
تارا ڪتيوُن تائب ٿيا ديکيندي دلبر،
جهڪو ٿيو جو هرُ، جانب جي جمال سين.
(سُر کنڀات 2/544, 15/18:ا)

(شاخوُن- سورج جا ڪرڻا. ڪو ماڻو-جهڪو ٿي ويو، مرجهائجي ويو. قمر. چنڊ. تارا ڪتيوُن- تارن جو جهنڊ. تائب ٿيا- گُم ٿي ويا، آڻ مڃيائون. جمال- سوُنهن.)

يعني، منهنجي دلبر جڏهن نشيلا نيڻ کڻي، ناز واري نظر سان نهاريو، تڏهن سوُرج جا ڪرڻا جَهڪا ٿي ويا. محبوب جي اڳيان جو هر جي جوت بہ جهڪي ٿي ويئي.

اوُنداهيءَ اَڌ رات ۾، پرينءَ پسايو پاڻ،
چنڊ ڪَتَنِ ساڻ پيهي ويو پر لاءِ ۾. (سُر کنڀات 2/545, 16/19:ا)

رات جي اَنڌيري ۾ محبوب ديدار ڏنو تہ چنڊُ، تارا ۽ ڪتيون سڀ گم ٿي ويا.

اهي سڀ بيان مرشد جي نوُري سروپ ڏانهن اِشارو ڪن ٿا. صوُفي درويشن ۽ ڀين سنتن، مهاتمائن سمجهايو آهي تہ جڏهن روح جو اَندريون سفر شروع ٿيندو آهي تہ تارا-منڊل، سوريہ-منڊل ۽ چندرما-منڊل کي پار ڪري پهرئين روحاني منڊل ۾ داخل ٿيندي ئي اَندر مرشد جو نوُري سروپ نظر اَچڻ لڳندو آهي. اِهو سروپ لکين چنڊن، سجن کان بہ وڌيڪ روشن

هوندو آهي. ”پوُرڻما جي چنڊ“ سان مطلب ٽئين روحاني منڊل جي شيتل پرڪاش واري چنڊ سان آهي.

حضرت سلطان باهوُ جو ڪلام آهي :-

چڙهہ چنان تي ڪر رُشنائي، ذڪر ڪريندي تيرا هوُ،
تيري جهي چن ڪئي سئہ چڙهدي، سجڻا باجهہ هنيرا هوُ،
جتي چَنَ اَساڈا چڙهدا، قدر نهين ڪجهہ تيرا هو،
جس دي ڪارن جنم گوايا، يار ملي اِڪ ڦيرا هوُ.[1]

مرشد جي نوُري سروپ ڪانسواءِ مريد لاءِ اَنڌيرو ئي اَنڌيرو آهي. جڏهن اُهو سروپ نظر اَچڻ لڳي ٿو تہ لکين چنڊ، تارا ڦِڪا پئجي ٿا وڃن.

حضرت سلطان باهو فرمائين ٿا :-

گوُڙهہ ظلمات اَنڌير غُباران، راهہ ني خوف خطر دي هوُ،
آبي حيات مُنور چشمي، سائي زلف اَنبر دي هوُ،
مُک محبوب دا خانا ڪعبا، عاشق سجدا ڪردي هوُ،
دو زلفان وچ نئڻ مُسلي، چار مذهب جتي ملدي هوُ،
مسل سڪندر ڍونڍڻ عاشق، پلڪ آرام نہ ڪردي هوُ،
حضر نصيب جنهان دي باهوُ، گهٽ اوٽي جا ڀردي هوُ،[2]

”آبي حيات مُنور چشمي،“ هتي ٽئين روحاني منڊل ڏانهن اِشارو آهي، جيڪو شبد جي آبي-حيات يعني اَمرت جو سروور آهي. ”سائي زلف آنبر دي هوُ.“ اُتي مرشد جو سگُنڌي سروپ نگهباني ۽ رهنمائي ڪري ٿو. مريد اُن سروپ جي اڳيان پريم ڀريو سجدو ڪري ٿو. ”دو زلفان وچ نَئنِ مُسلي“ - مريد، مرشد جي نوُري سروپ ۾ لين ٿي وڃي ٿو. ”حضر نصيب جنهان دي باهوُ، گهٽ اوٽي جا ڀردي هوُ“. اَمرت جي چشمي مان اَمرت پي اَمر پد حاصل ڪرڻ جي وڏائي اُنهن کي ملي ٿي، جن جو مرشد اَندر گڏ هوندو آهي. اَندر ڪيترن ئي منڊلن ۾ گهور اَنڌڪار آهي، جن مان صرف مرشد جو سروپ ئي مريد کي پار وٺي وڃي سگهي ٿو.

## دوزخ ۽ بهشت (سرڳ ۽ نرڳ)

شاهہ صاحب لکن ٿا :-

کيهي ڪام ڪاپڙي، ٿا آهڙي روش رون ؟
نڪا دل دوزخ ڏي، نڪو بهشت گهُرن
نڪو ڪمُ ڪُفار سين، نڪا مسلماني من،
اُپا اِئين چون، تہ پرين ڪجو پانهنجو. (سُر رامڪلي 2/801, C-9:V)

(ڪيهي ڪام -ڪهڙي ڪم سان ؟ روش رهن - هلت هلن. ڪُفار سين- ڪافرن سان.)

يعني، سنياسي يا جوڳي ڪهڙي مقصد يا ڪارج لاءِ ٿا آهڙي هلت هلن؟ سندن دل ۾ نہ ڪڏهن دوزخ (نرڳ) جو خيال ٿو اُچي ۽ نہ ڪڏهن ھو بهشت (سرڳ) ٿا گهرن. نہ سندن واسطو ڪُفر سان آهي ۽ نہ سندن من ۾ مُسلماني يا اِسلام ڏانهن ڪو جهڪاءُ آهي. هوُ اَلله جي سامهون صرف اِهو عرض وينا ڪن تہ اَسانکي پنهنجو غلام بڻاءِ.

نرڳ ۽ سرڳ ٻئي پهرئين روحاني منڊل ڪان بہ هيٺ آهن. شاهہ لطيف چون ٿا تہ جيڪو ساڌڪ پهريون روحاني منڊل پار ڪري ٿو وٺي، اُهو سرڳ نرڳ کان پار ٿي ٿو وڃي. رب سان وصال ڪيل جوڳين کي نہ نرڳن جو ڊپ هوندو آهي ۽ نہ سرڳن جي چاهہ هوندي آهي.

دنيا جي گهڻن ئي ڌرمن ۾ گهڻو ڪري ماڻهو سرڳ جي پراپتيءَ کي پنهنجو مقصد يا منزل سمجهندا آهن. ڪامل درويشن اِهو راز کوليو آهي تہ دوزخ مرتيو لوڪ ۾ ڪيل گهور پاپن جي ڀُڳتان واسطي آهي ۽ بهشت نيڪ ڪمن جو ڦل ڏيڻ واسطي آهي.

### دوزخ (نرڳ)

ڊاڪٽر ڀڳل هڏين کي آريءَ جهڙي اوزار سان ڪٽيندا آهن ۽ ٻن ٻن، ٽن ٽن مهنن لاءِ پلاسٽر لڳائي ڇڏيندا آهن، جنهن جي ڪري مريض پنهنجو اُهو انگُ، ٽنگ يا ٻانهن چوري ڪونہ سگهندو آهي. ڪيترا دفعا تہ ٽنگ کي سڌو رکڻ لاءِ ٽنگ کي ڇڪي اَٽڪائي ڏهن، پنڌرهن ڪلو

گرام جو بارُ ٻڌي ڇڏيندا آهن. سرجن ڇير ڦاڙ ڪري گنديل ناڙين کي ڪٽي هڪ طرف ڦٽو ڪري ڇڏيندا آهن. ڪئنسر جي مريض جي روڳي اَنگن مان ريڊيائي ڪرڻا پار ڪيا ويندا آهن جن جي ڪري روڳيءَ کي ڏاڍي تڪليف ٿيندي آهي ۽ هو ڪافي تڙڦندو آهي. ڊاڪٽر جي مريض سان ڪا دشمني ڪونہ هوندي آهي. هوُ مريض کي تندرست ڪرڻ چاهيندو آهي، جنهن جي ڪري هنکي ڪڙيوُن دوائون پياريون وينديون آهن، ٻکيو پياسو رکيو ويندو آهي ۽ بيحد سخت پرهيز لاڳو ڪئي ويندي آهي.

ڇريءَ تي معمولي ڪٽُ چڙهي وڃي تہ اُنکي مٽيءَ سان گسايو ويندو آهي. اَگر اُن تي وڏيڪ ڪٽ لڳل هجي تہ اُنکي پٿر سان رڳڙيو ويندو آهي. پٿر ڇُريءَ کي سزا ڏيڻ لاءِ نہ، بلڪ اُنجو ڪٽُ لاهڻ لاءِ هوندو آهي. سونارو سون کي ڪٺاليءَ ۾ ڳاري پهرين اُنجي کوٽ ڪڍندو آهي، پوءِ اُن مان مرضيءَ مطابق زيور گهڙيندو آهي. نرڳ بہ اِسپتالن يا سونارن ۽ لوهارن جي ڀٺين وانگر آهن. نرڳ سزا گهر نہ، پر سڌار گهر (Reformatories) آهن. اِهي من، آتما تي چڙهيل گهٽُن ئي پاپن جي مئل کي جلائڻ واسطي آهن. جهڙيءَ طرح ٽي.بي. سئنيٽوريم (T.B .Sanitorium) ڪنهن خاص پهاڙي علائقي ۾ ٺاهيا ويندا آهن، ساڳيءَ طرح نرڳ اُهي اَرڌ سوڪيم منڊل آهن، جن مان روح کي اَنيڪ طرح جي سخت سنجم ذريعي لنگهائي، اُن تي چڙهيل پاپن جي گندگيءَ کي صاف ڪيو ويندو آهي. مقصد سزا ڏيڻ جو نہ، پر روح کي صاف ڪرڻ جو آهي، جيئن روح وري پنهنجي نرمل پرڪاش جي مدد سان ڪم ڪرڻ لائق ٿئجي سگهي.

## بهشت (سرڳ)

سمجهو تہ ڪو شخص ڪافي ڌن ڪمائي پنهنجي ملڪ مان پونجي کڻي ڪنهن ٻاهرئين ملڪ ۾ هليو ٿو وڃي. اُتي هو پنهنجي ديس مان آندل ڌن جي مدد سان خوب موُج ٿو ڪري. هو ڪم بہ ڪجهہ نٿو ڪري، پر پنهنجي ملڪ مان آندل ڌن جي ذريعي خوب عيش عشرت ٿو ڪري.

لڳاتار پاڻي ڪڍندو رهڻ سان تہ کُوهہ بہ خالي ٿي ويندا آهن. جڏهن ديس مان آندل ڌن ختم ٿي ويندو آهي تہ هنکي پنهنجي ملڪ واپس اَچڻو پوندو آهي. ساڳيءَ طرح پُڃن جو ڦل ختم ٿيندي ئي، روح کي سرڳ مان واپس مرتيولوڪ ۾ اَچڻو پوندو آهي. جيو جا پيچ يا چڱا ڪرم هن لوڪ ۾ ۽ سرڳ ۾ سُکن جو ڪارڻ هوندا آهن، رب جي پراپتيءَ جو ساڌن ڪڏهن بہ ڪونہ بڻجي سگهندا..

## پاڻ سڃاڻڻ يا آتم ساڪياتڪار ڪرڻ :-

شاهہ صاحب چون ٿا تہ من جو دروازو ئي اَلله جو دروازو آهي. اَلله انهيءَ دروازي مان نظر ايندو آهي. اَلله من ۾ سمايل آهي. اَلله کي سڃاڻڻ کان اڳہ ۾ پنهنجو پاڻ کي سڃاڻڻ ضروري آهي.

(سُر آسا 2/322, IV-33)

”من جو دروازو ئي اَلله جو دروازو آهي“. شاهہ سائين اِشارو ڪري رهيا آهن تہ اَلله روپي حقيقت جي واديءَ ۾ داخل ٿيڻ جي واسطي من يا نفس جي واديءَ کي مطلب ٻئي روحاني منزل کي پار ڪرڻ ضروري آهي. ”اَلله کي ڄاڻڻ لاءِ من کان مدد ملندي آهي“ اِهو سرل پر بيحد اَهميت وارو نقطو آهي. شاهہ سائين اِشارو ٿا ڪن تہ ٽئين روحاني منزل تائين پهچڻ واسطي روح کي من جي مدد وٺڻي پوندي آهي. شاهہ سائين چون ٿا تہ من روپي اُٺ منهنجو ساٿ ڏيڻ کان اِنڪار ڪيو ڇڏي. هو وري وري بين اُنن ڏانهن وڃڻ چاهي ٿو :-

پلاڻيان پيو ! اولاڻيو نہ اُٺي !

جيڏانهن وڳُ ويو، اُيو ترسي اوڏانهن“ (سُر کنيات 2/559, II:14/12)

يعني، منهنجي اُٺ اُٿڻ کان اِنڪار ڪري ڇڏيو آهي. هيءُ پلاڻ ° وجهائڻ لاءِ تيار نٿو ٿئي. هوُ پلاڻ کانسواءِ بہ اُٿڻ لاءِ تيار نٿو ٿئي ۽ بين اُنن وٽ وڃڻ ٿو چاهي.

(پلاڻ - اُٺ جي پُٺيءَ تي وهڻ لاءِ اِستعمال ڪرڻ واري ڪاٺي.)

Scanned by CamScanner

چانگي چٺي چُڪياس، مٿان اُڪ نہ اُلهي !
جنهن ول گهٽا وهاڻيا، اُن سين آر لڳياس،
چوڌاري چندن وڻ، پڇي پوُج پياس،
رُئاري رتُ ڪياس، هن ڪُڏا توُري ڪرهي. (سُر کنڀات 2/569, 37:II)

(اُلهي-مٿان لهي. وهاڻيا-هوش ڪان ڪڍيا. آر-محبت. پوُج-جام. ڪُڏاتوُري-ڪُلهڻي)

يعني، اُٺ کي سمجهائي ٿڪيس تہ اَڪ جي مٿان نہ پئُہ. جنهن ول گهٽن جو هوش گم ڪيو آهي، تنهن سان وچي نينهن اَڙيو اَٿس. چوُطرف چندن جا جام وڻ پڇي راس ٿيا اَٿس. هن ڪُلهڻي اُٺ (من) مونکي رت روئاريو آهي.

هنن بيتن ۾ ديٺ يا نجس من ۽ اُن جي بُرين عادتن ڏانهن اِشارو آهي. شاهہ سائين اِشارو ٿا ڪن تہ من کي قابو ۾ رکڻ ڪو ٻاراٽو کيل ناهي. اِهو اَڙيل اُٺ وانگر اڳتي قدم وڌائڻ کان اِنڪار ڪريو ڇڏي. هوُ بار بار دنيا ۽ اُنجي پوڳن ڏانهن ٿو ڊوڙي ۽ ڪنهن بہ طرح سان اَلله جي عبادت لاءِ تيار نٿو ٿئي. پاڻ نصيحت ڪن ٿا :-

وٺي سيِٺ سُوٺَ، پاءِ پنهنجي ڪرهي،
وليوُن واس ور نيوُن، پهريوُن مٿي پٺ،
چانکي چکي چٺ، تہ پوءِ نہ رهندو پئنڌا ريءِ.
(سُر کنڀات : 2/567, 32:II)

(سيٺ-رسيوُن. سوُٺ-پڪتيوُن. واس ورنيوُن-سُرهيوُن. پهريون-پکڙجي ويئون. چٺ-ذائقو، سوادُ)

توُن اُٺ کي نوڙين سان ٻڌي رکُ، چاڪاڻ تہ ميدان ۾ ڪيتريون ئي سوادي ٽاريوُن پکڙيون پيئوُن آهن. جي هڪ دفعو هن کي چشڪو لڳي ويو تہ پوءِ اُٺ کي قابو ڪرڻ مشڪل ٿي پوندو.

ساڌڪ کي همت نہ هارڻ کپي. من کي وشيہ وڪارن کان روڪڻ لاءِ پڪي اِرادي سان پوُري ڪوشش ڪرڻ گهرجي ۽ گڏوگڏ اِن کي سمجهائي، ٻجهائي اَلله جي عبادت ۾ لڳائڻ گهرجي.

سامي صاحب جن فرمائين ٿا :-

رچي من خللُ، ڦاهيءَ ڦاٿو پاڻ هي،
سامي سَمجهي ڪين ڪي، مُورک مايا ڇل،
سانت نہ پائي مرگ جان ڏسي مِرَگي جلُ،
تڏهن ٿئي اَچلُ، جڏهن پرچي ڏنو پاڻ کي.

سامي صاحب چون ٿا، من ڀرم جي وس ٿي، اُنهيءَ جي ڦنديءَ ڦاسي پنهنجو پاڻ کي ڦاسائي رکيو آهي. اِهو مورک من مايا جي ڇل ول کي نٿو سمجهي. هو مرگ وانگر مرگ ترشنا ۾ شانتي نٿو پائي. جهڙيءَ طرح هرڻ ريگستان ۾ سج جي ڪرڻن ۾ چمڪندڙ ريت کي پاڻي سمجهي اُن جي پنيان بيچئن ٿي ڊوڙندو آهي ۽ ڪڏهن بہ شانت نہ ٿيندو آهي، ساڳيءَ طرح اِنسان بہ مايا جي چمڪندڙ رُوپ پنيان ڀٽڪندو رهي ٿو، ۽ هنکي ڪڏهن بہ شانتي نٿي ملي پر جڏهن اِنسان پنهنجي اَندر جهاتي پائي ٿو، تڏهن هنکي سچي شانتي حاصل ٿئي ٿي.[3]

## من جو هٿيار ۽ من جي طاقت :

شاهہ سائين چون ٿا :- اي اُٺ ! تون سستي ڇڏي پنهنجي چال کي تورو تيز ڪر، مونکي محبوب وٽ پهچڻو آهي. ٻين اُٺن کي تہ ڪنڌن واريون ٽاريون ڪاريون وينديون آهن، پر مان توکي چندن ڪارائيندس. تون جلدي هل، جيئن مان اَڌ رات تائين محبوب وٽ پهچي وڃان. تون پنهنجي نسلُ ۽ پنهنجي پيءُ جي باري ۾ سوچ. تون تمام اُتم نسلُ جو آهين. بيحد شڪتي شالي آهين. مون سان بہ ڪجهہ ڀلائي ڪر. جيڪڏهن تون اَڄ رات مونکي منهنجي محبوب سان ملائين تہ مان هيرن جواهرن جا هار تنهنجي گلي ۾ وجهندس ۽ تنهنجي منهن کي موتين جي لڙين سان سجائيندس ۽ توکي چندن ڪاٺ لاءِ ڏيندس. بس تون مونکي اَڄ رات محبوب وٽ پهچائي اَڇ. (سُر ڪنيات 2/560-/561, 17-14||)

شاهہ صاحب من جي سياءَ جي باري ۾ سمجهائيندي چون ٿا :-

آٺي ٻڌُم وڻ جاءِ، مان مُڪڙيون چري،

ڪُڏا تُوُرو ڪرهو، لکيو لاٿي ڪاءِ،
”اِن مٽي سنديءَ“، ماءِ! مون کي ڳالهڙين ڳوڙها ڪيو.
(سُر ڪنيات 2/562, II:18)

(مان-من. ڪُڏا تُوُرو- ڪُلڇٽو، ٻُرو. ڳوڙها ڪيو-منجهايو، پريشان ڪيو)

يعني، ڳُلن جي وڻ سان اَڇي ٻڏومانس، تہ من مُکڙيُون کائي، پر هي ڪُلڇٽو اُٺ لکيو ڇپيو وڃيو لاٿي (خراب يا ڪارو ڳاهہ) کائي. اي جيڄل اُٺ جي ڪرتُوتن منهنجيُون متيُون منجهائي ڇڏيُون آهن.

ميا! مڇ منٺ، اَڄُ منهنجي، ڪرها!
جهاڳيندي جر پٽيُون، متان ڪرين ڪَٺَ،
”سُپيريان جي سٺ، مون کي نيئي ميڙئين.“ (سُر ڪنيات 2/562, II:19)

(جر پٽيون-جل ٿل. ڪٺ-فڪر، ڳٽتي. سٺ-ڪچهري، منزل. نيئي ميڙئين-ڪٺي هلي ملائين)

يعني، اي اُٺ توُن منهنجي وينتي مڃُ. جل، ٿل ۽ ميدان جهاڳيندي متان ڪو فڪر ڪرين. مونکي هلي پريتم سان ملاءِ.

پهرين تہ من کي وينتيُون ڪيوُن ٿيون وڃن، پوءِ ٿوري لالچ بہ ڏيکاري ٿي وڃي.

ڳل ڳانا يا قوُت جا، موتين ڳتيس مال،
خطيفي جي ڪرها! هيدي پايانءِ حال،
چندن چاريانءِ جال، جي مون رات رسائين.
(سُر ڪنيات 2/562, II:20)

(ڳل-ڳانا-ڳچيءَ ۾ ڳانا، اُٺ جي سينگار لاءِ پٽ سان جڙيل ڪوڏن ۽ شيشن جون پٽيُون. مال-مالها خطيفي-ريشم. هيدي-مهار. حال-هڪدم)

يعني، اي ڪرها! ڳچيءَ ۾ نهہ پهہ ياقوُتن جو هارُ ۽ موتين جي مالها ۽ ريشمي مهار پايانءِ ۽ ڳپُ چندن چاڙهيانءِ، جي توُن مونکي هلي رات جو پرينءَ وٽ پهچائين.

هتي شاهہ سائين هڪ خوبصورت اِشارو ڪري رهيا آهن. وشيہ وڪارن ۽ سنسار جي خيالن ۾ گم ٿيل چنچل من، پرماتما جي ڀڳتيءَ لاءِ

تيار ڪونہ ٿيندو آهي. پاڻ من کي سندس شڪتي، سندس نسلُ ۽ سندس پتا جي ياد ٿا ڏيارين. هنن جي چوڻ جو مطلب آهي تہ من بيحد شڪتي شالي آهي. اِهو ہئين روحاني منڊل برهم مان هن مرتيۇ لوڪ ۾ آيو آهي. روح ۽ من جي ھاڻوڪي اَوستا ۾ روح ۽ من جي ڳنڍ ہڌل آهي. من ۾ جيتري طاقت روح کي مٿان کان هيٺ ۽ اَندر کان ٻاهر آڻڻ جي آهي، اوتري ئي هيٺ کان مٿي ۽ ٻاهر کان اَندر وٺي وڃڻ جي بہ آهي. اِنهيءَ ڪري ساڌڪ من کان مدد ٿو گهري. ساڌڪ من کي ڪنڍن واريون ٺاريون جي بدران چندن ڏيڻ جو واعدو ٿو ڪري. مطلب هيءُ آهي تہ من کي سمجهائڻ گهرجي تہ توکي اَندران شبد مان اُهو رس ملندو جو توکي اِندرين جون لذتون ڦڪيون لڳڻ شروع ٿي ويندون. اِنهيءَ ڪم ۾ ڪاميابي حاصل ڪرڻ واسطي منوبل (willpower) ۽ وويڪ کان ڪم وٺڻ گهرجي، پر عبادت جو ڪم هر حال ۾ جاري رکڻ گهرجي ڇاڪاڻ تہ اَنت ۾ عبادت ئي من تي وجيہ حاصل ڪرڻ جو اَصلي ساڌن ثابت ٿئي ٿي.

## من جو دشمن مان دوست بڻجڻ :

شاهہ لطيف چوي ٿا :-

هاڻي هيءُ اُت سُڌري ويو آهي. نَو نَو رسيون ٻڌانس ٿو، تڏهن بہ صبوح جو سويري سيبئي رسيون ٽوڙي پنهنجي محبوب ڏانهن ڀڄي ٿو وڃي :-

نو نير پائي، جان مون ڪرهو جهليو،
وئڙو ڇنائي، پوئينءَ رات پرين ڏي. (سُر ڪنيات 2/572, II:44)

شاهہ سائين اڳتي لکن ٿا :-

جتان ڪروڙ ہہ ڪانيون، پنجين لکين پاءُ،
ميو تنهن ماڳاءُ، ڏيهاڻي ڏارَ چري. (سُر ڪنيات 2/573, II:46)
(ماڳاءُ-تنهن هنڌان - ڏيهاڻي - هر روز.)

يعني، جتان هڪ ڪروڙ ۾ ہہ ڪانيون ۽ هڪ پنجين پڪين پاءُ تو ملي، اُنهيءَ هنڌان اُٺ هر روز ٺاريون ٿو چري. اُنهن ٺارين، پنن ۽ گُلن مان اَمُلهہ رسُ ٿي ملي، اُٺ خوب دل کولي اُها رس پي رهيو آهي ۽ اُها رس پي-پي خوب تازو توانو ٿي ويو آهي.

شاهه صاحب چون ٿا :-

لکہ لاکيٽو ڪرهو، ڪوڙين ڏيئي ڇوڙ،
اِها سِٽَ سيدُ چئي، جهين تهين جوڙ،
تُرت رسائي توڙ، جيئنَ پلاڻيو تہ پرينءَ مڙي.
(سُر ڪنيات 2/575, II:49)

يعني، منهنجو اُٺ هاڻي لکين، ڪروڙين رُپين جو ٿي ويو آهي. اِهو اِنهيءَ ملهہ ۾ بہ مهانگو ڪونهي. اَهڙي اُٺ کي اِن ڪان ڏهوڻو مُلهہ ڏيئي بہ خريد ڪرڻ کپي، پوءِ اُنجي ناند* يا ٿيلهي اِلاچين سان پِري ڇڏڻ کپي. پوءِ اُٺ ڪڏهن بہ سُستي ڪونہ ڪندو ۽ وري ڪُمارگ ڏانهن ڪونہ ويندو. ڪاني رکنديئي فورن ڊوڙندو وڃي توکي پرينءَ وٽ پهچائيندو.

شاهه صاحب جن سمجهائي رهيا آهن تہ جڏهن من کي اَندر شبد يا ڪلمي جي لذت ملڻ شروع ٿي وڃي ٿي تہ هوُ خود ئي ساڌڪ کي سولائيءَ سان اَلله ڏانهن وٺي وڃڻ لاءِ تيز قدم وڌائي ٿو. جڏهن من کي اَندرين روحاني منڊلن جي خوراڪ کائڻ لاءِ ملي ٿي تہ من روپي اُٺ جي ورتي يا عادت بدلجي وڃي ٿي. اُن جو منوبل وڌي وڃي ٿو ۽ هوُ اِندرِين جي ڀوڳن ۽ وشيہ وڪارن ڏانهن منهن نٿو ڪري. پوءِ من روُپي اُٺ بيحد قيمتي ٿيو وڃي. پوءِ هوُ ڪڏهن بہ عبادت ۾ سُستي نٿو ڪري، پر تيز رفتار سان آتما کي سندس نج گهر پهچائڻ ۾ مدد ٿو ڪري، اُنهيءَ حالت ۾ پنهنجي نج ديس ترڪُتيءَ ۾ پهچڻ لاءِ خود بيچيَن ٿي وڃي ٿو ۽ اِنهيءَ جو فائدو آتما کي بہ ملي ٿو.

## پاڻ سڃاڻڻ جي ذريعي الله تعالي کي سڃاڻڻ :-

مولانا روُم جو ڪٿن آهي :- ”هر ڪ خود شناخت يزدا راشناخت“[٤٦٦] يعني جنهن پنهنجو پاڻ کي سڃاڻي ورتو آهي، تنهن اَلله کي بہ سڃاتو آهي. سنتن مهاتمائن ۽ صوُفي درويشن سمجهايو آهي تہ پيون روحاني منڊل من يا نفس جي پيدائش جو موُل اِستان آهي. ڪابہ وستو پنهنجي موُل ڪان اڳتي نٿي وڃي سگهي. جڏهن روحاني اَپياس ڪندي آتما هن

*ناند: هڪ قسم جو برتن جنهن ۾ جانورن کي چارو، پاڻي وغيره ڏنو ويندو آهي.

مقام تي پهچي ٿي تہ من يا نفس هن مقام ۾ لين ٿي وڃي ٿو ۽ آتما من جي چنبي کان آزاد ٿي وڃي ٿي. ٽئين روحاني منڊل ۾ پهچي روح جا، هر طرح جي ڪرمن جا سنسڪار ختم ٿي وڃن ٿا. اُنهيءَ منڊل کي پار ڪري روح هوُتل هوُت يا اَناهوُ ۾ پهچي وڃي ٿي. اَناهو جو اَرٿ آهي ”مان اُهوئي آهيان“ پارت جي سنتن اِنهيءَ کي ”سوهنگ“-مان اُهوئي آهيان يا ”اَهم بر هماسمي“-مان ئي برهم آهيان، جو نالو ڏنو آهي. اُنهيءَ اَوستا ۾ پهچي روح پنهنجي اَصلي سروپ کي سڃاڻي ٿي وٺي ۽ کيس اِهو گيان ٿي وڃي ٿو تہ منهنجو اَصل يا موُل اَلله آهي. منصور ”اَنالحق“ جو جيڪو نعرو لڳايو هو، اُهو اُنهيءَ اُتم روحاني اَوستا جو ثبوت هو، جنهن ۾ روح روپي اَنش کي، اَلله روُپي اَنشيءَ سان پنهنجي اَصلي رشتي جو گيان ٿي وڃي ٿو.

”پاڻ کي سڃاڻڻ“واسطي من جي مدد ضروري آهي. اِنهيءَ وچن ذريعي شاهہ صاحب سمجهائي رهيا آهن تہ هن وقت من توهانجو دشمن آهي. روحاني اَڀياس ذريعي اُنکي شبد ۾ لين ڪري اُنجي دشمنيءَ کي دوستيءَ ۾ بدلايو، پوءِ توهانکي من مان مدد ملڻ شروع ٿي ويندي. ٽئين روحاني منڊل کي پار ڪرڻ کانپوءِ توهانجي آتما کي پنهنجي اَصلي سروپ جو گيان ٿي ويندو. توهانجو معرفت جو سفر پوُرو ٿي ويندو ۽ توهانجي حقيقت جي ياترا شروع ٿي ويندي.

سائين بلي شاهہ جو ڪلام آهي :-

1. بلها شاهہ سنڀال توُن آپ ٽانئي،
توُن تان اَننت لگ ديهہ ۾ ڪهان سووين،[5]

2. شڪہ روپ اَکنڊ چيتن هئہ توُن،
ٻلا شاهہ پڪاردي ويد ساري،[6]

3. ٻلها شاهہ سنڀال توُن آپ ٽانئي،
تون سدا اَنند هئہ چانٽان اين.[7]

پاڻ فرمائين ٿا :- اي انسان ! تنهنجو وجود، سرير يا من اِندريوُن ڪونہ آهن. تنهنجو اَصل يا موُل، آتما آهي، جيڪا پرماتما جي اَنس آهي.

آتما پرماتما وانگر ئي اَننت، پنهنجو پاڻ ۾ روشن، اَکنڊ، اَبناسي، چيتن ۽ آنند روُپ آهي. فرمائين ٿا :-

بلها شاهہ سنپال جب آپ ديکا، سدا سوهنگ پرکاش هويہ جهُلدا اين.[8]

فرمائين ٿا تہ جڏهن روحاني اَڀياس ذريعي آتما کي سرير ۽ من کان جدا ڪيو ويو تہ اِها ڄاڻ ٿي تہ آتما ۽ پرماتما جو مُول هڪ آهي ۽ آتما پرماتما وانگر ئي پرڪاش روُپ آهي. سائين بُلي شاهہ "سوهنگ" شبد ڪم آندو آهي ۽ سوهنگ، "اَنالحق" يا "اَناهو" اِنهن سڀني جو اِشارو آتما جي مُول ڀنڊار ڏانهن آهي. شاهہ صاحب جن مٿي اِشارو ڪري آيا آهن تہ جوڳين جو نہ ڪافرن سان ڪو سنبنڌ آهي، نہ مسلمانن سان، اُهي تہ صرف رب جا غلام بڻجڻ چاهين ٿا. (رامڪلي 2/801, c-9, V)

سائين بلي شاهہ جن فرمائين ٿا :-

هم بي قيد، هم بي قئد، نہ روگي نہ ويد،
نہ مئن مومن نہ مئن ڪافر، نہ مُلا نہ سيد،
چوڏين طبقي سئر اَساڈا ڪتي نا هُندا قيد.[9]

پاڻ سمجهائين ٿا تہ روح نہ هندو آهي، نہ مسلمان. روح ذات، پات، قوم، مذهب، رنگ، روپ ۽ ٻئي هر قسم جي دويت يا انيڪتا کان مٿي آهي. سرير ۾ اَچڻ سان آتما جي آزاد هستي ختم ڪونہ ٿي ٿئي. جڏهن روحاني اَڀياس ذريعي هوءَ لاهوُت يعني سُن منڊل ۾ پهچي وڃي ٿي تہ هر قسم جي ٻاهرئين ڀيد ڀاو کان مڪت ٿي وڃي ٿي. جيستائين روح لاهوُت کان هيٺ آهي، هوءَ دويت يا خوديءَ جي دائري ۾ آهي. لاهوُت ۾ پهچڻ کان اڳہ خوديءَ جو تياڳ ڪرڻ صرف هڪ خيال يا ڪلپنا آهي. اِهو اِئين آهي جيئن پهاڙ تي پهچڻ کان اڳ ئي پهاڙ جي ٿڌاڻ يا سيتلتا حاصل ڪرڻ جي اُميد رکڻ.

شاهہ صاحب چون ٿا :

روح جي جيڪا بہ ترقي ٿيندي آهي، خوديءَ کي مٽائڻ سان ئي ٿيندي آهي. جيڪو خوديءَ کي مٽائي ٿو ڇڏي، اُهو خدا ۾ غرق ٿي ٿو وڃي. فرمائين ٿا :-

نابُوديءَ نيئي، عبد کي اَعليٰ ڪيو.
مُورت ۾ مخفي ٿيا، صُورت پڻُ سيئي،
ڪبي اِت ڪيهي ؟ ڳالهہ پريان جي ڳُجهہ جي
(سُر آسا 1/275, 13:I)

(نابُودي - پاڻ فنا ڪرڻ. عبد - ٻانهو، غلام. اَعليٰ - اُتم، اوچ. مخفي - لڪل، سمايل. ڪيهي - ڪهڙي؟)

يعني، نيستي ۽ نابوديءَ غلام يعني اِنسان کي وڏي مرتبي وارو ڪيو. اُهي هر هڪ رُوپ ۾ بہ لڪل آهن ۽ اَصلي صوُرت بہ پاڻ آهن. هتي محبوب جي راز جو ڪهڙو ذڪر ڪبو ؟ يعني زبان کي ڪهڙي طاقت آهي جو اِنهيءَ ڳجهارت جو بيان ڪري سگهي ؟

جنهن لاهوُت يعني سُن منڊل ۾ پهچي روح کي سرير ۽ من کان آزاد ڪري ڇڏيو، اُهو خوديءَ جو دائرو پار ڪري خدا جي دائري ۾ پهچي ويو. لاهوُت کان هيٺ خودي ئي خودي آهي ۽ لاهوُت کان مٿي خدا ئي خدا آهي. اِنساني زندگيءَ جو اَصلي مقصد آهي مرشد پاران سيکاريل روحاني اَڀياس دواران، روح کي سرير ۽ من کان آزاد ڪري پنهنجو پاڻ کي سڃاڻڻ، ڇاڪاڻ تہ خوديءَ کان مڪت ٿيڻ ۽ روح جي رُوپ ۾ پنهنجو پاڻ کي سڃاڻڻ ئي اَلله جي سڃاڻڻ جو آڌار آهي.

## حقيقت جي وادي :-

حضرت شاهہ لطيف لکن ٿا تہ :-

منهن محرابُ پرينءَ جو، جامعُ سڀ جهان،
فرهي تان فرقان جي، ڪاڻياڻوُن قرآن،
اُڏامي اُت ويو، عقل ۽ عرفانُ،
سيوئي سُبحانُ، ڪاڏي وڃي نيتيان. (سُر رامڪلي 2/796, 5:V)

(فرهي - تختي. فرقان - سچ ۽ ڪوُڙ ۾ فرق ڏيکاريندڙ ضمير يا وويڪ. عرفان - گيان، علم. سُبحان - رب. نيتيان - نماز ۾ سر جهڪايان)

يعني، جوڳين جي لاءِ محبوب جي صوُرت يا سروپ ئي محراب آهي ۽ سموُري سرشٽي اُنهن جي لاءِ نماز پڙهڻ واري مسجد آهي. جوڳي قرآن شريف کي لوهي- محفوظ (اِلاهي تختيءَ) تان هيٺ لاهي ٿا اَچن. جوڳين جي اوُنچي اَوستا ڏسي عقل ۽ گيان ٻئي دنگ رهجي ٿا وڃن. جوڳي معرفت کي پار ڪري حقيقت جي واديءَ ۾ پهچي ويا آهن، جتي اُنهن کي سواءِ اَلله جي ٻيو ڪجهہ بہ نظر نٿو اَچي. جوڳي قدرت کي پار ڪري قادر تائين پهچي ويا آهن. اِنهيءَ ڪري اُنهن جي لاءِ اِهو فيصلو ڪرڻ مشڪل ٿي وڃي ٿو تہ هوُ ڪهڙي طرف منهن ڪري سجدو ڪن.

”جوڳي قرآن شريف کي لوه محفوظ تان هيٺ لاهي ٿا اَچن“

لوه محفوظ اَلله وٽ حفاظت سان رکيل اُها تختي آهي جنهن تي جيو جو نصيب ۽ روحاني راز لکيل آهن. شاهہ صاحب جن جو مطلب آهي تہ جوڳيءَ کي اَلله جا ۽ ڪائنات جا سيئي گهرا راز حاصل ٿي وڃن ٿا ۽ قرآن شريف جي پيغام جو مرم بہ سمجهہ ۾ اَچي وڃي ٿو. من ۾ شنڪا پيدا ٿئي ٿي تہ جوڳي تہ عربي ڪونہ پڙهيا هئا، اُهي قرآن شريف کي ڪيئن ٿي سمجهي سگهيا ؟ شاهہ صاحب جوڳيءَ جي جڳهہ تي صوفي شبد جو بہ اِستعمال ڪري سگهيا ٿي. پر هوُ سمجهائڻ چاهين ٿا تہ اَلله جي رمزن جو ڪنهن خاص ٻوليءَ سان ڪوبہ سنبنڌ نہ آهي. اَلله جي رمزن کي روح سمجهندي آهي ۽ روح اَلله جي ٻولي بہ سمجهندي آهي. هتي قرآن شريف سان مطلب صرف قرآن شريف نہ آهي. شاهہ صاحب سمجهائي رهيا آهن تہ جوڳي يا صوُفي سنسار جي سيني گرنٿن جي تهہ تائين پهچي وڃي ٿو، هوُ قرآن شريف کي اَندر اُتاري ٿو وٺي.

حضرت سلطان باهوُ سمجهائين ٿا :-

عقل فکر دي جانہ ڪائي، جت وحدت سر صبحاني هوُ،
نہ اُتي مُلان پنڊت جوشي، نہ اُتي علم قرآني هوُ،
جد اَحمد اَحد وَکالي دتا، تان کُل هووي فاني هوُ،
علم تمام ڪيتوني حاصل، ٿپ ڪتاب آسماني هوُ.[10]

جنهان شوهہَ اَلف ٿين پايا، قول قرآن نہ پڙهدي هوُ
مارن دم مُحبت والا، دوُر هويو ني پردي هوُ
دوزخ بهشت غلام تنهان دي، چا ڪيتو ني بردي هوُ
مئن قربان تنهان دي جيهڙي وحدت دي وچ وڙدي هوُ.

پاڻ فرمائين ٿا تہ : جيڪو ساڌڪ پرماتما سان وصال ڪري اِلاهي وحدت جي پيد ڪان واقف ٿي وڃي ٿو، اُن کي سچو، لافاني علم (اَنڀو) حاصل ٿي وڃي ٿو، جيڪو مولوين، پنڊتن، جوتشين، فلاسافرن ۽ آسماني وديا جي ڄاڻن جي پڪڙ کان ٻاهر آهي. جڏهن اُندر خدا پاڪ جو ساکيات ديدار ٿي وڃي ٿو تہ روح هر طرح جي ٻاهر مکي علم جي محتاجيءَ کان آزاد ٿي وڃي ٿي.

حضرت شاهہ لطيف اِها ڳالهہ کولي ٿا سمجهائين تہ ڪامل درويش ڌرم گرنٿ رچيندا آهن. گرنٿ شاستر ڪنهن کي ڪامل درويش ڪونہ بڻائيندا آهن. پاڻ ٻي ڳالهہ هيءَ سمجهائي رهيا آهن تہ ڌرم گرنٿ ڪامل درويشن جا محتاج آهن، ڪامل درويش ڌرم گرنٿن جا محتاج ڪونہ آهن. شاهہ صاحب جن پنهنجي ڪلام ۾ قرآن شريف ۽ حديثن مان ستن سون کان بہ وڌيڪ مثال ڏنا آهن، ڇاڪاڻ تہ اُنهن ماڻهن کي قرآن شريف جي پيغام جو اَصلي مطلب سمجهائڻ چاهيو ٿي. ويدن، اُپنشدن ۽ قران شريف وغيرهہ جي وياکيا جو اَصلي حق اُنهن ڪامل درويشن کي آهي، جن خود رب سان وصال ڪيو آهي. جيسين ڪنهن کي ويدن، اُپنشدن جي رشين يا ڌرم گرنٿ جي رچڻ واري ڪنهن ڪامل پُرش جهڙي روحاني اَوستا حاصل نٿي ٿي وڃي، هو اُن ڌرم گرنٿ جي صحيح وياکيا ڪيئن ٿو ڪري سگهي ؟ اِهو ئي سبب آهي جو ٻڌي ۽ ويچار جي مدد سان ڌرم گرنٿن جي وياکيا ڪرڻ وارن عالمن، فاضلن، ودوانن، پنڊتن ۽ مولوين جي وياکيائن ۾ فرق هوندو آهي، يعني اُنهن جا ويچار هڪ ٻئي سان ڪونہ ملندا آهن. جڏهن گيان نہ هوندو آهي تہ خيال ڪم ڪندا آهن ۽ 100 مان 99 ئي نہ سوَ جا سوَ ئي غلط ٿي سگهن ٿا. ڪامل درويش آسانکي ڌرم گرنٿن کان بي مُک ڪونہ ٿا ڪرڻ چاهين، پر مولوين ۽ عالم، فاضلن

جي پرم جال کان بچائڻ چاهين ٿا.

پورڻماسيءَ جي رات ۾ پورو چنڊ نظر ايندو آهي. پر جن کي اندر جي رمز جي ڄاڻ نہ آهي (جن کي مرشد اندر جي رمزن کان واقف نہ ڪيو آهي، يعني ديکشا نہ ڏني آهي) اُهي مهني جي آخر ۾ اَڌ چنڊ ٿا ڳولهين. اُنهن ويچارن جو ڪو ڏوهہ نہ آهي. جڏهن اُنهن کي پوري چنڊ جي راز جي خبر ئي ڪونهي تہ اُنهن ويچارن کي ڏوهہ ڪيئن ٿو ڏيئي سگهجي؟

شاهہ صاحب چون ٿا تہ: اُنهن کي ڪيئي تہ اِنهيءَ باري ۾ جيڪي ڪجهہ پڇڻ چاهين ٿا، مونکان پڇي وٺن.

چوڏهينءَ چنڊ اُڀريو، اُوڀٽيهہ پسي عامُ،

مٿس ناهہ ملامُ، جيڪي پُڇين پُڇ سو. (سُر ڪنيات 2/541, I:9/10)

"جيڪي ڪجهہ پڇڻ چاهين ٿا، مون کان پڇي وٺن." شاهہ صاحب اِشارو ڪري رهيا آهن تہ هُو جيڪي ڪجهہ چئي رهيا آهن، پنهنجي اَنڀو جي آڌار تي چئي رهيا آهن ۽ هو ٻين کي بہ اُهو اَنڀو ڪرائي سگهن ٿا.

حضرت سلطان باهوُ جو ڪلام آهي:-

دل دا دفتر وحدت والا، دائم ڪرين مطاليا هوُ،

ساري عُمر پڑهديان گذُري، جاهلان دي وچ جاليا هوُ،

اِڪو اِسم اَلله دا رکين، ايهو سبق ڪماليا هوُ،

دووين جهان غلام تنهان دي، جنُن دل رب سنڀاليا هوُ.[12]

فرمائين ٿا تہ جنهن ودوان سڄي عمر گرنٿن، شاسترن جي پاٺ ويچار ۾ گذاري ڇڏي پر اَندر اَلله جي وحدت جو ديدار نہ ڪيائين تہ هوُ حقيقت ۾ اَڻ پڑهيل ۽ گنوار آهي. جنهن اَڻ پڑهيل اَلله جي نام وٺڻ ڪري اَلله سان وصال ڪري ڇڏيو، اُهو دنيا جو سڀ کان وڏو ودوان آهي.

حضرت سلطان باهوُ چون ٿا:-

پڑهہ پڑهہ علم هزار ڪتابان، عالم هوئي ڀاري هوُ،

حرف اِڪ عشق دا پڑهہ نہ ڄاڻن، ڀُلي ڦرن وچاري هوُ،

اِڪ نگاهہ جي عاشق ويکي، لک هزاران تاري هوُ،

لک نگاهہ جي عالم ويکي، ڪِسي نہ ڪڏي چاڑي هوُ،

عشق عقل وچ منزل ياري، سئان كوهان دي پاڙي هوُ،
جنهان عشق خريد نہ كيتا، دوهين جهانين ماري هوُ.[13]

## حقيقت جو دارؤل اِسلام (ساچ كند) :

شاهہ سائين فرمائين ٿا : اَللہ تہ سيني کي دارؤل اِسلام ۾ پڪاري رهيو آهي، پر اُتي اُهي ئي پهچن ٿا جيکي لاهوُت کي پار ڪري اَللہ روُپي هيرو حاصل ڪري ٿا وٺن. اَللہ تہ سيني کي دارؤل اِسلام ۾ پهچڻ جي هدايت ڪئي آهي، پر اَفسوس اِنهيءَ ڳالهہ جو آهي تہ دنيا جوم اِنسان دنيا روُپي هڏيءَ ڏانهن ڇڪجندو پيو وڃي.

(سُر رامڪلي 2/800, V:9-B)

جنهن ''دارؤل اِسلام'' ڏانهن شاهہ صاحب اِشارو ڪري رهيا آهن، اُهو اَندر آهي، ٻاهر نہ آهي. اُن دارؤل اِسلام ۾ لاهوُت پار ڪري اَللہ روپي هيرو حاصل ڪرڻ سان ئي پهچي سگهجي ٿو. اَللہ سيني کي اُن دارؤل اِسلام ۾ گهرائي رهيو آهي. اَللہ ۽ هنجو دارؤل اِسلام وقت ۽ اِستان تائين محدوُد نہ آهي. اِهو دارؤل اِسلام ڪنهن خاص مذهب، ملڪ يا قوم تائين محدوُد نہ آهي. دنيا جي ڪنهن بہ مذهب، ملڪ يا قوم جو ڪوبہ اِنسان لاهوُت کي پار ڪري اُن دارؤل اِسلام ۾ داخل ٿي سگهي ٿو، جنهن کي شاهہ لطيف حقيقت جي وادي، مُقامي حق يا دارول اِسلام چئي پڪاريو آهي. سنڌ جي سنت سامي صاحب جن اُنکي ''بيگم پُرا'' يا ''نوُر محل'' چيو آهي. سامي صاحب جن چوَن ٿا :-

نيڻن نينهن لايو، نوُر محل ۾ ناٿ سان،
جتي نہ سجُ، نہ چنڊُ ڪو، نہ ڪو رات نہ ڏينهن،
مهرون وسي مينهن، سامي سدا عرش جو.

سامي صاحب جن چوَن ٿا تہ اَڪين نوُر محل جي ناٿ سان پريت لڳائي آهي. جتي نہ سجُ آهي نہ چنڊ آهي، نہ رات آهي، نہ ڏينهن آهي، اُتي هميشهہ عرش يعني آسمان مان ديا مهر جي بارش ٿيندي ٿي رهي.[14]

حضرت سلطان باهوُ جو ڪلام آهي :-

مُک محبوب داخانا ڪعبا، عاشق سجدا ڪردي هوُ

دو زلفان وچ نئڻ مسلي، چار مذهب جتي ملدي هوُ.[15]

”چار مذهب جتي ملدي هوُ“. هيءُ اُهو مُقام آهي، جتي هندو ڌرم، اِسلام، عيسائي مت ۽ يهوُدي مت هڪ ٿي وڃن ٿا. اُنهن جو مطلب آهي تہ جڏهن مذهبي ڀيد ڀاو ختم ٿي وڃن ٿا، تڏهن اَندر اَللہ جي نوُر جو ديدار ٿئي ٿو. قرآن شريف ۾ ”رب العالمين“ جو پاڪ پوتر پيغام ڏنو ويو آهي. ڪُل ڪائنات جو مالڪ، حاڪم ۽ رازق هڪ ئي رب آهي. شاهہ صاحب جن بہ اِهو سار هن طرح بيان ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي :-

ڪيڏانهن ڪاهيان ڪر هو ؟ چوڏس چٽاڻو،

منجهين ڪاڪ ڪکوري، منجهين لُڏاڻو،

راڻو ۽ راڻو، ريءُ راڻي ڀيو ناهہ ڪو. (سُر مؤمل راڻو 3/1577, IX:6)

(چوڏس-چوُطرف چٽاڻو-چٽائي، روشني، لڏاڻو-قبلو، باغ بهار)

يعني، مان چانگي (اُٺ) کي ڪهڙي طرف ڪاهيان ؟ چوُطرف روشني لڳي پيئي آهي. چوُطرف ڏٺيءُ جو نوُر آهي، پوءِ هن خاڪي جسم کي ڪهڙي طرف ورايان؟ اَندر ئي ڪاڪ جو رنگ محل آهي، اَندر ۾ ئي لڏاڻو آهي. هر هنڌ، اَندر ٻوڙي ٻاهر، راڻو ئي راڻو پيو وسي، سواءِ راڻي جي ٻيو ڪي ڪين آهي.

نئون نياپو آيو، راڻي وٽان رات،

لڏيسوُن، لطيف چئي ڪنان ڏاتر ڏات،

ڪهڙي پُڇين ذات ؟ جي آيا سي اَگهيا.

(سُر مؤمل راڻو 5,3/1576 :IX)

يعني، راڻي مرشد وٽان هڪ نئون پيغام آيو آهي. شاهہ لطيف چوي ٿو تہ ”مونکي ڏٺيءُ وٽان اِها هدايت ملي آهي“ توُن ذات، پات جو ڪهڙو حساب تو پُڇين؟ هن در تي جيڪي بہ ڪمائي ڪري آيا، سي قبول پيا.

حضرت شاهہ لطيف جن ۽ حضرت سلطان باهوُ وغيره سنت اِنسان کي سريرڪ ۽ مانسڪ حدون پار ڪري، اُنهيءَ پوتر روحاني جڳت تائين پهچڻ جي پريرڻا ڏين ٿا، جتي پهچي اِنسان تبديلي، بربادي ۽ دويت جي هر قسم جي دکدائي مشڪلاتن کان مُکت ٿي وڃي ٿو.

# اِسم اعظم يعني شبد ڌن

اَديُون سڀ اَندامر چڙن منھنجا چوريا،
لاڙن جالن ۾ لائي، سا ڪيئن آچيان عامر ؟
لڳيس جنھن جي لامر، سو دلاسا دوستُ مُنجي.
(سُر سُھڻي 1705/3, 1:IV)

يعني، اي سکيُون، ميھار جي گھنٽين منھنجي سرير جي سيني اَنگن ۾ هلچل مچائي ڇڏي آھي. اِنهن گھنٽين منھنجي اَندر جيڪا محبت جاڳائي آھي، اُنهيءَ جو راز مان عام ماڻھن سان ڪيئن سليان ؟ اِها پريت مونکي جنھن جي پناھہ ۾ وٺي آئي آھي، اُهو دوست مونکي پيار پريا سنديش موڪلي رهيو آھي.

شاھہ صاحب جن جو ڪلامر آھي :-

جي ڪُلاھہُ رکين ڪنڌ تي، تہ صوفي سالمر ٿيءُ،
وھہُ وٺي ھٿ ڪري، پُر پيالو پيءُ،
ھنڌ تنين جو هيءُ، جن حاصل ڪيو حال کي.
(سُر يمن ڪلياڻ 203/1,7:V)

(ڪُلاھہ-صوفين جي ڊگھي ٽوپي. سالمر-سچو، خاص. وھہُ-زھر جي وٽي. حال-روحاني مستي.)

يعني، جي سر تي صوفياڻي ٽوپي رکي اَٿيئي تہ صحيح معني ۾ صوفي ٿيءُ. ھٿ ۾ زھر جي پيالي جھلي سمُورو جام چاڙھہ. هيءَ جاءِ اُنهن جي آھي، جن روحاني مستي حاصل ڪئي آھي. (صوفي اُھو آھي جيڪو روحاني رنگ ۾ رتو پيو آھي.)

جُسي ۾ جبار جو، خفي خيمو کوڙ،
جلي تُون زبان سين، چارئي پھر چوڙ،
فڪر سين فُرقان ۾، اِسمر اعظمر ڏور،
ھيا در وڃي مَ ووڙ، ايُ اَمل اِتائين سڀجي. (سُر ڪلياڻ 203/1, 8:V)

(جُسي-سرير، وجُود. جُبار-ڏڻيءَ. خفي-ڳجھو ذڪر. خيمو-تنبُو. جلي-

ظاهري ذڪر. چور-هلاءِ. فڪر-ڌيان، خيال. فرقان-قرآن شريف. اِسم اَعظم - ڏٺيءَ جو اعلي نالو، يعني شبد ڌن. ووڙ-ڳول. اي اَمل-اِهو بي بها ماڻڪ. سپجي- حاصل ٿئي.)

پنهنجي سرير ۾ ڏٺيءَ جو ڳجهو تنبوُ ڪوڙ. يعني ڏٺيءَ کي اَندر ۾ ڳجهو ياد ڪر. (هتي ”خفي“ يعني ڳجهي ذڪر يا شبد ڌن ڏانهن اِشارو آهي). چار ئي پهر زبان سان ظاهري ذڪر جاري رک ۽ ڌيان سان قران شريف ۾ ”اِسم اَعظم“ (ڏٺيءَ جو اُتم نالو) ڳولهه. (اِنهيءَ نالي جي عام ماڻهن کي پروڙ نہ آهي). ٻيا در نہ وڃي ڳولهہ. اِهو بي بها موتي اِتان ئي حاصل ٿو ٿئي.

شاهہ صاحب سمجهائين ٿا تہ معرفت ۽ حقيقت جي وادين جو سئر ڪرڻ وارو سچو صوفي بڻجڻ چاهين ٿو تہ جيئري ئي مري وڃ ۽ آنند جي حالت ۾ پهچڻ واسطي (روحاني) شراب جي ٻنيءَ اڳيان پنهنجو نڪاڻو ٻڌائي ڇڏ.[1]

قرآن شريف ۾ فرمايو ويو آهي : جيڪو چوري، چوري (چپ چاپ) اَندر ٻڌي ٿو، اُنهيءَ کي هڪ تيز روشني نظر اَچي ٿي.

مطلب اِهو آهي تہ ساڌڪ کي گهرجي تہ نام جو ذڪر يا سمرن ڪري ۽ چپ چاپ اَندر شبد ڌن سان لِنوَ جوڙڻ جي ڪوشش بہ ڪري.

سُرت کي شبد ڌن سان جوڙڻ ئي رب جي اُها سچي بندگي آهي، جنهن جو قرآن شريف ۽ صوفي درويشن اُپديش ڏنو آهي. اِهو اَلله پاران پاڻ سان ميلاپ ڪرائڻ واسطي سندس خود جو ٺاهيل ساڌن آهي. اَلله جو ذڪر (سمرن) ۽ مرشد جو تصور (ڌيان) اَلله جو حڪم پالڻ جي شروعات آهي. پنهنجي روح کي اَندر اِسم-اَعظم ۾ لين ڪري ڇڏڻ، اَلله جي حڪم جو روُپ ٿي وڃڻ آهي، ڇاڪاڻ تہ اَلله شبد ڌن جو روُپ ئي آهي.

شبد ڌن ئي اُها ٻني آهي، جنهن مان رب جي عشق جو شراب نڪرندو آهي ۽ شبد ڌن ئي اَلله جي وصال جو آنند پراپت ڪرڻ جو اَصلي ساڌن آهي. شاهہ صاحب جن اَندر اَلله جو تنبوُ ٺاهڻ ۽ شبد ڌن دواران دويت کي دوُر ڪري ڇڏڻ جو پيغام ڏين ٿا. هوُ اَلله ۽ شبد ڌن جو ساڳئيءَ معنيٰ

۾ استعمال ڪري رهيا آهن.

حضرت عبدل رضاڪ ڪاشي فرمائين ٿا تہ شبد ڏن سيني نامن جو پنڊار يا مؤل آهي. شبد ڏن هر ڪنهن پدارٿ جي اَندرين حقيقت آهي. شبد ڏن درياءُ آهي ۽ رچنا اُنجي لهر آهي. انهيءَ ڳالهہ کي صرف اُهو ئي سمجهي سگهي ٿو جيڪو اَسانجي خاندان جو هجي. مطلب تہ هن راز کي صرف ڪامل درويش ئي ڄاڻن ٿا.*

اِسم -اَعظم جامئہ اِسمابود، صوُرتي اُمانيئي اَشيا بود،
اِسم دَرييا و تئين موُجي اوُ، اين ڪسي داند ڪ اوُ اَز ما بود.[2]

## نام جا ٻہ قسم :

اِسم جو مطلب آهي نام ۽ اعظم جو مطلب آهي مهان. اَهڙيءَ طرح اِسم -اعظم جو مطلب آهي اُتم کان اُتم يا مهان نام. نام جا ٻہ پيد ٻڌايا ويا آهن. صفاتي ۽ ذاتي. صفاتي نام کي گڻ واچڪ Attributive name يا ورڻاتمڪ نام Descriptive name بہ چيو ويندو آهي. صفاتي يا گڻ-واچڪ نام جو تعلق اَلله جي صفتن يا گڻن سان آهي. اَلله بيشمار گڻن جو پنڊار آهي، اِنهيءَ ڪري بيشمار نامن ذريعي هنجي گڻن جو ورڻن ڪيو ويندو آهي. اَلله جي ذات (هستي يا وجوُد) هڪُ آهي. اِنهيءَ ڪري اَلله جو ذاتي نام بہ هڪ آهي. صفاتي يا گڻ بيان ڪندڙ نامن جو تعلق وقت ۽ اِسٿان سان آهي. هڪ نام هڪ وقت وجوُد ۾ آيو تہ ٻيو ٻئي وقت. هڪ نام هڪ هنڌ پڪاريو ويو تہ ٻيو ٻئي هنڌ پر اَلله جو ذاتي نام آد ۽ اَنت کان پري ۽ مٿي آهي.

## قرآن مجيد ۾ نام :

قرآن مجيد ۾ 99 نامن ذريعي اَلله تعاليٰ جي مهما ڳائي ويئي

---

*پاڻ شبد ڏن کي ڪائنات جو ڪرتا ۽ ڪائنات جي هر وستو جي جان يا روح چون ٿا. ظاهر آهي تہ هوُ شبد ڏن کي اَلله جو روُپ مڃن ٿا.

آهي. اِنهن نامن کي ڇهن حصن ۾ ورهايو ويو آهي. پهرين ٽن حصن ۾
نام صفاتي آهن، جڏهن ته چوٿين حصي جو نام ذاتي آهي. اِهي حصا
هن طرح آهن :-
1. اَسماءَ-اُل-جلال :- جيکي نام اَلله جي شڪتي ۽ وڏائيءَ کي پرگهٽ
ڪن ٿا.
2. اَسماءَ-اُل-جمال : جيکي نام هنجي ديا مهر جو ذڪر ڪن ٿا.
3. اَسماءَ-اُل-صفات :-جيکي نام هنجي گڻن کي ظاهر ڪن ٿا.
4. اِسمالذات :- جنهن نام جو سنبنڌ اَلله جي ذات يا وجود سان آهي. اِهو
اَلله جي نوُراني تت کي ظاهر ڪرڻ وارو ذاتي نام يا نج نام
آهي. جنهن کي اَلاسم الاعظم يعني اَلله جو مهان نام چيو ويندو آهي.
اِنهيءَ جو گيان صرف ولين ۽ پيغمبرن کي ئي هوندو آهي.[3] پهرين ٽن
حصن ۾ اَنيڪ نام آهن، اِنهيءَ ڪري اُنجي لاءِ عدد جمع (Plural) اَسماءَ
ڪم آندو ويو آهي. ذاتي نام هڪ آهي اِنهيءَ ڪري اُنجي لاءِ عدد
واحد (Singular) اِسم ڪم آندو ويو آهي.

اَلله جو اِسمالذات (ذاتي نام) هنجو قوُل (شبد)، ڪلام، ڪلمو، ڪُن يا
اَمر آهي، جيڪو اَلله جي شڪتي ۽ گيان کي ظاهر ڪري ٿو[4]. اِهو اَلله
جو آواز آهي. اَلله جيڪي ڪجهه ڪري ٿو، پنهنجي قوُل (شبد)، ڪلمي،
ڪُن يا اَمر (حڪم) سان ڪري ٿو.[5]

## صوفي درويش ۽ نام :-

صوفي درويشن اِسم اعظم کي ڪلام، ڪلمو، ڪُن، اَمر سوُت، بانگ
(آواز)، ندائي سلطاني (پرماتما روُپي شهنشاهه جو آواز)، ڪلام اِلاهي (رب
جو ڪلام)، آواز مُصتقيم (سڌو آواز)، بانگي آسماني (آڪاش واڻي)، سلطان-
الاذڪار (سمرن جو شهنشاهه) وغيره اَنيڪ نالن سان پڪاريو آهي. موُلانا روم
جو ڪٿن آهي : اِسم اَعظم مهان اَلله (اَلله-اَل-عظيم) آهي. اِسم اَعظم روح جو
روح آهي. اِهو پُراڻي هڏيءَ کي نيڪ ڪرڻ وارو آهي.*

يا خدا ! اِسم اَعظم عجيب آهي. اِهو اَلله روُپي دوست جي ذات يا وجود

---

اِسم-اَعظم هستَ الله العظيم، جاني جان هـَ مُهئيبي رحيم.[6]

جي سوچنا ڏيڻ وارو آهي. اِسمي اَعظم اَللہ جي نزديڪ ولي وجڻ وارو آهي.
حضرت سلطان باهوُ جو ڪلام آهي :-

سيني وچ مقام هئہ ڪئندا، مُرشد گل سمجهائي هوُ
ايهو ساهہ جو آوي جاوي، هور نهين شيءِ ڪائي هوُ،
اِس نوُن اِسم الاعظم آکڻ، ايهو سرِرَ اِلاهي هوُ،
ايهو موُت حياتي باهوُ، ايهو ڀيت اِلاهي هوُ.[٥]

يعني، اِسم اَعظم ئي اَصلي دئوي يا روحاني ڀيد (سِر اِلاهي) آهي.
اِسم اَعظم ئي روح جو روح آهي. اُهو ئي زندگي ڏيڻ وارو آهي ۽ اُهو ئي زندگي وٺڻ وارو آهي. جڏهن اِئين چيو ويندو آهي تہ اَللہ اَندر آهي تہ حقيقت ۾ اِهو چيو ويندو آهي تہ اِسم اَعظم اَندر آهي.

خواج خافظ چون ٿا : اِسمي-اَعظم هر هنڌ حاضر ۽ سرو شڪتيمان آهي. سموري ڪائنات تي اُنجو راڄ آهي پر من روپي شيطان جي وَس ۾ آيل روح اِسم اَعظم جي نوُر کان محروم رهجي ٿي وڃي. جيڪو اِسمي-اَعظم سان ڪونہ جڙيو، اُهو من روپي نفس يا شيطان جي حڪم ۾ آهي. جيڪو، اِسم-اعظم سان جڙي ويو آهي، اُهو اَللہ جي حڪم ۾ اَچي ويو آهي.*

## اسم اعظم الله جي سرجڻهار شڪتي آهي :-

شاهہ صاحب ۽ ٻين درويشن اِسم اَعظم کي اَللہ وانگر ئي اُتم، مهان ۽ ڪائنات جو سرجڻهار چيو آهي. هوُ چون ٿا تہ اِسم اَعظم اَللہ وانگر ئي حاضران حضور، آنند روپ، بخشڻهار ۽ ديالو آهي. ظاهر آهي تہ اِسم اَعظم يا اَللہ جي نام سان درويشن جو مطلب اَللہ ئي آهي. جيستائين

اَللہ اَللہ اِسمي ذاتي پاڪ دوست،
اِسم اَعظم اَز براءِ قرب اوُست.[٦]
بر اَهر من نہ تابد اَنواري اِسم اَعظم،
مُلڪي آن تست و خاطر فرما هر آن چ خواهي.[٩]

اَلله جي شڪتي اَلله ۾ هئي، اُنجو ڪوبہ رنگ، روُپ ۽ نام ڪونہ هو. جڏهن اُها شڪتي رچنا جي ڪاريہ ۾ لڳي ويئي تہ اُنکي اِسم اعظم، نام، شبد، ڪُن، ڪلمي، اَمر وغيره نالن سان پڪاريو ويو. اُها شڪتي ڪائنات جي ڪڻ ڪڻ ۾ سمايل آهي. اُها شڪتي ئي روح جو روح آهي ۽ اُها شڪتي ئي روح جو رب سان وصال ڪرائڻ وارو اَصلي ساڌن آهي. ڪامل درويش بار بار اُنهيءَ شڪتيءَ جي گڻن جو بيان ڪن ٿا ۽ اُنهيءَ سان گڏ ئي هيءُ پيغام بہ ڏين ٿا تہ اُها شڪتي هر هڪ اِنسان جي اَندر آهي، اُنهيءَ شڪتيءَ سان لنءُ جوڙڻ ئي اَلله سان لنءُ جوڙڻ جي برابر آهي.

## صفاتي نام ۽ ذاتي نام :

قرآن مجيد ۾ اَچي ٿو تہ اَلله تعاليٰ جا سيئئي نام هڪ جهڙا پوتر آهن. اِهي سيئئي نام آدرڻييہ آهن. هن کي اَلله چئو يا رحمان، هنجا سيئئي نالا پيارا آهن. اَلله تعاليٰ خود اِنهن سيني نامن ۽ صفتن يعني گڻن کان مٿي آهي.[10]

موٗلانا روُم پنهنجي مثنويءَ جي شروع ۾ چون ٿا :

بنامي اوُ کيهہ اوُ نام ندارد، بهر نام کهہ خواني سر بر آرد.[11]

يعني، مان اُنهيءَ نام سان شروع ڪريان ٿو جنهن جو ڪو نام ڪونهي، پر اُنکي جنهن بہ نام سان پڪاريو، هوُ جواب ڏئي ٿو.

قرآن شريف جي فرمان ۽ موٗلانا روُم جي ڪٿن مان خبر پوي ٿي تہ هر ڌرم، هر ذات ۽ هر هڪ ملڪ جا ماڻهو پنهنجي پنهنجي ڀاونا موجب اَلله کي ڪنهن بہ نالي سان ياد ڪري سگهن ٿا. اِنهن صفاتي نامن ۾ نہ ڪو ننڍو آهي نہ وڏو. اَصلي مقصد آهي روح کي اِسم اَعظم سان جوڙڻ، چاڪاڻ تہ سڀ کان وڏو ۽ سڀ کان مهان ۽ سڀ کان اُتم صرف اِسم اَعظم آهي. مريد، ڪامل مرشد ڀاران سمجهايل جڳتيءَ موجب، اَلله جي صفاتي نامن جي ذڪر ذريعي يعني سمرن ڀاران ڌيان کي ايڪاگر ۽ اِستر ڪري، روح کي اَندر اَلله جي ذاتي نام يا اِسم اَعظم سا جوڙڻ جو اَڀياس ڪري ٿو. پوءِ اِسمي اَعظم جي مدد سان روح منزل، در منزل چڙهائي ڪندي

مُقامي حق ۾ پهچي وڃي ٿو. ڪبير صاحب جن جو چوڻ آهي : ”تيري دُئاريءَ ڏن سهج ڪي ماتيءَ ميري دگائي.“[12] يعني، اي پريوُ! تنهنجي دربار مان ايندڙ تنهنجي نامہ، شبد يا ڪلمي جي ڏن منهنجي مستڪ ۾ گونججي رهي آهي. اَندر اَڪين جي مٿان ڏنڪارون ڏيندڙ اسمِ اَعظم جي ڏن اَهڙي ڏور آهي، جنهن جو هڪ ڪنارو جيو آتما ڏانهن آهيءَ ٻيو پرماتما جي درگاهہ ۾ آهي، اُنهيءَ ڏور کي پڪڙي جيو آتما سهج ئي پرماتما جي درگاهہ ۾ پهچي وڃي ٿي. شاهہ صاحب فرمائين ٿا :

ڪوهہِ طُور (نوُر نالي وارو پهاڙ) تي جنهن نوُر کي برداشت نہ ڪري سگهڻ سبب حضرت مؤسيٰ بيهوش ٿي ويا هئا، جوڳي پنهنجو پاڻ کي اُن اِلاهي نوُر ۾ فنا ڪري ڇڏيندا آهن. (سُر رامڪلي 2/792 : VI)

جيئن جيئن روح هيٺ کان مٿي چڙهائي ڪري ٿي، اِسمِ اَعظم جو نوُر وڌندو وڃي ٿو. شاهہ سائينءَ پنهنجي ڪلامہ ۾ ڪيترن ئي ڪلامن ۾ چنڊ جي چانڊوڪي، تارن جي روشنيءَ مرشد جي نوُري سروپ جي پرڪاش جي باري ۾ اِشارا ڪيا آهن. اِهي سڀ اِشارا اِسمِ اَعظم جي اِلاهي نوُر ڏانهن آهن.

## اِسم اعظم ۾ آوازءَ نوُر آهي :

شاهہ صاحب جن روح کي چپ چاپ اَندر اِسمِ اَعظم سان جوڙڻ جو پيغام ڏنو آهي. مٿي قرآن شريف جو هيءُ فرمان بہ پڙهي آيا آهيون : جيڪو چوري چوري (چپ چاپ) اَندر ٻڌي ٿو، اُنکي هڪ تيز روشني نظر اَچي ٿي.[13]

قرآن مجيد جي 24 سوُرت ۾ اَلله يا اِسمِ اَعظم کي ڌرتيءَ آڪاش جو نوُر-در-نوُر چيو ويو آهي. بنا هنجي رحمت جي اِنهيءَ نوُر جو اَنڀو ڪري سگهڻ ناممڪن آهي، جنهن تي هوُ خود رحمت ڪري ٿو، اُهو ئي اُنهيءَ نوُر تائين پهچي سگهي ٿو.[14] اُهو نوُر اُنهن گهرن (دلين) ۾ چمڪي ٿو، جيڪي خدا جي حڪم سان سندس نام جي سمرن دواران اُنمءَ نرمل

ٻڌجي چڪا آهن[15]. اُنهيءَ پوترُ ۽ خوشيءَ سان پريل پرڪاش جو رس ماڻڻ وارا خوش نصيب مومن ئي روحاني چڙهائيءَ ۾ ڪاميابي حاصل ڪري سگهن ٿا. اِنهيءَ نُور جي پُونجي هر هڪ کي بخشي ويئي آهي، ڇاڪاڻ تہ اَلله تعالي هر روح جو هڪ جهڙو نگهبان يا رکوالو آهي[16].
قرآن مجيد جي 17 سُورت ۾ حضرت محمد صاحب جي روحاني چڙهائي (مئراج) جي وقت دويہ يا نُوراني ڌن جي ٻڌڻ ۽ نوراني روشني جي نظر اَچڻ جو اِشارو ڪيو ويو آهي. سچ پچ اُها روشني رُوپ ۽ شبد رُوپ آهي[17].

انهيءَ مان خبر پوي ٿي تہ اِسم اَعظم ۾ آواز بہ آهي ۽ نُور بہ آهي. روح اَندريون سفر اُنهيءَ نُور کي ڏسندي ۽ اُنهيءَ آواز کي پڪڙيندي طئہ ڪندي آهي. شاهہ صاحب چون ٿا :-

سُهڻيءَ کي ميهار جي ڏيري مان نڪرندڙ دونهون ميڻ بتيءَ وانگر نظر اَچي رهيو هو. (سُر سُهڻي. وائي : IX)

هتي هوُ اَندر شروع ۾ نظر اَچڻ واري اِسم اَعظم جي نُور ڏانهن اِشارو ڪري رهيا آهن. اَندرين اَکين جي ڪلام ۾ وستار سان پڙهي آيا آهيون شاهہ صاحب وري وري اَندرين اَکين سان اَندر جي نُور کي ڏسڻ جي هدايت ڪئي آهي. اُنهيءَ کي اَلله جو نُور چئو يا اِسم اَعظم جو نُور، هڪ ئي ڳالهہ آهي.

## ٻانگِ اِلاهي

شاهہ صاحب اِسم اَعظم جي آواز جي باري ۾ چون ٿا :-

لُنگُ ڪڍيائُون لانگ، موٺي ڪن نہ مسحوُ،
جا اِسلامان اَڳي هئي، سا سٹائُون ٻانگ،
سامي ڇڏي سانگ، گڏيا گورکناٿ کي.
(سُر رامڪلي 2/825, VII:14)

(لُنگُ- لانگوٽي. مسحوُ- وضو، پنج اِشناني. اِسلامان اَڳي- اِسلام کان اَڳي. سٹائُون- ٻڌائُون. ٻانگ- نماز لاءِ سڏ. سانگ- آسرا، سهارا. گورکناٿ- جوڳين جو گرو.)

يعني، جوڳين ٽنگن ۾ لانگوٽي ٻڌي ۽ وري وضو ڪونہ ڪيائون. (لنگوٽي پاڪيزگيءَ جي نشاني آهي. پوءِ ڇا جي ڪري هٽ، پير ۽ منهن ڌوئجي؟)جيڪا ٻانگ اِسلام جي اَچڻ کان اڳ جاري هئي، سا ٻڌائون. جوڳي سمورا آسرا تياڳي وڃي گرو گورکناٿ سان مليا.

اِسلام کان پهرين واري ٻانگ سان شاهہ صاحب جو ڇا مطلب آهي ؟ پاڻ سمجهائي رهيا آهن تہ هندو ڌرم، يهودي ڌرم، عيسائي ڌرم، اِسلام وغيرہ سڀيئي ڌرم ڪنهن خاص وقت تي وجود ۾ آيا آهن، پر اَلله جي اَندر ٻڌڻ ۾ اَچڻ واري ٻانگہ اَنادي آهي. سنسار جي سڀني ڌرمن ۾ جيڪي بہ ڪامل درويش آيا آهن، اُنهن اِنهيءَ اَنادي ٻانگ سان لنءَ جوڙڻ جو اُپديش ڏنو آهي. ڌرمن جي شريعت اَلڳ آهي، پر اِسم اَعظم سان لنءَ جوڙڻ جي معرفت هڪ جهڙي آهي.

”جوڳي پنهنجي گرو گورکناٿ وٽ پهچي ويا آهن“. گورکناٿ جو وقت شاهہ صاحب کان ڪافي اَڳ جو آهي. جوڳي گورکناٿ کي آد گرو مڃيندا آهن. هتي گورکناٿ سان مطلب اَنادي شڪتيءَ سان آهي، جيڪا وقت بوقت گروءَ جو روپ ڌارڻ ڪري سنسار ۾ ايندي رهندي آهي. اُها شڪتي اِسم اَعظم آهي. اِنهيءَ باري ۾ مرشد واري اَڌياءَ ۾ وستار سان ويچار ڪيو ويندو.

مولانا رومؒ فرمائين ٿا : تون اُهڙي ٻانگ کي ڳولهہ، جيڪا ڪڏهن بہ ختم نہ ٿئي ۽ اُهڙي سج جي تلاش ڪر، جيڪو ڪڏهن بہ نہ لهي.*

هو اِسم اَعظم جي نور ۽ شبد جو ذڪر ڪري رهيا آهن، جنهن جو نہ ڪو آد آهي نہ اَنت. اِنهيءَ ٻانگ کي ڪيئن ٻڌو وڃي؟ پاڻ فرمائين ٿا : اي بهادر ! تون آسمان کي پيرن جي هيٺان وٺي اَچ، پوءِ آسمان جي چوٽيءَ تان ايندڙ ٻانگ کي ٻڌ.*

---

بانگي -سيتي زوکهہ آن خاصل نشود،
تابي -خرشيدي-ڪ آن آفل نشود.

آسمان جي پيرن جي هيٺان کان آسمان جي چوٽيءَ تائين پهچڻ جو مطلب آهي، اَندرئين روحاني جڳت جي چوٽيءَ تي پهچڻ. اُنهيءَ ساڌڪ جي ئي ساڏنا سڦل آهي، جيڪو ڌر درگاهہ مان ايندڙ ٻانگ کي ٻڌي سگهي ٿو.

## ڪلمو :

شاهہ صاحب اِسمِ اَعظم جي آواز کي ڪلمو بہ چيو آهي. اِهو ڪلمو زبان سان پڙهڻ وارو ڪونهي، اَندر روح کي ٻڌڻ وارو آهي. فرمائين ٿا:-

چاهڪ چري، تارِ تري، آيون مٿي ٻيٽ
ٻُڙ لنگهينديون ليٽ، ڪلمي جي قرار سين.
(سُر سُهڻي 3/1717, IV:22)

يعني، مينهون چارو چري ۽ اوُنهي مان اُڪري، اَچي ٻيٽ تي پهتيون. ساهڙ جي سڏ تي سهسين اَچي اوُچي ٻاٽ حاضر ٿينديون. هوُ ڌڻيءَ جي مهر سان دير سوير سڀ تڪليفون لنگهي پار پونديون.

چاهڪَ چري، تار تريِ، آيون مٿي ڪوُهہ،
سُٺي سڏ ساهڙ جو، راضي ٿيندُن روح،
مينهون ساڻ صبوُح، پرچي پار لنگهنديون. (سُر سهڻي 3/1718, IV:24)

يعني، مينهون چارو چري درياءَ ۾ هليون ويئون، اُهي ڪوُهہ جهڙي هڪ ڪُن ۾ ڦاسجي ويئون. اُهي ميهار جي آواز جو اِنتظار ڪري رهيون آهن، اَهڙيءَ طرح ميهار جي مدد سان اُهي سياڻي صبوُح جو ڪناري تي پهچي وينديون.

سنسار روُپي درياءَ يا ڀنوَر ۾ ڦاٿل آتمائون، مرشد يا اَلله روُپي ميهار جي درگاهہ مان ايندڙ ڪلمي، ڪلام، نام يا شبد جي آواز کي

---

*چرخي رادر زي ري-پا آر ايءِ شُجاءِ،
بشنو آز فوءِ ڪي فلڪ بانگي سماءِ.[19]

پڪڙي ئي ٻئي ڪناري محبوب وٽ پهچي سگهن ٿيون.

## الڳ، الڳ منڊلن جا الڳ، الڳ آواز

ڪامل درويشن سمجهايو آهي تہ اَندر اَلڳ، اَلڳ روحاني منڊلن ۾ اِسم اَعظم جو آواز اَلڳ، اَلڳہ روُپ ۾ ٻڌڻ ۾ ايندو آهي. هر منڊل جو آواز روح جي هيٺئين منڊل کان مٿئين منڊل ڏانهن وڃڻ جو ساڌن آهي. پهرئين روحاني منڊل مان ايندڙ گهنٽيُن ۽ گهنڊن جو آواز روح کي اُنهيءَ منڊل ڏانهن ڇڪيندو آهي. جڏهن ڌيان اَکين جي مٿان ايڪاگر ٿيڻ شروع ٿيندو آهي تہ گهنٽيُن جي ٽن، ٽن ٻڌڻ ۾ اَچڻ لڳندي آهي. ايڪاگرتا وڌڻ سان گهنڊ جو زوردار آواز ٻڌڻ ۾ اچڻ شروع ٿي ويندو آهي. سُهڻي چوي ٿي :-

ڇَڙَنِ ڇري ڪئي، سُک ٿي سُمهان ڪيئن ؟
سارِيان ساهڙ ڄام کي ڏهہ ڏهہ پيرا ڏينهن،
مهار مَرڻ سيئن، نيرُ پاتُم نينهن جو. (سُر سُهڻي 3/1706, IV:3)

يعني، مونکي گهنڊڙيُن جي آواز پاڳل بڻائي ڇڏيو آهي. مونکي ننڊ ڪيئن ٿي اَچي سگهي ؟ مان هر گهڙيءَ ميهار کي ياد ٿي ڪريان. مان اَنت سمي تائين ميهار جي پريم جي زنجيرن ۾ جڪڙيل رهنديس. شاهہ صاحب فرمائين ٿا :-

جهنگل مان ايندڙ گهنٽيُن جي ٽن، ٽن منهنجو من موهي ڇڏيو آهي ۽ مونکي پاڻ ڏانهن ڇڪي ورتو اَٿن. اِنهيءَ ٽن، ٽن منهنجي اَندر ميهار جي سُتل پريم کي جاڳائي ڇڏيو آهي. مان ٻئي ڪناري تي وسيل ميهار وٽ ضرور پهچنديس، چاهي مان ٽڪرا ٽڪرا ٿي وڃان. اَهڙيءَ حالت ۾ منهنجي محبوب کي منهنجي موُت لاءِ ذميوار سمجهيو ويندو. (سُر سُهڻي 3/1708, IV:7)

سُر سُهڻيءَ ۾ ئي شاهہ صاحب لکن ٿا :-

چوڏاري ڇڙا، ٻرن ٻيلائين جا،
سُتي سنيارن جو، پيُم ڪن پڙاءُ،

وِهڻُ مؤن نہ وڙاءِ، سُٽيو جهانءِ جهڄي هنيؤن.
(سُر سُهڻي IV:2 ,3/1706)

يعني، مونکي چئن ئي طرفن کان گهنٽيؤن وڄنديؤن ٻڌڻ ۾ ٿيؤن اَچن. ڪيترا ئي دفعا مان سمهيل هوُندي آهيان تہ گهنڊ جو زوردار آواز ٻڌڻ ۾ ايندو آهي. گهنٽيُن جي آواز ۾ منهنجو من آنند سان ڀرجي ويندو آهي.

شاهہ صاحب سمجهائي رهيا آهن تہ جيئن ئي اَندر شبد، نام، ڪلمي يا اِسمِ اَعظم جو گهنٽيُن جهڙو آواز ٻڌڻ ۾ اَچڻ شروع ٿئي ٿو، روح جي اندر آنند جا ڦوُهارا وسڻ شروع ٿا ٿين. ڪڏهن، ڪڏهن ايڪاگرتا وڌڻ سان اَچانڪ گهنڊ جو زوردار آواز ٻڌڻ ۾ اَچڻ لڳندو آهي، پر گهنٽيُن جو آواز لڳاتار ٻڌڻ ۾ ايندو رهندو آهي. جيئن جيئن اَڀياس پڪو ٿيندو ويندو آهي، تہ صرف اَڀياس جي وقت ئي نہ پر هلندي، چلندي، سمهندي، جاڳندي، هر وقت گهنٽيُن جي ٿن، ٿن ٻڌڻ ۾ ايندي آهي. سُهڻي چوي ٿي :-

ڪارا ڪُن ڪاري ٽُڳي، جت ڪاريهر ڪَڙڪا،
مَئي مَتي مهراڻ ۾، اَچن ڊُپارا دڙڪا،
ويندي ساهڙ سامُهان، جهولَ ڏِنس جهڙڪا،
ڪَڙڪَن جا ڪڙڪا، سؤنهان ٿيڙس سير ۾. (سُر سُهڻي IV:4,3/1707)

(ٽڳي - رات. ڪاريهر - واسينگن وانگر. مَئي متي - مست. ڊُپارا - ٻنهي پاسن کان. ڪرڪن - گهنڊن. ڪڙڪا - آواز. سؤنهان - رهبر)

يعني، ڪڙڪَنِ ۽ ڪاري رات، جتي واسينگن جهڙا ڏڪائيندڙ ڪڙڪاٽ پيا پون. مست مهراڻ ۾ ٻنهي طرفن کان خطرا پيا پسجن، ساهڙ (محبوب) ڏانهن ويندي، پاڻيءَ جي جهول سُهڻيءَ کي سٽڪا پيئي ڏئي، اُتي گهنڊن جا آواز ئي سير ۾ سندس رهبر ٿيا آهن يعني گهنڊن جي زوردار آواز سُهڻيءَ کي رستو ڏيکاريو ۽ اڳتي وڌڻ لاءِ مجبور ڪيائوُنس.

ڪڙڪَنِ خوش ڪياس، محبتي مهار جي،
پسڻ ڪارڻ پرينءَ جي، آڏيءَ اُٿيياس،

سُتي جاڳاياس، سانيڙ سُپيرين جي. (سُر سُهڻي IV:5 ,3/1708)

يعني ميهار جي مينهُن جي ڳلي ۾ پيل گھنڊڙين جي آوازن هنجي اَندر خوشي پيري ڇڏي. گھنٽيءَ جي آواز هن کي جاڳائي ڇڏيو ۽ بيو دفعو سمهڻ ناممڪن ڪري ڇڏيائين. هوءَ آڌيءَ رات جو ميهار سان ملڻ لاءِ ٻاهر نڪتي.

هڪ ٻئي بيت ۾ چون ٿا :-

گھنٽيءَ جي پياري آواز مونکي مست ڪري ڇڏيو آهي. محبوب مونکي ٻاهر نظر اَچي تہ ڪائي ڳالهہ ناهي. هوُ هميشهہ منهنجي من ۾ رهي ٿو ۽ جيڪو اَندر محبوب سان ملي چڪو هجي اُنکي ٻاهر محبوب کان وڇڙيل چئي نٿو سگھجي. (سُر سهڻي IV:6 ,3/1708)

مونکي بستري تي ليٽئي درياءَ جي هُن پار کان ايندڙ گھنڊ جو زوردار آورز ٻڌڻ ۾ آيو. منهنجي رات آنند سان پرجي ويئي. منهنجي اَندر ميهار جو پريم ڇوليوُن مارڻ لڳو آهي. قسم پرماتما جو! مونکي محبوب جي سُڳنڌ آئي ۽ منهنجي اندر هنجو ساکيات ديدار ڪرڻ جي چاهنا پئدا ٿي ويئي. (سُر سُهڻي IV:8 ,3/1709)

شاهہ صاحب سمجھائي رهيا آهن تہ جڏهن پوُرڻ ايڪاگرتا جي اَوستا ۾ گھنڊ جو آواز ٻڌڻ ۾ اَچڻ لڳندو آهي تہ ساڌڪ جي ڪايا پلٽ ٿيڻ شروع ٿي ويندي آهي. هنجي اَندر مرشد ۽ اَلله جو پريم ڇوليون مارڻ لڳندو آهي ۽ هنکي اَندر مرشد جي نوُري سروپ جي جھلڪ نظر اَچڻ لڳندي آهي. شروع ۾ اَپياس رُکو ۽ بي لذت لڳندو آهي. من پل پر لاءِ بہ سمرن ۽ ڌيان طرف وڃڻ پسند ڪونہ ڪندو آهي. جڏهن اَندر ڪلمي يا اِسم اَعظم جو آنند حاصل ٿيڻ شروع ٿي وڃي ٿو ۽ مرشد جي نوُري سروپ جوُن جھلڪيون نظر اچڻ لڳن ٿيوُن، تہ ساڌڪ جو روح مٽي کان هيٺ ۽ اَندر کان ٻاهر اَچڻ پسند نٿو ڪري. پوءِ هنجي اَندر سنسار ڏانهن اُداسينتا اَچڻ شروع ٿي وڃي ٿي ۽ هوُ هر وقت مرشد ۽ اَلله ڏانهن ڇڪجندو ٿو وڃي. مرشد ۽ اَلله جو اَصلي عشق اَندر ڪلمي يا اِسم اَعظم سان جڙڻ کانپوءِ ئي پئدا ٿيندو آهي.

## گهنٽيون ڪٿي وڃي رهيون آهن ؟

شاهه صاحب چون ٿا :-

گهنڊڙيون ڪٿي وڃي رهيون آهن ؟ ميهار ڪٿي آهي؟ محبوب جي جهوپڙي ڪٿي آهي ؟ پيو ڪنارو ڪهڙو آهي ؟ اَفسوس ! مان سڄي عمر هن سان ملڻ واسطي درياءَ سان سنگهرش ڪندي رهيس.

ڪٿي ٿيو مهارُ ؟ ڪٿي ٿو گهنڊ گُڙي ؟
ڪٿي دُونهي دوست جي، ڪٿي پريون پارُ؟
جه مون سڀ ڄمار، جَرَ ۾ جهوتون ڏنيون.
(سُر سُهڻي 3/1713, IV:13/11)

(جر ۾-جل ۾. جهوتون-غوطا کائڻ.)

يعني، ڪٿي آهي ميهار ۽ ڪٿي پيو گهنڊ وڄي ؟ ڪٿي آهي محبوب جي دُونهي ۽ ڪٿي آهي پرينءَ جي ڪنڌي، جنهن لاءِ مون ساري ڄمار پاڻيءَ ۾ غوطا کاڌا. شاهه صاحب سمجهائين ٿا ته اَڄ جي اَوستا ۾ ڪير به اِهو چئي نٿو سگهي ته مُقام حق ڪٿي آهي ۽ اَلله ڪٿي ٿو رهي، پر اَلله جي طرفان ايندڙ گهنڊڙين جي آواز کي پڪڙي هن طرف سفر ضرور شروع ڪري سگهجي ٿو.

خواجا حافظ چون ٿا ته اِهو ته ڪير به ڪونه ٿو ڄاڻي ته منهنجي محبوب جي منزل ڪٿي آهي، پر ايترو ضرور آهي ته اُتان گهنڊ جو آواز پيو اَچي.* توهين هنجي درگاهه مان ايندڙ ٻانگ يا گهنڊ جي آواز سان پنهنجي لنءَ لڳايو، اُها ٻانگ يا آواز توهانکي پنهنجو پاڻيهي اَلله وٽ وٺي ويندو. سامي صاحب جن اِسم - اَعظم جي الڳ الڳ ڌُنين کي نغاري، بين، مرلي وغيره جون ڌنيون چئي پڪاريو آهي :

نريئه نغارو، اَکنڊُ وڄي ٿو آدِ جو،
اَٽ ئي پهر وڄي ٿي، مُرلي من موهن جي،

---

*ڪس ندانست ڪِه منزل گهي-معشوق ڪُجاست،
اين ڪدر هست ڪِه بانگي-جرسي مي آيد.[20]

ٻڌي ٻن ڪنن سان، رڇيو ڪين رڃي.

يعني، اُنهيءَ ست لوڪ ۾ جيڪو اَڪنڊ نغارو وڄي رهيو آهي، اُهو اَنءَ ٻي پهر وڄندو ٿو رهي. من موهن جي مرلي ايتري تہ دل لڀائيندڙ آهي جو ٻڌندي ٻڌندي دل نٿي ڀرجي.

## ٻيجل جو رباب

هن ڪلام ۾ شاهہ صاحب پاران سورٺ راڳ ۾ ذڪر ڪيل ٻيجل ۽ راءِ ڏياچ جي ڪٿا خاص اَهميت رکي ٿي. ٻيجل نالي وارو هڪڙو ربابي جهوناڳڙهہ جي راڄا راءِ ڏياچ کي پنهنجي رباب تي راڳ ٻڌائي بدلي ۾ هن جو سرُ گهري ٿو وٺي. راڄا، ٻيجل جي رباب جي سُرَ راڳ جي بدلي ۾ خوشي، خوشيءَ سان پنهنجو سرُ هنکي ڏيئي ڇڏي ٿو. شاهہ صاحب ٻڌائين ٿا:

اَلله جي آس ڪري، هليو هتائين،
چارڻ ٻڌا چنگ کي، جهوُڙا ۽ جهائين،
ڏولي راءِ ڏياچ جي، ڏوُران ڏٺائين،
وينتيوُن واحد کي، تنهن وير ڪيائين،
سپاجها سائين ! راءُ ريجهائين راڳ سين.
(سُر سورٺ 1620/1,3:I)

(هتائين-هتان، اَنيراءِ جي ديس مان. چارڻ-ساز وڄائيندڙ، مڱڻهار. چنگ-سُرندو يا تنبوُرو. جهوُڙا ۽ جهائين-سينگار جا سامان. ڏوُران-پريان). اَلله ۾ ڀروسو رکي ٻيجل هتان (اَنيراءِ جي ديس مان) هليو. مڱڻهار پنهنجي سُرندي کي سينگار جا سامان ٻڌا. پريان راءِ ڏياچ جي ڏولي ڏٺائين.

اُنهيءَ مهل ڏٺيءَ در هيءَ وينتي ڪيائين، سپاجها سائين ! شل راڄا کي راڳ تي راضي ڪرين.

شاهہ سائين لکن ٿا :-

جاجڪُ جهوُناڳڙهہ ۾، ڪو عطائي آيو،
تنهن ڪامل ڪڍي ڪينرو ويهي وڄايو،

شهر سڄو ئي سُر سين، تندُن تپايو،
دايُون درمانديُون ٿيُون، ٻاڻِن ٻاڏايو،
ماڻهُن تي چايو، تہ ماري آهي مڱڻو. (سُر سورٺ 1627/3, 1:II)
(جاجڪُ-مڱڻهار. عطائي -ڏات عطا ٿيل. ڪامل-ماهر. ڪينرو-سُرندو. دايُون-ٻانهيُون. درمانديُون-وياڪُل. ٻاڻِن-راڻيُن. چايو-چلايو. ماري-شڪاري، مارينڊڙ).

يعني، مڱڻهار جو جهوُنا ڳڙهہ ۾ آيو، سو ڪو ڏات مليل ميراثي هو. اُنهيءَ ميراثيءَ ساز ڪيڏي ويهي وڄايو. سُرندي جي تندُن، پنهنجي سُر سان داسين ۽ راڻيُن ۾ رودن شروع ڪري ڇڏيو. چارڻ سُرندي ڪان اِئين ٿي چواراريو تہ، هي مڱڻهار، قاتل شڪاري آهي. (هي مڱڻهار پنهنجي ساز سان دليُن کي گهايل ڪري فنا ڪري ڇڏيندو.)

ٻيجل جي ساز جو آواز ٻڌي راجا راءِ ڏياچ موهت ٿي پيو، تنهن ڪري راءِ ڏياچ هنکي پنهنجي محل ۾ اُنهيءَ مقام تي راڳ ٻڌڻ لاءِ گهرايو، جتي ٻئي ڪنهن کي بہ وڃڻ جو حڪم نہ هو.
راءِ ڏياچ چوي ٿو : پنهنجي ڏات منجهان ڪي مونکي بہ ٻڌاءِ. ربابي ٻيجل راءِ ڏياچ کي هيءُ راز سمجهايو :-

نرتي تندُ نياز سين، ٻُرائي ٻيجل،
راجا رتولن ۾، اونائي اَمُل،
راز ڪيائين راءِ سين، ڪنهن موچاريءَ مهل،
”اَنا اَحمد بلا ميم“، سين هنئي سائل،
ڪنهن ڪنهن پيئي ڪل، تہ هر دوئي هيڪ ٿيا.
(سُر سورٺ 30-1629/5/4,3 :II)

(اَمُل-اَمُله يعني بي بها شخصيت وارو راجا. رازُ ڪيائين- ڳجهہ سلبائين. موچاريءَ مهل-سڀوريءَ ساعت. اَنا اَحمد بنا ميم -اَحمد آهيان بنا ميم. (حضرت محمد صلعم جو پاڻ ڏانهن اِشارو). سائل-سوالي. ڪَل-پروڙ). يعني ، ٻيجل نئڙت سان تندُ کي چتائي وڄايو. اَمُله شخصيت واري

راجا، رنگ محل ۾ سندس وينتي اونائي. پيچل کنهن سڳوري ساعت ۾
راجا سان هڪ اوُنهو اِسرار سليو، ”آءٌ اَحمد آهيان، بنا ميم* جي.“ (اَحد.
اَلله، ڏڻي)، مٽيھار اِهائي صدا هنئي. کنهن ورلي کي اِها پروڙ پيئي
ته هُئي (راجا ۽ ربابي) هڪ ٿي ويا. (صوُفين جي وشواس موجب، حضرت
محمد صاحب جن اِئين فرمايو ته پاڻ حق سان هڪُ هئا. مطلب ته کامل
مرشد طلب کي اِهو راز ٿو ٻڌائي ۽ کيس پاڻ سان ملائي هڪ ٿو کري.)
پيچل اِشارو کري ٿو ته هوُ ”ميم جي بنا اَحمد“ آهي. اَحد ۽
اَحمد هڪ ئي طرح سان لکيا ويندا آهن. اَحمد ۾ صرف ”ميم“ جي ماترا
وڌيک هوُندي آهي. پيچل جو مطلب آهي ته هوُ ٻاهران ته اِنسان ٿو نظر
اَچي، پر حقيقت ۾ هوُ ”اَحد“ يعني اَلله آهي. سائين بُلي شاهہ جو
ڪلام آهي : ”اَحد اَحمد وچ فرق نا ڪوئي اِک رتي ڀيت مروڙي دا“[22]
ڪامل درويش جسماني طور سان ته انسان هوُندا آهن، پر روحانيت جي
درشٽيءَ سان اُنهن جي اَندر اَلله جي شڪتي ڪم ڪندي رهندي آهي.
ڪنهن کي بہ اِها ڳالهہ سمجهہ ۾ نہ آئي ته راجا ۽ ربابي هڪُ ٿي
ويا آهن. صرف اِلاهي اِسرار کي ڄاڻڻ وارا ئي اِنهيءَ راز کي سمجهي
سگهندا آهن. حديث جو هيءُ فرمان سچو ثابت ٿي ويو ته انسان ۾ اِلاهي
راز لڪل آهن. (سُر سورٺ 5/4، 4/3، 3/6 : II) پيچل راجا کي ٻڌايو ته مان
خانداني ربابي آهيان، مان پنهنجي رباب ٻڌائڻ جي بدلي ۾ نہ ڌن
دؤلت ٿو گهران نہ زمين جائداد. مان ته صرف سِر وٺندو آهيان.
ڪامل درويشن جون گديوُن هلنديوُن آيوُن آهن. پيچل جو اُنهيءَ
پرمپرا سان سنٻنڌ آهي، جنهن مان آيل درويش اَننت ڪال کان روحن
کي اَلله جي ڪلمي جي رباب ٻڌائڻ جو ڪم ڪندا رهيا آهن. اِنهن
درويشن جي نظر نہ ڌن دؤلت تي هوندي آهي، نہ زمينن، جائدادن تي
۽ نہ ئي دنيوي مان، وڏائي تي. اُهي صرف سرُ (خودي) گهرندا آهن.
چاهي اَمير هجي يا غريب، چاهي راجا هجي يا رنڪُ، پيچل روپي

* اُردو ۾ ”م“ کي ميم چوندا آهن.

درويش هر هڪ کي رباب جو راڳ ٻڌائي هن جو سِرُ لاهي ٿو وٺي، يا
کيس پنهنجو ٻڻايو ڇڏي.

سرُ مڱي، سرُ گهُري، سرَ ريءَ ٿئي نہ صلاح،
غريبنئون نہ گُذري، ٿو ماري مير ملاح،
نايو نوابن جا، سوريو ڪڍي ساهہ،
خالقُ، سنجهہ صباح، ڪون ڇڏيندو ڪٿهين.
(شُر سورٺ : 3/1633, 14:III)

(سِرَ ريءَ-سِرَ کانسواءِ. ٿئي نہ صلاح-راضي نہ ٿئي. غريبنئُون نہ گذري - غريبن مان نٿو ٽري. مير ملاح-سردار، راجا. نايو-نمايو. سوريو-ڇڪيو. خلقُ-سرجڻهار، ڌڻي. سنجهہ صُباح-سنجها جو ڇاهي صُبوُح جو.)

يعني، هوُ دان ۾ سرُ ٿو گهُري، سر جي ئي طلب اَٿس. سِرَ کانسواءِ راضي ٿيڻ وارو ناهي. هوُ غريبن مان بہ نٿو ٽري ۽ اَميرن توڙي سُهڻن کي بہ گهايل ڪيو ڇڏي. هوُ نوابن کي بہ ليٽائي سندن ساهہُ ڇڪيو وٺي. ڌڻي سنجهي توڙي صُبوُح، ڪنهن بہ وقت، ڪنهن کي بہ ڪٿي نہ ڇڏيندو.
ٻيجل جو رباب ٻڌي راجا چوي ٿو تہ مون وٽ جيڪڏهن لکين سر هجن ها تہ خوشيءَ خوشيءَ سان تنهنجي حوالي ڪريان ها. اي ربابي ! توکي پنهنجو سِرُ ڏيندي مونکي شرم محسوس ٿي رهيو آهي، ڇاڪاڻ تہ تنهنجي اَملهہ راز جو ملهہ ڏيئي سگهڻ ناممڪن آهي.

مٿي اُتي منهنجي، جي ڪوڙين هجن ڪپار،
تہ واريو واريو وڍيان، سسيءَ کي سوَ وارُ،
تہ پڻ تندُ تنوار، موُهان مٿائوُن مڱڻا. (شُر سورٺ 3/1642, 14:III)

(مٿي اُتي-مٿي تي. ڪوڙين-ڪروڙين. واريو واريو-وري وري. سو وار- سوين ڀيرا. موُهان مٿائوُن-مونکان وڌيڪ مُلهائتي).

يعني، منهنجي مٿان جي ڪروڙين سر هجن تہ پنهنجن سرن کي ور، ور ڏيئي سوين ڀيرا وڍيان. اِنهيءَ هوُندي بہ تنهنجي تندُ جي تنوار، اي مڱڻهار ! مون کان وڌيڪ مُلهائتي آهي.

مٿو موُر نہ پاڙيان، تنهنجي تندُ توار،

سرَ ۾ سچڻُ ناهہ ڪيِ، موتُ مَ، منگڻهار !
ڪينهي منجهہ ڪپارَ، لچندو ٿو لاهيان.
(سُر سورٺ 3/1640, 11:III)

راجا چوي ٿو تہ اي رَبابي ! توکي پنهنجو سِرُ ڏيندي مونکي شرم محسوس ٿي رهيو آهي، ڇاڪاڻ تہ تنهنجي اُملهہ راز جي مقابلي ۾ هيءُ پيٽ تمام ٿوري آهي. تنهنجي راز جو ملهہ ڏيئي سگهڻ ناممڪن آهي. راجا ۽ ربابي، ٻنهي جي وچ ۾ ڪوبہ نہ رهيو. ربابيءَ پنهنجي سچي ڳالهہ پنهنجي راڳ وسيلي راجا تائين پهچائي ڇڏي.
(سُر سورٺ 5,3/1638:III)

جڏهن راجا راءِ ڏياچ ٻيجل ربابيءَ کي ڏن، دؤلت ڏيڻ جي ڪوشش ڪئي تہ ٻيجل چيو تہ اِهي پدارٿ تہ ٻيا بہ ڪيترائي ماڻهو مونکي ڏيڻ واسطي تيار آهن، پر توُن پنهنجي خودي يعني هوميءَ منهنجي حوالي ڪر، جيئن توُن هوميءَ ۾ قاتل ماڻهن جي واسطي هڪ مثال قائم ڪري سگهين.
جو تو ڏيڻ، ڏياچ ! لاهيو اي سِرُ سيڪو ڏئي،
ڪي ناهہ جهڙو ڏئي، جو سَنَدَ تئي سُواليين. (سُر سورٺ 3/1642, 15:III)
(ڪي ناهہ جهڙو ڏئي- اَهڙو جهڙو ٻئي ڪنهن نہ ڏنو. سَنَدَ-اَختيار نامو. سوُاليين-سوالين لاءِ).

راجا ٻيجل کي چوي ٿو تہ مان صبوح-صبوح تو تي ڪا پيٽ چاڙهيندس. اَصلُ هستي نيستي يعني فنا ٿيڻ ۾ آهي. فنا ٿي وڃڻ جو ئي مطلب آهي بقا ٿي وڃڻ يعني اَمر جيون حاصل ڪرڻ.
(سُر سورٺ 3/1643, 18:III)

راجا ٻيجل کي چوي ٿو تہ اي ربابي ! مونکي تنهنجي جهوُنا ڳڙهہ جي ياترا جو راز سمجهہ ۾ اَچي ويو آهي. مونکي تنهنجا گپت راز بہ سمجهہ ۾ اَچي ويا آهن. مان تنهنجي رباب جو ۽ تنهنجو عاشق ٿي ويو آهيان. (سُر سورٺ. 3/1645,وائي : III)
(توُن بہ مهان آهين ۽ تنهنجو راڳ بہ مهان آهي). اصلي مهما يا وڏائي اُنهيءَ اِلاهي راز جي آهي، جيڪو تنهنجو ساز بيان ڪري ٿو. راڳ تہ

رباب مان ئي نڪري رهيو آهي، پر اَصلي وڏائي رباب وڄائڻ واري جي آهي. تنهنجي اَندر باز بڻجي وڃڻ جي شڪتي آهي، توُن ڪوشش تہ ڪر. (سُر سورٺ : IV: 4 ,3/1648)

پيچل بہ مهان آهي، پيچل جي رباب بہ مهان آهي ۽ پيچل جو راڳ بہ مهان آهي، پر اَصلي مهانتا اُنهيءَ راز جي آهي جيڪو پيچل رباب جي راڳ وسيلي پرگهٽ ڪري ٿو. شاهہ سائين اِشارو ڪري رهيا آهن تہ مُقام-حق مان ايندڙ رباب جو راڳ ئي خدا جي هستيءَ جو سازُ آهي. اُهو راڳ ئي پيچل جي هستيءَ جو سازُ آهي ۽ اُهو راڳ ئي راجا جي هستيءَ جو سازُ آهي. اَللہ اِلاهي راڳ جو سمنڊ آهي. پيچل اُن سمنڊ جي لهر آهي ۽ راجا اُن سمنڊ جي بوند آهي. جڏهن راجا جو روح رباب جي راڳ ۾ سمائجي ويو تہ هن کي اَندر پيچل نظر اَچڻ لڳو ۽ راجا ۽ پيچل هڪ ٿي ويا. ٻين لفظن ۾ اِئين چئجي تہ روح روُپي بوُند پيچل روُپي لهر ۾ سمائجي ويو ۽ اُها لهر بوُند کي پاڻ ۾ جذب ڪري اَللہ روُپي سمنڊ تائين وٺي ويئي.

جهڙيءَ طرح پارس لوهہ کي سونُ بڻائي ڇڏي ٿو، رباب‍يءَ بہ پارس وانگر اُهڙيءَ طرح رباب وڄايو، جنهنڪي ٻڌڻ سان ئي راجا کي رباب‍يءَ جي اِلاهي رازن جي سمجهہ اَچي ويئي ۽ هوُ بہ پارس بڻجي ويو.

شاهہ سائين لکن ٿا :-

ڪنجهي ڪيرت ڪينرو، واڄو وِلاتي،
هنئي تندُ حضور ۾، تنهن پارس پيراتي،
ڏسنديئي ڏياڇ کي، ظاهرُ ٿيو ذاتي،
ڪڍي تنهن ڪاتي، وڍو ڪرتُ ڪپار ۾. (سُر سورٺ IV:11 ,3/1651)

(ڪنجهي-روُن روُن ڪري وڄي. ڪيرت-راڳ. ڪينرو-سُرندو. ولاتي-ولائتي ساز. حضوُر ۾-راجا جي حضور ۾. پارس-پارس جهڙي پُرش. پيراتي-پيرائتي، سربستي. ذاتي- نوُر يا جوهر. ڪرتُ-خنجرُ).

يعني، اِهو راڳ آلاپيندڙ سُرندو، ولائتي ساز وڄي پيو. اُنهيءَ پارس

جهڙي پُرش (هيڄل يعني مرشد ڪامل) راڄا يعني طالب جي حضُور ۾ سربستي تندُ وڄائي (سمُورو راز ظاهر ڪيائين). اِهو ٻڌنديئي راءِ ڏياچ جي اَندر ۾ ذاتي نور يا جوهر پيدا ٿيو. (سندس اَندر جا پردا کلي پيا ۽ سندس سارو وجُود اِلاهي نوُر سان ٻرجي ويو.) پوءِ هن ڪاتي کڻي ۽ پنهنجي ڪنڌ ۾ لڳايائين. (طالب سُر لاهي يعني خوديءَ کي ختم ڪري مرشد اَڳيان نذرانو رکيو.)

شاهہ صاحب چون ٿا تہ راءِ ڏياچ (جيئري مرڻ ڪانپوءِ) پنهنجو تنبوُ اُتي وڃي لڳايو، جتان هر طرف راڳ ئي راڳ ٻڌڻ ۾ پئي آيو. شاهہ صاحب سمجهائين ٿا :-

سورٺ مُئي، سُک ٿيو، خيما هنيا ڪنگهار،
ٿيو راڳُ روُپ سو، لڳي تندُ تنوار،
سو ڍُنين پٽين پار، پسو! راڄا راضي ٿيو. (سُر سورٺ 3/1652, IV:15)

"سورٺ مُئي"، هتي سورٺ جي معنيٰ آهي نفس يا من. نفس مري ويو تہ دل کي راحت اَچي ويئي. "راءِ ڏياچ پنهنجا تنبوُ ڪنيا" يعني لاڏاڻو ڪري عرش ۾ وڃي پنهنجا تنبو کوڙيائين. روحاني ديس ۾ هوُ راڳ جو روُپ ٿي ويو. ڏسو! تہ راڄا راءِ ڏياچ هينئر آرام ۾ عرش تي وينو آهي. (جيڪو طالب مرشد کي سرُ يا خودي ڏيئي راضي ٿو ڪري، اُهو پاڻ هميشهہ لاءِ عرش تي خوش ٿو رهي). حقيقت ۾ اِنهيءَ سر جي ڪوڏيءَ جيتري بہ قيمت نہ هئي. هيڄل اُهو سرُ راڄا کي واپس ڏيئي ڇڏيو. (سُر سورٺ 3/1652, IV:14)

## ڪتا روحاني راز ڏانهن اِشارو ڪري ٿي :

هيءَ سڄي ڪٿا روحانيت ڏانهن اِشارو ڪرڻ واري آهي. جهوناڳڙهہ هيءُ سنسار آهي. راءِ ڏياچ رب سان وصال ڪرڻ جي اِڇا رکڻ وارو هڪ ساڌڪ آهي، جنهن جي راهہ ۾ خودي يا هوُميءَ جي ديوار آهي. اَلله پاران پيدا ڪيل خوديءَ کي اَلله کان سواءِ ڪير دور ڪري سگهندو؟ هيڄل ڪامل مرشد آهي. هنکي اَلله ساڌڪ جي خودي مٽائڻ جو ڪم

سُونهپي جهوناڳڙهہ روُپي مرتيو لوڪ ۾ موڪليو آهي. ٻيجل وٽ اِلاهي رازن وارو رباب آهي. چاهي راجا هجي يا بکاري. ٻيجل هر هڪ کان رباب ٻڌڻ جي بدلي ۾ سرُ ٿو گهُري.

راءِ ڏياچ روُپي ساڌڪ جو سرير اُهو محل آهي، جنهن ۾ ٻيجل روُپي مرشد هن کي اِلاهي رباب ٻڌائي ٿو. اُنهيءَ محل جي اُن حصي ۾ رباب ٻڌائي ٿو، جتي راجا جون داسيوُن بہ نتيوُن وڃي سگهن. اِندرين روُپي داسين جي پهچ سرير جي اَکيُن کان هيٺئين حصي تائين آهي. ٻيجل روُپي مرشد راءِ ڏياچ روُپي ساڌڪ کي پنهنجي رباب سرير جي اَکين کان مٿئين حصي ۾ ٻڌائي ٿو. اُنهيءَ حصي ۾ مرشد ۽ مريد هڪ ٿي وڃن ٿا. مريد جي اَندر مرشد جو نوُري سروپ پرگهٽ ٿي وڃي ٿو ۽ هوُ پنهنجي روح کي مرشد ۽ اَلله جي درگاهہ مان ايندڙ ڪلمي ۾ گُم ڪري ڇڏي ٿو. اَندر اَکيُن جي پٺيان ٻڌڻ ۾ اَچڻ واري ڪلمي جي رباب جو راڳ ٻڌي راءِ ڏياچ روُپي ساڌڪ کي اِلاهي رازن جي سمجهہ اَچي ٿي وڃي ۽ هوُ خوشيءَ سان پنهنجو سرُ ٻيجل جي حوالي ڪري ٿو ڇڏي. هوُ چوي ٿو تہ مون وٽ لکين سرَ هُجن ها تہ مان اُهي بہ تنهنجي اڳيان پيش ڪريان ها. چاهي راجا راءِ ڏياچ هجي يا ڪو ٻيو ساڌڪ، اَلله جنهن کي بہ ملي ٿو اِسم اَعظم جي اِلاهي راڳ جي ذريعي خوديءَ کي فنا ڪرڻ سان ئي ملي ٿو.

شاهہ صاحب سمجهائي رهيا آهن تہ جيستائين روح اَکيُن کان هيٺ واري حصي ۾ آهي، دويت جي دائري ۾ آهي. دويت جي دائري ۾ خودي ئي خودي آهي. جڏهن روح مرشد جي سمجهايل جُڳتيءَ موجب اَندر اَکيُن کان مٿي ايڪاگر ٿي اَلله جي درگاهہ مان ايندڙ ڪلمي ۾ جذب ٿي ويندو آهي تہ هوُ ٻيائيءَ مان ايڪتا يعني وحدت جي واديءَ ۾ پهچي ويندو آهي.

اَندر پنج روحاني منڊل آهن. نفس يا خوديءَ جي جڙ ٻئين روحاني منڊل ۾ آهي. جڏهن روح اَندر ڪلمي جي رباب جي مدد سان اُهو منڊل پار ڪري مُقام-حق ۾ پهچي اَلله ۾ جذب ٿي وڃي ٿو، تڏهن خودي

هميشهہ واسطي ختم ٿي وڃي ٿي.

شاهہ صاحب جو اِشارو خاص معنيٰ سان پڙيل آهي. ٻيجل ڏنو تہ راجا جي سر جي ڪوڏيءَ جيتري بہ قيمت ڪونهي، اِنهيءَ ڪري هن راجا کي سندس سرُ واپس ڪري ڇڏيو. شاهہ صاحب سمجهائي رهيا آهن تہ جنهن خودي يا وجود کي اِنسان سڀ کان قيمتي سمجهي ٿو، حقيقت ۾ اُنجي ڪوڏيءَ جيتري بہ قيمت ڪونهي. ٻيجل روُپي مرشد راءِ ڏياچ روُپي ساڌڪ جي نفس کي ختم ڪري ڇڏيو. شاهہ صاحب جن جو مطلب آهي تہ جيڪو ساڌڪ هڪ دفعو پنهنجي روح کي اِسم اَعظم ۾ گُم ڪري خودي مٽائي ڇڏي ٿو، اُهو هن ٻيائيءَ جي نگريءَ ۾ رهندي بہ خوديءَ جي حملي کان بچيل رهي ٿو. اَهڙي پوُرن پُرش جو نفس حاڪم مان غلام بڻجي وڃي ٿو. ڪامل درويش ٻيائيءَ جي نگريءَ ۾ رهندي بہ پاڪ يا پوتر هوندا آهن، ڇاڪاڻ تہ اُنهن کي هر وقت اَندر اِسمي اَعظم جو رباب ٻڌڻ ۾ ايندو آهي. اَهڙن ڪامل اِنسانن جو جسم دنيا ۾ هوندو آهي، پر سندن روح هميشهہ اَلله جي ڪلمي جي رباب ۾ گُم هوندي آهي. شاهہ صاحب سمجهائي رهيا آهن تہ خدا جي ڪلمي جي رباب جو عشق ئي خدا جو سچو عشق آهي ۽ اُهو ئي خوديءَ کي فنا ڪري خدا سا وصال ڪرائڻ جو سچو ساڌن آهي.

## جوڳين جي سڱ :

شاهہ صاحب فرمائين ٿا :-

جوڳين جي سڱي منهنجو من موهي ڇڏيو آهي.
(سُر رامڪلي 2/748، I:18)

آسڻ وٽ آهڙن ڪريان، وس نہ منهنجي واتُ،
لڳم لاهوتين جو، منجهان ڪينر ڪاتُ،
هلڻ کي هيهات، آئون نہ جيئندي اُن ري.
(سُر رامڪلي 2/749, I:20)

يعني، هنن جي آسڻ وٽ بيهي آهوُن ۽ دانهوُن پيئي ڪريان، ڇو ته منهنجو واتُ منهنجي وس ۾ نه آهي. لاهوُتين جي رباب مان مونکي ڪاتُ لڳو آهي. (سندن رباب مونکي ڪُٺو آهي) اَفسوس! مان هلڻ ڪان حيران آهيان ۽ هنن ڪان سواءِ مان نه جيئندس.

صبح سڳڙيوُن ڪٽي، ويا وڃائي پاڻُ،
اَهڙو جن اهڃاڻ، آئوُن نه جيئندي اُن ري.
(سُر رامڪلي 2/247, 15:I)

جوڳيُن صبوح صبوُح جو سڱي وڃائي ۽ فنا جي اَوستا ۾ پهچي ويا. اِهائي اُنهن جي اَصلي نشاني آهي.

سترُ سڳڙيُن سين، لحظي لاٿائوُن،
ڪينَر ڪُني آهيان، اُنهن جي آئوُن،
مون ڪي مارِيائون، آئوُن نه جيئندي اُن ري.
(سُر رامڪلي 2/746, A-14:I)

يعني، هنن هڪ پل ۾ منهنجي اَندر جو پردو سڱيُن جي آلاپن سان هٽائي پري ڪيو. مان اُنهن جي واڄٽن جي وڍيل آهيان. مونکي هنن ڪُهي فنا ڪري ڇڏيو آهي. هنن ڪان سواءِ مان نه جيئندس.

جزو وڃايو جوڳين ڪُل سين آهين ڪمُ،
آسڻ جن عدمُ، آئون نه جيئندي اُن ري. (سُر رامڪلي 35,2/756:I)

جوڳين خوديءَ جو تياڳ ڪري ڇڏيو آهي. اُنهن روح روُپي جزي يعنيِ اَنش کي پرماتما روُپي اَنشيءَ ۾ اَييد ڪري ڇڏيو آهي. جوڳين سڱي وڃائي ۽ فنا-في-اَلله واري اَوستا ڏانهن هلڻ شروع ڪري ڇڏيو اَٿن.

شاهه صاحب جن جوڳين جي ٻين سازن گهنڊن وغيرهه جو به ذڪر ڪيو آهي، پر سڱيءَ کي من کي وس ۾ ڪرڻ وارو ۽ خوديءَ کي فنا ڪرڻ وارو ساز چيو اَٿن. جوڳين جي سڱي ئي هوميءَ کي ناس ڪرڻ جو ساڌن آهي، جوڳين جي سڱي ئي ڀوساگر مان پار ٿيڻ جو ۽ فنا-في-اَلله بڻجي وڃڻ جو يا روح روُپي اَنش کي اَلله روپي اَنشيءَ ۾ لين ڪري ڇڏڻ جو ساڌن آهي.

شاهہ صاحب فرمائين ٿا تہ ٻاهرين غريبي ڏسي جوڳين جو مُلهہ نہ ڪٿيو، اُنهن جي سڱي سون جي برابر آهي :-

واڄٽ ويراڳين جا، مون وٽ وڏي وَٽُ،
سونُ سيوئي سڱيُون، ڏسي ڪين مَ ڪٽُ،
ويساهي ويل ڪهين، پُورب ويندو پٽُ!
هُل ڪيائُون هٽُ، آئُون نہ جيئندي اُن ري. (سُر رامڪلي 2/744, 8:I)

(واڄٽ-سڱين جا آواز. وڏي وٽُ-مُلهائتي شيءِ. ڪين-سچُ. مَ ڪٽُ. ڪٽ نہ ڪر. ويساهي-اعتبار ڇمارائي. ويل-ڪنهن وقت، اوچتو. پُورب. منزل پٽُ-جوڳين جي ٽولي)

ويراڳين جي سڱين جا آلاپ مُون لاءِ قيمتي خزانو آهن. سندن سڱيُون مڙيوئي سون آهن. سندن اَڻ هوند ڏسي، سندن خزانن جي ڪٽ نہ ڪر. جوڳين جي ٽولي ٽوڪي وشواس ڏيارائي ڪنهن بہ وقت پُورب يعني پنهنجي منزل مقصوُد ڏانهن هلي ويندي. هنن دنيا جي مشهوُري يا پيڙ يار تان هٽ ڪٽي ڇڏيو آهي. هنن کان سواءِ مان نہ جيئندس.

واڄٽ ويراڳين جا، مُون وٽ وڏو مالُ،
مقالان مهد ٿيا، ڪونهي ونّن قالُ،
حاصل جَنين حالُ، آئُون نہ جيئندي اُن ري. (سُر رامڪلي 2/745, 9:I)

(مقالان-گفتگو يا بيان کان. مهد-ٻاهر، اڳتي. قالُ-بحث مُباحثو. حال-روحاني مستي).

يعني، جوڳين جي مُرلين جا آلاپ مُون لاءِ وڏو خزانو آهن. هوُ بيان کان ٻاهر آهن، ونّن ڳالهائڻ بنهہ ڪونهي. جن کي روحاني مستي حاصل آهي، تن کانسواءِ مان نہ جيئندس.

يا تہ مونکي رسيُون وجهي پاڻ سان ولي وڃ. جوڳين پنٿ جا ڪيئي راز مون سندن ساز مان پروڙيا. هينئر جيڪي منهنجي دل ۾ وسي رهيا آهن، تن کان سواءِ مان نہ جيئندس. (سُر رامڪلي 2/745, 11:I)

جانڪي مون کي نيو، پڳهہ پائي پاڻ ڏي،
قوت منهنجو ڪاپڙي! سڱين منجهہ سهو،

ڪا ڦڙي ڦوڪ ڏيو، آئؤن نہ جيئندي اُن ري.
(سُر رامڪلي 2/746, 13:ا)

يعني، اي جوڳيو ! مونکي نوڙيون ٻڌي پاڻ سان وٺي وڃو. توهانجو سنگيت ئي منهنجي شڪتي ۽ منهنجو سهارو آهي. توهين واپس اَچي وري مونکي پنهنجي سڱيءَ مان آلاپ ٻڌايو.

شاهہ صاحب فرمائين ٿا تہ : جوڳيُن وٽ راز ڀري سڱي آهي. ڪوبہ ٻيو ساز اِنهيءَ جو مقابلو نٿو ڪري سگهي. هڪ ڏينهن اِهو منهنجي خودي مٽائي ڇڏيندو. اِهو بلوچين (بلوچستان جا نواسي) جي بانس واري مرليءَ وانگر ڪونهي. اِنهيءَ تہ مُرليءَ کي بہ مات ڪري ڇڏيو آهي ۽ تؤمبڙي بہ اِنهيءَ جو مقابلو نٿي ڪري سگهي. جنهن گهنڊ جو آواز ٻڌي سُهڻي درياءُ پار ڪندي هئي، اِهو آواز اُن کان بہ نيارو آهي. جنهن سارنگي يا رباب جي منڙي آواز تي راءِ ڏياچ پنهنجو سرُ قربان ڪري ڇڏيو هو، هنجي تان اُن کان بہ وڌيڪ زوردار آهي. سڄي سنڌ ۽ سڄي هند ۾ اِنهيءَ جهڙو ٻيو ڪو ساز ڪونهي. جن بہ اِنهيءَ ساز جو مٺو آلاپ ٻڌو آهي، اُهي ٻڌائين ٿا تہ اِها نهايت مٺي، پياري ۽ اَمُلهہ آهي. جڏهن اِها ٻڌڻ ۾ اَچي تہ تيزيءَ سان اڳتي وڌندا وڃو ۽ پنيان مُڙي نہ ڏسو. جن اِها سڱي ٻڌي ورتي آهي، اُهي جوڳيُن وانگر بي خوديءَ جي حالت ۾ پهچي ويا. جنهن ساز جي خود اَللهہ مهما ڳائي آهي، مان اُنجي وڏائيءَ جو بيان ڪيئن ٿو ڪري سگهان ؟ جوڳيُن جي سڱي سيني سازن کان مٺي آهي. گهنٽيُن جي ٽن، ٽن جانورن کي وس ۾ ڪري ڇڏيندي آهي، پر هيءَ سڱي انسانن کي بہ وس ۾ ڪري ٿي وٺي. شاهہ لطيف چون ٿا تہ اِنکي ٻڌي مُردا بہ قبرُن کان ٻاهر اَچي ويندا آهن.
(سُر رامڪلي 59-12/758: وائي)

اڳتي چون ٿا تہ : جنهن سڱيءَ جو آواز جوڳي اَندر ٻڌندا آهن، اَللهہ خود اُنجي مهما ڳائي آهي. اُنهن جو مطلب آهي تہ اِهو آواز اَللهہ جي درگاهہ مان اَچي رهيو آهي. اِنهيءَ نؤراني ڌُن جو آواز بي مثال آهي.

ڪنهن به علائقي يا ملڪ جو ڪوبہ ساز اِنهيءَ جو مقابلو نٿو ڪري سگهي، يعني، اِهو آواز ڪنهن ٻاهرئين ساز جو ڪونہ آهي گهنڊ، شنکہ وغيره جهڙا آواز هيٺين منڊلن جا آهن. هيٺين منڊلن ۾ ٻڌڻ ۾ اَچڻ وارا آواز يا ڌن اُتم منڊلن ۾ ٻڌڻ ۾ اَچڻ واري ڌن جو مقابلو ڪونہ ڪري سگهندي

''اُنهيءَ ڌن کي ٻڌي مُردا بہ قبرُن کان ٻاهر اَچي ويندا آهن'' جو مطلب هيءُ آهي تہ اُنهيءَ آواز کي ٻڌي اَچيت کان اَچيت، جڙ کان جڙ اِنسان بہ چيتن ٿي ويندا آهن. اِنهيءَ جو ٻيو اَرٿ هيءُ آهي تہ اِها ڌن جسم جي اَندر دٻي پيئي آهي، اِنهيءَ ڌُن کي ٻڌي روح جسم جي قبر مان نڪري مٿي اَچي وڃي ٿو، جڏهن تہ هوءَ مردي مان زندهہ ٿي ويو هجي.

جڏهن اِها مٺي ۽ پياري ڌن ٻڌڻ ۾ اَچي ٿي تہ ساڌڪ کي جڳائي تہ لڳاتار ڌيان کي اُن ۾ ايڪاگر ڪري رکي. جيترو وڌيڪ هوُ اُنهيءَ ڌن کي ٻڌڻ جو اَڀياس ڪندو، اوترو ئي وڌيڪ هن جو روح نرمل ۽ سوکيم ٿيندو ويندو. جڏهن لڳاتار اَڀياس دواران روح اِنهيءَ آواز ۾ ملي اِن جو روپ ٿي ويندو تہ دويت جو پردو هٽي ويندو ۽ روح اِنهيءَ آواز جي، يعني، اَلله جو ئي روُپ بڻجي ويندو.

''اِنهيءَ آواز کي ٻڌي سُهڻي درياءُ پار ڪندي هئي''، شاهہ صاحب جو مطلب آهي تہ گهنٽيُن يا گهنڊ جي آواز کي ٻڌي روح سرير جي اکيُن کان هيٺ واري حصي کي خالي ڪري اَکيُن کان مٿي پهچي وڃي ٿي.

''گهنٽين جي ٽن ٽن جانورن کي وس ۾ ڪري ٿي ڇڏي''، يعني جيسين روح اَکين کان هيٺ آهي، اِنسان ۾ شيطاني شڪتيوُن زوراور هونديون آهن. هوُ وشيہ وڪارن ۽ ڀوڳن ڏانهن جهڪيل رهندو آهي. جڏهن نام جي پهرئين منڊل مان ايندڙ گهنٽيُن جو آواز ٻڌي ڌيان اَکيُن جي مٿان ايڪاگر ۽ اِستر ٿئي ٿو، تہ اِنسان جانورن واري ورتيءَ کان مڪت ٿي وڃي ٿو، پوءِ هوُ اندريُن جو غلام نٿو رهي، اِندريوُن هن جوُن غلام ٿي وڃن ٿيوُن.

''سِڱيءَ جو آواز انسانن کي بہ وَس ۾ ڪري ٿو ڇڏي''، انسان جو مکيہ گڻ وويڪ آهي. وشيہ وڪارن جو تياڳ، ڀلي-بري، پاپ-پنِ، صحيح-

غلط وغيره ۾ پيدا ڪري نيڪي، سچائي، تياڳ، شيوا وغيره گڻن کي ڌارڻ ڪري ئي انسان صحيح معنيٰ ۾ انسان بڻجي ٿو. پر ٻڌي يا وويڪ جي سهاري اِنسان رچنا جي ڀيد کي نه ته سمجهي سگهي ٿو ۽ نه ئي هؤ ٻيائي يا هؤميءَ جي ديوار ٽوڙي سگهي ٿو. جڏهن هؤ نام جي سڀ کان اُتم منڊل مان ايندڙ ڌن سان جڙي وڃي ٿو ته هؤ ٻڌي يا وويڪ کي پار ڪري سهج گيان جي دائري ۾ پهچي وڃي ٿو. پوءِ هؤ ٻڌيءَ جي آڌار تي نه پر سهج گيان جي آڌار تي ڪم ڪري ٿو ۽ پنهنجي مرضيءَ کي اِلاهي رضا يا ايشور جي ڀاڻي جي اَڌين ڪري ٿو ڇڏي. هؤ ڀلي - ٻُري، پاپ - پنُ، پنهنجي - پرائي دوست - دشمن جي سيما پار ڪري پُورڻ اَدويت ۽ پُورڻ رضا جي واديءَ ۾ پهچي وڃي ٿو. اَهڙيءَ طرح اُهو انسان يا جيو آتما مان صرف شُڌ آتما بڻجي وڃي ٿو.

شاهه صاحب فرمائين ٿا ته جوڳين جي اَصلي روحاني دؤلت اَنهد شبد يا اِسمِ اَعظم جو اَندريون خزانو آهي. سيني روحاني رازن جي ڪُنجي اِسمِ اَعظم آهي. جيڪو روح کي اِسمِ اَعظم ۾ سمائي ٿو ڇڏي، اُهو روحاني رازن جو پُورو ڪتاب پڙهي ٿو وٺي.

حضرت سلطان باهؤ به پنهنجي ڪلام ۾ اِسمِ - اَعظم يا ذاتي اِسم جي بيحد مهما ڪئي آهي. اُنهن اِنکي ذاتي ڪلمو به چيو هي. ”اَندر ڪلما ڪل ڪل کردا“.[23] يعني اُهو ڪلمو اَندر آهي. مرشد پنهنجي مريد کي اُن ڪلمي سان جوڙي ٿو، جيڪو بنا زبان جي پڙهي سگهڻ وارو ۽ بنا ڪنن جي ٻڌي سگهڻ وارو سبق آهي.

مرشد حادي سبق پڙهايا، پڙهيون بنا پڙهيوي هؤ،
اُنگليان وچ ڪنان دتيان، سُڻيون بنا سُڻيوي هؤ.[24]

جيڪي ساڌڪ اَندر ذاتي ڪلمي سان جُڙي وڃن ٿا، اُهي صفاتي ڪلمي کان مٿي چڙهي وڃن ٿا :-

1. چوڙ صفاتي جس لڌيوس ذاتي، اَمي دوُر چا ڪردا هؤ.[25]
2. صفت سنائي مؤل نه پڙهدي، جو پهتي وچ ذاتي هؤ.[26]

دل جي ڪلمي جو ڀيد معرفت ۾ پهچي ويل عارف (گياني) ڄاڻن ٿا.

زباني ڳالهيون ڪرڻ وارا ماڻهو هن راز کان ناواقف آهن.

زي، زباني هر ڪوئي پڙهدا، دل دا پڙهدا ڪوئي هُو،
جتي ڪلما دل دا پڙهيئي، ملي زبان نہ ڊوئي هُو،
دل دا ڪلما عارف پڙهدي، جاڻي ڪي گلوئي هُو.[27]

ذاتي اِسم يا ڪلمي جي ڪمائيءَ مان ڪهڙو لاڀ ٿئي ٿو؟

1. اَلله تئنوُن پاڪ ڪري جي ذاتي اِسم ڪماوين هُو.[28]
2. ايٿي اوٿي دوهين جَهاني ڪلما دؤلت ساري هُو.[29]

ڪُل ڪائنات ڪلمي جي سهاري تي ڪڙي آهي ۽ سنسار جا سيئي ڌرم گرنٿ ڪلمي مان ئي نڪتا آهن.

1. چوُدان طبق ڪلمي دي اَندر، ڪِي جاڻي خلقت پولي هُو.[30]
چوُدان طبق ڪلمي دي اَندر، قران ڪتابان علمان هُو.[31]

لوڪ پرلوڪ جوُن نعمتوُن ڪلمي جو مقابلو ڪونہ ڪري سگهنديون.

قادري سلسلي سان تعلق رکڻ واري سائين بلي شاهہ جن بہ اِسم اَعظم يا ڪلمي جي خوب مهما ڳائي آهي. اُنهن نام يا ڪلمي کي ڪانهہ (پرماتما) جي بنسي بہ چيو آهي :-

”بنسي اَچرج ڪانهہ بجائي[32]“ اِنهيءَ بانسريءَ مان نڪرندڙ ڌنيون اَلڳہ اَلڳہ منڊلن ۾ اَلڳہ، اَلڳہ روپ ۾ پڌڻ ۾ اَچن ٿيون، پر سيني ڌنين جو مؤل هڪ ڌن آهي. جيڪو بہ اِنهيءَ بانسريءَ کي پڌي ٿو، اُهو بي خوديءَ جي عالم ۾ پهچي وڃي ٿو.

اِس بنسي دي پنج تاري، آپو اَپني سُر پردي ساري،
اِڪو سُر سڀ وچ دم ماري، سادي اُس ني هوش ڀُلائي.[33]

هن بانسريءَ جي ڌن مرتيوُ لوڪ کان وٺي مُقام -حق تائين ڦهليل آهي. اِها ڌن ڪسرت يا ڀيائيءَ کان پري آهي. اِنهيءَ ڌن ئي خدا جي ذات مان پرگهٽ ٿي اَلڳ، اَلڳ گڻن واري سموري رچنا پيدا ڪئي آهي :-

اِس بنسي دا لما ليکا، جس ني ڊونڊا تس ني ديکا،
اِس بنسي دي سادي ريکا، ايس وجوُدون صفت اُٺائي.[34]

سائين بُلي شاهہ جن اِنهيءَ ڌن کي عارفن (گيانين) جو باجو بہ چيو آهي

آئو فقيرو ميلي چليئي، عارف ڪا سُن باجا ري.
اَنحد سبدسُنو بهہُ رنگي، تجيئي پيش پئا جا ري.
اَنحد باجا سرب ملاپي، نر وئري نر ساجا ري.
ميلي با جهون ميلا آئونتر، روڙ گيا مؤل بئاجا ري.
ڪنن فقيري رستا عاشق، قايم ڪرو من باجا ري.
بندا رب پيو اِڪ ٻُلا، سُڪ پڙا جهان براجا ري.[35]

سائين ٻُلي شاهہ جن فرمائين ٿا تہ اَنحد جي باجي کي اَندر ڪو عارف (گياني) ئي ٻڌي ٿو. فقير يا جوڳي، ٻاهر مُکي تياڳہ يا گيڙوئا وستر پائڻ جو نہ بلڪ من کي اَندر اَنحد جي باجي ۾ آتم ويور ڪرڻ جو نالو آهي. اِهو اَنحد شبد نراڪار، نرليپ ۽ حقيقي آهي يعني بناوٽي ڪونهي. اِنهيءَ ڪلمي سان ميلاپ ڪرڻ ڪانسواءِ هيءُ سنسار روُپي ميلو ڪنهن بہ ڪم جو ناهي. ڪلمي يا شبد بنا مؤر ۽ وياج، يعني منش ديهي ۽ شب ڪرم، سيئي بيڪار ٿي وڃن ٿا. روح کي اَندر اَنحد باجي سان جوڙڻ وارو اِنسان جيون جي بازي جيتي ٿو وٺي ۽ اِنسان مان ڀڳوان بڻجي ٿو وڃي.

## سيني لاءِ ساڳيو ساڌن :-

صوفي درويش چون ٿا تہ روح کي اِسم اَعظم سان جوڙي اَلله ۾ لين ڪرڻ جو طريقو خود اَلله پاران ڪائنات جي شروعات ۾ ئي بڻايو ويو آهي. اِهو ساڌن سنسار جي سيني ڌرمن، سيني ملڪن سيني قومن جي ماڻهن لاءِ ساڳيو آهي.

سنسار جي سيني ڌرمن ۾ اَلڳ اَلڳ وقت ۾ آيل ڪامل درويشن پنهنجي، پنهنجي ٻوليءَ ۾ اِنهيءَ هڪ اَنادي، سيني لاءِ سمان ۽ تبديلي-رهت ساڌن ۽ مارگ جو اُپديش ڏنو آهي. اَهلي اِسلام ۽ صؤفي درويشن ۾ اِسم اَعظم يا سلطانل-اَزڪار جي ساڌنا جو رواج شروع کان ئي هلندو آيو آهي. مؤلانا روُم چون ٿا :-

گفت پيغمبر ڪهہ آوازي خدا ميرسد در گوشي من همچوُن سدا،

مهر بر گوشي شما بنهاد حق تابي آوازي خدا نارد سبق.“

حضرت محمد صاحب جن فرمايو آهي تہ خدا جو آواز منهنجن ڪنن ۾ عام آواز وانگر اَچي رهيو آهي. مالڪ تنهنجن ڪنن ۾ مُهر لڳائي ڇڏي آهي، جنهن جي ڪري توُن خدا جي آواز کي ٻڌي نٿو سگهين. حضرت مولانا شيخ محمد اَڪرم سابريءَ پنهنجي پستڪ ”اِڪت باسُل-اَنوار“ ۾ صوفين جي قادري فرقي جي رهبر حضرت عبدالقادر جيلاني جو حوالو ڏيئي لکيو آهي تہ حضرت محمد صاحب جن ڪيترن ئي سالن تائين هارا نالي واري غفا ۾ آوازي-مُستڪين يا سُلطانل-اَزڪار جو اَڀياس ڪندا رهيا. حضرت جيلانيءَ پنهنجي باري ۾ بہ لکيو آهي تہ مان بہ اُنهيءَ پوتر غفا ۾ ٻارهن سالن تائين اَڀياس ڪندو رهيُس.*

اؤرنگزيب جو ڀاءُ دارا شڪوهہ صوفي درويشن جي سنگت ۾ رهندو هو. هنجو سرمد سان بيحد پيار هو. سرمد شهيد جو ڪلام آهي :-

اي دوست ! مرا-ب-علمو، حڪمت بنگر،
دَر مهرو-وفا اُ در مُحبت بن گر،[38]
من صاحبي-مائنا اَم او سوُتي تعظيم،
در من چوُ ڪتاب هردو صوُرت بنگر.

فرمائين ٿا : اي دوست ! منهنجي گيان ۽ منهنجي وويڪ کي ڏس ! توُن منهنجي محبت ۽ وفا کي ڏس. مان سڀ جو ڄاڻو آهيان. مان سوُتي تعظيم يعني اِسم اَعظم جي آدرڻيہ آواز جي راز کي ڄاڻان ٿو. توُن مونکي ڪتاب وانگر پڙهہ.

دارا شڪوهہ لکي ٿو تہ سڄو عالم اُن اَللہ تعاليٰ جي ڪلام جي آواز ۽ نوُر سان پيدا ٿيو آهي، تڏهن بہ اَنڌا ماڻهو پڇن ٿا تہ خدا ڪٿي آهي. ڪنن مان چترائي ۽ هوميءَ جي ڪپهہ ڪڍي ڇڏيو تہ ڪُل ڪائنات ۾ سچي ڪرتار جي درگاهہ مان ايندڙ ڪلمي يا شبد جو آواز ٻڌڻ ۾ اَچڻ لڳندو. خبر ناهي قيامت جي ڏينهن تي وڄڻ واري بگل جو اِنتظار ڇو

---

*وڌيڪ جانڪاريءَ لاءِ ڏسو پستڪ ”اِڪت باسُل-اَنوار“، صفحو 36 ۽ 106.

ڪري رهيا آهن، جڏهن ڪ شبد يا ڪلمي جي بگل جو آواز سدائين خدا جي درگاهہ مان هر هڪ جي اَندر اَچي رهيو آهي.*

بر آور پنبا پندارت اَز گوش.
ندائي واحد-اُل-ڪهار بنيئش.[39]
ندا مي آيد اَز حق بر دوامت.
چرا گشتي توُ مئڪوف قيامت.

پاڻ فرمائين ٿا تہ ڪلمي يا شبد جو اَڀياس سڀ کان اُتم روحاني ڪرني آهي. حديثن، حضرت محمد صاحب جن جي آدرڻييہ پتني خديجا، حضرت غوث-اَس-ساڪلئن ۽ پنهنجي مرشد جا مثال ڏيئي چون ٿا تہ حضرت محمد صاحب جن پيغمبر بڻجڻ کان پهرين ۽ پوءِ بہ شبد يا ڪلمي جو اَڀياس ڪندا هئا.+

+“ This practice of hearing the Voice of the Silence of the Faqirs, the Sultan-ul-azkar or the king of all practices.
“This sound existed even before the creation of the worlds, and exists even now and will continue to exist even when the worlds enter into non-existence. This sound is called the infinite and absolute sound. There is no practicpractice higher than of hearing this sound.
“From many authentic traditions, collected in the six authentic Hadis Volumes, we learn that our Prophet (may the blessing and peace of God be on him) was devoted to this practice, both before and after his attaining the rank of the prophet-hood. But none of the learned men have found out the secret of this mystery, and have not consequently tried to practise it.
“Hazrat Mianji used to say that Ghau-us-Saqlain related, “Our Prophet was in the cave of Hurrah for six years plunged in this meditation of Sultan-ul-azkar, and I myself have been in that cave for twelve years engaged in the practice of this meditation, and many wonderful and mighty things have been revealed to me.”[40]

قرآن مجيد ۾ چيو ويو آهي تہ آتما، پرماتما جي اَنش آهي (اَل روُح من اَمري ربي). رب پنهنجي روح کي اِنسان ۾ داخل ڪيو ۽ فرشتن کي انسان جي اَڳيان سجدو ڪرڻ لاءِ چيائين[41]. انسان جي اَندر پنهنجي روح کي داخل ڪرڻ جو مطلب آهي، خداوند پاران روح جي اَندر پنهنجي نام،

ڪلمي يا شبد جي نعمت رکڻ. سنسار جي سيني ڏرمن ۾ اِنسان جي جامي کي اَشرف-ال-مخلوقات يا سرشٽيءَ جو سرتاج مڃيو ويو آهي، ڇاڪاڻ تہ پنهنجي اَندر نام يا ڪلمي کي جاڳائي اُنجي سهائتا سان رب سان وصال ڪري سگهڻ جي شڪتي صرف اِنسان کي ئي بخشي وئي آهي.

اِسم اَعظم اَلله جي درگاهہ مان ايندڙ اَلله جي شڪتيءَ جي ڌارا آهي. روح اَلله رُوپي شڪتيءَ جي بوُند آهي. اِسم اَعظم اَلله وٽان ايندڙ ندي يا لهر آهي. اِسم اَعظم ۾ چقمق وانگر چڪڻ جي شڪتي آهي. روح اَزخود ئي اِسم اَعظم ڏانهن ڇڪجندي ويندي آهي. روح اِسم اَعظم مان نڪرندڙ آواز کي ٻڌندي ۽ اُن مان نڪرندڙ نوُر کي ڏسندي روحاني منڊل پار ڪرڻ شروع ڪري ڇڏيندي آهي ۽ اَنت ۾ اِسم اَعظم جي مؤل اُنهيءَ خداوند ڪريم ۾ سمائجي ويندي آهي. هڪ صوفي درويش جو چوڻ آهي :-

هئف در بندي جسم در ماني
نَشِ نوي سوُتي پاڪ رحماني.[42]

درويش اَفسوس ظاهر ڪري ٿو تہ اَلله پاڻ سان ميلاپ ڪرڻ جو ساڌن اِنسان جي اَندر رکيو آهي، پر هي ناسمجهہ اَندر اُنهيءَ رحمانُل-رحيم جي ربي آواز کي ٻڌي ئي نٿو.

# مرشد (ستگرو)

جي پائين جوڳي ٿيان، تہ ٿي گروءَ جي گس،
ڏکُ پاڻ کي ڏس، سامي ! وڏيءَ سِکَ سين.

يعني، اگر تون جوڳي بڻجڻ چاهين ٿو تہ گروءَ جي ٻڌايل راهہ تي هلُ. راهہ ۾ اَچڻ واري هر طرح جي تڪليف کي خوشيءَ سان قبول ڪر.

(رامڪلي 2/780, IV:5)

## هاديِ يا رهبر جي ضرورت :

شاهہ صاحب جو ڪلامہ آهي :-

ڏونگر ڏانئوڻ، موُن پارکوُ پڇيا،
هيڪليوُن هلن جي، سي تاڪُن سندي توُڻ،
ايءَ اهڪي پوُڻ، سوُنهن ريءَ، نہ سُٽري.
(سُر حُسيني 3/1454, XII:24)

(ڏوُنگر-جبل. نوُڻ-ميدان. پارکوُ-ڄاڻوُ. تاڪُن-تڪيندڙن، رهزنن. توُڻ-ڪاڄُ. اَهڪي-مشڪل. پوُڻ-زمين، سفر. سوُنهن ريءَ-رهبرن ڪانسواءِ).

يعني، جن کي راهہ جي خبر آهي اُنهن مون کي ٻڌايو آهي تہ راهہ ۾ پهاڙ بہ آهن ۽ لاهيوُن چاڙهيوُن بہ آهن. جيڪي بنا رهبر جي اَڪيلا مارگ تي هلڻ چاهين ٿا، اُهي مصيبتن ۾ ڦاسجي ويندا. اَلله تعاليٰ جي طرف وڃڻ وارن جي راهہ بيحد ڪٺن آهي. رهبر جي سهاري بنا اِنهيءَ راهہ تي هلڻ بيحد خطرناڪ آهي.

هوءَ جا گهوري گهوٽ جي، تنهن کي چري چون،
اُگهاڙيوُن آتڻ ۾، هوت پڇاڻان هوُن،
پرا تنين پوُن، ڏنو جن اَکين سين. (سُر حُسيني 3/1455, XII:28)
(پرا-پتو، نشان، ڏسُ)

يعني، جن پنهنجو پاڻ کي پوُريءَ طرح سان پريتمہ جي حوالي ڪري ڇڏيو آهي، اُنهن کي دنيا جا ماڻهو پاڳل ٿا سمجهن. اُهي اُگهاڙيون آتمائوُن (جن دنيا کي تياڳي ڇڏيو آهي) صرف محبوب جي راهہ ئي ٿيوُن پڇن. اِلاهي رازن جي صرف اُنهن کي ئي ڄاڻ آهي. جن

خود اَللہ جو ديدار ڪيو آهي.

اَوجهڙ اَسُونهن، ڏيهہ گهٽو ئي ڏوريو،
سڳر ريءَ سُونهن، پهُتي ڪانہ پنڌ ڪري.
(سُر سسُئي آبري IX:2,1122)

(اَوَجهڙ-ويراني ۾، سُڃ ۾. اَسُونهن-رهبرن کانسواءِ. سڳر-راهہ تي.)

يعني، جن کي رَاهہ ڏيکارڻ وارو سُونهون يا رهبر نہ مليو آهي، اُهي چاهي ڪيترو بہ لمبو سفر طئہ ڪري وڃن. جهنگلن ۽ بيابانن ۾ ڀٽڪندا ئي رهندا. پر رستي جي واقفڪار جي مدد بنا ڪير بہ صحيح مارگ تي هلي محبوب وٽ پهچي نہ سگهندو.

واقف جي وٽڪار جا، وڃُ تني جي سڏ،
”ساٿين سان“ سيدُ چئي، لڏو لڏي گڏ“
نئين نماڻي نِجهرو، اوڻِينِ پاسي اَڏِ،
سُک ڀنڀور جا ڇڏ، تہ ڪاهي رسين ڪيچ کي.
(سُر سسُئي آبري I:12/11,2/1063)

يعني، اي سسُئي ! جنکي ريگستان يا نخلستان (ريگستان جي وچ ۾ هري ڀري جڳهہ) جي باري ۾ ڄاڻ آهي، اُنهن جي ڳالهہ مڃ ۽ اُنهن جي صحبت ۾ رهہ. ڀنڀور (دنيا) جا سُک تياڳي پنهنجي جهُوپڙي کنهن اُٺ جي سوار جي نزديڪ ٺاهہ، پوءِ تُون پنهنجي محبوب جي ديس ۾ ضرور پهچي وينديئن.

پرينءَ پر درياهہ، پسُ ! جي پار پون ٿيوُن،
ٻڌ توڪل جو تُرهو، آهر ساڻُ اَللہ،
جن جي ساهڙ ساڻُ صلاح، سي ڪين ٻڏنديوُن ڪڏهين.
(سُر سهڻي VII:9,3/1755)

يعني، اي سُهڻي ! تُون وشواس روپي ٻيڙي ٺاهي ۽ اَللہ جي پناهہ (شرڻ) ۾ اَچي وڃ. جيڪي ساڌڪ هادي يا مرشد جي سکيا تي عمل ڪن ٿا، اُهي ڪڏهن بہ ڪونہ ٿا ٻڏن.

سنت سمجهائين ٿا تہ ساڌڪ کي نہ فقط مرشد جي سکيا تي عمل

ڪرڻو آهي، بلڪ دل و جان سان اُنهن کي پيار ڪرڻ بہ ضروري آهي.
شاهہ صاحب چون ٿا :-

جڙ جيئري جن سين، مُئي پڻ سين تن،
جي هِتِ نہ هوُت پسن، سي ڪنهن پر ڪيچ پسنديوُن ؟
(سُر حسيني XII:16,3/1451)

(جڙ-محبت جي ميخ. ڪنهن پر-ڪهڙيءَ طرح)

يعني، جن سان جيئري محبت جي ميخ اڙيل آهي، تن سان مُئي ڪانپوءِ بہ اُها جڙيل رهندي. جيڪي هتي پرينءَ جو ديدار ڪونہ ڪيون ڪن، سي ڪيچ ۾ ڪيئن مُشاهدو ماڻيندون؟

مطلب، جن هن دنيا ۾ پُنهوُنءَ روُپي محبوب جو ديدار نہ ڪيو، اُهي ڪيچ يعني ٻيءَ دنيا ۾ هن جو ديدار ڪيئن ڪري سگهنديون؟

حديث ۾ بہ فرمايو ويو آهي تہ هتي (هن دنيا ۾) جنهن کي ڪو پريم ڪندو تہ ٻيءَ دنيا ۾ بہ هوُ اُنهن سان گڏ ئي رهندو.
(رسالو :11. صفحو 1451)

شاهہ صاحب سمجهائي رهيا آهن تہ جن مرشد جو ديدار نہ ڪيو اُهي اَللہ جو ديدار بہ نہ ڪري سگهندا. جن مرشد سان پيار نہ ڪيو آهي اُهي اَللہ سان پيار ڪونہ ڪري سگهندا. صرف مرشد جو پيار ئي هن روح کي سنسار جي موهہ مان ڇوٽڪارو ڏيئي سگهندو. سامي صاحب سمجهائين ٿا :

اَنڌي وٽ آيو، سُڄاڳو سوڀاو سان،
تنهن ڏيئي هٿ هِمٿ جا، راهہ سچيءَ لايو.
گهر پهچائي پنهنجي، سنسو مٽايو،
سامي سمايو، جل پپو ٿو جل ۾.

سامي صاحب چون ٿا تہ جڏهن اَنڌي (اَگيانيءَ) وٽ (ايشور جي طاقت کي جاڻڻ وارو) سچيت (گياني) سهج ئي اَچي ٿو وڃي، تڏهن هوُ اُن اَگياني جيو کي همٿ جا هٿ ڏيئي پنهنجي گيان جي شڪتيءَ جي سهاري سچ جي راهہ تي لڳائي ٿو ڇڏي ۽ ڀرم کي مٽائي، هنکي سندس

ئي گهر پهچائي ٿو ڇڏي. (هردي روُپي گهر ۾ آتما جو درشن ڪرائي
ڪيس اَنترمُک بڻائي ٿو) جنهن جي ڦل سروُپ هوُ پاڻيءَ جي ٻُدٻُدي
وانگر پاڻيءَ ۾ ئي سمائجي وڃي ٿو. (پرماتما ۾ سمائجي ٿو وڃي).[1]

## پنيور ڪان ٻاهر وڃڻ جو رستو

سُر حُسينيءَ جي ٽئين داستان ۾ شاهہ صاحب ٻاران پنجن راڳن
۾ بيان ڪيل سسُئي پنهوُنءَ جي ڪٿا ۾ خاص اهميت آهي. ٻاڻ فرمائين ٿا:

ٻرو هو ڀنڀورُ، جو اَرياڻيءَ اُجاريو،
لاٿو سڀ لوڪ تان، هاڙهي ڏڏيءَ هورُ،
چوڙيوُن چُڙَڻُ سکيوُن، پِرِين ڪِيائون پوُرُ،
آيو سو اَنورُ، جنهن ڏکِيوُن ڏِکَ وِهاريوُن.
(سُر حُسيني 1/11,3/1357 :III)

(اُجاريو-اوُجل ڪيو. هاڙهي ڏڏيءَ -هاڙهي جبل جي سائينءَ يعني
پُنهوُنءَ. هورُ-فڪر، خطرو. چوڙيوُن-چوڪريوُن. پوُر-ڪپڙي تي گلڪاري
ڪرڻ لاءِ ڪاٽ جو ٺپو. اَنورُ-لاثاني سردار. ڏک-هار سينگار.)

يعني، ڀنڀور (سنسار) ٻرائيءَ جو گهر ٿي چڪو هو، جنهن کي پنهوُن
سردار اَچي اُجو اُجرو ڪيو. هاڙهي جي سردار (پُنهوُنءَ يعني ڪامل مرشد)
اَچي ساري جهان تان (روحاني تباهيءَ جو) خطرو دوُر ڪيو. چوڪريوُن
اُن پنهوُن روپي مرشد تي ايتريون تہ مست ٿي ويئون جو پنهوُن جي
صوُرت جو ٺپو ٺهرائي ڪپڙي تي گلڪاري ڪرڻ لڳيون. اُهو لاثاني سردار
آيو تہ نماڻين، ڪروُپ نارين بہ سينگار ڪرڻ شروع ڪري ڇڏيو.

ڀُليو سڀ ڀنڀورُ، جو ڀُنيءَ هوت نہ هليو،
شهر سُهائو ڪين ڪي، آرياڻي اَنورُ،
ماڻيو تنين مورُ، ديکيو جنين دل سين
(سُر حسيني III:2/9,1358)

(ڀُليو-گمراهہ ٿيو. ڀُنيءَ هوت-هوت جي ڀنيان. مورُ-سُهڻو سُپرين.)

يعني، جيڪي ڀنڀور (سنسار) جا رهواسي پنهوَنءَ جي پنيان نہ هليا، اُهي مؤرکہ هئا، اَگياني هئا. اُهي هن لاثاني (بي مثال) محبوب کي سڃاڻي نہ سگهيا. جن من جي اَکين سان هن جو ديدار ڪيو، اُنهن ئي محبوب جي جمال جو اَصلي نظارو ڏٺو.

جنين ديکيو دل سين، پُٺيءَ سي پييوُن،
تہ پُڻ تي ويون، جي پُنهوَنءَ پاڻُ لکائيو.
(سُر حُسيني 3/1358, 3/10:III)

يعني، جن من جي اَکيُن سان هنجو ديدار ڪيو، اُهي ئي سندس پُٺيان لڳا. اُهي هن جي اَلوُپ ٿي وڃڻ کان پوءِ بہ هن جي پٺيان هلندا رهيا.
سامي صاحب فرمائين ٿا :-

اَنڌن کي اَعتبار، اَچي نہ آتم رام تي،
آهي جنهن جي آسري، سامي سڀُ سنسار،
ڪنهن سُڄاڳي سوُرمي، دل ۾ ڪيو ديدار،
جنهن کي سنت سچارُ، اَچي مليو اَنيئي.

سامي جن چون ٿا تہ پرماتما، جنهن جي آسري تي سڄو سنسار بيٺل آهي، اُنهيءَ تي اَنڌن يعني اَگياني جيون کي وشواس نٿو اَچي، پر جاڳرت آتمائون يعني گياني جيو جن کي سچو آتم گياني سنت ملي ويو آهي، اُنهن پرماتما جو پنهنجو هردي ۾ درشن ڪري ڇڏيو آهي.[2]
شاهہ صاحب فرمائين ٿا :-

ڀينرُ ! هن ڀنڀور ۾، دوزخ جو دوُنهون،
سوارو سوُنهون، پُڇي پوُرج، سسُئي !
(سُر حُسيني 3/1360, 8/4:III)

(سوارو-سويرو. سوُنهون-رهنما. پوُرج-هلج)

اي سرتيوُن ! هن ڀنڀور ۾ دوزخ (نرڳ) جو دوُنهون نظر پيو اَچي. اي سسُئي ! (طالب) توُن جلد ئي ڪو رهبر پاڻ سان ڪٺي اُنهيءَ جي رهنمائيءَ ۾ پنهنجو سفر شروع ڪري ڇڏ. ڀنڀور روُپي سنسار نرڳ جي برابر آهي. اِنهيءَ نرڳ مان ٻاهر نڪري ڪُل مالڪ جي درگاهہ ۾ پهچڻ

جو رستو صرف كامل درويش ئي ڄاڻن ٿا. جيكي اِنسان كنهن كامل درويش جي سمجهايل ڄڳتيءَ موجب اَلله جي عبادت ۾ لڳي وڃن ٿا اُهي پنيور مان آزاد ٿي پُنهوُنءَ جي ديس (مُقام حق) ۾ پهچي وڃن ٿا.

## الله جي عبادت ۽ مرشد

شاهہ صاحب فرمائين ٿا :-

توڙي توُن كاتار، جِمَ هيكلي پيريين،
ڏسي كا ڏُٺارِ، صراف اِنهيءَ سُٽَ ۾.
(سُر كاپائتي 1/361، 1:1)

(توڙي-جيتوڻيك. كاتار-كتيندڙ. جِم-متان. هيكلي-اَكيلي. پيريين-اَٽڻُ هلائين. ڏٺار-اوڻائي. كمي)

پلي ئي توُن سُٽ كتڻ ۾ هوشيار هُجين، پر بنا رهبر يا هاديءَ جي سُٽ كتڻ جي غلطي نہ كجانءِ، ڇاكاڻ تہ بنا رهبر جي كتيل سُٽ (اَلله روُپي) صراف جي دكان تي كڏهن بہ قبول نٿو پوي.

شاهہ صاحب جن سُر كاپائتي ۾ ساڌڪ كي بار بار پريرڻا ڏني آهي تہ توُن هادي يا رهبر جي سمجهايل ڄڳتيءَ موجب سُٽ كتيندي وڃ. اُهو سُٽ ڇاهي خراب قسم جو ڇو نہ هجي، تڏهن بہ دكاندار اُنكي قبول كري وٺندو. جيكي صبوح شام ڏيان سان چرخو كتيندِيوُن رهيوُن، ڇاهي اُهي سُٽ كتي سگهيوُن يا نہ، تڏهن بہ اُهو كنت (پتي) اُنهن كي گلي لڳائيندو آهي.

ليلا چنسير جي كٿا ۾ شاهہ صاحب فرمائين ٿا :-

هئينءَ تہ گهڻو ئي هوشيار، كَلَ نہ پيَيِ كانڌ جي !
تو پانيو موچاري ٿيان، ڳچيءَ پائي هارُ،
كانڌ كوُڙيءَ جو نہ وٺي، سوين پٽين سينگارُ،
وهمُ لهي وينجهار، دليوُن پر كي داسڙو. (سُر ليلا چنيسر 1597/3,3:II)

(كل-خبر، پروُڙ. كانڌ-پتارُ. سوين پٽين سينگارُ-سوين قسمن جو سينگار،

وهم لهي-دل جا خيال سمجهي ٿو. وينجهار-هيرا ونڌيندڙ، سچو پارکو) يعني، اي ليلا ! تون هئينءَ تہ نهايت سياڻي ۽ پتار جي بہ سُڌ هيئہ؟ ڇا تو سمجهيو تہ ٻچيءَ ۾ هارُ پائي سُهڻي لڳندس؟ پتيءَ کي بيوفا پڻنيءَ جو سوين نمونن جو سينگار بہ نٿو وڻي. هو پارکو اندر جو حالُ ڄاڻي ٿو ۽ دلين جي بہ پرکہ ڪري ٿو.

ليلا ! پوري نہ پئين، ڇئي ڇنيسر ساڻُ،
تو جو پانيو پانهنجو، سو ريساڻو راڄاڻُ،
پاڻان ڏار پرياڻُ، ڪانڌ ڪنهنجو نہ وڻي.
(سُر ليلا ڇنيسر II:16,3/1602)

(ريساڻو-غيرت وارو. راڄاڻُ-راڄا. پاڻان ڏار-پاڻ ڪانسواءِ ٻئي ڪنهن سان بہ نہ. پرياڻُ-پتارُ).

”اي ليلا ! تو ڇنيسر سان بحث ڇو ڪيو؟ جنهنکي تون پنهنجو سمجهندي هئيئن، اُهو ڏاڍو غيرتمند آهي. هو ڪڏهن بہ اِهو برداشت نہ ڪري سگهندو تہ ڪير هنکي ڇڏي ٻئي ڪنهن سان پيار ڪري.

شاهہ سائين سمجهائين ٿا تہ وڏائي يا اهميت من مرضيءَ جي عبادت جي هار سينگار ۾ ڪونهي، اَلله جي حڪم پالڻ ۾ آهي. مرشد ۽ اَلله جي حڪم ۾ رهڻ ئي مرشد ۽ اَلله ۾ پريم ۽ وشواس جو سچو ثبوت آهي. مريد جيڪا بہ ترقي ڪري ٿو، مرشد جي سمجهايل جڳتيءَ موجب عبادت ڪرڻ سان ئي ڪري ٿو.

سائين ٻلي شاهہ جن چون ٿا : سئہ وريان دا ڪت لئا ٻلئا، جي شهہُ ٻلهي لاوي.“ جيڪا عبادت اَلله کي پسند هجي، اُهائي سندس خوشيءَ جو ڪارڻ بڻجي سگهي ٿي ۽ اَلله کي صرف ڪامل مرشد جي هدايت موجب ڪيل عبادت ئي قبول آهي.

## رهبر، گرو، جوڳي

شاهہ صاحب جن مرشد لاءِ هادي، رهبر، ساٿي، ساٿر، حڪيم، گرو، جوڳي وغيره ڪيترائي لفظ اِستعمال ڪيا آهن. شاهہ صاحب جي

ڪلام ۾ اِهو ڀاو پهرين بہ پڙهي آيا آهيون تہ مرشد رستو ڏيکارڻ وارو رهبر بہ آهي ۽ گڏوگڏ منزل تائين پهچائڻ وارو ساٿي ۽ رهنما بہ آهي. فرمائين ٿا تہ مُرشد جي زندگيءَ ۾ ايندڙ مريد جي اَنڌڪار سان ڀريل زندگي روشن ٿي وڃي ٿي. مثال طور سان ”سُر مؤمل راڻو“ ۾ شاهہ صاحب جن مؤمل جي زبان مان چوارائين ٿا :-

راڻي جي رهاڻ مان، ڪو آديسي آيو،
چوڏهينءَ ماهہ چنڊ جيئن، ڪيو ساميءَ سهائو،
لٿو اُونداهو، جوڳيءَ سنديءَ جوت سان.
(سُر مؤمل راڻو IX:1,3/1575)

(آديسي -جوڳي، روحاني قاصد. چوڏهينءَ ماهہ -چوڏس جو چنڊ. سهائو. سوجهرو، روشني. اُونداهو-اَنڌڪار)

يعني، راڻي (ڪامل مرشد) جي ديس مان هڪ جوڳي آيو آهي. (طالب وٽ مرشد وٽان هڪ روحاني قاصد آيو آهي). اُنهيءَ جوڳيءَ چوڏس جي چنڊ وانگر سوجهرو ڦهلايو. جوڳيءَ جي تجلي سان اَندر جو اَهنڪار ناس ٿي ويو ۽ هن جي خوشبوءِ سڄي سنسار ۾ ڦهلجي ويئي.

شاهہ صاحب جن جي ڪلام ۾ مرشد جي نوري سروپ جي ورڻن جا مثال اَسين هن کان اڳ بہ پڙهي چڪا آهيون :-

ڪٽي نيڻ خمار مان جان ڪيائون نازُ نظرُ،
سُورج شاخون جهُڪيون، ڪو ماڻو قمرُ،
تارا ڪتيون تائب ٿيا، ڏيکيندي دلبرُ،
جهڪو ٿيو جوهرُ، جانب جي جمال سين.

يعني، پنهنجا مدهوشيءَ ڀريا نشيلا نيڻ کٽي جڏهن جنهن محبوب بيحد ناز سان مونتي نظر وڌي تہ سُورج جون شاخون بہ جهُڪي ويئون ۽ ويچارو چندرما تہ مُرجهائجي ويو. تارن ۽ ڪتيُن جو هيءُ حال آهي تہ دلبر کي ڏسنديئي (پنهنجي روشني ڦڪي ٿيندي ڏسي) پڇتائڻ لڳا. منهنجي جانب (معشوق) جي حُسن جي سامهون سيني جي سندرتا ڦڪي پئجي ويئي.

شاھ صاحب سمجھائين ٿا تہ جي جوڳي بڻجڻ چاھين ٿو تہ مرشد جو حڪم مڃي، مرشد جي ٻڌايل راھ تي ھلُ :-

جي پائين جوڳي ٿيان تہ پر گُروءَ جي پار،
ھوائُون ھنگلاج ڏي، ويندي سڀ وِسارِ،
نانگا ! ناٿ نھار، سامي، وڏيءَ سِڪ سين. (سُر رامڪلي 2/780, IV:3)

شاھ صاحب سمجھائين ٿا تہ اِنھن جوڳين جو اَندر گروءَ سان ميلاپ ٿي ويو آھي. اَنھن کي ٻاھر ھوا ۾ تير ھلائڻ جي ضرورت نہ آھي. چون ٿا:- منھنجي جيجل ! جوڳيُن جا ڪيل اُپڪار مونکي ننڊ ۾ بہ ياد ٿا اَچن. جوڳيُن جي ڪمن مان محبوب (اَللہ) جھُون اَدائُون نظر ٿيوُن اَچن. اي اَللہ ! مونتي رحم ڪر ۽ مونکي جوڳيُن سان ملاءِ.

(سُر رامڪلي 8-2/807 وائي 7)

''يوگي'' يا ''جوڳي'' سنسڪرت جي لفظ ''يوگ'' مان آھي. ''يوگ'' شبد ''يُج'' ڌاتوءَ مان آھي، جنھنجو مطلب آھي ''جوڙڻ''. جيڪو پنھنجي آتما کي پرماتما سان جوڙي چڪو آھي، اُھوئي سچو يوگي يا جوڳي آھي. اُھڙي جوڳيءَ جي مدد سان ئي مريد پنھنجي آتما کي پرماتما سان جوڙڻ ۾ ڪامياب ٿئي ٿو.

## طبيب يا حڪيم

شاھ صاحب جن ڪامل درويشن کي طبيب يا حڪيم بہ چيو آھي :-

جان جان ناھ ضرُورُ، تان تان طبيب ناھ ڪو،
جُھڙُ سو سرئو سوُر، تہ ڪر ويھ ور پيو.
(سُر يمن ڪلياڻ 1/233, VIII:2)

(جان جان-جيستائين ڪو مرض نٿو لڳي، يا ضرورت نٿي پوي. سرئو سُور-سُورُ اُڀرڻ، پيدا ٿيڻ. ور پيو-ھٿ اَچڻ، حاصل ٿيڻ.)

يعني، جيڪڏھن بيماري ناھي تہ حڪيم جي بہ ضرورت ڪونہ پوندي آھي. پر بيماري ھوُندي آھي تہ حڪيم کي گھرائڻ کان سواءِ

ڪم ڪونہ هلندو آهي.

اَگهائي سگها ٿيا جي وينا وٽ ويڄن،
ترسي طبيبن، چيني هوُند چڱا ڪيا.
(سُر يمن ڪلياڻ II:5/6,1/168)

(چيني - ڪوشش ڪرڻ، حِيلو ڪرڻ)

ڪجهہ روڳين حڪيمن جو پلو پڪڙي رکيو هو. اُنهن صبُر ۽ سنتوش سان طبيب جي دوا بہ کاڌي. طبيبن بہ دل و جان سان اُنهن جو علاج ڪيو ۽ روڳي تندرست (شفاياب) ٿي ويا.

آهي گهڻو اَگهن جو، ترس طبيبن،
ڪيو وسُ ويڄن، تان ڪري ريءَ ڪين ٿيئي.
(سُر يمن ڪلياڻ II:3/4,1/168)

(ترسُ - قياسُ، کهڪاءُ. ڪيو وسُ - حيلا هلايا. تان - پر. ڪري ريءَ - پرهيز بنا.)

يعني، حڪيم تہ روڳين جو علاج ڪرڻ چاهين ٿا ۽ اُنهن گهڻيئي حيلا هلايا، پر پرهيز کان سواءِ ڪجهہ بہ فائدو نٿو ٿئي. (مطلب هي آهي تہ ماڻهو روحاني رهبر جي هدايت تي نٿا هلن، اِنهيءَ ڪري اُنهن جي بيماري دوُر نٿي ٿئي.)

وِهڻُ، ويڄن وٽ، جي سکين تہ سگهو ٿئين،
اَڳين عادت مٽ، تہ، اَگها ! عاجز نہ ٿئين.
(سُر يمن ڪلياڻ II:15/15 ,1/172)

اي مريض ! توُن حڪيمن جي سنگت ۾ رهڻ جي ڪلا سک ۽ پراڻيوُن عادتوُن ڇڏي ڏي، جيئن اَپاهج نہ رهين.

ويڄن سين وائي پيا، ڪري ڪَنِ نہ پاڻ،
اَگها اِن اُهڃاڻ، پسو ! سوُر سِجهائِيا
(سُر يمن ڪلياڻ : II:2/3 ,1/167)

(اُهڃاڻ - سُڃاڻُ جي نشاني، پتو. سجهائيا - سجهائڻ، ڳارڻ، رڏڻ).

يعني، جن روڳين طبيبن جي پرواهہ نہ ڪئي، بلڪ اُنهن سان جهيڙو ڪندا رهيا، اُنهن جو روڳ وڌندو ئي ويو.

پاڙي ويھ ھيام، تان مؤن مؤر نہ پڇيا،
نيلاھين پيام، موريسر آکيُن ۾. (سُر يمن ڪلياڻ 1/169 ,II:6/7)
(مؤر-ھرگز نہ. نيلاھين-تنھن ڪري. موريسر-موتيو، آکيُن ۾ ڦلا.)

يعني، منھنجي پاڙي ۾ ئي ھڪ حڪيم ھو. پر مون پنھنجن ڪرتُوتن جي باري ۾ اُن کان صلاح نہ ورتي نتيجو اِھو نڪتو جو منھنجيون اَکيُون پھرين صحيح ۽ غلط جو ڪجھہ پيد نہ سمجھي سگھنديون ھيون، پر ھاڻي تہ اُنھن ۾ موتيو اَچي ويو آھي يعني اندرين سوجھہ ٻوجھہ ئي ختم ٿي ويئي آھي.

شاھہ صاحب جن جي نمرتا حد کان بہ وڌيڪ آھي، جو پاڻ چون ٿا تہ مؤن پنھنجن ڪرتُوتن جي باري ۾ حڪيم سان صلاح نہ ڪئي. در حقيقت ھو سمجھائڻ چاھين ٿا تہ جيڪي اِنسان ڪامل مرشدن جي پيغام تي عمل ڪرڻ جي بدران اُنھن سان جھيڳڙو ڪندا رھيا، اُنھن جو روڳ وڌندو ئي ويو. اَلله رؤپي سچائيءَ کي ڏسڻ واري باريڪ نظر حاصل ٿيڻ بدران اُنھن جي پُنيہ پاپ جي وچ ۾ فرق ڪرڻ واري سوجھہ ٻوجھہ بہ ختم ٿي ويئي.

## لوھار ۽ صقليگر

شاھہ صاحب جن مرشد کي لوھار ۽ سقليگر بہ چيو آھي. فرمائين ٿا :-

پچائي پھاڻُ، جن رساڻيو رُڪ کي،
تنين سندو جاڻُ، آھي آڳڙين کي.
(سُر يمن ڪلياڻ 1/181 ,III:20)

(جاڻُ-ڪچو لوھہ. آڳڙين کي-لوھارن کي).

يعني، لوھارن ملاوٽ واري ڪچي لوھہ کي تپائي چمڪندڙ رُڪ جي صؤرت ۾ آندو آھي. اُنھن کي پنھنجي ڌندي جي پؤري جاڻ آھي.

ڌنءُ، ڌنءُ ڌمڻُ وار، اَچُ پُٺِ آڳڙين جي،
ٻاري مچُ مجاز جو، اوتيائؤن اَنگار،
ڏوڏا ! تيءُ مَ ڏارَ، جم ڪچو رُڪُ ڪٽيؤن ٿئي.
(سُر يمن ڪلياڻ 1/181 ,III:21)

(ڏنءُ ڏنءُ-ڏنءُ ڏنءُ جو آواز. ڌمڻ وار-بار بار ڌمڻ. مجاز-عشق، محبت.
ڌوڏا-اي ڌمڻ وارا.)

يعني، اَڄ پڻ لوهارن جي ڌمڻ جي ڏنءُ ڏنءُ جو سريلو آواز ٻڌڻ ۾
پيو اَچي. لوهار پنهنجي ڪم ۾ پوري طرح محو آهن ۽ محبت جو مچ
ٻاري، اُن ۾ اَگر وڏا اَڇن. اي ڌمڻ وارا ! توُن سِگَ ڪان پري نہ تيءُ متان

ڪچو لوهہُ ٻري رتيوُن رتيوُن نہ ٿي پوي.

اَڄ آڳڙيا آئيا، سوُڌا سراڻي،
پياري پاڻي، تيغوُن ڪندا تِڪيون. (سُر يمن ڪلياڻ III:27,1/183)

(آڳڙيا-لوهار. سوُڌا-ماهر، هوشيار. سراڻ-سِراڻ تي اوزارن کي تِکو ڪبو
آهي. پياري پاڻي-تتل لوهہ کي پاڻي ڪٽائي، آبدار بڻائي. تيغوُن.
تلواروُن.)

يعني، اَڄ هوشيار سِراڻ هلائيندڙ صقليگر آيا آهن. هوُ زُڪ کي پاڻي
ڪٽائي (تپائي، پاڻي ڏيئي) تلوارُن کي تيز ڪندا.

اَڄ آڳڙيا آئيا، سائوڪي سُڄاڻ،
لاهيندا موُرياڻ، زُڪ ڪريندا پڌرو. (سُر يمن ڪلياڻ III:28,1/183)

(سائو-ماهر، فن ۾ هوشيار. موُرياڻ-زنگ، ڪٽُ)

اَڄ ڀلا ۽ ڄاڻو لوهار اَچي ويا آهن. اُهي پنهنجي ڪم ۾ ماهر آهن. هوُ ڪاڻ مان
نڪتل ڪتيل لوهہ جو بہ ڪٽُ لاهي، اُنکي صاف ڪري چمڪائي ڇڏيندا.

## ساقي

شاهہ صاحب جن ڪامل مرشد کي رب جي عشق، رب جي عبادت ۽ رب
جي نام روپي شراب پيارڻ وارو ساقي چيو آهي :-

هوُندو هڏ مَ رڪُ، لاءِ پياڪَنِ پنهنجو،
وٺي وانڌاڙين کي، تان پياري پرڪُ،
سا لڪ لهي ٿي لڪ، جا تو ايندي اُن سين.
(سُر يمن ڪلياڻ IV:8/9,1/190)

(هوُندو-موجود شراب. پياڪن-پيئندڙن. واناڙين-وانهڙن. لڪ-ذري)

يعني، اي ساقي ! جيڪو شراب موجود آهيئي، سو پيئندڙن کان لڪائي نہ رک. توُن وانهڙن کي اُن مان وٺي پياري ڏسُ. جيڪا ذري شراب جي بہ تنهنجي هٿان اُنهن کي ملندي، اُها هڪ، هڪ بوند اُنهن جي لاءِ لکہ رُپين جي آهي. اي ساقي ! اُنهن ننڍن ننڍن پيالن مان شانت نہ ٿيندا اُنهنجون نظرون تنهنجن مٽڪن جي مٿان آهن.

(يمن ڪلياڻ IV: 8/9 1/190)

گهٽن ۾ گهٽڪن، وٺيوُن پين وِهَ گڏيوُن،
”بر خيز بده ساقي ! پيار کي پرين،“
پڪين نہ پرچن، مٽ تڪيائوُن منجهيان.
(سُر يمن ڪلياڻ IV:9,1/190)

(گهٽن ۾ - نڙين ۾. گهٽڪن-گهٽڪا ڪائين. وهہ گاڏيوُن-زهر سان پريل. برخيز بده اُٿ ! ڏي اي ساقي !. پڪين-سُرڪيُن سان.)

يعني، پيئندڙن کي گهٽن ۾(نڙين ۾) گهٽڪا پيا اَچن، ڇو تہ هوُ زهر گاڏر شراب جوُن پياليوُن پيا پيئن. اي ساقي اُٿ ! اُٿي دوستن کي پيار هوُ سُرڪيُن تي راضي نٿا ٿين ۽ اَندران ئي اَندران مٽن کي پيا تڪين.

آئي اُتر واءِ، موکيءَ مٽ اُپٽيا،
مٿارا تنهن ساءِ، اَچن سِرَ سنباهيو. (سُر يمن ڪلياڻ IV:10,1/191)

(اُتر واءِ-اُتر جي هوا. اُپٽيا-کوليا. تنهن ساءِ-تنهن سواد يا ذائقي لاءِ)

يعني، اُتر جي هوا آئي ۽ ڪلال مٽ کولي ڇڏيا. پيئندڙ اُن جي سواد وٺڻ لاءِ پنهنجا سِرَ تيار ڪيو اَچن.

وجهہ واناڙين تي، ميخاني جي ماڪ،
ٿيندي سُڌ سڀ ڪنهين، هنڌ هنڌ پوندي هاڪ،
پرهہ جا پياڪ، جُ سي اَگهڻ آئيا. (سُر يمن ڪلياڻ IV:11/1/191)

(ميخاني-شراب خاني. ماڪ-شبنم، بوُندون. پرهہ-پرڀات، اَسرُ)

يعني، اي ڪلال وانهڙن تي شراب خاني جي شبنم جي ورکا ڪندين تہ پوءِ هر ڪنهن کي خبر پوندي تہ ساقيءَ پنهنجا مرتبان (وڏا شيشا) کولي

رکيا آهن تہ اَمرت ويلي ۾ شرابي ميخاني ۾ پهچي ويندا ۽ ساقيءَ جي درياهہ دليءَ جي تعريف ڪندا.

متارا مري ويا، موڪي ! تون نہ مرين !
ڪيهي پر پرين، ڏڪي ! ڏاتارن ريءَ.
(سُر يمن ڪلياڻ IV:14,1/194)

(متارا - پياڪ. ڪيهي پر - ڪهڙيءَ ريت. ڏڪي - گذاريندينءَ. ڏاتارن ريءَ - سخي داتارن کان سواءِ.)

يعني، اي ڪلال ! پياڪ فنا ٿي ويا. پر تون شل هميشهہ حيات هجين. ليڪن تون سخين (شراب ڏيندڙن) کانسواءِ ڪهڙيءَ ريت گذاريندين؟

مرشد روُپي ساقي اِسم اَعظم (نام روپي اَمرت) جو قيمتي شراب مفت ۾ وِنلو ورهائي نام جا چاهيندڙ صبوح سويري اُٿي مرشد جي سمجهايل جُڳتيءَ موجب اَندر نام جو شراب پيري پيري پيا پيئن. ”شرابي مري ويا آهن“ جو مطلب آهي تہ مريدن خوديءَ کي ختم ڪري ڇڏيو آهي. اُهي سنسار جي طرفان مري اَلله جي طرف زنده ٿي ويا آهن.

## هيرن جا واپاري

سُر سامونڊي ۾ شاهہ صاحب جن ڪامل درويشن کي سمنڊ جي ياترا ڪرڻ وارا اَهڙا واپاري چيو آهي، جيڪي هيرا ڪٺا ڪرڻ واسطي سدائين سفر تي هلندا رهن ٿا :-

ڪاري ڪيڙائُو، مٽي منَي موٽيا،
سوَدو ڪن نہ سون جو، وڏا وهائُو،
موتي جي مهراڻ جا، تن جا طامائُو،
سامونڊي سائُو، لنڪا لوڙهي آئيا. (سُر سامونڊي III:5/9,2/687)

(ڪاري ڪيڙائُو - سمنڊ جهاڳيندڙ. مٽي منَي - منَي پاڻيءَ، سنڌو ندي. وهائُو - سوَداگر. طامائُو - طمع رکندڙ. سائو - ڏنوان. لنڪا - سيلان. لوڙهي - لُٽي)

يعني، ڪارو سمنڊ جهاڳيندڙ وري منَي پاڻيءَ (سنڌوُنديءَ) رستي

موتي آيا. وڏا سوداگر سون جو سودو نٿا ڪن، پر ساگر منجهہ جيڪي موتي آهن، تن جا آسائو آهن. ياگ وارا ساموندي، لنڪا (سيلان) ڏٽي آيا آهن.

بندر ديسان ديس، مُلهہ نہ مِلي وارئين،
فقيرائي ويس، اَمُل ڏين اَتوريا. (سُر ساموندي 2/680, 16:II)

(وارئين-واريءَ تي. اَمُل-اَمُلهہ موتي. اَتوريا-اَڻ توريا.)

يعني، ديس ديس ۾ بندرگاهہ آهن پر واريءَ تي (ساموندي ڪناري جي واريءَ تي) اُهو مُلهائتو خزانو (روحاني خزانو) نٿو ملي. فقيري ويس ۾ ئي اَڻ توريا اَملهہ ماڻڪ ملن ٿا.

شاهہ صاحب سمجهائي رهيا آهن تہ جن روحن جي اَندر اَلله سان وصال ڪرڻ جو شوق پيدا ٿي ويو آهي، اُهي روح هيرن موتين وانگر آهن. ڪامل درويش اُنهن کي ڪنو ڪرڻ لاءِ خود اُنهن وٽ پهچي وڃن ٿا. جنهن ديس ۾ بندرگاهہ آهي، يعني جتي هيراموتي تيار آهن، ساموندي اُتي پهچي ٿا وڃن. ”ريگستان ۾ بندرگاهہ نہ هوندا آهن.“ يعني جنهن هنڌ روحن جو اَلله ڏانهن ڌيان ڪونهي، اُها جڳهہ بيابان يا ريگستان جي برابر آهي. ڪامل درويش اُن جڳهہ تي پنهنجو ڪاٽو ڪونہ ٻڌائيندا آهن.

## ملاح يا ڪپتان

شاهہ صاحب جن ڪامل مرشد کي ٻيڙيءَ جو ملاح يا ڪپتان بہ چيو آهي:

ملاح ! تنهنجي مڪڙيءَ، اَڇي چورَ چڙهيا،
جتي ڊينگ ڊريا، تتي تاري تنهنجي !
(سُر سرير اڀ 2/614, 11:III)

(ڊينگ ڊريا - وڏا جهاز. تاري - آسرو.)

يعني، تنهنجي ٻيڙي ڊانوانڊول آهي. اِنهيءَ ۾ ملاح جي بدران چور ۽ لٽيرا چڙهي آيا آهن. اي ڌڻي ! جتي وڏا جهاز ٻڏي پيا، اُتي تنهنجو ئي آسرو آهي.

وَهہ تک وهڪُرا، جت لنگر نہ ٺهرن،

وڏاندريون وھ سامُھيون، جھجھي زور جُنبن،
نيندُ ۾ ناتاريون، وڻجارا وجھن،
ملاح ! مُعلمن، مون ڳري سُئي ڳالھڙي. (سُر سريراڳ 2/616, III:15)

(وڏاندريون - وڏيون ٻيڙيون. جھجھي زور - گھڻي جفاڪشيءَ سان. جنبن. اَڳتي وڌن. نيندُ - سمنڊ. ناتاريون - ڳرالوھ جا ٽڪر. ڳري - خوفائتي. سُئي - ٻڌي.)

يعني، وھڪري جي تکي ڌارا ۾ ڀاري جھاز بہ بيھي نٿا سگھن. مضبوط ٻيڙيون بہ ڏاڍي جفاڪشيءَ سان وھڪري جي سامھون تيون ڇُرن. وڻجارا سمنڊ ۾ ڳرا وزن ٿا وجھن (ٻيڙيءَ کي سڌو رکڻ لاءِ). مون سامونڊي ملاحن کان سمنڊ جي باري ۾ ڏاڍيون خوفناڪ خبرون ٻڌيون آھن.

ناکئو نگھبانُ، مُعلم مُنجھي خبرون،
جن ساري ڪنيو سمونڊ تي، سفر جو سامانُ،
”لطف سان“ لطيف چئي ”تن لنگھيو طوفانُ“،
”سنڀاري سُبحانُ،“ وڃي عادنئون اُڪتا.“
(سُر سريراڳ 2/617, III:17)

(ناکئو - چڪاس ڪندڙ خلاصي. سنڀاري - ياد ڪري. عادنئون - عدن بندر کان. اُڪتا - نڪتا).

تجُربيڪار ناکئو، ٻيڙيءَ جي مُعلم يعني ڪپتان کي خبر ٻڌائيندو ٿو اَچي. جن ياترين سفر لاءِ سنڀالي پوُرو سامان ڪنيو، سي ڌڻيءَ جي ٻاجھ سان طوفان مان بہ پار لنگھي ويا. ھوُ سائينءَ کي سنڀالي وڃي منزل تي پھتا. (جن ڪامل رھبر جي ھدايت تي عمل ڪيو ۽ ڌڻيءَ کي ياد ڪيو، سي منزل تي پھتا).

سونھان سُڏيون ڏين، ھن ديواني درياھ جون،
ڪوڙ اوڏائي ڪين ڪي، رُکو سچ سودين،
عجز جو اَڌ رات کي، وَکَرُ وھائين،
ساٿُ سلامت نين، ثابتُ اِنھيءَ سير مان. (سُر سريراڳ 2/641, V:8)

(سُڏيون - خبرون، چيتاوني. عجز - آزي نيزاري. ساٿ - ٽولي، جماعت.)

يعني، ملاح سوداگرن کي سمنڊ جي خطرن بابت خبردار ڪن ٿا.
اُهي ڪوڙ ڪان پري ٿا پچن ۽ رڳو سچ جو سات ٿا ڏين. هو اڌ رات جو آزي نيزاريءَ جو وکر ٿا ورهائين. هو سيني ساٿين (جماعت) کي صحيح سلامت سير مان پار پهچائين ٿا. (هتي اِشارو ڪامل درويشن ڏانهن آهي.)

قرنڦل، ڦوٽا، پارچا، پاٽيڪ پاتائون،
ڪونيون قيمت سنديون، تَر ۾ تاڪيائون،
لاڄن منجهه، لطيف چئي، ٻيڙا ٻڌائون،
نذرُ نبيءَ ڄام جو، چڙهندي چيائون،
جي ڇوهي ڇوڙيائون، سي ٻيڙيون رکين ٻاجهه سين.
(سُر سريراڳ V:11,2/642)

(قرنڦل-لونگ. پارچا-ڪپڙا. پاٽيڪ-آبدار موتي. پاتائون-جهاز ۾ وڌائون. تر ۾-جهاز جي تري ۾. تاڪيائون-پختيون ڪيائون. لاڄن-نوڙين. ٻيڙا-گل ڦل. نذرُ-نذرانو. نبي ڄام-نبي سردار. چيائون-باسيائون. ڇوهي-سمنڊ جي تکي وهڪ. ڇوڙيائون-هاڪاريائون.)

سوداگرن لونگ، ڦوٽا، قيمتي ڪپڙا ۽ موتي خريد ڪيا ۽ اهي سڀ مُلهائتيون شيون ٻيڙيءَ جي تري ۾ لڪائي رکيائون. نوڙين ۾ گل ڦل ٻڌائون ۽ ٻيڙيءَ ۾ چڙهندي نبي سردار جو نذرانو باسيائون. جيڪي ٻيڙيون تکي ڌار ۾ ڇوڙي ڇڏيائون، تن کي شل پنهنجي مهر سان سلامت رکي ونين. (ملاح ٻيڙيون سينگاري، قيمتي مال هيٺ ڪونين ۾ حفاظت سان رکي، نبي ڄام جو نذرانو باسي اُسهندا هئا.)
دنيا جو سئر ڪري وارا آخرڪار نبي سردار جي مدد سان واپس اَچي ويا. شاهه صاحب چون ٿا :-

سُتا سڀ پئي، سندي مُعلم آسري،
اَوهين پڻ سُمهو، ناکُئا! بندر ناهه پئي،
جن جي سيد لهه ڪنئي، سي سڀ لنگهيندا لَڪِيون.
(سُر سريراڳ III:19,2/618)

(مُعلم-ڪپتان. سيد-نبي سردار.)

مُعلم يعني ڪامل رهبر جي ڀروسي سيئي ياتري بيخوف ٿي سمهي پيا. اي ڪپتان ! تون به آرام ڪري وٺ. بندرگاهہ تي هاڻي ڪو به خطرو ڪونهي. جن جي لڄ سردار پاڻ رکي آهي، سي سيئي مشڪل راهون پار ڪندا.

جن خوش نصيب اِنسانن زندگيءَ جي ٻيڙي مرشد روُپي ملاح جي حوالي ڪئي آهي ۽ اَلله جي عبادت جو سامان ٻيڙيءَ ۾ ڀري ڇڏيو اٿن، مرشد روُپي ڪپتان اُنهن جي ٻيڙيءَ کي رستي جي سيني خطرن کان بچائي صحيح سلامت مقام حق جي بندرگاهہ تي سچي گهر پهچائي ڇڏيو. مسافر ڪپتان کي چون ٿا ته هاڻي تون به آرام ڪري وٺ، ڇاڪاڻ ته ٻيڙو صحيح سلامت بندرگاهہ تي پهچي چڪو آهي. شاهہ صاحب جن جو مطلب آهي ته روحن جي ٻيڙيءَ کي صحيح سلامت بندرگاهہ تي پهچائڻ ڪامل مرشد جي ذميواري هوندي آهي، جيستائين هو پنهنجو فرض پوُرو نٿو ڪري وٺي تيستائين هو بي فڪر ٿي نٿو وهي. سنڌ جا سنت سامي صاحب چون ٿا :-

نانا روُپ ڌري، مايا موهيو سڀ کي،
سامي بچيو ڪو سوُرمو، ستگرو سنڀاري،
جاڳي نهاري، تاڏي سچڻ سامهون.

يعني مايا ڪيترن ئي قسمن جا روُپ ڌارڻ ڪري سيني کي موهي ڇڏيو آهي، پر ڪو سوُرويِر (گياني) جنهن تي ستگروءَ جي ڪرپا آهي، اُهو ئي هن مايا کان بچي سگهيو آهي. اَهڙو جيو جتي به نظر سان نهاري ٿو، هنڪي پنهنجو سڄڻ (پرماتما) ئي چوڌاري نظر اَچي ٿو. جيڏانهن ڪر نگاهہ اُتي صاحب سامهون.[4]

## پريم ڪهاڻيون :-

شاهہ صاحب جن مرشد کي محبوب، دوست، دل جاني، يار وغيره به چيو آهي. اِهي سڀ رشتا نجي آهن ۽ اُنهن سيني جو آڌار پريم آهي. شاهہ صاحب چون ٿا :-

نيڻ سفيلا سُپرين، پوئر پروُن پالا،
چڪيا ڦٽ فراق جا، اَندر ۾ آلا،
سو يارُ ميڙيين يالا ! جنهنجي صحبت ڪاڻ سڪي هيئون
(سُر بروو 1/348, 9/9 :II)

يعني، منهنجي محبوب جون اَکيوُن تلوار وانگر چمڪن ٿيون. اُنهن جا پروُن برڇيءَ وانگر آهن. دل ۾ لڳل، اُنهن جي جدائيءَ جا زخم وري تازا ٿي ويا آهن. هي اَلله ! محبوب سان ميلاپ ڪراءِ، جنهن جي واسطي منهنجي دل تڙڦي رهي آهي.

اَڄُ سو جڙيم جوڙ، دوست پيهي در آئيو،
سُکن اَچي ڏُکن کي، محڪُم ڏني موڙ،
جا پر کٽيءَ کوڙ، ساپر سوُرَن ساڻ ٿئي. (سُر بروو 1/350,12:II)

(جُڙيم - ڀاڳُ سڻائو ٿيو، مُراد پوُري ٿي. مُحڪم - پُختي. موڙ - ڦيرو. کٽيءَ - ڌوٻيءَ. کوڙ - ڪپڙن کي ڌوئي. سُڪائي، سوُنٽيءَ سان لسو ڪرڻ.)

يعني، اَڄُ ڀاڳُ کليو، جو منهنجي من جي خواهش پوري ٿي. دلبر گهر اَندر (دل اَندر) پيهي آيو. سُکن اَچي ڏکن کي پُختو مروٽو ڏنو. (ڏک ڦري سک ٿيا). جهڙيءَ طرح ڌوٻي ميرن ڪپڙن کي پٿر تي زور زور سان سٽيندو آهي، جيئن اُن جي گندگي نڪري وڃي، منهنجي دوست بہ ساڳيءَ طرح منهنجن سوُرن روپي گندگيءَ کي صاف ڪيو.

مٿيان ٻئي مثال مرشد جي مهما سان تعلق رکن ٿا. پاڻ اِنهيءَ ويچار کي اَڳتي ظاهر ڪندي چون ٿا : منهنجا هادي، منهنجا مرشد ! مونکي هن ڏَل ڏَل مان ڪڍي وٺ. توُن سيني نڪمن ۽ نتاڻن جي ٻيڙي ڪناري لڳائي ڇڏ. فرمائين ٿا :-

موُلا ڪندو ماڙ، منهنجي اَلله ڪندو ماڙ !
هادي ڏيئي هٿڙا، اَچي چڪڻ منجهان چاڙهہ !
منهنجي اَلله ڪندو ماڙ !
ڪشتي ڪمينن جي، اَلله لڳہ اُڪار،
منهنجي اَلله ڪندو ماڙ !

هوُ جو ويري وات جو، سو سائين نيئي ساڙ،
منهنجي اَللہ ڪندو ماڙ !
ڪرم ساڻ ڪريم جي، سڀ لنگهيندا پار،
منهنجي اَللہ ڪندو ماڙ !
اَللہ ! عبداللطيف ڪي ڏاتر ! ڏيهہ ڏيڪار،
منهنجي اَللہ ڪندو ماڙ ! (سُر بروو 1/350 ,وائي:II)

اڳتي چون ٿا :

شُڪر ملياسين، سُپرين ! جيئري، جاني يار!
ويڻي جن جي وٽ ۾، ڪوڙين ٿيا قرار،
ڏٽيم ! ڪر م ڏار، پاڙو تن پريِن ڪان ! (سُر بررو 1/355, III:6/5)

(ويڻي جن وٽ ۾ -جن جي نزديڪ ويهي. ڪوڙين-ڪروڙين. قرار- آرامي.
ڏٽيم -اي منهنجا ڏٽي ! ڪَر مَ ڏار-جُدا نہ ڪجانءِ.)

يعني، اي مٺا دلبر ! شُڪر آهي جو جيئري ئي پاڻ ۾ گڏياسين.
جن جي نزديڪ ويهي ڪروڙين آرام (آنند) ٿا پائين، تن جانبن جي
پاڙي ڪان، اي منهنجا ڏٽي ! ٿل مونکي پري نہ ڪرين.

ڏاتر ! مؤن ڏيڪاريو، هو تن جو حضورُ،
پرين پرچڻ جو ڪيو، موٺائي مذڪوُرُ،
ايءُ دوستن جو دستوُر، جيئَن ڇني ڇڏن ڪين ڪِي.
(سُر بروو 1/356 ,III:10/9)

اي رحمان اَلرحيم (ديالوُ) اَللہ ! مونکي محبوب جو ديدار ڪراءِ. شاهہ
صاحب چون ٿا تہ هن جي سڀ ڪان وڏي خوبي هيءَ آهي تہ هوُ محبت
جي ڏوريءَ کي ڪڏهن بہ ڪونہ ٽوڙيندو آهي.

مرشد ڪيترو نہ ديالو آهي ؟ شاهہ صاحب چون ٿا :

منهنجي مدائن جي، ڪل پريان پيئي،
ڪڏهن ڪو سانہ ٿيا، ڏوارپو ڏيئي،
ساجن سيئي، ڍڪيم ڍول ڍلائيون. (سُر بروو 1/356 , III:9/8)

يعني، منهنجن گُناهن جي منهنجي محبوب کي خبر هئي، تڏهن بہ هوُ

مون سان ناراض نہ ٿيا ۽ نہ ئي ڪو ڏوراپو ڏنائون. منهنجي محبوب ديا ڪري منهنجن سيني اَوگڻن کي ڍڪي ڇڏيو.

شاهہ صاحب پاران ورڻن ڪيل پريم ڪهاڻين ۾ پنهون خود سسئيءَ وٽ ۽ ميهار سُهڻيءَ وٽ پهچي ٿو. ڄام تماچي خود نوريءَ جي علائقي ۾ وڃي نوريءَ کي پنهنجي راڻي بڻائي محلن ۾ وٺي ٿو اَچي. ٻيجل راءِ ڏياچ وٽ وڃي اِسم اَعظم يعني شبد جي رباب ذريعي هنجي خوديءَ کي ختم ٿو ڪري. راڻو مومل جي جادوئي محل ۾ پهچي هنجا سڀئي ڀرم دور ٿو ڪري ۽ پوءِ مومل جي خودي يعني اَهنڪار کي پنهنجي وڇوڙي جي اَگنيءَ ۾ جلائي خاڪ ڪري ٿو. چنيسر، ليلا کي پنهنجي جدائي ۾ تڙڦائي، سندس هوميءَ کي ناس ٿو ڪري. مطلب اِهو آهي تہ نرڀل جيو آتما جو نراڪار پرماتما سان پريم ڪري سگهڻ ناممڪن آهي. اِنهيءَ ڪري پرماتما ساڪار روپ ۾ هنجي سامهون پرگهٽ ٿي هن ۾ پنهنجو پريم پيدا ٿو ڪري. اِنهيءَ ڳالهہ جو ٻيو پهلوُ هيءُ آهي تہ مريد، مرشد جي تلاش نٿو ڪري پر مرشد ئي مريد جي تلاش ٿو ڪري. جڏهن چيلو تيار ٿي وڃي ٿو تہ گرو خود ئي هن وٽ پهچي وڃي ٿو. ڪنهن اِنسان لاءِ پنهنجي ٻڌي، چترائي يا سُوجهہ ٻوجهہ جي ذريعي ڪامل مرشد جي ڳولها يا سڃاڻپ ڪري سگهڻ ممڪن ڪونهي.

## سسئيءَ ۽ پنهون :

سُر ديسي جي ٻئين داستان ۾ سسئي چوي ٿي :-

جڏهن اَللہ ''ڪُن فيڪوُن'' جي حڪم موجب روحن کي جنم ڏنو تہ اُنهيءَ وقت کان ئي منهنجو پنهونءَ سان رشتو جُڙيو ويو هو. حضرت عليءَ بہ فرمايو آهي تہ جنهن کي جنهن جي طلب يعني چاهت هوندي آهي، اُهو اُنکي حاصل ڪري وٺندو آهي. (سُر ديسي II:3,3/1238)

حديث ۾ بہ فرمايو ويو آهي تہ جن جو رهبر شيخ (مرشد) نہ هوندو آهي، اُنهن جو رهبر شيطان هوُندو آهي. ڇاڪاڻ تہ جيڪو بنا شيخ جي

مارگ تي هلڻ جي ڪوشش ڪري ٿو، خوديءَ جو شڪار ٿي ڪُمارگ ڪي پڪڙي ڏُکي ٿئي ٿو. بنا شيخ جي راهه تي هلڻ اَگيانتا آهي. جيڪي اِنسان شيخ کانسواءِ خوديءَ کي ختم ڪرڻ جي منزل تي هليا اُهي سڀ غلط راهه تي هلي ويا.

ڪيچان اوري ڪيتريُون، معذُوريُون مُيُون،
وانُون ويهه ٿيُون، ڪُهه ڄاڻان ڪيهي ويا.
(سُر ديسي 1247/3, 4:III)

يعنيِ، ڪيچ جي اوريان ڪيتريُون ئي ويچاريُون مري فنا ٿي ويئُون. ڪيچ ڏانهن وڃڻ واريون ويهاروڪن آهن، مونکي ڪهڙي ڪَلَ ته ڪهڙي وات وني ويا؟

برُ وڏو، بارُ گهڻُون، ويجهو نه وٽڪار،
ليڙن جو لطيف چئي، ڪنيو منڌ مدارُ،
وٽندُن ته وڙ ڪندا، نات اَڳين جي اَختيار،
ڪاڏي ٿيو ڪوهيارُ، ڪٿي ٿي هٿ ڪٽي. (سُر ديسي 1240/3,5:II)

سسُئيءَ جي سر تي ڀاري بوجهه هوءَ رستو لمبوءَ اڻانگو هو. سسُئيءَ جي لاءِ پنهنجو پاڻيهي پنهوُن يا پنهوُنءَ جي اُٺن کي ڳولهي لهڻ ممڪن نه هو. سڀ ڪجهه پنهوُنءَ جي هٿ ۾ هو. سسُئيءَ کي اِها ته خبر ئي ڪونه هئي ته پهاڙن جو مالڪ پنهوُن ڪٿي آهي ؟ هن پنهوُنءَ اڳيان ٻاڏايو (پڪاريو) ته توُن مونکي اَچي مل، پر سندس مُنهن اُن طرف ڪونه هو، جتي پهاڙن جو مالڪ هو :-

(مدارُ-جوابداري، ذمو)

ڄاڀائي جتن، گورا گس هلائيا،
پهُتي ري پهاڙ، اُٺ مَ آگهلجن،!
لتاڙي، لطيفُ چئي، لنگهيو برُ بوتن
تن ڪهڙي چُڪ چانگن ؟ هوت حمايتي جن جو.
(سُر ديسي 1241/3,7:II)

شاهه صاحب اَڳتي چون ٿا :- ڪيچين (ڪيچ ۾ رهڻ وارن) پنهنجن

اُنن کي سيکاري چڙهيو آهي. هوُ ڏاڍيءَ ڦڙتيءَ ۽ سولائيءَ سان پهاڙن تي چڙهي سگهن ٿا ۽ هيٺ لهي سگهن ٿا. رهبرن جي سردار (مرشد) جا اِهي اُٺ ڪڏهن بہ ٿڪجن ڪونہ ٿا. جن اُنن کي اُنهن جي مالڪ جي مدد مليل هجي، اُنهن جي راهہ ۾ رُڪاوٽ ڪيئن ٿي اَچي سگهي ؟

مٿين ويچارن جو سارُ هيءُ آهي :-

1. جڏهن اَلله پنهنجي حُڪم سان ڪائنات ۽ روحن کي وجوُد بخشيو تہ هن روح کي اَلله سان عشق ڪرڻ واسطي پنهوُنءَ جو ذريعو بخشيو. ٻين لفظن ۾ اِئين چئجي تہ اِهو اَلله جو ڪائنات جي رچنا ڪرڻ وقت خود جو ٺاهيل قانوُن آهي تہ هن سان عشق ۽ وصال صرف مرشد جي ذريعي ئي ڪري سگهجي ٿو.

2. شاهہ صاحب جن حديث ۽ حضرت عليءَ جي مثال سان سمجهائين ٿا تہ رهبر جو هئڻ ضروري آهي. جيڪي شيخ يا مرشد کي رهبر نٿا ٺاهين، اُنهن جو نفس يعني منُ سندن رهبر بڻجي وڃي ٿو. اُهي من مرضيءَ سان اَلله سان ميلاپ ڪرڻ چاهين ٿا. اَلله جي حڪم کي مڃڻ اِسلام آهي ۽ نفس يا من جي حڪم ۾ هلڻ ڪُفر آهي. جيئن، جيئن هوُ نفس جي پٺيان هلن ٿا، اِسلام کان دوُر ٿيندا ٿا وڃن ۽ ڪُفر جي ڏُٻڻ ۾ هيٺ ئي هيٺ ڪرندا ٿا وڃن.

3. شاهہ صاحب ڪيچين ۽ اُنن جو ذڪر ڪيو آهي. ڪيچين جو مطلب مُقام حق روُپي ڪيچ جي نواسين سان آهي. مُقامي حق ۾ پهتل سڀ ڪيچي سمان يا برابر هوُندا آهن. شاهہ صاحب جن مرشدن جي سردار جي اُنن جو ذڪر ڪيو آهي. اُهي اُٺ اَلله جي درگاهہ مان ايندڙ ڪلمي جوُن ڌنيوُن ۽ ڪرڻا آهن. جن روحن کي مرشد اُنهن عرشي سنگيت ۽ پرڪاش تي سوار ڪري ٿو چڙهي، اُهي ڌنيوُن ۽ پرڪاش روح کي روحاني منزلن جي راهہ ۾ ايندڙ سيني پهاڙن ۽ گهاٽين مان صحيح سلامت لنگهائي اَلله جي درگاهہ ۾ وٺي ٿا وڃن. جن جي اَلله خود سهايتا ڪندو هجي. اُنهن اُنن جي رستي ۾ ڪابہ مشڪلات يا رُڪاوٽ ڪيئن ٿي اَچي سگهي؟

سسُئي چوي ٿي تہ جڏھن پنھوُن مون وٽ ھو تہ منھنجا ڪپڙا ڌوئندو ھو:

آڳي اِئين ھياس، جيئن پنھوُنءَ ڌوتم ڪپڙا،
ھاڻي ھيئن ٿياس، جيئن جت نہ نينم پاڻ سين.
(سُر حُسيني XII:37,3/1458)

پنھوُنءَ روپي مرشد سسُئي روُپي آتما کي ڌوئي نرمل ڪري ڇڏيو.

شاھہ لطيف چون ٿا : اَللہ جو شڪر آھي جو سسُئي صحيح وقت تي پنھونءَ جي قافلي ۾ شامل ٿي ويئي. يعني روح مرشد جي قافلي ۾ داخل ٿي اَللہ جي درگاھہ ۾ پھچي ويئي :

”ھيءَ ھيءَ ! ڪيو ھاءِ“ ٿي پاڻ ھڻي سرپا ھڻين،
”لڏائين“ لطيفُ چئي، ”جوُءِ جتن جي جاءِ،“
شُڪر يار ! سنداءِ، سُٿاڻي ساٿ مڙي. (سُر ديسي II:14,3/1244)

(يار-خدا تعاليٰ. سُٿاڻي ساٿ مڙي-صحيح وقت تي جَتن سان ملي پنھنجي منزل تي پھچي ويئي.)

## سھڻي ۽ ميھار

شاھہ صاحب چون ٿا :- ميھار ڪانسواءِ سھڻي بلڪل ملين آھي. جڏھن ھوءَ ڪير تي گذارو ڪرڻ واري ميھار سان گڏ ھوندي آھي تہ ھن جوُن سڀئي گندگيون دور ٿي ويندڀون آھن.

ساھڙ ڏاران سوُھڻي، اِڏوتي آھي
ڪُنڊيوين جو ڪاھي، پاسي تھين پاڪُ ٿئي. (سُر سُھڻي X:1/3,3/1788)

ميھار ڪانسواءِ سھڻي بيمار ۽ ڪمزور آھي. ميھار ڪانسواءِ ھوءَ دکن جي ماريل آھي. ڏم (پنھنجي پتيءَ) سان گڏ رھڻ سان سندس جسم ناپاڪ ٿيو وڃي. ميھار جو ديدار ئي سندس دکن جي اَصلي دوا آھي. ميھار جي صوُرت ڏسندي ئي سندس سڀ ڏُک دور ٿي ويندا. (سُر سھڻي X:4/5 ,3/1789)

”ميھار ڪير تي گذارو ڪري ٿو“. مرشد جي روحاني خوراڪ ڪلامي الاھي آھي. ھوُ مريدن کي بہ اِنھيءَ خوراڪ تي پالي ٿو. جيستائين مرشد

روپي ميهار، روح رُوپي سهڻيءَ کي اِسم-اَعظم جو کير نٿو پيئاري، ٽيستائين سهڻي بيحد گندي ۽ ملين آهي. اِنهيءَ کير کانسواءِ هوءَ ڪمزور ۽ لاچار آهي. اِنهيءَ کير کانسواءِ هوءَ نفس يعني من جي غلام آهي. هوءَ ٻُريءَ طرح سان اِندرين جي ڀوڳن ۽ وشيہ وڪارن ۾ لپٽ آهي. جڏهن ميهار کيس اِسم-اعظم جو کير پيئاري ٿو تہ هن جون وشيہ-وڪارن، ڪرمن ۽ سنسڪارن جُون گندگيون بہ ڌوپجي ٿيوُن وڃن ۽ هوءَ نفس يعني من جي غلاميءَ کان بہ آزاد ٿي وڃي ٿي. هنجي هر طرح جي ڪمزوري، لاچاري ۽ بدصورتي دوُر ٿي وڃي ٿي پوءِ هوُءَ شڪتي روپ، گيان روپ ۽ آنند روپ ٿي وڃي ٿي. هوءَ ميهار سان ملڻ لاءِ اَرداس ٿي ڪري، ڇاڪاڻ تہ ميهار ئي هنکي سنسار رُوپي ڀيانڪ ڀوساگر مان پار ڪري سگهي ٿو ۽ ميهار ئي کيس سندس اَصلي ديس واپس پهچائي سگهي ٿو. درياهہ جي ڀيانڪ ٻوڏ، ڊيڄاريندڙ لهرُن ۽ پنهنجي شڪار کي پوُري طرح ڳرڪائڻ وارن مانگر مڇن ۾ گهيريل ڪمزور هيڻي بي سهارا سهڻي پڪاري ٿي:

دهشت دم درياهہ ۾، جت ڪڙڪو ڪُنُ ڪري،
توڏي تاڪُن وچ ۾، مٿان وير وري،
آءُ ساهڙ ! منهنجا سُپرين ! پرتئون پير ڀري،
هادي ! هٿَ ڌري، اوُنهي مان اُڪاريين. (سُر سا II:6,3/1685)

منهنجا مالڪ ! منهنجا محبوب ! منهنجا ساٿي ! منهنجا رهبر ! مون طرف قدم وڌاءِ، مونکي پنهنجو هٿُ پڪڙاءِ ۽ مونکي هن اونهي پاڻيءَ مان ٻاهر ڪڍُ، توُن اَڻ تارُن کي ڪناري لڳائي ڇڏ.

## مرشد جو عشق ۽ اَلله جو عشق

مرشد مريد جي اَندر پنهنجو ۽ اَلله جو عشق ڪهڙيءَ طرح پيدا ڪري ٿو؟

---

[6] ديدا بايد تا کهہ باشد ش شناس،
تہ شناسد شاهرا در هر لباس.

مولانا رُوم فرمائين ٿا تہ اُنهيءَ شاهہ کي هر ڪنهن ويس ۾ سڃاڻڻ لاءِ خاص نظر جي ضرورت آهي. جنهن کي ڪير هتي پيار ڪري ٿو، ٻيءَ دنيا ۾ بہ اُنهيءَ وٽ پهچندو.[5]

(ڏني سڪ سسئيءَ کي، ٻيلياڻي ٻروچ،
لوڪ وڃائين لوچ، نيئي پهچائي پنهوَنءَ سين.
(سُر حُسيني V:6 ,3/1374)

پنهونءَ سسئيءَ جي من ۾ جيڪا تڙپ پيدا ڪري ڇڏي هئي، اُنهيءَ تڙپ پنهوَنءَ جي تلاش ۾ سندس سات ڏنو :)

ڪو جو اُٺيس مينهن، آريءَ جي اَڪير جو،
ٻارو ڇاڻو نينهن، متان ماڻو ٿئي. (سُر حُسيني XI : 9, 3/1437)

پنهوَنءَ سسئيءَ تي پنهنجي پيار جي خوب ورشا ڪئي هئي، اِهوئي ڪارڻ آهي جو هن جي من مان محبوب جي تڙپ ختم ڪونہ ٿي.

ڏٺان جي ٻروچ، مون جيئن هوتُ اَکين سين،
مون کي چئي ”لوچ“، پاڻان پينيون ڇپرين.
(سُر حُسيني XII:I,3/1446)

ٻاروچو ٻيءَ پت، جيڪس ڏنو جيڏيين،
مون جيئن موڙهئين مت، پسندي پنهوَنءَ کي.
(سُر حُسيني XII:3 ,3/1447)

سسئي چوي ٿي : منهنجيون سکيون ! جيڪڏهن توهان منهنجي محبوب جو جلوو منهنجي نظر سان ڏٺو هجي ها تہ توهين سڀ هڪ ئي سُر ۾ چئو ها : هنکي ڳولهہ. صرف ايترو ئي نہ، توهين بہ هنجي تلاش ۾ پهاڙن ڏانهن ڊوڙڻ لڳو ها :-

شايد اُنهن منهنجي محبوب کي ڪنهن ٻي نظر سان ڏٺو آهي، نہ تہ هو بہ مون وانگر پنهنجي سوجهہ ٻوجهہ کوهي وجهن ها ۽ هوُ ڪڏهن بہ هنکي وساري ئي نہ سگهن ها :-

سسئي چوي ٿي جي منهنجيون سکيون ! توهان پنهوَنءَ جي صورت ڏٺي هجي ها تہ توهين سدائين اُنهيءَ جي ياد ۾ تڙفنديون رهو ها. جيڪڏهن

توهان مؤن وانگر هن سان ڳالهه ٻولهه ڪئي هجي ها، تہ توهين بہ هن جي ٻنيان-ٻنيان جهنگلن ۽ بيابانن ۾ ڇلائيندين رهو ها.
(سُر حُسيني XII:5-6,3/1447)

شاهہ صاحب جن سمجهائي رهيا آهن تہ مريد جي اَندر مرشد پنهنجو عشق خود پيدا ڪري ٿو. جهڙيءَ طرح چقمڪ شُئيءَ کي پاڻ ڏانهن ڇڪيندو آهي، ساڳيءَ طرح مرشد مريد جي روح کي پاڻ ڏانهن ڇڪيندو آهي. چقمق سان جُڙيل شُئيءَ کي چقمق کان اَلڳہ ڪرڻ مشڪل ٿيندو آهي. جنهن روح جي اَندر مرشد جو پريم جاڳرت ٿي وڃي ٿو، اُها مرشد جي پل جي جدائي بہ برداشت نٿي ڪري. جيئن-جيئن اَهڙو روح مرشد جي سمجهايل جُڳتيءَ موجب ذڪر ۽ تصور يعني سمرن ۽ ڌيان جو اَڀياس ڪري ٿو، اُنجي اَندر مرشد ۽ اَلله جو پريم پرٻل ٿيندو ٿو وڃي. آخر ۾ اِهو عشق ئي مريد جي روح کي مرشد جي نُوري سروپ ۽ اِسمِ اَعظم تائين وٺي ٿو وڃي. اَهڙيءَ طرح ديهہ کان شروع ٿيل عشق ئي روحاني عشق ۾ بدلجي ٿو وڃي. صوفي درويشن اَنهيءَ کي عشق مجازي يعنيٰ ديهہ جي عشق مان عشق حقيقي يعني اَلله جي عشق ۾ بدلجڻ چيو آهي.

## عشق مجازي ۽ عشق حقيقي

صوفي درويش عشق-مجازي کي عشق-حقيقي سان جوڙڻ واري ڪڙي ٿا چون. عشق مجازي جو مطلب آهي مرشد جي رُوپ ۾ ديهہ جي چولي ۾ آيل حقيقت سان عشق.
حديث ۾ چيو ويو آهي : مومن اَلله جو آئينو آهي، اَرٿات جنهن کي اَلله جو روپ ڏسڻو هجي اُهو مومن ۾ ڏسي. موُلانا رُوم فرمائين ٿا :

---

*گر بجوئي ذاتي حق صوُرتي-مُرشد ببين،
عاشقي شو ذاتي-حق را اَندر آ روشن جبين.[6]
*گر جدا بينين ز حق اين. خواجارا،
گم ڪُني هم متن او هم ديباجا را.[7]

جيڪڏهن تون حق (اَلله) جي ذات (وجود يا اَستيتو) جي ڳولها ڪري رهيو آهين تہ مرشد جي صوُرت کي ڏس. حق جي ذات کي مرشد جي نوُر سان پريل مستڪ ۾ ڏسي هن جو عاشق تي وڃ.*6

ڪتاب ۾ اُنجي پوُمڪا بئي گم تي چڪيون آهن.*

جيڪڏهن تو مرشد جي ذات (هستي) کي قبول ڪري ورتو آهي تہ خدا جي ذات ۾ رسوُل جي ذات بہ اُن ئي شامل آهن.*7

ڪامل مرشد جي ذات کي قبول ڪرڻ ئي اَلله ۽ رسوُل جي ذات کي قبول ڪرڻ آهي. ڪامل مرشد جي ذات کي قبوُل نہ ڪرڻ، اَلله ۽ رسوُل صلعم جي حقيقت کي قبول نہ ڪرڻ جي برابر آهي.[8]

جيڪڏهن تو تي مرشد جي رحمت پرگهٽ ٿي ويئي آهي تہ يقينن تو تي اَلله جي رحمت پرگهٽ ٿي ويئي آهي.[9]

موُلانا جامي فرمائين ٿا : من ۾ مرشد جي ديهہ سروُپ جو پيار جاڳي اُٿي تہ وڏا ڀاڳ سمجهو، ڇاڪاڻ تہ عشق-مجازي ئي عشق حقيقي ۾ تائين پهچائڻ وارو ساڌن آهي.[10]

سائين بلي شاهہ جو ڪلام آهي :-

جچر نہ عشق-مجازي لاڳي، سوُئي سيوي نہ بن ڌاڳي،
عشق-مجازي داتا هئہ، جس پڇي مست هو جاتا هئہ،
عشق جنهان دي هڏين پئندا، سوئي نر جيوت مر جاندا،
عشق پتا تي ماتا اي، جس پڇي مست هو جاتا اي.[11]

سائين بلي شاهہ نهايت خوُبصوُرت اَنداز سان چون ٿا تہ جيستائين ساڪار

---

*چوُن تو ڪردي ذاتي مُرشد را قبوُل،
هم خدا در ذاتش آمد هم رسوُل[8]
در دلت چوُن مهر-مُرشدي شُد عيان،
هست پُرتوُ مهري-حق را بي گمان.[9]
غنيمت دان اَگر عشقي مجازيست،
کہ اَز بحري حقيقي ڪار سازيست.[10]

روُپ سان پريم نہ ٿيندو، نراڪار جو پريم ڪيئن جاڳندو؟ ساڪار جي پريم جو ڏاڍو نہ هوُندو تہ سُٺي نراڪار جي پريم جي جامي ڪي ڪيئن سُڀندي ؟ جيستائين مجاز (ديھہ سروُپ ستگرو) داتا بڻجي نہ اَچي، اِلاهي پريم جي بخشيش يا ذات ڪهڙيءَ طرح ملي سگهندي ؟ ڪامل مرشد جي ذات جو عشق جو ماتا-پتا يا جنم داتا آهي. صرف اِنهيءَ ذريعي ئي جيئري-مرڻ سڪي روحاني حقيقت سان وصال ڪرڻ جي قابل بڻجي سگهوُن ٿا.

سرير ۾ قيد ٿيل روح گپت، اَگوچر پريوءَ کي پيار نٿو ڪري سگهي. پر جڏهن مرشد جي ذات جي ذريعي اِلاهي نوُر سامهوُن چمڪي ٿو، تہ جيو جو سپاويڪ ئي اُن سان پيار ٿي وڃي ٿو. اِنهيءَ ڪري ڪامل فقيرن مرشد جي روُپ ۾ آيل پريوءَ جي بيحد مهما ڳائي آهي. سائين بلهي شاهہ ”رانجها جوگيڙا بڻ آيا“ ۾ روح ۽ مرشد جو اَصلي رشتو ڏيکاريندي چون ٿا :

رانجهان جوگيڙا بڻ آيا، واهہ سانگي سانگ رچايا.
ايس جوگي دي نئڻ ڪٽاري، بازان وانگوُ لئندي ڊوري.
مُک ڊنيان ڈُک جاوڻ جهوري، اِنهان اَکيان لال لکايا.
ايس جوگي دي ڪي ني نشاني، ڪن وچ مُدرا گل وچ گاني.
صوُرت اِس دي يوُسف ثاني، ايس اَلفون اَحد بڻايا.
رانجها جوگي تِي مئن جُگياڻي، اِس دي خاطر پرسان پاڻي.
ايوين پڇلي عُمر وهاڻي، ايس هڻ مئن نوُن پرمايا.
بلها شوهہ دي هڻ گت پائي، پريت پُراڻي شور مچائي.
ايهہ گل ڪيکون ڇُپي ڇُپائي، لئہ تخت هزاري نوُن ڏايا.
رانجها جوگيڙابڻ آيا، واهہ سانگي سانگ رچايا.[12]

فرمائين ٿا تہ مرشد جي اکيُن مان اَلله روُپي ”لعل“ جي جهلڪ نظر اَچي ٿي. هنجي صوُرت مان يوُسف (اَلله) جي جهلڪ ٿي نکري. اُهو نراڪار ئي ساڪار روُپ ڌارڻ ڪري آيو آهي. موُل روُپ ۾ آتما نراڪار ۽ نوُري آهي، پر من-مايا جي ديس ۾ هوُءَ جوڳڻ بڻجي آئي آهي، مطلب، ماياجي جڳت ۾ روح ديھہ جو چولو ڌارڻ ڪري آئي آهي. اِهو ئي ڪارڻ آهي جو رانجهي (اَلله) کي بہ سنسار ۾ ”جوڳي“ بڻجي اَچڻو پيو. جڏهن هير يعني آتما کي جوڳيءَ جي گڏن ۾ رانجهي يعني پرماتما

جي گٽڻ جي جهلڪ نظر ٿي اَچي تہ هوُءَ خود بخود رانجهي ڏانهن ڇڪجندي ٿي وڃي.

هن جي اَندر صديُن کان سُتل اِلاهي پريت جاڳي ٿي اُٿي. بلڪ هنکي پڇتاءُ ٿو ٿئي تہ جوڳيءَ جي پريم کان ڀڄرين جي عمر ضايع ٿي ويئي. جڏهن هن جو جوڳيءَ ۾ وشواس پڪو ٿي وڃي ٿو، تہ جوڳي هن کي پاڻ سان گڏ وٺي تخت-هزاري (مقام-حق) ڏانهن هلڻ شروع ڪري ٿو ڇڏي.

هڪ درشٽانت

هڪ بادشاهہ جو وزير بيحد ٻڌيمان ۽ پرمارٿي ويچارن وارو هو. بادشاهہ هن کان پڇيو تہ پرماتما سان ميلاپ ڪيئن ٿي سگهي ٿو؟ وزير چوڻ لڳو تہ پرماتما خود ئي ڪامل مرشد جو روپ ڌارڻ ڪري جيو کي پاڻ سان ملائڻ واسطي سنسار ۾ ايندو آهي. بادشاهہ شنڪا ظاهر ڪئي تہ اَلله وٽ فرشتن جي فوُج آهي ۽ هن وٽ ٻيا بہ گهڻي ئي ساڌن آهن، هن کي خود اِنسان جي روپ ۾ هتي اَچڻ جي ڪهڙي ضرورت آهي؟ وزير اِنهيءَ سوال جي جواب ڏيڻ لاءِ ڪجهہ وقت مهلت گهري.

وزير بادشاهہ جي ننڍي پٽ جهڙو هڪ رٻڙ جو ٻار ٺهرايو ۽ ٻار جي آيا کي ڪجهہ سمجهائي ٻاهر موڪلي ڇڏيائين. جڏهن آيا، بادشاهہ جي پاسي کان لنگهي تہ بادشاهہ اُن وقت شاهي تلاءَ جي ڪناري تي سئر ڪري رهيو هو. ٿوري دير کان پوءِ بادشاهہ کي هڪ ٻار جي تلاءُ ۾ ڪرڻ جو آواز آيو. بادشاهہ کي اِئين لڳو تہ منهنجو پٽ تلاءَ ۾ ڪري پيو آهي. هن هڪدم تلاءَ ۾ ٽپو ڏنو ۽ ٻار کي ٻاهر ڪڍي آيو. وزير راجا کان پڇيو، تہ هيترا اَهلڪار (ساٿي) ۽ نوُڪر موُجود هئا تہ توهان خود تلاءُ ۾ ٽپو ڏيڻ جي تڪليف ڇو ڪئي ؟ بادشاهہ چوڻ لڳو، مان پنهنجي پٽ کي ٻڏندو ڏسي پنهنجو پاڻ کي ڪيئن ٿي روڪي سگهيس؟ وزير چيو : ”بادشاهہ سلامت ! جڏهن اَلله روحن کي پنهنجي جدائيءَ ۾ ترڦندو ڏسندو آهي تہ اَلله کان بہ روحن جو درد سٺو نہ ويندو آهي ۽ هوُ اِنساني جامو ڌارڻ ڪري اُنهن کي پاڻ وٽ وٺي وڃڻ لاءِ خود مرتيولوڪ ۾ هليو ايندو آهي.“

# ڪامل مرشد

## مرشد الله جو روپ :

شاهہ صاحب جن اڳيَ اِنهيءَ ڳالهہ تي روشني وڌي آهي تہ اَلله سان وصال جي لاءِ مرشد جي رهنمائي ضروري آهي. هنن ڪامل مرشد جي ڪن خاص گڻن جو بہ ورڻن ڪيو آهي. چون ٿا : ''اُنهي'' محل جي پورن ايڪانت ۾ راجا ءِ ربابي هڪ ٿي ويا.'' (سورت II:4/3,3/1629)

ربابي ٻيجل راءِ ڏياچ کي هيءُ راز سمجهايو تہ مان ميم بنا اَحمد معنيٰ اَحد (اَحد-رب، اَلله) آهيان ڪي ورلا ماڻهو اِهو راز سمجهندا آهن تہ حقيقت ۾ اَحد ءِ اَحمد هڪ ئي آهن. (سورت II: 5/4,3/1630)

جيڪو پنهنجي هستيءَ کي خدا ۾ فنا ڪري ٿو ڇڏي، اُنهيءَ جو پدُ اُوچو ٿي وڃي ٿو. اُهو اَلله جو ئي روپ بڻجي وڃي ٿو، چاهي ٻاهران ديهہ روپ ۾ اِئين نظر نہ بہ اَچي. اِنهيءَ اِوستا کي لفظن ۾ بيان ڪري سگهڻ نا ممڪن آهي (آسا I:13 ,1/275)

فارسيءَ جا شبد ''اَحد'' ءِ ''اَحمد'' ساڳيءَ طرح سان لکيا ويندا آهن، اَحمد ۾ صرف ميم جي ماترا وڌيڪ هوندي آهي. ''اَحد'' پد اَلله جي لاءِ ءِ ''اَحمد'' پيغمبر ءِ مرشد جي لاءِ اِستعمال ڪيو ويندو آهي. سائين بلي شاهہ چون ٿا : اَحد اَحمد وچ فرق نہ ڪوئي اِڪ رَتي ڀيت مروڙي دا[1].'' اَحد ءِ اَحمد ٻاهران ڏسڻ ۾ اَلڳ-اَلڳ لڳن ٿا پر حقيقت ۾ هڪ ئي هوندا آهن. جيڪو اَلله ۾ سمائجي وڃي ٿو، اُهو اَلله جو روپ ٿي وڃي ٿو. هوُ سريرڪ روپ سان عام اِنسان وانگر نظر اَچي ٿو، پر هنجي اَندر اَلله جي طاقت ڪم ڪندي رهندي آهي. پاڻيءَ ۾ جيڪڏهن کنڊ ملائي وڃي تہ شربت ڏسڻ ۾ پاڻي لڳندو آهي پر اُن ۾ سواد کنڊ وارو ايندو آهي. لوهہ يا ٽامي جي تار بجليءَ جي ٿنبي ۾ لڳائي وڃي تہ ٻاهران ڏسڻ ۾ تہ معمولي تار لڳندي آهي پر اُن ۾ بجلي گهر مان ايندڙ اَٿاهہ شڪتي هوندي آهي. بلب سڌو بجلي گهر مان فائدو نٿو وٺي سگهي.

بجلي گهر جي شڪتي 100، 220 يا 440 واٽ جي پاور-هائوس ذريعي ڪاريہ شيل ٽيندي آهي.“ تڏهن بلب، ٽيوب وغيرهہ جي شڪتيءَ موجب ڪم ڪندي آهي. درياءُ سڏو ڪيتن تائين ڪونہ ٿو پهچي، نحر درياءَ کي ڪيتن سان ۽ ڪيتن کي درياءَ سان جوڙيندي آهي. اَهڙيءَ طرح مرشد روح ۽ رب کي هڪ ٻئي سان ملائڻ واري ڪڙي آهي. سمنڊ مان نڪتل لهر، ڏسڻ ۾ تہ لهر ئي لڳندي آهي، پر حقيقت ۾ سمنڊ جوئي جُزو هوندي آهي. اَهڙيءَ طرح جنهن پنهنجي آتما کي پرماتما ۾ سمائي ڇڏيو اُهو ئي هنجو سچو پيُت آهي. هو ٻاهران ڏسڻ ۾ عام اِنسان لڳندو آهي، در حقيقت هن جي اَندر پرماتما جي شڪتي ڪم ڪندي رهندي آهي.

## هنس نام جامو تي چڳندو آهي

شاهہ صاحب ڪامل مرشد کي هنس چئي هنجي تعريف ڪئي آهي. پاڻ سُر ڪارايل جي شروعات هن طرح سان ڪن ٿا : ”اَللهَ لاثاني آهي.“ ”هنس“ اِنهن لفظن جو اُچارڻ ڪيو ۽ (سنسار روپي) ڀيانڪ طوفان کي پار ڪري ويو. هوُ ٻگهن کي ڇڏي مٿي آسمان ڏانهن اُڏامي ويو. هنجي منزل (اَمرت جو) اُهو چشمو يا جهيل آهي، جتي سندس محبوب وسي ٿو. هن گهري سمنڊ کي بيحد ڏيان سان ڏٺو ڇاڪاڻ تہ سندس اَصلي خوراڪ سمنڊ جي تري ۾ لڪل موتي آهن. (ڪارايل 1/442,3-1:1)

جيڪي هنس موتي چڳندا آهن، اُهي ئي اَلله جا سچا درٻاري آهن. اُهي ڪڏهن مڇي پڪڙڻ واسطي گندي پاڻيءَ ۾ چنهنب ڪونہ وجهندا آهن جيئن تہ اُهي ٻگهن جي وچ ۾ ئي گهمندا رهندا آهن، اِنهيءَ ڪري ماڻهن جو اُنهن ڏانهن ڌيان نٿو وڃي. (ڪارايل 1/451, 26:1)

ڪامل درويشن پنهنجي ڪلام ۾ منمک يا دنيادار کي ”ٻگهہ“ ۽ گرمک يا رب جي درويشن کي ”هنس“ چيو آهي. شاهہ صاحب ”هنس“ جي لاءِ ”لاهوُتي“ لفظ بہ استعمال ڪيو آهي. ”لاهوُت“ ٽيون روحاني منزل آهي. ٽئين روحاني منزل ۾ شبد، نام يا اِسم-اَعظم جي سرور (تلاءَ) ۾ سنان ڪرڻ سان آتما ڪرمن جي سنسڪارن ۽ ماياوي آشائن-

ترشٽائن کان پوريءَ طرح آزاد ٿي وڃي ٿي.

آتما کي پنهنجي آتمڪ سروپ جي ڄاڻ ٿي وڃي ٿي ۽ پرميشور جي اَنش هئڻ جو گيان ٿي وڃي ٿو.

شاهہ صاحب چون ٿا :

تون رب جو پوڄاري بڻج. پنهنجي پوڄا نہ ڪراءِ. دنيا ۾ مشهور ٿيڻ جي ڪوشش نہ ڪر ۽ پنهنجي وڏائيءَ جا ڍينگ نہ مار. جيڪڏهن ڪرامت ڏيکارڻي اَٿيئي تہ من کي مارڻ جي ڪرامت ڏيکار جيئن تون پنهنجي منزل تي پهچي سگهين. خودي يا هوميءَ کي پوريءَ طرح فنا ڪري ڇڏ. پنهنجي پوڄا ڪرائڻ هڪ وڏي بيماري آهي.

(رامڪلي 2/828, 21-19:VII)

ڪوبہ ڪامل مرشد ڪڏهن بہ پنهنجن مريدن کي پنهنجي عبادت يا ڀڳتيءَ جو اُپديش نہ ڏيندو آهي. نہ ئي ڪو ڪامل درويش ڪرامت ڏيکارڻ ۾ وشواس رکندو آهي. من کي وس ڪرڻ ئي هنجي اَصلي ڪرامت آهي. هو جيستائين اِنساني چولي ۾ هوندو آهي، پنهنجو پاڻ کي دين، نرٻل ۽ گناهن جو پتلو چوندو آهي. اِهو ڪامل درويش جي قدرتي عاجزي جو ثبوت آهي. اِنهيءَ جو مقصد هوندو آهي مريد جي ڌيان کي هر طرف کان هٽائي اَلله جي عبادت تي ٽڪائي رکڻ لاءِ اتساهہ ڏيارڻ.

شاهہ صاحب چون ٿا : اي هنس ! گهري سمنڊ ۾ غوطا لڳائڻ کان نہ گهٻراءِ، تو کي طاقتور غزا يعني اَصلي خوراڪ سمنڊ جي موتين جي روپ ۾ ئي ملندي. (سنسار روپي) گندگي ۾ صرف ٻگهہ ئي چهنب وجهندا آهن ۽ نہ ڪِ هنس. هنس کي تہ اَلله جي حاضريءَ ۾ پهچي هنجو درٻاري بڻجڻ جي خوش نصيبي حاصل ٿي چڪي آهي. اُن کي مانسروور يا حوضي-ڪوثر تي پهچڻ وارو اِلاهي راز معلوم ٿي چڪو آهي. اِهو پڪي چپ چاپ پنهنجي اَندر جي گهري سمنڊ مان موتي چونڊي-چونڊي ڪٽي ايندو آهي. (ڪارايل 1/443,6-4:I)

ڪامل درويش روپي هنس ماياوي ڀوڳن ۽ وشيہ-وڪارن جي گندگين ۾ چهنب ڪونہ وجهندو آهي. هن جي خوراڪ اِسم-اَعظم جا پوتر موتي

آهن. هو خود بہ اِها خوراڪ کائيندو آهي ۽ پنهنجن مريدن کي بہ اِنهيءَ خوراڪ تي ئي پاليندو آهي.

سهڻيءَ جي باري ۾ پڙهي چڪا آهيون تہ مرشد پاران پياريل اِسم-اَعظم روپي ڪير سندس هر طرح جي گندگي، نربلتا ۽ ڪروُپتا کي دور ڪري کيس شڪتي، سندرتا، گيان، پريم ۽ آنند جو روپ بڻائي ڇڏيو. پنهونءَ اِسم-اعظم ذريعي سسُئي جون سيئي گندگيون ڌوئي ڇڏيون. بيجل اِسم-اَعظم جي رباب ٻڌائي راءِ-ڏياچ جي خوديءَ کي فنا ڪري ڇڏيو. ڪامل درويش جي اِها هڪ خاص نشاني آهي تہ هو خود اِسم اَعظم (ربي ڌن) جو اَيياس ڪندو آهي ۽ پنهنجي مريد کي بہ اِسم-اَعظم جي اَيياس کان سواءِ ٻي ڪنهن بہ پوڄا، ڀڳتيءَ يا عبادت ۾ ڪونہ لڳائيندو آهي. موُلانا روم فرمائين ٿا : نبين (سنتن) جي اَندر اِسم اَعظم جا نغما گونججي رهيا آهن. اُنهن جي طالبن (مريد-ششن) کي بہ اُنهن کان ٻي پناهہ شڪتي حاصل ٿيندي آهي. *اَلله جي نوُر جو علم اوُلياءَ ماڻهن (سنتن) جي اَندر آهي. اُهو علم نہ ڪتابن مان حاصل ٿيندو آهي+ ۽ نہ ڳالهين مان. اُهو علم روح کان روح حاصل ڪندو آهي.

## مرشد الله جو سنديش آڻي ٿو

سُر پورب جي پهرئين داستان ۾ پريمڪا ڪانو جي هٿان پنهنجي پريتم کي جدائيءَ جي پيڙا ۽ ميلاپ جي فرياد جو سنديش ٿي موڪلي ۽ ڪانو هٿان محبوب وٽان آندل سنديش لاءِ خوشيءَ ۾ پرجي ڌنيواد بہ ظاهر ڪري ٿي :

اي ڪانگرا منهنجي پاسي ۾ ويهي مون کي محبوب جي باري ۾ ڪجهہ

---

* اَنبيئا را دَروُن هم نغمها ست، طالبان را جا بي ڊهاست.[2]

+ دانش اَنوا رست در جا ني رزال، نئہ زَ راهي دفترونيءَ ڪيل
دانش آن راستاناد جان ز جان، نيءَ ز راهہ دفترونيءَ اَزنيءَ اَزَ زُبان.[3]

ٻڌاءِ. تون خوشي - خوشيءَ محبوب وٽان آندل خط مونکي پڙهي ٻڌاءِ. مان خوشي - خوشي محبوب جو نياپو ٻڌندس (پورب 2/877, 24C:I)

اي ڪانگا ! تون محبوب وٽان خوشخبريءَ جو خط کڻي آيو آهين، محبوب گهڻن ئي طريقن سان مونکي حوصلو ڏياريو آهي. منهنجو من جڏهن بہ اِهو خط پڙهي ٿو تہ ڏاڍو خوش ٿي وڃي ٿو. (پورب 2/877, 24D:I)

اَڄ ڪانگل محبوب وٽان بيحد خوشيءَ ڀري خبر کڻي آيو آهي. منهنجي من جي مراد پوري ٿي ويئي آهي ۽ من خوشيءَ ۾ ڦوليو نٿو سمائي. منهنجي دُعا قبول ٿي ويئي آهي. اَلله جي رحمت سان محبوب مون سان ملڻ لاءِ اَچي رهيو آهي. (پورب 10,2/878 :25/I)

محبوب جي ڪانگل ٺاريءَ تي لڏندي لمندي مونکي محبوب جو نياپو ڏنو. محبوب جو سنديش ٻڌائيندي هوُ مسڪرائي رهيو هو. هن منهنجو سنديش محبوب تائين پهچائي ڇڏيو آهي. اِنهيءَ ڪري هوُ چاهي تہ منهنجين اَکين جي مٿان وهي هو محبوب جي دربار جو درٻاري آهي. (پورب 27,2/878 :26/I)

منهنجو اِشارو سڙيل ٻريل ماس کائڻ واري ڪانگ ڏانهن ڪونهي، اَهڙي ڪانگ کي ڪڏهن بہ پنهنجو قاصد نہ بڻائجي. اُهو تہ محبوب وٽ وڃڻ جي بدران پنهنجي پيٽ ڀرڻ ڏانهن ڌيان ڏيندو. ڪانو-ڪانو ڪرڻ وارو ڪانگ پيغام نٿو کڻي وڃي سگهي. (پورب 29,2/879 :28/I)

مٿين مثالن سان پتو لڳي ٿو تہ : ڪانگ پريمڪا جو سنديش پريتم تائين ۽ پريتم جو نياپو پريمڪا تائين پهچائي ٿو. پريمڪا خود بہ پريتم جو سنديش پڙهي سگهي ٿي. ليڪن پريمڪا ڪانو جي ئي منهن مان سنديش ٻڌڻ چاهي ٿي. پريمڪا چوي ٿي تہ ڪانگ چاهي منهنجيون اکيون ڪاڍي ڇڏي چاڪاڻ تہ هو منهنجي پريتم جو درٻاري آهي.

شاهہ سائين جي مٿين ويچارن کي هن سُرَ جي ٻئي داستان جي هنن مثالن سان ملائي پڙهون ٿا :-

تنهنجي اَندر دنيا جي سکن جي چاهت آهي ۽ تڏهن بہ تون پنهنجو پاڻ کي ساڌو يا جوڳي ٿو چوين. توکي ڪجهہ بہ گيان ڪونہ آهي. تو اَڃان سفر شروع ئي ڪونہ ڪيو آهي ۽ اڳ ۾ ئي ٿڪاوٽ محسوس ڪري رهيو آهين. تو مرشد جي شرڻ حاصل ڪونہ ڪئي ۽ رب جي ميلاپ جو اِنعام حاصل ڪرڻ چاهين ٿو. تون ساڌن وارو ڍرم نياء ۽ پريوء ڏانهن وفادار رهہ. تون پنهنجو پاڻ کي ساڌو سڏائين ٿو، پر ماڻهن کان گهري کائين ٿو. اي جوڳي ! ڇا تو ماڻهن کي لٽڻ واسطي ۽ يوڳن جي پراپتيء واسطي پنهنجا ڪن چيرايا آهن؟ (پورب II:4,2/883)

پهرئين داستان ۾ ٻئي داستان جي مٿين مثالن مان خبر پوي ٿي تہ شاهہ صاحب ٻين ماڻهن جي ٽڪرن تي پلجڻ وارن، پنهنجي گيان جي ساراهہ ڪرڻ وارن ۽ جوڳ کي دنيوي خواهشن جي پوري ڪرڻ جو ذريعو بڻائڻ وارن جوڳين کي گندگيء تي پلجڻ وارا ڪانگ ٿا سڏين. اهڙن جوڳين مان واسنا جي ڏرڳنڌ ٿي اَچي. اُنهن جوڳين خود تہ ڪڏهن گروء جي شرڻ ڪونہ ورتي پر ٻين کي گيان ڏيندا ٿا وتن. اُهي خود تہ منزل تي نہ پهتا، پر ٻين کي منزل تي پهچائي سگهڻ جي دعوي ٿا ڪن. اُنهن جي من ۾ دنيوي آشائن ترشنائن جي آگ ڀڙڪندي رهندي آهي، پر ٻين کي شانتي ڏيڻ چاهيندا آهن. اَهڙا پاکنڊي خود تہ ٻڏندا ئي آهن، ساڻ پنهنجن مريدن کي بہ ٻوڙي ڇڏيندا آهن. شاهہ صاحب چون ٿا :-

ماڻهو چون ٿا تہ جوڳي بک جي ڪري ڏٻرا يا ڪمزور ٿي ويا آهن. حقيقت ۾ تہ هو پريتم جي جدائيء جي پيڙا ۾ ڪمزور ٿي ويا آهن(پورب II:2/3,2/882).

اُهي جوڳي پنهنجو لڪاڻو بدلائي ويا آهن. اُنهن مان ڪستوريء جي سڳنڌ ٿي اَچي. اُنهن شنک وڄايو ۽ محبوب جي ڏيري ڏانهن ڪوچ ڪري ويا. (پورب II:7-9,2/884-85)

پاکنڊي جوڳين ۾ مايا ۽ مان-وڏائيء جي بکہ هوندي آهي. جڏهن ڪِ سچن جوڳين ۾ پريتم جي ميلاپ جي بک هوندي آهي. ڪوڙا يا

پاکنڊي جوڳي ڪائي - ڪائي ٿلها متارا ٿي ويا آهن. سچا جوڳي پريتم جي وڇوڙي ۾ ڪمزور ٿي ويا آهن. پاکنڊي جوڳين منجهان وڪارن جي درڳنڌ ٿي اچي. سچا جوڳي روحانيت جي سڳنڌ سان ڀريل آهن. اُهي شبد يا اِسم -اعظم جا شنک وڄائيندي اَلله جي درگاهہ ڏانهن هلندا پيا وڃن.

شاهہ صاحب ٻئين داستان جي وائي ۾ چون ٿا : اَلله ڪري منهنجو ڪڏهن بہ جوڳين سان ساٿ نہ ڇُٽي. اُنهن مونکي گڏ هلڻ لاءِ چيو. اُهي مونکي پورب ڏانهن وٺي ويا. اُنهن مونکي اُتي تيرٿ-اِستان ڏيکاريا آهن. اُهي سچ پچ ئي سچا تيرٿ آهن.

شاهہ صاحب جن سچن جوڳين جي سنگت چاهين ٿا، جيڪي اَلله جي دربار جا قاصد آهن. اُهي روحن جو پيغام اَلله تائين پهچائين ٿا ۽ اَلله جو نياپو روحن تائين آڻين ٿا. اُهي روح کي اَلله سان ۽ اَلله کي روح سان ملائڻ جو ڪم ڪن ٿا. اُهي اَلله جي دربار مان اَچن ٿا ۽ روحن کي مرتيو لوڪ مان ڪڍي اَلله جي دربار ۾ وٺي وڃڻ جو ڪم ڪن ٿا. موﻻنا روم فرمائين ٿا تہ اؤلياءَ اَلله (سنت-جن) اُهي پوتر روح آهن، جيڪي دَر درگاهہ مان اَچي جسم جي پڃڙي ۾ قيد ٿي وڃن ٿا ۽ مرتيولوڪ جي روحن کي واپس ڪُل-مالڪ وٽ وٺي وڃڻ جو سهڻو ڪم ڪن ٿا. *

## اصلي جوهري ۽ نقلي جوهري :

شاهہ صاحب جو ڪلام آهي :

سَودو اِهو ئي سَنڱُ سو مون پلئہ پاءِ،
وسُ ويچاري ناهہ ڪو، تُون آڳا؛ عرضُ اُناءِ،
ريءَ همراهيءَ هاديءَ جي، مُور نہ مڙئي ماءِ،
لُطُفَ ساڻ لنگهاءِ، ليڙو لهر نہ وچ مان. (سُر يراڳ 1:10,2/588)

يعني، اي اَلله رحمت ڪر تہ مان سچو سَودو ڪري سگهان. منهنجي وس

---

* چيست رُوح آن طائر قدس صفت، در قفس محبوب بحري معرفت
آمد بحري تجارت آز عدم، رُو بدان سُو باشد اوُ را دم بدم.[4]

۾ ڪجهہ بہ ڪونهي. هادي يا همراهي (مرشد) جي سهائتا کان سواءِ
مان منزل تي نہ پهچي سگهندس.

ڪامل مرشد اُهو جوهري يا صراف آهي جنهن کي ڪوڙي ۽ سچي
جي ڄاڻ آهي. (سريراڳ IV:7 ,2/627)

جن کي کوٽي - کري جي سڃاڻپ ناهي، اُنهن کان دور رهو.
(سريراڳ IV:12 ,2/628)

قدردان جوهري ڪي ورلي آهن ۽ قدردان خريدار تہ اَڃان بہ گهٽ
آهن. اَفسوس ! اَصلي صرافن جي ڪميءَ جي ڪري نقلي صراف هيرن
کي برباد ڪري رهيا آهن. (سريراڳ IV:13,2/629)

اڄ ڪلهہ سچن موتين جي جڳهہ تي سِپُن ۽ ڪوڏن جو قدر آهي.
مونکي سچ جي باري ۾ ٻڌائيندي سنڪوچ ٿي رهيو آهي.
(سريراڳ V:14,2/629)

شاهہ صاحب خبردار ٿا ڪن تہ سنسار ۾ سچا درويش ڪي ورلي
آهن ۽ سچا پرمارٿي بہ ورلي آهن. سنسار نقلي گُرن ۽ نقلي چيلن سان
ڀريو پيو آهي. گُرن جو ڌيان ششن جي دؤلت تي آهي ۽ شش دنيا جي
واهہ واهہ حاصل ڪرڻ لاءِ يا دنيوي ترشنائن کي پورو ڪرڻ لاءِ ڪليءَ دل
سان اَهڙن گرن مٿان ڌن لٽائي رهيا آهن، نہ گُرن جي اَندر ششن کي
پرماتما سان ملائڻ جي چاهنا آهي ۽ نہ ئي ششن جي اَندر پرماتما سان
ملڻ جي سچي تڙپ آهي.

ڪامل مرشد تہ اُهو آهي جيڪو پرماتما سان وصال ڪري چڪو
هجي. پر شش پنهنجي ٻڌيءَ سان گروءَ کي سڃاڻي نٿو سگهي.
جيڪڏهن پهرئين درجي جو شاگرد ايم.اي. جي اُستاد جي لياقت پرکي
سگهي ٿو، تہ هن کي اُستاد جي ضرورت ئي ڪونہ آهي. اَهڙيءَ طرح
شش پنهنجي ٻڌيءَ دواران گروءَ جي روحاني پڙهائيءَ جي پرک نٿو
ڪري سگهي، پر اِهو ڏسڻ مشڪل نہ آهي تہ ڪامل مرشد خود حق-حلال
جي ڪمائيءَ تي گذارو ڪندو هجي ۽ پنهنجن ششن کي بہ حق-حلال
جي ڪمائيءَ جو پيغام ڏيندو هجي. شاهہ صاحب خبردار ڪن ٿا :

اي سوداگر تو پنهنجي ٻيڙيءَ ۾ پرائو مال ڀري رکيو آهي.
(سريراڳ 2/615, III:13)

ٻيڙيءَ ۾ (سمنڊ جو) هڪ ڊُڪ پاڻيءَ جو پئجي ويو. اِنهيءَ سان سڄو مال ڪارو ٿي ويو ۽ اُن کي ڪٽُ لڳي ويئي. (سريراڳ 2/589, I:14)

پرائو مال هڙپ ڪرڻ وارا ڪُوڙا گرو خود به ٻوساگر ۾ ٻڏي ٿا وڃن ۽ پاڻ سان گڏ ششن کي به ٻوڙي ٿا ڇڏين. جيڪو اَلله سان ملي چڪو آهي اُهو اَلله وانگر ئي داتار هوندو آهي، نه ڪِ ٻکاري.

بابا فريد پنهنجي هڪ شلوڪ ۾ لکيو آهي : فريدا بار پرائيئي ٻئسڻا سائين مجهي نه ديهه، جي تُوُ ايوين رکسي جيئه سرِيرهه ليهه.[5]
فريد صاحب ڪُل مالڪ جي اڳيان وينتي يا عرض ڪن ٿا ته مونکي ڪڏهن به ڪنهن جي آسري تي نه رهڻو پوي ۽ ڪنهن جي اڳيان هٿ نه ڦهلائڻو پوي. اِئين ڪرڻ کان پهرين ئي منهنجو روح سرير کان اَلڳ ٿي وڃي ته بهتر آهي. پاڻ مري وڃڻ کي ڀيک گهرڻ کان وڌيڪ بهتر ٿا سمجهن. مانگڻ کان مرڻ ڀلو. اُنهن مالڪ جي سچن ڀڳتن لاءِ بيحد اوُچو آدرش قائم ڪيو آهي.

بابا فريد جي پرم شش حضرت نظام الدين اولياءُ جي مطابق بابا فريد ڪيترا ئي ڪلاڪ ڪجوُر جي ڪجيءَ مان ٿيلها ٺاهيندا رهندا هئا. اِنهن ٿيلهن جي آمدنيءَ مان اُنهن جي واسطي به روٽيون پچايون وينديون هيون. هوُ هڪ روٽيءَ جا ڪيترائي ٽڪرا ڪري اُن وقت سيني موجود ماڻهن ۾ ورهائي ڇڏيندا هئا ۽ هڪ روٽي خود کائيندا هئا. ڪيترا ئي دفعا اِنهيءَ هڪ روٽيءَ مان به اَڌ يا چوٿائي روٽي ماڻهن ۾ ورهائي ڇڏيندا هئا.[6]

هڪ دفعي بادشاهه بلبن اُنهن کي ٽڪن سان ڀريل هڪ وڏي ٿالهي موڪلي. سج لهي چڪو هو ۽ اَنڌيرو ڇانئجي چڪو هو. پر درويش صبوح ٿيڻ جو انتظار نٿي ڪري سگهيو. اُنهن جي حڪم انوسار سندن مريد بدروُدين سموري رقم اُنهيءَ ئي وقت گهرجائن ۾ ورهائي ڇڏي. ٿوري دير کان پوءِ ڏيئي جي روشنيءَ ۾ هڪ ٽڪو (سڪو) هيٺ زمين تي

ڪريل مليو، جيڪو بدرودين پنهنجي ٽوپيءَ ۾ سنڀالي رکيو هو تہ صبوح ٿيندي ئي ڪنهن غريب کي ڏيئي ڇڏيندس. جڏهن بابا فريد جن نماز پڙهڻ آيا تہ ڪين من ۾ ڪجهہ بي چئني محسوس ٿيڻ لڳي ۽ نماز ۾ منُ نہ لڳن. بدرودين کان پڇيائون تہ سموري نقدي غريبن ۾ ورهائي ويئي يا نہ. بدرودين بچيل ٽڪي (سکي) جي باري ۾ ٻڌايو تہ اُنهن اُنهي ئي وقت هن کان ٽڪو وٺي پريان اُڇلي ڇڏيو ۽ پوءِ شانت چت ٿي بندگيءَ ۾ محو ٿي ويا.[7]

شاهہ صاحب جن خبردار ٿا ڪن تہ:

سچن هيرن جا جاڙو ختم ٿي ويا آهن. اُنهن جي وارثن کي تہ سکن جي پرک نہ آهي. جتي اُنهن جا بزرگ سون مان مٽيا ناهڻ جو ڪم ڪندا هئا، اُتي لوهار جست جو ڪم ڪري رهيا آهن. (سريراڳ 2/630, IV:15)

ڪاش سچا صراف ۽ جوهري غائب نہ ٿين ها! اُهي دوربين سان هيرن جي پرک ڪندا هئا، اُنهن جي وڃڻ کان پوءِ هيرن جو غلط ملهہ ڪٿيو وڃي ٿو ۽ اُنهن کي ٺِڳ سمجهيو وڃي ٿو. (سريراڳ 2/630, IV:16)

شاهہ صاحب افسوس ظاهر ڪن ٿا تہ گُرن ۽ پيرن جون گديون تہ هلنديون رهنديون پر ڪيترين ئي گدين تي آهڙن وارثن جو حق ڄمي ٿو وڃي، جيڪي صرف نالي ماتر گرو-پير هوندا آهن. نہ گرو کي سچن پرمارٿين جو قدر آهي ۽ نہ ئي ششن کي سچن گرن جي سڃاڻ آهي. نقلي گرن ۽ پيرن ٻاهران ويس تہ اصلي يعني سچن گُرن جهڙو ٺاهيو آهي پر اندر ۾ روحانيت کان بلڪل خالي آهن. جيڪي خود ڀوساگر مان پار نہ ويا اُهي ٻين کي ڪيئن پار ڪري سگهندا؟

شاهہ صاحب اِنهيءَ ئي ويچار کي هن طرح سان ظاهر ڪن ٿا:

هارئا ويڄ مُياسِ! سُڌ نہ لهين سوُرجي،
پر يان کي چونڊياس، تہ ترسُ طبيبن ڇڏيو. (يمن ڪلياڻ 1/171, II:11/13)

اي نقلي حڪيم! تو تہ مونکي ماري ئي ڇڏيو آهي. نہ تو کي بيماريءَ جو پتو لڳو ۽ نہ ئي تو نيڪ طرح سان علاج ڪيو. مان محبوب کي

شڪايت ڪنديس تہ حڪيمن ۾ مريضن لاءِ همدردي ئي ڪونہ رهي آهي.

تَنَ طبيبُ نہ تُوں، سُڌ نہ لهين سُور جي،
پنهنجا سانڊِ ڊبڙا، ڪڏ ڪٽي ۾ پوُن،
ڪانَ گهُر موُن، حياتي هوتن ري ءِ،
(يمن ڪلياڻ II:13/1,1/171)

تون ماهر حڪيم ڪونہ آهين، تون بيماري نٿو سڃاڻي سگهين. تون پنهنجين دوائن کي ڪڏ ۾ پوري ڇڏ. مان تنهنجين دوائن جو اِستعمال نٿي ڪرڻ چاهيان، مان محبوب کان جدائي واري زندگي نٿي جي سگهان.

ويا مورَ مري، هنجُ نہ رهيو هيڪڙو،
وطنُ ٿيو وري، ڪوُڙن ڪا نيرن جو. (ڪارايل I:29,1/452)

هاڻي ڪوبہ مور ۽ هنس باقي ڪونہ رهيو آهي فقط پاڪنديءَ ۽ ڪپٽي پکي ئي باقي رهجي ويا آهن.

مون هنس جي تلاش ڪئي، پر ڪوبہ هنس ڪونہ مليو.
(ڪارايل I:32,1/453)

بابا فريد جو ڪلام آهي :

فريدا ڪن مُسلا صوُف گل دل ڪاتي گُڙوات
باهرِ دسيءِ چا نٽا دل آنڌئا ري رات[8]

فريد صاحب بيڪڏاري ساڌن جي اُوستا جو ورڻن ڪن ٿا. هُن ڪنڌ تي نماز پڙهڻ جو مُسلو رکيو آهي. گلي ۾ سُٽ جي ڪاري ڪفني پاتي اٿس. هو مٺي ٻولي ٻولي گرنٿن ۽ شاسترن مان مثال ڏئي ٿو. پر سندس هردي ۾ لوڀ جي ڇُري لڪل آهي ۽ سندس من موهہ جي انڌيري سان ڀريل آهي. سندن ڀاو آهي تہ انسان ٻاهرئين ويس، (لباس) يا ڏيکاءَ سان سچو درويش نٿو بڻجي سگهي . سچي درويش واري وڏائي حاصل ڪرڻ لاءِ من، وچن ۽ ڪرم ۾ ايڪتا هئڻ ۽ پنهنجي اَندر نام جي ڪمائي لاءِ پريم پيدا ڪرڻ ضروري آهي.

كامل درويش شاهه لطيف

## كامل مرشد سڀني لاءِ هڪ جهڙو هوندو آهي :

شاهه صاحب چون ٿا :

صوفي لا ڪُوفي، ڪونَ ڀائينس ڪيرُ،
منجهيائي منجهه وڙهي، ڀڙر نه آهِيس ڀيرُ،
جنين ساڻس ويرُ، ٿئي تنين جو واهرُو.

صوفي بي طمع هوندا آهن. نفس جي خلاف اُنهن جو جهاد (ڌرم يڌ) هميشهه جاري رهندو آهي. هو چوري-چوري، لڪي-لڪي ڀڳتي ڪندا آهن. هوُ دشمن جا به دوست هوندا آهن. (يمن ڪلياڻ V:4,1/202)

جيڪو ڀيائيءَ ڪان مٿي چڙهي چڪو آهي، اُهو لاڪُوفي آهي. شاهه صاحب سمجهائي رهيا آهن ته ڪامل درويش مذهبن، ملڪن، ذاتين وغيره جي ڀيد-ڀاوَن کان مٿي هوندا آهن. اُنهن جي ڌرم-يڌ ٻين ڌرمن جي ماڻهن جي خلاف نه، بلڪ پنهنجي نفس جي خلاف هوندي آهي. اُنهن جي دشمني پنهنجي نفس سان هوندي آهي، نه ڪِ ٻئي ڪنهن سان. وحدت ۾ پهچي ويل درويش دشمن سان به محبت ڪندا آهن.

جهڙيءَ طرح سڄو عالم اَلله جي رحمت جو سمان روپ ۾ حقدار آهي. ساڳيءَ طرح ڪامل درويش به اَمير-غريب، اڻپڙهيل-ودوان، اِستري-پرش ۽ ڀلي-ٻُري جي ڀيد-ڀاو بنا پنهنجي شرڻ ۾ اَچڻ وارن سڀني جيون تي ساڳئي نموني پريم ۽ رحمت جي ورشا ڪندا آهن. شاهه صاحب جن پنهنجين پريم ڪٿائن ۾ ڪٿي به پريمي ۽ پريمڪا جي ذات-پات، يا مذهب تي زور ڪونه ڏنو آهي. شاهه صاحب جن خود به پنهنجي شرڻ ۾ آيل سڀني جيون تي سمان روپ سان پريم ۽ رحمت جي ورکا ڪئي. نوري ۽ ڄام تماچي جي ڪٿا ۾ نوري مڇيوُن مارڻ واري مُهاڻي جي ڌيءَ آهي. ڄام تماچي بادشاهه آهي. هو مهاڻي جي ڌيءَ کي پنهنجي محلن جي راڻي ٿو بڻائي .

راءِ ڏياچ راجا آهي ۽ ٻيجل هڪ ربابي آهي. سهڻي هڪ ڪنڀار جي ڌيءَ آهي ۽ ميهار هڪ وڏو سوُداگر آهي. سسُئي هڪ ڌوٻيءَ جي گهر پلي، پر پنهوُن ڪيچ جو شهزادو آهي. مرشد راجا جي ويس ۾ به اَچي

سگهي ٿو ۽ غريب ڪان غريب شخص جي ويس ۾ بہ، مريد راجا، مهاراجا بہ ٿي سگهي ٿو ۽ مهاڻو يا بڪاري بہ. مرشد ودوان بہ ٿي سگهي ٿو ۽ اَڻ پڙهيل بہ، سائين بلي شاهہ عالم-فاضل سيد هئا. اُنهن جا مرشد حضرت شاهہ عنايت اڻ پڙهيل اَرائين هئا. موُلانا روُم اوچ درجي جا ودوان هئا ۽ اُنهن جي مرشد حضرت شمس تبريز فقط اَللہ سان وصال ڪرڻ جو ئي ڪتاب پڙهيو هو.

شاهہ صاحب چون ٿا :

مهاڻن وٽ مڇين جي درڳنڌ سان ڀريل ٽوڪرين کان سواءِ ٻيو ڪجهہ بہ نہ آهي. ماڻهو اُنهن جي پاسي کان لنگهڻ بہ پسند ڪونہ ڪندا آهن. پر راجا سمو خوشيءَ اُنهن سان ملي ٿو ۽ کليءَ دل سان اُنهن ۾ اِنعام ۽ سوکڙيون بہ ورهائي ٿو. (ڪاموڊ 10,3/1472:I)

مهاڻيون ڪاريون، ڪلوٽيون، بدصورت ۽ گنوار آهن اُنهن ۾ ڪجهہ اهڙو ڪونهي جنهن تي مانُ ڪري سگهجي. سواءِ سمي ڄام جي ٻيو ڪير اِنهن جي ڳالهہ ٻڌندو ۽ اِنهن کي برداشت ڪندو. سمي ڄام اِنهن مهاڻن کي مانُ-عزت ڏيڻ جي ذميواري پاڻ تي کنئي آهي. (ڪاموڊ 3/1473, 11:I)

## سار :

مٿئين بيان مان ڪامل مرشد جي باري ۾ هي مکيہ ويچار ظاهر ٿا ٿين :

1. ڪامل مرشد پنهنجي مريد کي اَنيڪ قسمن جي ٻاهر ٻاهر مُکي ڀڳتيءَ کان ڇڏائي، اَللہ جي اَنترمکي ڀڳتيءَ ۾ لڳائيندو آهي.

2. ڪامل مرشد صرف پنهنجي اَندر اِسم اَعظم (سچي حقيقي شبد ڌن) سان لنءَ لڳائڻ کي ئي ڪل-مالڪ جي سچي ڀڳتي يا عبادت سويڪار ڪندو آهي.

3. ڪامل درويش خود حق-حلال جي ڪمائي ڪندو آهي ۽ پنهنجن ششن کي بہ حق حلال جي ڪمائيءَ تي گذارو ڪرڻ جي هدايت ڏيندو آهي.

4. ڪامل درويش جڳياسو کي پنهنجي شرڻ ۾ قبول ڪرڻ وقت مذهب،

ملڪ، قوم، خاندان، اَمير-غريب، عورت-مرد، پڙهيل-اَڻ پڙهيل ئي نہ، بلڪ پلي-بري جو بہ ڀيد ڀاو ڪونہ ڪندو آهي. هو اَلله وانگر سڀني سان هڪجهڙو پريم ڪندو آهي ۽ سڀني تي پنهنجي رحمت جي هڪ جهڙي ورکا ڪندو آهي.

5. ڪامل درويش ماڻهن جي ڌارمڪ، سماجڪ، راڄنيتڪ ريت رواجن يا وشواس ۾ دخل ڪونہ ڏيندو آهي. اُنهيءَ جو سڄو زور جيون جي اَندر اَلله جو پريم پيدا ڪرڻ ۽ اِسم-اَعظم جي مدد سان اُنهن جي روح کي اَندر اَلله سان جوڙڻ تي هوندو آهي.

6. ڪامل درويش پنهنجن ششن تي ڪنهن خاص شريعت، ڪنهن خاص ويس يا لباس، ڪنهن خاص ڌرم گرنٿ وغيره جو ٻنڌن نہ رکندو آهي. هو سنسار جي سڀني ڌرمن ۾ وقت-بوقت آيل سڀني ڪامل درويشن ۽ اُنهن پاران رچيل ڌرم-گرنٿن جو سمان روپ سان آدر ڪندو آهي. هو ڀيد-ڀاو مٽائيندو آهي، ڀيد ڀاو وڌائيندو ڪونهي. جيڪڏهن ڪو درويش هندو ڌرم جي شريعت تي زور ڏئي ٿو تہ قدرتي طور سان مسلمان اُن کان دور رهندا، اِسلامي شريعت تي زور ڏئي ٿو تہ هندو اُن کان دُور رهندا. پر هُو ائين ڪونہ ڪندو آهي. ڪامل مرشد شريعت جي چونڊ مريدن تي ڇڏي پنهنجي ٻالهہ طريقت ۽ معرفت کان شروع ڪندو آهي. شريعت اِنسان کي ٻئين سان تہ نہ ٿي جوڙي، پر طريقت، معرفت ۽ حقيقت اِنسان کي اِنسان ۽ ٻئين ٻنهي سان جوڙيندي آهي. اِنهيءَ ڪري سچي درويش جو سڄو زور طريقت، معرفت ۽ حقيقت تي هوندو آهي.

## ڪامل درويش جي صحبت جي نصيحت :

زهيا آئيئي راتِ، صُبُح ويندءِ صابِري،

”لَنءِ لَنءِ منجهہ“ لطيفُ چئي، ڪِرَ تنين جي تاتِ،
”سنديِ جوڳِين ذاتِ،ہي پيري مَسَ مڙي.“
(رامڪلي VIII:1 ,2/831)

شاهہ سائين اُپديش ڏين ٿا : جيستائين جوڳي تو وٽ آهن، اُنهن جي صحبت مان، اُنهن جي وچنن مان فائدو حاصل ڪري وٺ. پنهنجو پاڻ کي اُنهن جي مٿان قربان ڪري ڇڏ. خبر ناهي وري اُنهن جي سنگت جو سوڀاڳيہ ملي يا نہ ملي.

تان ڪِي وَڻِنِ آءُ، جان آهِنِ اوطاقُنِ ۾،
وَيو ٿَنِ نہ وِسَرِي، لاهوتيڪو لاءُ،
فَنا ۽ فراق جو، سامين چکيو ساءُ،
وَيا تو ويندا، ڪا پَڙِي ڪا بوُل ڏي. (رامڪلي VIII:6 ,2/833)

جيستائين جوڳي تنهنجي ويجهو آهن، بار-بار اُنهن وٽ وڃ. اُنهن تان لاهوُت يعني پاربرهم جو رنگہ ڪڏهن بہ نٿو لهي. اُنهن اَلله جي جدائي بہ ڏٺي آهي ۽ اَلله جو وصال بہ ڏٺو اَٿن. (رامڪلي VIII:6 ,2/833)

شاهہ صاحب جي اَنوسار ڪامل درويشن جي سنگت درلڀ آهي. هڪ دفعو نہ، بار-بار درويشن جي سنگت ۾ وڃڻ گهرجي. اُنهن جي اَملهہ وچنن کي ڌيان سان ٻڌي تن-من سان اُنهن تي عمل ڪرڻ گهرجي. اِنهيءَ سنگت لاءِ وڏي ۾ وڏي قرباني بہ ٿيڇ آهي.

جوڳين جي نزديڪ رهڻ گهرجي ڇاڪاڻ تہ جوڳين منجهان لاهوُت (پار برهم) جو نور جهلڪندو آهي. اُنهن جي روم-روم مان اَلله جي پريم ۽ اَلله جي رحمت جا ڪرڻا نڪرندا آهن اُنهن جي سنگت ۾ من پنهنجو پاڻيهي اَلله جي پريم جي رنگ ۾ رڱجي ويندو آهي. جوڳي رب جي جدائيءَ جو دکہ بہ ڀوڳي چڪا آهن ۽ اُنهن رب سان وصال جو سکہ بہ ڏٺو آهي. جيڪو خود وڇوڙي جي پيڙا مان گذري چڪو آهي، اُهو ئي ٻين

---

شريعت، طريقت، معرفت، حقيقت.
لاهوُت : پاربرهم

جي پيڙا کي سمجھي سگھندو. جنھن خود محبوب سان وصال ڪيو آھي، اُھو ٻين کي بہ ھن سان ملائي سگھي ٿو. جوڳي روح کي رب سان ۽ رب کي روح سان جوڙڻ واري ڏوري يا ڪڙي آھي. شاھ صاحب چون ٿا :

اَللہ جي عبادت ڪندي پاڪنڊي، ڪوڙن ۽ اَھنڪارين جي صحبت کان دور رھہ. اَللہ جي پيارن جي صحبت ۾ رھہ، اِئين ڪرڻ سان اَللہ جي نزديڪي حاصل ٿيندءِ (ڪارايل 1/444 ,I:8)

جيڪو ھنس ٻگھن کان دور رھيو اھو محبوب جي نزديڪ ٿي ويو. (ڪارايل I:10,1/445)

جوڳي معرفت حاصل ڪري ٻين کي بہ اُنجي راز کان واقف ڪن ٿا. (ڪاھوڙي I:15,2/705)

جوڳين وٽ وِھو. اُھي چپ چاپ اَندر عشق جي جوالا کي ڀڙڪائيندا ٿا رھن. (ڪاھوڙي I:12,2/704)

ٻگھن جي سنگت ڇڏي ڏي، متان اُنھن جي سنگت جي گندگيءِ جي ڀنور ۾ نہ ڦاسجي وڃين (ڪارايل I:13.0,1/446)

ويلي جنين وَٽ، ڏُکندو ڏاڍو ٿيئي،
سا مجلس ٿي مَٽِ، جي حاصلُ ھوءِ ھزارَ جو. (يمن ڪلياڻ VIII:25,1/240)

جن جي صحبت ۾ من پريشان ٿئي ٿو. اُنھن کان دور رھہ، چاھي اُنھن جي نزديڪ رھڻ سان ماياوي لاڀ جي آشا ڇو نہ ھجي. جن جي صحبت ۾ رھڻ سان دکہ دور ٿين ٿون اُنھنجي ڀرسان پنھنجي جھوپڙي ٺاھہ.

# پنهنجي وقت جو مرشد

شاهہ صاحب چون ٿا :

ڏوريان ڏوريان مَ لَهان ! ساٿي ڪالهوڻان،
لاهي لاڏوڻا، سَفرِ ڪنهن سانگ وَيا. (حُسيني VII:4,3/1394)

مون تلاش ڪئي پر مونکي گذريل وقت جا ساٿي نہ مليا. شايد هو پنهنجو مال لاهي (ورهائي) ڪٿي ٻئي هنڌ هليا ويا.

اُنهن جو مطلب آهي تہ اَڄ گذريل وقت جا درويش اَسانجي مدد نٿا ڪري سگهن. اُهي ڪل مالڪ جي بندگيءَ جو مال لٽائي واپس ڪل-مالڪ ۾ سمائجي چڪا آهن. هاڻي هن وقت جا مريد يا شش پنهنجي وقت جي مرشد جي رهنمائي يا مدد حاصل ڪري سگهن ٿا.

پنيان شاهہ صاحب پاران بيان ڪيل پريم ڪهاڻين جا مثال ڏنا ويا آهن. اِنهن پريم ڪهاڻين جو لاڳاپو جدا-جدا جڳهين ۽ جدا-جدا وقت سان آهي. اِنهيءَ مان پتو لڳي ٿو تہ روحن جي ڇوٽڪاري لاءِ اَلڳ الڳ وقت ۾ اَلڳ-اَلڳ ڪامل درويش ايندا رهندا آهن. شاهہ صاحب چون ٿا:

ڪِن ڪتڻ وارن عرب ديش ۾ سُٽ جون پوڻيون لاٿيون آهن ۽ ڪن ڪابل ۾ اُنهن جو سُٽُ بيحد قيمتي آهي ۽ موتين جي پاو وڪامجي ٿو. اُهي پوڻين جي لاءِ گهر-گهر ۾ هوڪا ڏين ٿا تہ اَسانکي سُٽ ڪتڻ جي چاڻ آهي، توهين اسان مان فائدو وٺي ڇڏيو. (سُرڪاپائتي I:20-A-B,1/368)

پاڻ سمجهائي رهيا آهن تہ اَلله-تعاليٰ پنهنجي رحمت سان هر وقت، هر جڳهہ پنهنجي عبادت جو سُٽ ڪتڻ جي وڏي سيڪارڻ واري هادي يا رهبر کي موڪليندو آهي، پر ماڻهو اُن جو لاڀ ڪونہ وٺندا آهن.

## گذريل وقت جا پير-پيغمبر

گذريل وقت جا گرو-پير، اَوتار-پيغمبر اِنسان جي اَندر پنهنجو يا اَلله جو عشق پيدا ڪري نٿا سگهن ۽ نہ ڪنهن کي اَلله سان وصال ڪرڻ جو

رستو ڏيکاري سگهن ٿا ۽ نہ ئي ڪنهن کي اَللہ سان ملڻ جي جڳتي سيکاري سگهن ٿا. اُهي هن ٻاهرئين اِستول جڳت ۽ آنترڪ سوکيم روحاني جڳت ۾ ڪنهن جي بہ رهنمائي ڪري هن کي اَللہ سان ملائي ئي نٿا سگهن.

گذريل وقت جا گرو-پير، سنت-اؤليا، اَوتار-پيغمبر هر طرح سان ڪامل هئا. هو اَللہ جو روپ هئا. اُهي اڄ ڪٿي آهن ؟ ديهہ جو چولو ڇڏڻ کان پوءِ اُنهن جو روح اَللہ-تعاليٰ ۾ سمائجي ويو. جيڪڏهن اَللہ-تعاليٰ ۾ سمايل گرو-پير اَڄ ڪنهن جي مدد ڪري سگهن ٿا تہ اَللہ اَسانجي مدد ڇو نٿو ڪري سگهي ؟ جنهن ۾ اُهي گرو-پير سمائجي چڪا آهن ؟ جيڪڏهن اَڄ اَللہ اَسانجي سهايتا ڪري سگهي ٿو تہ اُنهيءَ وقت ڇو نٿي ڪري سگهيو جڏهن اُهي گرو-پير سنسار ۾ موڪليا هئائين؟ ڪوبہ شاگرد گذريل وقت ۾ آيل اَرسطوُ يا سقراط جهڙي مهان فلاسافر کان فلاسافي جا سوکيم راز نٿو سمجهي سگهي. لُقمان ۽ ڌنونتريءَ جهڙا حڪيم مردي ۾ جان پيري ڇڏيندا هئا، پر اَڄ جو ڪو روڳي اُنهن جي مدد سان روڳ مڪت نٿو ٿي سگهي. اڄ جي ڪڙميءَ کي فصل پوکڻ لاءِ اڄ جي برسات جي ضرورت آهي. گذريل وقت واري برسات هنجي کيتن ۾ پيدائش جو ڪم ڪري نہ سگهندي. کيتن کي اُپجائو بڻائي نہ سگهندي اَهڙيءَ ريت اَللہ سان وصال ڪرڻ جي اِڇا رکڻ وارو طلب فقط پنهنجي وقت جي ڪامل مرشد وٽان ئي پريم، سکيا، سهايتا ۽ رهنمائي حاصل ڪري ئي اَللہ سان وصال ڪرڻ جي اُميد رکي سگهي ٿو.

ڪنهن طالب کي شرڻ ۾ قبول ڪرڻ يا نہ ڪرڻ، اُنهيءَ ولي يا پير جي مرضيءَ تي منحصر آهي. نہ ڪِ طالب جي مرضيءَ تي. جڏهن اسين پنهنجي ولي-پير کي پنهنجو مرشد بڻجڻ واسطي مجبور نٿا ڪري سگهون تہ گذريل وقت ۾ آيل ۽ اَللہ ۾ لين ٿي ويل ڪنهن پير-پيغمبر يا وليءَ کي پنهنجي مرضيءَ جي اَڌين ڪيئن ٿا ڪري سگهون؟ گذريل وقت ۾ آيل ڪنهن پير-پيغمبر کي پنهنجو رهبر يا رکوالو سمجهڻ من جو ڀرم آهي. اَسان کي اُنهيءَ پير-پيغمبر جي طرفان ڪوبہ جواب ڪونہ ملندو. گذريل وقت جي ڪنهن سنت-مهاتما کي پنهنجو رهنما، سهايڪ،

رکوالو سمجهڻ نہ صرف اُن مهاپرش کي بلڪ خود اَلله کي پنهنجي مرضيءَ جي اَڏين ڪرڻ جي برابر آهي. ڇاڪاڻ تہ هاڻي اُهي مهاپرش اَلله ۾ سمائجي چڪا آهن.

شاهہ صاحب سهڻيءَ جي روپ ۾ پرارٿنا ڪن ٿا تہ اَلله جي رحمت سان مرشد جي شرڻ حاصل ٿي وڃي.

منهنجي سائين (مرشد) پنهنجن نئنن يعني اَکين سان مون سان پيار ڪيو آهي. مون کي خبر ڪونہ آهي تہ مان ڪهڙي طرف ڇڪجندي پيئي وڃان. مون اُنهيءَ جي پناهہ (شرڻ) ورتي آهي، جيڪو ڪل-عالم جو آسرو آهي. سهڻيءَ کي ميهار جي ڏيري مان نڪرندڙ دونهون پريان جلندڙ ميڻ بتيءَ وانگر نظر اَچي رهيو آهي. هوءَ زار-زار روئندي اَڳتي وڌندي پيئي وڃي. هوءَ چوي ٿي، مان روزي-قيامت تائين (آخري ڏينهن تائين) تنهنجو دامن (پلوُ) پڪڙي رکندس، پرماتما ڪري منهنجو پير حضرت ميرا، ڪُل-عالم جي آشا پوري ڪري. (سُر سهڻي 3/1794, وائي X:1)

## رحمت جا بادل ۽ رحمت جي ٻاجلي

شاهہ صاحب اِنهيءَ ڳالهہ تي زور ٿا ڏين تہ اِلاهي رحمت وقت جي ولي، درويش يا مرشد جو روپ ڌارڻ ڪري پرگهٽ ٿيندي آهي. فرمائين ٿا : ٻجليءَ جي چمڪ رسوُل (حضرت محمد) جي مقبري مان نڪتي-ڏسندي ئي ڏسندي لڳاتار ورڪا جي ڪارڻ سيپيئي درياءَ ڪنارن کان مٿي وهڻ لڳا. اي منهنجا ڪا پير تون حڪم ڏي تہ هيءَ خشڪ ڌرتي بہ ورڪا جي پاڻيءَ سان پرجي وڃي. محبوب رحمت ڪري مونکي پنهنجو ديدار بخشيو آهي. (سارنگ 16,1/505:I)

منهنجو محبوب اَچانڪ منهنجي سامهون پرگهٽ ٿي ويو. هنجي رحمت جي ورڪا سان منهنجي من جي مئل ڏوپجي ويئي. من جون مرادون پوريون ٿي ويئون ۽ من خوشيءَ ۾ ڦوليو نٿو سمائجي (سارنگ 505/ 17,1:I)

پريئن پَسايو، پانهنجو نظارو ناگاهہَ،
لَٿو کَٽُ قلوُب تان، ٿي وِروُهڻ واهہَ،
اُميدوُن اَرواحَ، پيءِ پسنديءِ پُنيوُن. (سُر سارنگ 1/505, I:17)

محبوب مونکي پنهنجو نرمل ديدار بخشيو ءِ ”منهنجو محبوب اَچانک منهنجي سامهون پرگهٽ ٿي ويو“، انهيءَ جو مطلب آهي ”مرشد سان ميلاپ“ اِهو اِشارو مرشد جي ٻاهرئين ديدار ڏانهن بہ ٿي سگهي ٿو ءِ اَندر جي نوري سروپ جي ديدار ڏانهن بہ آهي.

ورکا-رُت جي بادلن سان پريل آڪاش ۾ بجلي چمڪي ءِ لکين پياسن کي ورکا جو پاڻي پيئڻ لاءِ ملي ويو. پوءِ بادلن مکي ۾ ڪعبي تي برسات وسائڻ شروع ڪئي. مکي مان بادل عرفات ڏانهن اڳتي وڌيا. پوءِ جيلان (ايران) ۾ بجلي چمڪي ءِ اُن اُتي حضرت ميان شاهہ جي اڳيان سر جهڪايو. پوءِ ملتان ۾ بهاءُ لوين جي مقبري تي بجلي چمڪي ءِ خراسان مان ٿيندي سنڌ پهچي اُتي ورکا جي جهڙي لڳائي ڇڏيائين جنهن سان هر طرف خوشيءَ جي لهر ڊوڙي ويئي. (سارنگہ 1/505-506, I:18,18-A,18-B)

مٿين مثالن مان پتو لڳي ٿو تہ شاهہ صاحب ڪيترائي دفعا اَلڳ-اَلڳ جڳهين ۾ آيل پيرُ-پيغمبرن جي روپ ۾ پرگهٽ ٿيل اَلله-تعليٰ جي رحمت جي ورکا جي ڳالهہ ڪري رهيا آهن.

شاهہ صاحب اڳتي چون ٿا : اَڄ بادل اَلڳ-اَلڳ رنگن ۾ محل-ماڙين جو روپ ڌارڻ ڪري پرگهٽ ٿي رهيا آهن. بادلن کي ڏسي ريگستان ۾ رهڻ وارن پنهنجون سارنگيون ءِ ٻيا ساز وڄائڻ شروع ڪري ڇڏيا آهن. ڪلهہ رات پِٽ جي علائقي ۾ خوب ورکا ٿي آهي. (سارنگ 1/515, II:5)

هتي شاهہ صاحب پريوءِ جي رحمت جي ورکا جي طرف اِشارو ڪري رهيا آهن. سارنگي وغيرہ سازن جو اِشارو اَندرين روحاني منڊلن ۾ ٻڌڻ ۾ اَچڻ وارن اَلله جي ڪلمن جي سازن طرف آهي. شاهہ صاحب چون ٿا :

ميهان ۽ نيهان، ٻئي اَکر هيڪڙي،
جي وَسڻ جا ويس ڪري، تہ ڪَڪَڙُ ڪَن ڪيهان،
بادلُ ٿي بيهان، جي آگَمُ اَچڻ جا ڪَرين، (سُر سارنگ، II:6,1/516)

ميها (ورڪا) ۽ نيهان (پريم) ملندڙ-جلندڙ شبد آهن. جڏهن بہ منهنجي محبوب کي ورڪا ڪرڻي هوندي آهي، بادل گرجڻ لڳندا آهن ۽ اُنهن جا آنسو وهڻ شروع ٿي ويندا آهن. منهنجو پيارو رحمت ڪري مون وٽ اَچي وڃي تہ مان بہ بادلن وانگر وسڻ لاءِ تيار آهيان.

پاڻ اِشارو ڪري رهيا آهن تہ ورڪا سان اُنهن جو مطلب اِلاهي محبت (دويہ-پريم) جي ورشا آهي، جيڪا مرشد جي روپ ۾ پرگهٽ ٿيندي آهي. شاهہ صاحب نمرتا پوروڪ چون ٿا تہ ڪل-مالڪ مونکي بہ ڪامل درويش واري طاقت بخشي ڇڏي تہ مان بہ ماڻهن تي رحمت ڪرڻ لاءِ تيار آهيان.

شاهہ صاحب اِشارو ڪن ٿا : جڏهن پرديل، اِستريون آڪاش ۾ بادل ڏسنديون آهن تہ اُهي پنهنجن پتين جي وڇوڙي جي چنتا ۾ ڪوئجي وينديون آهن. اُهي ويچاريون بادلن جي گرجنا ٻڌي ڊڄي وينديون آهن ۽ چپ چاپ ويهي رهنديون آهن. (سارنگ 17-8-9,1/516 : V)

شاهہ صاحب اُنهن بدنصيب روحن جي درد جو بيان ڪري رهيا آهن، جن جو مرشد سان ميلاپ ئي ڪونہ ٿيو آهي. جهڙيءَ طرح وڌوائون پتيءَ جي وڇوڙي ۾ بيچئن رهنديون آهن، اُهڙيءَ طرح مرشد کان سواءِ روح، پريوءَ جي وصال کان ۽ اِلاهي رحمت کان محروم رهجي ٿا وڃن.

شاهہ صاحب چون ٿا : اي ڪاشت ڪارو (ڪسانو) ! ورڪا رُت اچي ويئي آهي، لڳاتار برسات ٿيڻ جي اُميد آهي. هادي (مرشد) ڪاشت ڪارن جي سهايتا جي پوري تياري ڪري ڇڏي آهي. توهين ائين نہ سوچيو تہ بادل وسڻ بند ٿي ويا آهن. (سارنگ I:32,1/511)

شاهہ صاحب سمجهائين ٿا تہ اِلاهي رحمت کي ڪنهن خاص وقت ۽ اِستان تائين محدود نٿو ڪري سگهجي ڪُل-مالڪ ڪنهن بہ جڳهہ، ڪنهن وقت بہ مرشد جي روپ ۾ اِلاهي رحمت جا بادل موڪلي سگهي ٿو.

شاهہ صاحب چون ٿا :
ورڪا رُت وري اَچي ويئي آهي. آڪاش ۾ بادل ڇانئجي ويا آهن ۽ وري بجلي چمڪي رهي آهي. بجلي پهرين اِسنبول تي چمڪي ۽ پوءِ اولهہ جي طرف هلي ويئي هوءُ چين، سمرقند، تُرڪي، ڪابل ۽ قنڌار تي بہ چمڪي، دهلي ۽ ڏکڻ ۽ گرنار تي بہ ورڪا ٿي ۽ بجلي بہ چمڪي. جئسلمير، بيڪانير، ٻلار ڀڄ ۽ ريگستان جي سرحد تي بجلي بہ چمڪي ۽ ورڪا بہ ٿي. اَمرڪوٽ ۽ وَلر جي هيٺائين ميدان تي بہ ورڪا ٿي. اي مالڪ! سنڌ هميشهہ خوشحال رهي، اِنهي ۾ سدائين ڀنڊار ڀريا رهن. اي مالڪ! ڪُل-عالم تي تنهنجي رحمت ٿئي. (سارنگ 1/529, IV:11)

شاهہ صاحب جي اَلڳ-اَلڳ ملڪن ۾ اَلڳ-اَلڳ وقت تي مرشد جي روپ ۾ ٿيل اِلاهي رحمت جو ورڻن ڪندي اَلله جي سامهون سنڌ جي روحاني خوشحالي ۽ لاءِ اَرداس ٿا ڪن. وينتي ٿا ڪن تہ اَلله جي رحمت سان سنڌ جي ڌرتي هميشهہ ڪامل مرشدن سان ڀرپور رهي. گڏوگڏ اِهو بہ عرض ڪن ٿا : ڪُل عالم تي تنهنجي رحمت ٿئي ۽ دنيا جي سڀني ماڻهن کي هر وقت ڪامل درويشن جي سنگت جو سوڀاڳيہ حاصل ٿئي.

## نور محمد حقيقتي محمد

شاهہ صاحب سُرڪلياڻ جي پهرئين بيان ۾ اَلله کي اَول، اَعلي، عليم، ڪائنات جو مالڪ، رازق، پريو، حڪيم وغيره چئي هنجي تعريف ڪن ٿا. اُنهي ۽ رحمان رحيم رحمت ڪري ڪائنات کي پورڻ بڻايو. هن خاص طور سان محمد کي پيدا ڪيو ۽ هن سنسار ۾ موڪليو. اَلله هن کي ڪلما-توحيد ۾ شامل ڪيو ۽ اَعلان ڪيائين تہ مان تنهنجو مالڪ آهيان ۽ تون منهنجو محبوب آهين. شاهہ لطيف چون ٿا تہ پريو ۽ ٻئي عالم (جهان) پيدا ڪري هنجي (محمد صلعم جي) حوالي ڪري ڇڏيا. (ڪلياڻ 1/114-127 ,1:1-23)

اَلله محمد صلعم کي ڪلما-اي-توحيد ۾ شامل ڪيو. صوفي درويش سمجهائين ٿا تہ اَلله، ڪلمو ۽ محمد صلعم هڪ ئي آهن. ڪلمو

يا اسمِ-اعظم مالڪ جي ڪرتاري شڪتي آهي، جنهنجي ذريعي هو ڪائنات جي رچنا ۽ سنڀال ڪري ٿو. محمد صلعم يا ڪلمي ۾ ڪوبہ ڀيد نہ آهي. ٻين لفظن ۾ الله جي ڪرتاري شڪتيءَ جو نالو محمد آهي، الله ٻئي عالم پيدا ڪري محمد جي حوالي ڪري ڇڏيا. مطلب تہ ٻنهي جهانن جي رکيا ۽ سنڀال ڪرڻ واري شڪتي ڪلمو يا محمد آهي، شاهہ صاحب سمجهائي رهيا آهن تہ ڪلمو الله جو روپ آهي ۽ محمد ڪلمي جو روپ آهي.

''الله محمد صلعم کي سنسار ۾ موڪليو''، حضرت محمد صاحب تہ اَڄ کان چوڏهن سوَ سال اڳ سنسار ۾ آيا هئا، پر سرشٽيءَ جي رچنا ٿئي ڪروڙين سال ٿي چڪا آهن. اُنهيءَ وقت ڪير سنسار ۾ آيو هو.

شاهہ صاحب جن راڳ بلاول ۾ جاڪرو جي مهما جو بيان ڪندي چون ٿا تہ جنهن سامگريءَ مان هن کي ٺاهيو ويو هو، اُن مان ڪنهن ٻئي کي ڪونہ ٺاهيو ويو. (بلاول II:4/3,1/475). فرمائين ٿا تہ جاڪرو لاثاني آهي، لاجواب آهي. ڪُل ڪائنات ۾ ٻيو ڪو بہ هُن جهڙو نہ آهي. هوُ سيني نبيُن جو سردار آهي. اِنهيءَ ڪري هن جو درجو سيني کان اُتم آهي. حقيقت ۾ هوُ ۽ الله اَهڙيءَ طرح آهن، جيئن ٻن ڪمانن کي هڪ ٻئي ڏور ٻڌل هجي. هوُ الله کي سيني کان وڌيڪ نزديڪ آهي. ٻيو ڪير بہ الله جي ايترو نزديڪ نہ آهي، جيترو هو آهي. الله جي مون تي بيحد رحمت ٿي آهي جو مون کي اَهڙو هادي (مرشد) مليو آهي. (بلاول 477/ II:9-10,1).

شاهہ صاحب هڪ وائيءَ جي آخر ۾ مرشد جي مهما ڪندي چون ٿا ؛ عبدلا لطيف جو هادي (مرشد) هن تي رحمت ڪندو (بلاول-وائي:I)

اِنهن مثالن ۾ نوُر-محمدي جي مهما ڳائي ويئي آهي. پاڻ پنهنجي مرشد کي بہ نوُر-مُحمدي يا الله جو روپ مڃين ٿا.

شاهہ صاحب سمجهائي رهيا آهن تہ محمد ڪنهن خاص وقت-اِستان يا جسم تائين محدود ڪو خاص اِنسان نہ آهي. محمد سنسار جي

رکيا ۽ پالنا ڪرڻ واري اَلله جي شڪتي آهي. منش جي چوڪاري يعني مڪتي ۽ جو ذريعو بہ اُهائي شڪتي آهي. اُها شڪتي وقت-بوقت، اَلڳ-اَلڳ هنڌن تي اَلڳ-اَلڳ روپ ڌارڻ ڪر پرگهٽ ٿيندي رهندي آهي. محمد کي جسم سمجهڻ يا ڪين ڪنهن خاص وقت ۾ اِستان سان ٻڌل سمجهڻ مورکتا آهي. محمد صلعم اَلله وانگر ئي اَنادي آهي. اِبن العربي چوي ٿو تہ اَلله جو هڪ نالو ''ولي'' آهي. جنهن جي ڪري اَلله وانگر ولي بہ ڪڏهن ختم نٿو ٿئي. ولي هڪ لڳاتار وهندڙ ڌارا آهي. ولي اَلله، پنهنجي خودي ختم ڪري اِنساني ڪامل (پورڻ-پرش) بڻجي چڪو هوندو آهي. اُهو اَلله جو روپ هوندو آهي ۽ سنسار مان ولي ڪڏهن ختم ڪونہ ٿيندو آهي.[1]

جِلي (جنم 1365 A.D) نوُري-مُحمدي، حقيقت-مُحمد يا اِنسانُل-ڪامل جي باري ۾ چوي ٿو تہ هن جو هڪ نالو اَلله جو حڪم، قوُل يا ڪلمو (آمرُ) آهي. مطلب محمد يا اِنسانُل-ڪامل جي اَصلي حقيقت جيڪا هنجي اَندر ڪم ڪري رهي آهي اَلله جي ڪلمي، ڪلام يا قوُل روپي شڪتي آهي.[2]

جلي نوُر-محمدي جي ہي خاص ڳالهہ هي ۽ بيان ڪري ٿو: مُحمد جو نوُر اَلڳ-اَلڳ وقت ۾ اَلڳ-اَلڳ روپ ڌارڻ ڪري ظاهر ٿيندو رهندو آهي. جنهن وقت ظاهر ٿئي ٿو. اُنهي ۽ وقت جي حساب سان اُن جو ڪو نالو رکيو ويندو آهي. جڏهن اِها حقيقت محمد صلعم جي روپ ۾ پرگهٽ ٿيندي آهي تہ اُن جو نالو محمد صلعم هوندو آهي. جڏهن هو ڪنهن ٻئي روپ ۾ ظاهر ٿيندو آهي تہ هنجو ڪو ٻيو نالو بہ ٿي سگهي ٿو. حقيقت يا نوُر اُهو ئي هوندو آهي پر هنجو نالو ڪجهہ ٻيو بہ ٿي سگهي ٿو.[3]

عرب جي مشهور صوفي اِبن-العربي جي پيغام موجب اُپديش اَنوسار سڀني پيغمبرن ۽ ولين (سنتن) جي اَندرين اَصليت ڪلمو (شبد) آهي ۽ اُهي سڀ ڪلمي جو ئي روپ آهن. پاڻ اِنکي ئي انسان ڪامل (پورڻ پرش)، ''روح الاعظم'' (مهان آتما)، ''حقيقت محمدي'' (محمد جو تتُ)، ''حقيقت الحقائق'' (تتن جو تتُ)، ''اَل روح'' (آتما) چون ٿا

۽ اِنهن سيني شبدن کي پرماتما جي سمان اَرٿن ۾ ٻڌائين ٿا.[4] هو اِهو ويچار ظاهر ڪن ٿا تہ پرماتما، ولي يا سنت ۽ ڪلمو (شبد) ئي اُهو پرم تت آهي جيڪو محمد صلعم سميت سيني کي ربي يا اِيشورَيہ گيان ڏئي ٿو. اِهو شبد يا ڪلمو ئي برهمنڊ جو نيم آهي. ڪلمو ئي سڄي سرشٽي ۽ جو مؤل ڪارڻ آهي ۽ اِهو ئي پرماتما جي سرجڻاتمڪ شڪتي (اَلله ڪُل مخلوُقبهہ) آهي.[5]

صوفي درويش اَلَ-غزالي ۽ بہ پنهنجي مشهور رچنا، ”مشڪات-آل-اَنوار“ ۾ محمد صاحب کي پيغمبر جي روپ ۾ ”پوتر ربي آتما“ (الروح القدس النبوي) چيو آهي ۽ اِنهي ۽ کري اُنهن کي پرڪاشوان ديپڪ (سراجي-مينر) جو درجو ڏنو اَٿن. تنهن سان گڏ هو اِهو بہ چون ٿا تہ سڀ پيغمبر ۽ ولي (سنت) بہ اِنهي ۽ شڪتي ۽ جو ساڪيات روپ هوندا آهن.

مٿين ويچارن جي سمرٿن واسطي ودوانن درويشن قرآن شريف مان هي مثال ڏنا آهن :- اَهڙي ڪابہ قوم نہ آهي، جنهن ۾ اَسان ڪنهن هادي ۽ کي نہ موڪليو هجي.[7]

اَسانجو اَلله ۽ هنجي فرمان ۾ پورو ڀروسو آهي، جيڪو حضرت اِبراهيم، اِسماعيل، ايساڪ، ياقوُب، حضرت عيسيٰ، حضرت موُسيٰ ۽ ٻين پيغمبرن ذريعي وقت بہ وقت ايندو رهيو آهي. اَسين اِن ۾ ڪوبہ ڀيد ڀاو ڪونہ ٿا ڪريون تہ هڪ اَلله کي مڃيو وڃي ۽ ٻئي کي قبول نہ ڪيو وڃي[8]

سڄي دنيا جا جيو هڪ ئي قوم آهن. اَلله هميشهہ پنهنجا پيغام (سنديش) نبي ۽ جي ذريعي موڪليندو آهي.[9]

اي بندو ! جڏهن مان توهان منجهان ئي ڪو خليفو چونڊي موڪليان تہ هنڪي توهان ندر ڀي پوري آدر ۽ ڌيان سان ٻڌو.[10]

شاهہ صاحب فرمائين ٿا تہ :

جيڪڏهن مارُئي منهنجي وقت ۾ قيد ۾ پيل هجي ها تہ مان هنجو پورو ڌيان رکان ها. مان عمر کي وينتي ڪريان ها تہ مارُئي ۽ کي

آزاد ڪري ڇڏ. جيڪڏهن هو منهنجو عرض قبول نہ ڪري ها تہ مان خود ضامن بڻجي مارُئيءَ جي جڳهہ تي خود قيد ٿي سندس زنجيرون لاهي ڇڏيان ها. مان هنکي جيل مان آزاد ڪرائي، سندس هٿ پڪڙي ۽ سندس رهبر بڻجي کيس مبارڪ ديس ملير واپس پهچائي ڇڏيان ها. (مارُئي (XII:30,2/1028

شاهہ صاحب جن نهايت سوکيہ ۽ سندر ڍنگ سان اِشارا ڪري سمجهائي رهيا آهن تہ جيڪا روح پنهنجي وقت جي مرشد جي شرڻ ۾ اَچي وڃي ٿي، مرشد هر حڪمت سان يعني هر طريقي سان اُنجو ڪرمن جي پڳتان جو ضامن (ضمانت) بڻجي کيس نفس جي قيد مان آزاد ڪرائي ڇڏي ٿو. هوُ اَندر ۽ ٻاهر، قدم - قدم تي هنجي رهنمائي ڪندي، هن کي مقامي حق واپس پهچائي ڇڏي ٿو.

مرشد سنہنڌي شاهہ سائين جي ويچارن کي هڪ ڪهاڻيءَ دواران سمجهڻ جي ڪوشش ٿا ڪريون :

ڪهاڻي بادشاهہ، شهزادي ۽ اَجنبيءَ جي :

هڪ بادشاهہ پنهنجي شهزادي کي چيو تہ تون وڃي وديش جو سئر ڪري اچ. تون پاڻ سان ڪروڙين رپيا کڻي وڃ. ٻي ڳالهہ هيءَ آهي تہ مان سوکيہ روپ ۾ تنهنجي اَندر ويهي ٿو رهان. تون جيڪا بہ خواهش ڪندين مان پوري ڪندو رهندس. جيڪڏهن تون اَندر مونسان جوڙي رکندين تہ وديش ۾ رهندي بہ توکي منهنجو ساٿ پراپت رهندو ۽ پنهنجي ديس جا سڀ سکہ بہ ملندا رهندءِ.

شهزادو اَکيون بند ڪري ٿو تہ سندس پتا سچ پچ ئي سوکيہ روپ ۾ سندس اَندر ويٺو آهي ۽ کيس پنهنجو ديس بہ صاف نظر اَچي رهيو آهي. هنکي پڪو وشواس ٿي ويو ۽ هوُ پتا جو حڪم مڃي وديش هليو ويو.

وديش ۾ هو پتا کان مليل ڌن کليءَ دل سان خرچ ڪندو رهيو. هوُ هر روز نيون - نيون اَڇائون ڪندو رهيو ۽ سندس اِڇائون پوريون ٿينديون

رهيون. ڏيري-ڏيري وديش جي موج مزن ۾ اينترو تہ مست ٿيويو جو ڪيس پنهنجي ديس جي ياد ئي ڀلجي ويئي ۽ هنجي اَندران پتا جو پيار بہ گهٽجندو ويو. هن ڪان اِهو بہ وسري ويو تہ هنجو پتا سندس اَندر ئي آهي. ۽ هو هنجا سڀ ڪارناما ڏسي رهيو آهي. هن پنهنجي پتا ۽ پنهنجي ديس کي وساري نئين ديس کي ئي پنهنجو سمجهڻ شروع ڪري ڇڏيو.

هڪ اَجنبيءَ سان ملاقات :

هڪ ڏينهن شهزادي جي اَچانڪ هڪ اَجنبيءَ سان ملاقات ٿي ويئي. اَجنبيءَ هنکي سندس ديس جون ڳالهيون ٻڌايون ۽ سندس پتا جا گڻ بہ ٻڌايا. شهزادي کي پنهنجي ديس ۽ پتا جي ڌُندلي ياد اَچي ويئي. هنکي اَجنبي جون ڳالهيون وڻيون پر اُنهن تي پورو وشواس نہ آيس.

اَجنبيءَ هنکي چيو تہ مان توکي تنهنجي پتا سان ملائي سگهان ٿو. شرط اهو آهي تہ جيئن مان چوان ٿو، تيئن ئي ڪرڻو پوندءِ. شهزادو چوڻ لڳو تہ منهنجي هن ديس کي ڇڏي وڃڻ تي دل نہ ٿي ڪري. اَجنبيءَ چيو تہ توکي هيءُ ديس ڇڏڻ جي ضرورت نہ آهي. مان هتان ئي توکي تنهنجي پتا سان ملائي ڇڏيندس. تو ڪان وسري ويو آهي تہ تنهنجي پتا چيو هو تہ هوُ تنهنجي اَندر ئي وينو آهي.

شهزادي کي پنهنجي پتا جي چيل ڳالهہ جي ڌنڌلي ياد آئي پر اَجنبيءَ جي ڳالهہ تي پڪو ڀروسو نہ آيس. اَجنبيءَ چيو تہ مان توکي اَندر پتا سان ملڻ جي جڳتي سيکاريان ٿو. اِها جڳتي سيکارڻ جو مان توکان ڪو ملهہ ڪونہ وٺندس. تون صرف جڳتيءَ کي آزمائي ڏس.

اَجنبيءَ جي جڳتي :-

اَجنبيءَ شهزادي کي ڌيان ٻاهر ڪان اَندر ۽ اَکين جي مٿان ايڪاگر ڪرڻ جي جڳتي سيکاري. هن شهزادي کي چيو تہ تنهجي پتا جو فلاڻو نالو آهي. تون اِنهيءَ نام جو ذڪر ڪر يعني سمرن ڪندو ڪر. اَجنبيءَ گڏوگڏ اِهو وشواس بہ ڏياريس تہ هن جڳتيءَ تي عمل ڪرڻ سان جيڪڏهن

ڪا ڪننائي اَچي تہ مون وٽ هليو اچجانءِ.

شهزادي کي اَندران ڇڪ محسوس ٿي ۽ هن اُنهيءَ جڳتيءَ موجب ذڪر يعني سمرن ڪرڻ شروع ڪيو. جڏهن هن ڪان سمرن نہ ٿي سگهندو هو تہ هو اَجنبيءَ وٽ هليو ويندو هو. خبر ناهي ڇو اجنبي ڪيس وڻندو هو. اجنبي هن ڪان ڪجهہ گهرندو بہ نہ هو ۽ هن کي پيار بہ ڏاڍو ڪندو هو. جيڪڏهن شهزادو پيار سان ڪا شيءِ اَجنبيءَ وٽ ڪٽي ويندو هو تہ اَجنبي سندس سامهون ئي اُها شيءِ ماڻهن ۾ ورهائي ڇڏيندو هو. ڏيري- ڏيري شهزادي کي اِهو وشواس ٿي ويو تہ اَجنبي سوارٿي نہ آهي ۽ هن سان سچيءَ دل سان پيار ڪري ٿو.

ڏيري ڏيري شهزادي من کي ماري ذڪر (سمرن) ڪرڻ شروع ڪيو ۽ کيس ذڪر ۾ رس بہ اَچڻ لڳو ذڪر سندس جيون جو خاص اَنگ بڻجي ويو. جيئن - جيئن هو ذڪر (سمرن) ڪندو ويو، هنجي اَندر اَجنبيءَ لاءِ وشواس بہ پڪو ٿيندو ويو ۽ پتا جي ياد بہ زور وٺندي ويئي.

آخر هن کي اَندر پروسو ٿي ويو تہ هنجي پتا جو سوڪيم روپ سڀ پڇ سندس اَندر موجود آهي ۽ اَندر ئي اُن روپ سان ميلاپ ٿي ويندو.

اَچنبي تي اَچنبو - (حيرانگي)

پوءِ ڇا ٿيو، هن خوب پريم - پروسي سان ذڪر (سمرن) ڪرڻ شروع ڪري ڇڏيو. اَچانڪ هڪ ڪرامت ٿي. سندس روح سرير جي هيٺئين حصي ڪان سمٽجي اَکين جي مٿان ايڪاگر ٿي ويئي. جڏهن اَندر ايڪاگر ٿي تہ کيس پنهنجو سرير مردن وانگر محسوس ٿيڻ لڳو. هڪ ڪرامت ہي ٿي کيس پنهنجي اَندر سوڪيم نور نظر اَچڻ لڳو ۽ دل کي موهيندڙ مڌر ڌن ٻڌڻ ۾ اَچڻ لڳي. ٽِين ڪرامت هيءَ ٿي تہ کيس پنهنجي اَندر اَجنبيءَ جو سروپ نظر اَچڻ لڳو. اِنهيءَ سروپ ۾ اَنوکي ڪشش هئي. اِهو سروپ سنسار جي هر سروپ ڪان سندر هو ۽ اُن سروپ مان جيڪو نوُر نڪري رهيو هو، اُنجي برابر مثال ڏيڻ ناممڪن هو. اَجنبيءَ جي سروپ شهزادي کي ڇيو تہ هن نوُر کي ڏسندي-ڏسندي ۽

هن آواز کي ٻڌندي ٿون منهنجي پليان هليو اَچ. ڏيري-ڏيري اُهو اَجنبي شهزادي کي سندس پتا جي حاضريءَ ۾ وٺي ويو. شهزادو اِهو ڏسي حيران ٿي ويو تہ اُهو، اَجنبي ئي حقيقت ۾ سندس پتا ئي هو.

## شهزادو، وديش ۽ اجنبي :-

روح شهزادو آهي. وديش هيءَ مرتيو لوڪ آهي. اَجنبي مرشد جو روپ ڌارڻ ڪري آيل پتا آهي، جيڪو ذڪر ۽ اِسم-اعظم جي جڳتيءَ ذريعي پتا کان وڇڙيل شهزادي کي وٺي پتا سان ملائي ٿو.

اَلله کان نندي ڪابہ طاقت ڪڏهن بہ ڪنهن کي اَلله سان ملائي نٿي سگهي. صوفي درويش بار-بار اِنهيءَ ڳالهہ تي زور ڏا ڏين تہ ڪامل درويش ٻاهران ڏسڻ ۾ تہ اِنسان هوندو آهي پر هنجي اَندر خدا جي طاقت ڪم ڪندي رهندي آهي. دُنيا جي ڪنهن بہ ڪامل مرشد جي زندگيءَ جي حالات پڙهڻ سان معلوم ٿئي ٿو تہ درويش هميشهہ بنا ڪنهن لوڀ-لالچ جي خدا سان وصال ڪرڻ جي اِڇا رکڻ وارن رُوحن کي خدا سان ملائڻ جو ڪم ڪندا آهن. اُنهن جو مقصد هڪ ئي هوندو آهي اَلله - تعاليٰ کان وڇڙيل روحن کي اَلله سان ملائڻ. درويشن جو سنسار ۾ اَچڻ جو اُديش ماڻهن جي آرٿڪ، راڄنيتڪ، سماجڪ يا ڪلاتمڪ اَوستا سڌارڻ ڪونہ هوندو آهي.

اَلله سنسار کي سنگهرش ۽ وروڌ جو آکاڙو بڻايو آهي ڇاڪاڻ تہ واڌارو صرف ڪشمڪش ۽ مخالفت دواران ئي ممڪن آهي.

دنيا ڪڏهن بہ پورن نٿي ٿي سگهي. جيڪو اَلله سان ميلاپ ڪري وٺي ٿو، اُهو پورن-پرش بڻجي وڃي ٿو. سنسار جي هر حاصلات نجي آهي، روحانيت بہ هر اِنسان جو نجي معملو آهي. هر اِنسان کي خود پنهنجي اَندر ئي اَلله سان ميلاپ ڪرڻ جو يتن ڪرڻو آهي.

اِنسان جنهن ڪم کي ڏيان ۽ وقت ڏئي ٿو، اُنهيءَ ۾ ئي ترقي ڪري ٿو. ''جهان چاهہ تهان راهہ.'' اِنسان جيڪو ڪم ڪرڻ جو پڪو

اِرادو ڪري ٿو وٺي، اُنجي لاءِ وقت بہ ڪڍي ٿو وٺي ۽ اُن طرف پورو ڌيان ڏيڻ بہ شروع ڪري ٿو ڇڏي. ڳالهہ صرف ايتري آهي تہ اِنسان اَلله سان ميلاپ ڪرڻ وڏيڪ ضروري ٿو سمجهي يا ٻين ڪمن کي، جيڪو شخص اَلله جي رحمت سان اَلله سان وصال ڪرڻ جو پڪو اِرادو ڪري ٿو وٺي ۽ اَلله جي پراپتيءَ کي زندگيءَ جو مول مقصد سمجهڻ شروع ڪري ٿو ڇڏي، اُن جون باقي سڀ حالتون اُن اُديش اَنوسار بدلجڻ شروع ٿي وڃن ٿيون. هنجو مرشد سان ميلاپ بہ ٿي وڃي ٿو، هنکي اِسم-اَعظم جو ڀيد بہ ملي وڃي ٿو ۽ هنجي اَندر اِسم-اَعظم سان لنءَ لڳائڻ جو شونق بہ پيدا ٿي وڃي ٿو. صوفي درويش سائين بلي شاهہ چون ٿا :-

ڪوڻ آيا پهڻ لباس ڪڙي، تُسين پڇو نال، اِخلاس ڪڙي

فرمائين ٿا تہ تون ڌيان سان سڃاڻڻ جي ڪوشش ڪر مرشد اِنسان جو خاڪي چولو ضرور پاتو آهي پر هن جي اَکين ۾ اِلاهي نُور آهي. هُو ڪم نہ ڳانيون-مينهون چاڙهڻ جو ڪري ٿو، پر اَندر هنجي من ۾ ڪجهہ ٻيو ئي آهي. هو حقيقت ۾ روزي-اَزل کان (سرشٽيءَ جي شروعات کان) پاڻ کان وڇڙيل روحن جي تلاش ۾ آيو آهي. هنجي اَندر نہ اِندرين جي ڀوڳن ۽ وشيہ وڪارن جي چاهہ آهي ۽ نہ ئي دنيوي مان وڏائيءَ جي لالچ اَٿس. هو پنهنجو ڀيد پاڻ وٽ ئي لڪائي رکي ٿو ۽ ڪنهن کي بہ پنهنجي اِلاهي حقيقت جي ڀڻڪ بہ نٿو پوڻ ڏئي. مرشد عام اِنسان وانگر دنيا جا سڀ ڪم بہ ڪري ٿو، پر اَندر ۾ سندس سچو ڌيان پنهنجين وڇڙيل روحن کي پاڻ سان ملائڻ ڏانهن آهي. روح روپي هير ڪيس سڃاڻي چوي ٿي : منهنجو بابل اَرٿات دنيا جو حاڪم (شيطان) تہ ٻتار کيڙي* يعني نفس روپي شيطان سان منهنجو ناتو جوڙڻ ٿو چاهي، پر حقيقت ۾ منهنجو ٻتار تہ رانجهي جو لباس پائي آيل اُهو اِلاهي نُور آهي، مان اُنهيءَ جو

*جنهن سان هير جي سندس مرضيءَ جي خلاف شادي ڪئي ويئي هئي. اُنجو نالو کيڙو هو.

دامن ئي پڪڙيندس.

هاٿرس جا سنت تلسي صاحب جن پنهنجي هڪ غزل ۾ شيخ تکيءَ کي اُپديش ڏين ٿا :-

آڙي اي تکي تکتي رهو، مرشد ني دست پنجا ديا.

فرمائين ٿا اي تکي ! محبوب جو ديدار ڪرڻ جي اِڇُڪ کي مرشد جي سمجهايل جڳتيءَ موجب ساوڌانيءَ سان سمرن ۽ ڌيان جي اَڀياس ۾ لڳو رهڻ کپي. اِنهيءَ اَڀياس ۾ سُستي ۽ بي پرواهيءَ کي نزديڪ نہ اَچڻ ڏئي. مرشد وشواس ڏياريو آهي تہ هنجي سمجهايل جڳتيءَ اَنوسار ساوڌانيءَ سان اَڀياس ڪندو رهندين تہ بنا ڪنهن ڊپ ۽ خطري جي منزل تي پهچي ويندي. منصوُر، سرمد، بوُعلي، شمس تبريز، موُلانا روم وغيره سيني درويشن مظبوط اِرادي سان اِهو اَڀياس ڪيو ۽ منزل تي پهچڻ ۾ سڦل ٿي ويا. عشق جي راهہ ڏسڻ ۾ ڪٺن آهي پر حقيقت ۾ ڪٺن ڪونهي. جيڪڏهن مشڪلاتون دوُر ڪرڻ وارو مرشد گڏ هجي تہ ٻاهريون ۽ اَندريون سڀ مشڪلاتون آسان ٿي وڃن ٿيون. اي ساڌڪ ! هيءُ اَندر جو ڀيد اُنهن سيني ساڌنن کان نيارو آهي، جيڪي اَلله جي وصال جي لاءِ اَپنايا ويندا آهن. هن ڀيد کي پنهنجي اَندر سنڀالي رکڻ گهرجي. نہ هر هڪ اِنسان اِن جو اَڌڪاري آهي ۽ نہ ئي هر اِنسان اِن تي وشواس ئي ڪري سگهي ٿو.

# توڪل (ڀروسو) ۽ رضا

توڪل جو مطلب آهي اَلله جو ڀروسو ۽ رضا جو مطلب آهي اَلله جو ڀاڻو مڃڻ. ”رضا“ يا ”ڀاڻي“ جو تعلق اَلله جي خوشي، پسندي يا مرضيءَ سان آهي. اَلله ۾ پورو ڀروسو هئڻ ”توڪل“ آهي ۽ جيڪي ڪجهه اَلله کي وڻي ٿو، اُنکي خوشي خوشيءَ سان منظور ڪرڻ اَلله جي رضا ۾ راضي رهڻ آهي.

شاهه صاحب جو ڪلام آهي :

پرينءَ پر دَرياهه، پَسُ ! جي پارِ پَوَنِ ٿيوُن،
ٻَڌُ توڪل جو تُرهو، آهرَ ساڻُ اَلله،
جَن جي ساهڙَ ساڻُ صلاحَ، سي ڪينَ ٻُڏنديوُن ڪَڏهين.
(سُر سهڻي VII:9,3/1755)

يعني، اي سُهڻي ! تون اُنهن ڏانهن نهار جيڪي سلامتيءَ سان درياءَ جي ٻئي ڪناري تي پهچي ويئون. تون ڀروسي جو تُرهو يعني ٻيڙي بڻاءِ ۽ اَلله جي پناهه ۾ اَچي وڃ. جيڪو هادي يا مرشد جي پناهه ۾ اَچي ٿو، اُهو ڪڏهن بہ ٻُڏي نٿو.

رضا ۽ ڀروسو، هڪ ئي سڪي جا ٻہ پهلو آهن. جيسين اَلله ۾ پورو ڀروسو نہ آهي، هنجي رضا ۾ راضي رهڻ ناممڪن آهي.

شاهه صاحب سمجهائي رهيا آهن تہ ڀوساگر مان پار ٿيڻ چاهيو ٿا تہ پرماتما جي ڀروسي جي ٻيڙيءَ (تُرهي) ۾ سوار ٿي وڃو. هنن جو مطلب آهي تہ پنهنجي طاقت يا ٻڌيءَ جو سهارو ڇڏي ۽ سنسار جا باقي سڀ آسرا تياڳي اَلله جي پناهه (شرڻ) ۾ اَچي وڃو. پنهنجو پاڻ کي پوريءَ طرح اَلله جي حوالي ڪري ڇڏيو ۽ من ۾ پورو ڀروسو رکو تہ اَلله جيڪي ڪندو اُهو ئي نيڪ هوندو.

من ۾ سوال پيدا ٿو ٿئي تہ اَلله کي تہ اَسان ڏٺو ڪونهي، پوءِ اَلله جي شرڻ ڪيئن ورتي وڃي ۽ اَلله تي ڀروسو ڪيئن قائم ٿئي ؟ شاهه صاحب سمجهائين ٿا تہ ” جيڪي هادي (مرشد) جي پناهه ۾ رهن ٿا،

اُهي ڪڏهن به ٻڏن نه ٿا.'' مطلب ته ڪامل مرشد ڪيترن ئي طريقن سان پنهنجي مريد جو اَلله جي وجود يا هستيءَ ۾ ڀروسو پڪو ڪندو آهي. هو وشواس ڏياريندو آهي ته اَلله اَندر آهي ۽ پنهنجي ڌيان کي ٻاهرئين جڳت کان اَندر ڏانهن موڙي اَلله سان وصال ڪري سگهجي ٿو. مريد، مرشد جي سمجهايل جڳتيءَ موجب عبادت ۾ لڳي وڃي ٿو. انهيءَ سڄي ڪاروائيءَ جو آڌار وشواس آهي.

اَسين اُستاد کي اِئين ڪونه چوندا آهيون ته پهرين ايم.اي. پاس ڪرايو پوءِ اِسڪول ۾ داخل ٿينداسين، اَسين اِنجنير کي اِهو ڪونه چوندا آهيون ته پهرين درياءَ تي پُل تيار ڪري ڏيکاريو، پوءِ توهانجي ٺاهيل نقشي تي ڀروسو ڪنداسين. ريل گاڏي ندين جي پُل تان لنگهندي آهي ۽ سُرنگهون پار ڪندي آهي، پر اَسين بي اونا ٿي گاڏيءَ ۾ ويٺا هوندا آهيون ۽ منزل تي پهچي ويندا آهيون. سمورو سنسار ڀروسي جي آسري تي هلي رهيو آهي. شاهه صاحب چون ٿا :

سيپئي سُبحان[1] جي، ڪرِ حوالي ڪَمَ،
تيءُ تحقيقُ تسليم[2] ۾، لاهي غَمَ وَهمَ،
قادُر[3] ساڻُ ڪَرَمَ[4]، حاصل ڪري حاج[5] ٿو.
(سُر سريراڳ IV:2,2/625)

(1. ساراهه جوڳو ڌڻي 2. رضاتي راضي رهڻ. 3. سگهارو ڌڻي 4. مهر، لطف. 5. مراد، ڪارج)

(ناکُئو نگهبانُ، مُعلمَ مُنجي خبرُوُنُ،
جَنِ ساري ڪنيو سمونڊ تي، سفر جو سامانُ،
لُطفَ ساڻ، لطيف چئي تن لنگهيو طوفانُ،
سنياري سُبحان، وڃي عادنئُون اُڪتا (سُر سريراڳ III:17,2/617)

(ناکئون - خلاصي، نگهبان - راکو، معلم - ڪپتان، عادنئون - عدن کان، اُڪتا-پهتا يا پار پيا.)

يعني جن ساڏڪن رستي جي لاءِ سامان تيار ڪيو هو، اُهي اَلله جي مهر سان طوفان پار ڪري ويا. ڪپتان تي ڀروسو رکي جهاز ۾ سوار

سيئي ياتري بي خوف ٿي سمهي پيا ۽ منزل تي وڃي پهتا.

جن ساڌڪن مرشد جي اُپديش تي عمل ڪري عبادت جو خزانو ڪٺو ڪيو هو، اُهي مرشد روپي ڪپتان تي ڀروسو رکي سمنڊ جي سيني خطرن کي پار ڪري منزل تي پهچي ويا. مرشد جي پناهہ ۾ اَچي وڃڻ ئي اَلله جي پناهہ ۾ اَچي وڃڻ جي برابر آهي ۽ مرشد تي ڀروسو رکڻ ئي اَلله تي ڀروسو رکڻ آهي.

توڪل يعني ڀروسو ۽ رضا، ڪامل درويشن جي ڪلام جا مکيہ اَنگ رهيا آهن. اَلله ۽ مرشد جي ڪنهن بہ ڪم ۾ چوُن-چرُان نہ ڪرڻ، سک-دک، اَميري-غريبي، مان اَپمان وغيره کي مرشد ۽ اَلله جي رضا سمجهي خوشي-خوشيءَ سان قبول ڪرڻ ئي اَلله ۽ مرشد جي وجود ۾ ڀروسو ظاهر ڪرڻ آهي ۽ اِهوئي اَلله ۽ مرشد جي رضا کي قبول ڪرڻ آهي.

سامي صاحب چون ٿا :

ڪري ڀاءُ ڀڳتِ، سامي تَرُ سنسار تون،
ٻيڙي ڪر ويساهہ جي، چَپوُ محبت مَتِ،
ستگرو پُرشُ ملاحُ ڪرِ، پتڻ ڪڍُ ڪُمَتِ،
ساکشي چاڻي سَتِ، پهچي پارِ پَرَم ڪون.

سامي صاحب اُپديش ڏيندي چون ٿا، اي جيو ! هردي مان ڪُمتيءَ کي ڪڍي، ڀڳتي ڀاوَ سان وشواس روپي ٻيڙيءَ تي، پريم روپي پتوار ڪٽي، ستگروءَ کي اُنهيءَ جيون روپي نوڪا جو ملاح بڻاءِ، تہ تون پرمن کان آجوٽي ويندين ۽ سچ جي ڄاڻ حاصل ڪري ساکيات چاڻي سنسار روپي ساگر مان پار ٿي ويندين.

اَلله ۽ مرشد جي کيل کمن کي سمجهي سگهڻ، مريد جي وس ۾ نہ آهي. اِنسان هن اَننت ڪائنات، جو هڪ ننڍو حصو آهي، هو اَڄ جيڪي آهي اُهو ڪروڙين، سوين پنين جنمن جي ڪرمن جو نتيجو آهي. جيستائين اِنسان کي رچنا جي ۽ پنهنجي آد ۽ اَنت جو پتو نٿو لڳي هوُ هن جنم ۾ ٿيل ڪنهن بہ گهٽنا يا واردات جو راز سمجهي نہ سگهندو. وهنوارڪ درشٽيءَ سان اِنسان کي اِها ڳالهہ قبول ڪرڻ کپي تہ جن ڳالهين

جي هن کي سمجهه ڪونهي، اُنهن جي ڦليان کي خاص ۽ وڏو ترڪ، رهسيه يا ڪارڻ ڪم ڪري رهيو آهي. جنهن رچنا کي اُهو ڄاڻي - ڄاڻڻهار ديالو پرماتما پنهنجي رضا موجب هلائي رهيو آهي، اُن ۾ ڪجهه به بنا ڪنهن ڪارڻ جي يا غلط نٿو ٿي سگهي.

توڪل ۽ رضا جو ٻيو پهلو هيءُ آهي تہ اِنسان مرشد ڀاران سمجهايل اَلله جي عبادت جي جڳتيءَ کي اَلله جي رضا مڃي اُن تي ڀروسو ڪري. مريض جي ڀلائي ڊاڪٽر جي دوا کائڻ ۾ آهي، نہ ڪ دوا جي باري ۾ پڇا- ڳاڇا يا سوال جواب ڪرڻ ۾، شاگرد جو ڀلو اِن ۾ آهي تہ هو اُستاد دواران ٻڌايل سبق کي ياد ڪري، سبق جي صحيح يا غلط هئڻ جي باري ۾ بحث نہ ڪري. مريض جيڪڏهن دوا کائيندو رهندو تہ دوا جي اَثر جي ڄاڻ کيس خود ئي پئجي ويندي، شاگرد پريم ۽ ڀروسي سان سبق پڙهندو رهندو تہ سبق جو لاڀ کيس خود ئي سمجهه ۾ اَچي ويندو. جڏهن شاگرد پنهنجي پهلوان اُستاد جي چوڻ موجب ڪسرت ڪندو ويندو تہ سندس طاقت وڌندي ويندي، اَهڙيءَ طرح جيئن-جيئن مريد، مرشد جي سمجهايل جڳتيءَ موجب عبادت ۾ ترقي ڪري ٿو، سندس دک- سک، مان-اَپمان، اَميري-غريبيءَ ۾ اَڏول رهڻ جي طاقت وڌندي ٿي وڃي. جڏهن هنجي سُرت اَندر اَلله جي ڪلمي سان جُڙي ٿي وڃي تہ هن کي اَلله کان شڪتي ملڻ بہ شروع ٿي وڃي ٿي ۽ گيان حاصل ٿيڻ بہ شروع ٿي وڃي ٿو. ٻين روحاني منزل پار ڪرڻ کانپوءِ هو ٻڌيءَ جي دائري کي پار ڪري سهج گيان جي ڪيتر ۾ داخل ٿي وڃي ٿو. پوءِ هو توڪل ۽ رضا جي ساڪيات تصوير بڻجي وڃي ٿو. مرشد جي ڀروسي ۽ ڀاڻي جي آڌار تي شروع ٿيل عمارت هڪ خوبصورت محل جو روپ ڌارڻ ڪري ٿي.

ڪو شخص غلطيءَ سان يا ڄاڻي-ٻجهي زهر کائي ٿو. ڊاڪٽر هن کان اُلٽيون ڪرائيندو آهي، جن سان هن کي درد تہ ضرور ٿيندو آهي پر اُلٽي سان زهر ٻاهر نڪري ايندو آهي. شاهوڪار جو قرض چڪائڻ ۾ قرضدار کي ڪشٽ تہ ضرور ٿيندي آهي پر قرض لهڻ کانپوءِ بار هلڪو

تي ويندو آهي. پرماتما جي رضا مان اُتپن ٿيل ڪرم ۽ قل جي نيم جي پنيان به پرماتما جي ديا لڪل هوندي آهي. جيو آتما اَگيانتا ڪارڻ اَنڌا-ڌُنڌ ڪرمن جون گندگيون جمع ڪندي تي وڃي. اُهو ديالوُ پتا ڪرمن جي ڀوڳنان ذريعي اِنهن گندگين کي صاف ڪندو تو رهي. اِنهيءَ درشٽيءَ سان به ڪُل-مالڪ جي طرفان آيل دک کي ڌيرج سان برداشت ڪرڻ گهرجي.

ڪامل مرشد سمجهائڻ چاهين ٿا ته جيڪڏهن اِنسان جا صرف نيڪ ڪرم هجن ها ته هوُ سرڳ ۾ وينو هجي ها. جيڪڏهن هنجا صرف پاپ هجن ها ته هوُ نرڳن ۾ سڙندو رهي ها. پڇ ۽ پاپ ملي ڪري ئي هيءُ منش جنم ملي ٿو. جيسين اَسين سرير جي قيد ۾ آهيون، دکن-سکن جو سلسلو جاري رهندو. جيڪڏهن دکن کان گهبرائجي يا سکن جي وهڪري ۾ وهي عبادت ڇڏي ڏينداسين ته آخر عبادت ڪڏهن ڪنداسين؟ اِنهيءَ ڪري دکن ۽ سکن کي مالڪ جي موُج سمجهي نشچنت ٿي مالڪ جي عبادت ۾ لڳو رهڻ گهرجي. حضرت عيسيٰ جو قول آهي : شبد يا اِسم اعظم جي خلاف ڪيل گناهه جي ڪڏهن به معافي ڪونه ملندي. *

پاڻ سمجهائين ٿا ته سڀني گناهن جي معافيءَ جو ساڌن صرف شبد يا اِسم اعظم آهي اِنهيءَ ڪري شبد جي ڪمائي نه ڪرڻ سڀ کان وڏو گناهه آهي. جيڪو شبد جي ڪمائي ڪري ٿو، اُهو اَلله جي حڪم جو پالن ڪري رهيو آهي ۽ گناهن جي مٺل کي به ڌوئي رهيو آهي. جيسين روح گناهن جي گندگين مان صاف نٿو ٿئي، هوُءَ اَلله سان وصال جي لائق نٿو بڻجي سگهي. اِنهيءَ ڪري زندگيءَ جي هر طرح جي حالات ۾ لِونءَ ڪي اَندر نام سان جوڙي رکڻ ۾ ئي جيو آتما جي اَصلي ڀلائي آهي.

شاهه صاحب چون ٿا :

”لڳيءَ جو“ لطيفُ چئي ”نَڪو ڦالُ نه ڦيلُ،“

”لڪيئي لامُون ڪوڙيوُن، نيٽين وَهي نيرُ،“

---

*Blasphemy against the Holy Ghost shall not be forgiven. [2]

،،هيئنڙ ! تي ۽ سُڏيرُ، ڪالهہ قريبنِ لڌيو،،، (شُر بروو 1:8,1/336)

پريم نصيب جو تير آهي، جنهن جي لڳندي ئي آنسن جي جهڙي لڳي ٿي وڃي. اي منهنجي دکي دل ! وڇوڙي جي اِنهيءَ درد کي ڌيرج سان برداشت ڪر. اَڳتي فرمائين ٿا :-

منهنجا محبوب ! تو مون سان جيڪو وهنوار ڪيو آهي، مون چپ چاپ برداشت ڪيو آهي، پر مان ايترو ضرور چونديس تہ مونکي تو مان اَهڙي وهنوار جي اُميد نہ هئي. تو منهنجي دل تي جادو ڪري، اُنکي وس ۾ ڪري ڇڏيو آهي. هاڻي ڇا اِنکي تنهنجي پيٽ نہ ڪرڻ منهنجي وس ۾ آهي ؟ ڇا مان پنهنجي دل ۾ سمايل تنهنجي تڙڦ جو بيان ڪري سگهان ٿي، جنهن منهنجي دل ۾ پڪو گهر بڻائي ڇڏيو آهي؟

1. پلي ڪَنيئي، پلا پِرين ! مون نہ ڇاتو اِيئن،
هنئون هيرائي، هٿ ڪري، توکي ڏيان ڪيئن؟
ساسِ سَلان ڪيئن، جنهن اَندرِ آهيرا ڪيا. (شُر بروو 1:8/A,1/337)

هڪ ٻئي بيت ۾ لکن ٿا :-

2. ساجن ! ايئين نہ جُڳاءِ، جيئن مارِيو، موٺيون پڇين،
رَتيءَ رتُ نہ سِنجُري[1]، سِڪَ تنهنجي ساءِ،
اَسان توئي[2] لاءِ، تي پَرِ ۾[3] پچارون ڪيون. (شُر بروو II:3 ,1/346)

(1. پيدا ٿئي، رتُ وهي. 2. تنهنجي ئي لاءِ. 3. اَندر ۾ يا ڳجهہ ڳوهہ ۾)

يعني :- اي جاني ! توکي اِئين نہ جڳائي، جو مونکي ماري وري منهنجي پُڇا ئي نٿو ڪرين. تنهنجي عشق جي سوز ۾ مون ۾ رتيءَ جيترو بہ رت نہ رهيو آهي. اَسان تنهنجي لاءِ ڳجهہ ئي ڳجهہ ۾ پوڇائون ڪيون آهن. (ياد ڪيو آهي)

3. ڪٿان سڪئين سُپرين، ڪاسائڪي ڪارِ؟
تکي ڪاتي هٿ ڪري، مُڏيءَ سين نہ مارِ،
چوري[1] چاڪ[2] نهار، جي سوُرن سانگهيڙا[3] ڪيا.
(شُر بروو III:3/10,1/353)

(1. اُڪلائي 2. زخم 3. سوراخ)

يعني، اي جانب ! تون ڪاساين واري عادت ڪٿان سکيو آھين؟ توکي هٿ ۾ تيز ڪاتي آھي، پوءِ مُڏي ڪاتيءَ سان مونکي ڇو ٿو وڍين؟ تون منهنجن زخمن کي اُٿلائي ڏسُ ته ڪيئن نه سُوُرن مون ۾ سوراخ ڪيا آھن.

پريمڪا شڪايت ٿي ڪري ته هنکي محبوب مان اِها اُميد ڪونه هئي ته هوُ ڪيس اهڙيءَ طرح پنهنجي جدائيءَ ۾ تڙڦائيندو ۽ دکن جي چڪيءَ ۾ پيهندو. اَهڙي شڪايت ۾ ڀروسو به هوندو آھي ۽ حُجت به، شڪوا شڪايت اُن سان ئي ڪئي ويندي آھي، جنهن سان سڀ کان وڏيڪ پريم هوندو آھي ۽ جنهن تي سڀ کان وڏيڪ ڀروسو ۽ مانُ هوندو آھي. نه صرف عام اِنسان، اَلله جي عبادت ۾ لڳل سادڪن جي من ۾ به اَنيڪ طرح جا سوال پيدا ٿيندا رهندا آھن. پر اُنهن کي گهرجي ته اِنهن سوالن کي هڪ طرف رکي تن-من سان مرشد جي سمجهايل جڳتيءَ موجب عبادت ۾ لڳا رهن. عبادت ۾ ترقي ٿيڻ سان هر طرح جا سنديهه پنهنجو پاڻيهي شانت ٿي ويندا آھن.

ڀروسي ۽ ڀاڳي جو اِهو مطلب نه آھي ته اِنسان هٿ تي هٿ رکي چپ چاپ ويهي رهي. ڀروسي جو مطلب يتن يا ڪوشش جو تياڳ نه، بلڪ ڦل جو تياڳ ڪرڻ آھي سنت- مهاتما سمجهائين ٿا ته پنهنجي يتن تي سنتوش نه ڪريو ۽ مالڪ جي طرفان ڏنل ڦل ڏانهن اَسنتوش ظاهر نه ڪريو. سوارٿ ۽ پرمارٿ ٻنهي ۾ پنهنجي طرفان جي جان سان ڪوشش ڪرڻ اِنسان جو فرض آھي. پنجاب جي صوفي ڪوي محمد بوٽا جو ڪلام آھي :-

مالي دا ڪم پاني دينا، ڀر ڀر مَشڪان پاوي،
مالڪ دا ڪم ڦل ڦل لانا، لاوي يا نا لاوي.[3]

وڏاتا، جيو آتما جو ڀاڳ سندس ئي ڪيل ڪرمن موجب لکندو آھي. اِنهيءَ ڪري دنيوي ڪاريه - وهنوار ۾ به اُدم ۽ پرشارٿ کان ڪم وٺڻ گهرجي. پرميشور جيو کي منش جنم پنهنجي ڀڳتيءَ جو ڏن ڪنو ڪرڻ واسطي ڏنو آھي. اِنهيءَ ڪري پرمارٿ ۾ ڪاميابي واسطي پوري

ڪوشش ڪرڻ گهرجي. نرپيکش (Absolute) درشٽيءَ سان ڏسجي ته جيڪي ڪجهه ڪري ٿو، پرماتما ئي ڪري ٿو، پر وهنوارڪ (Practical) درشٽيءَ سان ڏسجي ته اِنسان کي پنهنجي طرفان پوري ڪوشش ڪرڻ گهرجي. اِئين سوچڻ صحيح ڪونهي ته پرماتما جڏهن به چاهيندو، خود ئي ڀڳتي ڪرائيندو. پرماتما پاران بخشيل شڪتي ۽ وويڪ جو اِستعمال نه ڪرڻ به ڪنهن طرح سان مناسب ناهي. ڀروسي يا توڪل جو هيءُ مطلب آهي ته اِنسان کي دنيوي ۽ پرمارٿي ڪوشش جي ڦل مان نراس نه ٿيڻ گهرجي. اِهو حساب-ڪتاب ڪري ويهي رهڻ ته مون هيتري ڀڳتي ڪئي هئي ۽ اُنجو هيترو ڦل ملڻ کپندو هو، منهنجي ڀڳتيءَ جي ڦل سروپ اَندر پرڪاش ڇو نه نظر آيو آهي، شبد جو آواز ڇو ڪونه ٻڌڻ ۾ آيو آهي، گروءَ جو نوري سروپ ڇو ڪونه ظاهر ٿيو آهي، آنترڪ چڙهائي ڇو ڪونه شروع ٿي آهي وغيره... اِهي سوال من کڙا ڪندو آهي. اِچا موجوب ڦل يا نتيجي لاءِ ضد ڪرڻ، سرو شڪتيمان، اَنترايامي ۽ پرم ديالوُ پربوءَ کي اگياني من جي اَڏين ڪرڻ جي ڪوشش جي برابر آهي.

پرميشور جي ڀڳتيءَ جو مطلب آهي، اِنسان عاجز ۽ لاچار بڻجي ۽ من جي حڪم کان آزاد ٿي پرميشور جي حڪم اَندر اَچي وڃي. شاهه صاحب ساڌڪ کي خبردار ٿا ڪن ته گهڻو ضد ڪندين ته پرميشور توکي هڪڙي ننڍڙي سُوڪڙي ڏيئي چپ ڪرائي ڇڏيندو، فرمائين ٿا :-

طمع جي تنوارَ، متان ڪرين مڱڻان،
ڏکي ڪندءِ ڏارَ، ماڻڪ ڏيئي مُٺ ۾. (سُر پرڀاتي 1/249 I:9/A)

يعني اَلله کان لوڀ سان ڪم نه وٺجانءِ، نه ته هوُ توکي هڪ لعل ڏيئي تنهنجو من بهلائي ڇڏيندو.

هٺ ڪرمن ۾ لڳل يا گهور تپسيا ڪرڻ وارن ساڌڪن کي رڌيون، سڌيون، ڪرامتون ته ملي وينديون، پر پرماتما سان ميلاپ جو سؤڀاڳيه ڪونه نصيب ٿيندن، ڌيرج جو ڦل منو هوندو آهي. جيڪو ڦل جي اِڇا تياڳي نشڪام هردي سان ڀڳتي ڪري ٿو، مالڪ هڪ ڏينهن اُنجي ڳالهه

ضرور پڏي ٿو. اُهو اَنترِيامي پريو بهتر ڄاڻي ٿو تہ ساڌڪ جي اَصلي پلائي جلدي ڦل ڏيڻ ۾ آهي يا دير سان ڏيڻ ۾ آهي.

شاهہ صاحب پيغام ڪن ٿا تہ مريد کي اَللہ ۽ مرشد جي رضا ۽ راضي رهڻ جو گڻ ڌارڻ ڪرڻ کپي. اَللہ ۽ مرشد جي ڪنهن بہ ڪم جي باري ۾ سوال-جواب نہ ڪرڻ گهرجي. اَللہ فرشتن کي جڏهن حڪم ڏنو تہ آدم يعني اِنسان جي اَڳيان سجدو ڪن، تڏهن باقي سيني فرشتن تہ اَللہ جو حڪم مڃيو، پر شيطان اِئين چئي اِنسان جي سامهون سجدو ڪرڻ کان اِنڪار ڪيو تہ هو اَللہ کانسواءِ ٻئي ڪنهن جي بہ سامهون سجدو ڪونہ ڪندو. شيطان پنهنجي طرفان اَللہ کي وڏو ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي، پر حقيقت ۾ هن پنهنجي عقل ۽ مرضيءَ کي اَللہ جي گيان ۽ هنجي حڪم کان وڏو ثابت ڪرڻ چاهيو.

هڪ درشٽانت آهي :

پِتا ڪڏهن بہ اَهڙو ڪو ڪم ڪونہ ڪندو آهي جنهن ۾ پٽ جو ڀلو نہ هجي. دنيوي پِتا تہ شايد ڪڏهن ڀُل وچان اِئين ڪري بہ ڇڏي، پر اُهو ڄاڻي ڄاڻڻهار، پريم-روپ ۽ ديا-روپ پِتا پرميشور ڪڏهن بہ ڪجهہ اَهڙو نٿو ڪري سگهي، جنهن ۾ روح رُوپي ٻار جو ڀلو نہ هجي. اِسلام جو مطلب ئي آهي ''اَللہ جي رضا کي مڃڻ''. اَللہ جي رضا کي من جي مرضيءَ کان وڏو سمجهڻ ئي اَللہ کي وڏو مڃڻ جي برابر آهي. جيڪو اَللہ جي رضا کي نٿو مڃي، اُهو اَللہ جي گيان، سندس پريم ۽ ديا ۾ بہ اَوشواس ظاهر ٿو ڪري. ڪامل درويش سمجهائين ٿا تہ اَگياني جيو جو پنهنجي تُڇ ٻڌيءَ سان اَللہ جي ڪمن کي سمجهي سگهڻ ناممڪن آهي. اِنهيءَ ڪري دنيوي ۽ پرمارٿي ٻنهي ڪمن ۾ پوري ڪوشش ڪندي، ڦل يا نتيجو اَللہ تي ڇڏي ڏيڻ ئي هن ۾ سچو ڀروسو ظاهر ڪرڻ آهي ۽ هنجي رضا کي مڃڻ آهي.

## اي ساڏڪ سجاڳ ٿيءُ

سيرانديءَ سازُ ڪيو، سُمهين ساري رات،
ايئن نہ جا جڪاٽي ذات، ائين نہ هئي اڳهين

مطلب، صبوح ٿي ويو آهي ۽ تون پنهنجو ساز وِهاڻي وٽ رکي سمهيو پيو آهين. سازندا يعني ڳائيندڙ ڪڏهن اِئين تہ ڪونہ ڪندا آهن. اَهڙيءَ طرح سان اي سازندي ! (اي ساڏڪ) مالڪ جي شاهي دربار ۾ توکي ڪيئن مانُ حاصل ٿيندو ؟ (سُر پرڀاتي I:3,1/247)

اِنسان جنهن ڳالهہ کي سڀ کان ضروري سمجهندو آهي، اُنهيءَ طرف سڀ کان وڌيڪ ڌيان ڏيندو آهي ۽ اُنکي حاصل ڪرڻ لاءِ سڀ کان وڌيڪ محنت بہ ڪندو آهي. شاهہ صاحب زندگيءَ جو اصلي مقصد ياد ڏياريندي چون ٿا :-

وصُل تنهن وِڃائيو، سِينڌ سُرمي سِينءَ،
سامُني ليلا جيئن، مٽيو جنهن مِٽُ ڪيو. (سُر معذوري II:6,3/1711)

(مُني ڦرُي، لٽجي ويئي)

يعني، جيڪا اِستري پنهنجي هار، سينگار ۾ ئي مگن ٿي رهي، سا وصُل وڃائي ٿي وهي. جهڙيءَ طرح راجا چنيسر جي پٽني ليلا سون جي هار جي موهہ ۾ اَچي پنهنجو سهاڳہ وڃائي ويٺي.

کهي جا ڪين ڪٽي، پرينءَ پهُتي سا،
وِهي ويڙهجي جا، وصُل تنهن وڃائيو. (سُر معذوري II:5,3/1170)

مطلب، جيڪا ''ڪين'' (ڪجهہ بہ نہ) ساڻ ڪٽي ٿي هلي، سا پرينءَ سان ٿي ملي، جا ويس وڳا پهري ويٺي، تنهن وصال هٿان وڃايو.

هونُديان هوتُ پري، اوڏو آهہ اَڻ هوندُ کي،
ساجنُ تَنِ سري، لا سين لَڏين جي. (سُر معذوري II:7,3/1171)

(هوُند يان - هوُند کان، هستيءَ کان. سَري - حاصل ٿئي لا-نيستي)

يعني، جن کي ماياوي پدارٿن سان پيار آهي ۽ جيڪي هوَميءَ جو شڪار آهن محبوب اُنهن کان دور آهي، جيڪي موهہ، مايا ۽ هوَميءَ

جو تياڳ ڪري چڪا آهن اُنهن جي هؤ بيحد ويجهو آهي.

”ڏوٻيءَ جو ڪتو نہ گهر جو نہ گهاٽ جو“ جيڪو ٻن ٻيڙين ۾ پير رکي ٿو، وچ ۾ ئي ٻڏي وڃي ٿو، جن جي من ۾ سنسار ۽ سنسار جي شڪلين ۽ پدارٿن جي لالچ جو راڄ آهي؛ اُهي پرمارٿ ۾ سڦل نٿا ٿي سگهن.

نڪا هتِ، نہ هُت، ڪا ڳوريءَ سندي ڳالِ،

ڪِينَ پهتي مال، حال پهتي هوت ڪي. (سر معذوري 13,3/1173:II)

(مال ملڪيت)

يعني، دنيوي مال اِسباب واريءَ (ڳوريءَ) جو جسُ نڪي هِت (هن جهان ۾) آهي، نڪي هُت (روحاني دنيا ۾) يعني جن سرتي دُنيا پر جو بوجهہ رکيو آهي، اُهي نہ هتي ڪجهہ حاصل ڪري سگهيا، نہ هُتي. ڪابہ دنيوي اِسباب ساڻ کڻي منزل تي نہ ٿي پهچي، پر روحاني هستي ۽ پريم سان ئي ٿي اُتي رسي.

شاهہ صاحب خبردار ڪن ٿا تہ جنهن مسافر سِر تي ڀاري بوجهہ رکيو آهي، اُهو لمبو رستو ڪيئن طئہ ڪري سگهندو؟ جنهنجي پيرن سان پٿر ٻڌل هجي اُهو پهاڙ تي ڪيئن چڙهي سگهندو؟ جنهنجو من وشيہ وڪارن اِندرين جي ڀوڳن ۽ دنيوي مان، وڏائيءَ جو متوالو آهي، اُهو پرمارٿ ۾ ڪيئن واڌارو ڪري سگهندو؟ جيڪو نفس جو غلام آهي، اَلله جو غلام يا عاشق ڪيئن بڻجي سگهندو؟

شاهہ صاحب فرمائين ٿا :-

پِرَهہَ ڦُٽي، رات گئي[1]، جهيڻا[2] ٿيا نِڪَٽَ[3]،

هاري[4]، وِيءَ وَٽَ، گهڻا هڻنديِن هٿڙا. (سُر ڏهر 16/15,1/390:II)

(1. گذري ويئي. 2. جهڪا 3. تارا. 4. اي بي عقل !)

اي مورک ! رات گذري ويئي آهي. تارا جهڪا ٿي ويا آهن، صبوح ٿي ويو آهي. تو قيمتي موقعو اَجايو گنوائي ڇڏيو آهي. توکي پوءِ پڇتائڻو پوندو.

سائين بلي شاهہ چون ٿا :

رئڻ گئي لٽڪي سب تاري، اَب توجاڳ مسافر پياري[1]

شاهہ صاحب بہ سمجهائين ٿا :-

سُتي نہ سَرنَدِياءِ، ڪر پچار پرينءَ جي،

وهامي ويندياءِ، گهڙا هٿندين هتڙا. (سُر ڏهر 12/11:II)

يعني، تون روز رات جو سمهيل رهينءَ ۽ محبوب کي ياد نہ ڪيہءِ، هيءُ وقت هٿن مان ويندءِ هليو تہ پوءِ پڇتائڻو پوندءِ.

مُسَنِ منهن سنرا، ڪريا گهڻُون ڪِلَنِ،

سي تان وِسِرِين، آيا جَنِ ڪمَنِ کي، (سُر ڏهر 1/391)

يعني جن جامن ميرا آهن، ڪلندي، ڪُڏندي موَج مانائين ٿا، اُهي وساري ويٺا آهن تہ ڪُل، مالڪ ڪين سنسار ۾ ڪهڙي ڪم لاءِ موڪليو هو. اُنهن دنيا جي بدلي دين کي وڪڻيو ۽ ڪوُڙو سوُدو ڪري ويا.

شاهہ صاحب سمجهائي رهيا آهن تہ اَلله بہ سچو آهي ۽ اَلله جي عبادت بہ سچي آهي. دُنيا بہ ڪوُڙي آهي ۽ دنيا ۾ جيڪي ڪجهہ آهي اُهو بہ ڪوُڙو آهي. جيڪي اَلله جي عبادت ۾ لڳل آهن اُهي اَلله جو حڪم مڃي رهيا آهن ۽ سچو سوُدو ڪنو ڪري رهيا آهن، جيڪو اَنت ويلي اُنهن سان گڏ ٿو وڃي. جيڪي دنيا جي سئر، رنگ، تماشي ۽ مان، وڏائيءَ ۾ مست آهن، اَلله ۽ اَلله جي حڪم کان بي خبر ۽ نڊر آهن، اُهي ڪوُڙا سوُدا ڪنا ڪري رهيا آهن. جيڪي اَنت ويلي گڏ ڪونہ هلندا. اهڙا اَگياني جيو لوڪ، پرلوڪ ٻئي بگاڙيندا آهن. اُنهن کي اَلله جي درگاهہ ۾ پنهنجي من مانيءَ جو جواب ڏيڻو پوندو آهي، بابا فريد صاحب جن خبردار ٿا ڪن :-

فريدا چار گوائئا هنڊ ڪيءِ چار گوائئاسَنم،

ليکا ربُ منگيسئا توُ آيو ڪيهري ڪنم،[2]

فريد صاحب جن ڪيترن ئي سلوڪن ۾ اِنسان کي زندگيءَ جي حقيقت سمجهائيندي هنکي پرلوڪ جي پونجي تيار ڪرڻ جو اُپديش ڏنو آهي. هتي چيتاوني ڏيئي رهيا آهن تہ اِنسان رب جي ڀڳتيءَ جو اَصلي ڪم ڇڏي ڏينهن جا چار پهر دنيوي ڀاڄ ڊوڙ ۽ رات جا چار پهر ننڊ

۾ برباد ڪري ڇڏي، هوُ پلجي ٿو وڃي تہ اَنت ۾ اَلله حساب گهرندو تہ توکي سنسار ۾ جنهن ڪم لاءِ موڪليو ويو هو، اُهو ڇو نہ ڪيہءِ؟

عشق ۽ عبادت جي ڪلام ۾ سُر ڪاپائتي جا ڪجهہ مثال پهرين ئي پڙهي آيا آهيون : شاهہ سائين چون ٿا : تنهنجو چرخو ڍلو پئجي ويو آهي ۽ اُنجي ڏور بہ نيڪ نہ آهي. ڏکار آهي اُنهن تي جن اڄان تائين سُٽ نہ ڪتيو، (سُر ڪاپائتي 1:9,1/364)

سي ٿو ويهي وڃائيا، جي ڪتڻ سندا ڏينهن،
اَرٽ اوڏي نہ ڪِئين، پوُري ! پوري سيئن،
ڪنڌُ ڪٽنديءَ ڪيئن، اَڱڻ عجيبن جي؟
(سُر ڪاپائتي 1:10,1/364)

مورک اتو جوانيءَ جو، سٽ ڪتڻ جو سونهري موقعو بيڪار گنوائي ڇڏيو ۽ چرخي ڏانهن بلڪل ئي ڌيان نہ ڏنئہ، تون پنهنجي ڪنت جي سامهون منهن متي ڪٿي ڪيئن ويندينءَ؟

توڙي تون وڏي ٿئين، توءِ اُٿي آتڻ آ،
تي پيري پيرم وارين، ٻي هڏ ڪرمَ ڪا،
تہ صرافُ تو صُباح، ڪولي ڪا تارَن سين.
(سُر ڪاپائتي 1:11,1/364)

چاهي تنهنجي عمر وڏي ٿي ويئي آهي ۽ تنهنجي نظر ڪمزور ٿي ويئي آهي، تڏهن بہ اٽڻ جي اَڳيان ويهي سُٽ ڪَتِ، باقي ڪم ڇڏي ڪنهن سٽ ڪتڻ واريءَ سان هڪ ڪنڌ ۾ ويهي سٽ ڪَتِ. ٿي سگهي ٿو تہ اُهو اَلله توکي بہ ٻين سٽ ڪتڻ وارين يعني ٻين ساڌڪن سان گڏ پاڻ وٽ گهرائي وٺي.

شاهہ صاحب چون ٿا :

تنهنجا سون جهڙا قيمتي هٿ آهن. تون ڪونہ ڪو بهانو ڪري سٽ ڪتڻ ڏانهن لاپرواهي ڇوٿي ڪرين ؟ (سُر ڪاپائتي 1:12,1/365)

تون پڳل چرخو هلائيندي رهہ، سُستي نہ ڪر. ڪهڙي خبر تہ وري چرخو

ملي يا نہ ملي ۽ سٽ ڪتڻ نصيب نہ ٿئي؟ (سُر ڪاپائتي 1:13,1/365)

شاهہ صاحب وري چون ٿا تہ ڏسو ! ڪي ڪتڻ واريون اهڙيون بہ آهن جيڪي پريم سان ڪتين پيئون ۽ ڪنبن بہ پيئون، اُهي صبوح جو سويل ئي سٽ ڪتڻ لاءِ اَچيو آتڻ ۾ وهن. اُنهن جي ڪتيل سٽ لاءِ صراف بہ سڪن ٿا. اُنهن جو سٽ ڪڏهن بہ تارازيءَ ۾ نہ تُريو. پر اِئين ئي اَگهامي ويا.

ڪوجو[1] وهُہ[2] ڪاپائتين، ڪنبن ۽[3] ڪِتَنِ[4]
ڪارڻ[5] سُود سوارِيوُن[6]، آتڻ مَنجهہ اَچَنِ،
”اُن جي[7] سونُهن“، سيدُ چئي، ”صراف ئي سِڪَنِ“،
اگهيا سُٽَ سندن، پائي ترازيءَ[8] نہ توريا.
(سُر ڪاپائتي 1:18,1/367)

(1. اَهڙو ڪو. 2. گُڻ. 3. ڏڪن. 4. ڪتين 5. نفعي ڪاڻ 6. سوير، اَسُرجو. 7. اُنهن جي سونهن لاءِ. 8. تارازي، ساهمي)

شاهہ صاحب خبردار ڪن ٿا تہ منش جو چولو مالڪ جو اَمُلهہ وردان آهي. اِنهيءَ وردان مان لاڀ وٺي اَلله سان وصال ڪرڻ گهرجي. جوانيءَ جي سونهري موقعي کي اَلله جي عبادت لاءِ ڪم ۾ آڻڻ کپي. شاهہ صاحب ساڏڪ جو حوصلو وڌائيندي چون ٿا تہ جيڪڏهن ڪنهن ڪارڻ جوانيءَ ۾ ڀڳتي نہ ڪري سگهئين تہ هينئر بہ ڀڳتيءَ ڏانهن ڌيان ڏي، مرشد جي سمجهايل جڳتيءَ موجب جڏهن بہ ڀڳتي ڪئي ويجي، لاڀدائڪ آهي. چاهي سرير ساٿ نہ بہ ڏئي ۽ من پوريءَ طرح ڀڳتيءَ ۾ نہ لڳي، تڏهن بہ پنهنجي طرفان ڀڳتي ڪرڻ جو پورو يتن ڪرڻ گهرجي، زندگيءَ ۾ چاهي ڪهڙيءَ بہ حالات هجي، اَلله جي عبادت ۾ لڳو رهڻ گهرجي.

## ننڊ، سستي ۽ غفلت :-

جَتنَ جا جيلا[1]، تي ساٿ پُڇائي سُئي،
آيَسِ آريءَ جام جا، تڙ توڏا تيلا[2]

اُن کي ناڪيليون[3] نڪنِ ۾، ڏِهِرِ يُوَن[4] دليلا[5]
سِرِ ٻڌيو سيلا[6]، لايو نندڙُون ڪرين، (سُر ديسي 16,3/1230:I)

(1. جنهن صورت ۾ 2. تنهن صورت ۾، تنهن ڪري. 3. موتين جي مالا، چانديءَ وغيره جي ڳاني جيڪا اُنن جي ڳچيءَ ۾ ٻڌندا آهن. 4. اُنن جي هڪ زيور جو نالو، جنهنجي آواز مان اُٺ جي مالڪ کي خبر پوندي آهي تہ اُٺ ڪٿي پيو چري. جيڪڏهن اُٺ گم ٿي ويندو آهي تہ اِهو آواز سندس وجود جو پتو ڏيندو آهي. جنهن صورت ۾ اِهو زيور، رهبر يا سُونهين جو ڪم ڪندو آهي، تنهن صورت ۾ اِنکي ''دليلو'' يعني سُونهون چوندا آهن. 5. مٿي کي ٻڌڻ لاءِ ڏور يا پٽي 6. ڳچين ۾ ڳانيون ۽ چمڪدار زيور بہ پيل هئن)

جن اَپياسين اَلله جي پراپتيءَ کي زندگيءَ جو مؤل مقصد سويڪار ڪيو آهي. اُنهن کي پنهنجو جيون اِنهيءَ مقصد اَنوسار بدلائڻ کپي، سُر ديسي جي پهرئين داستان ۾ شاهہ صاحب سڀئي ڏانهن اِشارو ڪندي چون ٿا تہ ڏاڍي عجب جي ڳالهہ آهي تہ تون پنهنجي پنهوُنءَ سان عشق ڪرڻ ڪانپوءِ بہ سمهيل رهينءَ.

سُر ڪوهياريءَ ۾ چون ٿا :-

نَيلَ[1] نہ جاڳينءَ، لِڪَ[2] سيئينَ، ڪُلي[3] نوُم[4] ڪياءِ،
اُٿي پهچ قريب[5] کي وِهڻُ[7] تو نہ جُڳاءِ،
مُلي، مهمانَنِ سين، ويهي راتِ وِهاءِ،
جيلاهن ننڊ ڪياءِ، تي روز رُلين ٿي راهہ ۾.
(سُر ڪوهياري 1,3/1294:I)

(1. رات 2. ذري، ترماتر 3. +4 سموري ننڊ 5. اُٿي تيارٿي. 6. محبوب، پرينءَ. 7. سُستي، غفلت)

معنيٰ، تون رات جو ذرو بہ سجاڳہ نہ رهينءَ ۽ مڙيوئي ننڊ ڪيءِ،اُٿي پرينءَ سان مل (يا پرينءَ وٽ وڃ)، توکي وهڻ واجب ناهي، مُلي ! تون ساري رات جاڳي مهمان سان گڏ گذارين ها، ننڊ ڪيئہ، تہ هميشهہ لاءِ واٽ تي ئي رهجي ويئيئن.

ننڊ ويرياڻي هوءِ، جيڏيون ! جمَ سمهو،
متان مون جيئن پوءِ، وَرَنِ ۾ واڪا ڪريو.
(سُر ڪاهياري 14,3/1299:I)

سسُئي چوي ٿي تہ : منهنجون سکيون ! ننڊ دُشمن آهي، متان توهين سمهي پئو، نہ تہ توهانکي بہ مون وانگر پهاڙن تي بيهي چيخُون ڪرڻيون پونديون،

سنتن مهاتمائن غفلت ۽ لاپرواهيءَ کي ساڌڪ جي رستي جي سڀ کان وڏي رُڪاوٽ مڃيو آهي، ڪامل درويشن جو سمورو ڪلام اَڇيت جيون کي جاڳائڻ ۽ اگيانتا جي ننڊ مان بيدار ڪرڻ جي مقصد سان لکيو ويو آهي. زندگيءَ جي اَصلي مقصد جي باري ۾ اَڇيت هئڻ ۽ اَصلي مقصد جو گيان هئڻ جي باوجود بہ اُنجي پراپتيءَ ڏانهن ڌيان نہ ڏيڻ اِنسان جي سڀ کان وڏي بد قسمتي آهي، شاهہ صاحب حيراني ظاهر ڪن ٿا تہ جنهن ساڌڪ کي مرشد جي شرڻ حاصل ٿي ويئي آهي ۽ اَلله سان وصال جي سچي ساڌن ۽ سچي راهہ جو گيان مليو آهي، اُهو سُستي ۽ لاپرواهي ڪيئن ٿو ڪري سگهي ؟

ڪنوڻ ڪنوايو، آيءِ ننڊ اَياڳ جي،
جنين نہ پوَيانيو، ڪري توائي[1] تَنَ کي. (سر سريراڳ. VI:7,2/648)
(1. متيون منجهائڻ.)

يعني وڄ پيئي ڪِنوي، توکي ڪنهن نياڳ جي ڪري ننڊ اَچيو وڃي، جن لاپرواهي ڪئي، تن جون متيون منجهي ويئون ۽ محروم رهجي ويا.

بيڙياتا[1]! بيئي[2]، تو نہ ڦٻنديوُن ڳالهڙيوُن،
سڄيون راتيون سُمهين، پرُ[3] سُکاڻَ ڏيئي،
صُباحَ سيئي، پار پڇندءِ خبرون. (سُر سريراڳ 111:14) 2/615
(1. بيڙيءَ وارا. 2. بئي ڳالهيون. (سمهڻ ۽ بيڙي سلامتيءَ سان هلائڻ)
3. پاسي ۾، پَرِ ۾)

مطلب، اي ملاح ! توکي بئي ڳالهيون (سمهڻ ۽ بيڙي هلائڻ) هٿ

نہ ايندي‌ون. تون سڪاڻ ڪي ننڊ ۾ رکي ساري رات سمهيو ٿو رهين. سڀاڻي هُن پار (ٻئي جهان ۾) تو ڪان حساب پڇندا.

لَيلَ[1] نہ جاڳينءَ لِڪَ[2] سيئنَ، سُتينءَ راتِ سڄي،
هٿان هوتاڻين[3] جي، ويو خزينو ڪڄي،
پوري ! تون نہ پڄي، سبب ڪنهن سان مِڙين؟
(سُر ڪوهياري 1:3,3/1295)

(1. رات.2. ذري، ترماتر. 3. اُٺ وارا)

يعني، تون سڄي رات سمهيل رهينءَ ۽ هاڻي اُٺن وارن جو پتو تي پڇين، تون سُتي رهينءَ ۽ هوُ خزانو لُٽي ڪٽي ويا.

جن ساڌڪن مرشد جي روپ ۾ چمڪيل اَلله جي رحمت جي بجليءَ جو فائدو وٺي مرشد جي نوري سروپ کي پرگهٽ ڪري ورتو، اُهي روحاني خزاني جا مالڪ بڻجي ويا. جن غفلت ۾ وقت گذاريو، هٿ مليندا ئي رهجي ويا. شاهہ سائين سمجهائي رهيا آهن تہ :

جنهن کي رهبر نہ مليو آهي، اُهو رهبر جي ڳولها ڪندو آهي. جنهن کي رستو نہ مليو اُهو رستي جو پتو پڇندو آهي. جنهن کي رهبر بہ ملي وڃي ۽ رستي جو پتو بہ ملي وڃي، اُنهيءَ لاءِ ضروري آهي تہ هو پنهنجو سڄو ڌيان سفر طئہ ڪري منزل تي پهچڻ ڏانهن ڏئي، جيڪو هلندو رهي ٿو، اُهو ڏيري، ڏيري هلندو بہ منزل تي پهچي ٿو وڃي. جيڪو ويهي رهندو آهي سوچ-ويچار ۾ گم سم رهندو آهي ۽ جنهن جو ڌيان ڪيترن ئي طرفن ڏانهن ڦهليل ٿو رهي، اُهو منزل تي پهچڻ جي آشا نٿو ڪري سگهي. سمنڊ مان هيرا، موتي اُهو ئي ڪڍي سگهي ٿو، جيڪو گهري ٽٻي لڳائي ٿو. ڪناري تي ويٺل شخص صرف سپُن ۽ گهوُنگهن جي ئي اُميد رکي سگهي ٿو. شاهہ صاحب چون ٿا :

سَمُنڊُ جي سوين، تنين ماڻڪَ ميڙيا،
ڇِلَرَ جي ڇوئين، تن سانگو ناءِ سُستيون. (سُر سريراڳ II:3,2/597)

”سڄ لهڻ وارو آهي“ موت ڪنهن بہ وقت اَچڻ وارو آهي ۽ مرشد ڪنهن بہ وقت جدائي ڏيئي سگهي ٿو، اِنهيءَ ڪري زندگيءَ جي هر

سوانس جو پورو فائدو وٺڻ ضروري آهي.

حضرت سلطان باهوُ جو ڪلام آهي :-

جو دم غافل سودم ڪافر، سانون مرشد اِهہ پڙهائئاهوُ.

سُڻيا سُخن گـئيُان کُل آکي، چِت موُلا وَل لائئا هوُ.[3]

اَلله جي ذڪر (سمرن) بنا گذاريل سوانس، ڪُفر ۾ گذاريل سوانس جي برابر آهن. اِنهيءَ ڪري سوانس سوانس اَلله جي عبادت ڪرڻ کپي، شاهہ صاحب سُر پرڀاتيءَ ۾ نصيحت ڏا ڪن :-

سُتو ڪيئن ننڊون ڪرين ! روئي راتِ وِهاءِ،

سِيان ساز سندوءِ، پيو هوندءِ پٽ ۾، (سُر پرڀاتي 1/246,2:1)

سازو وڄائڻ وارن لاءِ ساز کي ڪليءَ تي ٽنگڻ مناسب ناهي. شايد توکي اَمرت ويلي جي شڀ مهوُرت جي باري ۾ ڪا غلط فهمي هئي جنهن جي ڪري تو اِنجي پرواهہ نہ ڪئي. جيڪڏهن ساز وڄائيندين ۽ راڳ نہ ڳائيندين تہ توکي مڱڻهار يا راڳي ڪير چوندو؟ سيائي (تنهنجي مئي پڄاڻان) تنهنجو ساز هيٺ پٽ ۾ پيو هوندو ۽ ڪو وڄائڻ وارو ئي نہ هوندو. (هتي اِشارو اِنسان جي ڪايا ڏانهن آهي، جا اَڄ نہ سڀان ڊهي پٽ پوڻي آهي.)

مڱڻهار اِنسان آهي. جي هوُ غافل رهيو تہ ڏڻيءَ وٽ سُرخرو ڪيئن ٿيندو؟

پيو ليٽين لُٽ[1]، سڄيون راتيون سُمهين،

اُٿي آڏيءَ نہ ڪَرئين، سَپڙ ساڻُ سَهَٽ[2]،

روُنجهي[3] رات اُپَٽِيا[4]، پيلنيئون[5] پاڻيٽَ[6]،

ميڙي تِئان مَٽَ، چوُندي پِريا چارڻين[7] (سر پرڀاتي 1/247,4:1)

(1. اَلوُٽ، ننڊ ۾ مست 2. رهاڻ، بات-چيت. 3. حاڪم جي ذات جو نالو 4. ڪوليا. 5. پيتين مان. 6. آبدار موتي. 7. مڱڻهارن)

يعني، تون اَلوُٽ ٿيو، سڄيون راتيون پيو ننڊون ڪرين، تون آڏي رات جو اُٿي، سپڙچام (ڏڻي سڳوري) سان رِهاڻ نٿو ڪرين ! رونجهي ذات جي راڄا، رات پيتيون کولي آبدار موتي، ماڻڪ ڪڍيا، مڱڻهارن (سچن سالڪن) اُهي ماڻڪ ميڙي پنهنجا مَٽَ ڀري ڇڏيا

ڪَڙهہَ ا اڳيان ڪَپُ[2]، ڏِهاڙي ڏاتارَ جي،
لنگها ! لاهہِ مَ لِڪَ[3] سِيئَن، مٿان چانئُٺ چَپُ،
مگٺهارَنِ مپُ[4]، ڪونهي ٻيو ڪيرتَ ريءَ. (سُر پرڀاتي 1:21/20،1/255)
(آستان. 2. ڀاڻ ڀاڙ، روءُ.3. ٽِرماڻ، هڪ ڪِن تائين 4. وجهہ موقعو)

يعني، تون روز روز وڏي دل واري ديالوءَ الله جي دروازي تي زار زار روءُ ۽ خوديءَ کي مٽائي ڇڏ. تون هن جي چانئٺ تان هڪ پل لاءِ بہ منهن مٽي نہ ڪر. تون صرف پنهنجي ساز تي ڳايل راڳ معرفت ئي پنهنجي فرياد اُن تائين پهچائي سگهين ٿو.

مٿين مثالن ۾ سازيندڙن کي سپڙ روپي ڪَل مالڪ جي سامهون پنهنجا ساز وڄائڻ جي هدايت ڪئي ويئي آهي. سازيندڙن کي آلس ۽ غفلت ڇڏي پوري ساوڌانيءَ سان ڏٺي سڳوري جي درٻار ۾ ساز وڄائڻ کپن ۽ اُنجي وڏائيءَ جا راڳ ڳائڻ کپن. سازيندڙن وٽ پنهنجو فرياد ڪل مالڪ وٽ پهچائڻ جو هڪ ئي ساڌن آهي، انهن جا ساز اُنهن کي اِنهن سازن جي مدد سان پنهنجي دل جا اَرمان ڪل مالڪ تائين پهچائڻ کپن. شاهہ صاحب چيتاوني ڏين ٿا تہ :-

جيڪي ڏڏن[1] ڏئي ، ڳُجهيان ئي ڳُجهہ ۾،
سو جي سُڻن ڪڏهين، ڪِرتِ[2] واراڪي،
تہ سازَ مڙوئي سي، هوُندَ پٽوُن[3] ڪَنِ پلڪ ۾. (سُر پرڀاتي 1:7/7،1/248)
(1. اَناڙي، مورک. 2. ڪيرتن ڪندڙ، راڳيندڙ 3. ڀُرزا-ڀُرزا، چيهون-چيهون)

## چيتاوني

جيڪڏهن پنهنجي ڪلا ۾ هوشيار راڳين کي اِهو پتو لڳي وڃي تہ اَلله اَناڙين ۽ بي سمجهن کي چپ چاپ ڪهڙيون نعمتون بخشي ٿو ڇڏي تہ اُهي پنهنجا ساز پٽي ٽڪرا ٽڪرا ڪري ڇڏيندا اِنهيءَ ڪري:-

ڏڏُتي ڏان گهُريج، ڇڏِ وڄا وِڄائي،
سَپڙ راتِ سنباهيا، تازي تو لائي،

جوڄاڻي نہ ڳائي، تنهن سين ٻيلي ڏڻيءَ ٻاجھہَ ڪئي.
(سر پرڀاتي 1:8/15,1/249)

يعني، تون اَناڙي يا اَڻ ڄاڻ ٿي دان گھرج، پنهنجي وڏياوساري ڇڏ. سپڙڄام (ڏڻي سڳوري) ڪلهہ رات ٿولاءِ تازي گھوڙا سنجيا ۽ سنيرايا آهن. جو هرگز ڳائي نہ ڄاڻي، تنهن تي لس ٻيلي جي حاڪم (سپڙسخيءَ) مهر ڪئي.

ڄاڻين تہ بہ نہ ڄاڻ، ايءُ دڙُ اَبوجھن جو،
اِنَ دَرِسي ئي اَگھيا جَنِ نہ پانيو پاڻُ،
ريجھاڻو راڄاڻُ، آهي اَبوجھن جو. (سُر پرڀاتي 1:9/14,1/249)

جيڪڏهن تون ودوان ۽ هنر وارو آهين تڏهن بہ اَناڙي ۽ مورک بڻجي وڃ ڇاڪاڻ تہ اَلله ٻالن ڀولن ماڻهن تي خاص خوش رهندو آهي. جيڪي خوديءَ کي ختم ڪري چڪا آهن، هنجي درتي قبول آهن.

طمع جي تنوار، متان ڪرين مڱڻان،
ڏکي ڪندءِ ڏارَ، ماڻڪ ڏيئي مُٺ ۾. (سر پرڀاتي 1:9/A,1/249)

مطلب، اَلله کان لوڀ سان ڪم نہ وٺجانءِ، نہ تہ هوُ توکي هڪ لعل ڏيئي شانت ڪري ڇڏيندو.

جڏو قِڏو، ڏڏُ، پاڻُ ڪوٺائي مڱڻون،
نہ ڪنهن نيو پاڻ سين، نہ ڪنهن ڪيو گڏُ،
سَپَڙُ ڪريو سڏُ، ڏکيا چاڙهي ڏولئين. (سُر پرڀاتي 1:9/B,1/250)

مطلب، راڳيءَ کي گهر جي تہ هوُ پنهنجي لوُلي، لنگڙي ۽ مورک هئڻ جو اعلان ڪري ڇڏي. سپڙ (ڏڻي سڳورو) لاچار ۽ بي سهارا جيون کي پنهنجي خاص پالڪيءَ ۾ وهاريندو آهي.

ٻوليون ٻيلي جوُن ڪري، پاسي پر پيو،
سُڻائي سُتَنِ کي، وهاڻيءَ ويو،
ڄاڻي ڪِين ٻيو، سُرُ سکيو ئي هيڪڙو،
(سُر پرڀاتي 1:12/11,1/251)

مطلب ٻالو ڀولو ساڏڪ هڪ طرف ٻيهي، جوش سان لس ٻيلي جي

ٻوليءَ ۾ سپرنّ (اَلله) سان ڳالهيون ڪندو رهندو آهي. جڏهن سڀ ماڻهو سمهيل هوندا آهن تہ هوءَ بنا ڪنهن روڪ-ٽوڪ، صبح-سويري هن سان ڳالهيون ڪندو رهندو آهي. هن غريب کي ٻيو ڪوبہ ڇڳو ڪم نٿو اَچي.

ٻوليون ٻيلي جؤن ڪري، پاسي پِرِ پيو،
چارڻَ چاڙهي چوڏول ۾ تهان پوءِ نيو،
”رُڇي رات ڪيو، سَرِ فرادُ“ سَيدُ چئي.
(سُر پرڀاتي 1:13/12,152/1)

يعني، اُنهيءَ ساڏڪ، پنهنجي لس ٻيلي. جي ٻولي ۾ اَلله کي پنهنجي دُکن ڀريو داستان ٻڌايو. اَلله هُن سان بيحد خوش ٿيو ۽ پنهنجي

پالڪيءَ ۾ وهاري هنکي پاڻ سان گڏ وٺي ويو.
اُٿو ابوجهاءُ ! سَپرنّ جو سڏُ ٿيو،
جيئن اَوهين ڪِيرتَ نہ سکيا، تيئن پاڻان ريڏوراءُ،
”مڱو مؤن مُلاءُ، آئؤن اَوهان جو آهيان،“
(سُر پرڀاتي 1:16/9,1/253)

اَرٿات، اَڙي اَناڙي ! اُٿو ! سپرنّ (ڏٺي سڳوري) توهانکي ڪوٺايو آهي هو توهان تي پرسن آهي. ڇاڪاڻ تہ توهانکي ساز وڄائڻ نٿو اَچي. هو چوي ٿو تہ : توهين منهنجي اَڳيان فرياد ڪريو ۽ مان توهانجو آهيان.

اُتِ ڪِرِتِ وارا ڪيترا، ڪِرِتِ ڪبو ڪوهہ؟
جيڪي بندو ڪمُ ڪري، سو سيوئي ڏوهہ،
تؤن پارسُ، آئؤن لوهہ جي سچين ا تہ سؤن ٿيان.
(سُر پرڀاتي 1/256, 1:23/8)

(1. نظر ڪرين، مهر ڪرين.)

مطلب، اَلله جي دربار ماهر وڄائڻ وارن سان ڀري پيئي آهي. اِنهيءَ ڪري پنهنجي هُنر جي شيخي ڏيکارڻ بيڪار آهي. اِنسان جو ڪوبہ ڪم پورڻ نٿو ٿي سگهي، سندس هر ڪم ۾ ڪانہ ڪا ڪمزوري يا

---

لس ٻيلا - سنڌ ۾ هڪ جڳهہ جو نالو آهي.

ڪمي رهجي وڃڻ قدرتي آهي. اِنهيءَ طرح اَلله جي اَڳيان اَرداس ڪرڻ گهرجي: اي اَلله ! تون پارس آهين ! مان نڪمو لوهُ آهيان. جيڪڏهن تنهنجي رحمت ٿي وڃي تہ مان سونُ بڻجي سگهان ٿو.

تون سَپڙُ، آئون سيڪڙو[1]، تون صاحبُ آئون سَگُ[2]،

پڇي تنهنجو پڳ[3]، ڪُلهي پاتم ڪينرو[4].

(سُر پرڀاتي 1:24/23) 1/256

(1. طالب، سڪايل 2. ڪتو. 3. پيرُ، ڏسُ. 4. سُرندو.)

مطلب، تون شهنشاهہ آهين، مان مڱڻهار آهيان. تون صاحب آهين، مان تنهنجو ڪُتو آهيان. تنهنجي ديا ڪي ڏسندي مان پنهنجي سارنگي ڪنڌ تي رکي تنهجي درٻار ۾ آيو آهيان.

ڏاتارُ تہ تُون، ٻيا مِڙيوئي مڱڻا !

مينهن مُندائتا وسڻا، سداوسين تون،

جي گهر اَچين مون، تہ ميريائي مانُ لهان.

(سُر پرڀاتي 1:27/26،1/257)

مطلب، داتا تہ صرف تون آهين، باقي سڀ ڀڪاري آهن. برسات تہ برسات جي مند ۾ ايندي آهي، تنهنجي رحمت جي برسات تہ ڪڏهن بند ئي ڪونہ ٿي ٿئي. مان گندو آهيان، پر جي تون منهنجي گهر چرڻ ڌرين تہ تنهنجي ڪرپا آهي.

مٿي ڏنل مثالن مان هيءَ سکيا ملي ٿي تہ اِنسان کي پنهنجي طرفان پل-پل، سوانس، سوانس اَلله جي عبادت ۾ گذارڻ کپي، جيڪو بندگي نٿو ڪري اُهو بندو ڪونهي. بندگي، بندي جو قدرتي اَنگ بڻجي وڃڻ گهرجي. بندگي، بندي جي زندگي بڻجي وڃڻ گهرجي. بندي جو بندگيءَ کانسواءِ زنده رهڻ ناممڪن ٿي وڃڻ کپي. بندگي، بندي جي آتما ٿي وڃڻ گهرجي. پر بندي کي بندگيءَ جو مانُ نہ هئڻ کپي. بندي جي مُڪتي بندگيءَ تي نہ، اَلله جي ديا، مهر تي منحصر آهي. بندگي اِنسان جي لاچاريءَ کي ظاهر ڪري ٿي. بندگي اِنسان جي فرياد آهي. بندگي اِنسان جي لاچاري، نرٻلتا ۽ بي سمجهيءَ کي ظاهر ڪري ٿي.

## امرت ويلي جي عبادت :

ڀين ڪامل مرشدن وانگر شاهہ صاحب جن بہ ساڌڪ کي پل، پل الله جي عبادت ۾ لڳو رهڻ جي صلاح ڏني آهي. اَمرت ويلي جي عبادت کي خاص لاءِ ڀڏايڪ ڀڏايو اٿن :-

آڌيءَ اُڏاڻو، هينئڙو مون هٿن مان،
وَهہ[1] پيئي، وهڙ تري ساهڙ[2] سيباڻو،
ڀيڄ ڀنيءَ ڀاڻو، ڀيءَ جو ڀسي آئيو. (سُر سهڻي V:7,3/1724)

(1. عشق جي جوش ۾ اَچي. 2. يعني منهنجو هينئڙوجو ساهڙ يا محبوب جو خواهان آهي)

مطلب، آڌي رات ۾ منهنجو من ميهار جي ياد ۾ گم ٿي ويو. سهڻي (پريمڪا) پريم جي ٻل سان درياءُ پار ڪري ويئي. هوءَ صبح جو سويل محبوب جي ڏيري ۾ پهچي ويئي.

ڪاجا[1] ڪُنَ ڪرينِ[2]، بنيءَ ٻُڙ جُهڻ[3] پاڻ ۾،
اَکيون تنهن آب کي، آڌيءَ اُڪيرينِ[4]،
توڻي تکوُن[5] ڏِينِ، تہ بہ اُڇ اُنهن جي نہ لهي،
(سُر سهڻي V:16,3/1728)

(1. اَهڙي.٢. ڪُن. 3. سُرڦر. 4. سِڪن، اُڪير ڪن 5. ڳيتوُن)

مطلب، پريم جا ڀنور (ڪُن) تہ هر وقت موُجود آهن، پر سچا پريمي آڌي رات جو سنسار کان لڪي، لڪي اِنهن ۾ گهڙندا آهن.. هوُ گٽ، گٽ (ڳيتون ڏيئي) نام جا اَمرت پيئندا آهن، پر تہ بہ سندن اُساٽ ٻجهڻ جي نہ آهي.

ڪيرَ ڪُنَ ؟ آئون ڪيرَ، ڪير ڏمَرَ سهي ڏم جا،
قضا[1] ريءَ ڪيرَ ڏري ؟ مٿي پاڻيءَ پيرَ،
ڀينرُ ڀنيءَ ويرَ، لِڪيو مان ٿي لوڙيان. (سُر سهڻي V:18,3/1729)

(1. قسمت کان سواءِ)

مطلب، پنور ڇا آهي؟ مان ڪير آهيان؟ ڏم جا طعنا ڪير سهندو ۽ ڇو؟ جيستائين تقدير ۾ لکيل نہ هوندو، ڪير پاڻيءَ ۾ پير رکندو؟ منهنجون سکيون! مان صبح جو سويل اُٿي ڪندي آهيان، جيڪي ڏُرِ ۾ لکيل آهي.

سدا پُڇُ مَ سُوهڻي ! اونداهيءَ اَڌ راتِ،
پِرِيان ڏي پِرياتِ، وانءُ ڏيناري[1] ڏيهہ کي،

(1. ڏنو واڻئو، کليو کُلايو)

مطلب، اي سهڻي، تون سدائين اوُنداهي اَڌرات جي پُڇا نہ ڪر. صبح، سويري کُليو-کُلايو تون پنهنجي ميهار وٽ ويندي ڪر.

”پريم جا پنور هر وقت موجود آهن“ سچن پريمين جي من ۾ سدائين پريتم سان ملڻ جي چاهت رهندي آهي، پر اُهي اَمرت ويلي پنهنجي لِنو اَندر جوڙي مالڪ جي نام جو اَمرت ضرور پيئندا آهن. ”مان صبح جو سويل اُٿي ڪندي آهيان، جيڪي ڌر ڪان لِکيل آهي“. مالڪ جا پڳت صبح سويل جي عبادت کي اَلله جو فرمان سمجهندا آهن. اي سهڻي ! امرت ويلي نڊر ٿي ميهار جي گهر ويندي ڪر. صبح جو سويل سرير تازو توانو هوندو آهي. اَڳئين ڏينهن جا جهيڙا-بکيڙا پلجي چڪا هوندا آهن. دنيا دار ستل هوندا آهن. ان وقت نہ دنيوي ڪم ڪار جو زور هوندو آهي، نہ رشتيدارن، مترن وغيره جي اَچ-وڃ هوندي آهي، نہ گهٽيءَ ۾ شور هوندو آهي. ان وقت مالڪ جا پڳت بنا ڪنهن روڪ-ٽوڪ جي پنهنجي لنو مالڪ سان جوڙي سگهن ٿا. مالڪ جي بندگي جڏهن بہ ڪئي وڃي مبارڪ آهي. پر امرت ويلي جي بندگيءَ جو موقعو هٿ مان نہ وڃائڻ گهرجي. سُڻئي چوي ٿي :-

منهنجي سُتل سکي! اُٿي جاڳ. گهڻي ننڊ نيڪ نہ آهي. ننڊ ۾ سُتل ناريءَ جو سهاڳ سان ميلاپ نٿو ٿئي. ٿوري دير سمهي وٺ، پر ڪجهہ وقت تہ جاڳي بہ گذار. ايتري ننڊ واجب نہ آهي. هيءُ جهان جنهن کي تو پنهنجو دائمي وطن سمجهيو آهي، اُهو ٿوري دير لاءِ مسافر

ڇانو آهي. شاهہ صاحب چون ٿا تہ جيڪي رات جو جاڳن ٿا، اُنهن جي من جي سموري ڪَٽُ لهي ٿي وڃي. تون اَسرُ جو اُٿي رب کي ريجهائڻ جو ڪو يتن ڪجانءِ. ننڊ مان ڪجهہ بہ حاصل نہ ٿيندءِ. تون جاڳي محبوب کي ياد ڪر، نہ تہ زندگي بيڪار ئي ختم ٿي ويندءِ ۽ پوءِ توکي پڇتائڻو پوندو. (سُر ڏهر 90-12,1/389-9:II)

سرير جي لاءِ آرام بہ ضروري آهي، اِنهيءَ ڪري ضرورت اَنوسار ننڊ بہ ضروري آهي، پر ضرورت کان وڌيڪ سمهڻ بيڪار ۽ نقصانڪار آهي. سمهڻ جي وقت سمهڻ نيڪ آهي ۽ جاڳڻ جي وقت سُستي ڇڏي جاڳڻ بہ ضروري آهي. سنسار لمبي وقت تائين سمهڻ جي جڳهہ ڪونهي، اِهو پل ٻن لاءِ آرام جي سراءِ آهي. سچي پرمارٿيءَ جو ڌيان وشرام-گهر ۾ رهي پوڻ جي بدران، جلد کان جلد سفر ختم ڪري منزل تي پهچڻ ڏانهن هئڻ گهرجي. جيڪي رات جو جاڳي مالڪ جي ڀڳتي ڪن ٿا، اُنهن جي من جون گندگيون صاف ٿي وڃن ٿيون. اُنهن جي آتما نرمل ٿي پرماتما سان ميلاپ جي لائق بڻجي ٿي. شاهہ صاحب صلاح ڏين ٿا:

موکيءَ مَٽَ اُپٽيا، سويرا صُبحہ،

”اُچي جي“ عبد اللطيفُ چئي. ”بانس نہ پهتيءَ بوءِ“؟

ڪڙو جي ڪکوهہ، تہ بہ وَتِ سِرَ گهرن وٺيون. (سُر يمن ڪلياڻ 1/198(IV:25

مطلب، شراب جي واپارين اَمرت ويلي ۾ شراب جا وڏا-وڏا مٽ کولي ڇڏيا آهن. شاهہ لطيف پڇن ٿا تہ ڇا توهانکي شراب جي گند ڪونہ ٿي اَچي؟ تڏهن بہ ڪا ڳالهہ ڪونهي. پيئڻ وارا تہ هڪ ڍُڪ لاءِ پنهنجو سرُ قربان ڪرڻ لاءِ تيار ويٺا آهن.

حديث ۾ ذڪر آهي تہ جڏهن رات جو ٽيون حصو باقي رهجي ويندو هو تہ حضرت محمد صلعم صاحب ڄڻ پنهنجن ساٿين کي چوندا هئا: اُٿو ۽ رب جي نام جو ذڪر ڪريو، ڇاڪاڻ تہ روزي-قيامت (موت جي گهڙي) دوُر نہ آهي.

ساري رات صُبحانُ[1]، جاڳي جَنِ ياد ڪيو،

”تن جي“ عبدُ اللطيفُ چئي، ”ملڪ ءِ[2] لڌو مانُ،“

ڪوڙين ڪَنِ سُلامُ، آڳهہ اُڇيو اُن جي. (سُر سريراڳہ II:2,2/596)
(1. رب 2. خاڪ، ديهي 3. آستان اَڳيان)
مطلب جن ساري رات اوجاڳو ڪري، سائينءَ کي ياد ڪيو، تن جي مُئي کان پوءِ سندن خاڪ بہ مانُ حاصل ڪيو. اُنهن جي آستان تي ڪروڙين اَڇيو سجدا ڪن (ڏٺيءَ جي عاشقن جي خاڪ اَملهہ آهي ۽ سندن آستان زيارت گاهہ يعني تيرٿ اِستان آهن)
ڪلالِن ٿون[1] ڪاءِ، مَت[2] نہ سکئين مون ميان[3] !
روئندي رات وِهاءِ[4]، چڪائيندي بنيون. (سُر يمن ڪلياڻ، IV:23,1/198)
(1. ڪلالن کان 2. هدايت 3. اي منهنجا هينئان يامن ! 4. رات تي گذار)
مطلب، اي منهنجا من ! تون ڪلالن کان ڪا نصيحت نٿو پرائين. بنيون چڪائيندي ۽ روئندي سندن راتِ تي وهامي. (تون اُنهن وانگر جاڳ ۽ نيٽن مان نير وهاءِ)
شاهہ صاحب سمجهائين ٿا تہ اَمرت ويلي ۾ رب جي درگاهہ مان رحمت جي ورشا ٿيندي آهي. مرشد اُن وقت اَللہ جي عبادت ۾ لڳل پنهنجن مريدن تي خاص رحمت ڪندا آهن. جيڪو اَمرت ويلي ۾ اُٿي اَندر نام سان لِنو جوڙي ٿو، نام جي اَمرت جو پنڊار پري ٿو وڃي. جيڪي اُن وقت سمهيل ٿا رهن اُهي سوانس جي پونجي بيڪار ۾ ئي برباد ڪري ٿا وڃن.
شاهہ صاحب جن گڏوگڏ اِها نصيحت بہ ڏين ٿا تہ اي ساڌڪ ! تون عبادت کي پريم ۽ برهہ جي رنگ ۾ رڱي ڇڏ.
شاهہ صاحب جن پنهنجي ڪلام ۾ ڪيترن ئي هنڌ ساڌڪ کي سمجهايو آهي تہ هنجي ڪليجي مان درد پري آهہ نڪرڻ گهرجي، هنکي خُون جا آنسوُ وهائڻ کپن. سندس برهہ ۾ ايڏي تہ تڙپ هئڻ کپي جو پريتم جو هردو پنهنجو پاڻيهي پگهرجي وڃي. سندس پڪار ۾ پريتم کي بي چئن ڪرڻ جي شڪتي هئڻ کپي.
بابا فريد جو ڪلام آهي :

فريدا رات ڪٿوري وندڻي، سُتئا مليءُ نہ ڀاڱ،
جنهان نئڻ نندراولي تنهان ملڻ ڪُٿاءُ[4]

رات جو مالڪ جي درگاهہ مان نامہ جو اَمرت وسندو آهي. جيڪو ساڌڪ سچيت ٿي رات جو ايڪانت ۾ پنهنجي لِنءُ اَندر نامہ سان جوڙي ٿو، اُنهيءُ جي اَندر پرماتما جي ڀڳتيءُ جي سڳنڌ ٿي نڪري. جيڪي شخص رات جو غفلت ۾ سمهي ٿا گذارين، اُنهن کي اِنهيءُ ڪستوريءُ جي سڳنڌ مان حصو ڪيئن ٿو ملي سگهي ؟

پهلي پهريءُ ڦلڙا، ڦل ڀي ڀڇا رات،
جو جاڳن لهن سي، سائين ڪنون دات،[5]

جيڪي ساڌڪ رات جي پهرئين پهر اَيياس ڪن ٿا، اُنهن جي اَيياس مان سندر ڦوُل ٿا نڪرن، جيڪي اَيياس کي چوٿين پهر (اَمرت. ويلي) تائين جاري رکن ٿا، اُنهن جي اَيياس جا ڦوُل ڦل ۾ بدلجي وڃن ٿا.

مٿئين سلوڪ ۾ فرمايو ويو آهي تہ رات جو پرماتما جي رحمت جي ڪستوُريءُ جي ورشا ٿيندي آهي. جيڪي ساڌڪ سچيت ٿي اُن وقت پرماتما جي بندگيءُ ۾ لڳل هوندا آهن اُنهن کي ڪُل مالڪ پنهنجي رحمت سان مالا مال ڪري ڇڏيندو آهي.

# سکيا جو سارُ

شاهہ سائين جن پنهنجي ڪلام ۾ بار-بار اَلله جي وحده-هوُ-لاشريڪ هئڻ تي زور ڏنو آهي. سمجهائين ٿا تہ وحدت (ايڪتا) سچائي آهي ۽ ڪسرت (اَنيڪتا) ڀرم آهي. اَلله ڪانسواءِ ڪنهن ٻي هستي يا وجود کي سچ مڃي اُنجي موهہ ۾ گم ٿي وڃڻ ڪُفر (اَڌرم) آهي. صرف اَلله سان عشق ڪرڻ ۽ اَلله جي عبادت سان روح کي اَلله ۾ گم ڪري ڇڏڻ ئي سچي طالب لاءِ ضروري آهي.

ڇا شاهہ سائين اَسانکي پٽن-ڌيئرن، رشتيدارن، قوُمن، مذهبن، ملڪن سان پيار نہ ڪرڻ جو پيغام ٿا ڏين ؟ بلڪل نہ. شاهہ سائين جسمن جي پيار کي روحن جي پيار ۾ بدلائڻ جو سنديش ٿا ڏين. شاهہ سائين سمجهائين ٿا تہ جڏهن توهين پنهنجي روح کي اَلله ۾ جذب ڪري ڇڏيندا تہ توهانکي ڪائنات جي ذري-ذري ۽ دُنيا جي هر هڪ جيو ۾ اَلله جو نوُر نظر اَچڻ لڳندو. پوءِ توهين جنهن کي بہ پيار ڪندا، اَلله جو روپ سمجهي ڪندا. هن وقت توهين جنهن کي پيار سمجهڻ جي ناداني ڪري رهيا آهيو، اُهو حقيقت ۾ حَوَس، واسنا ۽ موهہ آهي. موُجوُدا حالات ۾ توهين سچي پريم جي ڪلپنا بہ نٿا ڪري سگهو. جنهن پريم ۾ پنهنجي-پرائي جو ڀيد آهي، اُهو پريم، پريم ڪونهي. جڏهن جلاد هٿ ۾ تلوار کڻي سرمد جو سرُ اَلڳ ڪرڻ لاءِ اَڳتي وڌيو تہ سرمد نعرو لڳايو:-

بيا بيا کِہ بہَر حال توُمي آئي،

من تُرا خوُب مي شناسَم،[1]

مطلب، ''اَچ ! اَچ تون جنهن بہ روپ ۾ اَچين ٿو، مان توکي خوب سڃاڻان ٿو.''

جنهن حاڪم گهڻيئي دفعا شاهہ صاحب جي جان وٺڻ جي ڪوشش ڪئي، شاهہ صاحب نہ صرف خوشيءَ سان هنکي معاف ڪري ڇڏيو، هڪ ڀاڳيہ شالي پٽ جي لاءِ آشيرواد بہ ڏنائوس.

جڏهن هڪ ڪُتي سندن سامهون پراڻ ڏنا تہ اُنجي ٻچن کي پنهنجي

ڏيري ڪٽي آيا ۽ پيار سان اُنهن جي پرورش ڪيائون. جنهن جو اَلله سان پيار آهي، اُهو سيني سان پيار ڪندو آهي. جنهن جو پيار پنهنجي ۽ پرائي ۾ فرق ڪو ڪري، اُنهيءَ جي پيار ۾ حسد ۽ موهہ- ممتا جو زهر مليل هوندو آهي. اَلله ڪي پيار ڪرڻ واري جو پيار، سموري عالم تائين ڦهلجي ويندو آهي. شاهہ سائين اَسانکي نقلي پيار کان اَصلي پيار تائين سفر طئہ ڪرڻ جو پيغام ٿا ڏين.

ڇا شاهہ سائين اَسانکي زمينن-جائدادن، هٽَ-حويلين وغيره جو تياڳ ڪرڻ جو پيغام ٿا ڏين؟ بلڪل نہ. شاهہ سائين سمجهائين ٿا تہ موجودا حالات ۾ توهانجي پيار ۾ تنگ دِلي، ڪنجوسي ۽ غريبي آهي. جڏهن توهين اَلله ۾ سمائجي اَلله جو روپ ٿي ويندا تہ جيڪي ڪجهہ اَلله جو آهي، اُهو سڀ ڪجهہ توهانجو ٿي ويندو. سموري ڪائنات توهانجي بڻجي ويندي ۽ توهين سموري ڪائنات جا بڻجي ويندا. هڪ درشٽانت آهي :-

چون ٿا تہ بلخ بخاري جو بادشاهہ اِبراهيم اَدهم پنهنجي حڪومت پنهنجي پٽ جي حوالي ڪري ڪبير صاحب جي شرڻ ۾ اَچي ويو. ٻارهن سال سنت ڪبير جي صحبت ۾ گذاريائين، جڏهن روح جي صفائي ٿي ويئي تہ درويش هن کي اِسمِ اعظم جي رنگ ۾ رنڱي ڇڏيو. درويش چيو : هاڻي تون چاهي راڄ ڪر، چاهي فقيري ڪر، تنهنجي مرضي آهي. بادشاهہ اِبراهيم دَجلا- نديءَ جي ڪناري وجي پنهنجي فقيراڻي زندگي بسر ڪرڻ شروع ڪئي. اِتفاق سان هڪ ڏينهن سندس وزير اُتان لنگهيو. وزير راجا کي سڃاڻي ورتو. بادشاهہ اُن وقت سُئي-ڌاڳي سان پنهنجي ڦاٽل گودڙي سبي رهيو هو. وزير اڳيان اَچي بادشاهہ کي عرض ڪيو تہ واپس پنهنجي ملڪ هلي راڄ ڪريو. اِبراهيم پنهنجي هٿ واري سُئي درياءَ ۾ اُڇلي وزير کي چيو تہ اُنهيءَ سُئيءَ کي ٻاهر ڪڍي اَچ تہ پوءِ مان توسان گڏ هلندس. وزير چوڻ لڳو تہ توهين مونکي ٿورو وقت ڏيو تہ مان توهان کي اَهڙيون لکين سيوُن آڻي ڏيان. بادشاهہ چيو

تہ مونکي تہ اُها ئي سُئي کپي. وزير جواب ڏنو تہ اُها سئي کيئن واپس اچي سگهندي؟ بادشاهہ پنهنجي توجع ڏني ۽ هڪڙي مڇي اُهائي سُئي منهن ۾ پڪڙي ٻاهر کڻي آئي. بادشاهہ چيو : ڏس ! منهنجي حکومت ڪُل ڪائنات تي آهي مونکي تنهنجي ننڍڙي حکومت وٺي ڇا ڪرڻو آهي؟

اِنسان گهبرائيندو آهي تہ اَلله ۾ پنهنجي هستيءَ کي فنا ڪري ڇڏڻ کان پوءِ خبر ناهي ڇا اَسانجي هٿن مان نڪري ويندو. حقيقت ۾، بوند سمنڊ ۾ ملي سمنڊ جو روپ بڻجي ويندي آهي. اِنسان ڪجهہ بہ کونہ ڏيندو آهي، پر سڀ ڪجهہ حاصل ڪري وٺندو آهي. ڪجهہ بہ تياڳڻ جي ضرورت نہ آهي، صرف پنهنجي درشٽي ڪوڻ کي بدلائڻ جي ضرورت آهي. هن وقت اَسان جي اَندر وشواس ۽ خود غرضي ڀري پيئي آهي. اَسين سيني پدارٿن تي قبضو ڪرڻ ٿا چاهيون. جڏهن اَلله سان وصال ڪنداسين تہ سڀ ڪجهہ اَسانجو ٿي ويندو، پر اَسين ڪنهن بہ شيءِ کي پنهنجو کونہ سمجهنداسين. پوءِ اَسين هر شيءِ کي اَلله جي اَمانت سمجهڻ شروع ڪري ڇڏينداسين. جيئن ئي اَسانجو درشٽي ڪوڻ بدلجندو، زندگيءَ جي حالت بہ بدلجي ويندي، زندگيءَ جي معنيٰ ئي بدلجي ويندي. شاهہ سائين پيغام ٿا ڏين تہ خود غرضي، اَوشواس ۽ بکارين وانگر هر وقت ڪجهہ نہ ڪجهہ گهرندو رهڻ اِنهن سيني ڳالهين کان مڪت ٿيڻ چاهيو ٿا تہ اَلله جي عشق رستي پنهنجي روح کي اَلله ۾ گم ڪري ڇڏيو.

شاهہ سائين چون ٿا تہ ٻيائي يا ڪسرت ڪُفر آهي، وحدت سچو اِسلام آهي. ڇا اَسانجون اَکيون رچنا جي ڪڻ-ڪڻ ۾ ۽ هر هڪ جيوَ ۾ هڪ ئي اَلله جو نوُر ڏسي رهيون آهن ؟ اُنهيءَ حالت ۾ اَسين مذهب، ملڪ، قوم، ذات، اَمير-غريب، اَڻ پڙهيل-ودوان، عورت-مرد ئي نہ، پلي ۽ ٻري جي آڌار تي بہ ڪنهن کان نفرت ڪيئن ٿا ڪري سگهون؟ اَهڙي حالت ۾ اَسين هنسا ۽ جيو هتيا کي جائز ڪيئن چئي سگهون.؟

شاهہ سائينءَ بار-بار اِنهيءَ ڳالهہ تي زور ڏنو آهي تہ اَللہ هر هنڌ حاضر ۽ جاڻي ۽ جاڻڻهار آهي، هو ڪائنات جي ڪڻ-ڪڻ ۾ سمايل آهي ۽ سيني جي دلين جو حال جاڻڻ وارو آهي. ويچار ڪرڻ جي ڳالهہ آهي تہ جيڪڏهن اَسانکي اَللہ جي جاڻي-جاڻڻهار هئڻ ۾ پورو وشواس آهي تہ اَسين پنهنجي من کي ٻرن ويچارن ۽ ملين اِڇائن جو آکاڙو ڇو ٿا بڻجڻ ڏيون جيڪڏهن اَسين سچيءَ دل سان اَللہ کي جاڻي-جاڻڻهار مڃون ٿا تہ گناهن جي تصوير ڇو بڻيا ويٺا آهيون؟ اَسانجي من جي حالت جڏهن بہ بدلجندي، اَللہ کي اَنترياميءَ ۽ حاضر-ناظر سمجهڻ سان ئي بدلجندي، ڇاڪاڻ تہ اُنهيءَ اَوستا ۾ اَسين نہ صرف ڪنهن اِنسان کي، پکي يا جانور، ڪيڙي، پتنگي کي بہ دکہ ڪونہ پهچائي سگهنداسين. جيڪڏهن من ۾ پکو وشواس هجي تہ اَللہ سڀ ڪجهہ ڏسي رهيو آهي تہ اَسين ڪوبہ گناهہ ڪيئن ڪري سگهنداسين؟ دنيا ۾ جيڪي بہ ظلم، زبردستيون، بي انصافيون، بي ايمانيون وغيرهہ ٿي رهيون آهن، اِنهيءَ غلط فهميءَ جي ڪري ٿي رهيون آهن، تہ نہ ئي ڪير اَسانجن ڪرمن کي ڏسي رهيو آهي، نہ ئي ڪير اَسانجن ڪرمن جو حساب رکي رهيو آهي ۽ نہ ئي ڪير اَسانجن ڪيل ڪرمن جي سزا ڏيڻ وارو آهي. ڪبير صاحب جن چون ٿا :-

ڪيا مک لئہ بنتي ڪرون، لاج آوت هئہ موهہ،
تم ديکت اَوگُن ڪَرون ڪئسي ڀائوُن توهہ[2]

پرماتما کي حاضر-ناظر ۽ اَنتريامي چوڻ ۽ ڳڏوگڏ گناهہ بہ ڪندو رهڻ، اِهي ٻئي ڳالهيون هڪ ٻئي جي برخلاف آهن. اِنهيءَ پرسنگ ۾ هڪ درشٽانت سامهون رکون ٿا.

## ديکشا وٺڻ لاءِ آيل ہِ شخص :-

ڪنهن پير وٽ ہِ شخص ديکشا وٺڻ لاءِ آيا، پير ہنهي کي هڪُ هڪُ ٻلير (تتُر) ڏنو ۽ چيو تہ هنکي اَهڙيءَ جڳهہ تي ماري اَچو، جتي

کير به نه ڏسي. هڪ شخص تہ ايڪانت جڳهہ ۾ وڃڻ جي چاهيا ۾ تِتر کي ماري پنهنجن منٽن ۾ ئي واپس ڪٽي آيو پر ٻيو شخص ڪيترن ئي ڪلاڪن کان پوءِ منهن لٽڪائي تِتر کي زندهہ واپس ڪٽي آيو. پير پڇيو تہ تِتر کي ڇو ڪونہ ماريئہ ؟ هن جواب ڏنو حضرت ! مان جتي-جتي ويس تي اُتي هن تِتر مون ڏانهن پئي نهاريو، مون هن ڏانهن پئي نهاريو ۽ اَلله اَسان کي ڏسي رهيو هو. مرشد بيحد خوش ٿيو ۽ چيائين تہ تون ئي ديکشا وٺڻ جي لائق آهين.

ٻاهران يا زباني طور سان اَلله جي هستيءَ ۾ وشواس ظاهر ڪرڻ آسان آهي پر اَلله کي ڄاڻي-ڄاڻٽهار ۽ حاضران حضور مڃي هنڪي پسند نہ اَچڻ وارن ڪرمن جو تياڳ ڪرڻ ۽ هنڪي پسند اَچڻ وارا ڪرم ڪرڻ جي ڪوشش ڪرڻ، بيحد مشڪل آهي. من جي غلامي آسان آهي، اَلله جي غلامي مشڪل آهي. اَلله جي غلاميءَ جي شروعات تڏهن ٿيندي، جڏهن اَسين اَلله کي ڄاڻي ڄاڻٽهار ۽ سرووياپڪ سمجهڻ شروع ڪنداسين.

شاهہ صاحب جن اَلله کي رچنا جو مالڪ، حاڪم ۽ سوامي چيو آهي. ڇا اَسين اِها ڳالهہ مڃيون ٿا تہ اَلله اَسانکي هڪ خاص حڪم جي پالنا لاءِ ۽ خاص مقصد جي پوُرتيءَ جي لاءِ سنسار ۾ موڪليو آهي؟ جيڪڏهن اَلله سچ پچ اَسانکي هڪ خاص مقصد جي پوُرتيءَ جي لاءِ موڪليو آهي تہ اُهو مقصد ڪهڙو آهي ۽ ڪهڙيءَ طرح پورو ڪري سگهجي ٿو؟ اِنهيءَ حالت ۾ جيڪڏهن اَسين دنيا جا باقي لکين ڪم ڪريون ٿا پر اَلله طرفان سوُنپيل فرض پورو نٿا ڪريون تہ پوءِ اَسين اَلله کي سنسار جوءِ پنهنجو سرجڻهار، مالڪ ۽ ولي ڪيئن ٿا مڃيون؟ جيڪڏهن هر شيءِ جو مالڪ اُهو اَلله آهي تہ اَسين ڪنهن بہ شيءِ کي پنهنجو ڇو ٿا سمجهون ۽ اَلله جي شين تي پنهنجو حق ڄمائڻ جي مورکتا ڇو ٿا ڪريون؟ اَسين ڪنهن شيءِ ملڻ تي خوش ڇو ٿا ٿيون ۽ ڪنهن شيءِ جي وڃڻ تي اَفسوس ڇو ٿا ڪريون؟

## هڪ درشٽانت آهي :

پراڻي وقت جي ڳالهه آهي. هڪ نيڪ دل اِنسان پيدل حج جي لاءِ گهر مان نڪتو هنڪي مڪي شريف پهچڻ ۾ گهڻيئي مهنا لڳا هئا. هوُ رات اَلله جي ڪنهن نہ ڪنهن پريميءَ وٽ گذاريندو هو. هڪ ڏينهن ڏٺائين تہ جنهن گهر ۾ هوُ رهيل هو، اُنهيءَ گهر جي مالڪ جو جوان پٽ زبردست درد هئڻ جي ڪري اَچانڪ ختم ٿي ويو. ماتا-پتا لاش تي سفيد چادر وجهي عبادت ۾ مگن ٿي ويا. جڏهن اُنهن اَکيون کوليون تہ مسافر حيران ٿي پڇيو تہ هيءُ نوجوان توهانجو پٽ هو يا ڪو مهمان؟ هنن پتي-پتنيءَ جواب ڏنو تہ هوُ اَسانجو پٽ هو، پر حقيقت ۾ تہ مهمان هو. مهمان هليو ويو آهي. اَسان اَلله-تعاليٰ جي اڳيان عرض پئي ڪيو تہ هي تنهنجي اَمانت هو، جيڪڏهن اَسان ڪڏهن بہ هنکي پنهنجو سمجهيو هجي تہ اِنهيءَ گناهہ لاءِ اَسانکي معاف ڪجانءِ.

ڇا اَسين بہ اَلله جي طرفان مليل شين کي هنجي اَمانت سمجهون ٿا؟ ڌرم-اِستانن تي وڃي اوُنچي سُر ۾ ڪجهہ ڳالھ ڳٽيل شبدن ۾ اَلله جي تعريفن جي پل ٻڌڻ ۽ اَلله جي اَڳيان پنهنجن ضرورتن جي لمبي لسٽ پيش ڪرڻ آسان آهي، پر پنهنجي جسم، پنهنجي روح ۽ سنسار جي هر وستوُ کي اَلله جي اَمانت سمجهڻ مشڪل ڪم آهي. دُنيا ۾ هڪ اَلله کي سچي عالم جو مالڪ، ولي، حاڪم يا سوامي سمجهڻ وارا سچا مومن ڪيترا آهن؟

شاهہ صاحب چيو آهي تہ اَلله رحمان الرحيم آهي. ننڍڙي ڳالهہ آهي تہ يا تہ اَلله رحمان الرحيم نہ آهي، يا هن جو ڪوبہ ڪم رحم يا ديا کان خالي نٿو ٿي سگهي. جيڪڏهن ڪو اَڻ پڙهيل چوي تہ آئينسٽائين جو رليٽيوٽيءَ (Relativity) جو سڌانت غلط آهي، تہ هنجي چوڻ سان اُهو سڌانت غلط تہ ڪونہ ٿي ويندو. اَسين پنهنجي سوچ کي سڌارڻ جي ڪوشش ڪونہ ٿا ڪريون، ڳالهہ-ڳالهہ ۾ اَلله تي اِلزام لڳائڻ واسطي تيار ٿي وڃون ٿا. بيماري، غريبي، طوفان، ڀوڪمپ وغيره کي

فُورن ئي اَلله جو قهر ڇئي ٿا وچون شاهہ صاحب اَسانکي پنهنجي درشٽيءَ سڌار ڪرڻ جي هدايت ٿا ڪن. اِنسان کي اِها ڳالهہ چوڻ جي آزادي آهي تہ اَلله ڪونہ آهي، يا اَلله سروشڪتيوان، اَنترڀامي يا سرووياپڪ نہ آهي، اِنسان اِئين چوڻ لاءِ بہ آزاد آهي تہ اَلله ۾ نہ پريم آهي، نہ ديا۔ مهر آهي، پر جيڪڏهن هوُ اَلله ۾ يقين رکي ٿو ءَ اَلله سرو شڪتيوان، ڄاڻي - ڄاڻڻهار، سرو وياپڪ، پريم - روپ ءَ ديا - روپ آهي تہ هنجو ڪوبہ ڪم پريم ءَ ديا کان خالي ڪيئن ٿو ٿي سگهي؟

اَسانکي هن جنم ۾ ٿيندڙ ڪنهن گهٽنا جي ڪارڻ جي خبر نہ هوندي آهي. اَسانکي اِها خبر نہ هوندي آهي تہ اَڄ جيڪو سک يا دک اَسانکي ملي رهيو آهي، اُهو اَسانجي ڪهڙن اَڳين جنمن جي ڪرمن جو ڦل آهي؟ اَسانکي اِها خبر نہ هوندي آهي تہ ڪابہ گهٽنا پورڻ-برهمانڊ جي گتي-پرگتيءَ جي لاءِ ڇو ضروري آهي؟ اَلله جي ڀروسي جو محل اَلله جي رحمان الرحيم هئڻ جي ڀروسي جي آڌار تي ئي ڪڙو ٿي سگهي ٿو. پنهنجي مرضيءَ جي خلاف ءَ ٻاهران دکدائي نظر اَچڻ واري ڳالهہ کي بہ رحمت سمجهڻ ئي اَلله ۾ پڪو ڀروسو هئڻ جو اَصلي ثبوت آهي.

شاهہ سائين اَسانکي اُپديش ٿا ڪن تہ ٻاهر ڀٽڪڻ ڇڏي اَسين اَندر ۾ اَلله جي ڳولها ڪريون سمجهائين ٿا تہ اِنسان جو اَصلي وجود سندس جسم يا من ڪونهي پر هن جو روح آهي. روح اَلله جي جزو آهي. اَلله دنيا جي هر اِنسان کي پنهنجي روح کي اَلله ۾ گم ڪري اَلله روپ ٿي وڃڻ جي شڪتي ڏني آهي. ليڪن ڇا اَسين پنهنجي اَندر دٻيل اِنهيءَ شڪتيءَ کي جاڳائي ءَ انهيءَ شڪتيءَ کي وڌائڻ جي ڪوشش ڪري رهيا آهيون؟

شاهہ سائينءَ اَسانکي ٻيائي يا خوديءَ جي ڪُفر مان نڪري وحدت (اَدويت) جي دارال-اِسلام ۾ داخل ٿيڻ واسطي سرشٽيءَ جي موهہ کي تياڳي سرجڻهار سان پريم ڪرڻ جو پيغام ڏنو آهي. پاڻ اَلله جي عشق کي اَلله عبادت جو روپ ڏيڻ جي صلاح ٿا ڏين. اَلله جي عبادت ۾

ڪاميابيءَ لاءِ اُنهن شريعت جي الف-ب، شروع ڪري معرفت جي بي، اي پاس ڪري، حقيقت جي سڀ کان اوُنچي جماعت پاس ڪرڻ جو سنديش ڏنو آهي. اُنهن طريقت ۽ معرفت جي مدد سان حقيقت ۾ پهچڻ واسطي ڪنهن ڪامل درويش جي سمجهايل جڳتيءَ موجب روح کي اَندر اسم اعظم سان جوڙڻ جو اُپديش ڏنو آهي. اسم اعظم (شبد) جي مدد سان پنهنجي روح کي اَلله ۾ سمائي ڇڏڻ ئي انساني زندگيءَ جو اصل مقصد آهي. اسان کي پنهنجي اندر جهاتي پائي ڏسڻ گهرجي تہ اسين شاهہ صاحب جي اُپديش موجوب اَلله سان وصال ڪرڻ جي ڪوشش ڪري رهيا آهيون يا من مرضيءَ جي عبادت ۾ لڳي منش جنم جو اَملهہ وردان بيڪار ئي برباد ڪري رهيا آهيون.

شاهہ صاحب جن سنڌ جي انيڪ پريم ڪٿائن جي مدد سان هن سچائيءَ تي روشني وجهڻ جي ڪوشش ڪئي آهي، تہ روح جي اَندر اَلله جو عشق قدرتي طور سان موجود آهي. ڪائنات جي رچنا ڪرڻ وقت اَلله روحن کان اهو اقرار ڪرايو ويو تہ توهين مونکان سواءِ ٻئي ڪنهن کي پنهنجو اشٽ ڪونہ ٻڌائيندا. تنهن سان گڏ اَلله بہ اقرار ڪيو تہ مان توهان جي اَندر سُتل پنهنجي پريم کي جاڳائي توهان کي پاڻ سان ملائڻ لاءِ پنهون يا ميهار (مرشد) جي روپ ۾ وقت بہ وقت سنسار ۾ ايندو رهندس. رچنا جي موهہ ۾ ڦاٿل روح، خود اَلله سان عشق نٿو ڪري سگهي. صرف مرشد جي روپ ۾ پرگهٽ ٿيل اَلله انسان جي روح جي اَندر پنهنجو عشق جاڳائي ان کي پاڻ ڏانهن ڇڪي سگهي ٿو. اَلله جي حڪم سان موڪليل ڪامل مرشد سندس جو ئي روپ هوندو آهي. هو روح کي اَلله جي عشق جو پيغام ٻڌائيندو آهي. هو روح کي هن ناسونت سنسار جي موهہ مان ڪڍندو آهي ۽ ڏيري ڏيري ان جي اندر اَلله جو پروسو پيدا ڪري ان کي اَلله سان ميلاپ ڪرڻ واري راهہ تي هلائيندو آهي.

روح جي اَندر اسم اعظم (شبد) گپت آهي. ڪامل درويش جي اَندر اسم اعظم پرگهٽ آهي. شاهہ سائين پيغام ٿا ڏين تہ ڪنهن ڪامل

درويش جي صحبت ۾ ويهي پنهنجو ڌيان اندر اسم اعظم سان جوڙيو. اسم اعظم توهان کي الله جي درگاهہ ڏانهن وٺي ويندو.

زندگيءَ جا حالات انسان جي پنهنجن ڪرمن جي پيدائش آهن، پر هر قسم جي حالات جي باوجود اسم اعظم سان ناتو جوڙڻ جي شڪتي انسان جي اندر سمان روپ سان رکي ويئي آهي، صرف خوبصورت يا پهلوان ئي نہ، لوُلا، لنگڙا، اپاهج، ڪروپ ۽ روڳي بہ مرشد جي مدد سان روح کي شبد سان جوڙي سگهن ٿا.

الله پنهنجي وصال جي واسطي انادي ڪال ڪان ئي هڪڙي ئي، سيني لاءِ سائيي، سرووياپي، آسان ڪان آسان ساڌن ۽ مارگ جو نرماڻ ڪيو آهي. هر ذرم جو جسم يعني ٻاهريون روپ الڳ آهي، پر هر ڌرم جي روح جي واسطي مرشد پاران ڏنل اِسم اعظم جو ساڌن ۽ مارگ هڪ آهي. شاهہ سائين جن اِنسان کي اُنهيءَ ساڌن ۽ مارگ جو پيغام ڏنو آهي. هن پيغام جي مطابق الله سان وصال ڪرڻ جي ڪوشش ڪرڻ ئي نفس (من) جي مرضيءَ جي ڪُفر (اَڌرم) ڪان ڇوٽڪارو حاصل ڪري، الله جي رضا جي اِسلام ۾ داخل ٿيڻ آهي.

شاهہ سائين پنهنجي ڪلام ۾ سوين دفعا سسُئي، سهڻي، مارُئي، ليلا، مومل، نوُري ۽ راءِ ڏياچ روپي روُح کي پنهنجي خوديءَ کي الله ۾ فنا ڪري ڇڏڻ جو پيغام ڏنو آهي. شاهہ صاحب روح کي بار-بار تاڪيد ڪن ٿا تہ تون ٻل-ٻڌي، حُسن-جواني، هار، سينگار، ۽ ٻين هر قسم جي صفتُن جو اهنڪار تياڳ ڪري، هڪ نماڻي اٻلا وانگر عاجزي ۽ نمرتا سان الله جي اڳيان سندس رحمت حاصل ڪرڻ لاءِ فرياد ڪر. خدا، خوديءَ کي نہ، عاجزيءَ کي پسند ڪو ڪري. اچو تہ اسين بہ شاهہ سائينءَ جي پيغام تي عمل ڪندي الله جي اڳيان ارداس ڪريون تہ هي رحمان الرحيم موُلا! اسين جڏهن ڪان توکان وڇڙي هن ڪائنات ۾ آيا آهيون، تڏهن ڪان هن اگيان جي انڌيري ۾ ڀٽڪي رهيا آهيون. اسين انڌا، اگياني آهيون، اسانجي سِرَ تي گناهن جا پهاڙ رکيل آهن. اي بخشند داتا ! تون اسانجن

سيني گناهن کي معاف ڪر ۽ اَسانکي نفس جي مرضيءَ جي ڪُفر يعني اَڏرم کان آزاد ڪري پنهنجي رضا سان پنهنجي شرڻ ۾ قبول ڪر. اي بخشند! بخش ! بخش ! بخش !

# ڪلام

جي تو بيت ڀانيا، سي آيتون آهِين،
نيو من لائين، پريان سندي پارڏي

شاهه جو رسالو (Vol. I, P21)

اَرٿات، جن کي تو بيت سمجهيو آهي، اُهي حقيقت ۾ آيتون آهن يعني روحاني پيغام آهن. اِهي تُنهنجي مَنَ کي وٺي وڃي محبوب (پرماتما) سان ملائي هڪ ڪري ڇڏينديون.

# ڪلام

شاهہ صاحب جن 30 راڳن ۾ ڪلام ڳايو آهي. پاڻ راڳ جي لاءِ ”سُر“ لفظ جو اِستعمال ڪيو آهي. هن پستڪ ۾ ”سُر“ ۽ ”راڳ“ ٻنهي کي ساڳي معنيٰ جو اِستعمال ڪيو ويو آهي. هر راڳ جي ڀاڱي هڪ يا اُن کان وڌيڪ اُڏيائن ۾ لکي ويئي آهي. ”اُڏياءَ“ جي لاءِ شاهہ صاحب جن ”داستان“ لفظ جو اِستعمال ڪيو آهي. هر داستان جي آخر ۾ ڪي ڏگها پد آهن، جن کي ”وائي“ جو نالو ڏنو ويو آهي. هر داستان ۾ ڪئي ڪيل ڀاڱي ننڍن- ننڍن بيتن جي روپ ۾ آهي. هر هڪ بيت ۾ ٻہ، ٽي يا چار سٽوُن آهن پر ڪنهن- ڪنهن بيت ۾ پنج يا اُنهن کان وڌيڪ بہ آهن. هن پستڪ ۾ سهوليت جي خيال کان يا وهنوارڪ درشٽيءَ سان بيت لفظ جو اِستعمال ڪيو ويو آهي.

جيئن تہ مٿي چيو ويو آهي تہ شاهہ صاحب جو ڪلام 30 راڳن ۾ آهي. هر راڳ ۾ حاصل ٿيل بيتن، داستان ۽ وائين جو تعداد اَلڳ- اَلڳ آهي. سيني راڳن کان گهٽ ڀاڱي سُرگهاتوُ ۾ آهي. اِنهيءَ ۾ فقط 17 بيت ۽ هڪ وائي آهي. 18 راڳن ۾ بيتن جو تعداد 100 کان گهٽ آهي ۽ 9 راڳن ۾ 100 کان وڌيڪ آهي. سڀ کان وڌيڪ بيت راڳ حُسيني ۽ راڳ مارُئي ۾ آهن. راڳ حسيني ۾ 243 ۽ راڳ مارُئي ۾ 244 بيت آهن. راڳ حُسينيءَ ۾ 17 وائيون ۽ راڳ مارُئي ۾ 12 وائيون آهن. سموري ڪلام ۾ 3038 بيت ۽ 195 وائيوُن آهن. اِنهيءَ ۾ قرآن شريف ۽ حديث مان 700 کان بہ وڌيڪ مثال ڏنا ويا آهن.*

---

*هيءَ بيان محمد يعقوب آغا جي ”شاهہ جو رسالو“ جي اَنوسار آهي ؛ ”شاهہ جو رسالو، صفحو 99“

# 1. سُر ڪلياڻ

شاهہ صاحب جن جو ڪلام سُر ڪلياڻ کان شروع ٿئي ٿو. ڪلياڻ جو مطلب آهي ''شانتي'' يا ''مڪتي'' هن سر جي ٽن داستانن ۾ 77 بيت ۽ 3 وائيون آهن. هن راڳہ جي پهرئين داستان جي شروعات ڪل مالڪ جي مهما سان ٿئي ٿي.

هن داستان ۾ شاهہ صاحب جن اَلله جي اَنيڪ صُفتن جو بيان ڪندي هن ڪي بار بار واحده لاشريڪ چيو آهي. ڪوي بار-بار انهيءَ ڳالهہ تي زور ڏئي ٿو ڏئي تہ اُهو لاثاني خداوند ئي انسان جي محبت ۽ عبادت جو اَصلي حقدار آهي. جيڪو انسان پنهنجو پاڻ کي اُنهيءَ هڪ جي عشق ۾ مٽائي ٿو ڇڏي، اهو شريعت، طريقت ۽ معرفت جون منزلون پار ڪندي، اُنهيءَ محبوب حقيقيءَ ۾ سمائجي ٿو وڃي. شاهہ صاحب چون ٿا :-

وَحَدہُ لاشريڪ لَہُ چَئي، چوندو آءُ،
فرضُ واجِبَ، سُنتوُن، ٽِنيو تَرڪَ مَ پاءِ،
توبهہَ سندي تسبيح، پڙهڻ ساڻُ پچاءِ،
نانگا ! پنهنجي نفس کي ڪا سَئِين راهہ سوُنهاءِ،
تہ سَندي دوزخ باهہ، تو اوڏياڻي نہ اَچي. (سُر ڪلياڻ 1:4,1/116)

يعني : تون سدائين اِهائي رٽ لڳائيندو وڃ تہ صرف اَلله ئي اڪيلو آهي، هنجو ڪوبہ ثاني يا شريڪ نہ آهي. تون هر نماز ادا ڪر ۽ توبهہ يا پشچاتاپ کي پنهنجي تسبيح (مالها) بڻائي ڇڏ. اي ننگي (گنهگار) اِنسان ! تون سڌي رستي تي هلندو رهہ جيئن توکي نرڳ جي باهہ ۾ جلڻو نہ پوي.

سُوري آهہِ سينگار، آڳهين عاشقن جو،
مُڙڻ ، موٽڻ مِهڻو، ٿيا نظاري، نِروارُ،
ڪُسڻ جو قرارُ، اَصل، عاشقن کي.

**لفظن جي معنيٰ** : سينگار = زينت، زيب، مُڙڻ = پاسو ڪرڻ، مَهِڻو = عيب، طعنو. نِروار = پڌري پَٽ، کُلم کُل، قرار = اَنجام، واعدو، اَصل = آد ڪان، اَزل ڪان

عاشقن لاءِ اصل ڪان ئي سوريءَ تي چڙهڻ سچو سينگار آهي. سُوريءَ ڪان پاسو ڪرڻ يا سُوريءَ تان واپس ورڻ هنن لاءِ عيب آهي. هوُ پڌري پٽ يا کُليو کُلايو شهيد ٿيڻ جا ڪوڏيا آهن. هُنن جو اَصل ڪان ئي سِر ڏيڻ جو اَنجام هو.

عشق کي شراب ۽ مرشد کي شراب وڪڻڻ واري ڪلال جي نالي سان پڪاريندي شاهه سائين چون ٿا :-

جي اَٿيئي سِڪ سُرڪ جي، تہ وڃُ ڪلا لڪِي گهر،
وڍڻُ، چيرڻُ، چچرڻُ، پَهَتِ اُنين جي پَرِ،
”جي وَٺي پوئيئي وَر، تہ سهنگي آهہ“ سَيدَ چئي.
(سُر ڪليان II:21,1/137)

يعني، جيڪڏهن تون شراب جو ڍُڪ پيئڻ چاهين ٿو تہ ڪلال جي گهر هليو وڃ. ياد رک تہ اُهو ڪلال گراهڪ کي وڍي چِيري، ٽُڪر ٽُڪر ڪري ڇڏيندو آهي. جيڪڏهن اِنهيءَ جي باوجود بہ توکي هن جي هٿان شراب جو پيالو ملي وڃي تہ سمجهجانءِ سوُدو تمام سستو آهي.

عاشق زهر پِياڪ، وِهُ، ڏسي وِهُسَنِ، گهٽو،
ڪڙي ۽ قاتل، جا، هميشهہ هيراڪَ،
”لِڳينِ لَنوءَ“ لطيف چئي، ”فَنا ڪِيا فراقَ،“
توڻي چِڪَنِ، چاڪ، تہ بہ، آهہَ نہ سَلين عام کي
(سُر ڪليان II:23,1/138)

**لفظن جي معنيٰ** : وِهُ = زهر، وِهُسن = کِلڻ، خوش ٿيڻ، ٽڙڻ ڪڙي ۽ قاتل = ڪڙي ۽ قاتل شراب جا، چِڪَنِ چاڪَ = هنن جا ڦٽ ڪڙهن.

عاشق زهر پيئندڙ آهن ۽ زهر ڏسي ٽڙن ٿا. هو هميشهہ ڪوڙي ۽ جان وٺندڙ شراب تي هِريل آهن. هنن کي نيَنهن جو نشو لڳل آهي ۽

پريتم جي وڇوڙي ڪين وڍي فنا ڪري ڇڏيو آهي. توڙي سندن زخم ڪڙهن پيا، تہ بہ هوءُ ٻاهران ماڻهن اڳيان آهہ بہ نہ ٿا ڀرين.

ٽئين داستان ۾ هيءُ ويچار ظاهر ڪيو ويو آهي تہ پريميءَ جي اَندر عشق جي جوالا جلائڻ وارو بہ اُهو پريتم آهي، هنجو علاج ڪرڻ وارو حڪيم يا طبيب بہ اُهو ''حبيب'' پيارو آهي.

هڏ نہ وٽي هاڻ مون، ويڇن جي وصال،
هِنَ منهنجي حال، حبيبُ ئي هادي ٿيو. (سُر ڪلياڻ 143/III:2,1)

شاهہ صاحب اڳتي چون ٿا :

حبيب ئي هادي ٿيو، رهنما، راحَت
پيڙائياڻين پاڻ سين، لائي ڏيئي لَتَ،
سُپيريان صحت، ڏِنيم منجهان ڏکندي (سُر ڪلياڻ 144/III:3,1)

**لفظن جي معنيٰ** : رهنُما = راهہ ڏيکاريندڙ. راحت = راحت يا شفا ڏيندڙ، لائي = لڳائي صحت = تندرُستي، ڏکندي = مرضُ، پيڙا، بيماري.

يعني، اُهو حبيب ئي منهنجو هادي، رهنما، صحت بخشيندڙ ۽ دکہ دور ڪندڙ آهي.

سِڪِين ڪُهہ سلامَ ڪي، ڪَرين ڪُهہ نہ سلام؟
ٻيا دَرَ تَنَ حرامُ، ايءُ درُ جنين ديکيو (سُر ڪلياڻ 147/III:9 ,1)

**لفظن جي معنيٰ** : ديکيو ڏٺو

پرينءَ جي سلام لاءِ ڇو ٿو تڙڦين ؟ توُن پاڻ ڇو نہ ٿو وَڃِس وَڃِي سلام ڀرين ؟ جِنِ اِهو درُ ڏٺو آهي، تِن لاءِ ٻيا سڀ دروازا بيڪار آهن.

منايان مِنو گهڻو، ڪڙو ناهہ ڪلام
سُڪُوت ئي سلام، پريان سَندي پارَجو. (سُر ڪلياڻ 147/III:10,1)

پرينءَ جا سخن منائيءَ ڪان بہ منا آهن يعني مٺاس، پريم، شانتي ۽ رحمت سان ڀريل آهن ۽ ڪڏهن بہ ڪوڙا نہ آهن. جڏهن هوءُ خاموش ٿو

رهي ته هنجي خاموشي بہ سلام آهي.

توجنين جي تاتِ، تَنِ پڻ آهي تنهنجي
”فاذڪُروني اَذ ڪُر ڪُم“ اِيَ پروڙج بات،
هتِ ڪاتي ڳڙ واتِ ڀڇڻ، ٻَرِ پرين جي.
(سُر ڪلياڻ III:13,1/148)

**لفظن جي معنيٰ** : تات = پچار، يادگيري، ياد ڪريو مونکي تہ آءُ بہ اَوهان کي ياد ڪريان.، ڳُڙوات = زبان تي مناس

يعني توکي جَن جي سار آهي، تن کي پڻ تنهنجي سارَ آهي، ”سنڀاريو مونکي تہ آءُ بہ اَوهانکي سنڀاريان“ (قرآن شريف) اِنهيءَ سخَن يا ڳالھ کي چڱيءَ طرح سمجھج. مُٺ ۾ ڪاتي ۽ زبان تي مِناس : اِها آهي پرينءَ جي پڇڻ جي ريت.

ٽئين داستان جي وائيءَ ۾ ڪوي چوي ٿو : مونکي پورو وشواس آهي تہ اِنسان جي سيني روڳن يا بيمارين جو ماهِر طبيب (حڪيم)، اُهو اَلله منهنجي روڳ جو بہ علاج ضرور ڪندو، منهنجو پيار خود ئي هن غريب تي رحم ڪرڻ جي لاءِ ايندو. حقيقت ۾ اُنهيءَ ديالوُ طبيب مونکي دوا پيئاري مُنهنجا سڀ روڳ دوُر ڪري ڇڏيا آهن. مُنهنجوُن سکيون ! سچُ پچُ ئي منهنجو حبيب يا محبوب ڪامل حڪيم آهي.

# 2. سُر يمن ڪلياڻ

راڳ ڪلياڻ جي پنجن قسمن مان هڪ ”يمن ڪلياڻ“ آهي. ڪلياڻ جو اَرٿ آهي ”شانتي“. ”يمن ڪلياڻ“ جو اَرٿ آهي ”پاڻ تي قابو رکي شانتي حاصل ڪرڻ.“ هن راڳ ۾ 200 بيت ۽ 9 وائيون آهن، جن ڪي اُنن داستانن ۾ ورهايو ويو آهي، سُر ڪلياڻ ۽ سُر يمن ڪلياڻ ۾ اَلله جي عاشقن جي اَنيڪ گڻن جو ذڪر آهي. هن ۾ اَلله جي عاشقن کي سندس عشق جا روڳي ۽ اَلله کي انهي ۽ روڳ جو علاج ڪرڻ وارو طبيب يا حڪيم چيو ويو آهي. هن راڳ جي پهرئين داستان ۾ شاهه صاحب چون ٿا:

تون ئي محبوب آهين، تون ئي طبيب يا حڪيم آهين ۽ تون ئي دوا آهين. اي منهنجا محبوب! منهنجو سرير اَنيڪ روڳن سان ڀريو پيو آهي. تون منهنجن سيني ڏُکن جي دوا آهين. تُنهنجو ذڪر (سمرن) ۽ تَصوّر (ڌيان) منهنجي روڳي من کي شفا ڏيڻ وارو آهي. ٻيو ڪير به منهنجن مرضن کي ڄاڻي ئي نہ سگهندو. صرف تون ئي منهنجن مرضن کي سمجهي سگهين ٿو ۽ تون ئي اِن جو علاج بہ ڪري سگهين ٿو. تون ئي سچو مالڪ آهين ۽ تون ئي سچو هادي يا مرشد آهين پر تنهنجي دوا بہ تڏهن اَثر ڪندي آهي، جڏهن تنهنجي رضا هوندي تنهنجي رضا يا مرضي نہ هوندي تہ دوا بہ اَثر نٿي ڪري سگهي. (سُر يمن ڪلياڻ 159/ (I:1-2,1

آيل آءٌ نہ وسهان، هنجون جي هارِين،
آڱيو آبُ، اَکين ۾، ڏيهہ کي ڏيکارين،
سَچڻُ جي سارين، سي نہ ڪي رُون نہ چُونِ ڪي
(سر يمن ڪلياڻ I:21,1/165)

**لفظن جي معنيٰ :** آيل = اي جيجل ! وِيساهُ = وساهُ ڪريان،“ ڏيهہ کي = دنيا کي.

يعني، اي جيجل ! مان اُنهن تي ويساهہ نٿي ڪريان، جيڪي دنيا کي ڏيکارڻ لاءِ ڳوڙها ٿا ڳارين. حقيقت ۾، جيڪي پرين ۽ کي ياد ٿا ڪن، سي نڪي روئن، نڪي زبان سان ڪُجهہ چون، (يعني اُهي

سدائين محبوب جي ياد ۾ ئي گم سم ٿا رهن ۽ پنهنجو ڀيد ڪنهن جي اَڳيان بہ ظاهر نٿا ڪن. اُهي ئي سچا عاشق آهن).

ٻئين داستان ۾ ڪُوڙن ۽ سچن، نقلي ۽ اَصلي طبيبن (مرشدن) ۾ فرق سمجهائيندي مريضن (مريدن) کي سچي طبيب (سچي مرشد) جي دوا کائڻ سان گڏوگڏ پرهيز جو پالن ڪرڻ جو ڏسُ ڏنو ويو آهي. شاهہ صاحب فرمائين ٿا:

ڪامل طبيب (ڪامل مرشد) نہ ملڻ جي ڪري، منهنجو اَڌوُرنِ طبيبن، سان رشتو جُڙي ويو. اِنهيءَ ڪري منهنجي حالت وڌيڪ بگڙي ويئي. نيم حڪيمن منهنجي جانِ ئي وٺي ڇڏي اُنهن اَڻ ڄاڻن منهنجو درد دوُر ڪرڻ جي بدران منهنجو مرض وڌائي ڇڏيو :-

ڪُنيس ڪُويڄن، تن طبيب نہ گڏيا،

ڏيئي ڏنڀ ڏڏنِ، پاڻان ڏِيلُ ڏکوئيو. (سُر يمن ڪلياڻ II:10/17,1/170)

**لفظن جي معنيٰ** : ڪويڄن، جڏا يا اَڌوُرا طبيب، ڏکنِ = نيم طبيب ڏِيلُ = سرير.

شاهہ صاحب عاشقن کي نصيحت ٿا ڪن :

پتنگُ ڇائين پاڻَ کي، تہ اَچي آڳ ٻُجهاءِ !
پڇڻ گهڻا پچائيا، تون پَچڻ کي پچاءِ
واقُف ٿي وِساءِ، آڳ نہ ڏجي عامَ کي.
(سُر يمن ڪلياڻ III:10,1/178)

يعني جي پاڻ کي پتنگ ٿو ڪوٺائين تہ اَچي خوديءَ جي آگ کي ...اءِ. پچڻ (آتش) گهڻن کي جلايو آهي پر تون خود پچڻ کي پچائي ڇڏ. (آگ کي پاڻ ۾ جذب ڪري ڇڏ.) هوشيار ٿي آگ کي جهپي وٺُ اُن جو ڀيد ماڻهن کي نہ ڏيڻ گهرجي، يعني خوديءَ جي آگ تي قابوُ رک ۽ پيار جو راز ڪنهن بہ حالت ۾ ڪنهن جي اڳيان ظاهر نہ ٿيڻ ڏي.

شاهہ سائينءَ ڪامل مرشد کي ماهر لوهار ڇئي بہ مُخاطبُ ڪيو آهي. چون ٿا : جن ڪَچي لوهہ کي پچائي رُک جي صوُرت ۾ آندو آهي، تن جي پروڙ لوهارن کي ئي آهي. يعني جن طالبن پاڻ پچايو آهي، تن جي ڄاڻ ڪاملن کي آهي. (يمن ڪلياڻ III:20 ,1/181)

چوٿين داستان ۾ عشق کي شراب، عاشق کي رند يعني شرابي ۽ ڪامل مرشد کي عشق جو شراب وڪڻڻ وارو ڪلال يا سوداگر چيو ويو آهي. فرمائين ٿا:

هُوندو، هڏ مَ سنڌ، پيا ڪنِ لاءِ پانهنجو،
پوُڇ، پيارج پنهيڙا، ويندا وٺيو ڪنڌ،
تہ هٽَ تنهنجي هنڌِ، موکي، ڪو مانُ لهي.
(سُر يمن ڪلياڻ IV:7,1/190)

**لفظن جي معنيٰ** :- هُوندو= حاضر، موجُود (شراب) مَ سنڌ = لڪائي نہ رک، نہ سانڍ، پوُڇ = گهڙو يا جام پيار، پنهيڙا = وانڍڙن کي. اي شراب وڪڻڻ وارا تو وَٽِ جيڪو شراب موجود آٿيئي، سو پيئندڙن کان لڪائي يا سانڍي نہ رک، وانڍڙُ، جيڪي ڪنارو وٺيو پيا وڃن (يعني عام راهي جيڪي پڪا شرابي اَجان ڪونہ ٿيا آهن) تن کي بہ جام جون سُرڪيون پري پيئارج تہ اي ڪلال! تنهنجي دڪان (آستان) تي (شراب جو) ڪو مُلهہ ٿئي.

پنجين داستان چون ٿا:

صوفي سالمِ سي ويا، جي اَڪثر سين اَڏيار
بازي بازندن کي، آهي اُويسارَ
پريان سين پهڪارَ، رنديءَ رسايڻ ڪيا.
(سُر يمن ڪلياڻ V:1,1/201)

**لفظن جي معنيٰ** : سالِم = صحيح سلامت، اَڪثر = ڪثرت، خلق، اَڏيارَ = پاسو يا ڪنارو ڪندڙ، بازي = اِلاهي عشق جي راند. بازندن = راند ڪندڙن يا عاشقن، اُويسارَ = نہ وسرندڙ، پهڪارَ = صلاح ڪندڙ، رنديءَ = روحاني خمار، رسائي ڪيا = منزل تي پهچايا.

يعني، جن صوُفين ڪثرت (اَنيڪتا) کان ڪنارو ڪيو، اُهي صحيح سَلامت پنهنجي منزل تي پهچي ويا. اُنهن راند ڪندڙن (روحاني رمز وارن) کي عشق جي راند وسرڻ واري ناهي، اُهي سچا عاشق آهن، جن عشق تي سڀ ڪجهہ قربان ڪري ڇڏيو. اُهي ٻاهران ڏسڻ ۾ تہ پاڳل ٿا نظر اچن پر اُنهن جي روُحاني هستيءَ کين اَلله سان ملائي هڪ ڪري ڇڏيو آهي.

سنسار جي حالت جو ذڪر ڪندي ڪوي چوي ٿو :-

عالَم آئون، ساڻ، پريو ٿو پيرَ ڪري
پاڻ نہ آهي ڄاڻُ، مانڊيءَ منڊُ پکيڙيو.
(سُر يمن ڪلياڻ 1/203, V:9)

**لفظن جي معنيٰ :** آئون = خودي، پيڙ ڪري = گهومائيون ڪائي، مانڊيءَ = جادوگر، منڊُ = جادو، طلسم.

يعني :سارو جهان خوديءَ جو شڪار آهي. اَسانکي اِها ڄاڻ نہ آهي تہ هي طِلسَم يا مايا اُنهيءَ جادوگر (ڌڻيءَ) رچي آهي. اِهو راز منهنجي سمجهہ کان پري آهي.

ڇهين داستان ۾ سچي عاشق کي نصيحت ڏيندي شاهہ صاحب چون ٿا :

محبت جي ميدان ۾، سِرَ جو سانگُ مَ ڪَرِ،
لاهي سِرُ لطيف چئي، ”دوسن اڳيان ڌَرِ“
عشق نانگُ اَپَرِ، خبر ڪاڏنِ کي پوي. (يمن ڪلياڻ VI:16,1/223)

**لفظن جي معنيٰ :** سانگو = جاپرواهہ. اَپَرِ = بيحد، نهايت.

عشق جي ميدان ۾ جان جي پرواهہ نہ ڪر. لطيف چوي ٿو تہ پنهنجو سِرُ ڪٽي محبوب جي اڳيان پيش ڌر عشق زهريلو نانگ آهي، اِنهيءَ جي زهر جي باري ۾ صرف اُهي ئي ڄاڻنِ ٿا، جن کي هن نانگ ڏنگيو آهي.

ستين داستان ۾ شاهہ صاحب چون ٿا :

عاشقن اَللہ مُحبتَ رکي مَن
سندِي سِڪَ پرِيَنِ، تَن ۾ آهي تَنِ جي (سُر يمن ڪلياڻ VII:1,1/226)

يعني اَللہ جي عاشقن جي من ۾ اَللہ جو عشق سمايل هوندو آهي. اُهي هميشہ اَللہ جو ئي ذڪر ڪندا رهندا آهن.

عاشقن اَللہ جي، سدا وائيءَ وات
”فان ڪرُوني اَذڪرُ ڪُم“ تَنَ ۾ اِها تاَتِ
اِن ڪان ڪانهي سانت سچڻ ويل نہ وِسري
(سُر يمن ڪلياڻي VII:2,1/226)

(فان ڪروُني مونکي ياد ڪريو ۽ مان توهانکي ياد ڪندس)

يعني، اَللہ جي عاشقن جي من ۾ اَللہ جو عشقُ سمايل هوندو آهي. اُهي قرآن شريف ۾ ڏنل اَللہ جي پيغام کي سدائين ياد رکندا آهن تہ ”توهين مونکي ياد ڪريو ۽ مان توهانکي ياد ڪندس“، اِنهيءَ ڪري هو پل پل اَللہ جو ذڪر ڪندا رهندا آهن.

اَئين داستان ۾ شاھہ سائين چون ٿا :

سيئي سُور طبيب، جنين سُورن سيج ڪئي،
”جو لکيو هٿِ“ ”لطيف چئي“ سوئي ڪَنِ قريب“،
”جي نوازيا نصيب“ دارونءَ سي دُرست ڪيا.
(سُر يمن ڪلياڻ VIII:4,1/233)

يعني منهنجو دردُ ئي دوا بڻجي ويو آهي. عبدا للطيف چوي ٿو: اَللہ اُهو ئي ڪري ٿو جيڪي ڀاڳ ۾ لکيل هوندو آهي. دوا بہ اُنهيءَ تي ئي اَثر ڪندي آهي، جن جي نصيب ۾ لکيل هوندو آهي.

اَڻ ڪَئي عيان، نہ ٿئي، ڪَئي پرُوڙي ڪونہ،
سا سُنهين ٿي سونَ، اَمُر عطا جنهن جو. (سر يمن ڪلياڻ VIII:7,1/233)

**لفظن جي معنيٰ** : عيان = ظاهر، سُنهين = راھہ ڏيکاريندڙ، اَمرُ = اِلاهي حڪم، عطا جنهن جو = جنهن کي عطا ٿيل يا بخشيل آهي.

اَڻ ڪيل ڳالهہ يعني جنهن جو بيان نہ ڪيو وڃي، اُها ظاهر نہ ٿي ٿئي ۽ ڪيل ڳالهہ وري ڪو سمجهي ڪونہ ٿو. جيڪڏهن اُنهيءَ ڳالهہ جو ورجاءُ ڪيو بہ وڃي، تہ بہ ماڻهو اُنهيءَ تي عمل ڪونہ ٿا ڪن. اَللہ جي عشق جي ڳالهہ جو اَثر بہ اُنهن تي ئي ٿيندو جنهن جي نصيب ۾ اَللہ لکيو هوندو.

شاھہ صاحب سمجهائين ٿا تہ من ۾ اَللہ جو خيال پيدا ٿيڻ، اَللہ سان ميلاپ جو شوق پيدا ٿيڻ، اَللہ سان ميلاپ ڪرائڻ ۾ مدد ڏيڻ واري سچي مرشد جو ملڻ ۽ مريد جو مرشد جي سمجهايل هدايت تي ڀروسو رکي، روح کي اَندر اُنهيءَ جي ڪلمي سان جوڙي، اَللہ جي درگاھہ ۾ واپس پهچڻ، اِهو سڀ اَللہ پاران لکيل نصيب جي ليک تي ئي مُنحصر آهي.

# 3. سُر پرڀاتي

پرڀاتي هِڪ راڳڻيءَ جو نالو آهي. سُر پرڀاتيءَ کي ”پرڀات جا پچن“ بہ چيو ويندو آهي. هن سُر جي هڪ داستان ۾ 33 بيت ۽ 2 وائيوُن آهن.

هن سُر ۾ شاهہ صاحب جن لس ٻيلا جي راجپوت راجا کي سپڙُ خان يا سپڙ چئي پڪاريو آهي. هو عام جنتا ۾ سخي داتا جي روپ ۾ مشهوُر هو. ماڻهن ۾ اِنهي ڳالهہ جي چرچا هُئي تہ هُن هِڪ راڳيءَ کي 100 گهوڙا دان ۾ ڏنا هُئا. پر شاهہ صاحب مان ڪنهن راجا، مهاراجا يا نواب جي ساراهہ ۾ ڪُجهہ لکڻ جي آشا نٿي ڪري سگهجي. راڳ بلاول ۾ ڪيترن ئي راجائن جي مهما ٻڌائي ويئي آهي، پر اُنهن سيني جو اِشارو مرشد ڏانهن ڪيل آهي. هڪ درويش جو ڪٿن آهي :-

ما قصا-ايءَ- سِڪندرو دارا نہ خادَہ ايم،

اَزبَجُز هڪاياتي مِهرو وفاَ هپُرس.[1]

يعني موُن سِڪندر ۽ دارا جا قصا ڪونہ پڙهيا آهن. مون مان عشق ۽ وفا کان سواءِ، ٻي ڪنهن بہ ڳالهہ جي اُميد نہ رک.

هن سُر ۾ بہ شاهہ صاحب جن سَپڙ جي مثال جي ذريعي رسوُل يا مرشد جي دريا دِلي ۽ ديا مهر ڏانهن اِشارو ڪيو آهي، شاهہ سائينءَ اَللہ جي عبادت ڪرڻ وارن کي سازندا (ساز وڄائڻ وارا) چيو آهي فرمائين ٿا :

اڄُ نہ پانَنِ پيرُ، جيئَن ڪِينَرو ڪِيريءَ لَنگِيو،

سوُنهاري صُبوُحَ سِين، وِڄهي وينين ويرُ

توکي چوندو ڪيرُ، ڪِيرَت ڏاران مڱڻو ؟ (سُر پرڀاتي 1:1,1/246)

**لفظن جي معنيٰ** : پانن = مڱڻهار، راڳيندڙ، پيرُ = نشاني ڪِينرو = سُرندو، ڪيريءَ = ڪليءَ تي سوُنهاري = سُهڻي ڪِيرَت = ڪيرتن.

راڳيندڙن جو اِهو دستوُر نہ آهي تہ پنهنجن سازن کي ڪِليءَ تي لڙڪائي رکن اِئين ٿو لڳي تہ توکي صُبح سويري جي شڀ مهوُرت جي باري ۾ ڪا غلط فهمي آهي. تڏهن تو اُن ڏانهن ڌيان نہ ڏنو آهي.

جيڪڏهن تون اَسُر جو اُٿي ساز نہ وڄائيندين ۽ ڪيرتن نہ ڪندين تہ توکي مٺڙهار يا راڳيندڙ ڪير چوندو ؟

سُتو ڪيئن ننڊون ڪرين ! روئي راتِ وهاءِ،
سُيان سازُ سندوءِ، پيو هوندو پَٽَ ۾ (سُر پرڀاتي 246/1,2-1:1)

يعني: توُن سُمهي ننڊون ڪيئن پيو ڪرين ؟ اَسُر جو اُٿي روءُ، سياڻي (تنهنجي مٺي پڇاڻان) تنهنجو ساز پَٽَ تي ائين ئي بيڪار پيو هوندو. (هِتي اِشارو اِنسان جي ڪايا ڏانهن آهي، جا اَڄُ نہ سُيان ڏهي پَٽَ پوڻي آهي.)

شاهہ صاحب چون ٿا تہ تون سازن کي وِهاڻي جي پاسي کان رکي سڄي رات ننڊُون پيو ڪرين، تو ۾ پهرين تہ اِها عادت هئي ڪونہ.

اَڳي اِيئنَ نہ هيرَ، اِن ڏَر سندي مڱڻين،
جيئن ڏِگها ڪري پيرَ، سڄيون راتيون سُمهين. (سُر پرڀاتي 247/1,3-4:1)

شاهہ صاحب چون ٿا تہ تو رات جو سَپرڙ جي سامهون حاضري بہ ڪونہ ڏين سڄو وقت پير ڏگها ڪري سمهيو پيو آهين، پهرين تہ تو ۾ اِها عادت ڪونہ هئي. ڪلهہ رات اُنهيءَ رُونجهي ذات جي سَپرڙ پنهنجي صندُوقَ کولي ۽ راڳين اُن مان هيرا موتي ڪڍي پنهنجين صندوقن ۾ پري ڇڏيا. (پرڀاتي 247/1,4:1)

جنين سُک ناهہ ڪو، چارڻ سي چڱجَنِ،
رُڄُنِ راهہ پُڇن، مٿي ڪُلهن ڪِينرا. (سُر پرڀاتي 247/1,5:1)

راڳي چوائڻ جا حقدار صرف اُهي ئي آهن، جيڪي ڪڏهن بہ آرام نٿا ڪن. ڪنڌن تي ساز لٽڪائي اُجڙيل بيابانن ۾ گهمندي رستو ئي پُڇندا ٿا رهن.

شاهہ صاحب چون ٿا :-

جيڪڏهن ماهِر سازندي کي اِنهيءَ ڳالهہ جي ذري بہ خبر ملي وڃي تہ اَلله سُئن ڳائيندڙن وانگر اَناڙي سازندن تي بہ ديا مهر ڪندو آهي تہ اُهي پنهنجن سازن کي بيڪار سَمجهي اُنهن کي ٽُڪرا ٽُڪرا ڪري ڇڏيندا (سُر پرڀاتي 248/1,7/7:1)

اِنهيءَ ڪري توهان مؤرڪن يا اَڻاڙين وانگر اَلله جي در تي بيک ٿهرجانءِ. پنهنجي وديا ۽ عقل کي وساري ڇڏ. راجا سچ جام ڪلهه رات نوان تازي گهوڙا سنجائي تيار ڪري رکيا هئا. هو اُنهن تي خاص ديا ٿو ڪري جيڪي اَڻ ڄاڻ آهن ۽ جن کي ڳاڻ هرگز نه اَچي. (سُر پرڀاتي I:8/15,1/249)

شاهه صاحب مڱڻهارن کي سمجهائين ٿا ته :

ڄاڻين ته به نه ڄاڻ، اي ءَ در اَبوجهن جو،

اِنَ دَرَ سي ٿي اَگهيا، جن نه پانيو پاڻ،

ريجهائو راڄاڻ، آهي اَبوجهن جو. (سُر پرڀاتي I:9/14,1/249)

جيڪڏهن توهان عالم فاضل آهيو به تڏهن به اَگياني ۽ اَڻڄاڻ بڻجي وڃ، ڇاڪاڻ ته هو ٻالن ڀولن ماڻهن تي خاص رحمت ڪندو آهي. جن پنهنجي خوديءَ کي تياڳي ڇڏيو، هو اُنهن کي قبول ٿو ڪري هو ديالو، ٻالن ڀولن جيون تي بيحد خوش ٿيندو آهي.

ٻاجهاڻون ٻيلي ڏڻي، ٻجهان ٻاجهه ٿئي،

سچ سا سُئي، جيڪا چارڻ چت ۾ (سُرپرڀاتي I:10/13,1/250)

يعني مونکي خبر آهي ته لس ٻيلي (ڪائنات) جو حاڪم (اُهو اَلله) بيحد رحم دل آهي. هو ڄاڻي ڄاڻڻهار آهي. اُهو انترڀامي راڄين جي دلين جو حال ڄاڻي ٿو.

لکي جي ٻجهن، پڌر پئو نه اُن سين،

ننڍي وڏي ڳالهڙي، سڀ ٿا سمجهن،

توں ڪيئن اَکيان تَنِ، وڃيو وِلَلين وات سين. (سُر پرڀاتي I:10-A,1/250)

يعني اُنهيءَ جي سامهون بيڪار جي ٻڪ ٻڪ نه ڪر، جڏهن هو دل جي هر ڪا ننڍي وڏي ڳالهه ڄاڻي ٿو ته پوءِ توں اُنهيءَ اَڳيان بي مطلب ڳالهيون ڇو ٿو ڪرين؟

طالب کي گهرجي ته پنهنجي مؤرک ۽ اَپاهج هئڻ جو اَعلان ڪري ڇڏي. ڪير به وڃڻ وقت پاڻ سان گڏ دنيا جي ڌن دولت ڪونه کڻي ويو. اُهو سچ (پرماتما) ويچارن اَپاهجن کي پنهنجي پالڪيءَ ۾ وهاري

پاڻ سان گڏ وٺي ٿو وڃي. (پرياڻ 1/251, 13/12:I)
شاهہ صاحب هڪ خوبصورت پيغام ٿا ڏين تہ :

ٻوليون ٻيلي جون ڪري، پاسي پر پيو،
سُٽائي سُتن ڪي، وهاڻي ۾ ويو؛
چاڻي ڪين ٻيو، سُرُ سِڪيو ئي هيڪڙو.
(سُر پرياڻي 1/251(12/11:I)

هڪ طرف زمين تي پيل ٻالو جيو لس ٻيلي (هن رچنا جي) جي ٻولي ۾ صبوح سويري اَلله کي وينتيون ڪندو ٿو رهي، جڏهن اُن وقت دنيا جا ٻيا پِراڻي گهري ۾ ننڊ ۾ سُمهيل هوندا آهن، هن ويچاري کي اِنهي ۾ ڪانسواءِ اَلله سان بات چيت ڪرڻ جو ٻيو ڪو ڍنگُ ڪونہ ٿو اَچي.

ٻوليون ٻيلي جون ڪري، پاسي پَرِ پيو،
چارڻُ چاڙهي چوڏول ۾، تهان پوءِ نيو.
”رُچي رات ڪيو، سَرِفِراز“ سيد چئي. (سُر پرياڻي 1/251, 13/12:I)

**لفظن جي معنيٰ :** چوڏول = پالڪي.

يعني، هو ويچارو زمين تي ليٽي، درد پر ئي سُر ۾، لس ٻيلي جي ٻولي ۾، پنهنجي ڀڳتي ڀاونا کي ظاهر ڪندو آهي. هن جي خوش قسمتي تہ ڏسو تہ اَلله هُن تي بيحد خوش ٿي ويو ۽ هن کي پنهنجي پالڪي ۾ وهاري پاڻ سان گڏ وٺي ويو. شاهہ لطيف چوي ٿو تہ ڪُل مالڪُ هن تي بيحد خوش هو ۽ اُنهي ۾ ئي رات هنکي اُتم پد بخشي ڇڏيائين.

اَلله عربي، فارسي، سنسڪرت وغيره ڀاشائن جي بناوٽي شبدن ذريعي ڪيل عبادت کي نہ بلڪ سچي هردي مان نڪتل دک ڀري پُڪار کي ٻڌي ٿو. هو پريم جي ڀاشا ڳالهائيندو بہ آهي ۽ ٻڌندو بہ آهي. تي سگهي ٿو تہ ودوانن ڀاران عربي، فارسي، سنسڪرت، لئٽن وغيره ڀاشائن ۾ ڪيل عبادت جي بدران اَلله هڪ اَڻ پڙهيل جي آندران سڌي ۽ سرل ڍنگ سان نڪتل تڙف کي ڏسي وڌيڪ خوش ٿئي ۽ هنکي فورن اُتم روحاني پد بخشي ڇڏي. گوسوامي تلسيداس جن چون ٿا :-

ڪا ڀاشا ڪا سنسڪرت پريم چاهيئي سانچ

ڪام جو آهيءِ ڪامري ڪالئہ ڪري ڪُماچ[2]

چاهي عام ٻولچال جي ڀاشا هجي، يا چاهي ودوانن جي سنسڪرت هجي، اِنهيءَ سان ڪو فرق نہ ٿو پوي. مهما سچي پريم جي آهي. جيڪڏهن ساڌارڻ ڪمبل مان ڪم هلي سگهي ٿو تہ ريشمي پرت پريل ڏُشالي جي ڪهڙي ضرورت آهي؟

صوفي درويش سائين بلي شاهہ جن چون ٿا :

ٻليا هري مندر ۾ آئڪي، ڪها ليڪا دئو ٻتا،
پڙهي پنڊت پانڌي دوُر ڪيئي، اَحمق ليئي ٻلا[3]

شاهہ صاحب صلاح ٿا ڏين تہ اي منگڻهار ! توُن اُنهيءَ ڪان دانُ گهر جو ڏهاڙي پيو ڏئي (يعني ڏڻيءَ ڪان). اي چارڻ ! جن دُنيا جي دَرنِ تان (دنيوي ماڻهن ڪان) پنين ٿو اُهي ڪُوڙا اَٿيئي. اُهي سياڻي توکي منهن تي مِهڻا ڏيندا.

منگ تنين ڪان منگڻا ! جو ڏيهاڙي ٿو ڏئي،
ڪُوڙا در دُنيا جا، جاچڪ منگين جي،
سُيان توهين ڪي، موٽي ڏيندا منهن ۾ (سُر پرڀاتي 1:19/0,1/254)
ڏاتار ڏک ڪيا، پاڻن متي منگڻين،
موُن در ڇڏيو منگڻا ! منگين ڪوهہُ ٻيا؟
تڏهن تو پيا، وِچان وِلها ڏينهڙا (پرڀاتي 1:20/18,1/254)

**لفظن جي معنيٰ** : مون دَرُ = منهنجو درُ، وِلها = ڏکيا، مسڪينيءَ جا.

اُن ڏاتار (ڏڻي سڳوري) اُلٽو منگڻهارن کي ڏوراپو ڏيندي چيو تہ اي منگڻهار ! تون منهنجو درُ ڇڏي، ڇو ٿو ٻين دَرن تان پنين اِنهيءَ ڪري ئي توکي ڏکيا ڏينهن ڏسڻا ٿا پون.

شاهہ صاحب دُنيادارن جو سهارو تياڳي هڪ اَلله جو سهارو وٺڻ ۽ دنيا جي ناسوان شڪلين ۽ پدارٿن جو پيار وساري هڪ اَبناسي اَلله سان پريم ڪرڻ جو اُپديش ٿا ڏين.

شاهہ صاحب ساوڌان ٿا ڪن تہ جيڪو هڪ اَلله جو سهارو ڇڏي دنيا جي اَنيڪ ماڻهن جو سهارو وٺي ٿو، اُهو پنهنجو لوڪ ۽ پرلوڪ ٻئي بگاڙي ٿو ڇڏي. باقي جيڪو سڀ آسرا تياڳي هڪ اَلله جي پناهہ ۾ اَچي ٿو وڃي، اُنهيءَ جا لوڪ پرلوڪ ٻئي سڌري ٿا وڃن.

# 4. سُر آسا

سُر آسا جي ڇئن داستانن ۾ 131 بيت ۽ 7 وائيون آهن. ”آسا“ جو اَرٿ ”شانتي“ چيو ويندو آهي. سنسار جو هر هڪ اِنسان شانتيءَ جي تلاش ۾ آهي. پوُرن ۽ اَبناسي صرف هڪ اَلله آهي. اِنهيءَ ڪري روح صرف اَلله ۾ سمائجي ڪري پورن ۽ اَبناسي شانتي حاصل ڪري سگهي ٿو. شاهہ صاحب چون ٿا :-

لوچان ٿي لاحد ۾ هاديءَ لهان نہ حَدَ،
سُپيريان جي سوُنهن جو، نڪو قدُ نہ مدُّ،
هِتِ سِڪڻُ بي عدد، هت پرئين پرواهہ ناهہ ڪا (سُر آسا 1,1/268:I)

**لفظن جي معنيٰ :** لوچان = ڳولهيان، لاحد = لامڪان، هادي = رهبر، نڪو قدُ نہ مدُّ = نہ ڊيگهہ نہ ويڪر، بي عدد = اَپار، بيحد.

يعني، مان تنهنجو انت ڄاڻڻ چاهيان ٿو پر تون بي اَنت آهين. تنهنجو اَنت لهڻ ناممڪن آهي. اُن محبوب جو حُسن بيان ڪان ٻاهر آهي. نہ هنجو ڪو قد آهي نہ آڪار، هِتِ (عاشق) جي اندر ۾ بي حد تڙپ آهي، هتِ معشوق کي ڪابہ پرواهہ ڪانهي.

صوُرت سوجهہ مَ تنهن جي، تون پڻ پُڇين جو،
سَحَنُ ناهي سو، جو منهن مُقابل نہ ٿئي. (سُر آسا 15,1/276:I)

جيسين ڪو نظر اَچي، تيسين هُن سان ڳالهہ ٻولهہ نٿي ڪري سگهجي اَهڙيءَ طرح جيسين اَلله جو ديدار نٿو ٿئي، تيسين. ايترو سمجهڻ ئي ڪافي آهي تہ اَلله لاثاني آهي، بيان يا ورڻن ڪرڻ کان ٻاهر آهي.

شاهہ صاحب اِنسان کي سمجهاڻي ڏيئي رهيا آهن تہ تون سرو- شڪتيوان، ڄاڻي ڄاڻڻهار ۽ سرووياپڪ اَلله کي پنهنجو آڌار بڻائي ڇڏ جيئن تون بہ هن وانگر بيحد، لابيان ۽ بي پرواهہ ٿي وڃين. جيستائين اِنسان وقت ۽ اِستان جي حَدَ ۾ آهي، تيستائين هوُ نشچنت ۽ بي پرواهہ

ڪونہ ٿي سگهندو. اِهو تڏهن ٿي سگهندو جڏهن اَنيڪتا مان نڪري ايڪتا ۾ ايندو، وقت ۽ اِستان جي حد کي پار ڪري بيحد ۾ پهچندو.

شاهہ صاحب چون ٿا :-

ٻنِ ٻيائي، سُپرين، پاڻان، مون کي پَلِ،
”آئون“، اوريان جهل، توکي رَسي ”تو“ ڏٺي (سُر آسا 1/269 ,1:3)

**لفظن جي معنيٰ** : ٻنِ = کهڙِ پوي، کڏ پوي، ٻيائي = دوئي، دويت، مون کي = پاڻ يا خوديءَ کان، آئون = خودي تو ڏٺي = تنهنجي هستي.

يعني : منهنجا محبوب ! منهنجي ڪثرت (انيڪتا) دور ڪري مونکي هؤميءَ کان بچائي وٺ. مان چوڻ جو حق صرف توکي ئي حاصل آهي. اِهو اَڌڪار تون پاڻ وٺ رک ۽ مونکي خوديءَ کان بچائي وٺ. (اي ڏٺي تنهنجي هستي توکي ئي جڳائي).

”مان“ چوڻ جو اَڌڪار صرف اُنکي آهي جيڪو پنهنجو ڪرتا خود پاڻ آهي، جيڪو ڪنهن ٻئي تي نرڀر ڪونهي. ”مان“ اُهو ئي چئي ٿو سگهي، جيڪو پنهنجي مرضيءَ مطابق هلي سگهي ٿو ۽ جنهن جي ڪِيئي کي ٽاري نٿو سگهجي. مان اُهو ئي چئي سگهي ٿو جنهن کي پنهنجي هستيءَ جي مٽجي وڃڻ جو ڊپ نہ هجي ۽ نہ ئي ٻيو ڪير ڪيس دٻائي سگهي ٿو، اِهي سڀ گڻ صرف اَلله ۾ آهن. اِنهيءَ ڪري صرف اَلله کي ئي ”مان“ چوڻ جو حق حاصل آهي، جن جي اَندر اَلله جي عبادت جو عشق جاڳي اُٿي ٿو اُهي ٻاهرئين بناوٽي سنمان، عبادت ۽ وينتي وغيره جو تياڳ ڪري، حقيقت جي واديءَ ۾ پهچي ٿا وڃن. اُنهيءَ واديءَ جو ڪوبہ آد يا اَنت ڪونهي ۽ نہ ئي اُتي شريعت جي ٻاهر مکي ڏيکاو جي ڪا ضرورت آهي.

شاهہ صاحب چون ٿا :

وَرد وظيفا وِسريا، نڪارهي نمازَ،
هِينئڙو بحريءَ باز، چوري ڪيو چنبن ۾. (سُر آسا 1/275 ,1:12/A)

**لفظن جي معنيٰ** : وَرَد = سمرن، بحري باز = سمنڊ جو باز.

يعني : مونکي سمرن ئي نہ، روز جي نماز بہ ياد نہ رهي، منهنجي

هردي کي سمنڊ جي باز پنهنجن پنجن ۾ زور سان جڪڙي رکيو آهي.

شاهہ صاحب سمجهائين ٿا تہ جيڪي خوديءَ کي فنا ڪري اَللہ سان ملي هڪ ٿي چڪا آهن، اُهي نماز، سجدو وغيره سڀ ڪجهہ پلجي ٿا وڃن. جڏهن اُنهن جو وجود ئي باقي نٿو رهي ۽ هوُ حقيقت ۾ سمائجي اَمر ٿي ويا آهن تہ اُنهن جي لاءِ شريعت جي ڪهڙي اَهميت آهي؟ (سُر آسا 1:17,1/277)

ٻئي داستان ۾ شاهہ صاحب خبردار ٿا ڪن :-

اکيون سي ئي ڏار، جَنِ سان پسين پرينءَ کي
ٻئي ڏانهن ڪِيمِ نهار، گهڻو ريسارو سُپرين.
(سُر آسا 11:23/22,1/286)

يعني تون اِهي اَکيون اَختيار ڪر، جيڪي محبوب کانسواءِ ٻيو ڪنهن کي بہ نہ ڏسن ڇاڪاڻ تہ اُهو محبوب بيحد ايرشالوُ آهي. (سُر آسا 11:23/22 ,1/286)

ٻئي هڪ بيت ۾ شاهہ صاحب چون ٿا :

تون هنن ٻاهرين مجازي اَکين سان محبوب جو ديدار ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪر. اِهي اَکيون ٻاهريوُن شڪليوُن ۽ پدارٿ ڏسڻ لاءِ آهن. انهن سان اَللہ جو ديدار ڪرڻ جي ڪوشش ڪرڻ بيڪار آهي. اِهي اَکيون اَللہ کي ڏسي نہ سگهنديون. اَللہ روپي محبوب کي تہ صرف اُهي ٿا ڏسي سگهن جيڪي اِنهن ٻاهرين اَکين کي بند ڪري ٿا ڇڏين.شاهہ سائين خبردار ٿا ڪن تہ جيستائين اَپياسي ديش ۽ ڪال جي سيما پار نٿا ڪري وڃن، تيستائين اُنهن لاءِ محبوب هڪ پروُلي آهي. اَنڌن، (اَرٿات جيڪي اِنسان روحاني پيدن کان واقف نہ آهن) جي لاءِ اِنهيءَ ڳالهہ کي سمجهي سگهڻ ناممڪن آهي. چوٿين داستان ۾ اِنهيءَ ڀاو کي اَڳتي وڌائيندي چون ٿا :

ترڪُ ڪَرِ ترڪَ کي، وَڃَڻُ ڪنان وڃُ،
آهي ايءُ اُهڃُ، سُٽي سُٽائيہ تون. (سُر آسا 1V:4) 1/308

**لفظن جي معنيٰ** : ترڪُ ڪر = ختم ڪر، تَرَڪَ ڪي = واد وواد ڪي.

يعني، خوديءَ کي پوريءَ طرح سان ختم ڪري ڇڏ ۽ دنيا کان بہ اَهڙيءَ طرح مٿي چڙهي وڃ، جو ڄڻ تہ دنيا جو ڪو وجود ئي نہ هجي. اُنهيءَ اَوستا ۾ پهچي، مرڻ کان اڳ مري اَلله ۾ سمائجي وڃ. اِنهيءَ خاص اُصول تي خود بہ هلُ ۽ ٻين کي بہ اِنهيءَ تي عمل ڪرڻ لاءِ اُتساهہ ڏيار.

چُپ ڪر، چپُ مَ چور، پُور اکيون، ڍڪِ ڪنَ،
پاڻي پيءُ، پيٽُ مَ ڀَرِ، رهاءِ اَڌورو اَنُ،
تہ هوءَ مُورت منجهاران مَنُ، تنهن جو مُشاهدو ماڻين.
(سُر آسا IV:9/B,1/310)

چُپ ڪر، چَپَ نہ هلاءِ، اَکيوُن بند ڪري ڇڏ ۽ ڪَنَ ڍڪي ڇڏِ. پاڻي پي، ليڪن پياس رهڻ ڏي. روٽي کاءُ، پر بک باقي رهڻ ڏي، اَهڙيءَ طرح ڪندين تہ اَلله جو ديدار حاصل ٿيندءِ.

منهن ڪَرِ منجهاران، ٻاهر ڍونڍِمَ ڍورَ جيئَنَ،
جي اَکڙيين آران، ڪنڌي اَچڻ ڏاڪڙو. (سُر آسا IV:11,1,311)

يعني، تون پنهنجي اَندر ڍِس جانورن وانگر ٻاهر نہ نهاريندو رهہ. تنهنجين اَکين ۾ جي محبوب جو پريم هوندو تہ توکي اَلله جو جلوو ضرور نظر ايندو ۽ پوءِ تون هميشهہ سمنڊ ۾ ترندو رهڻ چاهيندين، ڪناري تي اَچڻ ئي نہ چاهيندين.

شاهہ سائين سمجهائين ٿا تہ :

تون شريعت جي مدد سان طريقت ۾ پهچي وڃ. طريقت مان معرفت ۽ معرفت مان حقيقت جي واديءَ ۾ داخل ٿي وڃ. تون (مرشد وٽان) اِلاهي راز سمجهي اَلله جي پراپتيءَ جو مقصد سامهون رکُ جيڪڏهن تون پڪي وشواس ۽ مضبوط ارادي سان هن نصيحت تي عمل ڪندين تہ ڦِسڻ کان آجو رهندين. (سُر آسا IV:40,1/326)

جي ڏِيا حل حبيب سين، سُمهڻُ تِن ثواب
نيڻ هيرائي ننڊ سين، خوش ڪيائون خوابُ،

اوسيڙو، عذابُ، دِليان تنين دور ٿيو. (سُر آسا 1/328 IV:45)

**لفظن جي معنيٰ :** حَل = هڪُ، حبيب = پرينءَ، ثواب = نيڪي، خواب = ننڊ، اوسيڙو = اِنتظار، عذاب = درد، پيڙا، دليان = دل مان

يعني، جيڪي محبوب سان ملي هڪ ٿيا آهن اُنهن لاءِ ننڊ بہ مبارڪ آهي. اُهي سُمهيل هوندي بہ اَلله جي حضوريءَ ۾ هوندا آهن. اُنهن جو من سنساري چنتائن ۽ پيڙائن کان مڪت ٿي ويندو آهي.

تَن تَسبيح من مڻيو، دِل دنبُورو جَنِ،
تندون جي طلب جون، وحدت سِر وڄن،
''وحدہٗ لاشريڪ لہٗ'' اِهو راڳُ رَڳِنِ،
سي سُتا ئي جاڳن، ننڊ عبادت اُن جي. (سُر آسا 1/328 IV:46)

اُنهن جو جسمَ تسبيح (مالها) هوندي آهي، سوانس مَڻڪا هوندا آهن ۽ من سِتار هوندو آهي. اُنهن جون ناڙيون ستار جون راڳڻيون هونديون آهن، جن مان ''اَلله وحدہٗ هوُ لاشريڪ'' جو سُر گونجندو آهي. اهڙا پريمي سُمهيل هوندي بہ جاڳندا رهندا آهن. اُنهن جي ننڊ بہ عبادت جي برابر آهي.

# 5 . سُر بروو سنڌي

”بروو“ هڪ راڳڻي آهي، جنهنکي شاهہ سائين سنڌي رنگ ڏيئي ”بروو سنڌيءَ“ جو نالو ڏنو آهي. ”بروو“ جو اَرٿ آهي نيڪ يا سچو. ٽن داستانن جي هن سُر ۾ 51 بيت ۽ 4 وائيون آهن. هن راڳ جو مکيہ مضمون اَللہ جو عشق آهي. شاهہ صاحب چوَن ٿا :

چاڪي وڃيو چو، ٻيلي ٿِئين ٻِينِ جو ؟
وٺ ڪنجڪ ، ڪرِيمَ جي، جڳ جو والي جو
سوُکو هوندو سو، جنهن جو عشق اَللہ سين. (سُر بروو I:1,1/334)

**لفظن جي معنيٰ** : ٻيلي - چاڪر، غلام، ڪَنجڪَ - گهوڙي جي واڳ جهل يعني چاڪري ڪر، جڳ جو والي - ٻاجهارو ڏڻي، سوُکو - سُکيو)

يعني : تون ڇا لاءِ وڃي ٿو ٻين جو غلام ٿين ؟ تون جڳ جي واليءَ (جي گهوڙي) جي رڪاب پڪڙ يعني تون ڏڻيءَ ٻاجهاري جي چاڪري ڪر، جيڪو جهان جو مالڪ آهي. سُکيو اُهو هوندو، جنهنجي دل ۾ صرف اُنهيءَ اَللہ جو پيار آهي.

جيئَن ڪا ڪاني ڪانهن، لُسندي، لاتيون ڪري،
اَچي پَئي اوچتي، درد پريان جي دانهن،
ويڄ ! ڏنيئين ڪُهہُ ٻانهن ؟ سوُر هينئين ڪي سامُهان.
(سر بروو I:2,1/334)

**لفظن جي معنيٰ** : ڪانَهنَ = گاهہُ، لُسندي = ڪپجڻ وقت. لاتيون ڪري = دانهون ڪري، ويڄ = اي طبيب، هينئَن = دِل

يعني : جيئَن ڪا گاهہ جي ڪاني، ڪپجڻ وقت سوز پريون صدائون (پڪارون) ڪندي آهي، تيئَن مونکان بہ اوچتو محبوب جي وڇوڙي جي درد ڪري دانهن نڪريو وڃي. اي طبيب ! تون ڇو ٿو منهنجي ٻانهن کي ڏنبُ ڏين ؟ (اَڳي ويڄ بيمار کي ڏنبُ ڏيندو هو) درد تہ منهنجي دل ۾ آهي.

ڪي اوڏائي ڏورِ، ڪي ڏور بہ اوڏا سُپرين،
ڪي سانيڙ جَنِ نہ ڪڏهين، ڪي وِسرنِ نہ مُورِ
جِئَنَ مينهن ڪُنڊيءَ پوُرِ، تِئَنَ دوست وراڪو
دِلِ سين. (سر بروو 11,1/338: ا)

**لفظن جي معنيٰ**: سانيڙجَن = ياديون، مُورِ = هرگز نہ، مينهن ڪُنڊيءَ پوُرِ = مُڙيل سڱن واري مينهن جي سِڱ جو پيچُ، وراڪو = پيچُ

يعني : ڪي ماڻهو نزديڪ هئڻ جي باوجود بہ پري لڳندا آهن ۽ ڪي پيارا ڏور هئڻ جي باوجود نزديڪ محسوس ٿيندا آهن. ڪجھ ماڻهن جو ڪڏهن خيال بہ ڪونہ ايندو آهي ۽ ڪن کي ڪڏهن وساري نہ سگهبو آهي. جيئن مُڙيل سِڱن واري مينهن جي سڱن جو پيچ، تيئن دلبر جي محبت جو پيچ، منهنجي دل کي مروٽا ڏيئي رهيو آهي.

پلي ڪيءَ، پلاپرين ! مون نہ ڄاتو ايئن،
هنئون هيرائي، هٿِ ڪري، توکي ڏيان ڪيئن ؟
ساسِڪَ سَان ڪِيئَنَ، جنهن اَندر آهيرا ڪيا ؟ (سر بروو 1/337,8/A:1)

**لفظن جي معنيٰ** : آهيرا = گهرُ.

منهنجا محبوب ! تو مون سان جيڪو وهنوار ڪيو آهي، مون چپ چاپ اُهو برداشت ڪيو آهي. پر مان ايترو ضرور چوندس تہ مونکي تو مان اَهڙي اُميد ڪونہ هئي. تو منهنجي دل تي جادو ڪري اُنکي پنهنجي وس ۾ ڪري ڇڏيو آهي. هاڻي هن دل کي تنهنجي اَڳيان پيش نہ ڪرڻ منهنجي وس جي ڳالھ نہ آهي. منهنجي دل ۾ سمايل تنهنجي جيڪا سِڪَ آهي، جنهن دل ۾ گهر ڪري ڇڏيو آهي. اُن جو بيان مان ڪيئن ڪري سگهندس ؟

جڏهانڪرُ ٿِيامِ، ساڃاهہ[1] سُپيرين سين،
تڏهانڪار تِرَ جيترو، وير نہ وسريامِ،[2]
اَندر رؤح رهيامِ، سڄڻ اوطاقون[3] ڪري. (سُر بروو 1/340,16:1)

**لفظن جي معنيٰ** : ساڃاهہ = سڃاڻپ، واقفيت، وير نہ = هڪ پل بہ

وسريام = وساري نہ سگهيس، اوطاقون ڪري = پنهنجو لڪائُو ڪري يا ٿهر بڻائي.

يعني : جڏهن کان منهنجي محبوب سان سڃاڻپ ٿي آهي، تڏهن کان هڪ پل لاءِ بہ هنجي ياد نہ وسري آهي. منهنجو سڄڻ منهنجي روح ۾ پڪو لڪائُو بڻائي ويهي رهيو آهي.

ڪڏهن طاقيون ڏين، ڪڏهن کُلن دَرَ دوست جا،
ڪڏهن اَچان، اَچڻ نہ لهان، ڪڏهن ڪونيونين،
ڪڏهن سِڪان سَڏُ ڪي، ڪڏهن ڳُجهاندرُ ڳَرَهِينِ،
اَهڙائي آهِينِ، صاحب منهنجا سُپرين (سُر برِوو 17.1/340: I)

يعني : ڪڏهن تہ محبوب مون ڏانهن دروازو ئي بند ڪيو ڇڏين، تہ ڪڏهن منهنجو دوست پاڻيهي پيو دَرَ کولي. ڪڏهن ملڻ اَچان تہ ملڻ ئي ڪونہ ڏين، تہ ڪڏهن نياپا موڪلي پيا گُهرائين ڪڏهن سڪندي رهان تہ ڪڏهن محبوب وٽان سڏ ٿيندو تہ ڪڏهن ڳجهہ ڳوهہ ۾ اَندر جا ڀيد پيا کولين. منهنجو صاحب سُپرين، اهڙوئي آهي.

جانِبَ تون جيڏو، آهين شان شعورَ سين،
مون تي ڪر منهنجا سُپرين ! توهہُ، تُسي تيڏو،
اي ءُ ڪامِلَ! ڪمُ ڪيڏو ؟ جيئن نوازيم نگاهہَ سين. (سر برِوو 1,1/346:II)

**لفظن جي معنيٰ** : شان شعور = فهم ۽ فضيلت، توهہُ = نوازش ۽ مهر، تُسي = راضي ٿي.

اي دلبر ! تون جيڏو پاڻ شان ۽ فضيلت وارو آهين. تيڏيائي مهر، تون راضي ٿي، مون تي ڪر. اي ڪامل ! تون جيڪڏهن مونتي ديا ڀري درشٽي وجهندين تہ تنهنجو ڇا گهٽجي ويندو ؟

ڪڏهن ڪونہَ ٿِيوم، آثارو تنهن عشق جو،
محبوبن منٿون ڪري، سِڪڻُ سيکاريو م،
ٿِهان پوءِ ٿيوم، پسڻ سُپيرِين جو. (سُر برِوو 1/347، II:6)

يعني، مونکي پريم جو طريقو ئي نہ آيو. محبوب خود مونکي

پريم ڪرڻ سيکاريو ۽ منهنجي اَندر تڙف پيدا ڪيائين. پوءِ هن خود ئي مونکي پنهنجي ديدار سان نوازيو.

شاھ صاحب سُر بروو جي هڪ بيت ۾ چون ٿا تہ منهنجا ياڳ کليا آهن جو منهنجو محبوب پاڻ منهنجي گهر ۾ پيهي آيو آهي ۽ منهنجون سڀ اِڇائون پوريون ٿي ويئون آهن ۽ منهنجا ڏک بدلجي سُک ٿي ويا آهن. جيڪا ڪارڏوبي ڪپڙن سان سان ڪندو آهي، يعني جيئن ڌوبي ڪپڙن کي سَٽي سٽي صاف ڪندو آهي، تيئن منهنجن سوُرن جي بہ صفائي ٿي ويئي آهي. (سُر بروو 349/1,12:II)

هن داستان جي پهرينءَ وائيءَ ۾ ڪوي چوي ٿو

او منهنجا رهبر ! او منهنجا هادي ! توکي اَلله جو واسطو، مونکي هن ڏُيڻ مان ٻاهر ڪڍ. تون هنن نماڻن (پاپين) جي ٻيڙي کي پار لڳاءِ. منهنجا مالڪ ! تون شيطان کي ختم ڪري ڇڏ ڇاڪاڻ تہ هيءُ شيطان (ميلاپ جي) رستي ۾ رُڪاوٽون پيدا ٿو ڪري. ديا ڪرڻ واري اَلله جي رحمت سان سڀ جيوَ پار ٿي ويندا. اي رحمانُ رحيم اَلله ! مونکي منهنجي محبوب سان ملاءِ.

وائي :

موُلا ڪندو ماڙ، منهنجي اَلله ڪندو ماڙ.
هادي ! ڏيئي هٿڙا، اَچي ڇِڪَڻِ منجهان ڇاڙهہ !
منهنجي اَلله ڪندو ماڙ.
ڪشتي ڪمينَن جي، اَلله لڳ اُڪارِ،
منهنجي اَلله ڪندو ماڙِ
هوُ جو ويري واٽ جو، سو سائين نيئي ساڙ،
منهنجي اَلله ڪندو ماڙِ
ڪَرَم ساڻُ ڪريم جي، سَڀِ لنگهندا پار،
منهنجي اَلله ڪندو ماڙِ.
اَللہ! عبدا للطيف کي، ڏاتر ! ڏيهہُ ڏيکار،
منهنجي اَلله ڪندو ماڙِ (سُر بروو 1/350, ا وائي :II)

ٽئين داستان ۾ شاهه صاحب چون ٿا :

منهنجا دوست ! شُڪُر آهي جو تون هن جيون ۾ ئي مونکي ملي ويو آهين، تنهنجي صحبت ۾ لکين ماڻهن کي دل جو چَئن ملي ويو آهي. اي منهنجا موٰلا ! مونکي اَهڙي محبوب جي صُحبت کان دوُر نہ ڪجانءِ. (سُر بروو III:6/5,1/355)

اڳتي چون ٿا :

دِل جو دلبر هيڪڙو، گهڻا تان نہ ڪجَنِ،

دِل ڏجي تنهن هِڪَ کي، توڙي سَوَ سِڪنِ،

سي چلولا چئجن، جي دَرِدَرِ لائين دوستي، (سر بروو III:8/7,1/355)

محبوب صرف هڪ ئي هئڻ گهرجي. اَنيڪ سان پيار ڪرڻ نہ کپي. چاهي تو سان ڪيترائي ماڻهوُ ڇو نہ پريم ڪن، پر تون پنهنجي دل هڪ کي ئي ڏجانءِ. دُنيا ۾ اُنهن چنچل چِت وارن پريمين جي ڪمي ڪانهي، جيڪي هر ڪنهن سان دل لڳائيندا ٿا ڦِرن.

هن داستان جي اَنت ۾ شاهه صاحب اَلله جي اَڳيان وينتي ٿا ڪن:

ڏاتر ! مون ڏيکاريو، هو تَن جو حَضوُرُ،

پرين پرچڻ جو ڪيو، موٽائي مذِڪوُرُ،

ايءُ دوستن جو دستوُر، جيئن ڇني ڇڏنِ ڪينَڪي.

(سُر بروو III:10/9,1/356)

يعني : منهنجا مولا ! مونکي محبوب جو ساکيات درشن ڪراءِ. منهنجي محبوب منهنجن عيبن جي ڪري منهن موڙڻ جو اِرادو بدلائي ڇڏيو آهي. سچي ڳالهه تہ هيءَ آهي تہ هوُ اَهڙو دوست آهي، جيڪو ڪڏهن بہ پريم جو ناتو نہ ٽوڙيندو آهي.

# 6 .سُر ڪاپائتي

شاھہ صاحب جن سُر ڪاپائتي ۾ اَللہ جي عبادت کي ”سُٽ ڪتڻ“ جو نالو ڏنو آھي. ھن سُر ۾ صرف 27 بيت ۽ ا وائي آھي، پر ھن سُر جو شاھہ صاحب جي ڪلام ۾ خاص اِستان آھي.

شاھہ صاحب ۽ ٻين صوُفي درويشن جي ڪلام ۾ اَللہ جي عشق ۽ اَللہ جي عبادت کي ساڳي معنيٰ ۾ استعمال ڪيو ويو آھي. عشق اَللہ ڏانھن روح جي زوردار ڪشش آھي. جيڪا عبادت جي روپ ۾ ظاھر ٿئي ٿي. بنا عشق جي عبادت بي جان آھي ۽ بنا عبادت جي عشق اَنڌو آھي. عبادت سان گڏيل عشق روح کي اَللہ جي محلن تائين اُڏائي وٺي وڃڻ وارن پَرَن جو ڪم ٿو ڪري شاھہ صاحب اُپديش ڪن ٿا :

ڀلي تون سٽ ڪتڻ ۾ ماھر آھين، پر بنا رھبر يا حاديءَ جي مدد جي اَڪيلي سٽ ڪتڻ جي غلطي ڪڏھن بہ نہ ڪجانءِ، ڇاڪاڻ تہ رھبر جي سھائتا کان سواءِ ڪتيل سُٽ، اَللہ روپي صراف جي دڪان تي قبول نٿو پوي. (سُر ڪاپائتي 1:1,1/361)

کي عربستان ۾ سُٽ ڪتين تہ کي ڪابل ۾ اُنھن جو سُٽ مُلھائتو آھي ۽ مالِڪَن جي مَٽَ ۾ وڪالو. ناڻي وارا صراف ٿلھي سُٽ وارين کي بہ ڏکي واپس نہ ٿا ڪن. (سُر ڪاپائتي 1:20/A,1/368)

ڦلڙ پايو پوڙيون، دردر پيرا ڏئي،
ڪاموُن ڪِتائي، آئون ڪاپائتي آھيان. (سُر ڪاپائتي 1:20/B,1/368)

مطلب : اُھي پوڙيون ڪٺي گھر گھر ۾ ڦيون پڪارين تہ اُسانکي سُٽ ڪتڻ جو ھنر ايندو آھي، توھان اُسان مان ڪو لاڀ وٺي ڇڏيو.

شاھہ صاحب اِشارو ڪري رھيا آھن تہ خدا جي ڀڳتيءَ جو سُٽ ڪتڻ جو ھنر سيکارڻ وارا ھادي يا رھبر ھر ھنڌ سُٽُ ڪتڻ سيکارڻ واسطي تيار آھن، پر ماڻھو اُنھن ڏانھن ڌيان ئي ڪونہ ٿا ڏين، پاڻ سمجھائين ٿا تہ جيڪو سٽ ھاديءَ جي ھدايت موجب ڪتيو ٿو وڃي اُھو ئي سٽ

صراف جي دڪان تي مهانگو ٿو وڪامي. جنهن اَناڙيءَ کي سٽ ڪَتڻ نٿو اَچي، اُنکي به ڪپي ته هاديءَ جي سمجهايل طريقي مُوجب سٽ ڪتيندو رهي. اُهو سُٽ جهڙو به هوندو، صراف اُنکي قبول ڪندو آهي. شاهه صاحب چون ٿا :

چرخو پنهنجي چِتَ سان، پِنيءَ پيريو جَن،
توڙي کي نه ڪِتَن، ته به ڪانڌ تَنيَن جو ڪوڏيو.
(سُر ڪاپائتي 1:29) 1/371

سچي ڳالهه ته هيءَ آهي ته جيڪي صبوح جو سويل اُٿي ڏيان سان چرخو ڪتيندا رهيا، چاهي اُهي سٽ ڪتي سگهيا نه، پر اُهو ڪنت (محبوب) اُنهن کي ضرور گلي لڳائيندو.

شاهه سائين بار بار ياد ٿا ڏيارين ته زندگيءَ جو ڪوبه ڀروسو نه آهي، انهيءَ ڪري تون سٽ ڪتڻ ڏانهن پورو ڌيان ڏي. چرخي تي ويهي سٽ ڪتڻ وارا گهٽيئي آهن، پر اَصلي وڏائي اُنهن جي آهي، جن جو ڪتيل سٽ صراف جي دڪان تي منظور ٿي وڃي ٿو. جن کي اَندر جي سوجهي هئي، ڪڏهن به ڪپهه جي پوُڻيءَ کي هٿن مان نه ڇڏيو. (سُر ڪاپائتي 3,1/361:I)

اَڄُ پَڻِ اُجهڻ کي مرين، نڪي ڪِتُئه ڪالَ،
پوري ! توسين پالَ، ڪانڌُ ڪريندو ڪيترا ؟ (سُر ڪاپائتي 8,1/363:I)

نه تو ڪلهه سٽ ڪتيو ۽ نه ئي اَڄ اِنهيءَ طرف ڪو ڌيان ڏيئي رهي آهين. اَڙي ڪَملي ! تنهنجو پتارُ آخر ڪيستائين تو سان پالاپون ڪندو رهندو ؟

تنهنجي وواهه جو وقت (اَنت ويلو) نزديڪ اَچي ويو آهي، پر تو ڪتڻ اڃان شروع ئي ڪونه ڪيو آهي. توکي اَڃان سمجهه ڪونه ٿي اَچي ته جنهن جي سرتي ڳنڙي رکيل آهي، اُها (پڳتيءَ جو) سٽ ڪتڻ ڏانهن ايڏي لاپرواهي ڪيئن ٿي ڪري سگهي ؟ (سُر ڪاپائتي 7,1/363:I)

اِنهيءَ ڪري شاهه صاحب پيار سان دلاسو ٿا ڏين ته :

تون پڳل چرخو ئي هلائيندي رهُ، سُستي نه ڪر. ڪهڙي خبر

تہ وري ٻيو دفعو ھيءُ چرخو ملي يا نہ ملي ۽ سُٺ ڪتڻ نصيب ٿئي يا نہ ٿئي؟ (سُر ڪاپائتي I:13,1/365)

ڪتڻ وارين ڪي اَھڙي ڪا لنءُ لڳل آھي جو ڪَتينِ بہ پيئُون ۽ ڪَنبَنِ بہ پيئون. اُھي اَسُر جو اَچيو آتڻ ۾ وھن اُنھن جي سٽ جي سُونھن لاءِ صراف بہ سِڪن ٿا. اُنھن جو سُٽُ ڪڏھن بہ تارازيءَ ۾ نہ توريو ويو پر اِئين ئي اَگھامي ويو (سُر ڪاپائتي I:18,1/367)

اُھي چوري چوريءَ يعني ماڻھن کان لڪائي سُٽُ ٿيون ڪتين اُھي اَھڙيءَ طرح چپ چاپ ٿيون ڪَتينِ جو اُٽڻ جو آواز سندن ساھہ کي بہ ٻڌڻ ۾ نٿو اَچي، اُھي سُٽُ ڪتڻ ۾ اَھڙيون تہ مگن آھن جو اُنھن کي پنھنجي آس پاس جي بہ خبر نہ ٿي پوي. انھن جو ڪَتيل سُٽ ھيرن کان بہ مھانگو آھي. (سر ڪاپائتي I:19,1/367)

# 7. سُر ڏھر

”ڏھر“ ريگستان ۾ ريت جي ٻن پھاڙن جي وچ ۾ وسيل واديءَ کي چوندا آھن. ھن سر جي ڇھن داستانن ۾ 125 بيت ۽ 4 وائيون آھن. ھن سر ۾ شاھ صاحب جن حضرت محمد صلعم صاحب، اَلله ۽ اَلله جي نام جي مھما ڳائي آھي ۽ ساڌڪ کي بار بار اَلله جي نام سان وصال ڪرڻ جي پريرڻا ڏني اَٿن. پريمڪا چوي ٿي :

مٿي وانٽڙين، نيڻ نھارا مون ڪَيا،
ويندا مان ڏِسنِ، مٿان سَڄَڻَ سُپرين. (سُر ڏھر 18/9,1/384:I)

مان رستي تي ويھي نھاريندي رھيس، اِنھيءَ اُميد سان تہ شايد منھنجو محبوب ھتان لنگھي ۽ مونکي ديدار ڏي وڃي. انتظار ۾ ڪڙي پريمڪا محبوب جي ديدار نہ ٿيڻ ڪان پوءِ بہ همٿ نٿي ھاري ۽ نہ ئي نراش ٿي ٿئي. چوي ٿي تہ مون سڀ رستا تڪيا، جيئن جتان بہ ھوُ لنگھي تہ مونکي ھنجو ديدار ڏي وڃي.

ڏٽي ! سو وارئين واءُ، جو ميڙائو سڄڻين
ويني واٽ مٿانءُ، ھئين آسَرَ مَ لھي.
(سُر ڏھر 17/8,1/383 ,I:Pt.II)

**لفظن جي معنيٰ** : وارِئين واءُ = سٽائو واءُ وَرائين، ميڙائو = ميلاپ.

يعني : اي ڏٽي ! اَھڙو ڪو سٽائو واءُ (رحمت جي ھوا) وارين، جو منھنجو پرينءَ سان مُڪا ميلو ٿئي. منھنجي دل ٿان، ھن وھندڙ واٽ تي اِھا اُميد ئي نٿي لھي اِنھيءَ ڪان اڳتي جي انن بيتن ۾ پريمڪا پُنھون ياھوت جو اِنتظار ۽ ڳولھا ڪندي نظر ٿي اَچي. سسُئي چوي ٿي :

ڏونگر لڳن ڏينھن، مانَ وَرِڪَنِ سُپرين،
ڪَيَس نِماڻي نينھنَ، آيل ! ٻاروچن جي.

يعني : منھنجي جيجل ! مون نماڻيءَ کي پريتم جو ديدار ڪئي

ڏاڍا گهڻا ڏينهن ٿي ويا آهن. مان هنجي پريم ۾ ترقي رهي آهيان.
هِنن ٻنهي بيانن کي ملائي پڙهڻ سان پتو لڳي ٿو تہ شاهہ صاحب جن حضرت محمد صلعم صاحب ۽ مرشد ٻنهي ڏانهن پريم ۽ شردا ظاهر ڪيا ڪن. شاهہ صاحب جن چون ٿا :

اَلله جيئن نالوءِ، تيئن مون وڏو آسِرو،
خالِقَ ! تنهنجيءَ ڪاند جو پُر وپانُد نہ ڪوءِ،
نالو رب ! سندوءِ، رهيو آهيم روح ۾ (سُر ڏهر 1/181/379:I)

**لفظن جي معنيٰ** : ڪاند = صَبُر، ڌيرج پُرو پاند = حساب يا حَدَ، سندوءِ = تنهنجو، آهم = آئم.

يعني : جيئن تہ تنهنجو نالو ئي اَلله آهي، تيئن مونکي تو ۾ وڏو آسرو آهي. اي اُپائڻهار ! تنهنجي ٻاجهہ جو ڪو حساب ۽ حد ئي ناهي. اي رب ! تنهنجو ئي نالو منهنجي روح ۾ وسي رهيو آهي.

مٺو جيئن نالوءِ، تيئن مون وڏو آسرو،
ڪو درُ ناهہِ جهوءِ، مون ٻيا دَرَ گهڻا، نهاريا. (سُر ڏهر 1/379 ,2/22:I)

جيترو مٺو تنهنجو نالو آهي، اوترو ئي وڏو تنهنجو آسرو آهي. مون گهڻيئي دَر ڏٺا آهن، پر تنهنجي دَر جهڙو ٻيو ڪو درُ ڪونهي.

جيڏو تنهنجو نانءُ، ٻاجهہ بہ تيڏيائي مٺانءِ،
ريءَ ٿنيين، ريءَ ٿُوڻين، تون ڇپُر، تون ڇانءَ،
ڪُجاڙو ڪهانءِ ؟ توکي معلوم سيڪا. (سُر ڏهر 1/379,3/23:I)

**لفظن جي معنيٰ** : ڇپرُ = پردو ۽ ڇانو، ڪُجاڙو ڪهانءِ = ڇا چوانِ ؟

جيڏو تنهنجو نالو آهي اوتري ئي مهر تون ڪان ٿو پنان. تون بنا ڪنهن ٿنيي ۽ ٿُوڻيءَ جي (بنا ڪنهن جي آسري جي) سيني جو پردو ۽ پناهہ آهين. مان توکي ڇا چوان ؟ توکي تہ سيني جي حال جي خبر آهي.)

شاهہ صاحب چون ٿا :

صاحب تنهنجي صاحبي، عجب ڏني سُون،

پَنَ ٻوڙين پاتال ۾، ڇَهڻ تارين تُون،
جيڪر اَچين مُون، تہ ميريائي ماڻُ لهان.
(سُر ڏهر 1/379, 19/4:I)

**لفظن جي معنيٰ :** ميريائي = ميري يا خراب حال ۾.

يعني : اي رب ! تنهنجي ليلا عجيب ڏنيسُون، ڪڏهن پنن کي پاتال ۾ ٻوڙي ڇڏين، ڪڏهن پٿرن کي بہ تاريو ڇڏين. جي منهنجي گهر ۾ پيهي اَچين تہ مان جيڪر هن ميري حال ۾ بہ مانائتي ٿيان.

صاحب ! تنهنجي صاحبي، عجب جهڙي آهي،
وڏي سگهہ سندياءِ، پاڻ وَهيٽو آهين.

اي رب ! تنهنجي ليلا عجيب ڏنيسُون. تون سرو شڪتيوان آهين، پاڻ وَهيٽو يعني پنهنجو مٽ پاڻ آهين، توکي ڪنهن بہ سهاري جي ضرورت نہ آهي.

ڪانڌ ٻين جا ڪيترا، مون وَرَ وڏي ڪاند،
پاڻان ڍڪي پاندِ، جي ڏسي ڏوهہ اَڪين سان، (سُر ڏهر 3:III)

نرہل روح چوي ٿو : منهنجو محبوب منهنجو خزانو آهي. هُن منهنجن اَوگڻن ڏانهن ڌيان نہ ڏنو. منهنجي ڪنت جي درياد‌لي بي حساب آهي. هوُ منهنجن گناهن تي پردو وجهندو آهي، اُنهن جو ڍنڍورو ڪونہ گهمائيندو آهي.

شاهہ صاحب خبردار ٿا ڪن :-

سُتا ! اُٿي جاڳُ، ننڊ نہ ڪجي ايتري،
سلطاني سهاڳُ، ننڊُن ڪندي نہ ٿئي.
(سُر ڏهر 5:III، ڪي.بي. آڏواڻي)

يعني، اي منهنجي سهيلي، تون سُجاڳہ رهُہ، ايتري ننڊ ڪرڻ واجب ناهي. راجا ئي وَرَ جو سُکُ (ڌڻيءَ جو وصال) ننڊن ڪرڻ سان حاصل نٿو ٿئي.

شاهہ صاحب : سمجهائين ٿا تہ :

هي ٿان ٿورڙيوُن، جي تون پورا پَسي پلئين،
راتيون ٻيون گهڻيون، جي تو ايندِيون هيڪلي

(سُر ڏهر 8:III، ڪي.بي. آڏواڻي)

**لفظن جي معنيٰ :** پورا = اي پورڙا ! ڳلئين = ڳلجي وئين، هيڪلي = اَڪيلي، قبر ۾.

يعني : پورڙا ! هن جهان جوُن راتيون (جيئڻ جون) ڏسي پنيليو آهين تہ اِهي ٿوريون ئي آهن. اُهي راتيون پر جيڪي توکي اَڪيلي سر (قبر ۾) ڪاٽيون آهن اُهي تمام گهڻيون آهن.

ٽئين داستان ۾ شاهہ صاحب ڪُونجُن جي ڪهاڻيءَ جو ذڪر ٿا ڪن. ڪونجون تمام دوُر ديس کان ايندي‌يون آهن. اُهي سدائين پنهنجي ديس واپس وڃڻ لاءِ آتيون هونديون آهن. شاهہ صاحب چون ٿا :

چُڻي نہ، اُڀي روءِ، سنپاريو ڪي سڄڻين،
هيءَ جهڄندي چوءِ، تہ آئون اُڪندي آهيان
(سُر ڏهر 4/A,1/394:III)

**لفظن جي معنيٰ :** چُڻي نہ = داڻا نہ چونڊڻ، اُڀي روءِ = بيهي رهڻ ۽ روئڻ، جهڄندي = ڏُک سان پريل، اُڪندي = بيچئن.

ساٿين کان وڇڙيل ڪُونجوُن داڻا نہ ٿيون چُڱن. اُهي پنهنجين ور وڇڙيل سکين کي ياد ڪري وِلاپ پيئون ڪن ۽ اُنهن سان ملڻ لاءِ بيچئن آهن. شاهہ صاحب چون ٿا :

وڳرُ وِساري، ويئيںءَ ڪيئن ماٺِ ڪري،
تو نہ ماري، رڻُ جهڻ، سندي سڄڻين. (سُر ڏهر 6/3,1/395:III)
وڳرُ اُڪيري، سَرُ سارِيو، سوُرَ چَري،
جهُري جهڄندي ڏئي، سنيها ڪي سَڄڻين.
(سُر ڏهر. 1/394 ,5/2:III)

**لفظن جي معنيٰ :** وڳرُ = پکين جو ميڙُ، اُڪيري = اُڪير سان ياد ڪرڻ، سَرُ = تلاءُ، سوُر = ياد ڪري، چري = درد ۾ گهاري، جهُري = غم ۾ ڳرندي.

يعني : وڇڙيل ڪونجڙي پنهنجن ساٿين لاءِ سڪندي ۽ تلاءَ کي ياد ڪندي، درد ۾ پيئي گهاري. هوءَ ڳاراڻي ۾ ڳرندي، پنهنجن پيارن

کي نياپا پٺي موڪلي.

شاهه صاحب چون ٿا : اي ڪونجڙي ! پنهنجي وڳڙ کي وساري تون ڪيئن مانڪ ڪري ويٺي آهين ؟ توکي محبوب جي منيءَ رهاڻ جي ياد نه ٿي ماري؟

هنن مثالن دوران شاهه صاحب اِشارو ڪري رهيا آهن ته مقام حق روپي جهيل مان آيل روُح اَندرئي اَندر مقام، حق ۾ رهندڙ پنهنجن ساٿين کي سدائين ياد ڪندا ٿا رهن. پاڻ اُنهن روحن جي بدقسمتيءَ تي اَفسوس ٿا ڪن. جيڪي پنهنجي اَصلي ديس جي ياد کي وساري هن ماياوي جڳت جي موهه ۾ ڦاسي ٿا وڃن. شاهه صاحب چون ٿا :

قسمت آنديون ڪُونجڙيوُن، وطنُ سَندن روهہُ،
ڪنهنجو ڪونهي ڏوهہُ، رِزقُ رازقُ هٿَ ۾. (سر ڏهر 10/7,1/396:III)

يعني : ڪوُنجوُن دوُر پَرَوَتَ تي رهڻ واريوُن آهن، قسمت اُنهن کي هتي (ڌرتيءَ تي) وٺي آئي آهي. اُنهن کي مجبوُريءَ سان هِتي اَچڻو پيو آهي. اِنهيءَ ۾ هنن جو ڪو ڏوهه ڪونهي، اُهي ڀاڳ جي خلاف ڪجهه ڪري نٿيوُن سگهن. رزقُ اُنهيءَ رازق جي هٿ ۾ آهي، جنهن کين داڻا چڳڻ لاءِ هتي موڪليو آهي.

شاهه صاحب چون ٿا :

مَ لَنوءُ ڪوُنجي ! ماڪِ ڪَرِ، چور مَ هيئين چاڪ،
ڦَليوُن جي فراقَ، سي گهر گهاريندوُن ڪيترو ؟ (سُر ڏهر 8/11 ,1/396:III)

يعني : اي ڪونج ! تون چپ ٿي وڃ. تون ورلاپ ڪري وري پنهنجن زخمن کي تازو نه ڪر، جن جي اَندر پنهنجي پياري جي جدائيءَ جا ڪچا زخم هوندا آهن، اُنهن کي ڪيستائين پنهنجي پياري کان اَلڳ رکي سگهبو ؟

شاهه صاحب سمجهائين ٿا ته اَلله پنهنجي حُڪُم سان روحَن کي زبردستيءَ هن مرتيو لوڪ ۾ موڪليو آهي. جن روحن جي اَندر پنهنجي ديس واپس وڃڻ جي تڙڦ تيز ٿي ويندي آهي، اُنهن کي واپس، سندن ديس موڪلڻ جي تياري جلدئي شروع ٿي ويندي آهي.

شاهه صاحب چون ٿا :

وَڳرُ ڪيو وَتَنِ، پِرتِ نہ ڇنَنِ پاڻَ ۾،
پسو پکيڙَن، ماڙُ هِنئان ميٺُ گهٽو. (سُر ڏهر 395/1,8/5:III)

**لفظن جي معنيٰ :** وَتَنِ = گهمن، پکيڙَن = پکين کي، ماڙُ هِنئان = ماڻهن کان، ميٺُ = مناڇُ، محبت.

پکي پاڻ ۾ وڳرُ ڪري يعني گڏ ٿا گهمن. ڏسو پکين منجهه ماڻهن کان بہ وڌيڪ مُحبت آهي، ڪونجون اِنسان کان بهتر آهن. اُنهن ۾ هڪ ٻئي سان ملي جُلي رهڻ جو جيڪو جذبو آهي، اُهو اِنسانن ۾ ڪونهي.

شاهہ صاحب اِنسان کي پکين کان سبق سِکڻ جي نصيحت ڪري رهيا آهن. سوين پکي هڪ وڻ تي پنهنجو گهر ٻڌائي ڇڏيندا آهن پر ڪڏهن بہ پاڻ ۾ جهيڙو ڪونہ ڪندا آهن. هزارين پکي هڪ هنڌ ڪٺا ٿي داڻا چُڳندا آهن، پر ڪڏهن بہ هڪ ٻئي سان وڙهندا نہ آهن.

ڪانوَ کي روٽيءَ جو هڪ ٽڪرُو نظر ايندو آهي تہ هُو ڪانءِ ڪانءِ ڪري ٻين ڪانوَن کي آواز ڏيندو آهي. ڪوبہ ڪانءُ ڪڏهن ٻئي ڪانوَ جي مُنهن مان روٽي ڪونہ ڦريندو آهي، ليڪن اِنسان جي ڪهڙي عادت آهي ؟ هُو سنسار جو سَمُورو ڌنُ پنهنجي قبضي ۾ رکڻ چاهيندو آهي. هُو ٻين اِنسانن جي بربادي تي پنهنجو محل آباد ڪرڻ چاهيندو آهي. شاهہ صاحب اِنسان کي پکين کان ڀائيچاريءَ ۽ سهن شيلتا جاڳڻ سکڻ جو اُپديش ڏنا ڪن :

پکين مان هڪ ٻي بہ سکيا ملي ٿي ”پلي رزق نہ بندي پنڇي اَتي درويش“ پکي ڪڏهن بہ ڪاشيءَ ڪٺي ڪونہ ڪندا آهن. اِنسان مندرن، مسجدن، گُردوارن ۽ چرچ ۾ روز پرماتما جي رازق ۽ پرتيپالڪ هئڻ جو اُپديش ڏيندو رهندو آهي، پر اَندر ۾ هنکي پرماتما جي رازق هئڻ جو ڪوبہ ڀروسو نہ هوندو آهي. هِن پرسنگ ۾ هڪ مثال آهي؛ درشٽانت :

حضرت اِبراهيم جو اُصُول هو تہ جيستائين ڪو مهمان گڏ نہ هوندو هو تيستائين هو کاڌو ڪونہ کائيندو هو. اَلله جي موَج تہ هڪ دفعي ٽن ڏينهن تائين ڪوبہ مهمان نہ آيو ۽ هُو بکايل رهجي ويو. هو پنهنجي گهر کان ٻاهر نڪري هر هڪ ايندڙ ويندڙ ماڻهوءَ کان کاڌي کائڻ لاءِ پڇندو

رهيو، پر هر هڪ ائين چيو تہ هو ڪاڏو ڪائي چُڪو آهي. اَچانڪ هڪ شخصُ هن سان گڏ ڪاڏو ڪائڻ لاءِ راضي ٿي ويو. جڏهن هو ڪائڻ لاءِ ويٺو تہ حضرت اِبراهيم مهمان کي چيو تہ خدا جو شڪر ڪر تہ ڪائڻ شروع ڪريون. مهمان جواب ڏنو تہ مان تہ خدا کي ڪونہ مڃيندو آهيان. حضرت چيو تہ اِئين آهي تہ پوءِ مان توکي ڪاڏو نٿو ڪارائي سگهان. جڏهن هو شخص اُٿي وڃڻ لڳو تہ خدا جي درگاهہ مان آواز آيو تہ اي اِبراهيم ! مان سٺ سالن تائين هن کي رزق ڏيندو رهيو آهيان. مون تہ ڪڏهن بہ شڪايت ڪونہ ڪئي تہ هنجو مون ۾ ايمانُ ڪونهي. تون هنکي هڪ ڏينهن بہ ڪاڏو نٿو ڪارائي سگهين ؟ اِنهيءَ تي حضرت اُنهيءَ شخص کان معافي گهري ۽ هنکي پاڻ سان ڪائڻ لاءِ راضي ڪيائين. مطلب هيءُ آهي تہ جڏهن بہ اَسين ڪنهن کي ڪجهہ ڏيون ٿا تہ ڪڏهن بہ پنهنجو پاڻ کي داتا نہ سمجهڻ گهرجي . ڇاڪاڻ تہ داتا صرف هڪ اَلله تعاليٰ آهي. جڏهن بہ اسين ڪنهن کي بہ ڪجهہ ڪارايون يا پيئاريون ٿا تہ اَسانکي هميشهہ اِهو ياد رکڻ گهرجي تہ سڀني جو رازق هڪ خدا آهي.

هڪ اَمير شخص پنهنجي خزانچيءَ کي چوڻ لڳو تہ مون پنهنجين ستن پيڙهين جي لاءِ ڌن ڪٺو ڪري رکيو آهي، پر مونکي هيءَ چنتا ستائي رهي آهي تہ منهنجي اَئين پيڙهي ڇا ڪائيندي ؟ خزانچي سمجهو هو. هوُ اُنهيءَ شخص کي هڪ جوتشيءَ وٽ وٺي ويو. هن اَمير آدميءَ جي سوال پڇڻ کان اڳہ ئي جوتشيءَ کي ڪجهہ دکشڻا پيٽ ۾ ڏني. جوتشيءَ پنهنجي پتنيءَ کان پڇيو تہ پئسا ڪپن يا نہ ؟ پتنيءَ جواب ڏنو تہ پئسن جي ضرورت نہ آهي، ڇاڪاڻ تہ رات جي پوڄن جو انتظام آهي ۽ صبوح جو ايشور پنهنجو پاڻيهي ڪُجهہُ موڪليندو پوڄن. هن اَمير آدميءَ جي من کي هڪ زبردست جهٽڪو لڳو تہ هڪ طرف تہ هنن کي پرماتما تي ايڏو وشواس آهي جو ٻئي وقت جي پوڄن جي بہ چنتا نہ اَٿن ۽ ٻئي طرف مان آهيان جو اَئين پيڙهيءَ جي چنتا ڪري رهيو آهيان، اَمير جو درشٽي ڪوڻ ئي بدلجي ويو.

اَمام غزاليءَ لکيو آهي تہ هڪ درويش کي ٻئي شهر وڃڻ جي تياري ڪندو ڏسي ڪنهن پڇيو تہ توهان اُتي پنهنجي ٻوڇڻ وغيره جو انتظام ڪيو آهي ؟ درويش پنهنجن ڏندن ڏانهن اِشارو ڪندي چيو : جنهن هيءَ چڪي ٺاهي آهي، اُهو هن ۾ پيسڻ لاءِ داڻا بہ موڪليندو. مهاتما چوندا آهن تہ جڏهن ڏند نہ هئا، تڏهن هي مالڪ ! تو کير ڏنو، هاڻي ڏند آهن تہ ڇا اَن نہ ڏيندين ؟

# 8. سُر رِپ

سُر رِپ جي ٻن داستانن ۾ 47 بيت 9 وائيون آهن. ''رِپ'' لفظ جو مطلب آهي ''مشڪل '' يا ''مصيبت''. هن سُر ۾ اَلله ڪان وڇڙيل روُح جي پيڙا جو ورڻن ڪيو ويو آهي. شاهه سائين چون ٿا :

لائي جو وَيا، مَنجهين ٿو مچُ ٻري،
سو اُجهائي ڪتان، جنهن سوريندڙ سُپرين. (سُر رِپ1/422-5:I)

**لفظن جي معنيٰ** : سوريندڙ - پنڪو هلائيندڙ.

يعني ٻِرهه اُنهيءَ پر چنڊ اگنيءَ جو نالو آهي، جيڪا ڪڏهن به وسامي ڪونه سگهندي اُها وسامندي به ڪيئن، جنهن کي خود محبوب پنڪو هٿي پڙڪائي رهيو آهي.

لاهِه مَ پچاران، سُڪ مَ سُمهه جندڙا !
ڪَرَ جهوري ڪِيٽان، ڪالهوڻيان اَڄُ گهٽي. (سُر رِپ 11,1/423:I)

يعني : محبوب جي ياد کي ڪڏهن به نه وسار ۽ نه ئي اَهڙي گهريءَ ننڊ ۾ سُمهي پئُج جو هنجي ياد ئي ڀلجي وڃي. ڏيان رک ته هر روز برهه جي اِها پيڙا وڌن گهرجي.

جهوري جهجهُ جهانءَ، مون جَنين جي نه لهي،
آيل ! اِئين مَ ڀانءِ، ۽ آئون جِئيندي اُن ري.
(سُر رپ 13,1/423:I)

مان هنجي جدائي ۾ تڙقي رهي آهيان ۽ ڪڏهن به پريتم جي ياد کي ڀلائي نٿي سگهان. منهنجي جيجل ! تون ڪڏهن ڀلجي اِئين نه سوچجانءِ ته مان پنهنجي محبوب کانسواءِ زندهه رهي سگهندس.

چيتاريان. چُٽڪن، وساريان نه وسري،
ويروتار، ڏُکَنِ، سڄڻ ڀڳي هڏ جِئَنَ (سُر رِپ 428/1. 27/I)

**لفظن جي معنيٰ** : چيتاريان = ساريان، چُٽڪَن = هنئين وَسَنِ، ويرو تار = هميشهه، لڳي هڏ جئن = ڀڳل هڏيءَ وانگر.

يعني : پرينءَ کي ياد ڪريان تہ اَچيو هينئين ۾ وَسنِ، ڪين وسارڻ جي ڪريان ٿي تہ وسرن ئي ڪونہ ٿا، محبوب جي ياد مونکي پَڳل هڏي وانگر هميشهہ تڙڦائيندي ئي رهي ٿي.

شاهہ صاحب اِنهيءَ ڀاو کي ئي جاري رکندي ٻئين داستان ۾ چون ٿا:

وِيو ٻاروچو نِڪري، اَنڱَن چاڙهي اَنگ،
روئي ڏُنم رَنگُ، ويچارن وٺن کي. (سُر رپ II:4,1/431)

يعني : محبوب مونکي سوريءَ تي چاڙهي پاڻ گم ٿي ويو. اِنهيءَ ڳالهہ مونکي ايترو تہ روئاريو جو منهنجي اَکيُن جي جَلَ سان سُڪل وڻ بہ ساوا ٿي ويا.

نيڻ نہ ننڊوُن ڪَنِ، ڀِڳو آرسُ آکئين،
اُجهاميو ٻرن، توکي سارِيو سُپرين. (سر رِپ II:7,1/432)

يعني : منهنجن اَکين مان ننڊ ئي اُڏامي ويئي آهي، ننڊ جو خُمار گُم ٿيو وڃي ۽ جڏهن محبوب جي ياد ٿي اَچي تہ اَکيون (پيار جي) روشنيءَ ۾ چمڪڻ ٿيون لڳن.

گوُني ۽ گوني پرين پَٽائين گَجَ جئن،
جي من مجوُني، سي ڪئن وڃن وِسري. (سُر رِپ II:9,1/433)

**لفظن جي معنيٰ** : گوني = رڱيل، گوُني = رنگين، پَٽائين = پَٽَ يا ريشم جي.

گَجَ = چولي، مجوُني = من کي مست ڪندڙ.

يعني : منهنجو پرين تہ ريشمي چوليءَ وانگر نرم، رنگين رنگن وارو ۽ من کي مست ڪندڙ آهي اَهڙو محبوب مونکان ڪيئن وسري سگهندو. ڪوي پريمڪا کي سمجهائي ٿو :

نينهُن نهائينءَ جان، ڍِڪيو ڪوهُ نہ ڍڪئين ؟
جِر، جيري ڇڏي تہ ڪيئن پڇندا ٿانءُ ؟
سندي ڪُنيارا ن، ڪَنِ ڪريجان ڳالهڙي. (سر رِپ II:15,1/434)

**لفظن جي معنيٰ** : جِر = تئُہ جيري = باهہ جي جهپي ڪَنِ ڪريجان ڳالهڙي = خيال سان سُڻج.

عشق کي نهائينءَ وانگر ڇو نہ ٿو ڏِکيل رکين ؟ (جيئن ڪنير جي ٿانوَن سان پِريل نهائين ڏِکيل هُوندي آهي، تيئن تون بہ عشق کي اَندر ۾ ڇو نہ ٿو سانڍين؟) جي باھہ پنهنجو تٽُ ڇڏيو، تہ ٿانوَ ڪيئن پچندا؟ جي تو نينهن جي تپش کي ظاهر ڪيو. تہ تون پڇي راس ڪيئن ٿيندين ؟

نهائينءَ کان نينهن، سِکُ منهنجا سُپرين،

سڙي سارو ڏينهن، ٻاهر ٻاڦَ نہ نِڪري، (سُر رِپ II:17,1/435)

يعني : اي منهنجا مٺا ! عشق نهائينءَ کان سِکُ. هوءَ سارو ڏينهن جلي ٿي، پر منجهائنس ٻاڦ بہ ٻاهر نٿي نڪري.

هن سُر جي آخري بيت ۾ شاهہ صاحب چون ٿا :

ڪِي جو ڪُنيارن، مِٽيءَ پائي منيو

تنهن مان تِرَ جيتري، جي پئي خَبَر ڪَرَنِ.

هي ٿان هوند مَرن، هنِ اَگڻِ اوراتو ٿئي (سُر رِپ II: 19 ,1/435)

**لفظن جي معنيٰ :** مَنِيو = ڳوهيو، ڪَرَنِ = ڪميڻن، هي = يعني ڪميڻا، هنَ اَگڻ = هنن جي يعنيٰ ڪُنيرن جي اَگڻ ۾. اوراتو = ماتم.

يعني : ڪنيرن اَلله) مٽي ڪني ڪري خبر ناهي تہ اُنهيءَ ۾ ڇا وجهي ڳوهيو آهي. هنن مٽيءَ ۾ ضرور ڪجھہ وڌو آهي. جيڪڏهن دشمن کي ترَ جيتري بہ خبر پئجي ويئي تہ هوُ صدمي وچان ئي مري ويندو ۽ هنجا ساٿي ورلاپ ڪرڻ شروع ڪري ڇڏيندا.

شاهہ صاحب جو مطلب آهي تہ اِنسان صرف مٽيءَ جو برتن يا خاڪ جو پُتلو ئي آهي. هن ۾ اَلله پنهنجو جوهر يا تتُ وڌو آهي. انسان جي روح اَلله جي اَنش آهي. اَنش ۾ اَنشيءَ جا سيئي گُڻ موجود هوندا آهن. اَلله شڪتي، روُپ، گيان روُپ، پريم روُپ، ديا روُپ ۽ آنند روُپ آهي، اِنسان بہ اَلله جي عشق ذريعي اَلله سان وصال ڪري اَلله وانگر ئي شڪتي روُپ، گيان روُپ، پريم روُپ، ديا روُپ ۽ آنند روُپ بڻجي سگهي ٿو.

# 9. سُر ڪارايل

سُر ڪارايل جي ٻن داستانن ۾ 43 بيت ۽ 2 وائيون آهن. هن سُر ۾ ”ڪارايل“ شبد ڪي هنس يا مور لاءِ ڪم ۾ آندو ويو آهي. شاهہ صاحب سنسار جي عاشقن يا منمکن کي بگلا ۽ ڪامل درويشن کي هنس چئي ٿا پڪارين فرمائين ٿا :

اَڇو پاڻي لُڙُ ٿيو، ڪالُوريو ڪَنگَنِ،
ايندي لڄ مَرنِ، تنهن سَرَ مٿي هنجڙا (سُر ڪارايل 444/I:7,1)

**لفظن جي معنيٰ :** ڪالُوريو = گندو ڪيو ڪنگن = ڪانگن.

يعني : صاف پاڻي ميرو ٿي ويو، ڇاڪاڻ تہ انکي ڪانگن اَڇي خراب ڪيو. (جيئن ڪُوڙن ساڌن اَڇي روحاني مجلسن تي سِڪو ڄمايو آهي) اُنهيءَ چشمي تي ويچارا هنج ايندي ئي پنهنجي شرم ۾ پيا مرن.

بابا فريد چون ٿا :

ڪَلَرَ ڪيري ڇَپڙي آءِ اُلٿي هنج
چنجوُ بوڙنهہ نا پِيوَهہِ اُڊڻ سندي ڊنجهہ.[1]

ڪامل درويش اُهي هنس آهن، جيڪي سنسار روپي ڪَلَر جي ڇپڙيءَ ۾ يعني گندي پاڻيءَ ۾ ڪڏهن بہ چُنهنب نٿا ٻوڙين، اُهي ماياوي جڳت ۾ رهندي بہ اِندرين جي ڀوڳن ۽ وشيہ وڪارن جو گندو پاڻي ڪونہ پيئندا آهن. اُهي صرف اَلله جي عبادت جا موتي چڱندا آهن ۽ اَلله جي بندگيءَ جو اَمرت پيئندا آهن. شاهہ صاحب ساڌڪ کي مايا جي گندگيءَ جو پاڻي پيئڻ وارن منمکن جي سنگت کان دور رهڻ ۽ اَلله جي نام جو اَمرت پيئڻ وارن ڪامل درويشن جي سنگت ۾ رهڻ جو اُپديش ٿا ڏين :

”آئون“، ”اسين“ ڪَنِ جي، پاسي ٿَنِ مَ اَڏ،
ٿَنُ طالبن گڏ، تہ ويجهو ٿئين وصال جي. (سُر ڪارايل 444/I:8,1)

يعني : اَللہ جي عبادت ڪرڻي اَٿيئي تہ پاڪندي ڪوڙن ۽ اَهنڪارُين جي سنگت کان پري رهہ، اَللہ جي پريمين جي سنگت ۾ رهہ تہ توکي اَللہ جي نزديڪي حاصُل ٿئي.

شاهہ صاحب سمجهائين ٿا تہ جيڪي هنس بگهن يا ڪانگن جي سنگت کان دور رهيا اُهي محبوب جي نزديڪ ٿي ويا.

هنجَن سين هيڪار، جي ڳڻَ ڪري نِهارِئين،
بگهن ساڻ ٻيهارَ، ٻيلهہ نہ ٻڌِين ڪڏهين. (سُر ڪارايل 1/446, 12:ا)

**لفظَن جي معنيٰ** : ڳڻ ڪري = سوچي سمجهي، ٻيلهہ نہ ٻڌين = ٻيو ٻيرو صحبت نہ ڪرين)

يعني : هڪ دفعو جي سوچي سمجهي سچن فقيرن جي صحبت ۾ رهڻ شروع ڪندين تہ وري ڪڏهن بہ بگهن يعني منمکن جي صحبت اَختيار نہ ڪندين.

هاريا هنج ! بگهن سين، ڪيهي ٻڌين ٻيل ؟
مير ومَتائيج تون، اَچي ڪَرِ اُڪيلَ،
ڪنگُن ساڻُ ڪوُيل، دکي جيئن لُڙُ پئين. (سرڪارايل 1/446, 13:ا)

يعني : اي هنس ! تون بگهن جي صحبت ۾ ڇو ٿو رهين ؟ تون اَچي يا صاف پاڻيءَ ۾ رهڻ لاءِ هن ميري ۽ گندي پاڻيءَ کي ڇڏي ڏي. اِئين نہ ٿئي جو هنن بگهن جي سنگت ۾ اَچي ڪنهن ڀنور ۾ ڦاسي وڃين.

اي هنس ! اَندر جا روحاني راز بگهن جي اَڳيان نہ کول. محبوب سان وصال جي ڳالهہ هنن بي سمجهہ ماڻهن کان لڪائي رک. ڇاڪاڻ تہ اُهي وشواس ئي ڪونہ ڪندا. اِنهيءَ ڪري ”هنج ! هِتي جي ڳالهڙي، بگهن سان مَ (نہ) ٻوليج“ (سُر ڪارايل 1/447,15:ا)

شاهہ صاحب سمجهائين ٿا تہ ڪامل مرشد جي سنگت جو لاڀ وٺي تن من سان عبادت ڪرڻ ۾ لڳي وڃو. ساڳئي وقت خبردار ٿا ڪن تہ عبادت ۾ ڏيکاءُ واري اَنيو کي جيترو ئي وڌيڪ ماڻهن کان لڪائي رکبو، اوترو ئي وڌيڪ اَللہ جي رحمت ملندي. شاهہ صاحب چون ٿا :

سَرَ ۾ پکي هيڪڙو، پاڙِهيري پنجاهہ
سنديءَ آس اَلله ! لڏِي لهرِن وچ ۾ (سُر ڪارايل 18,1/447:I)

تلاءُ جي ڪناري پنجاهہ شڪاري ويهي هڪڙي اَڪيلي پکيءَ جو پيڇو ڪري رهيا آهن، اَلله ئي اُن کي بچائي تہ بچائي :

شاهہ صاحب ساڌڪ کي سمجهائين ٿا تہ عبادت جي وقت جيڪي اندر جا اَنيو ٿين، اُنهن کي ڏسي حيران نہ ٿي. ڪناري تي بہ نہ وينو رهہ، گهري پاڻيءَ ۾ ٽٻي هڻي سچا موتي ڪڍي اَچ. (سُر ڪارايل 444/ 1, 9:I)

هنس کي گهرجي تہ اَلله سان ڪيل اِقرار کي ياد رکي ۽ صرف پيٽ ڀرڻ جي بدران سمنڊ مان پنهنجي موتي (موتي جي مِهراڻ جا، پوُرا چُٽِهج پنهنجي) چونڊي کائي. زندگيءَ جو ڪوبہ ڀروسو نہ آهي. موت اَچ بہ اَچي سگهي ٿو تہ سياڻي بہ اَچي سگهي ٿو. (سُر ڪارايل 21,1/449:I)

ماڻِڪَ چُوڻو جَنِ جو، هنج حُضوُي سي،
چِلُرَ ۾ چُهنبَ هڻي، مڇي کين نہ اي،
لوڪَ نہ لکياتي جيلاهہ پوُڻن ٻگهن گڏيا.
(سُر ڪارايل 1/451, 26:I)

يعني : جيڪي هنس موتي ٿا چُگن، اُهي ئي اَلله جا سچا درباري آهن. اُهي ڪڏهن بہ مڇي پڪڙڻ لاءِ گندي پاڻيءَ ۾ چنهنب ڪونہ ٻوڙيندا. اُهي ٻگهن جي وچ ۾ ئي رهندا آهن، اِنهيءَ ڪري ماڻهن جو ڌيان اُنهن ڏانهن نہ ويندو آهي.

ڪنڌيُن ۾ ڪوهہُ ڪَرِئين ؟ گَسَنِ ۾ مَ گُذار،
وَڃي وحدت وِيءَ ۾، گهُتوُن ڇڏي گهار،
شريعت جو سَرُ لَهي، تنُ تئائين تارِ،
حقيقت هنجن سين، طريقت تنوارِ،
منجهان ئي معرفت سين، اَندر تون اَجار،
هِدايتَ جي هوءَ ۾، چُٽيو تون چانگارِ،

نہ پاڙهيڙي اِنَ پار، ڪون ڏسين تون ڪڏهين (سُر ڪارايل 1/450 ,24:I)

**لفظن جي معنيٰ** : ڪنڌيِنِ = ڪنارا، وِيءَ = ايڪتا جي وادي، ڳ پَٽوُن چڳڻي = ٽال مٽول ڪرڻ يا ٽارڻ، سَرُ = مؤُل سدائنت، تنُ تنائين تارِ = اُنهن تي عمل ڪر هنجن = هنس، چانگار = پنهنجي دل کي صاف ڪر، پاڙهيري = شڪاري.

يعني : ڪناري تي ويهي ڇاپيو ڪرين ؟ تون عام ماڻهن واري رستي تي نہ هل، وحدت جي واديءَ ۾ هليو اَچ، شريعت جي روح اَندر ڳهرو ڳهڙي هنسن جي سنگت ۾ طريقت ۽ معرفت جي راهہ تان هلي حقيقت جي نُور تائين پهچي وڃ، مرشد دواران ٻڌايل پرهيز جو پالن ڪندي، خوديءَ کي فنا ڪري ڇڏ، جيئن شيطان تنهنجو شڪار نہ ڪري سگهي.

جيهَر لوڪُ جَهپَ ڪري، اوهيرَ اُڏامَن،
پَٽوُن جي پاتارجا، چيتارئو چُٽن،
ڪوهہُ ڪندا کي تَنِ، پاڙهيري پهہ ڪري؟
(سُر ڪارايل :1/451 ,25:I)

**لفظن جي معنيٰ** : جهپ ڪري = سمهڻ، اوهير = هنس، پٽوُن = موتي. ڪوهہُ ڪندا کي تَنِ = ڇا ڪري سگهندا ؟، پاڙهيري = شڪاري، پهہ ڪري = سازش ڪري.

جڏهن سڀ ماڻهوُ سُمهيل هوندا آهن، تڏهن هنس اُڏامڻ شروع ڪندا آهن. اُهي ڳهري پاڻيءَ ۾ ڳهڙي موتي ڪڍي ايندا آهن. شڪاري سڀ پاڻ ۾ ملي ڪري ڪيترين بہ ڪوششون ڇو نہ ڪن، اَهڙن هنسن جو ڪجهہ بہ بگاڙي نہ سگهندا.

هنجِ مِڙوئي هنجَ، ميرو ناهہِ منجهن ڪو،
جتي رهنِ سنجهہَ، سو سرُ ڪَنِ سُرهو (سر ڪارايل 27,1/451:I)

يعني : هنس سڀ ساڳيا يا هِڪجهڙا ٿيندا آهن. اُنهن ۾ ڪوبہ بُرويا خراب وِرتيءَ وارو نہ هوندو آهي. اُهي جنهن بہ جهيل جي ڪناري تي رات گذاريندا آهن، يا جتي بہ ويندا آهن، اُتي سڳنڌئي سڳنڌ

ڦهلائيندا آهن.

كامل درويش سمجهائين ٿا تہ پنجن شبدن جي كمائي كرڻ وارا ۽ پنجن شبدن جو ڀيد ڏيڻ وارا سيپئي سنت هڪ جهڙائي هوندا آهن. اُنهن جا سرير اَلڳ اَلڳ هوندا آهن، پر اُنهن جي روحاني رسائي يا پهچ سَمان هوندي آهي. اَهڙا درويش سنسار ۾ جڏهن بہ جتي بہ هجن، اُنهن جي صحبت مان لاڀ وٺڻ گهرجي ۽ اُنهن جي هدايت موجب پنهنجي ڌيان كي اندر اِسم-اَعظم سان جوڙي روحاني سفر طئہ كرڻ جي كوشش كرڻ گهرجي.

شاهہ صاحب اَفسوس ٿا كن تہ سنسار كوڙن ۽ پاكنڊي گرو پيرن سان ڀريو پيو آهي، پر پنجن شبدن جو ڀيدي شبد سروپي شبد اَڀياسي مرشد درلڀ آهي :

سَرَ اُهيئي اڳيان، پكي ٻيا ٻيا،
جن لَمئو لاتوُن ڏنيون، سي ويچارا وِيا،
پانڙوندر پِيا، وَجي كينجهر كنڌيين (سُر كارايل 1:28,1/452)

**لفظن جي معنيٰ** : لَمئو لاتوُن ڏنيون = جيكي ٽارين تي ويهي ڇهڇهائيندا هئا، پانڙوندر = پاكنڊي.

يعني، جهيلَ اُهائي آهي، پر پهرين وارا اصلي هنس هميشهہ واسطي اُڏامي ويا آهن. اُهي بيحد درياهہ دل هئا، اُنهن جا دروازا هر كنهن جي واسطي كليل هئا. اُهي جهيل جي ٻئي كناري تي (ٻيءَ دنيا ۾) اُڏامي هليا ويا.

ويا مورَ مري، هنجُ نہ رهيو هيكڙو
وطن ڦيو وري، كُوڙن كانيرَنِ جو. (سُر كارايل 1:29,1/452)

**لفظن جي معنيٰ** : كانيرن - پكي يا كانوءَ

يعني : سيپئي مور مري ويا ۽ هنس هكڙو بہ نہ رهيو. هن ديش ۾ هاڻي صرف كپٽي ۽ پاكنڊي پكي ئي رهجي ويا آهن.

كارايل جي كوڏ، مون كينجهرُ سَڀِ نهاريو،
وري واهِيري نہ وريا، تلا لاكيٽيءَ لوڏ،

هيئين جَنِين سين هوڳ، سي هنجڙا سَڀ هلي ويا.
(سُر ڪارايل 1/453 ,32:I)

مون هنسن جي بيحد تلاش ڪئي، چوڌاري جهيل ۾ نهاريم، اُهي لاکيڻا شاندار هنس وري ڪونہ نظر آيا. اُهي هنجڙا (هنس) جن جي ديدار سان من شيتل ٿيندو هو، اُهي سڀ هليا ويا.

# 10. سُر بلاول

"بلاول" رامڪلي وانگر هِندول راڳ جي هڪ راڳڻي آهي. هن جي چئن داستانن ۾ 80 بيت ۽ 4 وائيون آهن.

"شاهه جو رسالو" جي وياڪيا ڪرڻ وارن مان ڪُجھه وياڪيا ڪارن جي هيءَ راءِ آهي تہ شاهه سائينءَ "سُر پرڀاتي" ۾ لس ٻيلي جي راجا سَپڙ ۽ "سُر بلاول" سِنڌ جي هيٺ واري حصي جي مشهور داني "جا م جاڪرو" جو ورڻن ڪيو آهي. پر محمد يعقوب آغا جي ويچار موجب ڪنهن بہ راجا، مهاراجا يا دنيوي درشٽيءَ سان ڪنهن مشهور شخص جي تعريف ڪرڻ، شاهه جهڙي مهان شخصيت جي خلاف آهي.[1]

شاهه صاحب چون ٿا :

جڪرا ! تون جيئين، تنهنجو مَدو ڪَنين مَ سُڻان،
اَکين ۽ هِيئين، ٻنهي ٿاري تنهنجي (سُر بلاول 475/3,1:II)

**لفظن جي معنيٰ** : مَدو = بُرائي يا نندا. ٿاري تنهنجي = تنهنجي آسري.

يعني : اي جڪرا ! تون سدا سلامت رهين، منهنجي ڪنن ۾ شل اهڙي ڪابہ ڳالهه نہ پوي، جيڪا تنهنجي شانَ جي خلاف هجي، منهنجين اَکين ۽ منهنجي دل کي صرف تنهنجي ديدار سان ئي شانتي ٿي ملي. حقيقت ۾ شاهه صاحب جڪري جو مثال ڏنو آهي پر اشارو محمد صلعم ڏانهن اٿن.

شاهه صاحب چون ٿا :

صرف جڪرو ئي تعريف جي قابل آهي. جنهن سانچي ۾ جڪرو کي وڌو ويو هو، اهڙي سانچي ۾ ٻيو ڪوبہ سردار ٺاهيو ئي ڪونہ ويو. اِنهيءَ جو ڪارڻ هيءُ آهي تہ اتي اَهڙو ٻيو سانچو هوئي ڪونہ، جنهن جي مهما ڳائي سگهجي، اُنهيءَ تعريف جي لائق صرف جڪرو ئي آهي، باقي سردار تہ صرف خان يا نواب آهن.

جکرو جَسَ کرو، ٻيا سَڀ اَنيرا،
جتائين، گهڙيو جَکرو، تتائين نہ ٻيا،
مِٽي تنهن ماڳيا، اصُل هئي ايتري. (سُر بلاول 1/476, 5/4:II)

**لفظن جي معنيٰ :** اَنيرا = راجا اَنيراءِ جنهن ٻيڄل هٿان راءِ ڏياچ جو سِرُ وڍايو هو. جتائين = جتان. تتائين = تتان. ماڳيا = هنڌان.

يعني : جکروئي تعريف جي لائق آهي ۽ سندس ڀيٽ ۾ ٻيا مڙيئي راجائون اَنيراءِ (جنهن ٻيڄل هٿان راجا راءِ ڏياچ جو سرُ ورتو هو) آهن، جتي جکرو کي جوڙيو يا ٺاهيو ويو هو، اُتي ٻيا نہ جُڙيا هئا ڇاڪاڻ جو اُنهيءَ هنڌ مٽي هئي ئي اوتري، جنهن مان جکري جو جسم جڙيو هو.

ڏني جادم جکري، چِتِ نہ ٻيا چڙهنِ
تہ کي ڪُوهَ ڪڇنِ، جنهن سَرُ لَيي سيرو؟ (سُر بلاول 1/477, 11/5:II)

**لفظن جي معنيٰ :** چِت = دل ۾. چڙهن = ياد پون. سَرُ = تلاءُ، چشمو. سَيَرو = ڀرپوُر.

جادم جکري کان پوءِ ٻيا کي بہ راجائون دل ۾ نٿا اچي سگهن. ڀلا جڏهن کو شاهي چشمو ليندو آهي، تڏهن بہ کي کوهہ کوتجندا آهن ؟

يعني : جکرو لاثاني آهي، لاجواب آهي، کل کائنات ۾ هن جهڙو ٻيو کوبہ نہ آهي. هوُ سيني روحاني رهبرن جو سردار آهي اِنهيءَ کري هن جو درجو سيني کان اُتم آهي، حقيقت ۾ جکرو ۽ حضرت محمد صلعم اهڙي طرح آهن جيئن ٻن کمانن کي هڪ ئي ڏور ۾ گڏي ٻڌو وڃي، هو اَلله کي ان کان بہ وڌيڪ ويجهو آهي. ٻيو کير بہ اَلله جي ايترو نزديڪ کونهي، جيترو جکرو آهي، اها ڏٺيءَ جي مهر آهي، جنهن مونکي اَهڙي روحاني رهبر سان ملايو آهي. (سُر بلاول 1/477,9/10:II)

شاهہ صاحب نوُري-محمدي جي مهما ٻڌائي رهيا آهن ۽ پنهنجي مرشد کي بہ نوُري-محمدي جو ئي روپ مڃي رهيا آهن. عيسائي ڌرم ۾ پريو عيسيٰ ۽ شبد کي هڪ مڃيو ويو آهي. ڀارت جي سنتن بہ پرماتما، شبد ۽ گروءَ کي هڪ مڃيو آهي. صوفي درويش بہ اَلله، کلمي ۽ مرشد

ڪي هڪ ٿا مڃين. مطلب اِهو آهي تہ پرماتما جي رچناتمڪ شڪتي ڪلمو، شبد يا محمدي ئي وَلي يا مرشد جي روپ ۾ پرگهٽ ٿي اِنسان جي مُڪتيءَ جو سامان تيار ٿي ڪري. صوفي درويشن بار بار اِنهيءَ ڳالهہ تي زور ڏنو آهي تہ هر ڪامل مرشد ۾ اُنهيءَ اَلله جو نُوري ڪم ٿو ڪري، اُنهيءَ نُور کي نُوري محمديءَ جو نالو ڏنو ويو آهي، نوري محمدي ڪنهن خاص جسم يا وقت تائين محدود نہ آهي. اُهو نُور ڪنهن بہ وقت، ڪنهن بہ جڳهہ تي پرگهٽ ٿي سگهي ٿو. شاهہ صاحب جن پنهنجي ڪلام ۾ پنهون، ميهار، تماچي، چنيسر، وغيرهہ کي مرشد جي روپ ۾ ڳايو آهي، جنهن مان پتو لڳي ٿو تہ ڪامل مرشد جدا جدا اَستانن تي ءَ اَلڳ اَلڳ وقتن ۾ ايندا رهيا آهن. پاڻ سرڪارايل ۾ اهو اشارو ڪيو اَٿن تہ اَلله جي رحمت سان ڪامل مرشد وقت بوقت اَلڳ اَلڳ هنڌن تي ايندا رهياآهن. شاهہ صاحب سر بلاول جي پهرئين داستان جي وائي ۾ حضرت محمد صاحب جي مهما بيان ٿا ڪن : ”محمد، جيڪو اَلله جو نور آهي، اهو منهنجو عرض مڃيندو.“ پاڻ وائي جي آخر ۾ مرشد جي مهما ڪندي چون ٿا تہ ”عبداللطيف جو هادي (مرشد) هن تي رحمت ڪندو.“ (عبداللطيف جو هادي هٿ جهليندو).

شاهہ سائين سر بلاول جي پهرئين داستان ۾ چون ٿا :

وِسَهہُ اِنهين ويڙ ڪي، جنئين دعوت ڪيہءِ داتا

مُضمزهہ واتا، وجهہ تہ ڏِيئي واتَ ۾ (سُر بلاول 1,1/465:I)

يعني، داتا جي وچنن تي وشواس رک ءِ اُنهيءَ کان راهہ پڇ، پنهنجو منهن ڳُرڙيون ڪري چڱيءَ طرح صاف ڪري ڇڏ، جيئن داتا (تنهنجي وات ۾ ديا جو) دانُ وجهي.

اڳتي چون ٿا :ڪڏي ڳهِل ڳهران، مُلُڪُ ڪَرِ سلطانَ سين

تہتون تنهن دران، ڏيهاڙي ڏانُ لهين. (بلاول 2,1/465:I)

شاهہ صاحب سمجهائين ٿا :

من مان گنديون واسنائون، حسد ءِ ساڙ وغيره ڪڍي اُنهيءَ سلطان

سان ملڻ ڪري ڇڏ، پوءِ توکي هنجي دَرَ تان روز بخشش ملندي.

شاهه صاحب سمجهائين ٿا :

پيءُ مَ طَهُورا، وانءُ اورانگهي اوريان،
وِچان جي وِصالَ کي، سي سَبِ اُجُورا،
حاصُلُ حُضُورا، سَمي جي سَبِ ٿئي. (بلاول I:3,1/465)

**لفظن جي معنيٰ :** طَهُورا - بهشت جو شراب، سوم رس. وانءُ-وڃ. اورانگهي = لنگهي.، اوريان = اَڳتي.، وِچان = وِچ جون نعمتون = وصال = ميلاپ. اُجُورا = انعام. حاصل حُضورا = حضُور سان ملن. سمي = سمي بادشاهه.

تون سوم رس (ديوتائن جي شراب) جي پنيان نه پئو، اُنکي چپن سان به نه لڳائج، اُنکي پنيان ڇڏي تون اڳتي وڌي وڃ. (مقامي حق جي) رستي ۾ (سرڳ وئنڪنٺ وغيره) جيڪي ڪجهه ملي ٿو، دُنيا ۾ کيل ڀڄڻ جو قل آهي. اِهي سڀ تنهنجي ۽ محبوب جي ميلاپ جي رستي ۾ رڪاوٽون آهن. توکي سامو جي رحمت سان اِهي سڀ پنهنجو پاڻيهي ملي ويندا.

شاهه صاحب ساڌڪ کي نصيحت ٿا ڪن ته من کي دنيوي خواهش کان صاف يا خالي ڪري ڇڏ، جيئن اَلله يا مرشد تنهنجا ندر پنهنجي رحمت جو اَمرت ڀري ڇڏي. تون من کي پوريءَ طرح اَلله جي محبت جي رنگ ۾ رڱي ڇڏ، ته توکي روز-روز اَلله جي رحمت ملندي رهي.

پاڻ نصيحت ٿا ڪن ته تون من مان سرڳن-وئنڪنن جي سکن جي اِڇا ڪڍي ڇڏ. شاهه سائين خبردار ٿا ڪن ته مقام حق جي رستي اَنيڪ سکن سان ڀريل بيشمار نظارا آهن. جيڪو ساڌڪ اُنهن جي لوڀ ۾ ڦاسي ٿو وڃي، اُهو منزل تي نٿو پهچي سگهي. برخلاف اُنجي جيڪو ساڌڪ صرف مقامي حق روپي سڀ کان آخري منزل کي پنهنجو مقصد بڻائي لڳاتار روحاني چڙهائيءَ کي جاري ٿو رکي، اُن کي اُتي پهچي اُهو پرم آنند حاصل ٿئي ٿو. جنهن جي مقابلي ۾ سرڳن، وئنڪنن ۽

رستي جي سيني مقامن جا سک ڪوڏيءَ جيتري بہ قيمت نہ ٿا رکن.

رابعا بصري چوي ٿي تہ منهنجو وس هلي تہ مان نرڳن جي باهہ کي وسائي ڇڏيان ۽ سرڳن ۾ آگ لڳائي ڇڏيان، جيئن ماڻهو نرڳن جي ڊپ يا سرڳن جي لوڀ جي بدران پرماتما جي واسطي ئي پرماتما جي ڀڳتي ڪن.

# 11. سُر سارنگ

سارنگ، ميگھہ راڳ جي اُنن پُٽن مان هڪ آهي. سر سارنگ ۾ 4 داستان 78 بيت ۽ 4 وائيون آهن. ''سارنگ'' جو اَرٿ آهي ''پَپيهو''. هن سُر جي پهرئين داستان جي پندرهن بيتن ۾ شاھہ صاحب جن باربار آسمان ۾ نظر اچڻ وارين ڪارين گھٽائن، آسمان ۾ چمڪندڙ بجلي ۽ زور سان گرجندڙ بادلن جو ذڪر ٿا ڪن. شاھہ صاحب اڳتي چون ٿا ؛

روضي تان رَسُول جي ڪيو وِڄُڙين وارو
ٻَريائون ٻيرَ پَٽي، نظر سين نارو،
هادي ! پَرُ حُڪم سين، هيءُ تڙُتا سِيارو،
نِرملُ نظارو، پِريئَن پسايو پنهنجو (سر سارنگ 505/16,1:I)

يعني : بجليءَ جي چمڪ رسُول ڪريم (حضرت محمد) جي مقبري تان نڪتي. ڏسندي ئي ڏسندي تيز ورشا جي ڪارڻ درياءَ ڪنارن ڪان مٿي وهڻ لڳو. اي منهنجا هادي (رهبر!) تون حڪم ڏي تہ هيءَ خشڪ ڌرتي بہ بارش جي پاڻيءَ سان پرجي وڃي. محبوب رحمت ڪري مونکي پنهنجو نرمل ديدار بخشيو آهي. منهنجو محبوب اچانڪ منهنجي سامهون پرگهٽ ٿي ويو. هجي رحمت جي برسات سان منهنجي من جي ڪَٽُ (مئل، گندگي) ڌوپجي صاف ٿي ويئي، من جون مرادون پوريون ٿي ويئون ۽ من خوشيءَ ۾ ڦوليو نٿو سمائجي (سُر سارنگ 505/17,1:I)

مٿين مثالن مان خبر ٿي پوي تہ شاھہ صاحب اَللہ تعاليٰ جي رحمت جي ورشا جي ڳالھہ ڪري رهيا آهن. اُنهن جو مطلب آهي تہ اَللہ جي رحمت جا چشما ڪڏهن بہ ڪونہ سُڪندا آهن. اَللہ هر وقت ۾ جڳھہ جڳھہ تي ڪامل مرشد ڪي موڪليندو رهندو آهي جيئن انسانن جي اندر اَللہ جي عشق ڪي جاڳائي سگهجي ۽ اُنهن ڪي اَللہ سان وصال ڪرڻ جي صحيح جڳتي سيکاري سگهجي.

شاھہ صاحب فرمائين ٿا :

سارنگ ڪي سعيو، توکي سَعيو نہ ٿئي،
ڳُڙي تو ڳُمان ۾، آيو ڪي آيو،
هارئين لَئي هرُ هرِ جاءِ ۾، هاديءَ هلايو،

متان اِئين پانيو تہ بادل آهہ بَس ڪئي (سُر سارنگ 1/511, 32:I)

يعني : اي ساڌڪو ! برسات جي مُند اچي ويئي آهي، موسلاڌار ورشا ٿيڻ جي اُميد آهي مرشد (هادي) ساڌڪن جي سهائتا جي پوري تياري ڪري ڇڏي آهي توهين اِئين نہ سوچجو تہ بادل وَسڻ بند ٿي ويا آهن.

ظاهر آهي تہ شاهہ صاحب جن مرشد جي ذريعي اچڻ واري الاهي رحمت جي ورشا ڏانهن اشارو ڪري رهيا آهن. شاهہ صاحب اڳتي چون ٿا:

اڄ بادل اَنيڪ رنگن ۾ محلن ۽ ماڙين جو روپ ڌارڻ ڪري ظاهر ٿي رهيا آهن. بادلن جي هلچل ڏسي ريگستان ۾ رهڻ وارن پنهنجون سارنگيون ۽ ٻيا ساز وڄائڻ شروع ڪري ڇڏيا آهن. ڪلهہ رات پِٽ جي پدم علائقي ۾ خوب برسات پيئي. (سُر سارنگ 1/515, 5:II)

هتي شاهہ صاحب جن بادلن جي روپ ۾ آيل اَللہ جي رحمت جي ورشا ڏانهن اشارو ڪري رهيا آهن. سارنگي وغيره سازن جو مطلب ٻاهريان ساز ڪونهن، شاهہ صاحب جو اشارو اَندرين روحاني منڊلن ۾ ٻڌڻ ۾ ايندڙ اَللہ جي ڪلمي جي سازن ڏانهن آهي.

شاهہ صاحب چون ٿا :

ميهان ۽ نيهان، ٻئي اَکر هيڪڙي،
جي وسڻ جا ويس ڪري، تہ ڪَڪَر ڪَنِ ڪيها،
بادل ٿي بيهان، جي آگهہ اَڇڻ جا ڪرين. (سُر سارنگ 1/516, 6:II)

”مينهن ۽ نينهن“ ٻئي هڪ ئي معنيٰ وارا لفظ آهن. جڏهن بہ سارنگ، وسڻ جا لباس ٿو پهري تہ ڪڪر آهون ۽ صدائون ٿا ڪن. عاشق چوي ٿو تہ اي پرين، جي تون اَڇڻ جا سعيا ڪرين تہ مان جيڪر ڪڪرن وانگر پاڻي وَسايان.

شاهہ صاحب سمجهائين ٿا تہ اِها اِلاهي محبت جي ورشا آهي جيڪا مرشد جي روپ ۾ ظاهر ٿئي ٿي. پاڻ اِشارو ٿا ڪن :-

جڏهن وڏوا استريون آڪاش ۾ بادل ڏسنديون آهن تہ اهي پنهنجن پِتارن جي وڇوڙي جي پيڙا ۾ وياڪل ٿي وينديون آهن. اهي ويچاريون بادلن جي گرجنا ٻڌي ڏڄي وينديون آهن. ويچاريون جوانڙيون، پِتارن کان سواءِ چپ چاپ اڪيليون ويٺيون آهن. (سُر سارنگ 1/516-517, 8/9:II)

شاهہ صاحب اُنهن بدنصيب روحن جي ويدنا جو بيان ڪري رهيا

آهن، جن جو مرشد سان ميلاپ ڪونہ ٿيو آهي. جهڙيءَ طرح وڏوا اُستريون پتيءَ جي جدائيءَ ۾ تڙڦن ٿيون، تيئن مرشد کان سواءِ روح اَلله جي رحمت ۽ وصال کان خالي رهجي وڃن ٿا.

هن راڳ جي ٽئين داستان ۾ شاهہ صاحب اشارو ٿا ڪن :-

ڪَنيز گَتِ سِکَنِ، چِلَڻَ جي چاهہ پَئي،
هِنڊوا حيرت ۾ پيا، لالي ڪِيِ لَبَنِ،
چمڪن چوڏس چنڊ جئن، وِچڙيُون وَهسَن،
"لوچَنِ ٿا،" لطيفُ چئي، "پَسڻ لَئي پرينِ"
کو ٿر، قريبن ساڻ سنبا هي ڪنيا (سارنگ III:1,1/518)

**لفظن جي معنيٰ** : ڪَنير = هاٿي. گَتِ = چال. هِنڊوا = مينهن وَسارا. وَهِسَنِ = ٽڙنِ، ڪوٿر = ڪيسر، زعفران. قريبن = محبوبن.

يعني : هاٿي جيڪر شوق مان هلڻ جي چال سِکن (بادلن جي سهٽي چال ڏانهن اشارو سنسڪرت جي ڪَوِيُن، هاٿيءَ جي رفتار کي ساراهيو آهي.) مينهن وسارا بہ عجب ۾ پيا، چپن اهڙي تہ سُرخي ڪڍي آهي. (شاهہ صاحب جن وڄ جي چمڪاٽ ۾ محبوب جي لبن جي لالائي ٿا ڏسن.) کِنوَٽيوُن چوڏس جي چنڊ وانگر پيئون ڀهڪن ۽ ٽِڙن. محبوب کي ڏسڻ لاءِ سڀ ڳولها ٿا ڪن. محبوب پاڻ سان ڪيسر ڪٽي پيا هلن. شاهہ صاحب سارنگ ۾ پنهنجي محبوب جو ديدار ٿا ڪن.)

هن سر ۾ شاهہ صاحب جن ڪامل درويشن جي روپ ۾ ٿيڻ واري اِلاهي رحمت جي ورشا جي مهما ڪئي آهي. هوُ هن ڳوُڙهي روحاني راز ڏانهن اشارو ڪري رهيا آهن، تہ جڏهن مرشد جي هدايت موجب عبادت ڪرڻ واري ساڌڪ جي اَندِرين اَک کلي ٿي وڃي، ۽ هنجي اَندرئين آسمان تي چڙهائي شروع ٿي وڃي ٿي اُنهيءَ آسمان ۾ هنکي بادلن جي گرجنا ٻڌڻ ۾ ٿي اچي بجلي چمڪندي ۽ ورشا ٿيندي نظر ٿي اچي. هنکي پنهنجي اندر مرشد جو نوُري سروپ نظر ٿو اچي ۽ ان کان اڳتي جو سچو سفر ساڌڪ مرشد جي نوُري سروپ سان ملي ڪري طئہ ٿو ڪري. ٻاهرئين مرشد جو اصلي مقصد آهي مريد کي اندر مرشد سان ميلاپ ڪرائڻ ۾ مدد ڪرڻ، چاڪاڻ تہ اَلله جو وصال مرشد جي اندرئين نوراني سروپ جي پرگهٽ ٿيڻ تي مُنحصر آهي.

# 12. سُر ڪنڀات

چيو وڃي ٿو تہ گجرات جي ڪنڀات شهر جي هڪ ڳايڪ هن سر جي کوج ڪئي هئي. جنهن جي ڪري هن سر جو نالو ئي سُر ڪنڀات پئجي ويو. سُر ڪنڀات جي ٻن داستانن ۾ 77 بيت ۽ 6 وائيون آهن. سر سارنگ وانگر راڳ ڪنڀات ۾ بہ شاهہ سائينءَ ڪيترائي دفعا مرشد جي نوري سروپ ڏانهن اشارو ڪيو آهي فرمائين ٿا :

اَڄُ پُنِ اَڄائي، چوڏهين ماهہَ چنڊ جي،
مون گهر پرين جي، اَچڻ جي وائي،
مون گهر واڌائي، پيئي ڪام ڪَرَنِ ۾. (سُر ڪنڀات 539 I:5/8,2/)

**لفظن جي معنيٰ :** ڪرن ۾ - دشمنن ۾.

جي وَسڻ جا ويس ڪري، تہ ڪَڪَرَ ڪَنِ ڪيهان : اڄُ پورنماسيءَ جو چنڊ نڪتو آهي، اڄ لڳي ٿو تہ منهنجو محبوب منهنجي گهر اچڻ وارو آهي. سيئي مونکي واڌايون پيا ڏين، پر دُشمنَنِ کي اها ڳالهہ ڪونہ ٿي وڻي.

اَڄُ پُنِ اُمارو چوڏهين ماهہَ چنڊ جو،
مون گهر مون پرين جي، اَچڻ جو وارو،
سڄڻ سوڀارو، پِيهہَ پِنيءَ گهر آيو (سُر ڪنڀات 540 I:6/9,2/)

**لفظن جي معنيٰ :** اُمارو = تياري، سانباهو، اُپرڻ پيهہُ پِنيءَ = پرڀات.

يعني : اڄ پورنماسيءَ جو چنڊ نڪرڻ وارو آهي. اڄ محبوب منهنجي گهر اچڻ جو وارو آهي. منهنجو سوڀارو سڄڻ صبوح ٿينديئي منهنجي گهر آيو آهي.

چوڏهينءَ چنڊُ اُڀريو، اُوڻٽيهہ پَسِيسِ عامُ
مَٿِسِ ناهہِ مَلامُ، جيڪي ڏِٺِين ڏيهہ سو.
(سُر ڪنڀات 541 I:9/10,2/)

**لفظن جي معنيٰ :** عام = خلق، رواجي ماڻهو مَلام = مَيارَ، ڏوهہ.

دستور آهي تہ عام ماڻهو پهرين تاريخ جي چنڊ ڏسڻ لاءِ منتظر هوندا آهن ۽ اُڪٽيهہ تاريخ اُن لاءِ پياواجهائيندا آهن. پر اسانجو چوڏس جو چنڊ يعني محبوب اسان لاءِ هر روز روشن آهي، مگر اُن ڏانهن ڪو نظر ئي ڪونہ ٿو ڪري عام خلق تي ميار ڪانهي، ڇو تہ اُهي عشق جي راز کان اڻواقف آهن.

جڏهن اُنهن کي پوري چنڊ جي ڀيد جي ڄاڻ ئي ڪونهي تہ اُنهن ويچارن کي ڪيئن ٿو ڏوهہ ڏيئي سگهجي. اُنهن کي ڪپي تہ اِنهيءَ جي باري ۾ جيڪي ڪجهہ بہ پڇڻ چاهين ٿا اُهو مون کان اَچي پڇن.

چوڏهينءَ چنڊ ! تُون اُڀرين، سهسين ڪرين سينگار،
پَلَڪَ پِريان جي نہ پڙين جي حيلَنِ ڪَرين هزار،
جهڙُو تون سڀ ڄمارَ، تهڙُو دمُ دوست جو
(سُر ڪنڀات 2/542, 10/11:I)

**لفظن جي معنيٰ :** پلڪَ پريان جي نہ پڙين = تون پرينءَ جي هڪ پل جي برابر بہ نہ آهين.

اي چوڏس جا چنڊ، تون سوين سينگار ڪري شان سان نروار ٿو ٿين، پر تون چاهي ڪيتري بہ ڪوشش ڪرين، هزارين حيلا هلائين، تون منهنجي محبوب جو مقابلو ڪري نہ سگهندين. جيڪو جلوو تو ۾ ساري عمر (شروع کان آخر تائين) آهي، اُهو منهنجي محبوب جي هڪ پل جي سوجهري ۾ آهي.

سَهسين سِجَنِ اُڀري، چوراسي چَندَن،
باالله ري پرينءَ سڀ اُونداهي پانئيان
(سُر ڪنڀات 2/542, 11/12:I)

**لفظن جي معنيٰ :** (باالله-اَلله جو قسم)

يعني : سوين سج ۽ چوراسي چنڊ اُڀرن، تہ بہ اَلله جو قسمُ، تہ پِرينءَ بنا جيڪر ساري خُدائيءَ کي بہ اونداهي سمجهان.

ڪٽي نيڻ خُمار مان، جان ڪيائون نازُ نظرُ،

سُرج ساخُوَن جُهڪيُوَن، ڪُوماڻُو قَمَرُ
تارا ڪَتيُوَن تائب ٿِيا، ديکيندي دلبر،
جهڪو ٿيو جَوَهرُ، جانبَ جي جمال سين (سُر ڪنيات 15/18،2/544:ا)

**لفظن جي معنيٰ** : ساخون = سج جا ڪِرڻا. ڪوماڻو = جهڪو ٿي ويو، ڪومائجي ويو.

قمرُ = چنڊ، تارا ڪتيون = ڇهن سَتن تارن جو ميڙ.

تائب ٿيا = توبهہ ڪرڻ لڳا، پڇتائڻ لڳا، پيش پيا.

ديکيندي = ڏسندي ئي، جوُهرُ = جواهر. جمال = سونهن

جڏهن منهنجي محبوب نشيلا نيڻ کڻي ناز واري نظر سان نهاريو تڏهن سورج جا ڪرڻا بہ جهڪا ٿي ويا ۽ چنڊ ڪُومائجي ويو. پرينءَ کي ڏسندي ئي تارا ۽ ڪَتيُوَن اَدب سان پيش پيا. محبوب جي اڳيان جواهرن جي جوت بہ جهڪي پئجي ويئي.

خواجا حافظ چوي ٿو :

حُسنِ تو باماھ سنجيدَم بہَ ميزانَ ڪَياس،
پلا اوُب سمارفت وَتوُ ماندي بَر زمين.[1]

يعني : جڏهن مون ڪلپنا جي تارازي جي هڪ پلڙي ۾ تنهنجي حُسن کي ۽ ٻئي پلڙي ۾ چنڊ کي رکيو تہ چنڊ وارو پلڙو تہ آسمان تائين پهچي ويو ۽ تو وارو پلڙو زمين تي ئي رهيو.

شاھ سائين چون ٿا :

اُونداهيءَ اَڌ رات ۾ پرينءَ پسايو پاڻُ،
چنڊُ ڪَتنِ ساڻُ پيهي ويو پرلاءَ ۾ (سُر ڪنيات 2/545، 16/19:ا)

**لفظن جي معنيٰ** : پيهي ويو - غائب ٿي ويو.

يعني : رات جي انڌيري ۾ محبوب جڏهن پنهنجو مکڙو ڏيکاريو (ديدار ڪرايو) تہ چنڊ، پنهنجي تارن جي جُهنڊ سميت غائب ٿي ويو.

اِهي سڀ بيان مرشد جي نوُري سروپ ڏانهن اشارو ڪري رهيا آهن. صوفي درويشن ۽ ٻين سنتن مهاتمائن بہ سمجهايو آهي تہ جڏهن روح جو

اندر سفر شروع ٿي وڃي ٿو تہ تارامنڊل، سُورج منڊل ۽ چندرما منڊل پار ڪري، پهرئين روحاني منزل تي گهڙندي ئي ساڌڪ کي اندر مرشد جو نُوراني سروپ نظر ٿو اچي. اهو سروپ لکين چنڊن ۽ سجن کان وڌيڪ روشني ڏيندڙ آهي. شاهہ صاحب چون ٿا :

راتِ سهائي پوُن سئين، پَٽين وڏو پنڌُ،
هلندي حبيبن ڏي، ڪَرَها موڙِ مَ ڪنڌُ،
ٻنڌڻ سوئي ٻنڌُ، جو پهچائي پِرِيَنِ ڏي. (سُر ڪنڀات 12,2/557:II)

**لفظن جي معنيٰ** : حبيبن ڏي = محبوب ڏانهن ويندي، ڪَرها = اي اُٺ

اي اُٺ ! رات چانڊوڪي (نور سان ڀريل) آهي، رستو چاهي ڪيترو بہ لمبو هجي نہ هجي پر صاف ۽ سڌو آهي. تون محبوب ڏانهن ويندڙ رستي تي سڌو هلندو وڃ. پٺيان مُڙي بہ نہ ڏسجانءِ. محبوب تائين پهچڻ جو پڪو اِرادو ڪري ڇڏ.

وَڏ ڦڙو ۽ واءُ، ڪَرَهي ڪاڏو ڪوڙيو،
سو ڪيئن پلاڻيا، جو اولاڻو نہ اُٿي ؟ (سُر ڪنڀات 14/11,2/559:II)

**لفظن جي معنيٰ** : وَڏ ڦرو = سخت برسات. واءُ = طوفان، ڪاڏو ڪوڙيو = ڪاڏي زمين تي جهڪائي ويهي رهڻ. پلاڻيا = وَهٽ جي پُٺيءَ تي پلاڻ رکي اُنکي سنيرائڻ. اولاڻو = پلاڻ ڪانسواءِ.

سخت برسات ۽ طوفان جي ڪارڻ اُٺ اُٿڻ کان ئي اِنڪار پيو ڪري، هوُ پلاڻ وجهڻ لاءِ يعنيٰ سنيرڻ لاءِ تيار بہ نٿو ٿئي ۽ بنا تيار ٿيڻ جي اُٿي بہ نٿو. (هوُ ٻين اُنن ڏانهن وڃڻ ٿو چاهي.)

شاهہ صاحب سمجهائين ٿا تہ تون اُٺ کي چڱيءَ طرح وٽيل ۽ پڪي رسيءَ سان ٻڌي رک، ڇاڪاڻ تہ زمين تي گهٽيئي سُرهيون وَليون پکڙيون پيئون آهن. چانگي (اُٺ) کي جي هڪ ڀيرو اِنهي جو چشڪو لڳي ويو تہ پوءِ اُٺ کي قابو ۾ رکڻ مشڪل ٿي پوندو. (سُر ڪنڀات 567/ 32,2:II)

هڪ ٻئي بيت ۾ چون ٿا : اُٺ کي سمجهائي ٿڪي آهيان تہ اَڪَ جي زهريلي وَلِ مٿان نہ وڃي پئہ. جنهن وَلِ گهٽن جو هوش گم ڪيو

آهي، تنهن سان ئي وچي نينهن لڳو اَٿس. چوڏاري چندن جا جام وڻ پڇي راس ٿيا آهن، پر اوڏانهن نٿو وڃي. هن ڪُلهڙي اُٺ مونکي رت روئاريو آهي. (هتي من جي بُرين عادتن ڏانهن اشارو آهي. (سُر ڪنڀات II:37-38,2/569)

شاهہ سائين سمجھائي رهيا آهن تہ من لذت جو عاشق آهي. اِنهيءَ ڪري هوُ مدهوش ٿي بنا ڪنهن سوچ ويچار جي اِندرين جي ڀوڳن ۽ وشيہ وڪارن ڏانهن ڊوڙي ٿو، جيسين من کي اِندرين جي ڀوڳن کان وڌيڪ اُتم لذت نٿي مِلي، تيسين هوُ انهيءَ لذت کي ڇڏڻ لاءِ تيار نٿو ٿئي. هيرن موتين جي هارن ۽ موتين جي مالهائن سان من کي سجائڻ ۽ اِلاچِين، چندن ۽ ڪستوريءَ جي خوشبوءِ سان ڀرجي وڃڻ جو مطلب آهي تہ جڏهن من کي اندر ۾ ڪلمي جي الاهي لذت ملي ٿي تہ هوُ قدرتي طور سان وشيہ وڪارن کان منهن موڙي ٿو ڇڏي.

شاهہ صاحب چون ٿا تہ جڏهن من کي اندر شبد ۽ نام جي لذت ملي ٿي تہ پوءِ هوُ دُنيا جي لذتن يعني وشيہ وڪارن کان هٽي خود ئي محبوب جي ديدار واسطي تڙڦڻ ٿو لڳي.

شاهہ صاحب هڪ بيت ۾ لکن ٿا :

نَوَ نِيرَ پائي، جان موُن ڪرهو جَهليو،
وِئڙو ڇِنائي، پوئينءَ رات پِرين ڏي. (سُر ڪنڀات II:44,2/572)
نَوَنِيرَ، ڏهہ ڏاوڻيون، پنڌرهن پئنڌ پياسِ،
جڏهن سڄڻ يادِ پياسِ، ڇِرڪَ ڇِنائين هيڪڙي.
(سُر ڪنڀات II:45 ,2/573)

شاهہ صاحب چون ٿا تہ مون اُٺ کي نوَ نہ پندرهن پنڌرهن نوڙيون ٻڌيون ۽ زنجيرن سان جڪڙيو مانس، پر هن کي جيئن ئي محبوب جي ياد ٿي اچي، هوُ صبوح سويري اِهي سڀ نوڙيون ٽوڙي محبوب ڏانهن ڀڄيو وڃي هن بيت ۾ شاهہ صاحب اُٺ جو مثال ڏيئي اِها ڳالهہ ٿا سمجھائين تہ ڪنهن جي دل کي روڪڻ ڏاڍو مشڪل آهي، چاهي ڪٿي

زنجيرن ۾ هنڪي جڪڙ جي ڏيري ڏيري من اندر اهڙي منڊل تي پهچي ٿو وڃي جنهنجو لفظن ۾ بيان ڪرڻ ممڪن ناهي. شاهه سائين چون ٿا:

اُتي وڻ جون ٻه شاخون ٻه ڪروڙين رپين جون آهن. اُتي جو هڪ پن ٻه پنجاهه لک رپين جو آهي. منهنجو اُٺ اُهي شاخون ۽ اُنهن ۾ لڳل گُلن جا ڍير کائي خوش پيو ٿئي. اُنهيءَ هنڌ تہ مُرجهايل پيلا پَن ٻہ لکين رپين جا آهن. اُنهن شاخن، پنن ۽ گلن مان قيمتي رس ٿي نڪري منهنجو اُٺ خوب پيٽ ڀري اُها رس پي رهيو آهي. هوُ رس پي پي خوب موٽو تازو ٿي ويو آهي. هاڻي اُٺ جو ملهہ ڪروڙين رپيا ٿي ويو آهي. اُٺ اِنهيءَ ملهہ تي بہ مهانگو ڪونهي اِنهيءَ ڪان ڏهوُڻو ملهہ ڏيئي بہ اِنهيءَ اُٺ کي خريد ڪرڻ گهرجي، پوءِ اُٺ جي جهولي اِلاچين سان ڀري ڇڏڻ کپي. پوءِ اُٺ ڪڏهن بہ آلس نہ ڪندو ۽ ڪڏهن بہ پنهنجي راهہ تان نہ ڀٽڪندو. ڪاڻي لڱندي ئي هوُ ڊوڙندو توکي محبوب ڏانهن وٺي ويندو. (سُر ڪنڀات 575-2/573, 50-46:II)

شاهہ صاحب سمجهائين ٿا تہ من جي حالت جڏهن بہ بدلجندي، اندر ڪلمي جو رس پيئڻ سان بدلجندي، ڪلمي جو اَمرت پي من جي دشمني، دوستيءَ ۾ بدلجي ويندي. منُ، جيڪو پهرين روح کي زبردستيءَ ٻاهر ڇڪيندو هو، هاڻي اُهوئي اَندر ڏانهن وڃڻ شروع ڪري ٿو ڇڏي. اهڙيءَ طرح روح جو مقام حق ڏانهن وڃڻ آسان ٿيو پوي.

# 13 .سُر سريراڳ

هن سُر جي ڇهن داستانن ۾ 107 بيت ۽ 7 وائيون آهن. سري راڳ کي راڳن جو شرومڻي مڃيو ويندو آهي. عام طور سان هيءُ راڳ سنجها جي وقت يا رات جو ڳايو ويندو آهي. هن راڳ ۾ شاهہ صاحب جن پنهنجي ويچارڌارا جي مکيہ اَنگن تي روشني وڌي آهي. پاڻ پهرئين داستان ۾ فرمائين ٿا :

ماں پُڇُنئي سُپرين ڇتان ڇُرمَ لاهہ،
پرين اَڳيان پاءِ، پَلئُہ مٽٺارَ جيئن (سُر سريراڳ 2,2/584:I)

يعني : تي سگهي ٿو تہ محبوب تنهنجي باري ۾ پڇي اِنهيءَ کري هنجي ياد هميشهہ من ۾ رک يعني سوانس سوانس هنجو ذکر (سمرن) کندو رهہ ۽ هنجي اَڳيان هميشهہ مٺٺارن وانگر پنهنجي جهولي ڦهلائي رک.

مان پُڇنئي سُپرين ڇت ۾ چيتاريج،
کَڏِج کائِي کَڄَ کي، کُوڙُمَ کمائيج،
وڻجُ وَهائِيج، سپُ سوداگر ! سَچَ جو. (سُر سريراڳ 4,2/585:I)

شايد محبوب تنهنجي باري ۾ پڇي، تون هميشهہ هنجي ياد کي دل ۾ رکج. نقلي يا کوڙُو مال ڦٽو کري ڇڏجانءِ ۽ صرف اَصلي مال ئي خريد کجانءِ.

پنهنجي نوُکا کي صاف رک. من روپي ٻيڙيءَ کي (وشيہ وکارن ۽ سنساري اِڇائن کان) صاف رک ۽ اِنکي اَللہ جي حوالي کري ڇڏ تہ هُن پار (آخرت) جي خوُف کان ڇٽين. (هُتي جي سزا کان معافي مليئي) (سُر سريراڳ 5,2/585:I)

شاهہ صاحب سمجهائين ٿا تہ اي هيري جهڙا اِنسان ! تون اُٿ ۽ اُٿي اَللہ کي ياد کر. پنهنجي اَندر اَللہ جي عشق جي اَگني جلاءِ (سريراڳ 9,2/587:I)

شاهہ سائين اَللہ کي بہ ارداس ٿا ڪن تہ اي اَللہ ! رحمت ڪر تہ مان سچو سوُدو ڪري سگهان. اِها منهنجي وينتي اگهائجانءِ، منهنجي وس ۾ ڪجهہ بہ نہ آهي. هادي يا همراهي (مرشد) جي سهائتا بنا مان منزل تي پهچي ڪونہ سگهندس چون ٿا :

سوُدو اِهو ئي سَڦَرُ، سو موُن پَلَئہِ پاءِ،
وَسُ ويچاري ناهہِ ڪو، تون آغا ! عرضُ اُناءِ،
ريءُ همراهيءَ، هاديءَ جي، موُر نہ مَڙِي ماءِ،
لُطفَ ساڻَ لنگهاءِ، ليڙو لَهرنِ وِچَ مان (سُر سريراڳ 10,2/588:ا)

**لفظن جي معنيٰ :** موُر = بلڪل نہ، ماءِ = ماڳ تي، رِيُ همراهي هاديءَ جي = مرشد يا خدا جي مدد کان سواءِ ويچارو اِنسان پنهنجي منزل مقصود تي پهچي نہ سگهندو. ليڙو = لَهرن ۾ لڏندڙ ٻيڙي.

شاهہ صاحب چون ٿا تہ جيڪي رات جو جاڳن ٿا، اَللہ اِنهن جي لڄ ٿو رکي. قران شريف ۾ فرمايو ويو آهي : تون منهنجو ذڪر (سمرن) ڪر تہ مان تنهنجو ذڪر ڪريان. (سُر سريراڳ - وائي :ا)

پاڻ ٻئي داستان چون ٿا :

جيڪي منجهہ جهان، سو تاريءَ تَڳي تنهنجي،
لُطف جي لطيفُ چئي، تووٽ ڪمي ڪانہ،
عَدَلُ چُٽان آئون نہ، ڪو ڦيرو ڪج فضُل جو.
(سُر سريراڳ 2:1,2/596)

**لفظن جي معنيٰ :** تاريءَ = آسري تي، لُطف = ٻاجهہ، ديا. عدلُ = اِنصاف، فَضُل = ديا، مهر.

يعني : جيڪي ڪجهہ بہ جهان ۾ آهي، سو تنهنجي آڌار تي پيو هلي. تو وٽ ديا-مهر جي ڪا ڪمي ڪونهي. جيڪڏهن تون اِنصاف ڪرڻ لڳندين تہ پوءِ مان سزا کان بچي ڪونہ سگهندس، تون پنهنجي مهر سان ڪو وَڙُ ڪر.

سيوا ڪر سمنڊ جي، جت جَرُ وهي تو جالَ.
سَئين وَهنِ سير ۾، ماڻڪ، موتي، لال

جي ماسو جُڙيئي مال، تہ پوُڄارا ! پُر ٿِئين. (سُر سريراڳ 3,2/597 :II)

**لفظن جي معنيٰ** : سيوا = پوڄا، خدمت، جرُ = جلُ، پاڻي جالَ = ڳ هٽو، اَٿاهہ، سئين = سوين، ماسو = رتي ڀر، تِر جيترو جُڙيئي = حاصل ٿئيئي.

تون سمنڊ جي شيوا ڪر، جنهن ۾ اَٿاهہ جل ڀيو وهي، اُنجي سير ۾ اَڪيچار ماڻڪ، موتي ۽ لال وهندا ٿا وڃن. جي اِنهيءَ خزانيءَ مان رتي ڀر، يا ذرو بہ ملي وڃيئي تہ اي پوڄاري ! جيڪر مالا مال ٿي پوين.

ساري رات سُبحانُ، جاڳي جن ياد ڪيو

اُن جي، عبدا للطيف چئي،مٽيءَ لڌو مانُ،

ڪوڙين ڪَنَ سلامُ، آڳهہ اَڇيو اُن جي (سُر سريراڳ 2,2/596:II)

**لفظن جي معنيٰ** : سُبحان = رب، مٽيَ = خاڪ، ديهي، آڳهہ اَڇيو = آستان اڳيان.

يعني : جن ساري رات اوجاڳو ڪري سائينءَ کي ياد ڪيو، تن جي مُئي ڪانپوءِ سندن مٽيءَ بہ مان حاصل ڪيو، اُنهن جي آستان تي ڪروڙين اَچيو سجدا ڪن، (ڏٺيءَ جي عاشقن جي خاڪ بہ قيمتي آهي ۽ اُنهن جا آستان زيارت گاهہ يعني تيرٿ اِستان آهن)

سي پوُڄارا پُر ٿيا، سَمنڊُ سيويو جن،

آندائون عمِيق مان، جوُتي جَواهرَن،

لڌائون لطيفُ چئي، لالُون مان لهرن

ڪانهي قِيمتَ تن، مُلهہ مهانگو اُن جو. (سُر سريراڳ 4,2/597:II)

**لفظن جي معنيٰ** : عميق = اونهو يا گهرو سمنڊ، جوُتي = ميڙُ، ڍڳُ.

يعني: جن سمنڊ ۾ گهرو غوطو لڳايو سي مالامال ٿي ويا. اُنهن گهري سمنڊ مان جواهرن جا ڍير ڪڍي ٻاهر آندا. هنن لهرن مان اَهڙيون لالُون ڳولهي ڪڍيون، جن جي قيمت ڪٿڻ کان ٻاهر آهي. (هتي روحاني بحر يعني سمنڊ ۾ اُنجي بي بها موتين ڏانهن اَشارو آهي.)

سيويو جن سُبحان، وِيرَ نہ وِڙهي تَنِ سين،

توبهہ جي تاثير ويا طوفان،
ڏيئي توَڪل تَڪِيو، آرُ لنگهيا آسان،
ڪاملُ ڪشتيابانُ، وِچ ۾ گڏيُن واهرو. (سريراڳ II:5,2/598)

**لفظن جي معنيٰ :** (سيويو = پُڇيو. وِير = سمنڊ جي وِيرَ. توڪل جو تڪيو = ڏٽيءَ جي ڀروسي جو آڌار. آرُ = تيز وهڪرو. آسانُ = سولائيءَ سان. ڪامل = پُورن، ماهر. ڪِشتيبانُ = ٻيڙي هلائيندڙ ملاح يا رهبر، هادي. واهروُ = مددگار.

يعني : جن سائينءَ کي پوڇيو، تن سان وِير (دنيا جو خوف ۽ خطرا) نہ ٿي وِڙهي، هو توبهہ ۽ زاريءَ (پڇتاءُ) جي برڪت سان طوفانن مان بہ سلامتيءَ سان پارِ لنگهي ويا، هو توڪل (ڏٽيءَ جي ڀروسي) جو آڌار وٺي، سولائيءَ سان تيز وهڪري مان بہ نڪري ويا. اُنهن کي وچ سيرَ ۾ ڪنهن ماهر ٻيڙي هلائيندڙ جي مدد جا هٿ اَچي رسيا.

جنين سوُدي سچ جو، وکرُ وَهايو،
”بِخرو لَهُم اَلبُشري“ جو، اُنين لَئہ آيو،
اُن کي لالنَ لنگهايو، ساندارو سمُونڊ جو. (سُر سريراڳ II:8,2/599)

**لفظن جي معنيٰ :** بِخِرو= جُزو، حصو، ڀاڱو، اِنعامِ، لهمُ اَلبُشري= دُنيا ۾ اُنهن لاءِ خوشخبري آهي، يعني جيڪي سچ جو سوُدو ڪن ٿا، سي ٻنهي جهانن ۾ اِنعام ٿا حاصل ڪن. ساندارو = ٻيڙيءَ کي درياءَ جي هڪ ڀرِ کان ٻيءَ ڀرِ آڻڻ.

يعني : جن سچ جو سوُدو ڪيو، سچ جو مال خريد ڪيو، اَلله اُنهن کي ڀَوَجل مان پار ڪري ڇڏيو. (اُنهن کي اَلله اِهو انعام ڏنو)

نئين داستان ۾ شاهہ صاحب چون ٿا :

اي سوداگر! تو خريد ڪيو آهي لُوڻ ۽ بدلي ۾ گهرين ٿو ڪستوُري. تنهنجي اَنت ويلا نزديڪ اَچي ويئي آهي، اَڃان بہ ڪوُڙ ۾ ڦاٿو پيو آهين. ائين نہ ٿئي جو لاڀ ڪٺڻ جي بدران پنهنجو موُر بہ وڃائي وهين. اِنهيءَ ڪري ڌيان رک تہ :

وَڪرُ سو وِهاءِ، جو پَئي پُراڻو نہ ٿئي،
ويچيندي وِلات ۾، ذرو ٿئي نہ ضاءِ
ساڪا هڙَ هلاءِ، آڳهہ جنهن جي اُبهين. (سُر سريراڳ III:2, 2/610)

**لفظن جي معنيٰ** : وَهاءِ = خريدڪر. ويچيندي = وِڪڻندين. وِلات = ولايت، ڏيسا وَر = ضاءِ = ضايع، نقصان. آڳهہ = آڏار. ساڪاهڙ هلاءِ = اَهڙو ڪو سچ جو سوَدو ڪر. اُبهين = چوٽڪارو پائين.

يعني : اُنهيءَ وکر جو سوَدو ڪر. جو رکئي خراب نہ ٿئي ۽ جو ولايت ۾ وڪڻندي رتيءَ جيترو بہ نقصان نہ ٿئي. اَهڙو ڪو سچ جو سوَدو ڪر. جنهنجي آڏار تي ڇوٽڪارو پائين. (روحاني ڏن ميڙ تہ نجات يا مڪتي مليئي.)

سُر سريراڳ جي ٽئين داستان ۾ شاهہ صاحب چون ٿا :

بيڙي پُراڻي، وکرُ پاءِ مَ وِتَرو،
تري ۾ تُن پيا، پاسنئُون پاڻي،
هيءَ هڏِ وهاڻي، ڪڙهہُ ڪالهوڻي ڏينهن ڪي
(سُر سريراڳ III:5,2/611)

(وِترو = جهجهو، گهڻو. تُن = سوراخ، ٽنگ. پاسنئُون = پاسن کان. ڪَڙَهہُ = فڪر يا اونو رک. ڪالهوڻي ڏينهن = سڀان جو ڏينهن يعني قيامت جو ڏينهن)

بيڙي پراڻي ٿي چڪي اَٿيئي، اُن ۾ گهڻو اِسباب نہ وِجُهہ، اُن جي تري ۾ سوراخ ٿي پيا آهن ۽ پاسن کان اندر پاڻي گهڙي پيو اَچي، هيءَ ويل هميشهہ لاءِ ويئي، تون سڀان (قيامت جي ڏينهن) جو اونو رک.

شاهہ صاحب خبردار ٿا ڪن تہ سُمهيو رهڻ ۽ ڪناري تي پهچڻ، اِهي ٻئي ڪم هڪ ئي وقت ڪونہ ٿي سگهندا (سري راڳ III:14,2/615)

شاهہ صاحب سمجهائين ٿا تہ جن ياترين رستي جي لاءِ پورو سامان تيار ڪيو هو، (يعني جيئري ئي پوري تياري ڪري ڇڏي هئائون) اُهي اَلله جي مهر سان طوفان مان لنگهي ويا، اُهي اَلله کي ياد ڪندي ڪناري

تي پهچي ويا. (سُر سريراڳ III:17,2/617)

ڪپتان (مرشد) تي وشواس رکي، جهاز جا سڀ ياتري ندر ٿي آرام سان سمهي پيا. (سُر سريراڳ III:19,2/618) شاهه صاحب خبردار ٿا ڪن ته مايـاوي ڪوڙو سامان ۾ الله جي عبادت جو ڏن اِهي بئي گڏ ڪونه هلي سگهندا. فرمائين ٿا ته جيڪي اِنسان مرشد جي پناهه جي ٻيڙيءَ ۾ ويهي رهيا ۾ مرشد جي هدايت اَنوسار عبادت ڪئي، اُهي آسانيءَ سان ڀَوَ ساگر مان پار ٿي ويا.

شاهه سائين چون ٿا : مرشد اَهڙو جوُهري يا صراف آهي، جنهن کي ڪوڙي سچي جي پهچان آهي. اِنهيءَ ڪري شاهه سائين هدايت ٿا ڪن : اَملهه موتي اُنهن کي نه آڇ، جيڪي اِهو وهنوار نه سڃاڻن. جتي ڪو جوُهري مليئي، تِتي ماڻڪن جو سوُدو ڪر. جن جو وهنوار سوَن سان آهي تن ڪُوڙ ڪچ کي رد ڪري ڇڏيو (روحاني شخص دنيا کي ترڪ ٿا ڪن)

اي سون ! (سچا اَنسان) تون ڪنهن صراف (ڪامل مرشد) وٽ لنگهي وڃ. ويهي نه رهه، اُهو سوُدو ئي ترڪ ڪر، جنهن ۾ جواهرن (روحاني ڳالهين) جو وهنوار ناهي، اَڄ ڪلهه ڪُوڙ ۾ ڪچُ اگهي ٿو ۾ ماڻڪن کي موٽايو پيو وڃي، مان پنهنجي پلاند ۾ سچ جهليو بيٺو آهيان، پر ڪنهن کي اُنجي آڇ ڪرڻ کان لڄ پيئي اَچيم. (چاڪاڻ ته اَڄ ڪلهه سچائيءَ جو قدر ڪرڻ وارائي ڪونه رهيا آهن.)

اُهي وينجهار ئي لڏي ويا جيڪي هيرا ۾ لعل ونڊيندا هئا. اُنهن جا پويان ته شيهي جي پرک به نٿا ڪري سگهن اُنهن جي جڳهه تي هينئر لوهار سادا يا خسيس ڏاتوُ پيا ڪٽين. (سُر سريراڳ IV:15,629-30)

جي نه سڃاڻن سچ کي، ويهه مَ تني وٽِ،
اَمُل کي اَڏ ڪري، پاڻان هٽندا پَٽِ،

مُهرَ تِني وٽِ مَٽِ، جي پارکوُ پارس جا. (سُر سريراڳ IV:12,2/628)

يعني : جن کي سچ ۾ ڪوڙ جي سڃاڻپ ڪونهي، اُنهن کان دور رهه.

اُهي تنهنجي هيري کي به ٽڪرا ڪري زمين ۾ ڦٽو ڪري ڇڏيندا. پنهنجا ماڻڪ اُنهن کان مٿائيج، جيڪي پارس جا يعني ماڻڪن جا پارکو آهن.

قدر دان جوهري به ورلي آهن ۽ قدردان خريدار به ورلي آهن. اَفسوس، جو اَصلي صرافن جي کميءَ جي ڪارڻ نقلي صراف هيرن جا ٽڪرا-ٽڪرا ڪري رهيا آهن. (سري راڳ IV:13,2/629)

شاهه صاحب چون ٿا ته :

وَڃِنِ مَ وينجهار ! پاڻيٽَ جي پرکٽا،
ڪَنَيرُ پايو اَکيين، لهنِ سڀ ڪنهن سارَ،
موتيءَ جي مِزاجَ جو، قدرُ منجهه ڪنارَ
صَرافنئُون ڏار، ماڻِڪَنِ مُلا جڻو ٿئي. (سريراڳ IV:16 ,2/630)

**لفظن جي معنيٰ :** پاڻيٽَ = پاڻيءَ وارا آبدار موتي. پَرَکٽا = پرکيندڙ. ڪَنيرُ = خوردبيني، ننڍو شيشو، جيڪو وينجهار اکين تي چاڙهي موتي وِڏيندا آهن. موتيءَ جي مزاج = موتيءَ جي خاصيت. ڪِنارَ = ٻاهرين ڪِنارَ. صرافنئُون = صرافن ڏاران. مُلا حظو = ڏسي پرکڻ.

ڪاش اُهي وينجهار شل نه لڏين، جي موتي پَرکيندڙ آهن. اُهي اَکين تي خوردبيني چاڙهي، هر ڪنهن پاڻيٽ جي پرک ٿا لهن. موتيءَ جو ملهه اُنجي نفيس ڪنارن تي آهي. صرافن کانسواءِ ماڻڪ کي جوکو آهي. سچي اِنسان جو ملهه روحاني شخص سڃاڻن.

شاهه صاحب سمجهائي رهيا آهن ته :

اي مورک، جيئن ئي تنهنجو اَنمول هيرو به ٽڪر ٿيو هو، تيئن ئي توکي ڪنهن سچي صراف وٽ وڃڻ کپندو هو ۽ اُهي ٻئي ٽڪرا هن جي سامهون رکڻ کپندا هئا. (جيئن هو اُنهيءَ ئي وقت جوڙي وٺي ها.)

اَمُلُ، اَساري ٻئي، ٻُڙي ! پڳُءِ جيئَن،
وجُ صرافَنِ سينءَ، ٻئي اَڏ هٿِ ڪَري. (سر سريراڳ IV:19,2/631)

**لفظن جي معنيٰ :** (اَساري = غافل ٿي ڪري، ويسر مان، غلطيءَ کان)

ماڻڪ مُنڊ هٿان، پيتيءَ ۾ پُرزا ٿيو،
سچو تان سيڌُ ڇئي، لهي لکُ سَوا،

ڀڳي ڀڃاڻان، پد مان ئي پري ٿيو. (سُر سريراڳ IV:20, 2/631)

مُنڍ = پورڙي زال. پيٽي = صندوق، هتي شرير جا ديهي. ڀڳي ڀڃاڻان = هي شرير جيستائين سالم آهي ۽ حرض حَوَس جو شڪار نہ ٿيو آهي، تيستائين هڪ اَملهہ ماڻڪ وانگر بي بها آهي. پر جڏهن اُن تي نفساني خواهشون غالب پون ٿيون تہ پوءِ اُن جو ڪوبہ مان نٿو رهي. پد . درجو، قيمت، مان، مرتبو.)

يعني : ماڻڪ (روحاني جواهر) مورک اِستريءَ هٿان (اَنسان هٿان) پيٽيءَ (ديهيءَ) ۾ ڀڃي ٽڪرا ٽڪرا ٿي پيو. سچوءِ ثابت هو تہ اُنجو ملهہ سوا لک هو پر ڀڄڻ کانپوءِ ساڳيو ماڻڪ پنهنجي پدويءَ (ملهہ) کان ڪري پيو.

شاهہ صاحب جي چوڻ جو مطلب آهي تہ محبوب جو جلوو اُنهيءَ وقت نظر اَچي ٿو، جڏهن من روپي جهنگل مان اِڇائن ۽ ترشنائن جا وڻ ٻوٽا سڀ جلي خاڪ ٿي وڃن ٿا ۽ اِنهيءَ جهنگل ۾ نظر اَچڻ واريون هوَمي يا خوديءَ جون ڪڏون ڀرجي وڃن ٿيون. ۽ رستو سنئون سڌو ٿي وڃي ٿو. (سريراڳ I:23/633)

شاهہ صاحب جن پنجين داستان ۾ چون ٿا :

ٿارِي نينِ تراز کي، منجهان مَوجَ ملاح !
دانهون ڪَنِ درياهہَ جوُن، اوُنهي جا آگاهہ ،
سوُنهنِ جي صلاح، هلُ تہ وِير لنگهي وڃين. (سارنگ V:7,2/640)

**لفظن جي معنيٰ** : اوُنهي جا آگاهہ - گهري سمنڊ جا ڄاڻو يا واقف، جن کي سمنڊ جي گهرائي جو تجربو آهي.

يعني : اَنيوي ملاحن تو کي سمنڊ جي خطرن جي باري ۾ اڳيرَ ئي آگاهہ ڪري ڇڏيو آهي، تون اُنهن جي نصيحت تي عمل ڪر تہ وِيرَ مان پار ٿي وڃين.

شاهہ صاحب چون ٿا تہ ساموندي سوُنهان هن مست مهراڻ جون ڏاڍيون ڀيڄاريندڙ خبرون پيا ٻڌائين. هوُ ڪڏهن بہ ڪوُڙ کي ويجها نہ آهن رڳو سچ ٿا چون. هوُ آڌيءَ رات جو آزي-نيزاريءَ جو وَڪَرُ پيا ڪنو ڪن. هوُ سموُري سات کي، يعني سيني ساٿين کي صحيح سلامت سِيرَ مان پار اُڪاريو وڃن. (هتي اِشارو ڪامل شخص ڏانهن آهي.) سُرسريراڳ V:8,2/641)

پاڻ سمجھائي رهيا آهن تہ ڪامل مرشد اُهي اَنيوي ملاح آهن، جيڪي ٻوساگر جي خطرن کان واقف آهن ۽ اُنهن خطرن مان پار لنگهڻ جو سچو ساڌن ۽ مارگ بہ ڄاڻن ٿا. اُنهن جي سهائتا ۽ رهنمائيءَ دواران مريد ٻوساگر مان پار ٿي وڃي ٿو.

شاهہ صاحب فرمائين ٿا :

ڏوري لهہ ڏاتارُ، جمر وِهين ويسرا !

هڪِڙو هوئج هشيارُ، ڪوَڻِ ڪونديءَ اوچتي. (سريراڳ VI:4,2/647)

**لفظن جي معنيٰ :** ڏاتار = ڏڻي. جِمر = متان. وِهين = ويهين. ويسرا = غافل. ڪِوَڻ = وڄُ، موٗت

يعني : اي ساڌڪ ! ڌڻيءَ کي ڳولهي لهہ، متان غافل ٿي ويهي رهين. تون هر گهڙيءَ سجاڳ رهج، ڇو تہ تو تي اوچتو وِڄُ (اَجل جي آفت) اَچي ڪڙڪندي.

ڪوَڻِ ڪِوايو، آيئہ ننڌ اَياڳ جي !

جَنين نہ ٻوءُ ڀانيو، ڪري توائي تَنَ کي. (سريراڳ VI:7,2/648)

توائي = بي تالو، مَتيون مُنجهڻ

يعني : وڄ پيئي چمڪي، توکي ڪنهن نياڳ جي ڪري ننڊ اَچيو وڃي. جن مورکن جي اَندر خدا جو خوف نہ آهي، اُهي خدا جي رحمت کان محروم رهجي ويا.

شاهہ سائين ساڌڪ کي خبردار ٿا ڪن تہ غفلت تنهنجي سڀ کان وڏي دشمن آهي. تون آلس ۽ لاپرواهي ڇڏي ڪامل مرشد جي سمجهايل جڳتيءَ موجب جيترو جلدي ٿي سگهي، اَلله جي عبادت ۾ لڳي وڃ. تون هميشهہ پنهنجو ڌيان اَلله جي عبادت ۾ رک، ڇاڪاڻ تہ اَلله جي رحمت ڪڏهن بہ ٿي سگهي ٿي ۽ تنهنجو بہ اَنت ويلو يعني موٗت ڪڏهن بہ اَچي سگهي ٿو.

# 14. سُر ڪاهوڙي

سُر ڪاهوڙي جي 3 داستان ۾ 60 بيت ۽ 4 وائيون آهن. ڪاهوڙي جوڳين جو اُپين جو هڪ گهراڻو آهي. ''ڪاهوڙي'' شبد جي معنيٰ آهي : پهاڙن ۾ پوڄن ڳولهڻ وارا. شاهه سائين اِشارو ڪري رهيا آهن ته ڪاهوڙي جوڳي جهنگلي ڦل ڪائيندا آهن. اُهي پهاڙن ۽ بيابانن ۾ گهمندا رهندا آهن. اُهي نانگن کي پڪڙيندا ۽ ماريندا آهن. اُهي جهنگلي جانورن کي چار ۾ ڦاسائي ماريندا آهن. هو پنهنجو هر هڪ ڪم ڏاڍي ڌيان سان ڪندا آهن.

اهي سڀ بيان سانڪيتڪ آهن، يعني ڪنهن ٻيءَ ڳالهه ڏانهن اِشارو ٿا ڪن. هتي جهنگلي ڦل جو مطلب آهي اَندر ملڻ وارو شبد، نام يا اِسم-اَعظم جو ڦل، بروقت ۽ جهنگل اَندريون روحاني گهاٽيون ۽ واديون آهن، جن کي پار ڪرڻ بيحد ڪٺن ڪم آهي. نانگ نفس آهي ۽ جهنگلي جانور آهن ڪام، ڪروڌ، لوڀ، موهه، اَهنڪار روپي وڪار. جوڳي اِنهن کي ماريندا آهن. ۽ اِنهن کي مارڻ جو طريقو سيکاريندا آهن. اُهي اَلله جي عبادت ڪرڻ ۽ ٻين ماڻهن کي اَلله جي عبادت جي جڳتي سيکارڻ جو ڪم بيحد ڌيان سان ڪندا آهن، ڇاڪاڻ ته اُنهن جي لاءِ اِهو ئي سندن جيون جو مول مقصد آهي. شاهه صاحب جن اُنهن جي مهما ٻڌائيندي چون ٿا :-

مون سي ڏٺا ماءِ ! جنين ڏٺو پرينءَ کي،
ڪري نه سگهان ڪا، اُنهن سندي ڳالهڙي
(سُر ڪاهوڙي 2/698, 1/2:I)

يعني، منهنجي جيجل ! مون اُهي جوڳي ڏٺا آهن، جن محبوب جو درشن ڪيو آهي. اُنهن جو حال بيان ڪرڻ ناممڪن آهي.

مون سي ڏٺاماءِ ! جنينِ ڏٺو پرِينءَ کي،
رهي اَڇجي راتڙي، تَنِ جُنگن سنديءَ جاءِ،
تنين جي ساڃاءِ، ٿُرهو ٿئي تارِ ۾. (سُر ڪاهوڙي 2/698, 2/3:I)

**لفظن جي معنيٰ** : جُنگَنِ = ڪاملن. ساجاءِ = سڄاڻپ. تار = اوُنهي پاڻيءَ ۾.

اي اَمڙ ! مون اُهي فقير ڏٺا آهن، جن محبوب جو ديدار ڪيو آهي. اُنهن ڪا ملن وٽ هڪ رات گذارڻ اَڇجي. اُنهن جي سڃاڻپ هن اوُنهي ساگر ۾ تُرهي جو ڪم ٿي ڏئي.

ڪاهوڙين خفيءَ سين، سوجهي لڌو سُبُحانُ،
عاشق اَهڙي اَکرين، لنگهيا لامڪانُ،
هوءَ ۾ گڏجي هوُءَ ٿيا، بابُوُ جي بريانُ،
سيوئي سُبحانُ، آيو نظرُ اُنهن جي. (سُر ڪاهوڙي I:3/1,2/699)

**لفظن جي معنيٰ** :ڪاهوڙين = سچن فقيرن. (جبلن ۾ گهمندڙ). خفي : ڳجهو ذڪر (ڏڻيءَ جو نالو ڳجهو اُچارڻ). سوجهي لڌو = ڳولهي لڌو. سُبُحان = ڌڻي. اَهڙي اَکرين - اَهڙن اَکرن سان. لامڪان = اُها ولايت جتي مڪان جا ٻنڌن ناهن. ٧. هوُءَ = ڌڻي. ٨. بِريانُ = پڪل (عشق جي آتش ۾ )

يعني : ڪاهوڙين (سچن فقيرن) ڳجهو اِسم (منتر) اُچاري، ڌڻيءَ کي ڳولهي لڌو. عاشق اَهڙي اِسم سان لامڪان جي منزل تي بہ پهچي ويا. جيڪي جوڳي پچي ڪباب ٿيا، سي حق سان گڏجي حق ٿي ويا. هنن کي نظر ۾ مڙيوئي رب ڏسڻ ۾ آيو.

ڏيهہُ ڏيها ئي ناھہ، جتي پيرُ نہ پڪيان،
تتي ڪاهوڙيان، وَرَ ڏيئي وَڻ چوُنديا. (سُر ڪاهوڙي I:8,2/701)

**لفظن جي معنيٰ** : ڏيهہ = ديسُ. ڏيهائي = جهان جي ديسن جهڙو. پڪيان = پڪين جو. وَرَڏيئي = ڦيرا پائي. وڻ چونديا = وڻن مان جهنگلي قوُت ڪيو.

يعني : هيءُ ديس ھن جهان جهڙو ناهي. جتي پڪين جي پير جو بہ نشان ڪونهي. اُتي ڪاهوڙين ڦيرا پائي، وڻن مان پنهنجو قوُت ڳولهيو.

ڪاهوڙي ڪجنِ، ڀِسيو ڀورهيتَ ويسَرا،
ڏوٿيڙا ڏوُر وَيا، رُڃَنِ مَنجهہِ رَهَن،

ڪاملُ آهي تَنِ، مؤن پريان جي ڳالهڙيِ
(سُر ڪاهوڙي 10,2/702:ا)

يعني : جيڪي شش جوڳين جي اُپديش تي عمل نٿا ڪن جوڳي اُنهن سان بيحد ناراض ٿا ٿين. جوڳي اَهڙي منزل تي پهچي ويا آهن، جتان اُنهن کي اَلله وٽان سڌو حڪم پراپت ٿئي ٿو. ائين لڳي ٿو تہ جوڳين کي اَندران ضرور ڪو اُپديش مليو آهي.

تون ڪاهوڙين جي اَڱڻ ۾ پيهي وڃ. هنن لوڪن کان پاڻ لڪائي پنهنجي اَندر ۾ برهہ جي باهہ مچائي رکي آهي. اُنهن جي اَندر ڪو درد آهي، جنهن جي ڪري هنن ڪڏهن سمهي آرام بہ نہ ڪيو آهي. (سُر ڪاهوڙي 12,2/703:ا)

معرفت جا اَنيو ٻين ساڌڪن کي بہ آهن، پر جوڳين جي منزل پرم تتو يا پرم ستيہ آهي. (سُر ڪاهوڙي 14,2/704:ا)

جيڪي ڪوشش ڪن ٿا، اُنهن کي جهنگلي ڦل ضرور ملن ٿا. اُهي ڦل ڪڏهن بہ کُٽن ڪونہ ٿا. جوڳي دويہ- گيان حاصل ڪري ٻين کي بہ اُنجو ڀيد ٿا ڏين. (سُر ڪاهوڙي 15,2/705:ا)

جي ڪوڏَٽ ڪري، تہ ڏونگرَ ڏورَڻُ ڏاکڙو،
ڇِپَرُ ڪين ڏئي، سؤکڙيؤن سُتن کي. (سُر ڪاهوڙي 16,2/705:ا)

يعني : جوڳي سمهيل ماڻهن کي تحفا ڪونہ ورهائيندا آهن. جيڪڏهن ڪير جهنگلي ڦل حاصل ڪرڻ چاهي ٿو تہ هن کي جبل پار ڪرڻا پوندا.

مون ڪاهوڙي لَکيا، شمهنِ ڪينَ پٽئي،
سيڙُ ڪيائون سَڄ ۾، ڏوري ڏٺَّ لهي،
وِيا اُتِ وَهي، جت نهايت ناهہ ڪا. (سُر ڪاهوڙي 2/707, 20:ا)

يعني : مونکي اَهڙن ڪاهوڙين جي خبر آهي، جن ننڊ- آرام سڀ تياڳي ڇڏيو آهي. جن ڪافي رُلن ڪرڻ يا گهمڻ-ڦرڻ کان پوءِ آخر جهنگلي ڦل کي ڳولهي لڌو. اِنهن جوڳين وٽ ”ڪجھہ نہ“ کان سواءِ ڪجھہ بہ ڪونہ آهي. آخر هو لامڪان تي پهچي ئي ويا.

شاهه سائين هن سُر جي ٻئي داستان ۾ ڪاهوڙين جي واسطي ”لاهوُتي“ شبد جو اِستعمال ڪيو آهي. پاڻ سر رامڪليءَ ۾ به هن شبد جو ڪولي ورڻن ڪيو آٿن. هتي چون ٿا :

پَيو جَنِ پَرو، گنجي ڏوُنگَر ڳام جو،
ڇڏي ڪيٺُ ڪرَو، لوچي لاهوُ تي ٿيا. (سُر ڪاهوڙي 1,2/713:II)

(پَرو = سماءُ، خبر. گنجي ڏوُنگر = گنجي ٽڪر. ڳام = ڳوٺ. ڪيٺُ ڪرو = سڻو فصل (دنيوي اِسباب)

يعني : جن کي گنجي ٽڪر جي ڳوٺ جو سماءُ پيو، سي پلي ٻني(مال اِسباب) ترڪ ڪري رب کي ڳولهيندي، وڃي لاهوُ تي فقير ٿيا.

پيئي جن پرک گنجي ڏوُنگَرَ ڳامَ جي،
واري سپُ ڦَرقَ، لوچي لاهو تي ٿيا (سُر ڪاهوڙي 2,2/714:II)

( پرک = سچي سڌ. واري سپُ وَرقَ = سڀ پوٿيون پنا بند ڪري)

يعني : جن کي گنجي ٽڪڙ جي آستان جي سچي پروڙ پيئي، سي سمورا ديني دفتر ويڙهي، رب کي ڳولهي، وڃي لاهو تي فقير ٿيا.

جَنين پيئي باسَ، گنجي ڏونگر ڳام جي،
ڇڏي سڀ لباسَ، لوچي لاهوُ تي ٿيا. (سُرڪاهوڙي 6,2/715:II)

**لفظن جي معنيٰ** : باس = خوشبوءِ. لباس = دنيوي ويس يا رنگ-ڍنگ،

جن کي گنجي ٽڪر جي آستان جي خوشبوءِ آئي سي مڙيئي ويس ۽ رنگ تياڳي، رب کي ڳولهي، وڃي لاهو تي ٿيا.

شاهه صاحب چون ٿا تہ اُهي لاهوتي خوديءَ کي تياڳي ڪري گنجي ٽڪر کي پار ڪري ويا ۽ لامڪان ۾ پهچي ويا. (سُر ڪاهوڙي 7,2/716 : II)

هتي ”سڀ لباس لاهي ڇڏڻ“ يا سيئي ويس ۽ رنگ تياڳڻ جو مطلب آهي، من ۽ مايا جا پڙدا لاهي شڌ روحاني سروپ پراپت ڪرڻ. اِهو سروپ پراپت ڪرڻ سان ئي آتما، پرماتما سان ميلاپ ڪري سگهي ٿي.

شاهه صاحب هن سُر جي ٽئين داستان ۾ چون ٿا تہ :

جوڳين شريعت جي راهه ڇڏي ڏني. هوُ اَنڌا، گونگا ۽ ٻوڙا ٿي ويا

آھن. ھو لاھوت پار ڪري ويا آھن ۽ اَجان بہ اڳتي وڃڻ ٿا چاھين. اُنھن اَندر ڪجھہ اَنيو ٿيو آھي. اُنھن لوڪ ۽ پرلوڪ ٻنھي کي تياڳي ڇڏيو آھي. (سُر ڪاھوڙي. III:2, 2/722)

تون شريعت جي طرف ڏيان نہ ڏي. جڏھن تون خوديءَ کي فنا ڪري ڇڏيندين، تہ خود ئي سچو ساڌڪ بڻجي ويندين. (سُر ڪاھوڙي III:3,1/723)

ڪُپيريان پَري ٿيا، اَبُدي ٻڌائون،
اُنھن کي آئُون، ھينئڙ ڏسي آئيم. (سُر ڪاھڙي III:5,2/724)

يعني : جن شريعت وارو سڌو رستو ڇڏيو، لاھوتين وارو ڏنگو-ڦڏو رستو چونڊيو، اُھي بيحد دوُر نڪري ويا. اُنھن اُھو ڪجھہ ٻڌوجيڪو ٻڌڻ ۾ نٿو اَچي. مون جوڳين کي اُنھيءَ اَوستا ۾ ڏٺو آھي.

ڪاري رات، اَڇو ڏينھن، ايُ صِفتانِ نوُر،
جتي پرينءَ حضوُر، تِتي رنگ نہ روپُ ڪو. (سُر ڪاھوڙي III:15,2/728)

**لفظن جي معنيٰ :** ( ايُ = ھيءَ. صفتان نوُر = صفتن واري روشني)

رات ڪاري ۽ ڏينھن اَڇو : اِھو صفتي (ھن جھان جي) روشنيءَ جوڳڻ آھي. جتي پرينءَ جي مو جو دگي آھي، تتي نہ ڪو رنگ آھي نہ صورت.

تحقيق جي پَري تون متي رِيءَ ڪٽيج،
ھڪَلَ حقيقت جي، ٻوڙو ٿي ٻُڌيج،
اَنڌو ٿي پَسيج، مشاھدو محبوب جو.
(سُر ڪاھوڙي III:16,2/729)

يعني : الوڪ ستيہ جو بارُ تون بنا سِرَ جي کڻج. جڏھن دويہ-گيان مليئي تہ ڪنھن کي بہ خبر نہ پوي تہ تو ڪجھہ ٻڌو آھي. جڏھن محبوب جو ديدار ڪرين تہ اَنڌو بڻجي وڃج.

واٽي وَڃيم شالَ، ڪنن سين ڪِين سُڻان،
پلو ڪري پالُ، اَکينَ سين اَنڌو ٿيان. (سُر ڪاھوڙي III:16/A,2/729)

اي اَلله ! مون تي بخشيش ڪر تہ مان اَنڌو، گونگو ۽ ٻوڙو بڻجي وڃان.

ڪاھوڙي ڪَرا، سوُڌي خَبَر پکيا،
سوجھي جَنِ ڪِيا، متي آڳڻ آھِرا. (سُر ڪاھوڙي III:19,2/730)

يعني : صرف پکين کي ئي جوڳين جي اَصلي ٺڪاڻي جي خبر آھي ڇاڪاڻ تہ اُنھن جوڳين جي ڏيري ۾ پنھنجا گھر ٺاھيا آھن.

# 15. سُر ساموندي

سُر ساموندي جي ٽن داستانن ۾ 79 بيت ۽ 8 وائيون آهن.
”ساموندي“ جو مطلب آهي : سمنڊ جي ياترا ڪرڻ وارا. ساموندي ۽ جي وڇوڙي ۾ تڙڦندڙ هنجي پتني بار-.بار شڪايت ٿي ڪري تہ سندس پتي هنجي پرواهہ نہ ڪري، هنڪي اَڪيلو ڇڏي ياترا تي نڪري ويو آهي. هو ڪيترا-ڪيترا مهنا، ڪيترا-ڪيترا سال منهن ئي ڪونہ ٿو ڏيکاري. اِنهي ۽ ڪان بہ وڏيڪ دکدائي ڳالهہ هي ۽ آهي تہ هو گهر ۾ پهچڻ ڪان اَڳي ئي ٻيو دفعو ياترا تي وڃڻ جون تياريون شروع ڪري ٿو ڇڏي. پتني شڪايت ڪري ٿي :-

لنگرئونُ نيٽين، مَنُ اولي ۽ نہ اوهري،
سپاجهين سيٽين، پائي ڳڻ ڳهيو هنئون. (سُر ساموندي 1:6/7,2/659)

**لفظن جي معنيٰ** : 1. نيٽين = اوريرو، اورتي. لَنگرئُون نيٽين - مونکي وڻجاري جي ڪسڪي وڃڻ جو اَهڙو خطرو آهي، جو منهنجو من لنگر ڪان اورتي، اولي سان بہ ڏڪجي نٿو سگهي. 2. اولي ۽ = ٻيڙي ۽ جي ڳنَ مان. 3. اوهري = ڏڪجي. 4. سپاجهين سيٽين = مهر وارا سپرين 5. پائي ڳڻ = رسا ٻڌي. (ڳٽن سان موهي) 6. ڳهيو = سوگهو ڪيو، پڪڙيو، قابو ڪيو. 7. هينئون = هردو، دل

يعني : منهنجو من لنگر جي پاسي ڪان، ٻيڙي ۽ جي ونجهہ سان بہ، پري ڏڪجي نہ ٿو سگهي. سپاجهي سپرين ۽ منهنجو هردو پنهنجن ڳٽن سان موهي سوگهو ڪيو آهي. (يا نوڙين سان ٻڌي قابو ڪيو آهي.

وِيا اوهري او ۽، مونکي ڇڏي ماڳهين،
جُڳنِ جا جُڳ ٿيا، تئان نہ موٽيو ڪو ۽ !
گوُندرُ مارينديو ۽، ويچاري ! وَينِ جو. (سُر ساموندي 1:10,2/661)

(1. گوُندرُ = درد، غم. 2. وَين جو = پرديس ۾ وِيلن جو)
يعني : هو مونکي هميشهہ لاءِ ڇڏي، ٻي ۽ پار ٻيڙي هاڪاري ويا

آهن، جتان جڳ نبري وڃن، پر ڪير موٽي ڪونہ ٿو. اي وڇوڙي جي ماريل ! تو کي پرديس ۾ ويلن جو غم ئي ماري ڇڏيندو.

ساموندي سمنڊ جي اُنهيءَ حصي ۾ پهچي ويا آهن، جنهن جي ٿاهہَ يا اَنت پائي سگهڻ ناممڪن آهي. (سُر ساموندي 11,2/662:I)

اونهي ۾ اوهري، جڏهن ويا جي،
موٽي ماڳ نہ آئيا، ماءِ ! ساموندي سي،
ڪارو تنين کي، جيڪُس وَهہُ وَري ويو ! (سُر ساموندي 12 ,2/662:I)

**لفظن جي معنيٰ** : 1. اُونهي ۾ = سمنڊ ۾، ٻيڙيون هاڪاري. 2. ڪارو = سمنڊ. ڪارو تنين کي = شايد مٿانئن سمنڊ جي وير وري ويئي ۽ هوُ غرق ٿي ويا. 3. جيڪسُ = شايد. 4. وَهہُ = تکو وهڪرو.

جي ساموندي اونهي ساگر ۾ ٻيڙي هاڪاري هلي ويا، سي اي جيجل ! وري ماڳ تي واپس نہ وريا. شايد اُنهن جي مٿان سمنڊ جي تکي وير چڙهي ويئي (اُهي عميق ۾ غرق ٿي ويا.)

ڳريو جهليو روءِ، مٿي مُهري هٿڙا،
ڪوءِ سوُدو سندوءِ، جو تو ڍوليا ! سِکِيو. (سُر ساموندي 21/20,2/665:I)

**لفظن جي معنيٰ** : 1. ڳريو = ٻيڙيءَ جي ٻنهي پاسن کان ڏنيل ڪاٺ جا ٿلها ڪِلا، جن ۾ ٻيڙيءَ جو ڳُڻُ رسيءَ سان ٻڌبو آهي. 2. مُهري = ٻيڙيءَ جو اَڳيون حصو. 3. ڍوليا = محبوب.

وڻجاري، مُهري تي هٿ رکي ۽ ٻيڙيءَ جي ڪاٺ جي ڪِلن کي قابو جهلي روئي رڙي محبوب کي ويڻي ليلائي. ٻيڙيءَ جي ڪِلن کي اِنهيءَ ڪري ٿي پڪڙي، جيئن ٻيڙيءَ کي هلڻ کان روڪي سگهي. چوي ٿي تہ اي محبوب ! آڳ لڳي تنهنجي اَهڙي ڏنڌي کي، جيکو تو کي مون کان دوُر وٺي پيو وڃي.

اَڄُ پُڻ وايون ڪَنِ، وَڻجارا وڃڻ جوُن،
اَٺ ئي پَهرَ اَٿن، سعيو ڪنهن سَفَر جو. (سُر ساموندي 1,2/675:II)

يعني : هي وڻجارا اَڄ وري واپس وڃڻ جون ڳالهيون ڪري رهيا

آهن. اَٽ ئي پهر هوُ ڪنهن نہ ڪنهن سفر تي وڃڻ جون تياريون پيا ڪن.

اَڄُ پڻ وايون ڪَنِ، وڻجارا وڃڻ جون،
هلڻَ هارا سُپرين، رُئان تان نہ رهن،
آئون جهليندي ڪيترو، آيل ! ساموُنڊِيَنِ ؟
پڳهہَ ڇوڙي جَنِ، وِڏا ٻيڙا تارَ ۾ (سُر سامونڊي 2/676, 4:II)

اَڄ پڻ وڻجارا، سفر تي وڃڻ جون ڳالهيون پيا ڪن. وڃڻ وارا جانب منهنجي روئڻ سان بہ نٿا رهن. اي جيجل ! مان اُنهن سامونڊين کي ڪيترو روڪيندس، جن رسا ڇوڙي، ٻيڙا سير ۾ هاڪاريا آهن.

بندر ديسان ديس، مُلهہ نہ مِلي وارِئين،
فقيراڻي ويس، اَمُلَ[3] ڏين اَتوريا. (سُر سامونڊي 16,2/679:II)

**لفظن جي معنيٰ** : 1. بندر ديسان ديس = خدا جو فيض هر جاءِ تي موجود آهي، پر دُنيا جي ڪوڙي ڪڇ تي ملڻ جو نہ آهي. اَلبت جيڪڏهن ڪو دنيا کي ترڪ ڪري، فقيراڻو لباس پهري تہ اُن کي فيضي ياديا جا اَملهہ ماڻڪ اڻ توريا يعنيٰ جهجهائي ملن ٿا. 2. وارِئين = واريءَ تي. يعني دُنيا جي ڪوڙي ڪڇ تي، جنهن جو ڪو ملهہ ڪونهي. 3. اَمُلَ = اَملهہ موتي. 4. اَتورِيا = اَڻ توريا، جهجها.

يعني : ديس ديس ۾ بندرگاهہ آهن، پَرواريءَ تي (سامونڊي ڪناري جي واريءَ تي) اُهو ملهائتو (روحاني) خزانو نہ ٿو ملي. فقيري ويس ۾ ئي اَڻ توريا اَملهہ ماڻڪ ملن ٿا.

وڻجاري جي ماءِ، وڻجارو نہ پَلئين ؟
آيو ٻارهين ماهہِ! مونيو ٿو سَفَرِ سنبهي ! (سُر سامونڊي 1/13,2/686:III)

**لفظن جي معنيٰ** : 1. پَلئِين = نہ ٿي روڪين.

اي وڻجاري جي ماءُ ! وڻجاري کي نہ ٿي جهلين ! هوُ ٻارهين مهني واپس وريو آهي، وري ٿو سفر تي سنبري !

وڻجاري ڪانڌاءُ، مون وَرُ وينئي گهاريو !
لڳي اُتر واءُ، ٻوليو هلڻ جون ڪري. (سُر سامونڊي 2/14,2/686:III)

**لفظن جي معنيٰ** : 1. وڻجاري ڪانڌاءَ = وڻجاري مڙس ڪان.
يعني : وڻجاري گهوٽ سان لائون لهڻ ڪان، تہ پرماتما ڀلي مونکي ڪنواري رکي ها، تہ اُهو وڌيڪ بهتر هو. اَچان اُتر جو واءُ لڳو آهي تہ محبوب وچڻ جون وايون پيو ڪري.
وڻجاري چوي ٿي تہ ساموندي جو پورو ڌيان هيرن - موتين ڏانهن آهي. (ساموندي III:5/9,2/687)
هيءُ سڄو سُر سانڪيتڪ يعني اِشارو ڪندڙ آهي، هن سُر جي ذريعي شاهہ صاحب بار-بار آتما ءِ پرماتما جي ورحاني رشتي ڏانهن اِشارو ڪري رهيا آهن.
ساموندي ڪامل مرشد آهي، پتني مريد آهي. مرشد کي ٻين جيون کي چيتائڻ واسطي دور-دور وڃڻو ٿو پوي. جنهن جي ڪري هوُ هڪ جڳهہ جي مريدن وٽ لمبي وقت تائين رهي نٿو سگهي. هن جا مريد سندس جدائيءَ ۾ تڙڦن ٿا.
ساموندي جڳهہ-جڳهہ تي وڃي هيرا-موتي ڪٺا ٿو ڪري. هنجي نظر قيمتي لعلن تي هوندي آهي. مرشد جڳهہ - جڳهہ وڃي اُنهن اَملهہ روحن کي ٿو ڳولهي. جن کي جاڳائي مقام-حق تي پهچائڻ جو ڪم ڪرڻ واسطي هو سنسار ۾ آيو آهي. جن مريدن کي هو پنيان تڙڦندو ڇڏي ٿو وڃي، اُهي شڪايت ٿا ڪن تہ جيڪڏهن اَسان کي اَڪيلي تڙڦڻ لاءِ ئي ڇڏي وڃڻو هوءِ تہ پوءِ اَسانکي پنهنجي شرڻ ۾ قبول نہ ڪرين ها. اِنهيءَ جو اِهو مطلب نہ آهي تہ هوُ مرشد جي شرڻ ۾ اَچي پڇتائي رهيا آهن. اِهي تہ پريم جا ڏکہ ڏوراپا آهن. پريمڪا کي اِئين محسوس ٿو ٿئي، جڻ تہ هن جو پٿر دل پريتم هن جي پريم جو قدر ئي نٿو ڪري.
سائين ڀٽائي شاهہ جن بہ پنهنجي پريتم کان پڇن ٿا :-
”ڪُهہ اَسين وِي تئنوُن پياري هان مَئيون گهول گُهماءِ هان“ [1] اِهي سڀ سچي پريم جا شِڪوا-شڪايتون يا حُجتوُن آهن.

# 16. سُر رامڪلي

رامڪلي هندول راڳ جي پنجن راڳڻين مان هڪ آهي. هن سُر جي 11 داستانن ۾ 229 بيت ۽ 10 وائيون آهن. روحاني سڌانتن جي درشنيءَ سان سُر رامڪلي شاھ سائين جي ڪلام جو خاص اَنگ آهي. شاھ سائينءَ ڪيترن ئي راڳن ۾ سچي صوفي ۽ ڪامل مرشد جون صفتون يا گڻ بيان ڪيا آهن. هن سُر ۾ اُنهن سچي جوڳيءَ جي ڪرم ۽ سياءَ جو ورڻن ڪرڻ سان گڏوگڏ روحانيت جي ٻين ڪيترن ئي اَنگن تي روشني وڌي آهي. هن ۾ اُنهن شريعت کان وٺي حقيقت تائين روحاني سفر ۽ اَندر جي منزلن جو ذڪر ڪيو آهي.

شاھ سائين جن هن راڳ ۾ جوڳين جي واسطي جوڳي، ڪاپڙي، گودڙي وارا، ڪن ڦٽا، نانگا، راول، وئراڳي، آديسي، جبروُتي، مهيشي، لاهوُتي، وغيره لفظ اِستعمال ڪيا آهن. اُنهن جوڳين جي ٻاهرين ۽ اَندرين رهڻيءَ جو ورڻن ڪرڻ سان گڏوگڏ اُنهن جي اَنترمکي روحاني پراپتيءَ تي بہ روشني وڌي آهي. فرمائين ٿا :

نوري ۽ ناري، جوڳيئڙا جهان ۾،

يعني : جوڳي ٻن قسمن جا آهن : نوري ۽ ناري. نوري اُهي آهن جيڪي منزل تي پهچي اِلاهي نوُر ۾ سمائجي چڪا آهن، ناري اُهي آهن، جيڪي اَڃان رستي ۾ ئي آهن. شاھ صاحب جن چون ٿا تہ اُنهن منهنجي اَندر عشق جي آگ جلائي ڇڏي آهي ۽ منهنجي لاءِ اُنهن کانسواءِ جيئڻ مشڪل ٿي پيو آهي.

ٻَري جَنِ ٻاري، آئون نہ جيئندي اُن ري (سُر رامڪلي 1,2/741:I)
سچا جوڳي لاهوُت ۾ پهچي ويا آهن ۽ اُن کان اڳتي وڌڻ لاءِ وينتي ڪري رهيا آهن. (رامڪلي 3,2/742:I)

صوفي درويشن موجب روحاني سفر جون پنج منزلون يا منڊل آهن. پهرين منزل ۾ جبروت، ناسوُت ۽ ملڪوُت تي مقام آهن. جيڪي جوڳي

سرير جي اَڪين کان هيٺئين پاڻي ۾ قيد آهن يا پهرين روحاني منزل تي پهتا آهن، اُهي ناري آهن. ٻي منزل کي اَلاهوُ، ٽين منزل کي لاهوُت، چوٿين کي هوُتل - هوُت ۽ پنجين کي هوُت يا مقام-حق چيو ويو آهي.

ٻي روحاني منزل تائين من ۽ مايا جو زور آهي. ٽيون روحاني منڊل من، مايا، ڪرمن ۽ سنسڪارن جي اَثر کان مڪت آهي. اُنهيءَ منڊل ۾ پهتل ساڌڪ ئي نوري آهي.

”جوڳ“ سنسڪرت جي شبد - ”يوگ“ جو بدليل روپ آهي. يوگ ”يُج“ داتوُ مان ٺٽيو آهي، جنهن جو اَرٿ آهي جوڙڻ يا ملائڻ - پرماتما کان وڇڙيل روح کي وري پرماتما سان ملائڻ ئي سچو يوگ يا جوڳ آهي. جيستائين روح سرير ۽ من سان ٻڌل آهي، هوُءَ پرماتما وٽ ڪونه وڃي سگهندي. ٽئين روحاني منڊل ”لاهوُت“ ۾ پهچي آتما، سريرء من کان اَلڳ ٿي وڃي ٿي ۽ وشُڌ آتما جو روپ ٿي وڃي ٿي. هتي پهچي آتما کي پنهنجي اَصلي سروپ جي سڃاڻپ ٿي وڃي ٿي ۽ اُنکي اِهو گيان ٿي وڃي ٿو تہ منهنجي هستي سرير ۽ من کان اَلڳ آهي. اِنهيءَ کي آتما جي پهچان يا پنهنجو پاڻ کي سڃاڻڻ جي اَوستا چيو ويندو آهي. اِنهيءَ اَوستا ۾ پهچي ئي آتما ۾ پرماتما سان ميلاپ ڪرڻ جو سچو پيار پيدا ٿيندو آهي. جنهن جي ڪري اِنهيءَ اَوستا کي ئي سچي يوگ جو آڌار مڃيو ويندو آهي. اِهو ئي ڪارڻ آهي جو شاهہ صاحب جن اَهڙي جوڳيءَ کي بار-بار ”لاهوُتي“ چئي پُڪاريو آهي. پاڻ سچي جوڳيءَ جي تعريف ڪندي چون ٿا :-

صبح سڱڙيون ڪٽي، وَيا وڃائي پاڻُ،
اَهڙو جن اَهڃاڻ، اَئون نہ جيئندي اُن ري.
(سُر رامڪلي I:15/A,2/747)

شاهہ صاحب چون ٿا تہ هنن جوڳين صبوح- سويري پنهنجي سڱي وڃائي ۽ پنهنجو پاڻ کي بلڪل ئي فنا ڪري ڇڏيائون. اِها ئي اُنهن جي اَصلي سڃاڻ آهي. منهنجو اُنهن کان سواءِ جيئڻ مشڪل ٿي پيو آهي.

جُزو وڃايو جوڳين، ڪُل سين آهين ڪمُ،
آسڻ جَنِ عَدَمُ، آئون نہ جيئندي اُن ري. (سُر رامڪلي 1:35,2/755)

هنن جوڳين روح روپي جُز يعني اَنش کي اَللہ روپي ڪُل يا اَنشيءَ ۾ فنا ڪري ڇڏيو. اِهي ديسن ۽ ڪال جي حد کي پار ڪري لا-مڪان ۾ پهچي چڪا آهن.

ظاهر آهي تہ شاهہ صاحب جن اَهڙي ساڌڪ کي سچو جوڳي مڃيو آهي، جنهن جو روح لاهُوت ۾ پهچي، خدا جي عشق ۾ لِين ٿي خودي، نفس يا هوُميءَ کان پوريءَ طرح آزاد ٿي، پنهنجي وجود کي اِلاهي نُور ۾ فنا ڪري چڪو آهي.

هن سُر جي ٻئي داستان ۾ جوڳين جي رهڻي ۽ عبادت جي ٻارهن ڏينهن دواران اُنهن جي اندرينءَ اَوستا جو بيان ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي ويئي آهي.

ٽئين داستان ۾ شاهہ صاحب چون ٿا :

ڪَنَ ڪَٽَ، ڪاپِٽَ، ڪاپڙي، ڪَنوٽيا، ڪَنَ چير،
سدا وِهنِ سامُهان، عاشِقَ اُترَهير،
تسيا ڏيئي تَن کي، ساڙيائون سَريرَ،
هو جي فَنا ٿيا فقيرَ، هلو ! تہ تڪيا پسوُن تَنِ جا.
(سُر رامڪلي III:4,2/770)

**لفظن جي معنيٰ :** ڪَنَ ڪَٽَ = ڪن چيرائيندڙ، ڪاپِٽَ = جوڳين جو فرقو. ڪَنوٽيا = ڪن وڍيل (ڪُنڊل پيل). ڪَنَ چيرَ = ڪن چيريل. اُترهِيرَ = اُتر جي سرد هوا

يعني : ڪاپڙي ڪن چيرائيندڙ، ڪن وڍيل ۽ ڪنن ۾ ڪنڊل پائيندڙ آهن. اُهي ڏٺيءَ جا عاشق، هميشهہ اُتر جي ٿڌي هوا جي سامهون ٿا وهن. هنن پاڻ کي تسيا ڏيئي پنهنجن سريرن کي سڪائي ڇڏيو آهي. جي فقير ڏٺيءَ ۾ لين ٿيا پيا آهن (يا جي نابوُديءَ کي رسيا آهن) تن جا هلو تہ آستان ڏسون.

نِڪرُ ناهہ ڪُلهي ڪري، هومَ هوُندنِ جيئن،
''لاهوُتي''، لطيفُ چئي، ''هوُنِ نہ آديسي اِيئن''
''سي ڪاپڙي ڪيئن، جي ڏارين تعلق[2] تِرِ جيترو؟''
(سُر رامڪلي III:9/B,2/773)

**لفظن جي معنيٰ**: 1. آديسي - سنياسي. 2. تعلقُ - دنيوي لاڳاپو رکڻ.

تون ''ناهہ'' يعني پورن تياڳ جي ڪمبلي ڪنڌ تي رکي سفر شروع ڪر. دنيا جي مال - اَسباب سان گهيريل ماڻهن جي جنجال کان بچ. تو سچي صوفيءَ جي نالي کي بدنام ڪيو آهي، يعني لاهوتي ۽ آديسي فقير هستي يا خوديءَ کي ساڻ نہ کڻندا آهن. اُهي ڪاپڙي يا درويش ڪيئن چئبا جن جو رتيءَ جيترو بہ جهان سان لاڳاپو آهي ؟

شاهہ صاحب چون ٿا :-

جي ڀانئين جوڳي ٿيان، تہ پَرِ گروءَ جي پار،
هوائون هِنگلاج ڏي، ويندي سَڀ وِسارِ،
نانگا : ناٿُ نِهارِ، سامي وڏيءَ سِڪَ سين.
(سُر رامڪلي IV:3,2/779)

جيڪڏهن تنهنجي من ۾ جوڳي بڻجڻ جي اِڇا آهي تہ گروءَ جي اُپديشن تي عمل ڪر. هنگلاج پهچڻ چاهين ٿو (پرماتما جي درگاهہ تائين وڃڻ چاهين ٿو) تہ دنيوي خواهشن جو تياڳ ڪر. اي جوڳي ! اي نانگا ! من ۾ گروءَ جو پريم، گروءَ جي شرڌا ڌارڻ ڪر.

جي ڀانئين جوڳي ٿيان تہ ڪينَ پيالي پيءُ،
ناهہ نهاري هٿِ ڪري، ''آئون'' سي اُت نہ ڀيءُ،
تہ سندو وحدت ويءُ، طالب ! توڙا ماڻيين
(سُر رامڪلي IV:7,2/781)

**لفظن جي معنيٰ**: ڪينَ پيالي = ڪين يعني نيستيءَ جو پيالو. ناهہ = پاڻ وڃائي، فنا ڪري. ڀيءُ = بيهہ. ويءُ = وڃ، واپار. توڙا = اَصل کان.)

يعني : جي چاهين تہ جوڳي ٿيان تہ نيستي (پاڻ وڃائڻ) جو

پيالو پيءُ، تون پاڻ کي فنا ڪري ڇڏ ۽ ”خوديءَ“ کي پاڻ سان ڪڏهن به اُتي نہ بيهہ. تہ اي طالب! تون هيڪڙائيءَ جو سمورو وڻج ڪري سگهين.

شاهہ صاحب چون ٿا تہ :

هي گودڙين وارا نانگا، پروت تي گوڏا جهڪائڻ ڪانسواءِ ئي، ٻن فوٽن جي دوريءَ تان اَلله کي سجدو ٿا ڪن. اَلله جو فرمان آهي : ”دنيا جي هرشيءِ فاني آهي.“. جوڳين جو اِنهيءَ فرمان تي پورو ڀروسو آهي. اِهي جوڳي مرڻ کان اڳ ۾ ئي ٿا مرن. اِنهن جو هن فرمان ۾ بہ پورو وشواس آهي : ”جيڪو بہ اَلله ۾ يقين رکي ٿو، اَلله اُنهن سيني جو مالڪ ۽ رکشڪ آهي ۽ هو اُنهن کي (اَگيان جي) اَنڌيري مان (گيان جي) پرڪاش ڏانهن وني وڃي ٿو.“ حضرت موسيٰ اَلله جو نوُر برداشت نہ ڪري سگهيو ۽ بيهوش ٿي ويو هو. هي جوڳي اُنهيءَ اِلاهي نوُر جو دل کولي ديدار ڪن ٿا. اِنهيءَ نوُر تان هنن آديسين جون اَکيون هٽن ئي ڪونہ ٿيون. هو پنهنجي اَندر محبوب جو ديدار ڪندا آهن. اِنهيءَ اَوستا ۾ پهچي هو پورڻ ايڪانت ۾ بنا ڪجهہ چوڻ، ٻڌڻ ۽ ڏسڻ جي چپ چاپ اَندر ئي اَندر گم سم ٿا رهن.

شاهہ لطيف چون ٿا : تون اِنهن جي باري ۾ ڀيو ڇاٿو ڄاڻڻ چاهين؟
(سُر رامڪلي V:1,2/793)

جنهن جبل تي حضرت موُسيٰ کي خدا جو نوُر نظر آيو هو، اُهو ٻاهر نہ، اَندر آهي، ”جبل“ جو اَصلي مطلب آهي بيحد اوُنچو روحاني منڊل. شاهہ سائين اِشارو ڪري رهيا آهن تہ جوڳي اَهڙي اوُنچي روحاني منڊل تي پهچي چڪا آهن، جتي اَندر خدا جو ساکيات ديدار پيا ڪن.

شاهہ صاحب چون ٿا :

نِگيان ناسوُتان، مَٿيائون مَلڪوُتَ ڏي،
جوڳي جَبروُ تان، وڃائي واٽَ ٿيا. (سُر رامڪلي V:8/9 ,2/799)

يعني : جوڳي شريعت جو رستو پار ڪري، طريقت دواران، معرفت جي ماٿري لنگهي حقيقت سان ملي هڪ ٿي ويا. اُهي ناسوُت، ملڪوُت، جبروت ۽ لاهوُت کي پار ڪري ها هوُت ۾ وڃي پهتا.

وِئي جَنين وَرِهہَ ٿيا، مٽي ميري ساڻُ،
ڪاراڻيا ڪَڪا ٿيا، جيري وِجهي جاڻُ،
سي ڪيئن ٻِهِرَ هٿَن ٻاڻُ، جَنِ گڏيو گُرُ گِرباڻَ ۾. (رامڪلي VI:6,2/811)

**لفظن جي معنيٰ** : ميري = مٽيءَ سان ڀريل . ڪاراڻيا = ڪاراڻ مان. ڪَڪا = ڪَڪي يا خاڪي رنگ جا ٿيا. جيري وجهي جاڻ = آگ جي لپيٽ.

يعني : جن کي ڏوڙ ڀريل ميري مٽي سان ويئي، وِرهيہ گذري ويا، جن جا وار ڪارن مان ڦري ڪَڪا ٿي ويا، جو تہ آگ جي لپيٽ ۾ ٿا رهن، اُنهن جوڳين کي اَندر گروءَ جو ديدار ٿي ويو آهي، اِنهيءَ ڪري اُنهن کي هاٿي هوا ۾ تير هلائڻ جي ضرورت نہ آهي. (يعني هاٿي ٻاهر پنڪڻ جي ضرورت نہ آهي.)

هنن جوڳين جي آتما رام ۾ سمائجي ويئي آهي. هو اَندر (من ۾) رام جي نام جو جپ ڪري رهيا آهن. اُنهن سرير جي (اَکين کان هيٺ جي)دروازن کي بند ڪري ڇڏيو آهي. اُنهن جو ڌيان پل-پل رام ۾ ٿو رهي. (سُر رامڪلي VI:2-3,2/809-10)

گُهندِن پاسي گِهندِ، گڏُ گذارين گودڙيا،
پليتي کان پنهنجا، پاڪُ رکياڻون پندَ،
نانگا ڪَنِ نہ ننڊ، وچن روُئندي رام ڏي. (سُر رامڪلي VI:9/A,2/813)

**لفظن جي معنيٰ** : پَليتي - ناپاڪائي. پِندِ - سرير.)

يعني هوُ پاسن کان گهندِ ٿا ٻڌنِ ۽ گودڙي پهريندڙ هڪ ٻئي جي صحبت ۾ گڏ ٿا گهارين، هنن پنهنجا تَن ناپاڪائيءَ کان آجا رکيا. نانگا سمهن ڪونہ ٿا، پر رام ڏانهن هنجون هاريندا ٿا هلن.

هرَ هرَ ڪَنِ اُميسَ، ڏُوَنِ ڏيهاڙي ڏوتيا،
جَن نہ ماري ميس، ناٿُ نہ نمي تَنِ سين. (سُر رامڪلي VI:10,2/813)

**لفظن جي معنيٰ** :. اُميس - شوِ پوڄا. ڏُونِ - ڏوئن. ڏوتيا - لانگوٽيون . ميس - ترشنا.

هوُ هر گهڙيءَ شو ڀڳوان کي نمسڪار ڪا ڪن ۽ پنهنجون لانگوٽيون ڌاڙي ڪا ڌوئن (هو پاڻ کي نفسا نيت کان پاڪ ڪا رکن.) جن پنهنجي ترشنا کي ماري مات نہ ڪيو، تن کي مهيشور نٿو نمي. (شِو اُنهن سان نٿو ريجهي)

شاهہ سائين ستين داستان ۾ چون ٿا :

قوُت ڪڙا يا ڪاپڙي، طعام ۾ نہ طاما عوُ
سَينَ هنيائون سُنَ ۾، پَهرَ نہ پينائوُ،
اوَسَرَ آسائوُ، اُتي گوُندَرَ گڏيا. (سُر رامڪلي VII:1 ,2/819)

**لفظن جي معنيٰ :** قوُت ڪڙا - کاڌي کان بيزار (ٿورو کائيندڙ) طعام نہ طاماعوُ - شوُقين نہ آهن. سينَ - فقيرن وارو ڌرنو. پَهرَ - ساعت - کاڌي جا پينائوُ - پنندڙ. اَوَسرَ - اَڻ هوُند، ڏک. آسائوُ - طلبيندڙ. گوندَرَ- غم سان شريڪ ٿيا.

يعني : هنن گودڙين کي جيڪي رکو-سکو ملي ٿو، اُن تي ئي سنتوش ٿا ڪن. هنن کي سوادي کاڌن يا طعامن جي لالچ ناهي. هنن ويراني ۾ وڃي ڌرنو ماريو ۽ غريبي ۽ دک ۾ بہ خوش رهيا. هو اَڻ هوند جا آسائتا آهن ۽ غم سان وڃي شريڪ ٿيا.

لاهوُتي لطيف چئي ” سڌ نہ ڪڻن ساڻُ،“
”اي آديسن اُهڃاڻُ، جيئن تعلق ڇڏيائون تڪيا.“
(سُر رامڪلي VII:18,2/827)

**لفظن جي معنيٰ :** اُهڃاڻ = نشاني. تعلق = لاڳاپا. تِڪيا = دنيا جو تياڳ.

يعني : هنن سنت سروپ لاهوُتين دنيا جي اِڇا تياڳي ڇڏي آهي، اِهائي هنن جي اَصلي نشاني آهي.

آديسين اَدَبُ، آهي اَکڙين ۾،
نَسَلُ تَنِ جو ناهہ ڪو، ڪونهي اُن حسب،
سامين سيين پرَين، روُح ۾ رهيو ربُ،

ريءَ لانگوٽيءَ لَبُ، پاڇيِ ڪَنِ نہ پاڻ سين.
(سُر رامڪلي VII:12,2/824)

**لفظن جي معنيٰ** : 1+2= نسلُ حَسَبُ = اَصل نسل. لبُ = مايا، ڌن. پاڇي ڪنِ نہ پاڻ سين = پاڻُوت ڪونہ بچائين.

يعني : آديسين جي اَکين ۾ اَدب ۽ شرڌا ئي جهلڪي، اُهي ذات، نسل، ڪُل وغيره جي مان وڏائيءَ ۾ وشواس ڪونہ ٿا ڪن. جوڳين جي روح ۾ هر وقت رب پيو وسي. سواءِ لنگوٽيءَ جي هوُ ڪوبہ ڌن پاڻ وٽ بچائي نہ رکندا آهن.

لُنگُ ڪَڍِيائوُن لانگ، موٽي ڪَنِ نہ مسحوُ،
جا اِسلا مان اَڳي هئي، ساسُڻائون ٻانگ،
سامي چڙي سانگ، گڏيا گورکنات کي. (سُر رامڪلي VII:14,2/825)

**لفظن جي معنيٰ** : لُنگ = لانگوٽي. مَسحوُ = وضوُ پنهنجِ اشناني. اسلامان اَڳي هئي = اسلام کان اَڳي. سُڻائون = ٻڌائون. ٻانگ = نماز لاءِ سڏ. سانگ = سانگا، آسرا

يعني : جوڳين لنگن ۾ لنگوٽي پهري ۽ وري وضو نہ ٿا ڪن. (لانگوٽي پاڪائيءَ جي نشاني آهي، پوءِ ڇا جي ڪري هٿ پير ۽ منهن ڌوئن ؟) جا ٻانگ، اِسلام کان اَڳي جاري هئي سا ٻڌائون، اِهي سامي سموُرا آسرايا سانگا تياڳي وڃي پنهنجي گرو گورکنات سان مليا.

هن سُر جي اِنين داستان ۾ ساڌڪ کي بار-بار جوڳين جي سنگت مان لاڀ وٺڻ جي هدايت ڪئي ويئي آهي. شاهہ سائين چون ٿا :- اُنهن تان لاهوت جو رنگ ڪڏهن بہ نٽو لهي. اِنهن جوڳين فراق (وڇوڙو) ۽ فنا ٻنهي جو رسُ ورتو آهي.

شاهہ صاحب پنهنجي باري ۾ چون ٿا :

جياسوُن جوڙ ٿي، جوڳيءَ لاٿو جارُ،
سندو پوُرَبَ پارُ، آڇيائين اَنڌن کي (سُر رامڪلي VIII:12,2/836)

**لفظن جي معنيٰ** : جوڙتي = گڏجاڻي، آنند ٿيو. جارُ = غم، پيڙا.

پُورب پارُ = پورب يعني آتمڪ ديس جو ڏسُ، اَنڌن کي = اَگيانين کي.

يعني : نئين جان ۾ آنند مليو سون، جو جوڳيءَ سان گڏجاڻي ٿي، جنهن سموري پيڙا لاهي ڇڏي، هُن، اگيانين (اَخلاقي اَنڌن) کي آتمڪ ديس (روحاني ولايت) جي راهہ ٻڌائي.

جياسُون جوڙَ ٿي، نانگو ڏٺو سُون نٿُ،
ڇُڄهو هوسُون ڇتُ، ڪُلي اَڄُ سو باغ ٿيو. (سُر رامڪلي VIII:15,2/837)

**لفظن جي معنيٰ** : (ڇُڄهو هو - هردو جو مُڪڙيءَ وانگر هو)

يعني : مون جڏهن جوڳيءَ جي اَصلي سروپ جو درشن ڪيو تہ منهنجو هردو جيڪو ڪليءَ وانگر هو اُهو ٽڙي باغ ٿي ويو. (هنجي رهنمائيءَ ۾ منهنجو هرديہ - ڪمل ٽڙي پيو.)

نائين داستان ۾ شاهہ صاحب،چون ٿا :

جئن ٿا پُڇن اَنَ کي، تئن جي پُڇنِ پندُ،
تہ رڙهي لڏائون رندُ، لَڱين لُک، لطيف چئي.
(سُر رامڪلي IX : 6/4,2/844)

**لفظن جي معنيٰ** : رندُ = واٽ، مارگ. لُک = ڪشالو، پيڙا)

يعني : جيئن ماڻهو انَ جي پڇا ٿا ڪن، (جيئن هو ويلي - ويلي تي اَنُ ٿا طبين)، تيئن جي روحاني پنڌ جي پڇا ڪن، تہ وڃي مارگ (راهہ) ڳولهي لهن ۽ مٿانئن سمورو ڪشالو لهي وڃي. (شاهہ صاحب فرمائين ٿا تہ جيترو فڪر رزق جو ٿا ڪريو، اوترو رازق جو بہ ڪريو.)

جيئن ٿا پُڇَنِ اَنَ کي، تيئن جي پُڇن اَلله،
تہ رِڙهي لَڏائُون راهہ، لَڱينِ لُک لطيفُ چئي.
(سر رامڪلي IX : 7/5,2/844)

يعني : جيترو ڌيان دنيادارن هن دنيا جي ڌنڌي ۽ ڪاٺ پيئڻ ڏانهن ڏنو آهي، جيڪڏهن اوترو ڌيان پرمارٿ يا اَلله طرف ڏين ها تہ ڏيري -ڏيري مارگ تي اَچي وڃندا وڃن ها ۽ اُنهن کي دکن کان راحت ملي وڃي ها.

شاهہ صاحب چون ٿا تہ جي جوڳين کي صبح-شام صرف پيٽ پرڻ جي چنتا آهي، اُهي جوڳي چوائڻ جي لائق ناهن.

جا ٻرادَ ٻتنِ جي، سا اُڃ ٻک آديسين.

روزا رِندَ رکَنِ، عيد نہ اودا ڪاپڙي. (سُر رامڪلي IX:9,2/844)

**لفظن جي معنيٰ :** براد - عيد، جشن. ٻتنِ - اِنساني ڀُتلن، عام ماڻهن. رِندَ - مست فقير، اَلاهي رنگ ۾ رتل جوڳي. عيد نہ اوڏا - عيد کي اوڏا ناهِن (جشنن کان پري)

يعني جا عام ماڻهن لاءِ عيد آهي، سا جوڳين لاءِ اُڃ ۽ بک آهي. اِهي اِلاهي محبت ۾ مست ٿيل سامي روزا (ورت) ٿا رکن ۽ عيد يا جشن جي ويجهو ئي ڪونہ ٿا وڃن.

جنهن سَناسيءَ سانڍيو، گندي ۽ گراهہُ،

اُنهيءَ کان اَلله، اَڃا آڳاهوُن ٿيو. (سُر رامڪلي IX:10,2/845)

**لفظن جي معنيٰ :** گندي = رَلي. 2. گِراهہُ= گرهہُ، ڪاڏو. 3. آڳاهوُن = پري.

يعني : جنهن جوڳيءَ رِليءَ ۽ لُقمو سانڍيو (اوڇڻ ۽ اَن جي اونَ ڪئي) تنهن کان اَلله اَڃان پري آهي.

شاهہ صاحب سمجهائي رهيا آهن تہ منش - چولي جو اَصلي مقصد آهي اَلله جي عبادت ڪري اَلله سان وصال ڪرڻ. جن جو ڌيان اَلله جي بدران سنسار ۾ لڳل آهي، اُهي جوڳي نہ آهن، ڀوڳي آهن، فرمائين ٿا:

جوڳين پنهنجا ڀنڊار بک سان ڀريا آهن، اُنهن جو ڀوڄن ڏانهن ڌيان نٿو وڃي. اُنهن جون گودڙيون سيڊي پاڏي کان خالي آهن. هو طعامن جي تمنا نٿا رکن ۽ اُڃ پيئو پيا پيِن، جوڳين پنهنجو من ماري مات ڪري ڇڏيو. سامي، سڄ جو سفر لتاڙي وڃي وسنديءَ کي ويجهاڻيا. (هنن پاڻ کي تڪليفون ڏيئي، پنهنجي محبوب جو آستان ڳولهي لڌو) (سُر رامڪلي IX:1,2/841)

جوڳين وٽ نہ ڪمبلي آهي، نہ رضائي، نہ لنگوٽي. هو جيڏانهن بہ

منهن ٿا ڪن، هنن کي اَللہ ئي نظر ٿو اَچي. (سُر رامڪلي 2/842 ,IX:2)

مطلب اِهو آهي تہ سچي جوڳيءَ جو ڌيان ڪاڏي - پيتي ۽ دنيا جي ساز - سامان ڏانهن نہ آهي، صرف اَللہ ۽ اَللہ جي عبادت ڏانهن آهي. پاڻ فرمائين ٿا :

وينو ڀڄين پَرُ، ڪَرِ ڪا هنئارَ هلَڻ جي،

اَڄُ آديسي ! مَرُ، صُباح مَرندو سَڀُڪو. (سُر رامڪلي 2/845 ,IX:11)

**لفظن جي معنيٰ :** پَرُ = گذريل سال. هِنئار = هينئر. مرُ = مرڻ کان اڳي مَرُ.

تون گذري ويل وقت جي ڀچار پيو ڪرين، هينئر کان پنڌ ڪرڻ جي وائي وار. اي آديسي ! اَڄ ئي مر. (اَڄ ئي پاڻ کي نيست ۽ نابُود ڪر) سڀان (ڪنهن نہ ڪنهن ڏينهن) سڀڪو مرندو، يعني تون مرڻ کان اڳي مر، باقي ڪنهن ڏينهن ٻين وانگر تہ هونئن بہ مرڻو اَٿيئي.

گذريل وقت جي ۽ ايندڙ وقت جي چنتا ڪرڻ بيڪار آهي. نہ گذريل وقت تي ڪنهن جو وس ٿو هلي ۽ نہ ايندڙ وقت تي. اِنسان کي جيڪي ڪجهہ بہ حاصل ٿيندو، اَڄ ۽ هينئر جي ڪيل عبادت مان ٿيندو. شاهہ صاحب چون ٿا :-

اَڃا سي آهين، جي سَزاوارَ سڱيُن جا،

وينا وَڃائين، جي سَناسي ! سُڻين. (سُر رامڪلي 2/846 ,IX:15)

**لفظن جي معنيٰ :** سزاوار = سزا جي لائق

يعني : اَهڙا جوڳي اَڃان بہ آهن، جيڪي سڱين وڃائڻ جا لائق آهن. اي سنياسي ! اُهي سڱيون وڃائين وينا، جي تو ۾ اُنهن کي ٻڌڻ جي پياس يا سوجهي هجي.

ڏورِ مَ ڏِيان ڌارَ، ڏورڻُ گهٽونُ ڏاکَڙو،

ڪوڙين لَکَ هزار، اِن اونداهيءَ اَنڌا ڪيا.

(سُر رامڪلي 2/849 ,IX:20)

**لفظن جي معنيٰ :** ڏِيان = ڏِيئي يعني آتمڪ رهبر کان سواءِ. ڪوڙين

ڪروڙين.

يعني : ڏيئي ڪان سواءِ (ڪامل مرشد جي روشنيءَ ڪان سواءِ) تلاش ڪرڻ نهايت ڪٺن ڪم آهي. هن اوُنداهيءَ (دنياجي ڌُنڌ) لکين، ڪروڙين اِنسانن کي اَنڌو ڪري ڇڏيو.

شاهہ صاحب جن جو مطلب آهي تہ اِسم -اَعظم (شبد) جو ڀيد ڏيڻ وارا مرشد تہ سنسار ۾ هميشهہ مُوجود رهندا آهن، پر اِهو رهسيہ يا ڀيد حاصل ڪرڻ جي اِڇا رکڻ وارا مريد ورلي آهن. جن کي ڪامل مرشد ڪونہ مليو، اُهي اَنڌا آهن اَگياني آهن.

تو جو ڏِيو پانئيو سا سوُرج سَهائي،
اَنڌن اوُنداهي، جي رات وهامي ڏينهن ٿيو.
(سُر رامڪلي IX:20/A,2/849)

شاهہ صاحب چون ٿا : جنهن کي تو معموُلي ڏِيئو سمجهيو آهي سا سج جي روشني اَٿيئي، (يعني ڏيئي سان مراد، گروءَ يا مرشد جو نوُر آهي جو سج جيان تجليدار آهي) پر اَنڌن کي ڏينهن جي پرڪاش ۾ بہ اَنڌيرو نظر ٿو اَچي.

يعني : جسم جي پردي جي ڪارڻ مرشد معمولي ڏيئو نظر ٿو اَچي، پر حقيقت ۾ هو اِلاهي نوُر سان ڀرپور سج آهي. جيڪي اُنهيءَ نوُر جي پرڪاش ۾ هلن ٿا، اُهي سرير روپي گهر جي اَندر ئي اَلله سان وصال ڪرڻ ۾ سڦل ٿي وڃن ٿا. جيڪي مرشد کان سواءِ اَلله جي تلاش ۾ نکرن ٿا اُهي ٻاهر ئي ڀٽڪندا ٿا رهن. شاهہ صاحب نصيحت ٿا ڪن:-

جا گُر ڏني گوڊڙي، سا مون کي مَرَڪُ،
چيلا ! ماري چَرِخُ، اوڍي ويهہ ُاَدب سين. (سُر رامڪلي IX:31,2/855)

لفظن جي معنيٰ : مَرَڪُ = فخر. ماري چرخ = پلٿي ماري. اوڍي = پهري.

گروءَ جيڪا مونکي گودڙي ڏني آهي، اُها ڏنيہ آهي ۽ منهنجي لاءِ فخر جو باعث آهي. اي چيلا ! (مريد !) تون آسن ۾ پلٿي ماري، گروءَ وٽان مليل گودڙيءَ کي اَدب سا پهري ويهہ.

نڳڻ گهڻا نڳائيا، تون نڳڻ کي نڳاءِ،
اُتي آڏيءَ رات کي، پنهنجو تنُ پڄاءِ،
لاهوتي ! مَ لڄاءِ، نانگا، تون نا موس کي.
(سُر رامڪلي IX:36/A,2/857)

شاهہ صاحب ساوڏان ٿا ڪن تہ مايا پنهنجي ڇل سان گهڻن ئي کي نڳيو آهي هاڻي تون مايا کي نڳ. اي نانگا ! تون آڏيءَ رات جو جاڳي، پنهنجي خوديءَ کي جلائي رَکَ ڪري ڇڏ. اي لاهوتي ! خيال رکج تہ لاهوتين کي تون شرمندو نہ ڪرين.

ڇڏيائون پَٽَ ۾، ڏنڊُ ڇڏيائُون ڏوُر،
مهيسي مخموُر، وڃي ڪالَهہَ کَلَ ٿيا.
(سُر رامڪلي IX:37/A ,2/858)

يعني ؛ اُنهن پنهنجا ڪرمنڊل ۽ شنکہ پريان اُڇلي ڇڏيا. اُهي مهيشي اَلک ۾ سمائجي ويا آهن.

جتي عرشُ نہ اُپُ ڪو، زمين ناهہِ ذَرو،
نڪو چاڙهائو، چنڊ جو، نڪو سِجُ سَرو،
اُتي آديسين جو، لڳو دنگَ دَرو،
پرَي پيُنِ پَرو، ناٿُ ڏنائون ناهہِ ۾. (سُر رامڪلي IX:45,2/860)

جوڳين اُتي نشان لڳايا آهن، جتي نہ ڌرتي آهي، نہ آڪاش آهي، نہ چنڊ آهي، نہ سج آهي. هوُ اُنهيءَ واديءَ ۾ پهچي اَلله سان ملي هڪ ٿي ويا آهن، جتي ڪجهہ بہ نہ آهي.

شاهہ صاحب سمجهائي رهيا آهن تہ يوگ جو سنبند ٻاهرين شنکن ۽ ڪرمنڊلن سان ڪونهي، روح کي اَلله ۾ لين ڪرڻ سان آهي.

## وحدت، سمانتا ۽ شانتي :-

شاهہ صاحب جن پنهنجي ڪلام ۾ بار-بار اِهو پيغام ڏنو آهي تہ اِنسان صرف هندو-مسلمان، اَمريڪن - اَفريڪن، عورت-مرد، اَمير-غريب، نيڪ يا بد نہ آهي. هو حقيقت ۾ آتما آهي. اِهو سنديش خاص

سُر رامڪليءَ ۾ زوردار ڍنگ سان پيش ڪيو ويو آهي. شاهه سائينءَ جي انوسار ”يوگي“ اُهو آهي جيڪو الله سان وصال ڪري ڪثرت (انيڪتا) مان وحدت (ايڪتا) ۾ پهچي چڪو هجي. پاڻ سمجهائين ٿا ته الله سان وصال جو سنبنڌ ڪنهن خاص ڌرم، شريعت، ڪرم ڪانڊ، يا لباس وغيره سان نه آهي، الله جي عشق ۽ الله جي عبادت سان آهي.

ڪنهن به ڌرم، ذات، قوم يا ملڪ جو ڪوبه انسان، بنا ڪنهن ٻاهرئين ڀيد-ڀاو جي الله جي عشق دواران الله سان ميلاپ ڪري سگهي ٿو.

هن سُر ۾ شاهه صاحب جن يوگ-مت ۽ صوفي-مت جي مليل-جُليل شبداوليءَ کي ڪم ۾ آندو آهي. هنن ڪل مالڪ کي حق-الله، رام ۽ هري چئي پڪاريو آهي. مرشد کي هادي ۽ گرو چئي پڪاريو اٿن. اهڙيءَ طرح جوڳيءَ کي ”لاهوتي“ به چيو اٿن ته آديسي، ڪاپڙيا، مهيشي وغيره نالن سان به پڪاريو اٿن. پاڻ اندرين روحاني منڊلن لاءِ ملڪوت جبروت، هوتل-هوت ۽ هوت وغيره شبدن جو استعمال ڪيو اٿن، ۽ مقامي حق (سچ کنڊ) کي هنگلاج چئي بيان ڪيو اٿن. شاهه سائين سنديش ڏيئي رهيا آهن ته سچائيءَ کي بيان ڪرڻ جا ڍنگ انيڪ آهن، پر سچائي هڪ آهي. پاڻ روحانيت جي سچي طالب کي اُپديش ٿا ڏين ته ڀائي! اِنهن ٻاهرين لفظن جي انيڪتا جا ٻاهريان چلڪا يا کلون ڪٽي، اندرئين ڀاو ۽ انڀو جي اصلي مال جي ايڪتا کي ڳولهي لهه. شاهه صاحب سمجهائين ٿا :-

هنن نانگن جوڳين پنهنجي جسم کي مسجد بڻائي ڇڏيو آهي، اِنهن جا جهڪيل گوڏا مڪي-شريف جو محراب آهن. اِنهن قلب يا من جو منهن الله ڏانهن موڙيو آهي، اِنهن پنهنجي وجود جي اندر الله جي تلاش جو مقصد سامهون رکيو آهي، اِنهيءَ ڪري اُنهن ٻاهرين چنچلتا تياڳي ڇڏي آهي. جن جي اندر اُنهن جو هادي يا مرشد گڏ آهي، اُنهن کان هن دنيا ۾ ڪيل ڪرمن جو حساب ڪيئن ٿو پڇي سگهجي؟ (سُر رامڪلي V:4,2/795)

شاهه صاحب چون ٿا :-

جوڳيءَ جي لاءِ محبوب جي ياد يا هنجو سروپ ئي محراب آهي ۽ سموري ڪائنات نماز پڙهڻ واري مسجد آهي، يعني هوُ جتي سجدو ڪري، تتي هن جو صاحب حاضر آهہ. جوڳيءَ پنهنجي سچ ۽ ڪوڙ جي وچ ۾ فرق ڏيکاريندڙ تختيءَ (لوهي - محفوظ)* تان پاڪ ڪتاب کي ميساري ڇڏيو آهي. (ڇوتہ هوُ شريعت جي منزل کان مٿي چڙهي ويا آهن.) اُهي عقل ۽ معرفت جي دائري کان مٿي چڙهي اَهڙي اَوسٿا ۾ پهچي ويا آهن، جتي اُنهن کي سواءِ اَلله جي ٻيو ڪجهہ بہ نظر نٿو اَچي. اِنهيءَ ڪري اُنهن جي لاءِ اِهو فيصلو ڪرڻ مشڪل ٿي ٿو وڃي تہ هوُ ڪهڙي طرف منهن ڪري سجدو ڪن. (سُر رامڪلي V:5,2/796)

شاهہ سائين سمجهائي رهيا آهن تہ سچن جوڳين جو ڌيان سدائين اَلله جي نوُر ۾ مگن هوندو آهي. اُنهيءَ اَوسٿا ۾ هنن کي اَندر-ٻاهر، هر جڳهہ اَلله ئي اَلله نظر ايندو آهي. جڏهن هو سرير روپي مسجد جي اَندر اَلله جو ديدار ڪري وٺندو آهي تہ هنکي سڄي ڪائنات ۾ اَلله جو نوُر سمايل محسوس ٿيندو آهي. اِنهيءَ ڪري هنجي لاءِ سڄي ڪائنات ئي اُها مسجد بڻجي ويندي آهي، جنهنجي ذري-ذري ۾ اَلله ئي اَلله نظر ايندو آهي. اَهڙو جوڳي اَدويت يا ٻيائيءَ کي پار ڪري وحدت جي واديءَ ۾ داخل ٿي وڃي ٿو.

اَهڙو جوڳي پاپ ۽ پنُ جي حد پار ڪري ويندو آهي نہ صرف ايترو، هوُ نيڪي ۽ بديءَ ۾ ڀيد ڪرڻ وارن ڌرم - گرنٿن جي سيما بہ پار ڪري ويندو آهي. هوُ سڌو اَلله کان حڪم وٺڻ جي لائق بڻجي ٿو وڃي. شاهہ سائين لکن ٿا :-

ڪيهي ڪامَ ڪاپڙي، ٿا اَهڙي رَوِشَ رَوَنِ،
نَڪا دِل دوزخ ڏي، نڪو بهشِت گهُرنِ،
نڪو ڪمُ ڪُفارسين، نڪا مسلماني مَنِ،
اُيا اِيئن چَونِ، تہ پرين ڪجو پنهن جو.

---

*اَلله وٽ رکيل تختي جنهن تي تقدير ۽ روحاني راز لکيل هوندا آهن.

(سُر رامڪلي V:9/C,2/800)

**لفظن جي معنيٰ** : رَوش = هلتِ هلن، ڪُفار = ڪُفر.

يعني : هنن ڪاپڙين يا جوڳين جي گت نياري آهي. نہ هو نرڳ کان ڊڄن ٿا ۽ نہ اُنهن جي من ۾ سرڳ جي تمنا آهي. هنن جو نہ ڪافرن سان ڪو تعلق آهي ۽ نہ مسلمانن سان. هو اَلله جي اڳيان صرف اِهوئي عرض ٿا ڪن تہ اي محبوب ! اَسانکي ديا ڪري پنهنجو غلام بڻائي ڇڏ.

سنسار جي گهڻن ئي ڌرمن جا ڪيترائي ماڻهو سرڳ جي پراپتيءَ کي ئي پنهنجو اَصلي مقصد سمجهي ويٺا آهن. صرف ڪامل درويشن ئي هيءَ روحاني راز کوليو آهي تہ نرڳ گهور پاپن جي ڀوڳنا لاءِ آهن ۽ سرڳ نيڪ ڪرمن جو ڦل ڏيڻ جي لاءِ آهن. چڱن ۽ بُرن ٻنهي طرح جي ڪرمن جو ڦل ڀوڳڻ ڪانپوءِ وري هن سنسار ۾ اَچڻو پوندو آهي. نيڪ ڪرم هن سنسار جي يا سرڳ جي سکن جو ساڌن آهن، نہ ڪِ اَلله جي ميلاپ جو. رب جي پراپتي چڱن ڪرمن تي نہ، بلڪ اَلله جي رحمت، رب جي عشق ۽ روح جي رب جي ڪلمي ۾ لين هئڻ تي منحصر آهي. شاهہ سائين چون ٿا:

جوڳي جڳُ ڇڏي، ڀُڙيا ڀُورَبَ ڀَنڌ ڏي،
لاهوُتي، لطيف چئي هليا لالَ لڏي،
"وَاللّهُ يَدعوا[1] اِليٰ دارُا لسّلام،" صاحبُ سَين سڏي،
هئي هئي، هِن هڏي، همَر کي حيران ڪيو.

(سُر رامڪلي V:9/B,2/800)

**لفظن جي معنيٰ** : اَلله سيني کي پاڻ وٽ سڏ ڪري رهيو آهي. هئي هئي = اَفسوس . هن هڏي = هيءَ دنيا روپي هڏي.

يعني : اَلله تہ سيني کي داروُل اِسلام ۾ سڏ ڪري رهيو آهي، پر اُتي اُهي ئي پهچن ٿا، جيڪي لاهوُت کي پار ڪري اَلله روپي هيرو حاصل ڪري وٺن ٿا.

اَلله تہ سيني داروُل اِسلام ۾ پهچڻ جي هدايت ڏني آهي، پر

اَفسوس تہ اِنهيءَ ڳالهہ جو آهي تہ دنيا جو هر اِنسان (دنيا روپي) هڏيءَ ڏانهن ڇڪجندو ٿو وڃي.

شاهہ صاحب جن جنهن جوڳيءَ جو ذڪر ڪيو آهي، اُهو سرير روپي مسجد ۾ سجدو ٿو ڪري، سچي محراب ۾ اَللہ جي ڪلمي جو آواز ٿو ٻڌي ۽ مقام حق روپي دارول اِسلام ۾ داخل ٿي ٿو وڃي. پاڻ اِهو پيغام ڏيئي رهيا آهن تہ سچو دارول اِسلام وحدت آهي، جو وحدت ۾ داخل ٿي چڪو آهي، اُهو هندو، مسلمان، سک، عيسائي يا پارسي ئي نہ، بلڪ نيڪ ۽ بد جي ٻيائيءَ کان بہ مڪت ٿي چڪو آهي. ڪثرت (اَنيڪتا) ڪُفر آهي ۽ وحدت (ايڪتا يا اَدويت) اِسلام آهي. جيستائين اِنسان ڪثرت يا دويت ۾ آهي، هو ڪافر آهي. جيڪو ڪثرت جي وادي پار ڪري چڪو آهي، بيشڪ اُنهيءَ پنهنجي زندگيءَ جو سفر هندو، مسلم، عيسائي، پارسي يا يهوديءَ جي روپ ۾ شروع ڪيو هجي. پر هوُ دارول اِسلام ۾ داخل ٿي سچو مسلمان بڻجي چڪو آهي.

اِنهيءَ باري ۾ شاهہ صاحب ۽ سچل سرمست ۾ سمانتا نظر ٿي اَچي. سچل سرمست نہ صوف مسلمان درويشن جي، بلڪ پيُوان ڪرشڻ ۽ گرو گوبند سنگهہ جن جي بہ مهما ڳائي آهي. سچل سائين بہ ذات يا ڌرم کي نہ، عشق ۽ وحدت کي اَهميت ٿا ڏين. اُنهن جو ڪٿن آهي :-

اوهو ڪم ڪريجي جس وِچ اَللہ آپ بڻيجي،
دين ڪُفر اِسلام ۾ عاشق ڪَدَهان نہ اَڙيجي،

يعني اي عاشق ! تون اُهو ڪم ڪر، جنهن سان تون اَللہ بڻجي وڃين، پنهنجو پاڻ کي هندو، مسلمان جي قيد ۾ بند نہ ڪر[1]

شاهہ سائين ۽ سچل سرمست، ملڪن، مذهبن، ذاتين ۾ ٻُري طرح سان ورهايل هن سنسار کي اِهو اِلاهي پيغام ٿا ڏين تہ توهين جسم نہ روح آهيو، توهان سڀني جو خالق هڪ اَللہ آهي. توهانجو اَصلي ديس مقام-حق آهي. توهانجو اَصلي مذهب اَللہ جو عشق آهي. جيسين توهين جسمن جي حد ۾ رهندا، اَنيڪتا ۾ گُم ٿيل رهندا. اَنيڪتا ۾

جدوجهد، مخالفت، ايرشا، دشمني ۽ لڙائي-جهڳڙا آهن. جڏهن جسمن جي حد پار ڪري روحن جي واديءَ ۾ پهچي ويندا ته هر طرح جي وير-وروڌ، ايرشا - دويش ۽ دشمنيءَ کان آزاد ٿي ويندا. پوءِ ڪنهن اِنسان کان نفرت ڪرڻ يا هن جي دل دکائڻ ته دور رهي، توهين ڪنهن ڪيڙي-ماڪوڙي، جانور - پکيءَ جو دک به برداشت ڪونه ڪري سگهندا. اَهڙيءَ اوستا ۾ توهين خودغرضي ۽ نفرت جي بدران پريم، تياڳ ۽ سيوا جي زنده تصوير بڻجي ويندا.

# 17. سُر پورب

سُر پورب راڳ هنڊول جي هڪ راڳڻي آهي. اِنهيءَ جي ٻن داستان ۾ 45 بيت ۽ 2 وائيون آهن. اِنهيءَ جي پهرئين داستان ۾ پريمڪا ڪانگل جي هٿان پنهنجي پريتم ڏانهن برهہ جي پيڙا ۽ ميلاپ جي پڪار جا سنديش تي موڪلي ۽ ڪانگ جڏهن محبوب وٽان نياپا ڪٺي ٿو اَچي تہ پريمڪا خوشيءَ ۾ پرجي ڪانگل جا شڪرانا اَدا ٿي ڪري :-

”آءُ ڪانگا ! ٻهہُ ڪولِ، سُڏيون ڏي ساڱيهہ جوُن“

”جي آندءِ عجيبن جا، سي خط خوشيءَ مان ڪول،“

”آئون سُڻان، تون ٻولِ، سَنيهو سڄڻ جو“ (سُر پوريب I:24/C,2/876)

يعني : آءُ ڪانگل ! منهنجي پاسي ۾ اَچي ويهہ ۽ مونکي منهنجي محبوب جي باري ۾ ڪجهہ ٻڌاءِ، تون خوشي - خوشي منهنجي محبوب وٽان آندل خط مونکي پڙهي ٻڌاءِ. مان بہ خوشيءَ - خوشيءَ سان پنهنجي محبوب جو سنديشو ٻڌندس.

ڪانگا ! ڪتابت ۾، آندءِ خوب خبر،
لَسَ تنهين ۾ لکيا، دلاسا دلبر،
هينئرو مون هرَهرَ، وانچيو وانچيو وندري،
(سُر پورب I:24/0,2/877)

اي ڪانگل ! تون محبوب وٽان خوشخبريءَ جون خبرون ڪٺي آيو آهين. محبوب مونکي گهڻن ئي طريقن سان خوب دلاسا ڏنا آهن. منهنجو من جڏهن بہ گهڙيءَ گهڙيءَ اِهي خط پڙهي ٿو، خوش ٿي وڃي ٿو.

آنديون ڪانگ قريبَ جون، اَڄُ واڌايون واهہ !
مَنَ مُرادوُن پُنيوُن ٿيوُن سَرهائيوُن ساهہُ،
آندا پرين اَللہ، سَڏ منهنجا ساب پيا، (سُر پورب I:25/10,2/878)

يعني، اَڄ ڪانگل، پرينءَ جون واهہ جهڙيون واڌايون آنديون آهن. منهنجي اَندر جون آسون پُنيون ۽ منهنجي جان ۾ خوشيون پرجي ويئون.

ڏٺي ۽ محبوبن کي واپس آندو ۽ منهنجا سڌ سڄايا ٿيا.

قريبَنِ جو ڪانگڙو، متي ٿارَ ٿلي،
ڪٿيو ڪنياتو خبرون، ڪيرون ڏيو ڪِلي،
لائي جنهن لالَنِ سان، مُنهنجي باتِ بلي،
سو وَرُ چشمَن تي چلي، جو درباري دوس جو
(سُر پورب I:26/27,2/878)

**لفظن جي معنيٰ :** متي ٿارَ ٿِلي = ٿاريءَ تي جهوُمي. ڪنياتو = ڪانگل. ڪيروُن = واڏايون. بِلي = پهچائي. چشمن تي چلي = اَکين متان هلي. دوسَ جو = دوست جو، محبوب جو.

محبوب جو ڪانگل، ٿاريءَ متان لڏي ۽ جهومي پيو. ڪانگل واڏاين جون خبرون ڪنيو، ٽڙي ۽ مشڪي پيو. اُنهيءَ محبوب کي منهنجي ڳالهه وڃي پهچائي اُهو پلي تہ منهنجين اَکين متان هلي، جو دلبر جو درٻاري آهي.

شاهہ سائين ٻئي داستان ۾ چون ٿا:

تن اَکيُنِ اُتان سُکَ، ڪلندي ڪَٽَنِ جي،
پِرئِن پاپوهڙ سان، ڏوُرِ ڪَيا سڀ ڏُک،
ماڙهن ليکي بکَ، سامي سوُرَ سَنا ڪَيا. (سُر پورب II:2,2/882)

**لفظن جي معنيٰ :** 1. پاپوهڙ = مُرڪڻ. سَنا = سنها.

يعني : تن نيڻن مان سُک حاصل ٿيا، سُپرين ڪلندي، مُرڪندي، سيئي ڏُکہ-درد ميٽي ڇڏين. ماڻهن جي ليکي تہ جوڳين کي بک ڳاري سنهو ڪيو آهي، پر هنن کي تہ برهہ جي پيڙا ڳاري سنهو ڪيو آهي.

سامي چائين، سُکُ طَلبين، سِڪئين نہ سامي !
اَڃا اورِئين پنڌ ۾، تون ويئين وسامي،
گُر کي توُن نہ گڏئين، چائين اِنعامي
دائمُ مُدامي، پوُرو رهج پرينءَ سين. (سُر پورب II:4,2/883)

**لفظن جي معنيٰ :** چائين = چوائين. طلبين = چاهين. سڪئين = تون ڪين سِڪئين. وِسامي = بيحال تي وئين. اِنعامي = اِنعام (وصال) حاصل ڪيل. دائم مُدامي = هميشهہ.

يعني : پاڻ کي سامي (جوڳي) ڦو چوائين ۽ سُک ڦو چاهين. اي سامي ! تون ڪِين سگھئين. (تو جوڳ مان ڪي ڪين پرايو). تون سفر ۾ (روحاني راهہ ۾) ڦورو ئي پنڌ ڪري بيحال ٿي وئين. تون گروءَ سان سنمکہ بہ نہ ٿئين، (گروءَ جي هدايت تي هلي گروءَ تائين اَچان پهتين ئي ڪونہ) ۽ پاڻ کي اِنعام حاصل ڪيل (منزل تي پهتل) ڦو چوائين. تون هميشهہ پنهنجي پرينءَ سان وچن ۽ ويچار ۾ سچو رهہ.

سامي چائين، سُک طلبين، تسا ڏِئين نہ تَنَ !
ماڙهن ڏانهن منهن ڪيو، پنين آٽا ۽ اَنَ،
ڪاپڙي تو ڪَنَ، ڪ چيرايا چَشنِ لءِ ؟ (سُر پورب II:5,2/883)

يعني : تون پنهنجو پاڻ کي جوڳي ڦو سڏائين ۽ سک ڦو طلبين، تن کي ڪشٽ ڏيڻ بہ نہ سکيو آهين. ماڻهن ڏانهن منهن ڪيو اُنهن کان پني-پني کائين ڦو. اي جوڳي ! تو ڇا ماڻهن کي لُٽڻ لاءِ ۽ ڀوڳن جي پراپتيءَ لاءِ پنهنجا ڪن چيرايا آهن؟

پُورَ بيا پُوري ويا، آسڻ اَڇ صبوُح،
ڪستوُري خوشبو آهي آديسين ۾. (سُر پورب II:7,2/884)

يعني : اُهي جوڳي پنهنجو ٺڪاڻو ئي بدلائي هليا ويا. اُنهن پرديسن مان ڪستوريءَ جي خوشبوءِ ٿي اَچي.

مَٺي راهہَ رَوان ٿيا، پورب پُورِيائون،
هيِ گهر گهورِياٿوُن آڳاندِياٿون اَڳيان (سُر پوُرب II:8,2/884)

(روان ٿيا = روانا. 2. پوُرِيائون = هليا. 3. گهورِيائون = ترڪ ڪيائون. 4. آڳانديائون = اَڏيائون)

يعني : جوڳي سفر تي روانا ٿيا ۽ پورب (روحاني ديس) ڏانهن هليا ويا. هتي جو آسڻ ترڪ ڪيائون ۽ وڃي ڏورانهين ڏيهہ ۾ پکا اَڏيائون.

پوُرب ۾ پيهي، مون ٿان گهٽون نهاريا،
سُڌ نہ مُڪي سڄڻين، جيهي نہ تيهي،

هئا پرَ ڏيهي، وڃائي واٽَ ٿيا. (سُر پورب II:9,2/884)

يعني : هو پورب جي طرف محبوب جي ڏيري ڏانهن هليا ويا آهن. مون اُنهن جي تلاش ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي، پر سپ اَجائي ويئي. منهنجي محبوب مونکي پنهنجي ڪابہ خبر نہ موڪلي. هئا تہ آخر هو پرديسي ئي، اُنهن پنهنجا شنڪ وڄايا ۽ ڪوچ ڪري هليا ويا.

پهرئين ۽ ٻئي داستان جي مٿين مثالن مان ظاهر آهي تہ شاهہ صاحب جن ماڻهن جي ٽڪڙن تي پلجڻ وارن، پنهنجي گيان جي ڪان-ڪان يعني وڏائي ڪرڻ وارن ۽ جوڳ کي سنساري ترشنائن جي پورتيءَ جو ساڌن بڻائڻ وارن کي گندگيءَ تي پلجڻ وارن ڪانوَن جي برابر ٿا سمجهن. اِنهن ڪانگن مان بدبوءِ ٿي اَچي. پر سچا جوڳي، جيڪي پريتم سان ميلاپ جي تڙپ ۾ ڪمزور ٿي ويا آهن، اُهي روحانيت جي سڳنڌ سان ڀريل آهن. اُهي شبد يا اِسم - اَعظم جا شنڪ وڄائيندا اَلله جي طرف پنهنجي سفر کي جاري ٿا رکن. اُنهن جو جسم تہ هن دنيا ۾ هوندو آهي، پر سندن روح مقام - حق ۾ هوندو آهي.

**لفظن جي معنيٰ :** مُحرم = اِسلامي سال جو پهريون سڳورو مهنو. ماهہ = مهنو. سنڪو= فڪر. جهوري = ڳڻتي. شهزادن جو = عليءَ جو اولاد. 5 پاڻ وڻنديون = ڪيس وڻندڙ ڳالهيون.

يعني : محرم جو مهنو ڏنو آهي ۽ دل ۾ شهزادن (اِمام حسن ۽ اِمام حُسين) جي جهوري لڳي آهي. هڪ اَلله ڪي ٿي هر راز جي ڄاڻ آهي، جو هنڪي وڻي ٿو سو ئي ٿو ڪري.

دوستَ ڪُهائي دادَلا، مُحبَ مارائي،
خاصن خليلن ڪي، سختيون سَهائي،
اَلله اَلصمدُ، بي نِيازَ، سا ڪري جا چاهي،
اِنهيءَ منجهہ آهي، ڪا اوُنهي ڳالهہ اِسرارَ جي.
(سُر ڪيڏرو II:10,2/903)

**لفظن جي معنيٰ :** دادلا = پيارا، لاڏلا. مُحبَ = محبوبن، دوستن خَليلن= دوستن. اَلله اَلصمَدُ = اَلله بي پرواهہ آهي. بي نياز = بي پرواهہ.

يعني : ڏٽيءَ جي موَج اَهڙي آهي جو پنهنجا دوست ڪُهائي ٿو ۽ دلبر مارائي ٿو. پنهنجن خاص دوستن کي سختيون ٿو سهائي، اَلله بي پرواهہ، اِها ڳالهہ ٿو ڪري، جيڪا ڪيس وڻي ٿي. اِنهيءَ ۾ ڪنهن ڳوڙهي راز جي ڳالهہ سمايل آهي.

سختي شهادت جي، نسوُرو ئي نازُ،
رِندَ پَروُڙين رازُ، قضيي ڪربلا جو. (سُر ڪيڏارو I:11,2/899)

**لفظن جي معنيٰ :** رِندَ = ڪامل درويش يعني ڪربلا جي واقعي جو گجهہ جهڙن تهڙن جي سمجهڻ جو نہ آهي. حقيقت جا ڄاڻو ئي اِهو راز پروڙي سگهندا. قضيي = معاملي.

يعني : شهادت جي سختي، حقيقي محبوب (ڏٽيءَ) جي طرفان هڪ خالِص ناز هو، ڪربلا جي واقعي جي ڳجهارت کي ڪامل درويش ئي پروڙي سگهندا.

جيڪڏهن ڪائنات جو هڪ پن بہ اَلله جي مرضيءَ کان سواءِ چُري ڪونہ ٿو تہ اَهڙي گهڻنا اَلله جي مرضيءَ کان ٻاهر ڪيئن ٿي سگهندي ؟

اَللهَ سروشڪتيوان ۽ ڄاڻي -ڄاڻڻهار ئي نہ، رحمانُ رحيم (ديالو) بہ آهي، اِنهيءَ ڪري هنجو ڪوبہ ڪم رحمت کان خالي ڪيئن ٿو ٿي سگهي ؟ جيڪو مَنُ اَسانجي سامهون اَنيڪ سوال ٿو کڙا ڪري. اَسان کي اُنهيءَ من کان سوال پڇڻ گهرجي تہ جيڪڏهن پرماتما جو روپ بڻجي چڪل ڪامل اِنسان بہ نيڪي، سچائي، اِنصاف، خدا جي خلق ۽ خدا جي پريم خاطر قرباني نہ ڏيندا تہ ڪير ڏيندو ؟ ڇا ڪنهن وڏي، اُتم ۽ بيحد قيمتي شيءِ جي لاءِ ڪا ننڍي ۽ تچ شيءِ تياڳڻ غلط آهي ؟ جنهن کي اَسين قربانيءَ جو نالو ڏيون، مهاپرشن جي نظر ۾ اِها هڪ معمولي ڳالهہ هوندي آهي. اَسين سرير، زمين، جائداد، رشتيدارن، عهدن ۽ حڪومتن کي وڏو ٿا سمجهون پر مهاپرش ستيہ، پريم، اِنصاف ۽ پرميشور کي وڏو سمجهندا آهن. اُنهن جي مهانتا جو راز ئي اِهو آهي تہ هو روح، ستيہ ۽ پرماتما کي سڀ کان اُتم سمجهندا آهن ۽ سنسار جي باقي هر شيءِ کي ننڍو ۽ تچ سمجهندا آهن. گرو تيغ بهادر جن جي شهادت جي باري ۾ اُنهن جي پٽر گرو گوبند سنگهہ جن لکيو آهي :-

نيڪَر ٺورِ دِليس سِرِ پرڀ پُرڪييا ڀان،
تيغ بهادر سِي ڪِرِئا ڪري نہ ڪِنهوُن آن،[1]

فرمائين ٿا تہ گرو تيغ بهادر صاحب جن جهڙي ڪرڻي ٻيو ڪير بہ ڪونہ ڪري سگهندو، جيڪي پنهنجي سِر جي شهادت ڏيئي مالڪ جي درگاهہ ۾ وڃي پهتا. پاڻ گرو تيغ بهادر جن جي سِر کي مٽيءَ جو برتن ٿا چون. اُنهن جو مطلب آهي تہ سچائي اَللهَ جي پريم ۽ اَللهَ جي مخلوق جي شيوا ۽ سهائتا جي مقابلي ۾ سرير جي ڪابہ قيمت نہ آهي. وڏائي ستيہ، نياءَ، ڌرم، پريم، تياڳ، شيوا ۽ قربانيءَ جي آهي، نہ ۽ سرير جي.

شاهہ صاحب سُر سهڻيءَ ۾ چون ٿا :

تہ ڪَرَ ڪيئن سُٺي ؟ جي سِيرَ نہ گهِڙي سوُهڻي،
هِتِ حياتيءَ ڏينهڙا، هڏهين ڪا نہ هُئي،
ڇُڪي تنهن چڙي ڪئي، جو ڏنسُ اُن ڏهي،
”سُهڻي کي“، سَيِدَ چئي، ”وِڌو قُربَ ڪُهي،“

هونءَ اِي هوُند مُئي، پر ٻُڏيءَ جا ٻيڻا ٿيا. (سُر سهڻي V:15,3/1727)

**لفظن جي معنيٰ** : مُئي = ٻڏڻ ۾ آئي. چُڪي = سُرڪي. هوُنءَ = اِئين ئي ٻه. ٻيڻا ٿيا = ٻيڻو اِنعام (هن ۽ هُن جهان ۾)

يعني : جيڪڏهن سهڻي محبوب جي خاطر درياءَ ۾ نہ گهڙي ها تہ هنجو نالو دنيا ۾ ڪيئن ڦهلجي ها؟ سنسار ۾ تہ ڪنهن کي بہ هنجي باري ۾ پتو ئي نہ لڳي ها. ميهار جو هن کي کير جو ڍڪ (محبت جي سرڪي) پياريو، اُنهيءَ سندس اَندر عجيب سروُر پيدا ڪري ڇڏيو هو. سهڻيءَ پنهنجو پاڻ کي عشق تي قربان ڪري ڇڏيو. مري تہ هوئنَ بہ ها، پر پريم جي راهہ ۾ ٻڏي مرڻ سان کيس ٻيڻو ثواب مليو. لوڪ ۽ پرلوڪ ٻنهي هنڌ سندس نالو مشهور ٿي ويو.

خدا جو عشق اِنسان کي سنسار ۽ سرير ڏانهن لاپرواهہ ڪري ٿو ڇڏي. ولي يا درويش، اِنسان کي اَلله جي عشق يا اَلله جي ڪلمي جو اُهو کير پيارين ٿا، جنهن جي نشي ۾ هوُ نہ صرف پنهنجي جسم کي، پنهنجي خوديءَ کي بہ خدا ۾ نابود ڪري ٿو ڇڏي.

جڏهن سقراط کي سچ جو پرچار ڪرڻ جي بدلي زهر جو پيالو پيارڻ لڳا هئا تہ ڪنهن هن کي صلاح ڏني تہ پنهنجا وچن واپس وٺ ۽ مرڻ کان پاڻ کي بچاءِ. سقراط چيو مونکي مرڻ قبول آهي، پر مان سچ کي ڪوُڙ جي لاءِ قربان نٿو ڪري سگهان.

اَسانجي درشٽي محدود ۽ ڏنڌلي آهي. اَسانجي سامهون حقيقت جي پوري تصوير نہ هوندي آهي. اَسانجي سامهون حالات جون ننڍيون - ننڍيون جهانڪيون يا نظارا هوندا آهن. پوري تصوير ڪونہ هوندي آهي. اَسان کي ڪابہ خبر نہ هوندي آهي تہ اَڄ جيڪي ڪجهہ ٿئي پيو، اُن جو ڪارڻ ڪهڙو آهي ۽ اَڳتي هلي اِنهيءَ جو نتيجو ڪهڙو نڪرندو. اَسانکي اِها بہ ڄاڻ نہ هوندي آهي تہ ڪنهن گهٽنا جي پوري برهمانڊ جي گتي يا ترقيءَ ۾ ڪهڙي اَهميت آهي. اِنهيءَ ڪري اَسين اُتيجت يا بي چئن ٿي ويندا آهيون ۽ ڪيترن ئي قسمن جا سوال من ۾

تڙا ٿي ويندا آهن. پر جيڪي ڪامل درويش اَلله جي اَندر جذب ٿي چڪا هوندا آهن اُهي ٽِرڪال ترشي هوندا آهن، يعني اُنهن کي ٽنهي ڪالن (ڀوُت، ڀوِشيہ، ورتمان) جي ڄاڻ هوندي آهي. اُنهن کي نہ صرف هن لوڪ جو گيان هوندو آهي، پرلوڪ جي بہ ڄاڻ هوندي اَٿن.

جيڪي ڪامل درويش پنهنجي مرضيءَ کي ڪل-مالڪ جي رضا ۾ لين ڪري چڪا هوندا آهن، اُهي ڪل-مالڪ جي رضا کان واقف هوندا آهن. اُهي جيڪي ڪجهہ بہ ڪندا آهن، ڪل-مالڪ جي حڪم اَنوسار ڪندا آهن. جيڪي اِنسان اَهڙن ڪامل درويشن جي هدايت موجب اَلله جي عبادت ۾ لڳي ويندا آهن، ڏيري-ڏيري اُنهن جي اَندر بہ پنهنجي من جي مرضيءَ کي اَلله جي رضا جي اَڌين ڪرڻ جي شڪتي پيدا ٿي ويندي آهي.

حضرت، اِمام حُسين علي سلام ۽ اُنهن جا ساٿي حضرت محمد صلعم جن جا پوئلڳ هئا. اُهي حضرت محمد صلعم جن جي اُپديش اَنوسار اَلله ۽ سڀ کي مهان ۽ سرير ۽ سنسار کي تڇ سمجهڻ جو پاٺ ياد ڪري چڪا هئا. اِنهيءَ ڳالهہ تي نہ عجب لڳڻ کپي ۽ نہ ئي دک هئڻ کپي تہ اُنهن پنهنجي سرير کي ڪربلا جي ميدان ۾ شهادت جي واسطي قربان ڪيو هو. عجب ۽ دک تہ تڏهن ٿئي ها، جيڪڏهن هو پنهنجي سرير جي حفاظت ڪرڻ واسطي حضرت محمد صلعم جن جي اُپديش کي قربان ڪري اَچن ها.

شاهہ صاحب فرمائين ٿا :-

سختي شهادت جي، سُڻ ! شاديءَ جو ڏينهن.
ذرو ناهہ يزيد کي نسوُرو ئي نينهن،
مَرگُ آهي مينهنُ، عليءَ جي اولاد کي. (سُر ڪيڏارو 1:8,2/898)

**لفظن جي معنيٰ** : يزيد = شهادت جي سختيءَ جو ذرو بہ يزيد جي ڪري نہ هو، اِهو سڀ ڪجهہ اَلله جي طرفان هو. مرگُ = موُت. مينهنُ = آرام، فرحت)

يعني : منهنجي ڳالهہ ڌيان سان ٻڌو ! جنهن کي توهين شهادت يا ڏکدائي گهڙيا سمجهو ٿا، اُها تہ اِمام ۽ هنجي ساٿين لاءِ شاديءَ جي ڏينهن جي برابر هئي، اِهو تہ سمورو پريم جو کيل هو ۽ يزيد پريم کان خالي هو. شهادت حضرت عليءَ جي سنتان واسطي اِلاهي ديا جو پيغام هو.

سختي شهادت جي، مڙوئي ملارُ،
ذرو ناهہِ يزيد کي، اِيءَ عشق جو آزارُ،
ڪُسڻ جو قرارُ، اَصل اِما مَنِ سين. (سُر ڪيڏارو 898/9,2:I)

**لفظن جي معنيٰ** : ملارُ - مينهن، بارش

يعني : اِمامن لاءِ شهادت جي سختي اِلاهي رحمت جي بارش هئي. اِنهيءَ اِلاهي عشق جي رحمت جي يزيد کي ذري ماتر بہ پرُوڙ نہ هئي. سچي ڳالهہ تہ اِها آهي تہ اِمامن جو تہ اَزل کان ئي سر ڏيڻ جو، يعني شهيد ٿيڻ جو واعدو ڪيل هو.

اَلله سمر درشٽي هوندو آهي. جن تي ظلم ٿيندو آهي، اُهي بہ اَلله جا آهن ۽ ظلم ڪرڻ وارا بہ اَلله جا ئي هوندا آهن. هو اِنسان کي هن جي ڪرمن جي موجب ئي ڦل ڏيندو آهي. ممڪن آهي تہ اَلله ظالمن جي ظلم کي سندن ئي وناش يا بربادي‌ءَ جو هٿيار بڻائي رهيو آهي ۽ شهيدن کي سچائيءَ تي قربان ٿيڻ جي بدلي پنهنجي نزديڪيءَ جو وردان ڏيڻ جو بهانو بڻائي رهيو آهي. شاهہ صاحب ڪربلا جي شهادت کي حضرت حُسين ۽ اُنهن جي ساٿين لاءِ وواهہ جو ڏينهن چئي ورڻن ڪري رهيا آهن. پاڻ پيغام ڏيڻ چاهين ٿا تہ اِنهيءَ شهادت کي نہ تہ اَلله جي سختي سمجهڻ جي ڀُل ڪريو ۽ نہ ئي اِنهيءَ شهادت کي ماتم مناٺڻ واري گهڙيا سمجهو. توهين اِنهيءَ شهادت کي حضرت اِمام حُسين علي سلام ۽ اُنهن جي ساٿين جي عظمت يعني مهانتا جو سنديش سمجهو. توهين اِنهيءَ شهادت کي صرف اَلله جي رضائي نہ، بلڪ اَلله جي رحمت جو پيغام سمجهو.

شاهہ صاحب چون ٿا :

اي ڪوُنج ! جڏهن تون مديني پهچي وڃين تہ منهنجي بزرگ حضرت محمد صلعم کي منهنجو سلام ڏجانءِ ۽ اُنهن کي چئج : مونکي دشمنن گهيري رکيو آهي، مون تي پنهنجي رحمت جي ورشا ڪر. (سُر ڪيڏارو 2/915:وائي : VI)

شاهہ صاحب جن هتي ٻاهرين دشمنن جي حملي جي ڳالهہ ڪونہ ڪري رهيا آهن. پاڻ نفس (من) روپي شيطان ۽ اُنجي ساٿين ڪام، ڪروڌ، لوڀ، موهہ، اَهنڪار وغيره سان گهيريل نرٻل جيو جي طرفان اِنهن تي جيت حاصل ڪرڻ واسطي اَلله جي رحمت لاءِ عرض ڪري رهيا آهن.

قرآن شريف ۾ فرمايو ويو آهي تہ اي مومنو ! جڏهن توهان جو دشمن جي جُهنڊ سان مقابلو ٿي وڃي تہ پنهنجا پير مظبوط رکجو ۽ بار-بار اَلله کي ياد ڪجو، جيئن توهانکي فتح حاصل ٿي وڃي[2]. صوفي درويش اِنهيءَ جو هيءُ اَرٿ ڪندا آهن تہ جڏهن توهان تي نفس جو حملو ٿي وڃي، يعني، ڪام، ڪروڌ، لوڀ، موهہ، اَهنڪار روپي دشمن روح کي گهيري وٺن تہ توهين اَلله جي نام جي ذڪر جي مدد سان اِنهن تي فتح حاصل ڪجو. اِنهيءَ کي ئي الجهاد اَلاصغر (ننڍي جهاد) کان الجهاد ال اڪبر (وڏي جهاد) ڏانهن رُخ ڦيرڻ جو نالو ڏنو ويو آهي. صوفي درويش شيخ شرف الدين جي چوڻ مطابق هر قسم جي برائيءَ جي جڙ نفس (من) آهي ۽ نفس-اي-ڪافر جي خلاف لڙيل جنگ سچو جهاد يا ڌرم-يڌ آهي. *

* "The greatest heretic of all, believed the Shaikh and the real source of all evil was nafis. It was not Jihad, argues the Shaikh, against non-muslims which was the real war, but that against the mafis-I-Kafir (the heretical nafis) of one's own Lowerself."[3]

# 19. سُر مارئي

''سُر مارئي جي 12 داستانن ۾ 230 بيت ۽ 12 وائيون آهن. هيءُ سُر عمر سومري ۽ مارئيءَ جي لوڪ ڪٿا تي آڌارت آهي. هن لوڪ-ڪٿا جي مدد سان شاهہ صاحب جن روح ۽ اَلله جي سنبنڌ جي باري ۾ ورڻن ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي.

اَمر ڪوٽ جو حاڪم عمر سومرو ملير ڳوٺ جي هڪ سندري مارئيءَ کي زبردستي کڻي ٿو وڃي. عمر مارئيءَ کي عاليشان محل ۾ رکي ٿو، هنجي لاءِ سوادي ڀوڄن ۽ قيمتي ڪپڙن ۽ زيورن جو بہ اِنتظام ڪري ٿو، جيئن مارئيءَ جي من ۾ اَمرڪوٽ، عمر جي محل ۽ عمر لاءِ پريم پيدا ٿئي. جيترو گهڻو هو مارئيءَ جي من کي پنهنجي شاهي محل، اَمرڪوٽ ۽ پاڻ ڏانهن ڇڪڻ جي ڪوشش ڪري ٿو، مارئيءَ کي اوتري ئي گهڻي ملير ۾ رهندڙ پنهنجن محبوب ۽ سڄڻ-سنبنڌين جي ياد ٿي ستائي. هن کي نہ اَمرڪوٽ ٿو وڻي، نہ عمر جو محل ۽ نہ ئي هوءَ ڪنهن بہ قيمت تي عمر سان وواهہ ڪرڻ لاءِ تيار ٿي ٿئي. هوءَ ملير ۾ رهندڙ پنهنجي محبوب کان سواءِ ٻئي ڪنهن مرد جي باري ۾ سوچڻ بہ پسند نٿي ڪري. مارئي نہ ڪجهہ کائي پيئي ٿي، نہ وار ٿي سنواري نہ اِشنان-پاڻي ٿي ڪري ۽ نہ ئي ننڊ ٿي ڪري. هوءَ ڏينهن رات پنهنجي محبوب، پنهنجي وطن ۽ پنهنجي وطن جي سائين لاءِ ورلاپ ڪندي ٿي رهي. آخر ۾ سندس محبوب ڀاران ملير مان موڪليل هڪ اُٺ جو سوار اَمرڪوٽ اَچي ٿو، جنهنجي مدد سان هوءَ عمر جي قيد مان آزاد ٿي واپس ملير پهچي ٿي.

''روح ۽ رب'' واري اَڌياءَ ۾ وستار سان ويچارڪري آيا آهيون تہ بيشڪ هن سنسار (اَمرڪوٽ) جو حاڪم سومرو (نفس يا من) بيحد شڪتي شالي آهي، پر جيڪو جيو (يا روُح) جسم جي قلعي ۽ اِندرين جي ڀوڳن ۽ هار سينگار کي نوڪر ماري ٿو، سومرو يعني من هنکي اَمرڪوٽ (سنسار)۾

قلعي (جسم) ۾ گهڻي وقت تائين قيد نٿو رکي سگهي.

هتي هزارين سال اڳ رشي والميڪ پاران رچيل ''رامائڻ'' جي ڪٿا ڏانهن ڌيان ڏيو وڃي. اُنهيءَ ڪٿا ۾ راوڻ ڪال، شيطان يا من آهي. اُهو سيتا يعني آتما کي زبردستيءَ کڻي ٿو وڃي. راوڻ جي لڳاتار ڪوشش جي باوجود بہ سيتا راوڻ سان گڏ رهڻ قبول نٿي ڪري. آخر ۾ ڀڳوان رام راوڻ کي ماري سيتا کي ڪال جي مايا روپي لنڪا کان ٻاهر پنهنجي نج-ديس واپس وٺي ٿو وڃي.

ٻنهي ڪٿائن ۾ وقت ۽ سيتا جو لمبو وقت آهي، پر ٻنهي ۾ انوکي سمانتا يا هڪ جهڙائي آهي. ٻنهي ۾ اِهو روحاني سنديش ڏنو ويو آهي تہ آتما جي مرضيءَ جي خلاف منُ اُنکي پنهنجي قيد ۾ نٿو رکي سگهي. جيڪا آتما اِهو فيصلو ڪري ٿي ڇڏي تہ ڪيس پنهنجو اَصلي سروپ سڃاڻي پنهنجي نج-ديس واپس وڃڻو آهي، سنسار جي ڪابہ طاقت اُنکي من-مايا جي نگريءَ ۾ قيد نٿي رکي سگهي.

هي هنڌُ، ماڙيون هاڻ، ساڙيان سڀ ڏينهن ريءَ،
''ڪُلُ شيءِ يرجعُ اِليٰ اَصله'' ٿي جهڄان جهانگين ڪاڻ،
ڀِري پنهنجي ڀاڻ، پسان ملڪ ملير جو. (سُر مارئي 14,2/941:ا)

**لفظن جي معنيٰ**: ماڙيون = محلات آستان. سڀ ڪا شيءِ پنهنجي اَصل ڏانهن ٿي موٽي. جهڄان = جُهران. ڀِري = موٽي. ڀاڻِ = ماڳ

يعني : مان هي ماڙيئي هنڌ ۽ مڪان، پنهنجن مارن يا سانگيئڙن بنا، جيڪر جلائي خاڪ ڪري ڇڏيان. سڀ ڪا شيءِ پنهنجي اَصل ڏانهن موٽڻ ٿي چاهي. مان بہ پنهنجن جهانگين جي ياد ۾ جُهران پيئي. مان بہ شل پنهنجي ماڳ تي موٽي وڃي پنهنجو وطن ملير ڏسان !

هڪ ٻئي بيت ۾ مارئي چوي ٿي :-

قسمت قيدُ قَوِيءَ، نات ڪيرَ اَچي هن ڪوٽ ۾ ؟
آڻي لکئي لوحَ جي، هنڌُ ڏيکاريم هيءُ،
پرچي ڪين پهنوارَ ريءَ، جانِ، جُسو ۽ جيءُ،

راجا ! راضي ٿيءُ، تہ مارُنِ ملي مارُئي. (سُر مارئي 1:8,2/939)

**لفظن جي معنيٰ :** لِکئي لوح = اُها حفاظت سان رکيل فرهي، جنهن تي جيڪي لکيو ويو آهي، ٿئي پيو ۽ ٿيندو، سو سڀ خدا لکي ڇڏيو آهي. پهنُوار = ٻڪرار، ڌنار يعني مارو.

يعني : منهنجي قسمت ۾ جيڪو قيد جو ليک لکيو ويو آهي، اُهو ڏاڍو زوراور آهي نہ تہ هن قلعي ۾ قيد ٿيڻ ڪير پسند ڪندو؟ ڀاڳ جي لکيل ليک جي ڪارڻ ئي مون کي مجبورن هتي اَچڻو پيو آهي. منهنجا سنٻنڌي مارو جيڪي پنيان رهجي ويا آهن، اُنهن جي وڇوڙي ۾ منهنجي من کي، منهنجي سرير کي، منهنجي روح کي هڪ پل جي لاءِ بہ چئن ڪونہ ٿو ملي. اُهي پنهنجي محبوب ڪانسواءِ رهي نٿا سگهن.

سِبي، سيباڏي، ڀوري نينهنُن نہ ڪڇو ئي،
ڪتيءَ وَنيئُن ڪُٽيؤن، سَتي سيٽي سي،
مَڇُڻِ ڇَوَ نمِ ڪي، تہ لڄائيءَ ٿَر ڄائِيئُن. (سُر مارئي 11:12,2/949)

**لفظن جي معنيٰ :** ڀوري = معصوم. ڪڇوئي = گهٽائڻ. ڪتيءَ وَنيئُن - ڪتيءَ يا ڪمبل جون ڪناريون. سيٽي = سبڻ، ٽوپو ڏيڻ. مَڇُڻِ = متان . ٿَرَ ڄائيئُن = ٿر ۾ پيدا ٿيل.

قاتل کي سيبا ڏئي يعني ويچاري معصو مڙي پنهنجي قاتل لوئيءَ کي ٽوپن پنيان ٽوپا پيئي ڏئي، پر مارن جي محبت ۾ ذري بہ ڪمي نٿي اَچڻ ڏئي. هن پتورتا اِستريءَ جي اَندر پنهنجي محبوب جي تڙق جيئن جو تيئن بٽيل آهي. هن کي اِنهيءَ ڳالهہ جو پورو اَحساس آهي تہ هوءَ پنهنجي خاندان يا گهراڻي جي پوشاڪ کي تياڳي ڪُل کي شرمندو نہ ڪري، چوي ٿي تہ ”متان ڪي مون کي اِئين چون تہ تو ٿر جي نواسين يعني مارُن کي لڄايو آهي.“

ٽئين داستان ۾ مارُئي چوي ٿي :-

پَٽُ نہ پهريان سُومرا، جانڪيتان جيان،
آئون ڪيئن لوئي لاهيان، ڪارڻ ٻنِ ڏينهان ؟

جا نسين ٿي جيان، ڪانڌُ نہ ڪنديس ڪو ٻيو.
(سُر مارئي III:7,2/953)

**لفظن جي معنيٰ** : 1. جانِڪيتان = جيستائين 2. ٻن ڏينهان = ٻن ڏينهن لاءِ، يعني هن ٿوري عرصي لاءِ.

يعني : اي سومرا ! مان جيئري تہ ڪڏهن بہ تنهنجا ڏنل ريشمي ڪپڙا نہ پائيندس* مان تو وٽ مري ويندس، پر پنهنجي جيئري ٻيو ڪانڌ يا پتي ڪونہ ڪندس. مان تو وٽ (هن دنيا ۾) بہ چار ڏينهن رهڻ لاءِ پنهنجو خانداني ڪنبل نہ لاهيندس

چوٿين داستان ۾ مارُئي چوي ٿي :-

آئون ڪيئن ڇَڏِيان، سوُمرا ! تَنِ ٻهنوُارن ٻچارَ ؟
جَڙَ جَنين جي جان ۾، لَڳي ريءَ لُهار،
مِيخُوُنُ مُحبَتَ سَنديوُن، هيِنئڙي منجھہ هزارَ
پکا ءِ پهنوار، ڏِني مون ڏينهن ٿيا ! (سُر مارئي IV: 18 ,2/966)

**لفظن جي معنيٰ** : ميخ، شيخ

اي سومرا ! مان اُنهن پنوهارن جي ياد کي ڪيئن وساريان، جن جي محبت جي ميخ، منهنجي جان ۾، بنا ڪنهن لوهار جي هٿڻ جي لڳي پيئي آهي. منهنجن دل ۾ سندن نينهن جا هزارين نيزا لڳل آهن. مونکي پنهنجن پکن ءِ پنوهارن کي ڏني ڪيترائي ڏينهن گذري ويا آهن.

پنجين داستان ۾ مارُئي چوي ٿي :

سوُنهن وڃايَم، سوُمَرا ! ڪيڏانهن ويُم ڪمالُ !
وڃان ڪيئن وطن ڏي، هجِڙو وٺي حالُ،
جي مان ڏِين جَمالُ، تہ پسان مُنهن پهُنوار جو.
(سُر مارئي V:5,2/969)

**لفظن جي معنيٰ** : جي مان ڏينَ جمالُ - جيڪڏهن منهنجو جمالُ يعني سونهن وري موٽي اَچي.

يعني : اي سومرا ! منهنجو حُسن برباد ٿي ويو آهي. منهنجا ڳل

تباهہ ٿي ويا آهن. منهنجا آدرش گم ٿي ويا آهن. مان اهڙي بري حال سان پنهنجي ديس ۾ واپس ڪيئن موٽي سگهندس ؟ جيڪڏهن مونکي پنهنجي سونهن واپس ملي وڃي تہ جيڪر مان منهن مٿي ڪٽي پنهنجي محبوب جو ديدار ڪري سگهان.

روح اَلله وانگر ئي نرمل ۽ بي داغ آهي، ليڪن جسم ۽ نفس جي سنگت ۾ اَچي اُنجي نرملتا ۽ مقام - حق تائين پهچڻ جو سندس سنڪلپ ٻئي ڏُنڌلا پئجي ويا آهن. هندو ڌرم - گرنٿن ۾ اِنهيءَ کي سنگ-دوش چيو ويو آهي. سفيد بلب جي مثان جيڪڏهن ڪارو ڪپڙو چاڙهيو وڃي تہ اُن مان نڪرندڙ روشني بہ ڪاري نظر اَچڻ لڳندي آهي. هيري کي جيڪڏهن گندگي لڳي وڃي تہ نہ اُنجي چمڪ نظر ايندي ۽ نہ ئي اُنجي صحيح قيمت لڳائي سگهبي. ساڳيءَ طرح من-اِندرين جي سنگت ۾ رهڻ جي ڪري آتما گندي ۽ ڪروپ نظر ٿي اَچي. جيستائين آتما نفس جي سنگت ڪونہ ڇڏيندي تيستائين اُنجي حالت سڌري نہ سگهندي. مارئي چوي ٿي :

تَنِ مُنهن موچارا مارُئين، مَليرُ جَنين ماڳُ،
ناقِص نَوازي گهٽا، سندو تَنِ سياڳ
اَڱڻ مون اَياڳُ، حُسُن هِت هيئن وَيو. (سُر مارئي 7:10,2/970)

**لفظن جي معنيٰ** : منهن موچارا = نوراني چهرا مارُئين = مارُن جا. ناقِص نورازي = اِها اَهڙن اَلله لوڪن جي رحمت آهي جو گهٽن ئي عيب وارن عيب ٿا ڍڪين، اُنهن تي نوازش ٿا ڪن. سُياڳ = خوش قسمتي.

يعني : جيڪي ملير ۾ آباد آهن اُنهن جا چهرا نوراني آهن. اُنهن جي نيڪ بختيءَ يا اُنهن جي رحمت گهٽن ئي عيبدارن کي نورايو آهي. (هتي اِشارو ڪامل پرشن ڏانهن آهي، جن جي نيڪ صحبت ۾ پٿر بہ هيري وانگر چمڪڻ لڳندا آهن.) شايد منهنجي ئي نصيب ۾ ڪا ڪمي هئي، جنهن جي ڪري منهنجي سونهن ئي برباد ٿي ويئي آهي.

مطلب هيءُ آهي تہ سچ ڪنڌ ڇڏي، هن دنيا ۾ اَچڻ سان ءُ من جي محبت ۾ رهڻ سان آتما جي پنهنجي پونجي برباد ٿيو وڃي.

هيڪ هوُند نہ ڄاياس، ٻيو ڄاپنديئي جي مران !
گهنگهرُ گهڻو ٿياس، ڄاپي، ماروئڙن ڪي. (سُر مارئي VI:3 ,2/974)

**لفظن جي معنيٰ :** گهنگهر = مونجهارو، پريشاني.ڄاپي = ڄمي

يعني : هڪ تہ جيڪر نہ ڄمان ها، يا تہ ڄمڻ سان ئي جيڪر مري وڃان ها. مان ڄمي پنهنجن ماروئڙن لاءِ پريشانيءَ جو ڪارڻ ٿي آهيان

ڇهين داستان ۾ مارئي چوي ٿي :

جَهڙِي آيَسِ جيئَنَ، جي تهڙِي مِلان تَنِ کي،
ڦران ڦُرَ چاريان، هيوُن ڇِنِيَمِ هيئَن،
وڃان ڪيئَن وطن ڏي ؟ ڪاڻِ لهندِيَمِ ڪيئَن ؟
مُنڌائتي مينهن، سُنهاں سَرَتينَ وچ ۾. (سُر مارئي VI:2,2/973)

**لفظن جي معنيٰ :** مُنڌائتي مينهن = برسات جي موسم. ملير جي ماڻهن لاءِ اِها موسم اَهميت واري آهي

يعني : جيڪڏهن مان هتي ايندئي پنهنجن ماروئڙن ڏانهن يڪدم واپس وڃان ها تہ مون کي ويچار اَچي ها تہ ٿوري دير اُتي رهي آزاديءَ سان جانور چرايان ها تہ اُهو بهتر هو. پر هاڻي تہ سوال هيءُ آهي تہ مان پنهنجي ديس واپس ڪيئَن وڃان ؟ منهنجي مٿان لڳل داغ ڪيئَن صاف ٿئي ؟ هن برسات جي موسم ۾ مان پنهنجين سکين جي وچ ۾ ڪهڙو منهن ڪڍي ويندس ؟

شاهہ سائين سمجهائي رهيا آهن تہ جيستائين اِنسان جي من مان اِندرين جي ڀوڳن جي خواهش پوريءَ طرح سان ختم نٿي ٿئي، تيستائين روح جو پنهنجي ديس واپس پهچڻ ناممڪن آهي. ”ڪجهہ دير جانور ئي چرايان ها تہ بهتر هو.“ شاهہ صاحب سمجهائين ٿا تہ اِنسان جي اَندر ترشنا سمايل آهي. اِها ترشنا ئي هنکي هن رچنا سان ٻڌي ويٺي آهي.

مارئي چوي ٿي :

ڇَنِ نہ ڇَڄي آهيان، ڪُڇَنِ ۾ ڪوٺَنِ،
ايندي پيم اُبتا، پَيڪَڙا پيرَنِ،
هٿريون هٿَن، جَنگهوُن ٻانهوُن ڪاٺ ۾ !
(سُر مارئي VI:15,2/980)

**لفظن جي معنيٰ :** ڪُڇَن - بنا مرضيءَ جي، بيوس، لاچار. هٿرَيون - هٿڪڙيون. جنگهوُن ٻانهوُن ڪاٺ ۾ - اَڳين ڏينهن ۾ ڪاٺ جي هڪ ٻُنڊ ۾ ڪڙا ڪُنڊا وجهي، اُنهن ۾ قيدين جا هٿ پير جڪڙي ڇڏيندا هئا.

يعني : مان پنهنجي مرضيءَ سان هن قلعي ۾ قيد ڪونہ ٿي آهيان. هتي پهچندي ئي منهنجن پيرن ۾ زنجيرون وڌيون ويئون ۽ هٿن ۾ هٿڪڙيون وڌيون ويئون. منهنجا هٿ پير ڪاٺ جي ٻُنڊ سان ٻڌا پيا آهن.

ساڳئي وقت مارئي هن قيد مان آزاد ٿيڻ جي اُميد بہ رکي ٿي.
هوءَ چوي ٿي : هٿين هٿڪڙول، هينئڙي پيَم هُن جا
”سانگي سارِيَم، سوُمرا ! ڍاٽي پاسي ڍولَ،“
ٻاٻاڻن سين ٻولَ، ڪَيم نہ ڪوٽَ وِهڻَ جا (سُر مارئي VI:16,2/980)

**لفظن جي معنيٰ :** هٿين هٿڪڙول - جيتوڻيڪ هٿن ۾ عمر جون هٿڪڙيون پيل اَٿم تڏهن بہ روح ۾ مارُن جا ڪڙا يا ميخون لڳل اَٿم. ڍاٽي پاسي ڍولَ - اِهي ڍٽ جا رهاڪوُ، جيڪي منهنجي محبوب جا هم وطن آهن.

يعني : بيشڪ هٿن ۾ سوُمري جون هٿڪڙيون لڳيون پيئون اَٿم، پر منهنجو من هميشهہ محبوب ۾ پيو وَسي. مان سدائين پنهنجن ريگستاني سنٻنڌين کي ياد ڪندي ٿي رهان. مون اُنهن سان اِهو واعدو نہ ڪونہ ڪيو هو تہ مان ڪو سدائين هن قلعي ۾ قيد رهندس.

روح پنهنجي مرضيءَ سان سنسار ۾ جسم ۾ قيد ڪونہ ٿيو. اَچيت يا چيتن روپ ۾ هنجي اَندر اَلله ۾ پنهنجي ديس جي ياد سدائين قائم ٿي رهي. اِها ياد ئي پرپل ٿي روح جي نِجات يعني ڇوٽڪاري جو

سانڊن ٻڌجي ٿي وڃي. شاهہ سائين مقامي حق جي باري ۾ چون ٿا :-

نَڪا جهلَ نہ پَلَ، نَڪو راڄُ ڏيهہ ۾،
آڻيو وجهنِ آهرين، روڙيو رَتا گُل،
مارُو پاڻ اَمُل، مليرونِ مَرَ ڪٽُون. (سُر مارُئي : VII:7,2/985)

**لفظن جي معنيٰ** : راڄُ = راڄا جو حصو، ڍَلَ، محصول. روڙيو = ٽارين تان پٽي. رتا گُل = ڳاڙها گُل. اَمُل = بي بها، لاثاني. مليرونِ = هنن جو ملڪ ملير. مَرَڪٽُونُ = مُرڪندڙ، ٻهڪندڙ.

يعني : ٿر ملڪ ۾ نہ ڪنهن قسم جي جَهل آهي، نہ ڍَل. مارُوئڙا، ڳاڙها گُل ٽارين مان پٽيو، اَچيو آهرن ۾ وجهن. مارو پاڻ اَملهہ يا قيمتي آهن، سندن ملڪ ملير ٻهڪندڙ ۽ شان وارو آهي.

مارُئي چوي ٿي :-

سنهيءَ سُئيءَ سبيو، مون ماروُءَ سين ساهہُ،
ويڻي سارِيان سوُمرا، گولاڙا ۽ گاهہُ،
هينئون منهنجو هتِ ٿيو، هِت مِٽيءَ ۽ ماهہُ،
پَکَنِ منجهہ پساهہُ، قالِبَ آهي ڪوٽَ ۾. (سُر مارئي VII:12,2/987)

معنيٰ : مارُئي چوي ٿي تہ منهنجو روح ماروءَ سان نينهن جي سنهي سُئيءَ سان سبيل آهي، سو مرڻ کان مري ويندس، پر ساڻس سڱ موُر نہ ڇنندسِ. (سنهي سُئيءَ سان بَخيو هڻبو آهي تہ ڪپڙو ڦاٽي ويندو آهي، پر بخيو نہ اُڌڙندو آهي. محبت جو پيوند بہ پڪو ۽ مظبوط آهي). اي عمر سومرا ! مان گولاڙا ۽ گاهہ ويٺي ياد ڪريان. منهنجو من هٽ (ملير ۾) ۽ هِت مٽيءَ جو بُت ۽ ماس اَٿم. منهنجي جانِ پکن ۾ آهي ۽ جسم اَمرڪوٽ ۾.

اَئين داستان ۾ مارُئي چوي ٿي :-

ڇُڙَنِ، ڇُٽِڪَنِ، ڇِتَ ۾، وِسارِيان، ڪِينَ وري !
”ڪَنان عَهدَ اَلَستَ“ جي، ڪِ تِهائين پَري،
”لَمْ يَلِدْ [7] وَلَمْ يوُلَدْ“ مارئي ڪوهہُ ڪري ؟
اَڄُ ۽ ڪالهہ مَرَي، ساري سا نبيڙن ڪي ! (سُر مارئي VIII:1,2/990)

**لفظن جي معنيٰ :** ڇُرَنِ = ياد پون. ڇُٽِڪَن = چمڪڻ، اُڀرڻ. ڪِينَ وري = من ۾، نہ سري. روحن جي خلقڻ کان وٺي. ۽ ٿِهائين پري = يا اُن کان بہ اڳ = يعني روحن جي خلقڻ کان بہ اڳ. خدانَکي ڇٽي ٿو، نکي ڇائو آهي. اڄُ ڪِ ڪالهہ = اَڄ يا سڀان. سانبيڙن = سنڀار لهندڙ، مائٽ

مارئي چوي ٿي تہ محبوبن کي مان ڪيترو بہ ڪٽي وساريان، پر اُن مان نکي ورندو نکي سرندو، ڇو تہ هوُ نہ فقط اَلست، کان وٺي، پر اُن کان بہ اَڳ، منهنجي چت ۾ چمڪيا پئي، مارئي چوي ٿي تہ آءُ ڇا ڪريان ؟ منهنجو وس ئي نٿو هلي، ڇو تہ منهنجو محبوب اُهو خدا آهي، جيڪو نکي ڇٽي ٿو، نکي ڇائو آهي، يعني جنهن تي ساري مخلوقات جي زندگيءَ جو مدار آهي.

اَهڙي محبوب کان سواءِ روح جي ڪيئن سَري سگهندي ؟

مارئي پنهنجن مائٽن کي ياد ڪندي، اَڄ يا سڀان مري ويندي،

نائين داستان ۾ پنهنجن مائٽن جي ياد ۾ تڙڦندي، مارئي اُنهن وٽان ڪو سُک جو نياپو ملڻ جي آشا ٿي ڪري.

ڏهين داستان ۾ مارئي چوي ٿي :

اُتان اوٺي آيو، خبرڪيائين کرَي

وِساريج مَ وَرَ کي، پڻهج مَ مُنڌ ! مَري،

ويندينءَ اُت وَرِي، کوڏينهن آهين کوٽ ۾.

(سُر مارئي X:4,2/1006)

**لفظن جي معنيٰ :** کَري = سچي، صحيح. مَري = ماندي ٿي.

هن بيت ۾ شاعر مارئيءَ کي دلاسو ٿو ڏئي تہ ''اِجهو اوٺي آيو ۽ آيو.'' چوي ٿو تہ اوٺي هيءَ سچي ۽ صحيح خبر کٽي آيو آهي، : ''اي عورت ! تون پتار کي نہ وسارج ۽ ماندي نہ ٿي پئہج، تون اُتي (مليرم) واپس ويندينءَ، هاڻي تون هن قلعي ۾ باقي ڪي ٿورا ڏينهن آهين.''

جو ڏيهہ ڏاڏاڻيا آيو، پيرين تنهن پوان،

سانگائتوءَ، سَيَدُ چَئي، ''سنديون چِتَ چوان،''

هتي ٿان نہ هوئان، حَرفَ لڳي هيڪڙي ! (سُر مارئي X:8,2/1007)

**لفظن جي معنيٰ :** سانگاڻيتوءَ = سانگي، مسافر. سنديون ڇتَ چوان = اندر جو حال اوريانس. حَرفَ لڳي هيڪڙي = ايترو وقت جنهن ۾ هڪ اکر چئي ونجي، يعني هڪ دم يا پل.

يعني : مان پنهنجي پراڻي ديس مان آيل قاصد جا پير چمڻ ٿي چاهيان. مان پنهنجي دل جو حال هنجي اڳيان کولي رکندس. مان هنکي صاف-صاف چوندس تہ مان هڪ پل جي لاءِ بہ هتي رهڻ نٿي چاهيان.

سَتي ! تنهنجي سَتَ ۾، ٻالهہ ڳُهرجي ڳِچُ،
وَڏيو، ڇيريو، ڇڇريو، پُرِ ۾ اُيي پُڇُ،
ساڻُ اَمانَتَ اَچُ، تہ ڏئين سمائي ساڙيهہَ ۾.
(سُر مارئي X:11,2/1009)

**لفظن جي معنيٰ :** پُرِ ۾ = اَندر يا ڳجهہ ۾

يعني : هن بيت ۾ سانگي يا مسافر مارئيءَ کي تاڪيد ڪري چوي ٿو تہ ستُ سيل توڙ تائين نباهڻ نهايت ڪٺن ڪم آهي. بيشڪ تو قربانيون ڪيون آهن، پر اَڃان ڳيهہ ٻالهہ گهرجي. پاڻکي جلائي، پچائي، باقي بہ رهيل کُهيل نفسانيت ڪڍي ڦٽي ڪجانءِ تون پنهنجي اَمانت (سَتَ) کي بچائي رک تہ پنهنجي وطن ۾ مانائتي ٿين.

شاهہ صاحب سمجهائي رهيو آهي تہ جيڪو روح اَللهہ سان ڪيل واعدي کي ياد ٿو رکي، اَللهہ اُنهيءَ جي مدد واسطي پنهنجو قاصد (مرشد) هن وٽ موڪلي ٿو، مرشد اُن کي هدايت ڏوڏئي تہ تون پنهنجي خوديءَ کي جلائي، پچائي رک ڪري ڇڏ، چاڪاڻ تہ محبوب جي ديس ۾ صرف اُنهن کي ئي ماڻُ ملندو آهي، جيڪي خوديءَ کي خدا ۾ فنا ڪري ڇڏيندا آهن.

يارهين داستان ۾ مارئي چوي ٿي :
سَڪَرَ سيئي ڏينهن، جي مون گهارِيا بَندَ ۾،
وَسايم وڏ ڦُڙا، مٿي ماڙِين مينهنَ،
واجهائي وِصال کي، ڏيس ڏِهوارُون ڏيئن،

نيرُ منهنجي نينهنَ، اُجاري اَڇو ڪيو. (سُر مارئي 8,2/1016 : XI)

**لفظن جي معنيٰ** : وَسايم = جيڪو وقت محلن ۾ ماڙين ۾ بند هئس، سو سڀ وڏا ڦرا لڙڪ پئي ڳاريم. واجهائي = نهاريم پئي. تهوارُون = پرزا - پرزا، چيهون - چيهون. نِيرُ = زنجير.

يعني : هن بيت ۾ مارئي چوي ٿي تہ سوُرن ۾ سختين ۾ هڪ وڏي مصلحت رکيل آهي، ڇو تہ اُهي اِنسان جون خاميون ڪڍيو کيس پاڪ ۽ صاف ڪيو ڇڏين. جيڪو وقت مان ماڙين ۾ بند هئس، سو سڀ وڏا ڦڙا لڙڪ پئي ڳاڙيم. جيئن - جيئن محبوب جي وصال لاءِ پئي واجهايم، تيئن - تيئن منهنجو من ويو ٿي چيهون - چيهون ٿيندو. منهنجي محبت نيٺ زنجيرن کي صفا ٽوڙي ڇڏيو. (نير سان مطلب آهي نفس جا سنبندھ ۽ تعلقات. مارئي چوي ٿي تہ منهنجي سچي پيار آخر منهنجا سڀ نفساني سنبندھ ٽوڙي، منهنجي روح کي اُجاري، ڌوئي صاف ڪري ڇڏيو. هيءُ دنيا بہ قيد آهي. جنهن کي ڏٽيءَ سان نينهن آهي، تنهنجون نفساني زنجيرون پڇي ٽڪرا ٿيو پون.)

شاهہ صاحب سمجهائي رهيا آهن تہ ماياوي خواهشون ئي روح جا اَصلي ٻنڌن آهن ۽ اِنهن ٻنڌنن کي صرف اَلله جو عشق ئي ٽوڙي سگهي ٿو. هن سُر جو ئي نہ، شاهہ سائين ۾ ٻين سڀني ڪامل درويشن جي اُپديش جو سار ئي اِهو آهي تہ دنيا جا موهہ، روح کي دنيا سان ٻڌي ٿا رکن ۽ اَلله جو عشق، اُن کي مايا جي ٻنڌنن کان آزاد ڪري اَلله سان ملائي ٿو ڇڏي.

ٻارهئين داستان ۾ مارئي چوي ٿي :

اَڪڙيون مَلير ڏي، جَنين راتو ڏينهن،
هاڻي ڪندين ڪيئن، عُمَرَ! آسائُن سين ؟
(سُر مارئي 14,2/1023:XIII)

**لفظن جي معنيٰ** : آسائن سين - آسن اُميدن واري، آسائتي.

يعني : منهنجيون اَکيون ملير ڏانهن ئي لڳيون پيئون آهن. اي عمر! تون اُنهن ماڻهن کي ڪيئن ٿو روڪي رکي سگهين، جن جي من ۾

پنهنجي ديس واپس وڃڻ جي زبردست تڙپ آهي ؟

پانڌِي چَئيجِ پرين کي، زور هٽي جانا،
پِيَڪڙا پيرنِ ۾، ڪرايِنِ ڪانا،
اُوهان رِيءَ اُمانا، گهنگهرِ گهارِ يان ڏينهڙا.

(سُر مارئي XII:28,2/1027)

لفظن جي معنيٰ : ڪانا = ڪڙو، اُمانا = بي مانا، بي عزت.

يعني : اي پيارا قاصد جلدي نياپو کڻي وڃ ! تون منهنجي محبوب کي هيءَ ڳالهه زور ڏيئي چئيج تہ منهنجا هٿ-پير ٻڌل آهن ۽ هنجي جدائيءَ ۾ منهنجو برو حال آهي. مان بي ماني يا بي عزت تي پنهنجا ڏينهن پيئي گذاريان.

هن داستان ۾ شاهہ صاحب پاران ظاهر ڪيل هي ويچار خاص ڌيان ڏيڻ لائق آهي :-

مارُئي ناهي ملير ۾، نَڪاوَتِ هُمير،
پُنهو ڪونهي ڪيچ ۾، نڪا سِنڌُ اَمير،
مؤمل ڪانهي ماڙئين، گنجي ناهہ فقير،
ور چڙي، واهڙ تري، ساهڙُ منجهہ سرير،
قُبن ڪينهن پيرَ، مرشدَ مساڻن ۾. (سُر مارئي XII:29/A,2/1028)

**لفظن جي معنيٰ** : گنجي - حيدرآباد جي ڏکڻ ڏانهن هڪ ٽڪر آهي، جنهن کي گنجو ٽڪر ڪري سڏيندا آهن. اِنهيءَ ڪري جو مٿس ڪا ساوڪ ڪانہ ٿيندي آهي. ڪنهن زماني ۾ اِنهيءَ ٽڪر تي جوڳين ۽ فقيرن جا آستان هوندا هئا. وَرُ چڙي - هن سٽ ۾ سهڻيءَ ڏانهن اِشارو آهي، جا هر رات پنهنجي وَرڏم کي اَگهور نئن ۾ چڙي، ندي پار ڪري پنهنجي محبوب ساهڙ کي درياءَ جي هُن پر وڃي ملندي هئي.

يعني : نہ ملير ۾ ڪا مارئي آهي، نہ عمر اُمرڪوٽ ۾. نہ ڪيچ ۾ ڪو پنهون آهي ۽ نہ ئي سنڌ ۾ ڪو (پهتل) اَمير (درويش) آهي. نہ مومل محلن ۾ آهي، نہ ئي گنجي ٽڪر ۾ ڪو رمتو جوڳي نظر ٿو اَچي. سهڻي پنهنجي خاوند کي ڇڏي محبوب سان ملڻ ويئي. هن اِهو ڪونہ سوچيو تہ محبوب تہ سندس اَندر هو. اَڄ نہ مقبرن تي سنت نظر ٿا اَچن ۽

نہ ئي قبرستانن ۾ مرشد.

شاھ صاحب ڏک ظاهر ڪري رهيا آهن تہ سنسار ۾ نہ تہ مارئي، مومل ۽ سھڻيءَ جهڙا سچا پريمي ساڏڪ نظر اَچن ٿا ۽ نہ ئي سچا گرو-پِير.

شاھ سائين مارئيءَ کي چون ٿا :-

مَ ڪي روءُ، مَ رَڙُ ڪي، مَ ڪي هنجُون هارِ،
جهڙا اَچن ڏينهڙا، تهڙا ويٺي گهار،
ڏُکَنِ پنيان سُکڙا، سِگها ٿِيَنِ سنگهارِ،
”لٽالوھہ،“ لطيفُ چئي، پرُوڙج پهنوارِ!“
ٻيڙيُون نيئي ٻارِ، تو تان بندُ بِدا ٿيو.
(سُر مارئي XII:51/48,2/1034)

اي مارئي !تون روئڻ-ڌوئڻ ۽ ڇلائڻ بند ڪري ڇڏ، تون جنهن حالت ۾ بہ هجين، صبر جو آنچل پڪڙي رک. اي ريگستان جي رهڻ واري ! جڏهن ڏک اَچن ٿا تہ سک دور ڪونہ هوندا آهن. لطيف چوي ٿو : ڏس !تنهنجون زنجيرون لهي ويئون آهن، سڀيئي ٻنڌن ختم ٿي ويا آهن ۽ تنهنجي سزا معاف ٿي ويئي آهي.

شاھ صاحب وشواس ٿا ڏيارين تہ مرشد جي شرڻ وٺڻ وارن روحن کي جسم ۽ نفس جي قيد مان بہ ڇٽڪارو ملي ويندو، اُنهن کي گناهن جي معافي بہ ملي ويندي ۽ اُهي مقامي-حق تائين پهچڻ ۾ سڦل ٿي ويندا.

شاھ سائين روح روپي مارُئيءَ کي نصيحت ٿا ڪن :-

مَ ڪي روءُ، مَ رَڙُ ڪي، مَ ڪي ڪَرِ دانهون
”سُتي لوڪ“ لطيف چئي، ”ٻيئي ڪَٽِهِ ٻاهون،“
لَڏءِ جتِ لائون، سو ڏيهہُ پسنديِنءَ مارُئيءَ
(سُر مارئي XII:52/49,2/1035)

يعني : تون نہ روءُ، آهون نہ ڀر ۽ ڇلاءِ نہ. لطيف چوي ٿو جڏهن ٻيو سارو لوڪ رات جو سمهي رهي، تڏهن تون جاڳي ٻئي ٻانهون کڻي، رب کي پيئي ٻاڏائيج. اي مارئي ! جيڪڏهن تون ائين ڪندينءَ تہ محبوب جي ديس ۾ ضرور پهچي ويندينءَ.

# 20. سُر سسئيءَ آبري

سُر سسئي آبري جي 12 داستانن ۾ 182 بيت ۽ 27 وائيون آهن. هن سُر جو نالو سسئي - پنهون جي مشهور لوڪ-ڪٿا جي آڌار تي رکيو ويو آهي.

شاهه صاحب جن پنجن راڳن سسئي آبري، معذوري، ديسي، ڪوهياري ۽ حُسيني ۾ سسئي پنهون جي پريم ڪهاڻيءَ جو ورڻن ڪيو آهي. هر راڳ ۾ ڪهاڻيءَ کي الڳ-الڳ ڍنگ سان پيش ڪيو ويو آهي ۽ پاوناٿن ۾ به نوان رنگ ڀريا ويا آهن.

سسئيءَ جو جنم هڪ امير براهمڻ پريوار ۾ ٿيو هو. جوتشين هنجي ماءُ-پيءُ جي من ۾ اهو ڀرم پيدا ڪري ڇڏيو ته سسئيءَ جو جنم اُنهن جي واسطي شڀ نه آهي. ماءُ-پيءُ ٻار کي هڪ لڪڙيءَ جي صندوق ۾ بند ڪري درياءَ ۾ وهائي ڇڏيو. درياءَ جي ڪناري تي هڪ ڌوٻي ڪپڙا ڌوئي رهيو هو، صندوق اُنهيءَ کي مليو. ڌوٻيءَ جو ڪو اولاد ڪونه هو. هن بيحد لاڏ-پيار سان سسئي کي پاليو. جڏهن سسئي جوان ٿي ته هنکي ڪيچ ديس جي شهزادي پنهونءَ جي باري ۾ پتو لڳو ۽ هن جا سپنا ڏسڻ شروع ڪيائين. مالڪ جي قدرت، جو پنهون خود ئي واپار سانگي سسئيءَ جي ڳوٺ ڀنڀور ۾ پهچي ويو. پنهون ”سسئي“ جي خوبصورتيءَ جي تعريف ٻڌي ته هو سسئيءَ جي گهر پهچي ويو. هن سسئيءَ سان وواهه ڪيو. هوڏانهن ڪيچ جي حاڪم پنهنجي پٽ پنهونءَ کي واپس وٺي اچڻ واسطي پنهنجن مترن ۽ سنبنڌين کي اُٺن تي چاڙهي روانو ڪيو. هڪ رات جڏهن سسئي گهري ننڊ ۾ سمهيل هئي ته اُهي اُٺن جا سوار پنهونءَ کي پاڻ سان گڏ وٺي اُتان هليا ويا. جڏهن سسئي صبوح جو اُٿي ته سواءِ دک ۽ تڙپ جي هن وٽ ڪجهه به ڪونه بچيو هو. پنهونءَ جي جدائيءَ هنجي اندر برهه جي آگ ڀڙڪائي. هوءَ پنهونءَ جي تلاش ۾ نڪتي ۽ پهاڙن-بيابانن ۾ ڀٽڪندي-ڀٽڪندي پراڻ

ٿياڳي ڇڏيائين.

سسُئي روح آهي، جنهنجو اَصلي ديس مقام - حق (سچ کنڊ) آهي. سسُئي يعني روح جو پتا ڪل- مالڪ آهي، پنهور هيءُ مرتيو لوڪ آهي. هن لوڪ ۾ سسُئيءَ جو پالن-پوشڻ نماڻي ڌوٻيءَ جي گهر ۾ ٿئي ٿو مطلب تہ نج ديس مان آيل آتما کي هن دنيا ۾ بيحد مجبوري ۽ لاچاريءَ جي زندگي گذارڻي پوي ٿي. سائين بلي شاهہ جن جو ڪٿن آهي :-

سَسُئي دادِل جتڻ دي خاطر هوتَ پُنوُن بڻ آيا.

صرف سسُئي-پنهوُن، سهڻي - ميهارجي عشق جي ڪهاڻين ۾ ئي نہ بلڪ شاهہ صاحب جي سڄي ڪلام جو مکيہ ڀاو اِهو آهي تہ اَلله کان نندي ڪابہ طاقت، اَلله جي وڇڙيل روحن کي اَلله سان ملائي نہ سگهندي. اِنهيءَ ڪري اُهو اَلله وقت-بوقت جڳهہ-جڳهہ تي مرشد ڪامل جو روپ ڌارڻ ڪري-روحن کي پاڻ سان ملائڻ جو ڪم ڪندو رهندو آهي.

سسُئي چوي ٿي :-

اَوّلِ آخرِ آهہِ، هلَڻُ منهنجو هوتَ ڏي،
پورهيو سندو پورهيتن، والي ڪِيمَ وڃاءِ،
سو موُن ٿورو لاءِ، جيئن جيئري مِلان جَتَ کي.
(سُر سسُئي 1046/1,2:ا)

سسُئي چوي ٿي تہ اَڄ نہ تہ سڀاڻي، اَوير-سوير منهنجو پنهنجي محبوب سان ميلاپ ضرور ٿيندو. منهنجا محبوب ! منهنجا ولي ! پنهنجي داسيءَ جي محنت ضايع نہ ڪجانءِ. تون مون تي رحمت ڪر تہ منهنجو جيئري ئي پنهوُنءَ سان ميلاپ ٿي وڃي.

ساجن ڪارڻ سُڃُ، مَرُ قَبوُلي سسُئي،
اَندر جنين اُڃَ، پاڻي اُڃيو اُنَ لَئي. (سُر سسُئي آبري 1048/8,2:ا)

سسُئيءَ خوشيءَ-خوشيءَ سان اُجاڙ ۾، يعني سُڃ ۾ محبوب جي تلاش ڪرڻ سويڪار ڪئي آهي. سسُئيءَ جو اِئين ڪرڻ ٺيڪ آهي : پاڻي بہ اُنهن جي تلاش ٿو ڪري، جن جي اَندر پياس آهي. يعني جن جي اَندر محبوب سان ملڻ جي تڙَڦ آهي، تن لاءِ محبوب بہ پيو سڪي.

سَڪين ٿيءُ مَ سَنرَي، ڀَسي ڏُک مَ ڏرُ،
ڀَتي ڪَرِ مَ پنهنجو، گهوري ! اَڏِ مَ گهرُ،
ماري ! هڏ مَ مرُ، مچڻ، جي جياريين.
(سُر سسُئي آبري I:18,2/1053)

**لفظن جي معنيٰ :** ڀَتي ڪَرِ = ڍاهڻ. گهوري = فدا ٿيل، صدقي ٿيل. ماري = مُئل، مئي.

يعني : اي سسُئي ! تون هر طرح جي قرباني‌ءَ لاءِ تيار رهه، پر ڌيان رکج تہ تون سک جي وهڪري ۾ وهي نہ وڃ ۽ دک ڏسي ڊڄي نہ وڃ. نہ ئي (سرير روپي) گهر کي ڪيرائڻ جي ڪوشش ڪجانءِ ۽ نہ ئي اُنکي وري بڻائڻ جي ڪوشش ڪجانءِ. تون تہ مُردو ٿي چڪي آهين پنهنجو پاڻ کي گهرُ يعني سريرُ نہ سمجهہ، ڪٿي توکي وري نہ جنم وٺڻو پوي.

وڏا وڻ وَڻڪارَ جا، جِتِ نانگ سُڄَنِ نيلا،
اُتي عَبدُاللطيف چئي، ”ڪِيا هيڪلي‌ءَ حِيلا.“
جِتِ ڪُڙم نہ قبيلا، اُتِ رَسج رهبَر ! راهہ ۾.
(سُر سسُئي آبري II:10/9,2/1062)

**لفظن جي معنيٰ :** هيڪلي = اَڪيلي. ڪُڙم = ڪُٽنب. قبيلا = خاندان.

يعني : وڻڪار جا وڻ اوُچا آهن ۽ اُت نيلا نانگ پيا هلن. اُتي ويچاري‌ءَ اَڪيلي‌ءَ ڏاڍا وس هلايا. جتي نہ ڪٽنب آهي، نہ خاندان، اُتي اي سوُنهان ! راهہ ۾ اَچي مدد ڪجانءِ.

واقف جي وڻڪار جا، وَڃُ تَني جي سَڏِ،
”ساٿين سان،“ سَيدُ چئي ”لَڏو لَڏي گَڏِ،“
نيئي نماڻي نڄهرو، اوٺين پاسي اَڏِ،
سُک پنيورجا ڇَڏِ، تہ ڪاهي رَسين ڪيچ کي.
(سُر سسُئي آبري II:12/11,2/1063)

تون اُنهن جو آواز ٻڌ، جيڪي وڻڪار جي رستي جا ڄاڻو آهن.

تون شاهہ لطيف جو چوڻ مڃ ۽ اُنهن جي قافلي ۾ شامل ٿي وڃ. تون اُن وارن جي ويجهو پنهنجي جهوپڙي اَڏ. تون ڀنڀور (هن دنيا ) جا سک ڇڏي اُنهن اوٺين جي سنگت ڪر تہ پوءِ پنهنجي محبوب وٽ ڪيچ ۾ ضرور پهچي ويندين ۽.

مولانا روم جو ڪلام آهي :-

هرَ ڪِ خاهد هم نشيني جا خدا،

اوُ نشيندَ در حضوُري اوليا[1].

يعني : جيڪو اَلله جي نزديڪي چاهي ٿو، اُنکي گهرجي تہ اؤليا اَلله يعني سنتن جي نزديڪي حاصل ڪري.

ٿئين داستان ۾ شاهہ سائين سسُئيءَ کي نصيحت ٿا ڪن :-

دَرا مَنجهہِ دوسِتُ ڏِيو، موٽي پُڇجُ پاهين،

عَبَثُ اَڳاهين، وَڃيو ڳولِين ڪانڊ کي.

(سُر سسُئي آبري III:5,2/1066)

**لفظن جي معنيٰ :** عبثُ - اَجايو، بي فائدو. ڳولين - سَڏ ڪرڻ، ڳولهڻ.

يعني : تنهنجو محبوب اَندر آهي، تون واپس گهر وڃي اَندر ۾ هنجي تلاش ڪر. جنهنجي خاطر تون اَجايو هيترا ڏُک سهي رهي آهين، اُهو حقيقت ۾ تنهنجي اَندر آهي.

پرَ گهران پاسو ڪَري، پُڇجُ پِريان ڪَرَ پاڻُ،

سوٽان تو هئين ساڻُ، جنهن لَئہ جفائون ڪرئين

(سُر سسُئي آبري III:6,2/1067)

**لفظن جي معنيٰ :** پَرَ گهران = پرائي گهر کان، غير کان. ڪَرَ پاڻُ = پنهنجي اَندر. تو هيٺن ساڻُ = تنهنجي دل اَندر. جفائون ڪَرِئين = سختيون يا مشڪلاتون سهين.

يعني : تون ٻين جي گهرن ۾ تلاش ڪرڻ بند ڪري محبوب کي پنهنجي اَندر ڳولهہ. جنهن جي خاطر تون ايتريون سختيون ۽ ڪنايون

سهي رهي آهين، اُهو حقيقت ۾ تنهنجي اَندرئي آهي.

چوٿين داستان ۾ شاهه صاحب چون ٿا :

سَڌائتي سَيَڪا، ٻُڪ نہ باسي ڪا،
جيهي تيهي ذاتِ جي، جُنبشِ ناهي جا،
مؤن سين هلي سا، جا جيءَ مِنو نہ ڪري.
(سُر سسُئي آبري IV:2,2/1073)

**لفظن جي معنيٰ** : سَڌائتي = سَڌ يا خواهش رکندڙ. ٻڪ نہ باسي ڪا = ڦاڻا ڪڍڻ عشق جي راهہ ۾ تڪليفون برداشت ڪرڻ، جهڙي تهڙي جي جاءِ ناهي. جُنبش = هلڻ، عشق جو سفر. جا=جاءِ، مجال، طاقت.

يعني : خواهش تہ هر ڪنهن کي آهي، پر عشق جي راهہ ۾ تڪليفون برداشت ڪرڻ اهو هر ڪنهن جي وس ۾ نہ آهي. اُنهن مان مقام-حق تائين پهچڻ جي اُميد ڪيئن ٿي رکي سگهجي، جن جي اَندر اُتي پهچڻ جي تڙف ئي ڪونهي ؟ گهڻو ڪري ماڻهو محبوب سان وصال جون ڳالهيون ئي ڪندا آهن، پر رستي جون تڪليفون سهڻ واسطي ڪوبہ تيار ڪونہ ٿيندو آهي. مون سان تہ صرف اُهي ئي پريمڪائون هلڻ لاءِ تيار ٿين، جيڪي زندگيءَ جي سکن جي ڪوڏي قيمت بہ نہ سمجهن، يا جن کي پنهنجي جان پياري نہ هجي.

شاهہ صاحب سسُئي کي نصيحت ٿا ڏين :-

پهرين تون پارَيجَ، پارڻُ پوءِ پنهوءَ ٿي،
ٻولُ مَ وساريج، هوُ جو ڪيو ءِ هوت سين.
(سُر سسُئي آبري IV:14,2/1078)

**لفظن جي معنيٰ** : پهرين تون پاريج = پهرين تون پنهنجو واعدو نبائيج.

پهريون شرط آهي تنهنجي وفاداري، تنهن ڪان پوءِ محبوب جي وفاداريءَ جي خواهش رک. شاهہ صاحب سسُئيءَ کي نصيحت ٿا ڪن تہ تون پنهونءَ (اَلله) سان ڪيل اِقرار کي ياد رک. جيڪو، اِقرار پرينءَ

سان ڪيو هوءِ، اُهو تو کان ڪڏهن بہ نہ وسري.

پنجين داستان ۾ سسئي چوي ٿي :

پڇي جان پنيورَ کان، ڏونگرُ ڏوريو مون،
ڪاهي رَ سيس ڪيچ کي، جتي پاڻ پنهوُ،
سُپتِ آهين تون، قضا ڪندين ڪن سين ؟
(سُر سسئي آبري V:1,2/1085)

**لفظن جي معنيٰ :** سُپتِ - هرشيءِ ۾ تنهنجو واسو آهي. قضا - قاضيءَ جي فتوا، موت جي سزا.

يعني : جيئن ئي مون پنيور کان پڇي جبل قوليو، اُتان سَتوُن ڏيئي (تڪڙا قدم کڻندي) ڪيچ پهتس، جتي پنهوُن آهي. اي ڌڻي ! سيني ۾ تنهنجو واسو آهي، پوءِ ڪنهن - ڪنهن کي موت جي فتوا ڏيائي (منصور وانگر) ڦاسيءَ تي چاڙهيندين ؟

پيهي جان پاڻَ ۾، ڪيم روُح رِهاڻ،
تہ نڪو ڏوُنگرُ ڏيهہ ۾، نَڪا ڪيچين ڪاڻِ،
پنهوُن ٿيس پاڻ، سسُئي تان سوُر هئيا.
(سُر سسئي آبري V:2,2/1086)

جان ئي مون پنهنجي اَندر ۾ جهاتي پائي، پنهنجي روح سان رِهاڻ ڪئي، تان ئي ڏسڻ ۾ آيم تہ نہ جهان ۾ ڪو جبل آهي، نہ ئي وري مونکي ڪا ڪيچين جي غرض هئي - جيسين سسئي هُيَسِ (جيسين پاڻ کي اَلڳ هستي پانيم) تيسين وڇوڙي جو درد هو، پر جڏهن پنهنجو وجود وڃايم، تڏهن پاڻ ء پنهوُن ٿي پيس. ''پُنهو ٿيس پاڻ'' يعني جيستائين پنهنجي هستيءَ کي نہ مٽايو هوم، تيستائين طرح-طرح جي مصيبت ۾ مُبتلا هيس. پر جڏهن پنهنجي خودي وڃايم، تڏهن ڏٺم تہ مان خود پنهوُن آهيان. پنهوُن مون ۾ ئي سمايل آهي. مان پنهوُنءَ ۾ سمايل آهيان.

ويئي سوُنهن سسُئيءَ جي، پُنهو ٿيس پاڻ،
''سيَنِ جي''، سيدُ چئي، ''آهي اُت اُماڻ،''

پنيور جا پاڻ، آڏا عجيبن کي. (سُر سسُئي آبري V:7,2/1090)

**لفظن جي معنيٰ** : اُماڻ - ماڳ. پنيور جا پاڻ - دُنيا جا لاڳاپا ۽ بندڻ. آڏا - رنڊڪون، رُڪاوٽون.)

يعني : سسُئي جو جمال فنا ٿي ويو ۽ مان پاڻ ئي پنهوُن ٿيس. سيد شاهہ لطيف چوي ٿو تہ سيني جو آخري ماڳُ اُهو ئي آهي. (سڀ شيون پنهنجي اَصل ڏانهن موٽنديون) پنيور يعني دنيا جا لاڳاپا ئي اَسانجي محبوب جي وصال جي راهہ ۾ رنڊڪون آهن.

ڇهين داستان ۾ سسُئي چوي ٿي :

سُمهڻا ساڙو، جيڏيون ! جيڏوئي ٿيو،
پريئڻ جو پارو، مون سين ننڊ نبيريو.
(سُر سسُئي آبري VI:12,2/1101)

يعني : منهنجيون سکيون ! ننڊ مونکي ڪٺي جو بہ نہ رکيو. مونکي پنهنجي محبوب کان جدا ڪري ڇڏيائين.

سسُئيءَ جي ننڊ کي ساڏڪ جي سُستيءَ سان جوڙيندي، شاهہ سائين سمجهائين ٿا تہ جيڪي ساڏڪ آلس ڪري هٿ ہڏي وينا آهن، اُهي ڪڏهن بہ محبوب وٽ پهچي هنجو پريم حاصل نہ ڪري سگهندا. اُنهن جو جيون بيڪار ئي هليو ويندو. جيڪي ڪَرِٽي ڪن ٿا ۽ پنهنجو پاڻ کي محبوب جي پريم تي قربان ڪري ٿا ڇڏين، اُهي ئي پنهنجي جيون ۾ فتح حاصل ڪري محبوب سان وصال ڪري سگهندا. جيڪي رستي جي خطرن ۽ رڪاوٽن کي ڏيان ۾ رکندي ڏيري ڏيري بہ هلندا رهندا، اُهي محبوب وٽ پهچي ويندا.

اِها ڳالهہ سمجهائيندي شاهہ صاحب ستين داستان ۾ چون ٿا :

وينين ناهہ وَراڪو، سُتينَ ڪونهي سَنگُ،
هوتُ هلندِيَن ڪٽيو، جَنِ اَنگَنِ چاڙهيو اَنگُ،
پاسي پِئي پَنگُ، رڙهي، جامَ رَسِيوُن.
(سُر سسُئي آبري VII:8,2/1105)

**لفظن جي معنيٰ** : وَراڪو = پيچ، محبت جو پيچ. پِئي = پيو، ٻڀ،

خطرو. ڀنگ = اَٽڪ، روڪ تڪليف، مشڪلات.

اِنهيءَ ئي ڳالهہ کي اَڳتي وڌائيندي چون ٿا :

وينءِ وَرِ نہ ڀون، سُتي مِلنِ نہ سُپرِين،
جي متي رُوَنِ، ساجنُ مِلي تَنِ کي. (سُر سسُئي آبري VII:9,2/1006)

يعني سُپرين ويني نٿا حاصل ٿين، نڪي سُتي ٿا ملن. جانب اُنهن کي ٿو ملي، جيڪي وانڻ تي روئندا ٿا رهن.

شاهہ صاحب چون ٿا :

سيڻنِ ڪارڻِ، سسُئي ! وَڃَڻَ ڪِجي وَسُ،
متان وِرچي ڇڏئين، سندو ڱنگَنِ گسُ،
ڏو تي ڏيندءِ ڏسَ، اَڳيان ڀارو ڇَنِ جو.
(سُر سسُئي آبري VIII:16,2/1119)

اي سسُئي محبوب سان وصال ڪرڻ واسطي پوري ڪوشش ڪرڻ ضروري آهي. اي سسُئي ! تون ٿڪجي اُنن جو پيڇو ڪرڻ بند نہ ڪجانءِ. تو کي رستي ۾ ملڻ وارا ٻيا مسافر بلوچ (مرشد روپي پنهوُن) جو رستو ٻڌائي ڇڏيندا.

شاهہ صاحب سمجهائين ٿا تہ جڏهن ساڌڪ جو ڌيان اَندر ايڪاگر ۽ اِسٿر ٿي وڃي ٿو تہ اَندر اِسمِ-اَعظم (شبد) جي ڌُن ۽ نوُر روپي اُٿ، روح کي مٿي مرشد جي نوري سروپ ڏانهن ڇڪڻ شروع ڪري ٿو ڇڏي. اَهڙيءَ طرح روح کي اَندر ٻيا ساڌڪ بہ نظر ايندا. اُنهن کي ڏسي ساڌڪ کي اَندر مارگ جي صحيح هئڻ جو وشواس پيدا ٿي ويندو ۽ هو بہ اُنهن سان گڏ مٿي چڙهائي ڪندو ويندو.

شاهہ صاحب چون ٿا :

ڪُهي جا ڪنيائين، وِڪَ تَهين ويجهي ڪئي،
ڇڪي پنڌ ڇنائين، پنڌُ مڙوئي ڀَبَ جو.
(سُر سسُئي آبري IX:8,2/1124)

**لفظن جي معنيٰ :** ڇڪيءَ - هڪڙيءَ سَٽَ سان. ڀب - هالار جبل

جي ڏاکڻي پاڳي کي ''پب'' چوندا آهن.

شاهه صاحب چون ٿا ته هوءَ ٿڪي ماندي عورت جيڪو به قدم کڻي ٿي، اُهو هن کي محبوب جي نزديڪ وٺي وڃي رهيو آهي. پريتم جي طرفان شڪتي شالي ڇڪ (سِڪ) محسوس ٿيس ۽ هوءَ پل-پر ۾ ئي پهاڙ تي چڙهي ويئي.

سَوءُ ڪوهه ڪَري سيڪا، تون ڪُهي ڪٺج وِڪ،
تاڻج منجهان تِڪَ، ته پنڌُ پاسي پِرِ نِبَري،
(سُر سسُئي آبري IX:,2/1124)

**لفظن جي معنيٰ :** ڪُهي = ٿڪجي.

يعني : اي ٿڪل ! سوَ ڪوهن جو پنڌ ته هر ڪو ڪيو وڃي، پر تون هڪ ئي وِک کڻج، تيزيءَ سان ڪاهه ته سفر کِن پل ۾ ئي پورو ٿي ويندءِ

ساڌڪ کي گهرجي ته پل ڏيمي چال سان هلي، پر هلندو ئي رهي. عبادت ۾ رس اَچي چاهي نه اَچي، عبادت ۾ من لڳي يا نه لڳي، پر عبادت ۾ لڳو رهڻ گهرجي. جيڪو هلندو ٿو رهي ۽ همت نه ٿو هاري، خبر ناهي ڪهڙي وقت اَلله هنجي ڪوشش تي خوش ٿي پل-پر ۾ هنکي پاڻ سان گڏ ملائي ڇڏي.

يارهين داستان ۾ شاهه سائين چون ٿا :

ڪَنُ ٿي، ڪيچِيِنِ ڪُهَنِ، ڪُهِجُ مَ، ٿا ڪُهَنِ،
اِشارَتُوَن اُن جوُن، سُڪوُ ٿان سُڄنِ،
وٺان ويهي ٿَنِ، سُڻُ ته سوزُ پرائين، (سُر سسُئي آبري XI:1,2/1135)

**لفظن جي معنيٰ :** ڪَنُ = سارو وجود يا جسم ڪَنُ ڪري، ڏيان ڏيئي ٻڌ. اِشا رتون = روحاني اِشارا. سُڪوُتان = ماٺ ڪري.

يعني : تون پنهنجي ساري وجود کي ڪَنُ ڪري ڏيان سان ٻڌ، ڇو ته ڪيچي ڳالهائين ٿا. طالب جي پهرين منزل آهي ته مرشد جيڪي ڪيس فرمائي، سو ٻنا ڪُڇڻ، پڇڻ جي ڪن لائي ٻڌي ۽ پوءِ اُن تي غور ڪري. ويدانت ۾ به چيل آهي ته پهريون ڏاڪو آهي ''شروڻ'' يعني

ٻڌڻ ۽ ٻيو ڏاڪو آهي ”منن“، يعني ويچار ڪرڻ.

شاهہ صاحب بہ چون ٿا تہ تون ڪجهہ بہ نہ ڪڇ، چو تہ ڪيچي ٿا ڪُڇن. ماٺ ڪرڻ سان ئي اُنهن جي روحاني اِشارن جو راز پروُڙي سگهندين. اُنهن وٽان ڪجهہ ويهي ٻڌ تہ سوز حاصل ڪرين.

شاهہ سائين رهسيہ ميہ اَنداز سان هيءُ خوبصورت سنديش ڏيئي رهيا آهن تہ روح ڪي اَڪين جي مٿان آٽي ڏيان سان اَندر ٻڌو. ”تون پوريءَ طرح سان ڪَنُ ٻڻجي وڃ.“ يعني ڏيان کي پوريءَ طرح سان اِستر يا ايڪاگر ڪري ڇڏ. پوءِ تو کي اَلله جي درگاهہ مان ايندڙ اِسمِ-اَعظم (شبد) جو آواز ٻڌڻ ۾ ايندو. اُهو آواز اَلله جو پيغام ۽ اُپديش آهي. اُهو آواز اَلله جو روپ آهي. اُنهيءَ آواز سان جُڙي ويندين تہ تنهنجو سچو وجود اِلاهي سرُور (دويہ- آنند) سان ڀرجي ويندو.

شاهہ صاحب فرمائين ٿا :-

ڪنُ ٿي، ڪيچيَنِ ڪُڇيو، ڪُڇُ مَ ڪُڇيائوُن،
رهي نہ رَتيءَ جيتري، اُنهن وٽِ آئوُن،
وَڏِي وڏائوُن، هو جو وڻُ هڻڻ جو. (سُر سسُئي آبري XI:4,2/1136)

يعني : محبوب ڳالهائي ٿو، تون صرف ڪن ڏيئي ماٺ ڪري ٻڌ. اُنهن جي سامهون ذري بہ خودي نہ رهي. اُنهن جو پيغام ڪنهن بہ دليل يا بحث جي گهُر نٿو ڪري.

جڏهن روح اَندر ڪلمي سان جُڙي ٿو وڃي تہ اُنکي اَلله جي هستيءَ جو ساڪيات اَنيو ٿي وڃي ٿو. پوءِ روح ويچار، دليل ۽ بحث وغيره جو دائرو پار ڪري نجي اَنيوَ جي دائري ۾ پهچي ٿو وڃي، جنهن جي ٿل سروپ سيئي وهم ۽ ڀرم ڀَرَ پکيڙي اُڏامي ٿا وڃن. شاهہ صاحب چون ٿا:

اَڪيون آريءَ ڄامِ جون، اَنڌيءَ سين آهينِ،
هوُ جي وَڻَ وِندُرَ جا، سي مون سنُهائين،
ڏسيو ڏيکارين، پيشاني ڀُنهوءَ جي.
(سُر سسُئي آبري XI:8,2/1138)

يعني : هن اَنڌيءَ کي آريءَ ڄام (ڀنهونءَ) جون اَکيون ساڻ آهن.

اُهي ئي وندر جي وٿن (مقام حق) ڏانهن منهنجي رهبري پيئون ڪن.
اُهي اَڪيون پنهونءَ جي پيشاني پسي، وري مونکي ٿيون ڏيکارين.

جڏهن روح اَندر، اَکين جي مٿان ايڪاگر ٿي وڃي ٿو، تہ اُن کي اَلله جي حڪم، ڪلمي، ڪلام يا اِسم-اَعظم جو آواز ٻڌڻ ۾ ٿو اَچي ۽ اُنجو نوُر بہ نظر ٿو اَچي، پوءِ روح کي اِها سمجهہ اَچي ٿي وڃي تہ سڄي ڪائنات اَلله جي حڪم جو کيل آهي ۽ ڪلمي ڪلام يا اِسم-اَعظم جو آواز ۽ نوُر ئي اَلله سان ميلاپ جو سچو ساڌن آهي.

سُر سسُئي جي ٻارهين داستان جي ٻي وائيءَ جي آخري سٽ هن طرح آهي :

عبداللطيف چوي ٿو تہ ”منهنجيون سکيون ! اَلله منهنجو، منهنجي محبوب سان ميلاپ ڪرائي ڇڏيو آهي“. اِنهيءَ داستان جي ٽين وائيءَ جي اَنين سٽ هن طرح آهي : ”هن ويچاريءَ جي وواهہ ۾ سيئي ساز وڄڻ ڏيو.“ شاهہ صاحب اِشارو ڪري رهيا آهن تہ جڏهن روح کي اَندر مرشد يا اَلله جو وصال حاصل ٿئي ٿو تہ هنکي اَندر اِسم-اَعظم جون اَنيڪ طرح جون ڌُنون ٻڌڻ ۾ اَچن ٿيون، شاهہ صاحب جن ڪيترن ئي طريقن سان اِها ڳالهہ سمجهائڻ جي ڪوشش ڪئي آهي تہ ساڌڪ کي اَصلي روحاني پراپتي، روح کي اَندر اَکين جي مٿان ايڪاگر ڪري، ڪنن سان اِسم - اَعظم جي آواز کي ٻڌڻ ۽ اَکين سان اِسم-اَعظم جو نوُر ڏسڻ سان ٿيندي آهي.

# 21. سُر معذوري

هن سُر جي 7 داستانن ۾ 113 بيت ۽ 7 وائيون آهن. ”معذوري“ فارسي جي شبد ”معذور“ مان ٺهيو آهي، جنهن جو اَرٿ آهي بي سهارا، نربل، سَسُئيءَ کان وڌيڪ نربل ۽ بي سهارا ڪير ٿو ٿي سگهي ؟ جنم وٺندي ئي ماتا-پتا صندوق ۾ بند ڪري ڪيس درياءَ ۾ وهائي ڇڏيو. هوءَ بچي به ويئي ته به هڪ ڌوٻيءَ جي گهر ۾ غريبيءَ ۾ پلجي وڏي ٿي. جوان ٿي ته خوش قسمتيءَ سان ڪيچ مان آيل شهزادي پنهوُنءَ هن سان شادي ڪئي. پر اُهو سک هوا جي جهونڪي ۽ آسمان ۾ تيز اُڏامندڙ بادلن وانگر پل-پر ۾ ئي ختم ٿي ويو. ننڊ ۾ سُتل سسُئيءَ کي پنيان ڇڏي پنهوُنءَ جا رشتيدار هن کي اُٺ تي وهاري پاڻ سان گڏ واپس وٺي ويا ۽ سسُئي پنهونءَ جي جدائيءَ ۾ تڙڦندي رهي. هن ويچاريءَ کي نه پنهوُنءَ جي ديس جو پتو آهي، نه هن وٽ پنهوُنءَ جي ديس پهچڻ لاءِ ڪا سواري آهي ۽ نه ئي پنهونءَ جي ديس ۾ وٺي وڃڻ لاءِ هن جو ڪو ساٿي يا مددگار آهي. سچ ۾ ئي سسُئيءَ جي حالت بيحد قياس جوڳي آهي.

سُر معذوريءَ ۾ ڪهاڻيءَ جو ٿورو حصو ئي آهي. مثال طور سان سسُئي-پنهونءَ جي ڪهاڻيءَ ۾ سسُئي پنهوُن جي تلاش ۾ پهاڙن تي ڀٽڪندي-ڀٽڪندي موُت جو شڪار ٿي وڃي ٿي. جڏهن ڪِ سُر معذوريءَ جي پهرئين داستان ۾ سسُئيءَ جي مٿان ڀوُنڪندڙ ڪُتن جي باري ۾ ٻڌايو ويو آهي ۽ آخر ۾ سسُئيءَ کي پنهوُنءَ جي ديس ڪيچ ۾ پهچندي ڏيکاريو ويو آهي.

ڪُتا ڀوُنڪندي سسُئي جو رستو روڪڻ جي ڪوشش ٿا ڪن، پر اِنهيءَ ۾ سڦل ڪونه ٿا ٿين، اُهي چون ٿا ته :-

ڪُتو چوي قريب جا، آهيون ساڻ سَهي،
پهرين بات بهي، ڀِچون پوءِ پانڌين کان.
(سُر معذوري 1162/6,3:I)

**لفظن جي معنيٰ :** قريب = نزديڪ، دوست. ساڌ = چڱو، خوب. سَهي = واقف، ڄاڻو.

يعني : اَسان کي پنهنجي مالڪ جي دوستن جي سڃاڻپ آهي پر اَسين پهرين پوُنڪي راهگيرن جي پرک ضرور ڪندا آهيون.

ڪُهين، ته تون ڪُهه، ڏس مَ ڇُهڙيان،
سندا آهيڙيان، آئون نہ سهنديس هتڙا. (سُر معذوري 1:7,3/1163)

**لفظن جي معنيٰ :** ڇُهڙيان = ڇُهرا، شڪاري. آهيڙيان = شڪاري.

سُئي چوي ٿي : اي اَلله، تون مونکي پنهنجو ديدار ڪرائي، پنهنجن هٿن سان ئي ماري ڪُهي ڇڏ. ڪُتن جي هٿان چيچلائي مرڻ کان تہ دوست جي هٿان مرڻ بهتر آهي.

ڪُتو ڪَرني هڏِيوُن، جوُ انمرَد جگَر کاءُ،
اَلدُّ نيا جيفة وَطَلاَ بُهاَ ڪلابُ، اِيءُ هِئين سين لاءِ (سُر معذوري 1:9,3/1164)

**لفظن جي معنيٰ :** دُنيا پوُنِدِ آهي ۽ سندس طالبو ڪتا آهن.

سُئي چوي ٿي : ڪُتا پين جون هڏيون کائيندا آهن پر اَلله جا ساهسي عاشق يعني جوان مرد طالب پنهنجوجگر کائيندا آهن، مطلب ذڪر دواران پنهنجو جگر کائيندا آهن يا پنهنجي نفس کي ماري مات ڪندا آهن. حديث ۾ بہ فرمايو ويو آهي تہ دنيا لاش آهي ۽ اُنجا عاشق ڪُتا آهن.

هتي ڪُتن سان مطلب آهي نفس (من) جا ڪارندا، ڪام، ڪروڌ، لوڀ، موهہ ۽ اَهنڪار. اَلله جي عاشقن جو اَصلي سنگهرش وشيہ - وڪارن، اِندرين جي پوڳن، آشا ـ ترشنا وغيرهہ جي خلاف آهي. من يا شيطان جا اِهي ڪُتا اَلله جي عاشقن مٿان پوُنڪندا آهن، پر اُنهن جو ڪجهہ بہ بگاڙي نہ سگهندا آهن. شاهہ صاحب اِشارو ڪري رهيا آهن تہ اَلله جا عاشق، اَلله جي ذڪر يعني سمرن دواران خوديءَ کي فنا ڪري ڇڏيندا آهن، جنهن جي ڪري نفس جا ڪُتا اُنهن جي نزديڪ بہ ڪونہ وڃي سگهندا آهن. پين لفظن ۾ اِئين چئجي تہ شيطان جي فوُج جي حملي

ڪان صرف اَلله جو عاشق ئي بچي سگھندو آھي. جنھنجي اَندر اَلله جو سچو عشق آھي ۽ جيڪو سدائين اَلله جي ذڪر ۾ مگن ٿو رھي، شيطان جي فوڄ اُنھيءَ جو ڪجھہ بہ بگاڙي نٿي سگھي. شيطان بہ اَلله جو ڪارندو يا نوڪر آھي. ھو اَلله سان وفادار آھي ۽ ڪُتا ھن سان وفادار آھن. ھن جا ڪُتا دنيادارن جي بوٽي-بوٽي ڪري ڇڏيندا آھن، پر اَلله جي عاشقن کي تہ ڏندُ بہ ڪونہ لڳائيندا آھن. سسُئي چوي ٿي : پھاڙي جانور منھنجو ڪجھہ بہ ڪونہ بگاڙي سگھيا، پنھونءَ سان سنبنڌ ھئڻ جي ڪري مان ھتان صحيح سلامت ڪيچ پھچي ويندس. (سُر معذوري 67-14,1165-I:12)

شاھہ صاحب جن سمجھائي رھيا آھن تہ اَلله پنھنجن عاشقن کي پريکيا ۾ بہ خود ٿو وجھي ۽ سڦل بہ خود ٿو ڪري.

ھن سُر جي ٻئين داستان ۾ چيو ويو آھي :-

ڪاھِيتِ نہ ھٿِ، ڪا ڳوريءَ سَندي ڳالِ،

ڪِينَ پھتي مالِ، حال پھتي ھوت کي. (سُر معذوري II:13,3/1173)

يعني : جن پنھنجي مٿان (دنيا جي پدارٿن جو) بارُ کنيو آھي، اُنھن کي نہ لوڪ ۾ ۽ نہ پرلوڪ ۾ ڪجھہ بہ حاصل ٿيندو. ڪير بہ پئسي جي زور تي اَلله تائين پھچي نہ سگھندو. اَلله تائين تہ اُھوئي پھچندو، جنھنجي اَندر ميلاپ جي تڙپ آھي.

ٽئين داستان ۾ پنھوَنءَ جي تلاش ۾ ڀٽڪندي سسُئي وڻن، ٽڻن، پھاڙن وغيره کان پنھونءَ جو پتو ٺڪاڻو پڇندي ٿي رھي.

چوٿين داستان ۾ شاھہ صاحب چون ٿا :

مَرُ، تہ موچاري ٿئين، اَجلان اَڳي مَرُ،

جان ڪي ھئين جيئري، تہ مُنڌ ! پنيوران پڇُ

پنھونءَ ساڻ پَھچُ، تہ مَلڪَ اَلموتُ ماڻئين.

(سُر معذوري IV:2,3/1186)

**لفظن جي معنيٰ :** اَجلان = اَجل (موت کان). مُنڌ = سسُئي، نارِي. پَھچُ

= پرچُ، سرچُ، هن سان سُر ملائي هل. مَلَڪَ اَلموت = موُت جو فرشتو.

يعني : مرڻ کان اڳي ئي مر تہ سرخرو ٿين، اي منڊ ! جيسين حيات هجين، تيسين پنيور (هن دنيا) کان پڇي ڪنارو ڪر. پنهوُن ۽ (حقيقي محبوب) سان سچي رهُ تہ موُت جي فرشتي جو خوشي ۽ سان سواگت ڪندي تون پنهون ۽ وٽ پهچي وڃين.

مرڻان اَڳي جي مئا، سي مري ٿين نہ مات،

هوندا سي حَيات، جيئڻان اَڳي جي جيا. (سُر معذوري IV:7,3/1188)

جيڪي مرڻ کان اَڳي ٿا مرن، سي هرگز نٿا مرن. اُهي هميشه جيئرا (اَمر) رهندا. اُهي هميشه زنده ٿا رهن، ڇاڪاڻ تہ اُهي اَلله ۾ سمائجي اَمر ٿي چڪا آهن. جيڪو جيئري ئي مرڻ سکي ٿو، اُنکي اَمر جيون حاصل ٿئي ٿو ۽ اُنهي ۽ جو لوڪ-پرلوڪ ٻنهي هنڌ آدر-سنمان ٿئي ٿو.

پنجين داستان ۾ شاه صاحب نصيحت ٿا ڪن :-

هٿين، پيرين، مُوَنڙيين، هلج ساڻُ هيئين،

عشقُ آري ۽ ڄام جو، نباهي نئين،

جان جان ٿي جيئن، تان پاڙَج ڪومَ پنهوُن ۽ سين.

(سُر معذوري V:1,3/1193)

**لفظن جي معنيٰ** : مونڙيين = گوڏن سان. هيئين = دل، هردي. پاڙَج = مٽ يا ثاني پائنج.

يعني : تون هٿن، پيرن ۽ گوڏن ڀر هلج، بلڪ دل سان بہ پنڌ ڪج. آري ۽ ڄام (پنهوُن ۽) سان محبت نڀائج. جيسين جيئري آهين، تيسين ٻئي ڪنهن کي بہ پنهون ۽ جو مٽُ نہ پائنج.

هٿين، پيرن، مونڙيين، ڀُري ڪج ڀَرڪَ،

قدم ڪيج ڏٿين ڏي، پاء وڏندي وِڪَ،

جي هونئي هوتن لَڪَ، تہ پاڙج ڪو مَ پنهوءَ ڏي.

(سُر معذوري II:4,3/1194)

هٿن پيرن ۽ گوڏن سان محبوب ڏانهن رڙهندي پنهنجو ڏيان هن

# 22. سُر ديسي

”ديسي“ ديپڪ راڳ جي هڪ راڳڻي آهي. هن سُر ۾ 117 بيت ۽ 11 وائيون آهن، جن کي 7 داستانن ۾ ورهايو ويو آهي. هيءُ سُر به سسئي پنهون؛ جي ڪهاڻيءَ تي آڌارت آهي.

هن سُر ۾ ڪهاڻي اُنهيءَ وقت کان شروع ٿي ٿئي جڏهن پنهوءَ جا ڀائر پنهوءَ کي اُٺن تي وهاري وٺي وڃي چڪا آهن ۽ پنهوءَ جي جدائيءَ ۾ سسئي ترڦندي ٿي رهي.

پهرئين داستان ۾ شاهہ صاحب چون ٿا :

آرڻ مٿي اوپرا، جڏهن ڏاگها ڏِٺءَ ڏينهنَ،
وَٺي سَڙَڪَ، سسئي ! ويهہُ وِهاڻيءَ سيئن،
چوٽِي سين چانگن کي، جَڙِي زنجيرُن جيئن،
تہ هوتُ تنهنجو هيئن، پنهوُن نيائون نہ پاڻ سين.
(سُر ديسي 1225/5,3:I)

**لفظن جي معنيٰ** : اوپرا = ڌاريا، بيگانا. وِهاڻيءَ = پرڀات.

اي سسئي ! جنهن ڏينهن پنهنجي آرڻ ۾ ڌاريا اُٺ ڏٺئہ، تہ جيڪر ننڊ ڪرڻ جي بدران، واٽ وٺي، پرڀات تائين سندن دڳُ جهلي بيهين ها. پنهنجي چوٽيءَ کي زنجيرون بڻائي اُٺن کي ٻڌي ڇڏين ها، تہ اَهڙيءَ طرح هو تنهنجي محبوب کي پاڻ سان نہ وٺي وڃن ها.

آرڻ مٿي اوپرا، جڏهن ڏاگها ڏينهنَ ڏٺاءِ،
ڪُنجوُن جي قُفلِن جون، تان ڪنهن لَلِ لِڪاءِ،
تہ سياڻي سَندِياءِ، ٿِيئي ساروُڻي سسئي !
(سُر ديسي 1226/6,3:I)

**لفظن جي معنيٰ** : لِڪ = ريت، نمونو. ساروُڻي = سار، يادگيري.

اي سسئي ! جڏهن ڏينهن ڏٺي پنهنجي آرڻ ۾ ڌاريا اُٺ ڏٺئہ، تڏهن جي ڪنهن طرح قلفن جون ڪنجون لڪائي ڇڏين ها، تہ جيڪر

ٻئي ڏينهن تي تنهنجي ڪا سار سنڀار لڌي وڃي ها.

ٻئين داستان ۾ سسئي چوي ٿي ته جڏهن اَلله پنهنجي حڪم سان ڪائنات جي رچنا ڪئي ته اُنهيءَ وقت ئي منهنجو پنهوُنءَ سان رشتو جوڙيو ويو هو. اِهو صحيح آهي ته پنهوُن مونکي ڇڏي ويو آهي، پر منهنجو حضرت عليءَ جي اِنهيءَ فرمان ۾ پورو ڀروسو آهي ته ”جو ڪنهن شيءِ جي طلب ڪري ٿو ۽ اُن لاءِ جفا ٿو ڪڍي، سو ضرور اُن کي حاصل ٿو ڪري.“ اِها حديث اَچا منهنجي لاءِ آڌار آهي. پنهونءَ جي پيغام مٿان منهنجو مرڻ روا آهي. اي سرتيون ! دعا ڪجو ته پنهوُنءَ سان منهنجو مڪا ميلو ٿئي. (سُر ديسي II:3,3/1238)

سسئيءَ سان ملڻ، نه ملڻ، اِهو سڀ پنهوُنءَ جي هٿ ۾ آهي. سسئيءَ کي ته اها به خبر ناهي ته اُهو ڀروت وارو محبوب ڪٿي ٿو رهي ؟ هن پنهنجا هٿ مٿي ڪٽي محبوب جي اڳيان عرض ڪيو ته تون ئي مونکي پاڻ سا ملاءِ. (سُر ديسي II:5,3/1239)

ٻئين داستان جو آخري بيت هن طرح آهي :-

”هيءَ ! هيءَ ! ڪيو هاءِ !“ ٿي پاڻ هٽي سِرِ پا هٽين،
”لڏائين،“ لطيفُ چئي، ”جوُءِ جَتنَ جي جاءِ،“
شُڪرَ يارِ ! سنداءِ، سُٺاٽي سات[4] مڙيِ. (سُر ديسي II:14,3/1243)

**لفظن جي معنيٰ** : پاهٽين = پٿرنِ تي. يارِ = خدا تعليٰ. سُٺاٽي = چڱي وقت تي. ساتِ مڙيِ = سائينءَ سان ملي

سسئي پنهنجين غلطين لاءِ توبهه ڪندي، پٿرن سان سر پيئي ٽڪرائي. نيٺ جتن جونڪاٽو ڳولهڻ ۾ ڪامياب ٿي ويئي. لطيف چوي ٿو : اي ديالو اَلله، تنهنجو شڪر آهي، سسئي صحيح وقت تي پنهوُنءَ جي قافلي سان ملي ويئي.

هن داستان جي وائيءَ جو اَنت هن طرح ٿو ٿئي : سسئي نراش ٿي ويئي هئي پر پنهوُنءَ هن سان جيڪي اِقرار ڪيا هئا، تن هن جو حوصلو قائم رکيو. شاهه لطيف چوي ٿو : منهنجون سکيون ! منهنجو محبوب

خود ئي مون وٽ اَچي پهتو آهي.

ٽئين داستان ۾ شاهہ صاحب چون ٿا :

کيچان اوري ڪيتريؤن، معذوريؤن مُيؤن،
واٽؤن ويهہَ ٿيون، کُهہُ جاڻان ڪيهي وَيا. (سُر ديسي 4,3/1247:III)

يعني : پريم ۾ تڙڦندڙ اَنيڪ بي سهارا اَٻلائون ڪيچ جي رستي ۾ ئي جان گنوائي چڪيون آهن. شاهہ رڳہ وٽان ويهہ پگڊنڊيون (رستا) نڪري رهيون آهن، مون کي تہ ڪجهہ بہ خبر ڪونهي، تہ بلوچي (پنهؤء جا رشتيدار) ڪهڙي رستي کان ويا آهن.

اِنهيءَ مان ظاهر آهي تہ شاهہ صاحب ڪنهن خاص سسُئيءَ جي ڪهاڻي بيان ڪونہ ڪري رهيا آهن. جڏهن کان روح اَلله کان وڇڙي هن ڪائنات ۾ آيا آهن، تڏهن کان اَلله جي تلاش ۾ ڀٽڪي رهيا آهن. دنيا ۾ اَنيڪ مذهب آهن، هر مذهب ۾ اَنيڪ فرقا آهن. 70 کان وڌيڪ فرقا اِسلام ۾ ئي آهن. عيسائي ڌرم ۾ اَنيڪ فرقا آهن. هندو ڌرم ۾ تہ فرقن جي ڳڻپ ڪري سگهڻ ئي مشڪل آهي. هر ڌرم ۽ هر فرقو اِها دعويٰ ٿو ڪري تہ صرف اُهو فرقو ئي روح کي اَلله سان ملائي سگهي ٿو. هر ڌرم ۽ هر فرقو پنهنجو پاڻ کي سچو ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ٿو ڪري ۽ ٻين کي غلط سِڌ ٿو ڪري. شاهہ صاحب جن ”شاهہ رڳ“ (مکيہ مارگ) ڏانهن اِشارو ڪري رهيا آهن. اُنهن جو مطلب آهي تہ اَلله جي درگاهہ ڏانهن وڃڻ واري شاهي سڙڪ هڪ آهي، جنهن جي باري ۾ صرف اُنهيءَ ڪامل مرشد کي ئي ڄاڻ آهي، جيڪو خود سفر طئہ ڪري منزل تائين پهچي چڪو آهي. ساڌڪ جي لاءِ پنهنجي عقل يا چترائيءَ سان ”شاهہ رڳ“ جي باري ۾ ڄاڻي سگهڻ ناممڪن آهي.

چوٿين داستان ۾ سسُئي چوي ٿي :-

سنجهي مون نہ سنڀاليو ماريم سؤرَ صبوُح،
نيڻ هيرايم ننڊ سين، جَتَنِ لنگهي جوُءِ،
هاچو ڪَري هوُءِ، آڌيءَ رات اُٿي ويا. (سُر ديسي 10,3/1258:IV)

يعني : وقت سِر مونکي هوش نہ آيو، ننڊ جو نشو ڇانيل هو، آڌيءَ

رات جو ڪيچي منهنجو سڀ ڪجهه ڪٽي هليا ويا.

چوريِ ندوري، نڪو مائٽ مُنڍ جو،
سوَين هلَنِ ساٿَ ۾، ڪَمي ۽ ڪوري،
آئون پڻ آهيان اُن ۾، لنگهي ۽ لوري،
''لنگهائيين'' لطيفُ چئي، ٿُرنِ جاٿوريِ،
آهيان آزوري، تنهنجي زوري جبلُ لنگهيان.
(سُر ديسي VI:18,3/1262)

**لفظن جي معنيٰ :** لنگهي = مڱڻهار، بلڪل خسيس زال. لنگهن جي هڪ ذات آهي، جي گهٽو ڪري ڏهلاريءَ جو ڪم ڪندا آهن. لوري = بيشرم، ڪميٽي. ٿوري = هڪ گهٽ ذات جو نالو، جن کي پنگين وانگر ناپاڪ سمجهيو ويندو آهي. اَڪثر تڏا ۽ ڇڄ ٺاهي وڪڻندا آهن.

يعني : مان اَهڙي بدقسمت، يتيم آهيان، جنهن جو ڪو سڱو سنبنڌي يا مٽ-مائٽ ئي ڪونهي. قافلي ۾ اَنيڪ ٻين ذاتين جا ٻه ماڻهو آهن، پر مان بلڪل ئي نربل ۽ بي سهارا آهيان. مان صرف تنهنجي آسري تي ئي هنن پهاڙن کي پار ڪري سگهان ٿي.

هر ذات، هر ڌرم، هر قوم، هر ديس جو روح نربل ۽ بي سهارا آهي. روح جو پلو صرف اِنهيءَ ڳالهه ۾ آهي تہ اَلله يا مرشد نربل جو ٻل آهي بي سهارن جو سهارو آهي. ساڌڪ جو پنهنجو پاڻ کي نربل سمجهي پوري طرح سان اَلله ۽ مرشد جي شرڻ ۾ اَچي وڃڻ ئي سندس مکتيءَ جو اُصلي ساڌن آهي.

شاهه صاحب اِنهيءَ ئي سُر جي پنجين داستان ۾ چون ٿا :

سَمَرُ جَنين نہ ساڻ، هوتُ حمايتي تَنِ جو،
ڪَري ڇيهَ ڇپَرَ ۾، پنهوُ ايندو پاڻ،
ٿيندي روُح رهاڻ، لحظي منجهہ، لطيفُ چئي.
(سُر ديسي V:5,3/1265)

يعني : جن کي ڪوبہ اِسباب ساڻ ناهي، تن جو سڄڻ مددگار آهي. پنهون (رب) پاڻ اَچي جبلن ۾ پرگهٽ ٿيندو. پوءِ هڪ ساعت ۾ روح-رهاڻ يا آمهون-سامهون بات چيت شروع ٿي ويندي.

ڇهين داستان ۾ شاهہ صاحب چون ٿا :

آڏ تراڇا، آهڙا، وِندُرَ واڪاوَرَ،
حُبَ جنهين کي هوت جي، سا ڏو ريندي ڏُونگَرَ،
پهچائين، پَرَوَر ! لُطفَ ساڻ ! لطيفُ چئي (سُر ديسي VI:4,3/1272)

**لفظن جي معنيٰ :** واڪاوَرَ - ورَوڪڙ، پيچ.

يعني ؛ وندر جي پروت جو رستو بيحد ڪٺن آهي، پر جنهن جي اَندر محبوب جو پريم آهي، اُهو اِنهيءَ رستي کي ضرور پار ڪندو.

ستين داستان ۾ سسُئي فرياد ٿي ڪري :-

وَرَ ! مَ وساريج، آهيان تنهنجي آسري،
ڏاڍو ڏُونگرُ جو سُڄي، سو لطفُن لنگهائيج.
اُسري اُتهين وِيرَ ! تون آري جامَ اَچيج،
نماڻيءَ کي نور سين، لالن ! لڏائيج،
ظُلمِتَ جا زمين جي، سا نرملَ نوُرُ ڪريج،
ڪامِلَ ! ڪَنِ ڪَريج، فَريادُن فقير جون. (سُر ديسي VII:16,3/1286)

**لفظن جي معنيٰ :** لُطفون = مهر سان لُطُف سان. ظُلمِتَ = اوندهہ. نرمل = پاڪ، پوتر. نوُر = روشني، نوراني.

يعني : اي پتار ! مونکي نہ وسارج، مان تنهنجي آڌار تي پيئي تڳان. جو جبل اَڻانگو پيو ڀڄي، سو پنهنجي مهر سان مونکي پار اُڪارج. اي آري سردار ! تون اُتي پرگهٽ ٿي اَچي مدد ڪجانءِ. هن نماڻيءَ جي پنهنجي روشنيءَ سان راهہ روشن ڪجانءِ. تون هن ڌرتيءَ جي اَنڌيري کي پنهنجي نوُر سان پِري ڇڏ. اي پورڻ پرش ! تون هن بڪارڻ جي فرياد ٻڌ.

سسُئي بار-بار پنهنجو پاڻ کي نربل، بي سهارا، يتيم ۽ اَبلا ٿي چوي، ڇاڪاڻ تہ روح ڪڏهن بہ پنهنجي ٻل سان اُنهيءَ ڪل مالڪ تائين نٿو پهچي سگهي. روح صرف اَللہ جي رحمت واسطي وينتي ڪري سگهي ٿو. اُن وٽ وينتي ڪرڻ کان سواءِ ٻيو ڪوبہ ساڌن ڪونہ آهي ۽ سچي دل سان ڪيل وينتيءَ کان وڌو ڪو ساڌن آهي ئي ڪونہ.

# 23. سُر ڪوھياري

”سُر ڪوھياري“ بہ سسئي پنھون جي ڪھاڻيءَ تي آڌارت آھي. ڪوھياري شبد جو مطلب آھي ”پروت يا پھاڙ جو واسي“ شاھہ صاحب جن ڪيترن ئي ھنڌ پنھونءَ کي پروتي-محبوب، پروتي-سردار، پروتي-مالڪ وغيرہ چئي پڪاريو آھي.

سُر ڪوھياريءَ ۾ 81 بيت، 8 وائيون ۽ 6 داستان آھن. ھن جي پھرئين داستان جي شروعات ھن ريت ٿئي ٿي :-

لَيلَ نہ جاڳينءَ لِڪ سيئن، ڪُلي نوَم ڪياءِ !
اُٺي پُڄُ قريب کي، وِھڻُ تو نہ جڳاءِ،
مُني ! مزمانن سين، ويھي راتِ وِھاءِ،
جيلاھن ! نِنڊ ڪَياءِ، تي روزُ رھين ٿي راھہَ ۾.

(سُر ڪوھياري I:1,3/1294)

**لفظن جي معنيٰ :** لَيلَ = رات. لِڪ سيئن = ذري‌دير تائين. ڪُلي = سموري، بلڪل، رڳي. نوَمُ = ننڊ. قريب = محبوب، پرين.

يعني : تون رات جو ذرو بہ نہ جاڳينءَ، رڳو ننڊ ڪيءِ. اُٿي پرينءَ تائين پھچ، تو کي وھڻ (غفلت، سستي) واجب ناھي. مُني ! تون ساري رات جاڳي مھمانن سان گذار. جي ننڊ ڪيءِ تہ ھميشھہ لاءِ واٽ تي ئي رھجي ويندينءَ، (منزل تي ھرگز نہ پھچندينءَ)

پروتن ۾ ڀٽڪندڙ سسئيءَ کي شاھہ صاحب نصيحت ٿا ڏين :-

ڏُونگر تہ ٻيلي، ڏجي، ٻَنِ ٻيلين ريءَ،
ڪانہ ڇُلندي ڇپرين، ساٿُس سَھيلي،
چوٽيون چنبيلي، جيئن تيئن جھاڳي اُڪَتي.

(سُر ڪوھياري II:17,3/1307)

ڏونگر ڏورڻو اَٿيئي تہ پاڻ سان ضرور ڪو رفيق يا ھمراھہ ھئڻ گھرجي. ھن ڪان سواءِ سمورو ڀٽن مومبتيءَ جي مُلھہ برابر بہ نہ اھي.

سسُئي چوي ٿي:

ٻڙي ! ٻيلي تہ گهڻا، ساٿي ڀِڇي سُکُ،
رفاقت رُڃُنِ ۾، ڏونگرَ ڪاري ڏکُ،
آريَ جو اَهڪُ، مون رهبر ٿيو راهہ ۾. (سُر ڪوهياري 18,3/1307:III)

**لفظن جي معنيٰ** : رِفاقَتَ = دوستي، واقفيت. ڪاري = ڪرائي. آهڪُ = رنج، اَهنج.

سسُئي چوي ٿي : ساٿي تہ گهڻيئي آهن، پر ساٿي بہ سک جي طلب ٿا ڪن. يعني دوستيءَ جو دم هڻڻ تہ سولو آهي، پر دکن ۾ ٻانهيوار ٿيڻ ڏکيو آهي. ڏک، منهنجي واقفيت رُڃن ۾ جبلن سان بہ ٿو ڪرائي، جن کي عشق جو درد آهي، سي ئي رُڃن ۽ ڏونگرن ۾ مون سان رفيق ٿي هلنديون. آري ڄام پنهونءَ جي عشق جو آزار، هن سفر ۾ منهنجو سُونهون ٿيندو.

ٻئين داستان ۾ سسُئي چوي ٿي :

جيهي جي تيهي، تہ بہ، ٻانهي ٻارو چَنِ جي،
حُجَتَ هوتَ پنهوءَ سين، مون ڪَميڻيءَ ڪيهي ؟
اَصلِ آرِيَ ڄام جي، پَلُءِ آئون پيئي،
هؤءِ جا پائن پيرَ ۾، تنهن جُتي نہ جيهي،
وساري ويهي، تَنِ ڪيچِينِ کي ڪيئن رهان ؟
(سُر ڪوهياري 8,3/1312:III)

**لفظن جي معنيٰ** : جيهي جي تيهي = جهڙي بہ آهيان. ڪيهي = ڪهڙي. جيهي = جهڙي.

يعني : مان جهڙي بہ آهيان، تہ بہ ٻاروچن جي داسي آهيان. مون جهڙي ڪميڻيءَ جو هوت پنهونءَ تي ڪهڙو اَختيار هلندو ؟ مان تہ صرف ايترو ئي چئي ٿي سگهان تہ ڪائنات جي شروع ۾ ئي مونکي آري ڄام (پنهونءَ) جي داسي بڻايو ويو هو، ڇاهي مان اُنهن جي پيرن جي جُوتيءَ جي برابر بہ نہ آهيان. مان اَهڙي ڪيچي سردار کي ڪيئن وساري وهان ؟ (طالب جو مرشد اَڳيان نياز ۽ عاجزي.)

سسُئي فرياد ٿي ڪري :

هلڻُ سهان نہ هوت جو، وڃڻ مَ وارِ يو،
رهو راتِ پنهور ۾، ڪا گهڙي هِتِ گهاريو،
معذوُر مَ ماريو، سِڪي جنهن سَڱ ڪيو!
(سُر ڪوهياري IV:4,3/1316)

**لفظن جي معنيٰ** : هلڻُ = وڃڻ. وارِيو = قبول ڪرڻ. معذوُر = گهايل، مئل، لاچار، دکي. سڱُ ڪيو = جنهن سان وواهہ ڪيو.

يعني : مان تنهنجي جدائي سهي نٿي سگهان، تون مونکي ڇڏي وڃڻ جو خيال ڇڏي ڏي. تون اَڄوڪي رات ڪجهہ دير لاءِ پنهور ۾ رهي وڃ. تون اُنهيءَ لاچار دکي عورت کي نہ مار، جنهن پريم سان تو سان سڱ جوڙيو آهي (شادي ڪئي آهي.)

هلڻ سهان نہ هوت جو، وڃڻ مون نہ وَسِ،
اَلله! آريچَنِ جي، گولي ڪرين گَسِ،
پرين، پهنوار! تو پڇان، ڏونگريا! مون ڏس،
اَڪين جي آرِسي، مُنڌ جيهائي جوڙ ڪي!
(سُر ڪوهياري IV:5/4,3/1316)

**لفظن جي معنيٰ** : اَڪين جي آرسِ = ننڌ جي نشي ۾. جيهائي = هيڏي، ههڙي. جوڙڪي = جٽ، تعدي.

يعني : مان پنهونءَ جو اُسهڻ سهي نٿي سگهان ۽ وَس وڃڻ منهنجي وَس کان ٻاهر آهي. اي رب! شل هن ٻانهيءَ کي آريچن جي گس (راهہ) تي رسائين! اي پنوهار! مان تو کان پنهنجي پرينءَ جي پڇا ٿي ڪريان. اي پهاڙ! تون ئي مون کي سندنِ ڏسُ ڏي. اَڪين جي آلس هن لاچار عورت سان هيڏي جُٽ ڪئي.

پَر ٿوَو پنهوَ جو، سهائي، سياهہُ،
مُنهن ڏيئي مون آيو، رنگارنگي راهہُ،
پِهرين ڏيندا پاهہُ، پوءِ رڱيندا رَنگَ ۾.
(سُر ڪوهياري VI:10,3/1318)

**لفظن جي معنيٰ** : سهائي - چانڊاڻ. سِياهہُ - اوُنداهي. راهہُ -

طريقت جي واٽ، طريقو. پاهہ - تيزاب - (مثل ڪيڻ لاءِ)

رنگريز گدامري ۾ ٻيا مصالح پسائي، هڪ قسم جو تيزاب ٺاهيندا آهن، جنهن ۾ ڪوري ڪپڙي کي رڱڻ کان اڳ ٻنائيندا آهن. اِنهيءَ لاءِ تہ سڀ مئل نڪري وڃي ۽ رڱڻ کان پوءِ ڪپڙو چمڪاٽ ڪري.

پهرين ڏيندا پاهہ - جيئن ڪپڙي تي پڪي رنگ چاڙهڻ لاءِ، پهريائين اُنکي پاهہ ڏيڻ ضروري آهي، تيئن محبوب بہ اَول سالڪ کي سختيون سهائي، هن جون سڀ خاميون ڪڍي، پوءِ هن کي رڱي، اِلاهي نور سان لعل ڪري ٿو.(مرشد ڪڏهن ديا مهر ٿو ڪري تہ ڪڏهن اِمتحان بہ ٿو وٺي)

يعني : پنهوُنءَ (مرشد) جي عڪس ۾ ڪڏهن چانڊاڻ يا نوُر آهي تہ ڪڏهن اوندهہ. هو منهنجي سامهون گهٽيئي رنگ روپ ڪٽي آيو آهي. پهرين تہ مونکي تيزاب ۾ وجهندا (عذاب ڏيئي صاف ڪندا) پوءِ اِلاهي رنگ ۾ رڱي صاف ڪندا.

مرشد روپي پنهون ساڏڪ روپي سَسُئي جي نفس يا خوديءَ جي مئل کي پنهنجي برهہ سان ڌوئي آخر ۾ هنکي پاڻ سان ملائي ٿو ڇڏي.

حقيقت هن حال جي ظاهر ڪريان ذرِي،
لڳي ماٺ مِروُئن کي، ڏوُنگر پَوَنِ ڏرِي،
وَڃنِ وَڻَ ٻرِي، اوپِرِ اُپِري ڪينَ ڪي. (سُر ڪوهياري V:5,3/1322)

**لفظن جي معنيٰ** : مروئن کي - پسُن کي، حيوانن کي.
اوپِر - وڻڪار، ساوڪ.

جيڪڏهن مان عشق جي برهہ جي حال کي ذرو بہ ظاهر ڪريان تہ مِرُنِ جانورن کي بہ سُن وٺي وڃي ۽ پهاڙن جو بہ جگر ڦاٽي پوي. وڻ سمورا جيڪر جلي خاڪ ٿي وڃن ۽ ساوڪ بنهہ ڪين اُسري.

ڇهين داستان ۾ سسُئي چوي ٿي :

ڪنهن پَرِ روُئان پرينءَ کي ؟ روئي نہ ڄاڻان،
مٿي ڪَيو ٻِٽان، هنجُن هارا هٿَڙا. (سُر ڪوهياري VI:1,3/1328)

مان پرينءَ لاءِ ڪهڙيءَ ريت هنجون هاريان ؟ مونکي تہ روئڻ جي ڍنگ جي بہ خبر نہ آهي. مان تہ صرف ايترو ئي ڪري ٿي سگهان تہ هٿ مٿي ڪٽي، ڳوڙها ڳاڙيندي محبوب کي پڪاريندي رهان.

# 24. سُر حُسيني

حُسيني هڪ راڳڻي آهي، جنهن ۾ عام طور سان شوڪ- گيت ڳايا ويندا آهن. حُسيني ۾ 12 داستان آهن. اِنهن ۾ 243 بيت ۽ 17 وائيون آهن. هيءُ شاهه صاحب جن جي سيني ڪان لمبي ۽ مکيه سُرن مان هڪ آهي. هن ۾ به سسُئي پنهونءَ جي دردناڪ ڪهاڻيءَ ذريعي گهرا روحاني پيد ظاهر ڪيا ويا آهن.

اِنهيءَ جو پهريون داستان هن طرح سان شروع ٿئي ٿو :

لَڙُ مَ، لاڙائو ٿِيو، گهٽون گوهِيوُن ڇڏِ،
لاهه مَ لڏو، لَڏِ، نه ڳاڙهي سِجِ ڳالهه مڙين
(سُر حسيني 1340/1,3:I)

**لفظن جي معنيٰ :** لَڙُ = لڙڻ، جهڪڻ، ترسڻ. لاڙائو = سج لهڻ تي آهي، پويون سج. لاهه مَ لَڏو = ترس نه، مسافري ڪندي رهه. ڳاڙهي سِجَ = شفق جي مهل، نماشام جو. ڳالهه مِڙين = مقصد حاصل ڪرين.

يعني : سڌي رستي تان هلُ هيڏانهن- هوڏانهن نه وڃ. سج لهڻ وارو آهي. مونجهاري ۾ نه پئُه، جيئن صبوح جو سويل پنهنجي محبوب وٽ پهچي وڃين.

لَڙُ مَ، لاڙائو، ٿيو، هلي ڪَرِ همتَ
سِجُ سامهوُن مُنهن ۾، متان ڪَرِئين ڪتَ،
سُپريان جي سَٿَ، ڳاڙهي سِجِ ڳالهه مڙين.
(سُر حسيني 1341/2,3:I)

**لفظن جي معنيٰ :** سَٿَ - مجلس، ڪچهري

يعني : تون پاڻ نه ڇڏتي ترس، تون همت رکي اڳتي وڌ، سج منهن مقابل بيٺو آهيئي. متان هلڻ ۾ ڪاهِلي ڪرين، تون نما شام (شفق) مهل ئي هلي محبوب جي مجلس سان ملندينءَ.

ويني مؤن وِيو، لڙي سِجُ لَڪَنِ تان،

آئون ڏوريندي‌س ڪيترو، ڀَھڻ پيرُ پيو ؟
سوُرَنِ ساڻُ سيھو، اَچي ٿيُم، جيڏيون ! (سُر حسيني 1342/7,3:I)

**لفظن جي معنيٰ :** لاڳاپو واسطو، سنبنڌ.

منھنجي ويني ئي سچ لڪن تان لھي ويو. منھنجو پنڌ پٽرن ۾ اَچي پيو آھي، پوءِ مان پرينءَ جي پيرن جو نشان ڪيئن لھي سگھنديس ؟ اي سکيون ! منھنجو واسطو اَچي سوُرن سان پيو آھي.

ھتي شام ٿيڻ يا سوُرج لھڻ سان شاھ صاحب جو مطلب آھي تہ ساڏڪ کي پنھنجي موُت کان اَڳہ ئي پريتم سان ميلاپ ڪري وٺڻ کپي. شاھ سائين خبردار ٿا ڪن تہ جيڪو جوانيءَ جو وقت غفلت ۽ سُستيءَ ۾ ٿو برباد ڪري اُنکي آخر ۾ پڇتائڻو ٿو پوي.

ٻئي داستان ۾ سسُئي چوي ٿي :-

جان جئين تان جَلُ، ڪانھي جاءِ جَلَڻَ ريءَ،
تَتيءَ ٿڏيءَ ھلُ، ڪانھي ويل وِھڻ جي. (سُر حسيني 1352/17,3:II)

يعني : جيسين جيئري آھين، تيسين جلندي رھُ، ھتي (عشق ۾) سواءِ جلڻ جي ٻي ڪا واھ ئي ڪانھي. چاھي گرمي ھجي يا سردي (سک توڙي دک) تون ڪاھيندي ھلُ، وھڻ جو وقت ڪونھي.

تَتيءَ ٿڏيءَ ڪاھ، ڪانھي ويلَ وھڻَ جي،
متان ٿئي اوُنداھ، پيرُ نہ لھين پِرينءَ جو.
(سُر حسيني 1353/18,3:II)

**لفظن جي معنيٰ :** پيرُ = پيرن جو نشان

تپت توڙي ٿڌ (دک چاھي سک) ۾ ڪاھيندي ھل، وھڻ جو وقت ئي ڪونھي، متان اونداھ ٿي وڃيئي ۽ پوءِ محبوب جي پيرن جو نشان بہ نہ ڳولھي سگھين.

اَمڙِ ! وَڃي آڻِ، چَرَخو آتَڻَ وِچ مان،
ڪَتيمِ جِھين ڪاڻِ، سو ڪوھيارو ڪيھ ويو
(سُر حسيني 1349/7,3:II)

يعني: منھنجي جيجل ! آتڻ مان چرخو ڪڍي اَچ، ڇاڪاڻ تہ جنھن

محبوب واسطي چرخو ڪتيندي هئس، اُهو واپس ڪيهه هليو ويو.

مرشد جي وڇوڙي ۾ بي چئن مريد لاءِ عبادت ڪرڻ بيحد مشڪل آهي. مرشد جي رهندي ئي عبادت ڪري ونڻ گهرجي.

سُر حسيني جي ٽئين داستان ۾ شاهه صاحب چون ٿا :

برُو هو ڀنڀورُ، آرياڻيءَ اُجاريو،
لاٿو سڀ لوڪَ تان، هاڙهي ڏٽيءَ هورُ،
ڇوريون ڇُرڻ سِکيوُن، پرين ڪِياڻونُ پوُرُ،
آيو سو اَنورُ، جنهن ڏُکِيوُن ڏِڪَ وهاريون.

(سُر حسيني III:1/11,3/1357)

**لفظن جي معنيٰ :** اُجاريو = اوُجل ڪيو. هاڙهي ڏٽيءَ = هاڙهي جبل جو سائين (پنهون). هورُ = فڪر، خطرو. ڇوريوُن = ڇوڪريون. پوُرُ = ڪپڙي تي گلڪاري ڇرڻ لاءِ ڪاٺ جو ٺپو. ڏِڪَ = هار سينگار.

يعني : ڀنڀور اڳ برائيءَ جو ماڳ هو، جنهن کي آريءَ سردار اَڇي اُڇو-اُجرو ڪيو. هاڙهي جي سردار (پنهونءَ يعنيٰ مرشد ڪامل) اَڇي ساري جهان تان (اِنساني تباهيءَ جو) خطرو دور ڪري ڇڏيو. ڇوڪريون، پنهونءَ جي صورت جو ٺپو ٺهرائي، ڪپڙي تي گلڪاري ڪرڻ لڳيون. اُو لاثاني سردار آيو، جنهن اَڇي ڏُکيُن کي هار سينگار ڪرايو.

سسُئي چوي ٿي تہ :

جَنين ديکيو دِل سين، ڀٽيءَ سي ڀييوُن،
تہ ڀڻ ٿي ويئوُن، جي ڀُنهوءَ پاڻ لِڪائيو.

(سُر حسيني III:3/10,3/1358)

پنهوءَ جي پٽيان اُهي پيئون، جن من (جي اکين) سان هنجو ديدار ڪيو. جڏهن هو اُنهن کان جدا ٿي ويو. تڏهن بہ هوُ پنهونءَ جي پٽيان لڳيون رهيون.

شاهه صاحب هتي سمجهائي رهيا آهن تہ پنهونءَ جي اَصلي طاقت ۽ وڏائيءَ کي صرف اُهي ئي سمجهي ٿا سگهن، جن من جي اَکين سان هنکي ڏٺو آهي. ٻاهران تہ سڄي ڀنڀور (سنسار) هنجو ديدار

ڪيو، پر پنھونءَ ۾ اَصلي پروسو صرف اُنھن جي اَندر ئي پيدا ٿيو، جن اَندرين اَکين سان ھنجي نوري سروپ جو ديدار ڪيو.

پينڙُ ! ھن پنيور ۾، دوزخ جو دوُنھون،
سَوارو سوُنھون، پُڇي پوُرج، سسُئي ! (سُر حسيني 1360 /8/4,3:III)

يعني : منھنجيون سکيون ! ھن پنيور مان دوزخ (نرڳ) جو دونھون نکرندو نظر ٿو اَچي. اي سسُئي ! ڪنھن ھادي (مرشد) جو آنچل پڪڙ ۽ ھنجي ھدايت اَنوسار سفر شروع ڪر.

پنيوران اَجاڙُ، سرتيوُن ! سکَرُ پائيان،
آرِياڻي اَتورُ، ڏنُم جت-اکين سين. (سُر حسيني 1361 /11/7,3:III)

**لفظن جي معنيٰ** : پنيور = دُنيا، سنسار. اُجاڙ = سُڃ، ويرانو. آرياڻي = آري ڄام پنھون. اَتورُ = لاثاني.

پنيوران اُجاڙ جو مطلب آھي تہ جي خدا ھيءَ دنيا نہ خلقي ھا تہ آدم ئي ڪونہ ھجي ھا ۽ دنيا ۾ نيستيءَ جي حالت قائم ھجي ھا. اَھڙيءَ نيستيءَ کان تہ وري بہ ھيءَ دنيا بھتر آھي، جنھن ۾ اِنسان کي خدا جي پروڙ جو وجھہ ملي ٿو.

سسُئي چوي ٿي تہ سنسار روپي پنيور سُنسان جھنگلن ۽ بيابانن کان بہ برو ضرور آھي، پر اِنھيءَ جي ھڪ تمام وڏي خوبي اِھا آھي تہ روحن جي نجات واسطي پنھون اِنھيءَ دنيا ۾ ئي ايندو آھي. ھتي اَچي ھو روحن کي پنھنجو ديدار بخشيندو آھي، اُنھن کي واپس مقام-حق پھچڻ جي جڳتي سيکاريندو آھي ۽ اُنھن جي سھائتا رکوالي ۽ رھنمائي ڪندي، اُنھن کي پاڻ سان گڏ مقام حق واپس وٺي ويندو آھي.

چوٿين داستان ۾ سسُئي چوي ٿي :-

ڪھان تان ڪيچان پَري، وِھان، تان وَٽِ موُن،
پُلي ڏوريم پوُن عبثُ آريءَ ڄام لَئي. (سُر حسيني 1366 /11,3:IV)

يعني : جيڪڏھن مان محبوب جي طرف ھلان ٿي تہ ھو مونکي ڪيچ کان بہ بيحد دور نظر ٿو اَچي. جي مان گھر ويھي اَندر ھنکي

ٻولهيان ٿي تہ هو مونکي پاڻ سان گڏوگڏ نظر ٿو اَچي. هنجي تلاش ۾ دور-دور ڀٽڪڻ منهنجي نا سمجهي هئي.

**لفظن جي معنيٰ :** ڪهان ٿان ڪيچان پري - جيڪڏهن هيڏانهن - هوڏانهن ٻوڙون-ٻڪون پائيبون يا تيرٿ تِڪيا پيٽبا تہ دوست جو ديدار رُڃ وانگر دور ٿيندو ويندو. پر جيڪڏهن شانتيءَ سان ايڪانت ۾ ويهي اَندر ۾ جهاتي پائبي تہ دوست سگهو ئي ملندو.

ڪهان ٿان ڪيچان پري ! سُمهان ٿان سرَهيٺ !

ٻاروچي سين ڏيٺِ، جيڏيوُن جيهيءَ پَرِ ٿئي. (سُر حسيني (IV:12,3/1366

سسُئي چوي ٿي تہ مان اَگر ٻاهر وڃي پنهوُنءَ جي تلاش ٿي ڪريان تہ هوُ ڪيچ ۾ ملي ئي ڪونہ ٿو، ليڪن جڏهن سمهي ٿي پوان تہ هوُ مونکي پنهنجي ئي سِرَ هيٺان نظر ٿو اَچي. منهنجو تہ اُنهيءَ بلوچيءَ سان ميلاپ اَهڙيءَ طرح ئي ٿيو آهي.

شاهہ صاحب سمجهائي رهيا آهن تہ تلاش ڪرڻ وارو روح بہ اَندر آهي ۽ جنهنجي تلاش ڪرڻي آهي اُهو اَلله بہ اَندر آهي. جڏهن مرشد جي سمجهايل جڳتيءَ موجب ڌيان کي ايڪاگر ڪري پنهنجي اَندر جهانڪينداسين تہ هن جو ديدار ٿي ويندو.

پنجين داستان ۾ سسُئي چوي ٿي :

ڦري آءُ فراقَ ! مونکي وصالان وِڄُ پيو،

جي ٿي چڪيمِ چاڪَ، سي پريئن گڏجي پوُريا. (سُر حسيني (V:12,3/1376

**لفظن جي معنيٰ :** وِڄُ - وڇوڙي

يعني : جيڪو لاڀ فراق (وڇوڙي) ۾ آهي، اُهو وصال (ميلاپ) ۾ ڪونهي. اِنهيءَ ڪري محبوب مونکي وصال ڪان پوءِ وري فراق بخشيو آهي. اي فراق ! تون مون وٽ واپس اَچي وڃ. چاڪاڻ تہ وصال آسانجي وچ ۾ ديوار کڙي ڪري ڇڏي آهي. وڇوڙي يعني فراق جي جن زخمن

ٿي مان ملم لڳائيندي هئس، اُهي ميلاپ کان پوءِ پرجي ويا آهن.

جيکي فِراقان، سو وصالان نہ ٿئي،
اَچي اوطاقان، مون کي پرڏين پري ڪيو.
(سُر حسيني V:11,3/1376)

**لفظن جي معنيٰ :** فراقان = جدائي، وڇوڙو. وِصالان = ميلاپ. اوطاقان = اوطاق ۾، گهر ۾.

يعني : جيکي جدائيءَ مان ٿو سَري، سو ميلاپ مان حاصل نٿو ٿئي، پر محبوب منهنجي اوطاق (گهر) ۾ اَچي مونکي پاڻ کان دور ڪيو (چو تہ گڏجڻ سان سک غائب ٿي ويئي.

شاهہ صاحب سمجهائي رهيا آهن تہ وڇوڙو، ميلاپ کان گهٽ قيمتي نہ آهي. محبوب جي وِڇوڙي ۾ درد آهي، پر اِهو درد محبوب جي ياد کي بہ قائم رکي ٿو، محبوب جي ميلاپ جو قدر ۽ قيمت بہ وڌائي ٿو ۽ ميلاپ جي واسطي هر طرح جي قربانيءَ جي طاقت بہ ڏئي ٿو.

سُر حسيني جي ڇهين داستان ۾ سُئي چوي ٿي :-

سوَ سُکَنِ سانئي ڏيان، سِرُ پڻ ڏيان سَٽِ
جي مون ميڙي مَٽِ، تہ وِرهُ وِهايان هيڪڙو. (سُر حسيني VI:4,3/1382)

**لفظن جي معنيٰ :** سانئي = سوَدي ۾. سَٽِ - سوَدي يا عيوض ۾. مَٽِ - بدلي ۾.

يعني : سوَ سکن کي سوَدي ۾ ڏيئي ڇڏيان، بلڪ پنهنجو سرُ پڻ عيوض ۾ اَرپي ڇڏيان. جي مونکي بدلي ۾ سچو عشق ملي تہ هوَند اُنهيءَ جو ئي وڻج ڪريان.

سوَ سُکَنِ ڏيئي وِرهُ وهايم هيڪڙو،
مون کي تنهن نيئي، پيرُ ڏکياريو پريئن جو.
(سُر حسيني VI:5,3/1382)

يعني : مون سوين سکن جي بدلي ۾ هڪ دک خريد ڪري ورتو آهي، اِهو سوَدو تمام سٺو رهيو، ڇاڪاڻ تہ اِنهيءَ مونکي محبوب جي راهہ ڏيکاري آهي.

ڏک سُکن جي سونهن، گهوريا سُکَ ڏُکَنِ ريءَ،
جَنين جي وِرُونهن، سَڄڻُ آيو مان گِهرِي.
(سُر حسيني VI:24,3/1390)

**لفظن جي معنيٰ :** وِرُونهن = اڳتي هل. گِهرِي = پيهي آيو.

ڏک سکن جي قيمت وڌائيندا آهن.ڏک، سکن جو سينگار آهن. جن سکن سان گڏ دک نہ هجن، اُنهن کي پريان قبُو ڪري ڇڏجي. سچي ڳالهہ تہ هيءَ آهي تہ منهنجو محبوب منهنجا دک دور ڪرڻ واسطي ئي مون وٽ آيو آهي.

ستين داستان ۾ شاهہ صاحب چون ٿا

ڦيڻِ سي ڦِسَنِ، جڏهن تڏهن پِرِيئَن کي،
ڏُورينديُون ڏِسَنِ، اَڱڻ عجيبن جا. (سُر حسيني VII:1,3/1393)

يعني : جن جي اَندر محبوب جي تڙپ آهي، اُنهن کي هن جو ديدار ضرور ٿيندو. جيڪي هنجي تلاش ٿا ڪن، اُهي سندس درگاهہ ۾ ضرور پهچي ٿا وڃن.

اَٺين داستان ۾ چون ٿا :

چاڻي جي چاڻوم، تہ پوندو فَرقُ فراق جو،
اَکرُ اِرادت جو، ڏُر پائين ڏوتو م،
پوءِ تان ڪونہَ پيوم، هوُندَ ڪشالو ڪاف ڏي.
(سُر حسيني VIII:8,3/1404)

**لفظن جي معنيٰ :** اِرادت - تقدير جو لِکيو.

يعني : جيڪر شروع ۾ ئي پنهُونءَ سان پريت نہ رکي، تقدير جو لکئو ريٽي ڇڏيان ها تہ جيڪر هيءَ جدائيءَ جي بد قسمتي نہ اَچي ها ۽ نہ ئي مونکي پهاڙن سان سِرُ ٽڪرائڻو پوي ها.

ڦِڇيو ئي جان دوستُ، تان پاسي ڪَرِ پَرهيزَ کي،
جَنين ڏِٺو هوتُ، تَنِ دينَ سيئي دوُر ڪِيا.
(سُر حسيني VIII:17,3/1406)

**لفظن جي معنيٰ :** ڦِڇيو ئي جان دوست = ڦِڇيو اَٿيئي دوست.

پَرهيز = مذهبي پنڌن. دين = مذهب.

يعني : جي دوست جي ديدار جي طلب اَٿيئي تہ مذهبي پابندين کان پاڻ کي آجو ڪر. جن پرينءَ جو ديدار ڪيو، تن مِڙني مذهبن کان ڪنارو ڪيو.

نائين داستان ۾ سسئي چوي ٿي :

اَچيو مَرُ اَچَنِ، ٻارو چا ٻنيوڙ ۾،
پنيءَ لڳي جَنِ، ڪميٽي ماڻهو ٿئي. (سُر حسيني XI: 4,3/1411)

يعني : بلوچيءَ جو ٻنيور ۾ سدائين سواگت آهي، ڇاڪاڻ تہ هنجي پنيان هلي هيءَ نيچ ڪميٽي بہ اِنسان بڻجي ويندي.

شاهہ صاحب اِشارو ٿا ڪن تہ ڪامل مرشد جو سنسار ۾ اَچڻ شي آهي ڇاڪاڻ تہ هنجي اُپديش تي هلي گناهن سان ڀريل اِنسان بہ نرمل بڻجي اَلله سان ملڻ جي لائق بڻجي وڃي ٿو. شاهہ صاحب نصيحت ٿا ڪن:

تون جي ڪالهہ مُئي، تہ ڪالهہ ئي گڏي پرينءَ کي،
ڪڏهن ڪانہ سُئي، تہ ڪا سگهي گڏي سَڄڻين.
(سُر حسيني IX:19 ,3/1416)

جيستائين سالڪ پاڻ کي پوريءَ طرح فنا نہ ڪيو آهي، تيستائين محبوب جو ملڻ محال آهي. سُئي = ٻڌي. سگهي = تندرست، نوَبني.

تون جي ڪالهہ ئي مرين ها تہ ڪالهہ ئي پنهنجي جانب سان ملين ها. ڪابہ ڪڏهن نہ ٻڌوسين تہ محبوب سان سنئين لڱين وڃي ملي.

ڏهين داستان ۾ شاهہ صاحب چون ٿا :

وِهين ۾ ويلا ڪَرين، ايءَ نہ اُڪنڊَ آهہ،
سي لاڳاپا سڀ لاهہ، اوري اُپيارِين جي
(سُر حسيني X:7,3/1421)

**لفظن جي معنيٰ :** اُپارين = بيهارين، روڪين.

اي سسُئي ! تون رستي رُڪجي محبوب جي تلاش ۾ دير ڪري رهي آهين. پريم ۾ اِئين ڪرڻ نيڪ نہ آهي. اُهو هر ڪو ناتو يا شيءِ جيڪا محبوب ڏانهن اڳتي وڌڻ ۾ رُڪاوٽ ٿي بڻجي، اُنکي دور ڪري

يا تياڳي چڏڻ گهرجي.

پارهين داستان ۾ شاهه صاحب لکن ٿا :

کو جو اُنُس مينهنَ، آريءَ جي اُکيرَ جو،
ٻارو چاڙهو نينهن، متان مانو ٿئي. (سُر حسيني XI:9,3/1437)

يعني : پنهوُنءَ سسُئيءَ تي پنهنجي پيار جي خوب دل کولي ورشا ڪئي هئي. اِهو ئي ڪارڻ آهي جو پنهوُنءَ جي لمبي جدائيءَ جي باوجود به سندس من مان محبوب جي تڙپ دوُر نه ٿي.

هن سُر جي ٻارهين داستان ۾ سسُئي چوي ٿي :-

ڏٺان جي ٻرَوچُ، مون جيئن هوتُ اَکينِ سين،
مون کي چئي ''لوچ'' پاٽان پيئيوُن ڇپرَين.
(سُر حسيني XII:1,3/1446)

**لفظن جي معنيٰ :** ڏِٺان = اوهان ڏٺو. لوچُ = ڳولهه. پاٽان = پاڻ به پيهي وڃوها. ڇَپَرين = جبلن ۾.

يعني : اي سرتيون ! جي اُوهين مون وانگر اَکين سان جانب پنهونءَ کي ڏسو ها ته مونکي چئو ها ته ''ڳولها ڪر'' ۽ توهين خود به پهاڙن ۾ سندس تلاش ۾ نڪري پئو ها.

هوتُ نه ڏٺائوُن، ڏوهه نه ڏيان جيڏيِن،
مون جيئن رُنائوُن، مَٿي ڪيو هٿَڙا (سُر حسيني XII:2,3/1446)

سسُئي چوي ٿي ته مان پنهنجين سکين کي ڏوهه ڪونه ٿي ڏيان، جيڪڏهن منهنجين سکين محبوب جو ديدار ڪيو هجي ها، ته اُهي به مون وانگر هٿ مٿي ڪٽي روئيندِيون نظر اَچن ها.

جي تو ڳالهائي، ماءِ ٻارو چا ٻچيا،
اُنهن جي وائي، هوُند نه وڃيو وِسري، (سُر حسيني XII:7,3/1448)

يعني : اي جيجل ! اَگر تو بلوچيءَ سان ڪڏهن بات چيت ڪئي هجي ها، ته اُنهن جي ٻولي ڪڏهن به تو کان وسري نه ها.

اَڳي اِئين هياسِ، جيئن پنهوءَ ڏوتَم ڪَپڙا،
هاڻي هيئن ٿياسِ، جيئن جَتَ نه نينمَ پاڻ سين.

(سُر حسيني XII:37,3/1458)

جڏهن پنهون مون سان گڏ هو تہ منهنجا ڪپڙا بہ ڌوئيندو هو، پر اَڄ منهنجي اَهڙي حالت ٿي ويئي آهي جو بلوچي منهنجو ساٿ بہ پسند نٿا ڪن.

شاهہ صاحب اِشارو ڪري رهيا آهن تہ مرشد هر مريد جي مدد ڪري ٿو. هو پنهنجي رحمت سان مريد جي گناهن کي ڌوئي هن کي نرمل ۽ پاڪ ڪري ٿو. جيڪو مريد، مرشد جي هدايت اَنوسار اَللہ جي عبادت نٿو ڪري، اُنهيءَ جو ڪوبہ قدر نٿو ٿئي.

سسُئي چوي ٿي تہ :

سچڻ ڏنو جَنِ، تَنِ ڳِچيءَ سِرِ ڳهڻُ ڪيو،
پيؤُن ڪوهڻُ پجُهنِ، قدُرُ ڪيميا اِنَ جو ؟
(سُر حسيني XII:47,3/1462)

**لفظن جي معنيٰ :** ڳچيءَ سِرِ = ڳچيءَ جو. ڳهڻُ = زيور. پُجهنَ = ڄاڻن، سمجهن.

يعني : جن پرينءَ کي ڏٺو آهي، تن ڪيس پنهنجي ڳلي جو هار بڻائي ڇڏيو آهي. پيون ڪيئن اُنجو ڪيميا جهڙو ملهہ پرکي سگهنديون ؟ يعني جن هن جو ديدار ئي نہ ڪيو آهي. اُهي هن جو قدر ڪيئن ڄاڻي سگهنديون ؟

## 25. سُر ڪاموڏ

ڪاموڏ ديپڪ راڳ جي هڪ راڳڻي آهي. هن سُر جي ٻن داستانن ۾ 38 بيت ۽ 2 وائيون آهن. هن ۾ ڄام تماچيءَ جي نُوريءَ سان عشق جي ڪهاڻيءَ جو ورڻن ڪيو ويو آهي. چوڏهين صديءَ جي اَنت ۾ سنڌ جو راجا ڄام تماچي سمون شڪار ڪرڻ لاءِ نڪتو ته سندس نظر مهاڻن جي هڪ ڌيءَ نوريءَ تي پئجي ويئي. راجا نُوريءَ جي حُسن تي متوالو ٿي ويو ۽ هن سان شادي ڪري ڪيس محل ۾ وٺي آيو. ٻيون راڻيون نوريءَ سان ايرشا ڪرڻ لڳيون - راجا چيو ته مان سياڻي توهان مان هڪ راڻيءَ کي پاڻ سان گڏ سئر ڪرائڻ وٺي ويندس. ٻئي ڏينهن سيئي راڻيون خوبصورت پوشاڪون ۽ قيمتي زيور پائي، هار-سينگار ڪري تيار ٿي وينيون. راجا سيني سان گڏجندو، هر هڪ سان ڳالهيون ٻولهيون ڪندو اَڳتي وڌندو ويو. جڏهن هو نُوريءَ وٽ پهتو ته ڇا ڏنائين ته هوءَ ساڌارڻ ڪپڙا پائي، بنا ڪنهن هار-سينگار جي نظرون جهڪائي بيٺي آهي. بادشاهه نوريءَ کي پاڻ سان گڏ سئر ڪرائڻ وٺي ويو. هن رستي ۾ نوريءَ کان پڇيو ته تو ايترا ساڌارڻ ڪپڙا ڇو پاتا آهن ؟

نوريءَ جواب ڏنو : مونکي اِنهيءَ ڳالهه جو اَحساس آهي ته منهنجي ڪابه حيثيت نه هئڻ جي باوجود به راجا مونتي ڪيڏو وڏو اَحسان ڪيو آهي.

نوري چوي ٿي :

تون سَمُوُن، آئُون گندِرِي، مون ۾ عيبَنِ جُوءِ،

پسي راڻين رُوءِ، متان ماڱر مَٽِئين ! (سُر ڪاموڏ 1469/1,3:I)

**لفظن جي معنيٰ** : گندري - گندري ذات جي. جُوءِ - آستان، گهر. رُوءِ - شڪل . ماڱر - ماڱر ذات جي (نوري)

نوري چوي ٿي ته تون سمون سردار آهين ۽ مان گندري ذات جي مهاڻي آهيان ۽ مون ۾ اوڻاين يعني عيبن جو انبارُ آهي. تون راڻين جو

منهن ڏسي، مٺان مون ماڻر ذات جي مهاڻيءَ کان منُهنڙو مٺين.

تون سمُون، آئون گندري، مون ۾ عيبن لَکَ،
هِنَ منهنجي حال جي توکي سڀَ پرَکَ،
ڪارڻ رَب اَلَکَ، مٺان ماڻر مَٺِئين. (سُر ڪاموڏ 1470/5,3:I)

يعني : ”تون مهان سامون سردار آهين ۽ مان لکين اَوگڻن سا ڀريل مهاڻي آهيان. تو کي منهنجي هن حال جي خبر آهي. توکي اَلله جو واسطو آهي، هن نيچ مهاڻيءَ کي دل تان نہ وسارج.“

تون تماچيءَ تَڙَ ڌڻي، آئون مُهاڻي مَي
مون ڏهاڳُ م َ ڏي، آئون نالي سُيَسِ تنهنجي.
(سُر ڪاموڏ 1471/6,3:I)

**لفظن جي معنيٰ** : تڙ ڌڻي . بندر جو سردار يعني ڄام تماچي.

تون تماچي حاڪم ۽ بندر جو مالڪ آهين، مان مهاڻي عورت آهيان. آءٌ، جا تنهنجي نالي سان سڏجڻ ۾ اَچان ٿي ( ڇو تہ تنهنجي حق ۾ڏي زال آهيان)، تنهن کي ڏهاڳ نہ ڏج.“

نوري چوي ٿي :

تون تماچي، تَڙَ ڌڻي، آئون گندري غريب،
توسين، ڄام ! قريب، کي ڏن[2]، ڇڏائي ڏيج مون.
(سُر ڪاموڏ 1471/7,3:I)

**لفظن جي معنيٰ** : قريب = مٽياڻي. ڏن = محصول

يعني : تون تماچي حاڪم آهين ۽ بندر جو والي آهين ۽ مان گندري ذات جي مسڪين مهاڻي آهيان، اي ڄام ! مان تنهنجي سڱائتي آهيان، جنهن ڪري تون منهنجن مائٽن کي سموري محصول کان معافي ڏيئي ڇڏ.

ڪِڪيءَ هاڻيونُ ڪارِيُون، ڇِڇيءَ هاڻا ڇيڇ،
ڀاندُ جَنين جي ڀاندَ سين، لڳو ٿِئي لَيڇَ،
سمُون ڄامُ سُهيَڇَ، اُنهو ڪري اُن سين. (سُر ڪاموڏ 1472/10,3:I)

مهاڻن وٽ مڇين جي دُرڳنڌ ڀريل ٽوڪرين ڪانسواءِ ٻيو ڪجهہ بہ

ڪونهي. ماڻهو تہ اُنهن کي ڇُهڻ بہ ڪونہ چاهيندا آهن، پر راڄا سمون خوشي-خوشي اُنهن سان ملي-جُلي ٿو ۽ کُليءَ دل سان اُنهن کي سوغاتون بہ ڏئي رهيو آهي. شاهہ صاحب جن جي چوڻ جو مطلب آهي تہ مالڪ ننڍي-وڏي يا اوچ نيچ جو ڀيد ڀاو نٿو ڪري. هو صرف سچي دل جي ڀڳتي ۽ پيار جو قدر ٿو ڪري.

ڪاريون، ڪوجهيون، ڪوڙيون، موُر نہ موچاريون،
وٺي وينيون واٽ تي، ڪکيءَ جون ڪاريون،
اُنين جون آريون، سمي ريءَ ڪيرُ سهي ؟ (سُر ڪاموڏ 1472/11,3:ا)

**لفظن جي معنيٰ :** ڪوڙيون = ڪميٽيون، آريون = ناز نخرا.

يعني : مهاڻيون رنگ جون ڪاريون، شڪل ۾ بدزيبيون ۽ هرگز موچاريون ناهن. هوُ واٽ تي مڇيءَ سان ڀريل ٽوڪريون رکيو وکري لاءِ وينيون آهن. اُنهن جا ماڻايا ناز نخرا سمي سردار (ڄام تماچيءَ) کان سواءِ ٻيو ڪير برداشت ڪندو؟

نہ وَڏي نہ وڪٽي، نہ ماري نہ ڏاري،
ڪارو وڏائين ڪوُهہ ۾، نرتوُن نِهاري،
سائي پَرِ پاري، جا گهرِ سَمي سَپجي. (سُر ڪاموڏ 1475/17:ا)

**لفظن جي معنيٰ :** نِرتون = ڏسي وائسي، چاڻي واڻي. پَرَ = هلت چلت. سَپَجي = ورتجي.

نوري هاڻي نہ مڇي وڪڻي ٿي، نہ وڏي ٿي، نہ ماري ٿي، نہ ڏاري يعني رکي ٿي. هن مڇيءَ جو ٽوڪرو، چاڻي ٻجهي ۽ ڏسي وائسي ڪوُهہ ۾ اُڇلائي ڇڏيو. هوءَ اُهائي هلت ٿي هلي، جا سَمي حاڪم جي محل ۾ ٿي ورتجي.

هن بيت ۾ شاهہ صاحب جن سمجهائين ٿا تہ مرشد جي سنگت ۾ اَچڻ سان مريد جي چال-چلن ۽ هلت چلت ڪيئن ٿي بدلجي. چون ٿا تہ هاڻي نوُريءَ روز مرهہ جي مهاڻڪي عادت صفا ڇڏي ڏني آهي. مڇين مارڻ جو ڪم هاڻي هنکي نٿو وڻي. مهاڻڪا ڇارا ۽ ڪارا هاڻ ڇاڻي واڻي ڪڻي ڪوُهہ ۾ ڦٽا ڪيائين يعني اُنهن سان ڪوبہ واهپو نہ رکيائين. هاڻي

سندس هلت-چلت اَهڙي ئي پيئي جهڙي ڄام جي گهر هئي. سندس روش راڻين جهڙي يعني شاهہ صاحب اَنوسار ساڏن مهاتمائن جهڙي ئي پيئي آهي.

نُوريءَ جي صِفتن جو بيان ڪندي شاهہ صاحب نُوريءَ جي باري ۾ چون ٿا :-مهاڻيءَ جي مَنَ ۾ نہ گيربُ نہ گاءُ.

نيٽڻ سين نازُ ڪري، ريجهايائين راءُ،
سَمؤن سَيَنِ ملاءُ، هيريائين حِرفت سين. (سُر ڪاموڏ 1:20,3/1476)

**لفظن جي معنيٰ** :- گيربُ =هٺُ. سيَنِ مَلاءُ =سيني راڻين وچان. حرفت سان =چترائيءَ سان.

يعني : مهاڻي (نوريءَ) جي اَندر ۾ نہ هٺ هو، نہ وڏائي. هن خوديءَ کي اَندر مان ڪڍي ڇڏيو هو. نُوريءَ پنهنجين جهڪيل نظرن سان راڄا کي موهي ڇڏيو. مڙني راڻين منجهان هن ئي سمي سردار کي چترائيءَ سان ريجهايو.

مي مڇيءَ ۾ هٿڙا، ويني ڪري وَرَنَ،
راءُ اَگِهِہ رکي، مهاڻي منجهہ مَنِ،
تماچيءَ جي تَنَ، ڳالهيون ڇيُس ڳُجهيؤن.
(سُر ڪاموڏ 1:22,3/1477)

**لفظن جي معنيٰ** : مڇيءَ ۾ =مڇيءَ ۾ هٿَ هوندي بہ. اَگِهِہ = اَصل کان ئي، اَزل کان ئي.

نُوريءَ جا هٿ مڇين ۾ رهندا هئا، پر تڏهن بہ هن پنهنجي نرملتا پوريءَ طرح قائم رکي. سندس روپ اَگهہ ئي راڄا جي من ۾ هو. اِنهيءَ ڪري راڄا خود نوريءَ وٽ پهچي هنکي ڳُوڙها روحاني راز سمجهايا.

هٿين، پيرين، آرڪٽين، مُنهن نہ مُهاڻي،
جيئن سڀُو وِچ سُر ندَڙي، تيئن راڻين ۾ راڻي.
اَصل هُئي اُن کي، اَهد جاماڻي،
سَمي سُڃاڻي، هيڙو ٻڌُس ٻانهن ۾. (سُر ڪاموڏ 1:23/1478)

**لفظن جي معنيٰ** : آرڪٽين = مُهانڊو، روشنُ، لڇڻ. سُرندڙي = سُرندي
آمِلِ = اَمُلُ ڪان ٿي. ٻيڙو = سڳڙو.

يعني : صرف رهڻي ۽ ڪرڻيءَ ۾ ئي نہ، شڪل-صورت ۾ بہ نوُري مهاڻي ڪونہ ٿي لڳي. جهڙيءَ طرح سُرنديءِ جي تارُن سان وِچ ۾ وٽيل هڪُ سڳو بہ هوندو آهي، جو سيني تارن ۾ مکيہ هوندو آهي (جو تہ سَتن مؤل سُرن مان پهريون سُر ”سا“ هن سڀني مان نڪرندو آهي ۽ ٻين سيني تارُن جي سُرن جو مَدارُ اِنهيءَ تي ئي هوندو آهي) ساڳيءَ طرح نوُري بہ مکيہ يا پَٽَ راڻي هئي، جنهن تي ٻين سيني راڻين جو مدارُ هو. هن ۾ اَصل ڪان ئي، يعني جنم ڪان وٺي راڻين جا گڻ هئا. سندس ڊؤل ۽ نمونو شاهاڻو هو. سمي سردار هن کي سچاڻي ورتو ۽ سندس ڪرائيءَ ۾ وواهہ جو سڳڙو ٻڌائين.

ڪوءِ سميون ! ٻَنِ سؤ مريون ! جي اَچن اُنچي ڳاتِ،
وَرسي ڪنِجهر ڄائيوُن، جَنِ تَماچي جي تات،
راڻين مُلا رات، ماڻِڪُ مي پِرائيو. (سُر ڪاموڏ I:26,3/1479)

**لفظن جي معنيٰ** : اُنچي ڳاتِ = مغروريءَ سان. ماڻِڪُ = جام تماچيءَ جهڙو اَملهہ ماڻڪ.

يعني : اُهي سميون ۽ سومريون ٻَنِ پون يعني ڏڪار آهي اُنهن کي، جي مغروريءَ سان پيش اَچن. اُهي ڪنجهر ڄائيون (ڪنجهر جي مهاڻن جون نياڻيون) مبارڪ آهن، جنکي جام تماچيءَ جي تات هجي. سيني راڻين وچان مهاڻيءَ (نوريءَ) هڪ ئي رات ۾ بي بها موتي (جام تماچي) هٿ ڪيو.

پڪا پڪاريو، جا تماچي آئيو،
گوَندر لاهيو، گندِريون، آتَڻُ اُجاريو،
ڪنِجهرُ قرارِيو، سَمي سام بخشي. (سُر ڪاموڏ II:12,3/1487)

**لفظن جي معنيٰ** : پڪاريو = ڏوئڻ، صاف ڪرڻ. گوندر = ڳڻتيون، فڪر، غم. گندِريون = مهاڻيون. آتڻ اُجاريو = جام جي آجيان لاءِ پنهنجا

گهر تڙ ٻهاري، صاف ڪريو. ڪنجهرُ قراريو = ڪنجهر ۾ فرحت ۽ آرام چانئجي ويو آهي. سمي سام بخشي = ڇو تہ ڄام تماچيءَ سيني مهاڻن کي پنهنجي اَجهي ۽ پناهہ هيٺ آندو آهي.

يعني : پنهنجا گهر صاف ڪريو. ڄام تماچي پڌاريو آهي. اي مهاڻيون ! پنهنجا غم دور ڪريو. ڪنجهر بي اونو آهي. (ڪنجهر جا مهاڻا بي فڪر ٿيا) سمي سردار سيني کي پناهہ بخشي آهي. (ڏڻي جن کي نوازي ٿو، تن جي اَندر مان سڀ فڪر ۽ غم ميسارجيو وڃن. اُهي هردم پنهنجو اَندر صاف ٿا رکن.)

ڪو جو ڪامڻُ، مي آهي اَکڙيڻ،
تنُ تماچي ڄام جو، ناپوُن پايوني،
عشقُ اِئين ڪري، جيئن ڄارو ڄام ڪُلهي ڪيو.
(سُر ڪاموڏ 1488/13,3:II)

**لفظن جي معنيٰ :** ناپوُن = نيزا يعني نيٽن جا نيزا، پايوني = چڪي، ڪنيو وٺي.

يعني : مهاڻيءَ (نوريءَ) جي نيٽن ۾ اَهڙو ڪو جادوُ آهي، جو ڄام تماچيءَ جي جسم کي ڇڻ نيزن تي ڪنيو وٺي. اها ڪرامت عشق جي آهي، ڄام تماچيءَ جهڙو راجا، مهاڻن جو ڄار ڪلهي تي ٿو رکي.

(سچي عشق جا اِهي ئي پار آهن جو راجائن ۽ بادشاهن کي بہ محبوب جي خدمت ۾ کهڙي بہ نيچ ۽ خسيس ڪم ڪرڻ کان عار نٿو اَچي.)

## پيغام :

هن سُر ۾ شاهہ صاحب پيغام ڏيئي رهيا آهن تہ اُهو شهنشاهي- عالم، اُهو ڪل ڪائنات جو مالڪ اَلله، ٻاهرين اَڊمبرن يا ڏيکاو سان نہ بلڪ عشق ۽ عاجزيءَ سان خوش ٿيندو آهي. پاڻ سمجهائڻ چاهين ٿا تہ ساڌڪ يا پريمڪا کي پنهنجي حسن، جواني، ٻل ٻڌي، اونچي ڪُل، اُتم خاندان وغيره جو مان تياڳي ڇڏڻ گهرجي. هنڪي من مان اِهو ڀرم ڪڍي ڇڏڻ گهرجي تہ شريعت جي پالن ڪرڻ سان، يا جپ، تپ-پاٺ، پڇ- دان يا اَهڙين ٻاهر مکي ڪريائن وغيره جي هار-سينگار ڪرڻ دواران

پريتم کي ريجهائي سگھبو.

پنهنجي سندرتا جي گهمنڊ ۽ پنهنجي يتن مان خودي يا اَهنڪار جي درگند اَچي ٿي، جڏهن پريم ۽ نمرتا مان دِويہ- سگند ٿي اَچي. پريمڪا کي پنهنجي حسن ۽ پنهنجي يتن جو آسرو تياڳي محبوب جي پناهہ (شرڻ) ۾ اَچي وڃڻ کپي. هنکي پنهنجو پاڻ کي بنا ڪنهن شرط جي محبوب جي حوالي ڪري ڇڏڻ گهرجي. هن کي پنهنجي ٻل، ٻڌي ۽ جو سهارو تياڳي محبوب جي رحمت جو سهارو وٺڻ گهرجي. هنکي پنهنجو يتن ڇڏي نمرتا جو آنچل پڪڙڻ کپي.

نوُري روپي روح جي راهہ ۾ لکين رُڪاوٽون آهن، پر تماچي روپي شهنشاهہ جي راهہ ۾ ڪابہ رڪاوٽ ڪونهي. بيشڪ نوُريءَ ۾ لکين ڪمزوريون هجن، لکين سنڪٽن ۾ گهيريل هجي، تڏهن بہ هوءَ هر حال ۾ نمرتا، پريم ۽ سمرپڻ جو سهارو وٺي سگهي ٿي. شاهہ صاحب سمجهائڻ چاهين ٿا تہ دنيا جي درشٽيءَ سان بري کان بري حالات ۾ گهيريل روح بہ پنهنجي اَندر اَلله جو عشق پيدا ڪري سگهي ٿو ۽ عاجزيءَ سان مرشد يعني اَلله جي شرڻ جو سهارو وٺي اَلله تائين پهچي سگهي ٿو. پرمارٿي ساهتيہ ۾ اَنيڪ اَهڙا مثال ملن ٿا تہ ننڍي ذات وارا غريب، اَڻ پڙهيل ئي نہ، وڏا-وڏا پاپي، اَپراڌي، دُراچاري، هتيارا، چور، ڌاڙو بہ اَلله جي عبادت ذريعي ڪامل مرشد بڻجي ويا.

سُر ڪاموڏ دواران شاهہ صاحب هيءُ اِلاهي پيغام ڏيئي رهيا آهن تہ پنهنجين ڪمزورين ڏانهن نہ نهاريو، اُنهيءَ رحمانُل-رحيم اَلله جي رحمت طرف ڏسو. پنهنجن گڻن جو مان نہ ڪريو، نرٻل ۽ دين بڻجي هنجي در تي پيا رهو. توهين خود ڪڏهن بہ هن سان ملي نہ سگهندا. توهانجي پريت، عاجزي ۽ نمرتا سان خوش ٿي هو خود توهانکي پاڻ سان گڏ ملائيندو.

# 26. سُر مومل راڻو

سُر مومل راڻي جي 9 داستانن ۾ 144 بيت ۽ 9 وائيون آهن. هي ۽ سُر مومل ۽ راڻي جي عشق جي ڪهاڻيءَ تي آڌارت آهي. چوڏهين صديءَ ۾ لُڏاڻو (جيسلمير) جي حاڪم راجا نند گُجر جون ست شهزاديون هيون، جن مان مومل جي لاجواب حُسن جي هاڪ چوڌاري ڦهليل هئي. مومل اِهو نٿي چاهيو تہ ڪو مورک، اَناڙي يا بزدل جيون ساٿي هن کي ملي. هن هڪ عاليشان، پر خطرناڪ جادُئي محل ٺهرايو. محل جي شڪل قلعي وانگر هئي، جنهن جي آس پاس اونچيون ديوارون هيون. محل ۾ منوهر ڦلن ۽ گلن سان ڀريل وڻن وارا خوبصورت باغ هئا. اُنجي اَندر ڏنگيون-ڦڏيون گهِريون نديون هيون - اَصلي بہ ۽ جادُئي بہ. ندين ۾ پير رکندي ئي هيٺ ڪيرائڻ واريون ڦليون ٺهيل هيون. رستي ۾ اَصلي هئڻ جي ڀرم ۾ وجهڻ وارا شينهن-چيتا هئا. محل جي سواگت هال ۾ وڏا خوبصورت ديوان هئا، جيڪي وچ ۾ کوکلا هئا- اُنهن جي هيٺان خوني کوهہ هئا. مومل سان ملاقات ڪرڻ جي اِڇا رکڻ وارا اَنيڪ چنچل نوجوان رستي ۾ ئي پنهنجي جان گنوائي ڇڏيندا هئا ۽ مومل تائين ڪير بہ پهچي نہ سگهيو. مومل جي سندرتا ۽ هنجي اَنوکي محل جي خبر اَمرڪوٽ ۾ بہ پهتي. اَمرڪوٽ جو راجا همير سومرو ۽ هنجا ٽي وزير، جن مان هڪڙي جو نالو راڻو مينڌڙو هو، مومل سان ملاقات ڪرڻ لاءِ بي چئن ٿي ويا. سڀ کان پهرين راجا همير خود ويو. پر هو سواگت هال تائين پهچڻ کان اڳ ۾ ئي واپس اَچي ويو. ٻيا ٻہ وزير بہ نا ڪامياب ٿي واپس آيا. اُنهن کان پوءِ راڻي ڪوشش ڪئي. راڻو بيحد بهادر ۽ ٻڌيمان هو. هن جي پارکي اَکين ۾ اَصلي ۽ نقلي کي سڃاڻڻ جي شڪتي هئي. هو پنهنجي چترائي ۽ دليريءَ جي سهاري مومل تائين پهچڻ ۾ ڪامياب ٿي ويو. هن رات مومل سان گذاري، پر ٻئي ڏينهن صبوح جو پنهنجي ساٿين سميت اَمرڪوٽ واپس اچي ويو.

مومل جو محل اَمرڪوٽ کان 150 ميل پريان هو. راڻو روز رات جو مومل وٽ پهچي ويندو هو ۽ ٻئي ڏينهن صبوح جو اَمرڪوٽ واپس هليو ايندو هو. هڪ ڏينهن ڪنهن سبب راڻي کي مومل وٽ پهچڻ ۾ تمام دير ٿي ويئي. مومل بيحال ٿي ناراض ٿي ويئي. هن راڻي کي سبق سيکارڻ واسطي پنهنجي ڀيڻ سُومل کي مرداني پوشاڪ پارائي پاڻ سان پلنگ تي سمهاري ڇڏيو. جڏهن راڻو اُتي پهتو ته سمجهيائين ته مومل ڪنهن پرائي مرد سان سمهي پيئي آهي. هو نراش ٿي واپس اَمرڪوٽ هليو ويو، پر وڃڻ کان اَڳ پنهنجي نشاني ڇڙي (لڪڻ) مومل جي پلنگ جي پاسي ۾ رکي ويو.

صبوح جو مومل اُٿي ته پنهنجي چال کي اُلٽو پوندو ڏسي بيحد پڇتايائين. هن راڻي وٽ قاصد موڪلي سچي ڳالهه سمجهائڻ جي ڪوشش ڪئي، پر راڻي جي شنڪا دور نه ٿي. مومل واپاريءَ جو ويس بڻائي اَمرڪوٽ رهڻ شروع ڪيو. هن راڻي سان دوستي ڪئي. هڪ ڏينهن راڻي سان شطرنج کيليندي سندس هڪ ٻانهن تان ڪرتو هٽي ويو، جنهن تي تِرُ* هو. راڻي هنکي سڃاڻي ورتو، ليڪن مومل جي منٿن ۽ نيزارين جي پرواهه نه ڪندي هن کي اَکيلو ڇڏي هليو ويو. نراش ٿي مومل راڻي جي محل جي سامهون هڪ چِتا تيار ڪئي ۽ باهه ۾ ٽپو ڏيئي ڇڏيائين. جڏهن راڻو اُتي پهتو ته هن جي من تي مومل جي سچائي ۽ پاڪيزگيءَ جو ايترو گهرو اثر پيو جو هن به ساڳيءَ چکيا ۾ وني ٽپو ڏنو ۽ ٻئي عاشق گڏ جلي رک ٿي ويا.

روح ۽ رب جي رشتي جي باري ۾ شاهه صاحب چون ٿا :

نئون نياپو آئِيو، راڻي وٽان راتِ،
”لَڏيسوُن“، لَطيف چئي، ”ڪَنان ڏاتر ڏاتِ.“

*(جنهن جيو آتما کي مرشد ديکشا ڏئي ٿو، اُن تي روحاني نشان لڳل هوندو آهي. اَهو نشان صرف مرشد ئي پنهنجي گيان جي اَکين سان ڏسي سگهندو آهي.)

”کِھڙي پڇن ذات، جي آيا سي اَگھيا“

(سُر مؤمل راڻو- IX:5,3/1577)

ڪلهہ رات راڻي جي ديس مان هڪ سنديش آيو. لطيف چوي ٿو تہ مون تي اِلاهي رحمت ٿي آهي يعني مونکي راڻي قبول ڪيو آهي. راڻي ڇا منهنجي ذات پڇي هئي ؟ هُن وٽ تہ جيڪو بہ وڃي ٿو اُهو قبول ٿو پوي.

شاهہ صاحب جو مطلب آهي تہ مرشد روح جي ذات -پات ڪونہ ٿو ڏسي. جيڪو بہ هُن جي شرڻ ۾ وڃي ٿو اُهو اُن کي قبول ڪري ٿو ڇڏي.

هڪ ٻئي بيت ۾ چون ٿا :

ڪيڏانهن ڪاهِيان ڪَرَهو، ڇَوڙِس ڇتاڻو،

مَنجهين ڪاڪِ ڪَکَوري، مَنجِهين لُڏاڻو،

راڻو ۽ راڻو، ريءَ راڻي ٻيو ناهہ ڪو. (سُر مؤمل راڻو IX:6,3/1577)

جادئي ڪاڪ (هيءُ سنسار) ۽ لُڏاڻو (مقامِ حق) منهنجي من جي اَندر آهن. پنهنجي اُٺ کي مان ڪهڙي طرف وٺي وڃان، منهنجي چوڌاري تہ نوُر ئي نوُر چمڪي رهيو آهي. مان جتي بہ ڏسان ٿو، راڻو ئي راڻو نظر ٿو اَچي، راڻي کانسواءِ مونکي ٻيو ڪير بہ نٿو نظر اَچي.

ٻئي داستان ۾ شاهہ صاحب ڪاڪ روپي جادُئي نگريءَ جو بيان ٿا ڪن، جنهن ۾ عاشق پريم جو اَنوکو کيل کيلي رهيا آهن :-

هلو، هلو ڪاڪ تَڙين، جتي نينهن اُڇل.

نَڪا جَهلَ نہ پَلَ، سِپُڪو پَسي پرينءَ کي

(سُر مومل راڻو II:8,3/1504)

يعني : هلو، هلو ڪاڪ جي تڙن تي، جتي عشق ئي عشق اُڇلون پيو کائي- اُتي ڪابہ روڪ-ٽوڪ ناهي، هر ڪو جانب جو ديدار پيو ڪري. (هتي روحاني منڊلن ڏانهن اِشارو آهي)

هلو، هلو ڪاڪِ تڙين، ڇَرو جِت ڇَڙهن،

ڪوڙين رنگ رَچَنِ، ياڻَ واريءَ پڪَ سين.
(سُر مومل راڻو II:10,3/1504)

**لفظن جي معنيٰ** : چَرو = ديگيون. ياڻَ واريءَ پڪ سان پريل يعني لال.

يعني : اُنهيءَ ڪاڪ تڙين تي هلو، جتي عشق جون ديگيون پيئون رڌجن، يعني عشق جو لنگر لڳو پيو آهي، جنهن ڪي جيترو وٺي اوترو ڪٽي وڃي. اُتي ڪروڙين نينهن ۾ رڱجي لال ٿيو نڪرن.

سُٽي طعنو تنهنجو، حالُ وِڃائيم، حَقَ !
لڪين لوڏيِ آئيا، سوڍي لاٿم شَڪَ،
ڏِنَم ڪاڪِ ڪَهڪَ، سگهو مونۡ سُپرين.
(سُر مومل راڻو III:21,3/1523)

**لفظن جي معنيٰ** : حق = تحقيق، اي يار !. سوڍي لاٿم شڪَ = منهنجا شڪ شبها ۽ مشڪلاتون دور ڪيون، يعني مرشد ڪامل ئي منجهيل اِنسان کي صحيح راهه ڏيکاري ٿو.

اي منهنجا خاوند ! تنهنجي ڦٽڪار ٻڌي مون پنهنجي خوديءَ کي مٽائي ڇڏيو. ڪاڪ ۾ گهڻيئي ساڌو آيا، پر صرف سوڍي سردار ئي منهنجا سڀ سنديهه دور ڪيا. منهنجا محبوب ! تو کان سواءِ ڪاڪ منهنجي واسطي دُک روپ آهي. تون مون وٽ واپس هليو اَچ.

چوٿين داستان ۾ راڻي جي جدائي ۾ تڙڦندڙ مومل چوي ٿي :-

توکي معلوم منهنجُون، سوڍا سيئي،
آڳانڊو اَرِواحَ کي، آهئين اُهو ئي،
وِهڪ مؤن ويئي، ڀِڇايو ڀِڇان ڀِڇي. (سُر مومل راڻو IV:7,3/1528)

**لفظن جي معنيٰ** : سوڍا سيئي - سيئي ڳالهيون. آڳانڊو - ٽيڪ، آڌار، پناهه. وِهڪ مون ويئي - منهنجي لاءِ ننڊ آرام حرام ٿي ويو آهي.

يعني : اي سوڍا ! تو کي منهنجن سڀني عيبن جي ڄاڻ آهي، اِنهيءَ جي باوجود بہ تنهنجو مون تي وشواس آهي. تون بہ مهنجي روح جو هڪڙو ئي سهارو آهين. مان تو کان سواءِ بي چئن آهيان، منهنجي لاءِ

نندڙ، آرام حرام ٿي ويو آهي. اِنهيءَ ڪري مان هر راهگير کان تنهنجو ئي ڏسُ پڇي رهي آهيان.

شمع ٻاريندي شَب، برھ ساڻون ڪڍيون،
موٽُ، مران ٿي ميندرا ! راڻا ! ڪارڻ رَبَ،
تنهنجيءَ تاتِ طَلَبُ، ڪانگ اُڏايم ڪاڪ جا.

(سُر مومل راڻو IV:1,3/1525)

**لفظن جي معنيٰ** : شمع = موم‌بتي. شبَ = رات جو. پِرَهَ = صبح. ساڻون = سج جو ڪرڻو، روشني.

يعني : مومل چوي ٿي تہ راڻي جي اِنتظار ۾ ساري رات شمع ٻاريندي، مٿان اَچي پرهَ ڦٽي آهي. اي راڻا ميندرا ! تون ڏٺيءَ جي واسطي واپس وَرُ. مان تو بنا مريو ٿي وڃان، تنهنجي سڪ ۾ ڳولها ۾، مون ڪاڪ جا ڪانگ اُڏايا آهن.

(ڪانگ اُڏايم : ڳوٺن ۾ جڏهن ڪنهن زال جو گهر وارو پرديس ۾ دير لائيندو آهي، ۽ وٽائنس نياپو نہ ايندو آهي، تڏهن اُها زال ڪانو کي ڪانو-ڪانو ڪندو ڏسي چوندي آهي، ”اي ڪانگل ! “ تون وڃ ۽ وڃي مهنجي ڀتار جي خبر لهي اَچ، تہ توکي مٺو لولو کارايان.“ اَهڙيءَ طرح مومل بہ راڻي لاءِ ڪانگ پئي اُڏايا.)

راڻو ڪا راتِ ويو، ڳجهي ڳالهہِ ڪَري،
سوڍي رِيءَ، سرتيون ! هڏِ نہ ساهہَ سَري،
وڃي، مانَ وري ! آسائتي آهيان. (سُر مومل راڻو IV:9,3/1529)

**لفظن جي معنيٰ** : ڳجهي ڳالهہ = ڳجهو اِشارو. هڏِ نہ = هرگز. مان وَري = شل هڏِ نہ موٽي

يعني : راڻو مونکي رات هڪ ڳجهو اِشارو ڏيئي ويو (مومل جي پير ۾ پنهنجو لڪڻ نشانيءَ طور ڇڏي ويو). اي جيڏيون ! راڻي بنا منهنجي جان کي هرگز نٿي سري. شل وڃي، واپس وري. مان آس لڳائي ويٺي آهيان.

پنجين داستان ۾ شاھ صاحب چون ٿا :

راڻو ڀانيو رانِد، وڃيو ڪيئن وڙُ رائين،
ورُ وڏوڙو اِيهين، جيئن پَرُ پڇتوءِ پاندِ،
هيءَ ! ڀڳيءَ هيڪاندِ، سوڍو سارينديںءَ گهڻو.
(سُر مومل راڻو V:6,3/ 1536)

**لفظن جي معنيٰ :** راڻو ڀانيو راندِ = راڻي کي راند يا مسخري سمجهي. وِڙُ = ڪميڻو. (جُڙتو راڻو). رائين = ريجهائين. وَرُ = ڀتار. وِڏوڙو = ڏمريو. پَرُ = پرائو يا ڏاريو شخص. پڇتوءِ = دامن جهولي. پاندِ = پلاند ۾. هيڪاندِ = هيڪڙائي، محبوب سان سچائي، هڪڙي سان وفاداري

يعني : راڻي (ڪامل مرشد) کي راند يا مسخري سمجهي، تون ڪيئن وڃي ٿي ڀئي ڪنهن خسيس شخص کي ريجهائين ؟ (مومل پاڻ کي ريجهائڻ لاءِ سومل کي راڻي جو ويس پهرائي، ساڻس سُتي هئي). اي مومل ! تو تي ڪانڊ اِنهيءَ ڪري ڏمريو، جو تنهنجي پلاند کي هڪ ڏارئي شخص پڪڙيو هو. (تو ڏارئي يعني سومل سان محبت اَڙائي) هاءِ! تو وفا جو عَهد ڀڳو، هاڻي راڻي کي گهڻو ياد ڪندينءَ ؟

رُسُ مَ رُسڻُ گهوريو، ڀَرَڇُ، مَ وانءُ ڀَري،
وِڏَم ڦَٽ فِراقَ جا، جوُٽِ جي ذري،
''لالن جي''، لطيفُ چئي، ''سوُنهائي سري،''
آيس تو ڳرَي، تہ سوڍا ! سُکياڻي ٿيان.
(سُر مومل راڻو. V:9,3/ 1537)

**لفظن جي معنيٰ :** وانءُ = وڃُ. جوُٽِ = چِل. سوُنهائي = فقط سونهن. ڳري = گهر ۾.

يعني : مومل چوي ٿي تہ اي راڻا ! تون رسڻ ڇڏي هاڻي پرچي وڃ ۽ مون کان پري نہ ٿي. محبوب سان ڪيل ننڍڙو چِلُ يا مزاق مونکي ڏاڍو مهانگو پيو آهي ۽ مونکي جدائيءَ جا زخم سهڻا پيا آهن. شاهہ لطيف چوي ٿو تہ مونکي تہ فقط محبوب جي سونهن جي ئي درڪار آهي. (عاشق جي لاءِ خدا جو مشاهدو ۽ اُن جو جمال ئي بس آهي.) اي سوڍا !

مان تنهنجي دَر تي آئي آهيان، جيئن مان تنهنجي پناهہ ۾ رهي سگهان.

مرشد يا اَلله پنهنجي عشق کان سواءِ ٻي ڪنهن بہ شيءِ جي عشق کي سهي نٿو سگهي. مومل جي پيڻ سومل دويت يا ڪُفر جي سُوچڪ آهي. مومل جو ڪنهن ٻئي کي پاڻ سان گڏ سمهارڻ جو خيال ئي ڪُفر آهي.

جڏهن مومل ڏينهن- رات مرشد جي سمرن ۽ ڌيان ۾ گم سم ٿي رهي، پل-پل مرشد واسطي تڙڦي ٿي ۽ پڇتاءُ جي باهہ ۾ جلي خوديءَ کي فنا ڪري ٿي ڇڏي تہ مرشد جو ساٿي يعني اِسم اعظم (شبد-ڌن) هن وٽ پهچي وڃي ٿو ۽ هنجي اَندر مرشد جو نوري سروپ پرگهٽ ٿي وڃي ٿو.

مرشد يا هنجي ساٿيءَ مان الوَڪ نوُر ٿو جهلڪي ۽ اَنوکي سڳنڌ ٿي نڪري. جنهن کي اَندر اُهو نور نظر اَچڻ لڳي ٿو ۽ اُها سڳنڌ ملي ٿي وڃي، اُنهيءَ کي سموري ڪائنات نوُر ۽ سڳنڌ سان ڀرپور محسوس ٿئي ٿي. مومل چوي ٿي :-

لوڏي لڪَ اَچَنِ، روُءِ راڻي جي ناهہ ڪو،
هڪُ اَڪيوُن، ٻيا اَڱڙا پَرِ ۾ ٿا پَچَنِ،
سي ڪيئَن، مينڌرا ! مَچَنِ ؟ جي تو سوُريءَ چاڙهيا.
(سُر مومل راڻو VI:9,3/1547)

**لفظن جي معنيٰ :** اَڱرا = اَنگ، عضوا. 2. پَرِ = لڪ ڇپ ۾، ڳجهہ ڳوهہ ۾)

مومل چوي ٿي تہ دنيا ۾ اَنيڪ پير ۽ وَلي ٿيا آهن، پر ڪنهن جو بہ سروپ راڻي جو مقابلو ڪري نہ سگهندو. منهنجي اَنگ-اَنگ ۾ راڻي سان ميلاپ ڪرڻ جي اِڇا لڪل آهي. هي مينڌرا، جنهن کي تون عشق جي سوريءَ تي چاڙهين ٿو اُهو ڪيئَن ٿو خوش رهي سگهي ؟

تون ڍاٽي ڍَٽَ ڌڻي، ڍولا تنهنجو ڍَٽُ،

پائي ترازيءَ توريان ته مُلڪُ نه تنهنجو مَٽُ
لاهي ڪَسَر ڪَٽُ، اَچي ڪوڙ قناتُون ڪاڪِ ۾.
(سُر مومل راڻو VI:16,3/1550)

**لفظن جي معنيٰ:** ترازي = ساهمي، ترازو. ڪَسَر = سُستي، ڍلائي، گَيسر. ڪَٽُ = ڪَسُ، زنگ. قناتُون = تنبُو، خيمو. ڍٽ = هڪ شهر جو نالو.

يعني: منهنجا محبوب، تنهنجي برابر ڪوبه نه اهي. جيڪڏهن مان ساهميءَ جي هڪ پلڙي ۾ توکي رکان ۽ ٻئي ۾ ساري ڪائنات کي رکان، تڏهن به تو وارو پلڙو ڀاري رهندو. تون پنهنجي دل تان سڀ غلط فهميون دور ڪري ڪاڪ ۾ اَچي پنهنجا تنبُو کوڙ.

مومل پنهنجي دل جي پيڙا ظاهر ڪندي چوي ٿي:-

وينِي نِتُ نهاريان، راڻا تنهنجو راهُ،
موٽائي ماڳِن ۾، آڻيندوءِ اَلله،
سوڍا! توڳِر ساهُ، ناتَ راڻا گهڻا راڄ ۾
(سُر مومل راڻو VII:15,3/1560)

يعني: اي راڻا! منهنجيون اَکيون هر وقت تنهنجي راهه ڏسنديون ٿيون رهن، منهنجو اَلله توکي واپس موٽائي مون وٽ ضرور وٺي ايندو. راڻا! منهنجو ساهه هر وقت تو ۾ اَٽڪيل آهي. دنيا ۾ راڻا ته گهڻيئي آهن، پر منهنجو راڻو ته صرف هڪ تون ئي آهين.

ستين داستان ۾ شاهه صاحب گذريل وقت جي سنتن جي باري ۾ چون ٿا:

جي هيا ڪوڏِيا ڪاڪ جا، سُتا سي سُونهِن،
”لوڏيڙن“، لطيفُ چئي، ”لَڏيو لوڏِ يڙنِ،“
سي مولي مس اَچن، جي آتڻ آرامي ٿيا.
(سُر مومل راڻو VII:2,3/1554)

**لفظن جي معنيٰ:** لوڏِيڙنِ = محبوبن.

يعني: گذريل وقت جا پير ۽ اؤليا، هميشهه واسطي هن سنسار مان وڃي چڪا آهن. اُنهن جي واپس اَچڻ جي آشا رکڻ اجائي آهه. ڇاڪاڻ

تہ اُهي خوشي-خوشي پنهنجي گهر سچ کنڊ يا مقام حق ۾ رهيا پيا آهن.

شاهہ صاحب چون ٿا تہ ٻين گهڻن ئي پيرن-اؤليائن ۾ اِلاهي جهلڪ ملي ٿي، پر راڻي جو روپ ۽ نؤر لاثاني آهي. هن عشق جي ٻاڻ مان زور سان ڪسي ديا-مهر جا تيرَ هلايا آهن. هن سنسار جي ڀؤساگر مان پار ڪرائڻ لاءِ صرف هڪ مينڌرو ئي اَصلي وَسيلو هو. (مومل راڻو (III:12,3/1518

شاهہ صاحب سمجهائڻ چاهين ٿا تہ هر هڪ مريد جو پنهنجي وقت جي مرشد سان نجي رشتو هوندو آهي. مريد کي جيڪو بہ روحاني لاڀ حاصل ٿيندو آهي، صرف پنهنجي مرشد مان ئي ٿيندو آهي. نہ صرف گذريل وقت جا پير ۽ اؤليا، مريد جا پنهنجي وقت جا ٻيا پير ۽ اؤليا بہ سندس ڪابہ مدد نہ ڪري سگهندا آهن. اِنهيءَ ڪري مومل روپي مريد کي پنهنجي مرشد ۾ پورو وشواس رکندي، شرڌا ۽ پريم سان مرشد دواران سمجهايل روحاني اَڀياس ڏانهن پورو ڌيان ڏيڻ گهرجي. سسُئي چوي ٿي :-

ٻاروچا ٻيا بہ گهڻا، منهنجو اَجهو آرِياڻي،
چوَندي رَکِيمَ چِت ۾، ساجَنَ سُڃاڻي،
جا وندُر وِڪاڻي، تنهن جو موٽڻُ مَسَ ٿئي.
(سُر حسيني (XII:27,3/1455

**لفظن جي معنيٰ :** وندُرَ - پنهونءَ جي جڳهہ جو نالو.

يعني : بلوچي تہ بيشمار آهن، پر منهنجو سهارو صرف پنهون آهي. مون ڏاڍي سوچ ويچار بعد هن کي چونڊيو آهي ۽ پنهنجو محبوب بڻائي کيس من ۾ وهاري ڇڏيو اَٿم. سسُئي وندُر جي پنهوُنءَ جي اڳيان وڪامي چڪي آهي، اِنهيءَ ڪري سسُئيءَ جو پنهوُنءَ طرفان منهن موڙڻ، يا واپس موٽڻ ناممڪن ٿي پيو آهي.

اِنهيءَ جو اِهو مطلب بہ ڪونهي تہ مومل يا سسُئيءَ جو مرشد وڏو يا مهان آهي ۽ سنسار جا باقي سڀ سنت-مهاتما، پير يا ولي ننڍا آهن.

اَصلي ڀاءُ اِهو آهي تہ مريد لاءِ پنهنجو مرشد سڀ کان وڏو ۽ مهان آهي.

ٻيو ڪوبہ سنت مهاتما يا گرو-پير پنهنجي مرشد جي جڳھ نٿو وٺي سگهي. پتنيءَ جي واسطي پنهنجو پتي ئي سڀ ڪجھ هوندو آهي. مريض جي لاءِ اُهو ئي ڊاڪٽر سٺو آهي، جنهن مان هن جي بيماري ٺيڪ ٿئي. شاگرد پنهنجي اُستاد جي ئي تعريف ڪندو آهي. ڇاڪاڻ تہ کيس وديا اُنهيءَ وٽان ئي حاصل ٿي آهي. اَهڙيءَ طرح مريد بہ پنهنجي مرشد کي ئي سڀ کان مهان سمجهندو آهي. ڇاڪاڻ تہ هن جو اَلله سان وصال پنهنجي مرشد دواران ئي ٿيندو آهي.

اَئين داستان ۾ مومل چوي ٿي :

جي مُنهن ۾ مَدِيُون نہ ڏئين، تو ۾ تي ٻڌياس،
سوڍا ! اِن سُهاڳ کي، ويڻي واجها ياسِ.
ڍولي ڏَکياسِ، ڏيئي پانڌ پناهہَ جو. (سُر مومل راڻو VIII:7,3/1566)

**لفظن جي معنيٰ** : ٻڌياس - توسان اَهڙو سنٻنڌ ٿيو آهي.

يعني : تو سان جو اَهڙو سنٻنڌ ٿيو اَٿم، تنهن جو هڪڙو سبب هيءُ بہ آهي جو تون ڪنهن جا عيب ورجائي ظاهر نٿو ڪرين، يعني تون پردهہ-پوش آهين. مونکي هميشهہ کان اَهڙي بخشند رَهبرَ جي تلاش هئي. اِها منهنجي خوش نصيبي آهي جو منهنجي محبوب مون کي پنهنجي پناهہ ۾ وٺي منهنجا سڀ گناهہ بخشي ڇڏيا آهن.

راڻا هيس رِيءَ، تو سائين مُون سُون ڪَيو،
منهنجي مدائِن جو، حالُ اَٿيئي هيءُ،
ڍوليا ! ڍڪڻُ ٿيءُ، ڪامِلَ ! ڪچائِنِ جو.
(سُر مومل راڻو VIII:7/A,3/1566)

يعني : مان تہ گناهگار هئس، منهنجو ڪوبہ ملهہ ڪونہ هو. منهنجي محبوب مونکي سونُ بڻائي ڇڏيو. منهنجن گناهن تي پردو رک، اي لاثاني محبوب منهنجا اَوگڻ معاف ڪري ڇڏ.

ڍولي ڍڪي آهيان، هيسِ اُگهاڙي آنءُ،

رکي پنهنجو نانءُ، ڪُڪَرُ ڪيائم ڪاڪَ جو.
(سُر مومل راڻو VIII:10,3/1567)

**لفظن جي معنيٰ** : (ا. رِکي پنهنجو نانءُ - نالي ڪري يعني سان پاڻ وواهہ ڪري

يعني : مان تہ گناهگار هئس، پر محبوب مونکي پنهنجو بڻائي منهنجن عيبن کي ڍڪي ڇڏيو. اِنهيءَ جو اِهو فائدو ٿيو جو مان هاڻي سچي ڪاڪ جي لاءِ رحمت جو بادل بڻجي ويئي آهيان.

شاهہ صاحب سمجهائي رهيا آهن تہ مرشد مريد جا اَوگڻ نٿو ڏسي. هو مريد جا سڀ عيب- پاپ ڏٺا -اَڻ ڏٺا ڪري، هن کي پنهنجي پناهہ ۾ قبول ٿو ڪري. مرشد جنهن کي بخشي ٿو، اُهو درگاهہ ۾ بہ بخشيو وڃي ٿو ۽ هنجي سنگت ۾ اَچڻ وارن ڪيترن پين اِنسانن جو بہ مرشد ۽ اَلله جي بندگيءَ ڏانهن جهڪاو ٿي وڃي ٿو.

اَنين سُر جي اَنت ۾ شاهہ صاحب اَفسوس ٿا ڪن :

اَديوُن ! آتڻ واريوُن ! نِرَ جانَڪَ ٿيا.
وَڍيا، تان نہ وِيا، پاڻان موُرٿا منهن ۾.
(سُر مومل راڻو VIII:22,3/1571)

**لفظن جي معنيٰ** : وَڍيا = جيڪي شخص بنهہ لاهي پاهي بيٺا آهن يا بلڪل ئي نرلڄ ٿي چڪا آهن.

يعني : سکيون، هي سنساري ماڻهو ڪهڙا نہ نرلڄ ۽ نردئي ٿي ويا آهن. اِنهن جو نڪُ ڪيترو بہ ڪٽي وڃجي (''نڪُ وڍڻ'' جو مطلب آهي شرمندو ڪرڻ ۽ ''نڪُ نر جو ٿيڻ'' جو مطلب آهي شرم حياءُ وڃائڻ)، تڏهن بہ اُنهن جي نرلڄائيءَ ۾ ڪابہ گهٽتائي ٿيڻ جي نہ آهي، اُلٽو اَڳي کان اڳرا آهن. مطلب تہ اُهي پنهنجي حالت ۾ سڌار ڪرڻ لاءِ تيار نہ آهن.

# 27. سُر ليلا چنيسر

هن سُر ۾ 54 بيت آهن ۽ 3 وائيون آهن. هيءُ سُر بہ هڪ لوڪ-ڪٿا تي آڌارت آهي. سَن 1288 کان 1309 جي وچ ۾ ڪنهن وقت ٺاٽوڪي ٺٽي ضلع تي سومري چنيسر جو راڄ هو. هنجي ليلا سان شادي ٿي هئي. هڪ پاڙيسري راجپوت راجا، راجا ڪنگهار جي ڌيءُ ڪوُنرو پنهنجي سونهن جي ڪري مشهور هئي. ڪوُنرو چنيسر جي سندرتا جي واڪاڻ ٻڌي تہ من ۾ پڪو اِرادو ڪري ڇڏيائين تہ هوءَ چنيسر سان ئي شادي ڪندي. هن پنهنجي ماءُ سان صلاح ڪري چنيسر جي وزير جاڪروُ پاران چنيسر کي شادي لاءِ وينتي ڪئي پر چنيسر اِها وينتي قبول نہ ڪئي.

ڪوُنرو بيحد هوشيار هئي. ڪوُنرو ۽ سندس ماءُ داسين جي روپ ۾ راڻي ليلا جي محل ۾ رهڻ لڳيون. ليلا بيحد سٺي سڀاءَ جي هئي. هوءَ سدائين خوش رهندي هئي، پر هنجي اَندر پنهنجن گڻن جو مانُ هو ۽ زيورن جي بيحد شوقين هئي. ليلا جي ڪمزوري ڄاڻي ڪوُنرو هنکي پنهنجو هيرن جو هار ڏيکاريو. ليلا کي هار ڏاڍو پسند آيو. ڪوُنروُ هڪ شرط تي هنکي هار ڏيڻ واسطي راضي ٿي تہ هوُءَ ڪوُنرو کي هڪ رات چنيسر جي سيج تي سمهڻ جي آگيا ڏئي. ليلا بنا سوچڻ-سمجهڻ جي اِها ڳالهہ مڃي ورتي. جڏهن رات جو چنيسر گهر آيو تہ هو شراب جي نشي ۾ چوُر هو ۽ هن کي ڪابہ خبر نہ پيئي تہ سندس بستري تي ڪير سميل آهي. جڏهن صبوح جو اُٿي چنيسر کي سچي ڳالهہ جي خبر پيئي تہ هو ليلا سان ناراض ٿي ويو ۽ هن ڪوُنرو سان شادي ڪري ڇڏي. ليلا راجا کي گهڻو ئي سمجهايو پر ڪوبہ اَثر ڪونہ ٿيو. آخر ۾ ليلا پنهنجن مائٽن وٽ هلي ويئي.

چنيسر جي وزير جاڪرو جو مڱڻو ليلا جي چاچيءَ جي ڌيءَ سان ٿيو هو. ليلا جي ماتا-پتا هيءَ شرط رکي تہ جيستائين راجا ليلا کي

واپس نٿو گهرائي، جاڪرو جي شادي ڪونہ ٿي سگهندي. جاڪرو موقعو ڏسي پنهنجي شاديءَ جي محفل ۾ چنيسر کي ليلا جي پيڪي گهر وٺي ويو. اُتي پري سيا ۾ ليلا پنهنجي اَنوکي ناچ سان چنيسر جو من موهي ڇڏيو. جڏهن چنيسر نرتڪيءَ جي منهن تان چُنڙي هٽائي تہ هن ليلا کي سڃاڻي ورتو. سندس اَندر سُتل پريم جاڳي اُٿيو. هن هڪ لمبو ساهہ کنيو ۽ اُتي ئي پراڻ نڪري ويس. ليلا اِهو صدمو برداشت نہ ڪري سگهي، هن بہ هڪ لمبي چيخ ماري ۽ اُتي ئي پراڻ تياڳي ڇڏيائين.

شاهہ صاحب پنهنجي ڪهاڻي اُنهيءَ وقت کان شروع ٿا ڪن، جڏهن چنيسر پاران ڌڪاريل ليلا گهري ويدنا ۾ پنهنجو وقت پيڪي گهر گذاري رهي آهي. شاهہ صاحب ليلا کي ياد ٿا ڏيارين :-

مَٽيو وِجهان مَڇَ ۾، هائيءَ هٽي هارُ،
''سوڍِي! سُکَ'' سَيَدُ چوي، ''ڪَرئين ڪوهہُ قرار'' ؟
راجا ريساڻو گهڻو، ستاڻو سردار،
چوڌس چنيسر جام جو، ڏيهان ڏيهہ ڏهڪارُ،
ٺاڪُرُ اَکين ٺار، مَٽيي تي ٿي مٽين ! (سُر ليلا چنيسر 1587/3,3:1)

**لفظن جي معنيٰ** : سوڍِي = اي سُندر اِستري. (چاڪاڻ تہ ليلا سو پياوان هئي، اِنهيءَ ڪري شاهہ صاحب کيس سوڍِيءَ جي لقب سان سڏين ٿا.) ڪوهہُ = ڇالاءِ؟. قرارُ = سک ۽ آرام. ريساڻو = ريس وارو، غيرت وارو. ستاڻو = جبرو، زوراور. چوڌس = چوطرف، چوڌاري. چنيسر جام = راجا چنيسر. ڏيهان ڏيهہ = ديسان ديس، ملڪان= ملڪ. ڏهڪارُ = دهشت، ڌاڪو، روب. ٺاڪرُ = راجن، سردار. اَکين ٺار = اَکين جو ٺار. مَٽين = مٽائين ؟

يعني : هن بيت ۾ شاهہ صاحب ليلا کي تنبيهہ ٿا ڪن تہ اي سندر عورت جڏهن توکي خبر هئي تہ چنيسر اَهڙو هاڪارو، غيرتمند ۽ جبرو حاڪم آهي، تڏهن ڇا لاءِ سک ۽ آرام ۾ ويهي رهينءَ ايترو بہ نہ سوچيئہ تہ اهڙي حاڪم کي مٽين سان ڪيئن ٿي مٽايان ؟ آهڙي مٽيي

ڪي نہ آگ جي حوالي ڪري ڇڏڻ گهرجي. تو اَهڙي اَڪين جي نار راڄن ڪي مٽين جي بدلي ۾ ڪيئن ڏنو ؟

يعني : اي طالب، تون دنيوي عيش- آرام ۾ غرق ٿي ڌڻيءَ جي وصال کي ڪيئن ٿو قربان ڪرين ؟ شاهہ صاحب جن سمجھائين ٿا تہ سالڪ کي، پوءِ پلي نہ خدا جو مٽِس ڪيترو ئي قرب ۾ راضپو ڇو نہ هجي، تہ بہ هميشهہ ٻڃڻ ۾ ڪنبڻ گهرجي ۽ نہ ڪِ اُن جي رضا منديءَ جو ناجائز فائدو وٺي دنيا جي سکن جي پٺيان ڊوڙي.

مٽيي تي موهجي، هاري ڳيڙُءِ هارُ،
ڪوڙين ڪيا ڪيترا، اِنهيءَ خَر خُوارُ،
پِري وَيو پتارُ، آيئہ ڏنءَ ڏهاڳ جو !. (سُر ليلا چنيسر 1588/I:6,3)

**لفظن جي معنيٰ** : هاري = هار کاڌل بيوقوف، نادان. ڳيڙُءِ = تو ڳڏو، يا ورتو، ڪنيو. خَرَ = گڏهہ، بيوقوف. خُوار = ڪريل، شيطان، بدنام. پِرِي ويو = بگڙي ويو، غصي ٿي ويو

يعني : اي مورک، تون هڪ خسيس هار تي موهجي بازي هارائي ويئيئن. اِنهيءَ (نفس روپي) گڏهہ گهڻن ئي کي خوار ۽ بدنام ڪيو آهي. (هتي هار کي بہ شيطان جي نالي سان سڏيو ويو آهي. ڇاڪاڻ تہ هار بہ شيطان وانگر ليلا کي لالچائي خراب خوار ڪيو. هن شيطان نہ صرف ليلا جو برو حال ڪيو، پر هن هار روپي نفس يا ڪوڙين سنسار ڪروڙين اِنسانن جا خانا خراب ڪيا آهن.)

اي مورک اِستري ! تنهنجو پتار تو کان رُسي ويو ۽ تو پتار جي هوندي پاڻ کي ڏهاڳڻ هئڻ جي سزا ڏيئي ڇڏي.

مَٽيي تي موهجي، مُوڙهي ! ڪَيُءِ مَرَڪُ،
ڇَٺي چنيسر جام سين، وڏو تو فرقُ،
وري وَيو وَرقُ، آيءِ ڏنءَ ڏهاڳ جو ! (سُر ليلا چنيسر 1588/I:5,3)

**لفظن جي معنيٰ** : مُوڙهي = مورک، نادان. مَرَڪُ = پاڻ کي پلو سمجهڻ، فخر، وڏائي. ڇَٺي = وات ورائي، بحث ڪري. فرق = ويڇو،

جدائي. وري ويو وَرَنُ = يعني جيڪي ٿيڻو هو سو ٿي ويو. ڏنءُ = ڏنڊ، سزا
يعني :اي نادان عورت ! مٽيي تي موهجي تو ناز ڪيو. زبان سان ڪُڇي، يعني بخش- مباحثو ڪري تو چنيسر راجا ۾ پنهنجي وچ ۾ ويڇو پيدا ڪيو. هاڻي تقدير جي پني ۾ جيڪي لکيل هو، سو تہ ٿي ويو ۽ توکي ڏهاڳ (پتار کان جدائيءَ) جو ڏنڀ سهڻو پيو.

شاهہ صاحب سمجهائين ٿا تہ جيئن ليلا نو لکي هار تي موهجي، پاڻ کي پلو ٿي پانيو، تيئن ڪي سالڪ پاڻ کي پليرو پائني، پنهنجي فقيريءَ جو دم هڻندا آهن ۽ اَهڙيءَ طرح گمراهہ ٿي ويندا آهن. شاهہ صاحب چون ٿا تہ اي ليلا ! تون ڏوهہ باسي معافي وٺڻ جي بدران وينينءَ چنيسر سان وات هلائڻ ۽ حيلا بهانا ڏيئي پاڻ کي بي ڏوهي ثابت ڪرڻ اِئين ڪرڻ سان پاڻ پنهنجو گناهہ وڏائي ڇڏيئہ ۽ چنيسر، جو هونءَ تنهنجي هڪدم ڏوهہ باسڻ تي تنهنجو ڊڪ ڍڪي وري بہ تو تي هٿ رکي ها، تنهن کي تو اَچي وڏيڪ غصي ۾ وجهي ڇڏيو. هاڻي تہ جيڪي ٿيڻو هو سو ٿي ويو ۽ توکي وڇوڙي جو داغ سهڻو پيو.

مٽيو ناهہ مَٽِيوُن، جو تون پَسي هارُ هِرِ ڪئين،
اَصلِ آهي اَکِهين، سندو ڪوڙُ ڪَٽِيوُن،
اِن گهوڙن هنئي گهٽيوُن، دوسنئا دوُر ڪيوُن.
(سُر ليلا چنيسر 1:8,3/1589)

**لفظن جي معنيٰ :** مٽيون = مٽي. هرڪِئين = موهجڻ، دل سرڪي وڃڻ. ڪوڙ ڪٽيون = ڪچ جون ڪٽيون. اِن گهوڙنِ = هن مصيبت ڪاڏي هار. دوسَنئا = دوستن کان)

يعني : اي ليلا ! اِهو مٽيو يا هار جنهن کي ڏسي، تنهنجي دل سرڪي ويئي، سو حقيقت ۾ مَٽِيُنِ سان جڙيل نہ هو، پر ڪَچَ جي ڪَٽِينُ جو ٺٽيل هو. (دنيوي شيون، جي ظاهري طرح ڏيک ۾ پيڪي واريون آهن، سي اَندرونيءَ طرح ڪوڙ ۽ طلسم آهن،تڏهن بہ اِنسان اِنهن جي لوڀ ۾ اَچي، حق جو رستو ڇڏي ٿو ڏئي.) اِنهيءَ مصيبت پئي هار،

گهڻين ئي ڪامڻين کي پنهنجن ڪانڌن کان وڇوڙيو آهي. (دنيا جي ٻاهرئين ڏيک، گهڻن کي گمراهه ڪري ڌڻيءَ کان وڇوريو آهي.)

هُئينءَ تہ گهڻو هشيار، ڪَلَ نہ پيئيءَ ڪانڌ جي !
تو ٻانيو موچاري ٿيان، ڳچيءَ پائي هارُ،
ڪانڌُ ڪوُڙيءَ جونہَ وٺي، سوين ٻتين سينگارُ،
وهمُ لنگهي وينجهار، دِليون پرکي داسڙو.
(سُر ليلا چنيسر II:3,3/1597)

**لفظن جي معنيٰ :** سوَين ٻتين سينگارُ = سوين قسمن جو سينگار. وَهمُ لنگهي = دل جا خيال پوروُڙي.. وينجهار = سچو پارکوُ، هيرا وِڌيندڙ.)

يعني : هن بيت ۾ سهيليون ليلا کي ڏوراپا ڏيئي چون ٿيون : اي ليلا! تون هئيئن تہ نهايت سياڻي ۽ ٻتار جي بہ سُڌ هيءَ، تو سمجهيو تہ ڳچيءَ ۾ هار پائي سهڻي ٿيان. پر گهوٽ کي بيوفا پتنيءَ جو سوين نمونن جو سينگار بہ نٿو وڻي. هو پارکو اَندر جا ويچار پروُڙي ٿو ۽ دلين جي پرک ٿو لهي. (ڌڻي دل کي ٿو ڏسي، نہ ٻاهرئين لباس کي.)

چئي چنيسر جام سين، ليلا ! لَکاءِ مَ توُن،
هي ڪانڌُ ڪنهنجو نہ ٿئي، نہ ڪا مون نہ تون،
روئنديون ڏئيون مون، اِن دَرَ مٿي دادليون.
(سُر ليلا چنيسر II:18,3/1604)

**لفظن جي معنيٰ :** نہ ڪاموُن نہ توُن = نہ منهنجو نہ تنهنجو. دادليون = لاڏليون)

يعني : اي ليلا، چنيسر ساڻ وات هلائي، تون پاڻ کي ڏٺو نہ ڪر. هيءُ ٻتار ڪنهنجو ٿيڻو نہ آهي، نہ منهنجو نہ تنهنجو. (هن وٽ خودي هلندي ئي ڪانهي. هن کي منهنجي ۽ تنهنجي پرواهہ ڪونهي.) مون هن بي پرواهہ ڌڻيءَ جي در تي لاڏلين کي بہ روئيندو ڏٺو، يعنيٰ سندس پيارا بہ هنجون هاريندا آهن.

ليلا ! حيلا ڇڏ، جي تون، سوڀ ! سِکين،
پائي ٻاندُ ڳچيءَ ۾، پاڻُ غريبيءَ گڏ،

هڏ نہ چوندءِ لَڏِ، جي ڪارون آڏين ڪانڌ کي.
(سُر ليلا چنيسر II:19,3/1604)

**لفظن جي معنيٰ :** غريبيءَ گڏ - پاڻ کي نهٺائيءَ سان شامل ڪر.
٢. هڏِ نہ - هرگز. ڪارُون آڏين - نيزاريون ڪرين، فريادون ڪرين، پڪارون ڪرين.

يعني : اي سهڻي ليلا ! تون جي سچي واٽ سکين تہ حيلا ۽ حُجتون ڇڏي ڏي. ڳچيءَ ۾ پلاند وجهي پاڻ کي نماڻي ڪري ڇڏ. جي تون پِتار کي نيزاريون ڪندينءَ تہ هو توکي ''هرگز نہ چوندو تہ هتان هلي وڃ.'' (هوُ توکي پاڻ کان ڌار نہ ڪندو.)

جي ڪارُون آڏين ڪانڌ کي، تہ روئي ريجهائيج،
ليلا ! ليلائيج، اَتي ماڳُ مِنت جو. (سُر ليلا چنيسر II:20,3/1605)

يعني : اي ليلا ! صرف نيزاريون ڪري، آنسون وهائي ۽ ليلا ئي ڪنت کي ريجهائڻو اَٿيئي، هيءَ راهہ ئي اَهڙي آهي، جتي منٿون ۽ فريادون ڪري ڪنت کي راضي ڪرڻو پوندو آهي.

جي ليلائي نہ لهين، تہ پڻ ليلا ئيج،
آسَرَ مَ لاهيج، سڄڻُ، ٻاجهيندڙُ گهڻون
(سُر ليلا چنيسر II:21,3/1605)

**لفظن جي معنيٰ :** آسرَ مَ لاهيج = خدا جي رحمت مان اُميد نہ لاهيو. ٻاجهيندڙ = ٻاجهارو.

يعني : اي ليلا ! توکي منٿن ۽ ليلائڻ جو جواب نہ ملي، تڏهن بہ ليلائيندي رهج. خدا بيحد ٻاجهارو آهي. خدا جي رحمت مان اُميد نہ لاهج.

چنيسر سين چاڳُ، متان ڪامُنڌ ڪري،
جان مؤن پوءِ پرُوڙيو، تہ هيءَ نہ ماڻي ماڳُ،
ڏمريو ڏهاڳُ، سگهو ڏئي سُهاڳڻين (سُر ليلا چنيسر III:1,3/1608)

**لفظن جي معنيٰ :** چاڳُ = ناز، اَنگل آرا، ماڻو. مُنڌ = وسؤرل زال،

سادي سياءَ واري عوَرت. هيءَ نہ ماڻي ماڳ = هيءُ هنڌ نازنخرا يا ماڻي
ڪرڻ جو ڪونهي. ڏمريو = ڪاوڙيو.

يعني : متان ڪا عورت چنيسر سان ناز نخرو ڪري. جڏهن مون
پوءِ پروڙيو تڏهن جاتم تہ هيءُ ماڻي ڪرڻ جو هنڌ ناهي. جي چنيسر
ڪاوڙجي ويو تہ ڪن ۾ ئي سهاڳڻين کي ڏهاڳ ڏيئي ڇڏيندو. (ڏٺي
اُنهن ڪان منهن موڙي ٿو، جيڪي خودي ٿا ڪن.)

چنيسرَ سين چاڳُ، متان ڪا مُنڌ ڪَري،
ڪانڌَ منهين جو نہ وڻي، گيربُ ۽ گاڳُ،
جي ٿِري ٿورَڙِياءِ، تہ دوسَ دسائي داسڙو. (سُر ليلا چنيسر III:2,3/1608)

**لفظن جي معنيٰ** : چاڳُ = ماڻو. گيرب نہ گاڳُ = معزوري ۽ تڪبر. ٿري
ٿورَڙياءُ =ٿوريءَ ڳالھہ تان رُس يا منجي، رُسي يا ڪاوڙجي. دوسَ دَسائي
= دوستن کي مارائي.

يعني : متان ڪا عوَرت چنيسر سان ماڻو ڪري. پِتار کي ڪنهن
جي بہ وڏائي يا معزوري ڪانہ ٿي وڻي. جي هيءُ داسڙو ذري ڳالھہ تان
بہ رُسي تہ پنهنجن پيارن کي بہ ڪيرائي فنا ڪيو ڇڏي.

اَوڳُڻ ڪري اَپار، تودَرِ آيس دا سڙا !
جيئن تو رُسڻ سنديون روُح ۾، تيئن مون پيٽي ناهہ، پِتار،
سائينءَ لڳِ، ستار ! ميٽ مدايون منهنجون. (سُر ليلا چنيسر III:6,3/1610)

**لفظن جي معنيٰ** : اوڳُڻ = ڏوھہ، گناھہ. اَپار = بي شمار. رُسڻ سنديون
= رُسڻ واريون ڳالهيون. تيئن مون پيٽي. ناھہ = تيئن منهنجي پيٽ جي
جاءِ ناهي. ستار = ڍڪيندڙ، پردھہ پوش.

يعني : اي داسڙا ! تنهنجي در تي اَنيڪ عيبن سان آيس. جي
تنهنجي دل ۾ رسڻ واريون ڳالهيون آهن، تہ پوءِ اي ڪانڌ ! منهنجي
پيٽ جي جاءِ ناهي. اي پردو رکندڙ ! ڏٽيءَ جي واسطي، منهنجون
اوڻايون دل تان ميساري ڇڏ (يا منهنجا عيب دُور ڪري ڇڏ.)

ڪوڙين تنهنجون ڪامڻيُون، ٽون ڪوڙيَنِ سندو ڪانڌُ،
مون کي ڇڏِ مَ، داسڙا ! تہ وڃان نہ وِڻو انڌَ،

مون ڳچيءَ ۾ پاندُ، تو چنيسر ! هٿ ۾

(سُر ليلا چانيسر III:12,3/1612)

**لفظن جي معنيٰ :** ڪامڻيون = ڪامڻي، يا پياري زال. وِڏواندَ = مهڻي هاب، جنهن کي ويڻ ڏجن يا طعنا مارجن، وڏواند وڃڻ = خراب خوار ٿيڻ.

يعني : سوين من موهيڻيون تنهنجون آهن ۽ تون ڪروڙين سندرين جو ڀتار آهين، اي داسڙا ! تون مونکي ڏهاڳ نہ ڏي، متان مان مهڻي هاب ٿيان. اي چنيسر ! منهنجي ڳچيءَ جو پلاند تنهنجي هٿ ۾ آهي، تون ديا ڪري هن اَبلا جي لڄ رک.

هن سُر جي آخري بيت ۾ شاهہ صاحب فرمائين ٿا :

ليلا لُڇُ مَ ايترو، اُٿي سورِ ٻهارِ،

ڍولو اَڱڻ پار، ڪانڌُ ڪميڻيءَ آئيو.

(سُر ليلا چنيسر III:15,3/1613)

اي ليلا ! تون پاڻ کي دکي نہ ڪر. اُٿي گهرُ صفا ڪر. محبوب گهر جي دروازي تي اَچي پهتو آهي. هو هن اَبلا وٽ آيو آهي، ٻاهر اَڱڻ ۾ بيٺو آهي.

هن سڄي سُر ۾ جُدائيءَ جو درد ڀريل آهي پر سُر جي وائيءَ ۾ ميلاپ ۽ آنند جو ڀاو ظاهر ڪيو ويو آهي. ليلا چوي ٿي تہ هو مون سان ملڻ آيو آهي، منهنجيون ڀينر ! منهنجي محبوب منهنجي پڪار ٻڌي آهي.

مٿين مثالن مان هيءَ ڳالهہ آسانيءَ سان سمجهہ ۾ اَچي ٿي تہ شاهہ صاحب اِنسان کي نفس، خودي ۽ هوَميءَ جي خلاف سچيت ٿا ڪن. حضرت آدم شيطان جي بهڪاوي ۾ اَچي اَلله جي حڪم، گيان پريم ۽ ديا کي تهہ سمجهڻ جي ناداني ڪئي هئي. اَهڙيءَ طرح هر اِنسان من جي پنيان لڳي روزي-اَزل يعني سرشٽيءَ جي شروعات کان ئي اَلله سان ڪيل اِقرار کي وساري ويٺو آهي ۽ ڀلجي ويو آهي تہ صرف اَلله ئي سندس پريم ۽ عبادت جو اَڌڪاري آهي. جيستائين روح فاني دنيا جي فاني پدارٿن جي موهہ ۾ غلطان رهي ٿو، تيستائين اَلله ۽

مرشد جي رحمت کان خالي ٿو رهي.

جڏهن روح پنهنجي خوديءَ کي وڃائي پوريءَ طرح سان اَلله ۽ مرشد جي پناهہ ۾ اَچي ٿي وڃي تہ مرشد ۽ اَلله جي دربار ۾ قبول ٿي پوي.

هتي ليلا جي مومل سان ڀيٽ ٿا ڪريون. مومل پنهنجي ڀيڻ کي پاڻ سان گڏ سمهاريو اهڙيءَ طرح هن ڪنهن ٻئي کي راڻي جي پريم جو شريڪ بڻايو. ليلا هار کي وڏيڪ اَهميت ڏيئي چنيسر کي اُنجي اڳيان نندو ڪري ڇڏيو. هن سوچيو تہ چنيسر جي ڪهڙي ڳالهہ آهي مان هن کي پاڻيهي خوش ڪري وٺندس. ڪامل درويشن اَلله کي ”غيوُر تبا“ يعني خُددار چيو آهي. اُهو واحد-هوُ-لاشريڪ آهي. ٻئي ڪنهن کي هن سان شريڪ ڪيو وڃي، اِهو اَلله سهي نہ سگهندو آهي.

جيڪو ٻئي ڪنهن کي پاڻ سان اَنگ لڳائي ٿو، اُهو هن پياري جي اَنگ لڳڻ جي لائق نٿو رهي. جيڪو پنهنجن گڻن جو مان ٿو ڪري، اُنکي هن پياري جي گڻن جي سمجهہ ئي ڪونهي. جيڪو پنهنجي شڪتيءَ جو مان ٿو ڪري، اُن کي هن سرو شڪتيوان جي شڪتيءَ جو اَحساس ئي ڪونهي. شاهہ صاحب جن اِشارو ڪيو آهي تہ جيڪا اِستري حسن، جواني ۽ گڻن جي سينگار جو مان تياڳي، نمرتا، سمرپڻ ۽ رضا جو پلوءُ پڪڙي ٿي، اُها پتيءَ جي دربار ۾ قبول ٿئي ٿي. جنهن حسن، جواني ۽ گڻن جي هار-سينگار جو مان ڪيو، پتيءَ اُنهيءَ جي طرفان منهن موڙي ڇڏيو. حسن، جواني ۽ هار سينگار سان مطلب آهي جيو آتما دواران ڏارڻ ڪيل اَنيڪ طرح جي من مرضيءَ واري ڀڳتي. ليلا جو چنيسر جي اَڳيان نچڻ اِنهيءَ ڳالهہ جي نشاني آهي تہ جيو آتما روپي اِستري پنهنجن نيڪ گڻن ۽ عبادت سان نہ بلڪ پنهنجي خوديءَ کي فنا ڪري ۽ پنهنجو پاڻ کي پوريءَ طرح سان محبوب جي رضا جي آڏين ڪري ئي محبوب کي پرسن ڪري سگهي ٿي.

شاهہ صاحب روح روپي ليلا کي سمجهائين ٿا تہ سنسار جي هيرن جي هار کي اَصلي سمجهڻ جي مورکتا ڇڏي ڏي. سنسار جادوءَ جو ڪيل

آھي. اِنهيءَ جي ڪابہ شي دائمي نہ آھي ۽ اَنت ويلي گڏ ڪونہ ھلندي. دنيا جو ھر پدارٿ نقلي، ڪوڙو ۽ ناسونت آھي. اَصلي ھيرو اُھو اَللہ آھي. اَللہ لافاني آھي، لاثاني آھي. اُھو سچي شڪتي سچي گيان، سچي پريم ۽ سچي آنند جو ڀنڊار آھي. دنيا جا نقلي ھيرا تہ مايا جو کيل آھن. اِھو جيو آتما کي اَصلي ھيري کان دور رکڻ لاءِ رچيل مايا جال آھي. جنھن مايا جي نقلي ھيرن کي تياڳي پرميشور روپي سچي ھيري کي پنھنجو بڻائي ڇڏيو آھي، اُھو دنيا جي نقلي ھيرن جي محتاجيءَ کان مڪت ٿي ويجي ٿو. اُنهيءَ جا لوڪ - پرلوڪ ٻئي سڌري ويا. جيڪو دنيا جي نقلي ھيرن کي اَصلي سمجھڻ جي ڀرم جو شڪار ٿي ويو. اُنهيءَ جو لوڪ-پرلوڪ ٻئي بگڙي ويا.

شاھہ صاحب جيو آتما کي خبردار ٿا ڪن تہ اَنيڪ ٻيا روح بہ اُنهيءَ بي پرواھہ جي پريم ۾ تڙڦي رھيا آھن. پر تنھنجو تہ اُنهيءَ کان سواءِ ٻيو ڪو سھارو ئي ڪونہ آھي. اِنهيءَ ڪري تون سپني ۾ بہ ھن کي وسارڻ جي ڀل نہ ڪجانءِ.

ڪامل درويش سمجھائين ٿا تہ مرشد، مريد جي ڀلائيءَ جي ويچار سان، اُنھن کي پنھنجي جدائيءَ ۾ تڙڦائي بہ ٿو ڪجھہ درويشن اِھو ٻڌايو آھي تہ اَللہ روحن کي پاڻ کان اَلڳ ڪري ھن ڪائنات ۾ اِنهيءَ ڪري موڪليو تہ جڏھن روح اَللہ سان گڏ ھئا تہ اُنھن کي وصال مان پراپت ٿيندڙ آنند جو اَحساس نہ ھو. روح مرتيو لوڪ ۾ اِلاھي گڻ پراپت ڪرڻ آءِ آيل اِنسان نہ بلڪ اِنساني اَنيو پراپت ڪرڻ لاءِ آيل اِلاھي وجود (دويہ-ھستيون) آھن. اَللہ روحن کي پاڻ کان اَلڳ ڪيو جيئن اُنھن جي اَندر اَللہ جو عشق جاڳي اُٿي ۽ اُنھن کي اَللہ جي حضوريءَ جي آنند جو اَحساس ٿي سگھي.

# 28. سُر سورٺ

**ٻيجل ۽ رباب :-**

سورٺ پئرو راڳ جي هڪ راڳڻي آهي. سُر سورٺ ۾ 4 داستان ، 64 بيت ۽ 4 وائيون آهن. هن سُر ۾ جهوناڳڙهہ جي راجا راءِ ڏياچ پاران پرديس مان آيل هڪ ربابي ٻيجل جي رباب تي موهت ٿي پنهنجو سِرُ قربان ڪرڻ جي ڪٿا بيان ڪئي ويئي آهي.

شاهہ صاحب جن فرمائين ٿا :

اَلله جي آس ڪري، هليو هِتائين،
چارڻ ٻڌا چَنگ ڪي، جهوڙا ۽ جهائين،
ڏولي راءِ ڏياچ جي، ڏوُرا ڏنائين،
وينتيون واحد ڪي تنهن ويرَڪيائين،
سپاجها سائين ! راءُ يجهائين راڳ سين. (سُر سورٺ 1620/1,3:I)

**لفظن جي معنيٰ :** هتائين = راجا اَنيراءِ جي ملڪ مان. چارڻ = ساز وڄائيندڙ مڱڻهارن جي ذات. هتي چارڻ سان مطلب آهي ٻيجل. چنگ = سُرندو، تنبورو. جهوُڙا = جهڳٽو، ٽونر. جهائين = گهنگهٽا = (ميراثي ۽ مڱڻهار پنهنجن سازن کي جهاين ۽ جهوُرن سان سينگاريندا آهن. ڏولي = پالڪي، هتي مطلب آهي محلات. ڏوُرا = پري کان. واحد = ڏٺيءَ کي. راءُ = راجا)

يعني : اَلله ۾ ڀروسو رکي ٻيجل هتان (اَنيراءِ جي ديس مان) هليو. مڱڻهار پنهنجي ڏٺيءَ در هيءَ وينتي ڪئي : سپاجها سائين ! شل راجا کي راڳ تي راضي ڪرين.

ٻيجل چوي ٿو تہ ”تنهنجو شان ٻڌي، مان پرديس کان پنڌ ڪهي آيو آهيان. مان ڪهڙي طريقي سان تو کان دان گهران ؟ مان بلڪل ئي اَڻڄاڻ آهيان. اَهڙو ڪو دان ڏيارج، جو منهنجون سڀ تمنائون پوريون ٿين. (سُر سورٺ 1622/6,3:I)

ٻيا دَرَ ڏيئي ٻِنَ کي، آئِس تنهنجي دَرِ،
سُونهارا سورٺِ وَرَ ! ڪا منهنجي ڪَرِ،
ڀلا ! ڀيري ڀَرِ، پالهو پاندُ پينارَ جو. (سُر سورٺ 13,3/1625:I)

**لفظن جي معنيٰ :** ڪا منهنجي ڪر = اُتي ڪا منهنجي مدد ڪر. ڀيري ڀر = ڀيرا ڏيئي، وري - وري. پالهو = سکڻو، خالي. پاندُ = جهولي. پينار = مڱڻهار.

يعني : ٻيا سڀ در ترڪ ڪري، مان تنهنجي دَرَ تي آيو آهيان. اي سورٺ جا سُونهارا پتي ! هاڻي منهنجي بہ ڪا اون ڪر. اي نيڪ راجا ! هن مڱڻهار جي خالي جهوليءَ کي ڀر.

ڪا جاڳالهہ ڳري، ٻيجليا ٻڌاءِ مُون،
پيئين جيئن گرنارَ ۾، تندُن تانُ ڪري،
ڪ تو پنڌُ پري ؟ ءِ مڱ جهليندين؟ مڱڻا !
(سُر سورٺ 11,3/1632,II)

**لفظن جي معنيٰ :** ڳري = چوڻ، بيان ڪرڻ. پيئين = داخل ٿئين. تندُن تانُ ڪري = سر ندي جي تندن تي تان هڻي. مڱ جهليندين = خيرات وٺندين؟

يعني : راءِ ڏياچ چوي ٿو : اي ٻيجل ! اِهائي ڪا ڳالهہ چئي مون کي ٻڌاءِ : تو گرنار ۾ داخل ٿيندي تندن تي جيڪا تان هنئي، اُها مونکي ٻڌاءِ. اي مڱڻا ! تو کي پريان پنڌ تي مونٽي وڃڻو آهي، يا هتي ئي دان وٺندين ؟

مڱ نہ جهليان مُورهِين، نہ مون پنڌُ پَري،
ڳٽي آئِسِ ڳالهڙي، ٻُجهي تو ڳرَي،
سا سمجهہ، سورٺ وَرَ ! ويندُس ڪينَ وري،
پريان پير ڀري، تو لَئہ آئيو آهيان. (سُر سورٺ 12,3/1633:II)

**لفظن جي معنيٰ :** مُورهِين = بلڪل، بنهہ. ڳٽي = ڪٽي. ڳري = تو وٽ. وَري = ورائي، مونٽي، واپس.

يعني : ٻيجل چوي ٿو : مان دان مُور نہ وٺندس، نڪي پرئين پنڌ

ٿي موٽي وڃڻو اٿم. مان تو وٽ هڪ ڳجهي ڳالهہ ڪٽي آيو آهيان. اي سورٺ جا ڀتار ! اِهو سمجهي ڇڏج تہ مان واپس موٽي نہ ويندس. مان تنهنجي لاءِ (تنهنجي سِر وٺڻ لاءِ) ٿي پريان کهي آيو آهيان.

سُر مٽي، سُر گهري، سِرَ ريءِ ٿئي نہ صلاحَ،
غريبنئون نہ گُذري، ٿو ماري مِيرَ ملاحَ،
نايو نوابن جا، سوريو ڪڍي ساهہ.
خالقُ سنجهہ صُباحَ، ڪونہ ڇڏيندو ڪِنهين.
(سُر سورٺ II:14,3/1633)

**لفظن جي معنيٰ** : صلاح = چٽائي، راضپو. غريبنئون = غريبن مان. نہ گُذري = نہ ٿو ٽري. مِيرَ ملاح = سهڻا، حسين. نايو = نمايو. سوريو = چِڪيو.

يعني : هو دان ۾ سِر ٿو گهري، سِرَ جي ئي طلب ٿو ڪري، سِرَ کان سواءِ هن کي ٻيو ڪجهہ بہ نہ کپي. هو غريبن مان بہ نٿو ٽري ۽ حسينن ۽ اُميرن کي بہ ماريو ڇڏي. ڏٺي سنجهي توڙي صبوح، يعني ڪنهن بہ وقت، ڪٽي بہ، ڪنهن کي بہ ڪونہ ڇڏيندو. يعني ساري مخلوقات کي موت جو ذائقو چکڻو پوندو.

مَحَلين آيو مڱڻو، ڪَٽي ساز سِري،
لڳي تندُ طنبور جي، پيا ڪوٽَ ڪِري،
هنڌين ماڳين هوُءِ ٿي، ٻيجل ! تنهنجي دانهن ٻري،
جهوُنا ڳڙهہُ جُهري، پوُندي جهانءِ جَهروڪَ ۾.
(سُر سورٺ III:4,3/1637)

**لفظن جي معنيٰ** : سِري = ڳجهہ پريو، حيرت اَنگيز. هنڌين ماڳين = جتي ڪٽي. هوُءِ = آواز، گوڙ، هُلُ هلا چو. ٻري = وڃي

يعني : مڱڻهار عجيب ساز ڪٽي محل ۾ آيو، سر ندي وڃائيندڙ جي تانَ اُهڙي چڙي، جو جڻ قلعا بہ ڍهي اَچي پٽ پيا. اي ٻيجل ! تنهنجي ڪري جتي ڪٽي شورغل مچي ويو آهي ۽ تنهنجي دانهن وڃي ويئي آهي. تہ اِنهيءَ سر مور اَچي راجا کان سِرَ جي گُهرَ ڪئي. (جيڪڏهن

اِئين ٿيو تہ) جهوناڳڙهہ ڏک ۾ جهڙي پوندو ۽ محل ۾ ماتم ڇانئجي ويندو.

جاجِڪَ ! تو جُهارُ، ڏهہ ڀيرا ڏياچ چئي،
جنهن ۾ مالُ نہ مِري۽ جيترو، تنهن تُون طمعدار،
جي اَچيئي ڪَمُ ڪپارُ، تہ ويهہ ڀيرا وڍي ڏين۽،
(سُر سورٺ III:6)

**لفظن جي معنيٰ :** جُهارُ = نمسڪار. مِري۽ جيترو = هڪ ڪاري مرچ جيترو، تِرُ. طمعدار = طلبگار. ڪپار = مٿو سِرُ.

يعني : راجا ٿو ٻيجل کي چوي : اي چارڻ ! تو کي ڏياچ جي پاران ڏهہ ڀيرا نمسڪار آهي. جنهن سرَ ۾ ڪاري مرچ جي داڻي جيترو بہ مال ناهي (جو سگھڻو آهي) تنهن جو تون طلبگار ٿيو آهين. جي توکي منهنجو

سرُ ڪم اَچي، تہ ويهہ دفعا ڪپي ڏيان۽.
مٿو مُوَر نہ پاڙيان، تنهنجي۽ تَندُ تنوارَ،
سِرَ ۾ سَچڻ ناهہ ڪي، موٽُ مَ، مڱڻهار !
ڪينهي منجهہ ڪَپارَ، لَڇيندو ٿو لاهيان.
(سُر سورٺ، III:11,3/1640)

**لفظن جي معنيٰ :** سچڻُ - ڀيٽا يا نذرانو ڏيڻ.

راجا چوي ٿو، هي سرُ، تنهنجي تندن جي تنوار لائق هرگز نٿو ڀانيان، يعني تنهنجو آلاپ مهنجي مٿي کان سوُ بار وڏيڪ ملهائتو (قيمتي) آهي. منهنجو سِرُ توکي نذراني طور ڏيڻ جي لائق ئي ڪونهي، پر تڏهن بہ اي مڱڻهار ! تون هٿين خالي موٽي نہ وڃ. منهنجي ڪاپار (مٿي) ۾ ڪي ڪونهي (اُنجو ملهہ بنهہ ڪينهي) مون کي تہ اُنکي وڍيندي بہ لڄ ٿي اَچي.

ري مَصلحَتَ مڱڻا، قصَرِ ڪينَ اَچَنِ،
نُوُر تجلو نوُرَ سين، نميو نيڻ ڀَسَنِ،
خيمي ۾ ڪنگهارَ جي، چانڊوڻا چمڪَنِ،

”لڏائين“ لطيفُ چئي، ”سندا ڏاڻ ڏسينِ“،
تيلان مُلڪ ڏٽينَ، مَڃيو مڱڻهارَ ڪي. (سُر سورٺ IV:1,3/1646)

**لفظن جي معنيٰ :** ريءَ مصلِحَت = ڀلائي يا فيض ڪان سواءِ. قصَر = محلات ۾. نوُر تجلو. نوُر سين = مرشد يا گروءَ جي روشني يا جوت سان. خيمي = تنبوُ، محل. ڏاڻ = ملڪن يا سيني پاسن. تيلان = تنهن ڪري. مُلڪ ڏٽين = راجائن

يعني : اهڙا مڱڻهار، بنا ڪنهن فائدي جي يا ديا مهر، محل ۾ ڪين ٿا اَچن. (اَلله لوڪ هميشهہ ڪنهن درويش دل بادشاهہ وٽ محل ۾ ڪهي ٿا اَچن.) طالب جانيڻ، مرشد جي روشنيءَ سان، اِلاهي نوُر ٿا ڏسن، راءِ ڏياچ جي وجود ۾ چنڊ جهڙا تجلا ٿا چمڪن. (راءِ ڏياچ جو جسم اِلاهي نوُر سان ڀُر ٿيو.) هن مڙني ڏيهن جا ڏاڻ (ساري ڪائنات جا فيض) حاصل ڪيا. اِهو ئي ڪارڻ آهي جو راجائن بہ مڱڻهار اَڳيان سِر نوايو. (درويشن اَڳيان دنيوي شهنشاهہ بہ سر ٿا نمائين.)

سورَٺ مُئي، سُکُ ٿيو، خيما هنيا ڪنگهارَ،
ٿيو راڳُ روُپُ سو، لڳي تندُ تنوارَ،
سو ڍِٽين پَٽين پارَ، پسو ! راجا راضي ٿيو.
(سُر سورٺ IV:15,3/1652)

**لفظن جي معنيٰ :** خيما هنيا = تنبوُ کوڙيا (روحاني ديس ۾) ڍِٽين پٽين = ڍِٽن پٽن ۾، پارَ = طرف.

سورٺ مئي : سورٺ راءِ ڏياچ جي پٽنيءَ جو نالو هو، جيڪا راءِ ڏياچ جي مرڻ کان پوءِ چکيا تي چڙهي ستي ٿي ويئي. هتي سورٺ سان مطلب آهہ ”نفس“

سک ٿيو :- شانتي ۽ آرام ڇانئجي ويو. ڇاڪاڻ تہ سورٺ (نفس) خود مري ويئي تہ جهيڙو ئي ختم ٿي ويو. نفس جي مرڻ سان اَندر آرام ۽ فرحت اَچيو وڃي.

ٿيو راڳہ روپ :- راءِ ڏياچ روحاني دنيا ۾ راڳ روپ يعني شبد روپ ٿي

ويو. ''سو'' جو مطلب آهي اُهو راڳ، جيڪو غيبي دنيا ۾ ملائڪ ٿا ڳائين.

هن بيت ۾ شاهہ صاحب چون ٿا تہ راءِ ڏياچ هاڻ سڀ دنيوي راڳ روپ ۽ حرص-هوَس ڇڏي ڦٽا ڪيا ۽ جڏهن نفس کي اُهڙيءَ ريت ماري مات ڪيائين، تڏهن مرشد کي سر ڏيئي يعني هوميءَ کي ختم ڪري، مرشد کي راضي ڪري ورتائين ۽ هميشهہ جي واسطي عرش ۾ (روحاني منڊلن ۾) گونججندڙ ڪلمي يا شبد جو آنند وٺي رهيو آهي.

## روحاني راز :-

مٿئين ورڻن ۾ لڪل روحاني اَرٿ سمجهڻ جي ڪوشش ٿا ڪريون. ٿوري دير واسطي اِئين سمجهون تہ جهوناڳڙهہ هيءُ سنسار آهي. راجا ڏياچ اَلله سان وصال ڪرڻ جو چاهڪ ساڌڪ آهي. محل راجا جو سرير آهي. ٻيجل اُهو ڪامل درويش آهي، جيڪو اَلله جي حڪم سان، مقام حق مان، اَلله دواران سوُنپيل ڪم پورو ڪرڻ واسطي هن سنسار ۾ آيو آهي.

جيڪو خود مقام حق جو رستو نہ ڄاڻيندو هجي، اُهو ٻئي ڪنهن کي پاڻ سان گڏ مقام حق وٺي وڃي نٿو سگهي. جيستائين اَلله جو حڪم نہ هوندو، ڪير بہ ڪنهن کي مقام حق جو ڀيد نٿو سمجهائي سگهي ۽ نہ ئي مقام-حق پهچڻ جو ساڌن ٻڌائي ٿو سگهي.

ٻيجل روپي ڪامل درويش اَلله جي حڪم سان راجا راءِ ڏياچ کي اَلله سان ملڻ جي ساڌن جو رهسيہ سمجهائي ٿو.

راءِ ڏياچ راڳي ٻيجل کي پاڻ سان وٺي محل جي اُنهيءَ گپت مقام ۾ وڃي هنجو راڳ ٻڌي ٿو، جتي محل جون خاص ٻانهيون بہ داخل نٿيون ٿي سگهن.

شاهہ صاحب چون ٿا :-

''جتِ اَچن نہ اُردا بيگيوُن، اُت ڪوٺايو اَمينَ.''

(سُر سورٺ II:3/6,3/1629)

اُردا بيگيون - مغل بادشاهہ ترڪستان ۾ ٻين ملڪن مان ٻانهيون گهرائيندا هئا - اُنهن کي مردانو لباس پهرائي، محلات جي اَندرئين اِنتظام لاءِ رکندا هئا ۽ کين نالا بہ مردانا ڏيندا هئا. اُهي ڳالهائڻ - ٻولهائڻ ۾ بہ مردن جهڙيون ڪڙيون-تڙيون هونديون هيون. کين اُردا

ٻيگيون يعني ”حويليءَ جون پهريدار زالون“ ڪري سڏيندا هئا.

اَمين = ايماندار، عادل، هتي راءِ ڏياچ.

اِنهيءَ جو مطلب آهي تہ ٻيجل جو راڳ يا شبد سرير جي اَکين ڪان مٿئين ڀاڱي ۾ ايڪاگر ٿي هڪ گُپت نقطي تي ٻڌڻ ۾ اَچي ٿو. ”خاص ٻانهين“ سان هتي مطلب آهي ڪرم، اِندريون، گيان اِندريون ۽ اُنهيءَ گُپت مقام تي يا تہ روح (راجا) پهچي سگهي ٿو يا مرشد روپي ٻيجل پهچي سگهي ٿو. مرشد ديهہ سروپ ۾ نہ، بلڪ نوري روپ ۾ اُتي پرگهٽ ٿيندو آهي. شاهہ صاحب چون ٿا :

راجا راڳائي، هِردوئي هيڪُ ٿيا (سُر سروٺ 4/3,3/1629:II)

يعني اُنهيءَ محل جي پورڻ ايڪانت ۾ راجا ۽ ربابي هڪُ ٿي ويا. ڪوي بار-بار اِشارو ٿو ڪري تہ ڏياچ ٻيجل ۾ سمائجي ويو ۽ ٻيجل ڏياچ ۾ سمائجي ويو. ڪنهن اِنسان جو جسم ٻئي اِنسان جي جسم ۾ نٿو سمائجي سگهي. هتي اِشارو اُنهيءَ اوسٿا ڏانهن آهي جڏهن مريد جو روح مرشد ۾ سمائجي ويندو آهي، جڏهن اِئين ٿيندو آهي تڏهن مريد جو روح اِندرين من جي قبضي مان آزاد ٿي اَلله ۾ سمائجڻ جي قابل ٿي ويندو آهي. تلسي صاحب جن جو ڪٿن آهي : ”اَپني روح، روح ۾ ڊالي، جئُ مڇلي بنسي ڪيچ ڊالي[1]“. مڇي مهاڻي جي ڪانٽي ۾ ڦاسجي ويندي آهي تہ مڇلي مار يا مهاڻو يڪدم جهٽڪي سان ڪانٽي کي درياءَ ڪان ٻاهر ڇڪي وٺندو آهي. ساڳيءَ طرح مريد جي آتما فنا-فِ-شيخ ٿي يعني پهرين مرشد ۾ فنا ٿي پوءِ فنا-فِ-اَلله جو مقام حاصل ڪري ٿي.

رباب جو راڳ سڀ کان اُتم روحاني منڊل ۾ وڄڻ واري اَلله جي نجي ڪلمي جي نشاني آهي. اِنهيءَ نجي يا ذاتي ڪلمي کي درويشن اِسم-اعظم، بانگي آسماني، نِدائي - سلطاني، ڪلامي اِلاهي سوِتي - سرمدي، نغما-اي-اِلاهي وغيره نالن سان پڪاريو آهي. شاهہ نياز جو ڪلام آهي : عالم اَز سوِت ذهوُر گِرفت، آز حضوُرش بساتي نوُر گِرَفت“ ”سوِت“ اَلله جي ڪرتاري شڪتي آهي. سموري ڪائنات اُنهيءَ سوِتي-سرمديءَ جي نوُر سان اُٿپن ٿي آهي. ڪائنات جي ذري-ذري ۾ اُهو سوِتي-سرمدي گونججي رهيو آهي. روح جو آڌار بہ اُهو سوِت آهي، هن

مايا وي ڪائنات جو آڌار بہ اُهو سوُت آهي ۽ اَلله جي هستيءَ جو آڌار بہ اُهو سوُت آهي.

جنهن ساڌڪ کي ڪامل درويش اَندر اَلله جي درگاهہ مان ايندڙ رباب جي سنگيت سان جوڙي ڇڏي، اُنهيءَ کي پنهنجي اَندر اُنهيءَ ڪامل درويش جو نوُري سروپ نظر اَچڻ لڳي. اُهو ساڌڪ اَندر جي اِنهيءَ اِلاهي-راڳ کي ٻڌندي-ٻڌندي، اُنهيءَ درويش ۾ سمائجي سندس روپ بڻجي وڃي ٿو. ڪامل درويش وٽ جيڪو اَصلي-اِلاهي راز آهي، اُهو آهي سندس ڪلمو يا شبد.

جدا-جدا وقتن، ملڪن ۽ قوُمن ۾ آيل ڪامل درويشن اَلله سان ميلاپ ڪرڻ جي خواهش رکڻ وارن جگياسُن جي روح کي اَندر پل-پل گونجڻ واري اِلاهي راڳ سان جوڙي، اُنهن کي نفس جي قيد مان آزاد ڪري ڇڏيندا آهن. جڏهن رستي جي رڪاوٽ نفس يا خوديءَ جي ديوار ٽٽي ويندي اَهي تہ روح جو پنهنجو-پاڻيهي اَلله سان ميلاپ ٿي ويندو آهي.

ٻيجل روپي ڪامل درويش پاران اَندر ٻڌايل راڳ ۾ اُهو سروُر آهي جو دنيا جي ٻي ڪا بہ شيءِ اُنجي برابري نٿي ڪري سگهي. جيئن جيئن ڏياچ اَندر جو رباب ٻڌي ٿو، هنکي اِلاهي ڀيدن جي سمجهہ اَچڻ شروع ٿئي ٿي. ڏيري-ڏيري هن کي پتو لڳي ٿو وڃي تہ اَندر گونجندڙ رباب جو راڳ ۽ اُهو راڳ ٻڌائڻ وارو مرشد ٻئي اَلڳ ڪونہ آهن، اُهي ٻئي گپت اِلاهي وجود جو ئي ظاهر روپ آهن.

شاهہ سائين نہ ڪنهن ٻاهري رباب جي مهما ڳائي رهيا آهن ۽ نہ ئي ڪنهن خاص وقت ۾ آيل ڪنهن خاص راجا يا ڪنهن خاص ٻيجل جي ڪهاڻي ٻڌائي رهيا آهن. هو هڪ اَنوکي ڪهاڻي بيان ڪري رهيا آهن. جنهن ۾ ٻيجل روپي ڪامل مرشد ڪلمي جي رباب سان، راءِ ڏياچ روپي روح جو اَلله سان وصال ٿو ڪرائي.

وقت، اِستان ۽ ڪِردار صرف اِشاري ماتر آهن. شاهہ صاحب جو پيغام ديس-ڪال جي حد کان پري ۽ ٻاهر آهي.

Scanned by CamScanner

# 29. سُر سهڻي

سُر سهڻيءَ ۾ 10 داستان ۽ 225 بيت ۽ 15 وائيون آهن. هن سُر ۾ به شاهه صاحب جن پنهنجا ويچار ظاهر ڪرڻ واسطي هڪ لوڪ ڪٿا کي آڌار بڻايو آهي.

سهڻي ٽُلا ڪنڀار جي ڌيءَ هئي. سندس حسن جي هاڪ چوڌاري ڦهليل هئي. بخاري جو هڪ ڏنوان واپاري عزت بيگ پنجاب ۾ واپار ڪرڻ لاءِ آيو. سهڻيءَ جي خوبصورتيءَ جا قصا ٻڌي هو گجرات ۾ سهڻيءَ جي ڳوٺ ۾ وڃي پهتو. هو برتن خريد ڪرڻ جي بهاني سهڻيءَ جي گهر ويو. پهرين ملاقات ۾ ئي ٻئي هڪ ٻئي ڏانهن ڇڪجي ويا. عزت بيگ پنهنجو واپار ڇڏي سهڻيءَ جي پيءُ کان برتن وٺي اُهي وڪڻڻ شروع ڪيا. هو برتن مهانگي اگهه ۾ وٺي سستا ڪري وڪڻي ڇڏيندو هو جيئن ڪيس سهڻيءَ جي گهر وري-وري وڃڻ جو موقعو ملي. اَهڙيءَ طرح هن پنهنجي سڄي پونجي لٽائي ڇڏي. پوءِ هن ٽُلا ڪنڀار جون مينهون چارڻ شروع ڪيون جنهنجي ڪري سندس نالو ميهار-يعني مينهون چارڻ وارو-پئجي ويو. سهڻي ۽ ميهار جو عشق هاڻي لڪل نه رهي سگهيو. جڏهن ماءُ-پيءُ کي خبر پيئي ته اُنهن سهڻيءَ جي شادي هڪ رشتيدار ڏم سان ڪري ڇڏي.

ٽُلا ميهار کي پنهنجي گهر مان ڪڍي ڇڏيو. هو هڪ ساڌوءَ جي روپ ۾ درياءَ جي ٻئي ڪناري تي وڃي رهڻ لڳو. سندس نالو چوڌاري ڦهلجي ويو. سهڻي به هنجي ديدار واسطي وڃي پهتي. هن ميهار کي سڃاڻي ورتو ۽ هوءَ هر روز رات جو هڪ گهڙي تي درياءَ پار ڪري ميهار سان ملڻ واسطي ٻئي ڪناري تي وڃڻ لڳي. سهڻيءَ جي نڻان کي اِنهيءَ ڳالهه جي خبر پئجي ويئي. هڪڙي ڏينهن هن سهڻيءَ جي پڪي گهڙي جي جڳهه تي ڪچو گهڙو رکي ڇڏيو. سهڻيءَ ڪچو گهڙو کڻي درياءَ ۾ ٽپو ماري، ڪچو گهڙو ٿوري دير ۾ ئي پاڻيءَ ۾ ڳري ويو. سهڻيءَ تري ٻئي

پار وڃڻ جي ڪوشش ڪئي پر درياءَ جي ڀيانڪ لهرن جي سامهون هوءَ ڪجهہ بہ نہ ڪري سگهي. ٻئي ڪناري تي ميهار هن جون چيخون ٻڌيون تہ هو بہ ڇلانگہ ماري سهڻيءَ وٽ پهچي ويو ۽ ٻئي پاڻيءَ ۾ ٻڏي مري ويا.

عشق جي اِها ديوانگي ئي رب جي وصال ڏانهن وٺي تي وڃي. عشق جي اِنهيءَ داستان جي ذريعي شاهہ صاحب جن پنهنجي ڪلام ۾ گهڻي ئي روحاني راز ظاهر ڪيا آهن.

شاهہ صاحب جن سُر سهڻيءَ جي ڇهين داستان جي 25 بيت ۾ فرمايو آهي تہ : منهنجو ڪلام عام ڪويتا نہ آهي. هيءُ ڪلام ڳوڙهن روحاني رازن ۽ اُتم درجي جي روحاني اُپديش سان ڀرپور آهي :-

جي تو بيت ڀانيا، سي آيتون آهين،

نيو مَنُ لائين، پريان سندي پارَ ڏي.

يعني جن کي تو بيت سمجهيو آهي، اُهي آيتون (روحاني هدايتون) آهن. اُهي من کي وڃيو محبوب (ڌڻيءَ) جي طرف لڳائين.

هن سُر جي پهرئين داستان ۾ عشق مزاجي کي عشق حقيقيءَ جو آڌار ٻڌايو ويو آهي. شاهہ سائين سمجهائڻ چاهين ٿا تہ جيسين اَللهُ ڪامل مرشد جي روپ ۾ پرگهٽ ٿي پنهنجو ديدار نٿو بخشي، تيسين روح جي اَندر، آدِ ڪان وٺي سُتل اَللهُ جو عشق جاڳي نٿو سگهي. شاهہ صاحب درياءَ ۾ غوطا کائيندڙ سهڻيءَ جي باري ۾ لکن ٿا :-

گهِڙي گهڙو هٿِ ڪَري، ڇيلهہ ٻڌي ڇوٽو،

مهنجو منُ ميهار کي، پار وڃي پهتو،

گهوٽي ۾ گهوٽو، مون کي محب ميهار جو. (سُر سهڻي I:13,3/1666)

**لفظن جي معنيٰ :** ڇوٽو - لانگوٽ. گهوٽي ۾ گهوٽو - ٽٻيءَ ۾ ٽٻي، خيال ۾ خيال.

شاهہ صاحب چون ٿا تہ درياهہ جي هڪ هڪ لهر سان سهڻي پنهنجو ڌيان ميهار ۾ رکندي هئي. جيتوڻيڪ سهڻي جسماني طرح سان ميهار سان نہ ملي هئي، تہ بہ سندس من پاڻيءَ ۾ گهڙڻ سان ئي ميهار سان

ملي ويو ۽ جيئن جيئن سندس جسم غوطا پئي کاڌا، تيئن تيئن سندس من محبوب ۾ مگن ٿيندو پئي ويو.

گهڙو ڀڳو تہ گهوريو، مَرُ چوُرُ ٿئي چوُڙو،
”طالبُ اَلموليٰ[3] مُذ کرُ“، ايُ ڀُڏندن ٻوُڙو،
ڪوڙهيو ڏمُ ڪوُڙو، مون ميهارُ مَنَ ۾. (سُر سهڻي 1668/17,3:I)

**لفظن جي معنيٰ :** مَرُ = ڀل. چوُر = رتيون - رتيون، پرزا - پرزا. موُلا جو طالب مرد آهي. ٻوُڙو = ٻُرهو. ڏمُ = سهڻيءَ جو پتي (نفس ڏانهن اِشارو.)

يعني حديث ۾ چيو ويو آهي تہ اَلله جو عاشق مرد (دلير، بهادر) هوندو آهي. بيشڪ گهڙو ڀڄي پيو آهي. چوُڙيون ڏنگيون ڦڏيون ٿي ويئون آهن ۽ دشٽ ڏم (نفس) جا اِرادا ناپاڪ آهن، پر منهنجي من جي اَندر ميهار سمايل آهي.

شاهہ صاحب چون ٿا :

گهڙو ڀڳو تہ گهوريو، پاڻان ويو حجابُ،
واجٽُ وَڃي وُجوُدَ ۾، رهيو روُحَ رَبابُ،
ساهڙ ريءَ ثواب، آئوُن گهڻوئي گهوريان. (سُر سهڻي 1669/19,3:I)

**لفظن جي معنيٰ :** . حجاب = پردو، رنڊڪ، اَٽڪاءُ. ثواب = سئون رستو، چڱي واٽ، هتي دنيوي پرهيزگاري.

يعني : دلو ڀڳو تہ صدقي ٿيو. مون لاءِ پاڻ اُها هڪ رنڊڪ هئي. منهنجي اَندر ۾ ميهار جي ياد جو واجٽ پيو وڃي ۽ روح سندس ذڪر يعني سمرن ۾ رباب جي تندن وانگر پيو تنواري. ميهار کان سواءِ منهنجو پنهنجي ڪمائي بہ فضول آهي.

هن بيت ۾ شاهہ صاحب اِشارو ڪري رهيا آهن تہ جڏهن روح ايڪاگر ۽ اِستر ٿي وڃي ٿو تہ جسم جي رڪاوٽ دور ٿي وڃي ٿي، اَندر ۾ ڪلمي جو رباب وڄڻ لڳي ٿو، جنهن جي ڦل سروپ روح پنهنجي ۽ پاپ جي دويت کان مٿي چڙهي وڃي ٿو.

گهڙو ڀڳو تہ گهوريو، آسَرَ مَ لاهيج،

''لا تقنطوٗ اِمن[1] رَحَمهٖ اَلله''، تُرهي اِنَ تريح،
حبيباڻي[2] هيح، پسين منهن ميهار جو. (سُر سهڻي I:21,3/1670)

**لفظن جيِ معنيٰ :** خدا جي رحمت کان نا اُميد نہ ٿيو. محبوبن جي سڪ يا ڇِڪَ.

يعني : دلو ڀڳو قربان ٿيو، آسرو نہ لاهج. ''اَلله جي ٻاجهہ کان نا اُميد نہ ٿيو.'' اُنهيءَ جي رحمت جي تُرهي تي ترج. عاشقاڻي شوق ۽ سڪ جي وسيلي ئي تون ميهار جو مشاهدو ماڻي سگهندينءَ.

ڪونهي آڳهہُ اِهڙو، جهڙي محبت مَنِ،
اُپيؤن اوررَئين پارَ ڏي، ڪوُڙيون ڪَکَ ڦِڇنِ
نَدي تَنِ نيڙُ، جي ريءَ تُرهي تَرَنِ،
سڪَ رسائي، سوُهڻي ! اَصلِ عاشقنِ،
سي جَهلِيؤن ڪينَ ڪُنَنِ، ڦِڇن جي مِهار ڪي.
(سُر سهڻي I:30,3/1675)

**لفظن جيِ معنيٰ :** اورَئين پارَ - اورينءَ پر، ڪَکَ - ترهو، نيڙُ - ننڍي نهر.

يعني : سفر ۾ اَهڙو ڪوبہ ٻيو ساٿي ڪونهي، جهڙو دل ۾ عشق. جيڪي ڪوُڙا عاشق آهن، سي اورينءَ پر ٻيهي، وَسيلا ۽ اُپاءَ پيا ڦِڇن، پر سچا عاشق بنا وسيلي ۽ واهر جي اُمالڪ گهڙيو پون. اُنهن جي لاءِ ندي بہ هڪ ننڍي نهر بڻجيو وڃي. اي سُهڻي ! عاشقن کي اَصل کان ئي سڪ هليو سپرينءَ وٽ رسائي. جن کي ميهار جي لنءَ لڳل آهي، تن کي ڪنَ ڪونہ روڪي سگهيا.

ڦِڇن جي ميهار کي، ڦِڇي سي ميهارَ،
تُرهو تنين ٻارُ، عِشقُ جنين کي آڪرو. (سُر سهڻي I:31,3/1676)

**لفظن جيِ معنيٰ :** آڪَرو - جبرو، زوراور جوشيلو، زبردست)

يعني : جن کي ميهار جي تار لڳل آهي، تن جي تار ميهار کي بہ لڳل آهي. جن کي عشق جي زبردست ڇڪ آهي، تن لاءِ ڪکن جو تُرهو

بار آهي. يعني وسيلا پاڻ هنن کي رنڊڪ ٿا محسوس ٿين.

ٽئين داستان ۾ شاهه سائين چون ٿا :

جتان گهڙي ٽتاِن گهيڙُ، ڪپرو ڪچن ڪوڙيون،
ڏم سين جُسو ظاهِرا، منُ ميهار سين ميڙُ[3]،
سا ندي پائي نيڙُ[4]، جنهن کي سِڪَ ساهڙ جي.
(سُر سهڻي III:3,3/1691)

**لفظن جي معنيٰ :** ڪَپَرو - ڪنارو. ظاهرا - ظاهري طرح. ميڙُ - ميلاپ. نيڙُ - ننڍي نهر.

يعني : جتان هوءَ (سچي عاشقياڻي) لنگهي ٿي، تتان ئي هن لاءِ گهيڙ يعني رستو ٺهيو پوي. ڪوڙيون ئي ڪنڌي يا ڪناري جي تانگهه ٿيون ڪن. ظاهري طرح سان سندس سرير ڏم سان آهي، پر سندس من ميهار سان مليل آهي. جنهنکي ساهڙ جي اُڪير آهي، سا نديءَ کي ننڍي نهر ٿي سمجهي.

ڪنهن جنهن گهيڙ گِهڙي، جيئن اَوَتڙان تَڙُ ٿيوس،
سالِم ويئي سوُهڻي، ڪُنن ڪي نه ڪَيوسِ
اُهسُ اَڪڙين ۾، پريان جو پيوسِ،
حقان حَقُ ٿيوس، هُئي طالب حَق[6] جي. (سُر سهڻي III:5,3/1692)

**لفظن جي معنيٰ :** اَوَتڙان = اڻاٽي تڙ مان. تَڙُ = سڻائو تڙ. اُهسُ = تجلو، روشني. حَقان = ڌڻيءَ طرفان. حَقُ = نياءُ، اِنصاف. حَق = پتارُ، ڌڻي، سچُ.

يعني : سهڻي اَهڙي ڪنهن گهيڙ کان گهڙي، جو جيتوڻيڪ ظاهري طور سان خراب هو، تڏهن به هِنَ لاءِ چڱو نڪري پيو. يعني سهڻيءَ لاءِ اَڻانگو تَڙُ به سڻائو ٿي پيو. سهڻي سلامت لنگهي ويئي ۽ ڪُنن ڪيس ڪي ڪين ڪيو. سندس اَکين ۾ پرينءَ جي نوُر (تجلي) اَچي واسو ڪيو. حق (ايشور) طرفان هن سان حق (اِنصاف) ٿيو، ڇو ته هوءَ پاڻ به حق (پتار) واسطي سڪندڙ هئي.

تَوڏي توڙاڻين، نينهنِ نوازي سوُهڻي،
ڳچيءَ هارُ حبيب جو، لائقُ لڏائين،
سو تَڙُ سو ڻائين، جيڏانهن عالمَ آسَرو. (سُر سهڻي III:7,3/1693)

**لفظن جيِ معنيٰ :** توڙاڻين - اَصل کان. نينهن نوازي - نينهن جي نوازيل. حبيب - پرينءَ. سوڻائين - ڳولهي هٿ ڪيائين. عالمَ آسرو - ساري عالم يا جهان جو آڌار (روحاني رهبر).

يعني : سهڻي آزل کان ئي ميهار جي محبت جي نوازيل هئي. هن کي اُهو محبوب مليو جيڪو اَلله جي ڳلي جو هارُ هو ۽ اُهو تڙُ ڳولهي لڌائين جو وجيو اُنهيءَ محبوب وٽ رسائي جو ساري عالم جو آڌر آهي، يعني عشق جي رستي وڃي محبوب سان ملي.

شاهہ صاحب سمجهائي رهيا آهن تہ اَلله روزِ-اَزل کان ئي روح جي اَندر جيڪو عشق ڇپائي رکيو آهي، اُهو مرشد جي سنگت ۾ اَچي وري جاڳرت ٿي تو اُٿي. مرشد صرف هڪ سهڻيءَ جو ئي نہ، ڪل عالم جي هر هڪ روح جو اَصلي سهارو آهي، جيڪا بہ روح پو ساگر مان پار ٿي سگهي ٿي، مرشد جي ئي وسيلي پار ٿي سگهي ٿي. اِنهيءَ پاو کي ”نوُر محمدي“ سان جوڙي سگهون ٿا، جنهن جي باري ۾ مرشد واري اَديا ۽ وستار سان ورڻن ڪري آيا آهيون.

توڏيءَ کي تعظيمَ، پين سينِ کان اَڳري،
اوڏي ٿي اَلف کي، منُ گڏيائين سين ميمَ،
جيلان ذاتِ حليمَ، ملي تي مِهار کي. (سُر سهڻي III:9,3/1694)

**لفظن جيِ معنيٰ :** تعظيمَ - عزت، مان، شرف. اَڳري - وڏيڪ. اَلف - اَلله. ميمَ - حضرت محمد. حليم - نهايت نماڻي سياءَ واري.

توڏي يعني سهڻي سيني عاشقياڻين کان گوءِ کٽي ويئي، چاڪاڻ تہ جهڙيون مشڪلاتون هن سٺيون تهڙيون ٻيءَ ڪنهن بہ عاشقياڻيءَ برداشت نہ ڪيون هيون. سهڻيءَ جو ٻين عاشقياڻين کان وڏيڪ مان ٿئي ٿو، چاڪاڻ تہ هوءَ اَلله جو ذڪر ڪندي هئي ۽ هنجي من ۾ مرشد

جو سروپ سمايل هو. هنجي ذات حليم هئي، يعنيٖ هنجي اَندر نمرتا پريل هئي، اِنهيءَ ڪري ميهار سان هنجو ميلاپ ٿي ويو.

شاهه سائين سمجهائي رهيا آهن تہ جيڪو ساڌڪ مرشد جي سمجهايل جڳتيءَ موجب اَلله جي سمرن ۽ مرشد جي ڌيان ۾ لڳو رهي ٿو، اُنهيءَ جو لوڪ-پرلوڪ ٻنهي ۾ سنمان ٿئي ٿو. اَهڙو ساڌڪ نہ پنهنجي ڳڻن جو مان ڪندو آهي، نہ بندگيءَ يا عبادت جو. هوُ دينتا جي تصوير بڻجي ويندو آهي، جنهن جي ڪري هن تي مرشد ۽ اَلله جي رحمت جي ورشا ٿيندي رهندي آهي. شاهه سائين نصيحت ڪن ٿا:

ساري سِڪُ سبقُ، شريعت سندو سوُهڻي!
طريقتا تِکو وَهي، حَقيقت جو حقُ،
معرفت مرَڪُ، اَصل عاشقَنِ کي. (سُر سهڻي III:10,3/1694)

هن بيت ۾ سچي عاشق جون منزلون بيان ڪيون ويئون آهن. صوفين اَنوسار ”شريعت“ ٻاهرين مذهبي يا ڌرمي فرضن جي پالڻ کي چوندا آهن. ”طريقت“ جو مطلب آهي، مسافري يا سفر. هيءَ صوفين جي ٻي منزل آهي. اِها روحاني پنڌ جي واٽ آهي يا حقيقت پروڙڻ جي شروعات آهي. اِنهيءَ لاءِ ساڌڪ کي مرشد ڪامل جي نهايت ضرورت آهي، جنهن کان سواءِ ”طريقت تورڻ“ ناممڪن آهي. ”معرفت“ جو مطلب آهي ڄاڻ، پروڙ يا گيان. هيءَ صوفين جي ٽين منزل آهي. جڏهن ساڌڪ کي خدا جي معرفت، يعني خدا جو گيان حاصل ٿيندو آهي، تڏهن کيس خبر پوي ٿي تہ پاڻ خودحق آهي.

”حقيقت“ صوفي طريقي جي چوٿين يا آخري منزل آهي. هن منزل ۾ ساڌڪ حق سان گڏجي آخر خود حق ٿيو پوي. شاهه صاحب چون ٿا تہ ”هيون حقيقت گڏئو طريقت تورين“ جڏهن ساڌڪ کي ڪلمي جي رمز جي پوري پروڙ پوي ٿي، تڏهن سندس هنيون وڃيو حق سان گڏجي. پر اِنهيءَ منزل تي پهچڻ لاءِ کيس طريقت ۽ معرفت مان لنگهڻو آهي.

شاهه صاحب هن بيت ۾ چون ٿا تہ اي سهڻي! تون شريعت (مذهبي

يا ڏرمي فرضن) جو سبق پهرين سک پوءِ طريقت ۽ معرفت جي منزل پار ڪري حقيقت ۾ پهچي وڃ. اِها خوش نصيبي سچن عاشقن کي ئي حاصل ٿئي ٿي.

شاهہ صاحب سمجهائين ٿا تہ سمجهدار وديارٿي پهرئين ڪلاس ۾ وينو ڪونہ رهندو آهي. پهريون درجو اڳتي جي درجي ۾ وڃڻ لاءِ ڏاڪڻ جو پهريون ڏاڪو آهي.. روحانيت جي ساڌڪ کي گهرجي تہ شريعت جو سبق سکي جلد کان جلد طريقت ۽ معرفت دواران حقيقت جي واديءَ ۾ پهچي اَللہ سان وصال ڪري وٺي. معرفت ۽ حقيقت تہ دور رهي، بنا عشق جي پيڙا جي، نہ شريعت مان ڪو لاڀ ملي سگهندو ۽ نہ طريقت سان.

هن داستان جي وائيءَ ۾ سهڻي چوي ٿي : جڏهن مونکي درياءَ جي پرئين ڪناري کان ايندڙ ميهار جي مينهُن جي گهنٽين جي ٽن-ٽن جو شور ٻڌڻ ۾ اَچي ٿو تہ منهنجي اَندر ميهار جو عشق اُڇلون ڪائڻ ٿو لڳي. گهنٽين جو شور ٻڌي منهنجو من بيچئن ٿيو پوي ۽ گهنٽيون بلڪل نزديڪ وڃنديون محسوس ٿيڻ لڳن ٿيون.

چوٿين داستان ۾ اِسم-اَعظم جي ڏُنين جو حال بيان ڪيو ويو آهي، جنهن جي باري ۾ ”اِسم-اعظم“ واري اَڏياءَ ۾ وستار سان ورڻن ڪيو ويو آهي. هن داستان جي آخر ۾ شاهہ سائين چون ٿا :

چاهڪ چَري، تارِ تَري، آيوُن مٿي کوُهہَ،
سُڻي سَڏُ ساهڙ جو، راضي ٿينڊُن روُحَ،
ميهيوُن ساڻُ صُبوُحَ، پَرِچي پارِ لنگهنديون.
(سُر سهڻي IV:24,3/1718)

**لفظن جي معنيٰ : چاهڪَ = چارو.**

يعني : مينهون چارو چرنديون درياءَ مان ترنديون ويئون. اَڳيان کوهہ جهڙو هڪ پنور آيو. مينهون ميهار جا سڏ ٻڌي خوش ٿي ويئون. اَهڙيءَ طرح ميهار جي مدد سان سياڻي صبوح تائين ڪناري تي پهچي ويندون. اَهڙا ورڻن اَندرين روحاني منڊلن جي خطرناڪ گهاٽين ڏانهن اِشارو

ڪن ٿا. اَندر هڪ مقام تي هڪ ٿيڙي (ڏنگي-ڦڏي) غفا آهي، جنهن کي پارت جي سنتن بنڪ نال چئي پڪاريو آهي. اَهڙيءَ طرح مقام-حق کان پهرين هڪ ڀنور وانگر گهمندڙ غفا آهي، جنهن کي ڀنور غفا چيو ويو آهي. اِنهن سيني منڊلن کي ساڌڪ مرشد جي رهنمائي ۽ اِسم-اَعظم جي سهاري سان ئي پار ڪري سگهندو. اَنت ۾ هو مرشد ۽ ڪلمي جي سهائتا سان مقام-حق (سچ کنڊ) پهچي وڃي ٿو.

پنڃين داستان ۾ مرشد جي ''ڌيان'' جي باري ۾ اِشارو ڪيا ويا آهن:-

اَکيون منهن ميهار ڏي، رکيوُن جن جوڙي،
ري سَنڌِ، سَيدَ چئي ''تار گهِڙَنِ توڙي''،
تنين کي ٻوڙي، سائرُ سگهي ڪين ڪي. (سُر سهڻي V:5,3/1723)

**لفظن جي معنيٰ :** رِي سَنڌَ = بنا ڪِشتي. تارِ گهِڙَنِ = تر پاڻيءَ ۾.

يعني : جن پنهنجون اَکيون ميهار جي صوُرت تي ٽڪائي رکيون سي ڪٽي بنا ڪِشتيءَ جي ٿوهه درياهه ۾ گهڙن، تہ بہ ساگر تن کي ٻوڙي نٿو سگهي. (جن ڌڻيءَ تي ڀروسو رکيو، تن کي دنيا روپي مهاساگر ڪوبہ نقصان نٿو رسائي.)

شاهه صاحب سمجهائين ٿا تہ : جنهن ساڌڪ جي هردي ۾ سدائين مرشد جي صوُرت جو ڌيان رهي ٿو، اُهو وشيہ-وڪارن جي ڀيانڪ لهرن سان ڀريل سنسار ساگر کي آسانيءَ سان پار ڪري وڃي ٿو.

ڇهين داستان جي پهرين نوَنِ بيتن ۾ قرآن شريف جي آيتن ''ڪُن فيڪوُن''، ''اَلست برَ بُڪم'' ۽ ''ڪالوُ بليٰ'' جي ذريعي اِهو ويچار ظاهر ڪيو ويو آهي تہ اَلله روزي اَزل يعني آدِ کان ئي روح جي اَندر پنهنجو ۽ ميهار جو عشق ڀري ڇڏيو هو.

پاڻ 10 بيت ۾ چون ٿا :

جڏهن اَلله روحن کان اِهو سوال پڇيو تہ ڇا مان توهانجو مالڪ نہ آهيان تہ اَلله حقيقت ۾ روحن کي اِنهيءَ سچائيءَ کان واقف ڪرائي ڇڏيو تہ عشق ۽ عبادت جي قابل صرف هڪ اَلله آهي ۽ اَلله جي عشق جو ساڌن ڪامل مرشد آهي. روحن اَلله جي عبادت جي سچي رستي تي هلڻ

جو واعدو تہ ڪيو، پر سنسار ۾ اَچي تمام ٿورين روحن ئي صرف اَللہ جي عبادت جي اِقرار جو پالن ڪيو، جڏهن ڪِ باقي سڀ روح درياهہ جي وهڪري ۾ وهي ويا. اُنهن هڪ اَللہ جي جڳهہ تي اَنيڪتا سان پريل هن ماياوي سنسار سان موهہ پيدا ڪري ڇڏيو، جنهن جي ڪري اُهي هن ماياوي سنسار جو ئي حصو بڻجي ويئون. شاهہ صاحب ساوڏان ڪن ٿا : تہ سواءِ محبوب جي ڏيري جي سڪل ڪناري جي، باقي سڀ ڪجهہ گهري پاڻيءَ ۾ ٻڏل آهي. اِنساني هستيءَ جي سڀ کان وڏيڪ دک جي ڳالهہ اِها آهي تہ هوُ هن ماياوي جڳت ۾ اَچي اَللہ سان ڪيل پنهنجي اِقرار کي پلجي ٿو وڃي. شاهہ سائين خبردار ٿا ڪن تہ مقامي-حق کي ڇڏي باقي ڪل-ڪائنات مايا جي گهري پاڻيءَ ۾ ٻڏل آهي، صرف مقام-حق ئي اَمر-اَبناسي آهي، باقي ڪل ڪائنات ناسونت آهي. صرف مقام-حق ئي سچيءَ پورن آنند جو ديس آهي، باقي سموري ڪائنات سک-دک جي دويت جو شڪار آهي. شاهہ سائين چون ٿا:-

سُڪيءَ ٻڏِن جي، ساهڙُ ساڻي تَنِ جو،
''لَهرِن سِرِ''، لطيفُ چئي، ''ڪُلهن چاڙهيو ني''
''جي ٻجهنِ پنڌُ پري، تَنِ اُماڻي اوڏو[3] ڪري.
(سُر سهڻي VI:23,3/1745)

**لفظن جي معنيٰ** : ساڻي = واهر ڪندڙ. ڪُلهن چاڙهيو ني = وٺيو وڃي. اوڏو ڪري = اوري، ويجهو.

سڪيءَ ٻڏن جي يعني مارگ جي هر هڪ منزل ۾ خوف خطرا آهن. پر جي هڪوار منزل مقصود کي رسيا آهن يا رسڻ جي تياريءَ ۾ آهن، تن لاءِ محبوب سڀ مشڪلاتون آسان ڪيو ڇڏي.

هتي شاهہ صاحب چون ٿا تہ جيڪي سڪيءَ ۾ ٻڏن ٿا يعني جيڪي درياهہَ ۾ گهڙڻ کان اَڳي ئي پنهنجي جان تان هٿ ٿا کڻن، تن جو مددگار ساهڙ (ڌڻي) آهي. هو اُنهن کي پنهنجن ڪلهن تي چاڙهي، لهرن مان پار اُڪاري ٿو وڃي. جي پرين منزل جو ٿا پڇن، تن کي اُتي

اِئين وڃيو رسائي، جڏهن اُها اوريان هئي.

شاهه سائين سمجهائي رهيا آهن تہ بيشڪ هيءُ مايا وي سنسار بريءَ طرح سان پاڻيءَ ۾ ٻڏل آهي، پر جيڪي اِنسان مرشد جي سمجهايل جڳتيءَ موجب جيئري ئي مرڻ جو اَڀياس پڪو ڪري ٿا وٺن، اَلله اُنهن جو سفر ننڍو ڪري اُنهن کي جلد کان جلد مقام-حق پهچائي ٿو ڇڏي.

هن سُر جي ستين داستان ۾ شاهه صاحب سهڻي - ميهار جي عام ۾ مشهور ڪهاڻي کي الڳ هڪ طرف رکي، سهڻيءَ کي نصيحت ٿا ڏين :

هاري ! حقُ رکيج، سانيارا ساهڙَ جو،
خوابَ، خيالَ، خطِرا، تَنِ کي تَرَڪُ ڪَرِيج،
اَندرُ آئينو ڪَري، پرين سو پسيج،
اِنهيءَ راهہ رَميج، تہ مُشاهِدو ماڻئين. (سُر سهڻي VII: 12,3/1757)

**لفظن جي معنيٰ :** هاري = نادان ! حقُ = فرض، شناس. آئينو = آرسيءَ. رميج = هلج. مُشاهِدو = ديدار.

يعني : اي مورک ! تون هادي (مرشد) ڏانهن پنهنجو فرض اَدا ڪر. تون هر طرح جا وهم، ڀرم، ڊپ ۽ سنديهہ ڇڏي ڏي. دل کي آرسيءَ جهڙو صاف ۽ اوجل ڪر ۽ دويت جي مئل پوريءَ طرح ڌوئي ڇڏ، جيئن تو کي (اِئين ڪرڻ سان) دل جي آئيني ۾ محبوب جي صورت نظر اَچي. اَهڙيءَ طرح ڪندينءَ تہ توکي اَلله جو ديدار ضرور ٿيندو.

اَئين داستان ۾ چيو ويو آهي :-

تَنِ کي ڪَڍي تارِ مان، مُلھ ساهڙَ جو،
اُت اوڏو اَچي ڪينَ ڪي، ٻيليپو ٻئي جو،
”ميهرَ ! ڪيج منهنجو، کواوکَرُ کنهين آرِ تان.“
(سُر سهڻي VIII:24,3/1770)

**لفظن جي معنيٰ :** ٻيليپو = ساٿُ، واهر يا مدد. اوکَرُ = ڇوٽڪارو. آرِ تان = اونهي پاڻيءَ مان.

يعني : ساهڙ جو راضپو ئي (يعني هوُ چاهي تہ) سرير کي سير مان ٿو

اُڪاري. اُتي ٻئي ڪنهن جو ساٿُ ڪم نٿو اَچي. اي ميهار ! تون ئي اَچي هن گهِري درياءَ مان مونکي ٻاهر ڪيڍجانءِ. (هن سنسار ساگر ۾ ڏٺيءَ جي مهر ئي گهرجي)

شاهہ صاحب سمجھائي رهيا آهن تہ بنا مرشد جي رحمت جي ڀوساگر کي پار ڪري سگهڻ ناممڪن آهي. جن تي مرشد جي رحمت ٿي وڃي ٿي، اُهي رستي جون سڀ مشڪلاتون پار ڪري ڪناري تي پهچي ٿا وڃن.

نائين داستان ۾ شاهہ صاحب چون ٿا :

لهرنِ لَکَ لباس، پاڻي پَسڻُ هيڪَڙو،
اوُنهي تنهن عَميق جي، واري ڇڏِ وِماسَ،
جتِ نهايت ناهہِ ڪا، اُتِ ڪو پهچي خاص
تَڙَنِ جي تَلاشَ، لاهہ تہ لالنَ لڳہ ٿئين. (سُر سهڻي 1775/IX:3,3)

**لفظن جيِ معنيٰ** : لباس = ويس، روپ. عَميقَ = اوُنهي سمنڊ. واري ڇڏ = دل تان لاهي ڇڏ. وِماسَ = خيال، ويچار. نهايت = حد، اَنت. تلاش = ڳولها. لالَنَ لڳِ = پرينءَ جي ويجهو. تَڙَن جي تلاش - دنيوي وسيلن تي ڀاڙڻ.

يعني : درياءَ ڏي نظر ڪبي تہ بيشمار لهرون نظر اينديون. جيتوڻيڪ اِنهن جا جدا جدا روپ ۽ رنگ آهن، تہ بہ حقيقت ۾ ساڳيو ئي پاڻي آهي. اَهڙيءَ ريت دنيا ۾ ڪثرت (اَنيڪتا) نظر اَچي ٿي، تڏهن بہ در حقيقت اِها وحدت (ايڪتا) آهي. پر اِنهيءَ وحدت جي اونهي درياءَ جي ڳجهہ کي عقل رستي پروڙڻ محال آهي. جيڪڏهن ڀانئين تہ اِنهيءَ راز جي رمز سمجهان ۽ محبوب سان ملي هڪ ٿيان تہ پنهنجي نفس جي خواهش کي ترڪ ڪر ۽ عقل ۽ دنيوي وسيلن کي ڇڏي ڏي.

شاهہ صاحب سمجهائين ٿا تہ سنسار ۾ نظر ايندڙ روپن ۽ آڪارن جي اَنيڪتا نظر جو دوکو آهي. اِنهيءَ اَنيڪتا جي پٺيان پوري ايڪتا آهي. ڪثرت (اَنيڪتا يا دويت) ڀرم آهي ۽ وحدت (اَدويت، ايڪتا) سچائي آهي. شاهہ صاحب پهرئين داستان ۾ چون ٿا :-

ساهڙ، ساسُوهڻي، سائِرُ پُڻ سوئي،

آهي نجوئي، ڳُجهه ڳجهاندر ڳالهڙي. (سُر سهڻي I: 34,3/1677)

**لفظن جي معنيٰ :** ڳُجهه - يا گهرو - اونهو راز

يعني : جيڪو ساهڙ يا ميهار آهي، سوئي سهڻي آهي ۽ سائِرُ (سمنڊ) ٻه اُهو ئي آهي، يعني ٽئي، اِنسان ۽ ڪائنات، ٽيئي هڪ آهن. اِها ڳالهه هڪ گهرو راز آهي، بلڪ هڪ نهايت اونهو، اِسرار آهي. اِنهن ٽن جي جدائي وهم يا اَگيان جي ڪري ڏسڻ ۾ اَچي ٿي. ميهار، سُهڻي ۽ درياءُ، اِنهن ٽنهي جو ڀيد ختم ٿي چڪو آهي، ليڪن اِها پرولي عقل کان پري آهي.

شاهه سائين ڏهين داستان ۾ چون ٿا :

ميهار کان سواءِ سهڻي بلڪل گندي آهي، جڏهن هوءَ ڪير پيئندڙ ميهار سان گڏ هوندي آهي ته سندس سڀ گندگيون دور ٿي وينديون آهن. چون ٿا :-

ساهڙ ڏاران سُوهڻي، اِڏوتي آهي،

ڪَنديُون جوڪاهي، پاسي تهين پاڪُ ٿئي. (سُر سهڻي X:1,3/1788)

**لفظن جي معنيٰ :** اِڏوتي = اَڻ ڌوتل، ناپاڪ، ملين. ڪُنديُون جوڪاهي = جيڪو مينهون ڪاهي يعني ميهار.

سهڻي، ميهار کان سواءِ نه صرف ناپاڪ آهي، ميهار کان سواءِ هوءَ دکن جي ماريل آهي. ڏمَ سان گڏ رهڻ جي ڪارڻ هن جا دک اَچان وڌي ويا آهن. ميهار جو ديدار ئي هنجي سيني دکن جي دوا آهي. ميهار جي صورت ڏسندي ئي هن جا سڀ دک دُور ٿا ٿين.

سهڻي ميهار سان شڪايت ٿي ڪري :-

ڏيهاڻي ڏمَرُ ڪري، مٿي مَحَبتَ مُون،

تنهن کي اَچي تُون، پِريم ! ڪوهُ نه پلئين ؟

(سُر سهڻي X:8,3/1791)

يعني : منهنجي سِڪ روز مون تي غصو پيئي ڪري، منهنجي من ۾ محبت جو مچ پيو ٻري اي پرين ! تون ڇو نٿو اُچي اُنکي روڪين ۽ ڇو

نٿو ٺار اچي وجهين ؟ (هيءَ نازڪ خيالي آهي. محبت جي مَچ تي ٺار
تڏهن پوي، جڏهن محبوب درشن ڏئي.)

شاهہ سائين چون ٿا تہ سهڻيءَ کي عشق ۾ ديواني ڪري اُهو محبوب
نہ ڄاڻ ڪٿي هليو ويو آهي. سهڻي چوي ٿي تہ : منهنجي دل هُن ڏانهن
وڃڻ لاءِ بيتاب آهي. مان تہ اُنهيءَ محبوب جي ٿي چِڪي آهيان،
جنهنجي ديا جي آس سچي دنيا لڳائي ويٺي آهي.

سهڻيءَ کي ميهار جي ڏيري مان اُٿندڙ دونهون پريان ڪان ميڻ
بتيءَ وانگر نظر اَچي رهيو آهي. سهڻي زار-زار روئندي، ميهار کي ياد
ڪندي اُن دونهي ڏانهن هلندي ويندي هئي، هوُءَ چوندي هئي تہ مان
روزي-قيامت (آخرت جي ڏينهن) تائين تنهنجو پلوُ پڪڙي رکندس.
اَلله جي رحمت سان منهنجو پيرُ سيني جي آس پوري ڪري. (سهڻي1794/
X,3: وائي ا)

مرشد ڪان سواءِ روح کي نہ اَلله جي سوجهي هوندي آهي، نہ اَلله جي
عبادت جي سچي جڳتيءَ جو گيان هوندو اَٿس ۽ نہ ئي هوُ عبادت ۾
ترقي ڪري سگهي ٿو. مرشد ڪان سواءِ روح تي نفس (ڏمر) جا حملا ٿيندا
ئي رهندا آهن. مرشد ڪان سواءِ روح جي حالت نربل، بيمار، ڪرُوپ اَبلا
جهڙي هوندي آهي. جڏهن مرشد جي رحمت سان اُن کي اِسم - اَعظم
جو کير پيئڻ لاءِ ملي ٿو تہ اُنجي ملينتا ۽ نربلتا دوُر ٿيڻ شروع ٿئي ٿي.
پوءِ هوُ بلوان ۽ سندر ٿيندو ٿو وڃي. روح تي اَنادي ڪال ڪان پيل شنڪائن،
پرمن ۽ اَگيانتا جون گندگيون دوُر ٿيڻ شروع ٿيون ٿين. اُنجي من مان
دنيا جو موهہ نڪرندو ٿو وڃي ۽ اُنجي اَندر مرشد، ڪلمي ۽ اَلله جو عشق
زور پڪڙيندو ٿو وڃي. ڏيري-ڏيري هن کي اَندر اِسم-اَعظم جي ڌُن
ٻڌڻ ۾ اَچڻ لڳي ٿي. اِسم-اَعظم جو نوُر نظر اَچڻ ٿو لڳي. اَهڙيءَ طرح
روح فاني جسم ۽ دنيا جي قيد مان آزاد ٿي لافاني (اَبناسي) اَلله ۾
سمائجي وڃي ٿو.

# 30. سُر گهاتوُ

گهاتوُ جي معنيٰ آهي ''گهات ڪرڻ وارو''، ''مارڻ وارو''، ''شڪار ڪرڻ وارو''. هيءُ سُر بہ هڪ لوڪ ڪٿا تي آڌارت آهي. لڳ ڀڳ 200 سال اڳ اَڄ جو ڪراچي شهر سمنڊ جي ڪناري تي ڪلاچي نالي جي هڪ ڳوٺ جي روپ ۾ مشهور هو. اِنهيءَ ڳوٺ جا نواسي مهاڻا، سمنڊ مان مڇيون پڪڙي پنهنجو گذران ڪندا هئا. سمنڊ ۾ هڪ زبردست ٻنور (ڪُنُ) هو. اِنهيءَ ۾ هڪ خطرناڪ مانگرمڇ بہ هو جو اَنيڪ مهاڻن کي ڦاٿل ڪائي چڪو هو.

هڪ دفعي ڇهہ مهاڻا، جيڪي سڀ ڀائر هئا، ٻنوُر ۾ ڦاسجي، سڀ گڏ ماگرمڇ جو شڪار ٿي ويا. ستين ڀاءُ جو نالو مورڙو هو، جيڪو سرير ۾ ڪمزور ۽ قد جو ننڍو هو، پر بيحد سمجهدار هو. هن لوهہ جي هڪ صندوق ٺهرائي، جنهن ۾ چوڌاري لمبا، ڪانٽيدار ڪوڪا هئا، اُنجي اِرد-گرد ڍڳهيون ۽ مظبوط نوڙيون ويڙهيل هيون. مورڙو صندوق ۾ ويهي رهيو ۽ ڪناري تي بيٺل مهاڻن صندوق کي سمنڊ ۾ لاٿو. جيئن ئي مانگر مڇ کي مورڙو جي سڳنڌ آئي، هو صندوق جي طرف وڌيو. هنجي اَندر ڪوڪا پوري طرح سان گهسي ويا. مورڙي مهاڻن کي اَڳ ۾ ئي سمجهائي ڇڏيو هو ۽ اُن موجب اِشارو ملندي ئي مهاڻن مينهن جي مدد سان مانگرمڇ سميت صندوق کي ڇڪي ورتو. اُنهن مانگرمڇ جي پيٽ مان ڇهن ئي ڀائرن جا هڏين جا پڃرا ڪڍيا ۽ اُنهن کي قبرن ۾ دفنايائون ۽ مورڙو اُنهن قبرن تي *مُجاور بڻجي ويهي رهيو.

هيءُ سُر سڀني کان ننڍو آهي، جنهن ۾ صرف 17 بيت ۽ هڪ وائي آهي. پهرين 13 بيتن ۾ مانگرمڇ دواران شڪار ٿيل ڇهن ڀائرن جي دردناڪ مرثيو جو ورڻن آهي. چوڏهين بيت ۾ شاهہ صاحب جن چون ٿا :

> اَئين جا لُڏو لوڏ، اِي پرَ گهاتوُئڙن جي،
> ڪُن ڪلاچيءَ ڪوڏ، سُڪہ نہ سُتا ڪَڏهين. (سُر گهاتوُ 1806/14,3:I)

---

* ديک- پال ڪرڻ وارو

**لفظن جيِ معنيٰ :** آئين = اوهين، پَرَ= دستور. ڪوڏ = شوق

يعني : هتي شاهہ صاحب اُنهن مهاڻن کي مخاطب ٿي چون ٿا (جيڪي مورڙي جا همراهہ بڻجي مگر مڇ کي مارڻ ويا هئا) تہ، اوهان جيڪو طريقو اختيار ڪيو آهي سوئي سچن گهاتوُ ئڙنِ کي جڳائي. گهاتوئڙن سان هتي مطلب آهي، اُهي سوُرما شخص جي رات ڏينهن پنهنجي مانگر مڇ جهڙي بري نفس کي مارڻ ۾ مشغول رهن ٿا. ڪُن ڪلاچي = ڪلاچيءَ جي ڪُن ۾ رهندڙ مانگر مڇ کي مارڻ جي اُڻ تُڻ وچان گهاتوُئڙا هڪ پل لاءِ بہ آرامي ٿي نہ ويٺا. سچا سالڪ بہ نفس جي مارڻ لاءِ اِئين ڪمر ڪشيو ويٺا آهن.

گهوريندي [2]گهور پيا، بز اَگهور گهو ريائون

منگر مارِيائون، ملاحَنِ مُنهنَ سَنرا. (سُر گهاتو 1807/15,3:I)

**لفظن جيِ معنيٰ :** گهوريندي = ڳولهيندي. گهور پيا = ڪُن ۾. اَگهور = اوُنهو سمنڊ. منگر = مانگر مڇ. سنرا = سُرها.

يعني : هوُ ڳولهيندي ڪُن ۾ گهڙيا ۽ اوُنهو سمنڊ ڦوليائون. مانگر مڇ مارِيائون. ملاحن جا چَهرا سُرها ٿا ڏسجن. (مورڙي مير بحر پاڻ کي پڃري ۾ وجهي، مانگر مڇ مارايو. سندس سوڀ تي ملاحن وڏيون خوشيون ڪيون)

گهوريندي گهور - مورڙو ۽ سندس ساٿي مڇ کي ڳولهيندا رهيا، ڪُنَ ۾ ڪاهي پيا ۽ عميق جو واءُ ساءُ لڌائون. اَهڙيءَ طرح اَللہ لوڪ بہ پنهنجي اَندر ۾ جهاتي پائي، نفس کي ماري، لامڪان جو سير ڪن ٿا. سچل سرمست چيو آهي تہ ”اَول مارِ غوطا گم، پيڇي مار فقيري دادم.“

منگر ماريائون - اُهي اَللہ لوڪ جي پنهنجي نفس کي نگهو سار ڪن ٿا، تن جا منهن سدائين سرها آهن.

جيڻن جُهڳا پائين جهول ۾، اِئن نہ مَرَنِ مَڇَ،

سبر ڏار سمُنڊ جا، ڪي رائوُن رڱيون رَڇ،

هي چارون ۽ چڇ، اَڃا اوراهہُ اَڳاهوُن ٿيو. (سُر گهاتوُ 17:I)

**لفظن جيِ معنيٰ :** جُهڳا - جارَ. جهول - درياهہ ۾ بيٺل پاڻي. سَبَر

= پکّنا. رائون رگيون = رگيل ڏورا. ڇاروُن = سمنڊ جون تانگهيون ڪاريون.
ڇڄ = ترايون. اوڙاهه = سمنڊ. اَڳاهون = اَڳتي.

شاهه صاحب چون ٿا ته : اي ماهگيرو! (مورڙي جا ساٿي) جيڪڏهن مانگر مڇ کي مارڻ چاهيو ٿا ته پنهنجين ڄارين کي ڇڳيءَ طرح سڀي اُنهن کي رگيو. جن کي ڀنور ۾ وڃي مانگرمڇ سان لڙڻو آهي. اُنهن جي لاءِ رشتيدارن يا سنبنڌين جي باري ۾ سوچڻ ٺيڪ نه آهي. جنهن دَلير اِنسان کي من سان لڙائي لڙڻي آهي، اُنهيءَ کي ڪپي ته دنيا جي بنڌنن ۾ نه ڦاسي اِنهيءَ لڙائي جي تياريءَ تي پنهنجو پورو ڌيان ڏئي.

هيءُ سڄو ورڻن سانڪيتڪ آهي. سنسار ڀيانڪ ڀنورن سان ڀريل گهرو سمنڊ آهي. مانگر مڇ من يا نفس آهي. ڀوساگر کي پار ڪرڻ لاءِ نفس کي قابو ڪرڻ ضروري آهي. اِنهيءَ ڪم جي لاءِ من ۾ اُتساهه ۽ وشواس هئڻ به ضروري آهي ۽ صحيح ساڌن يا جڳتيءَ ڪان ڪم وٺڻ به ضروري آهي.

مورڙي جا ڀائر بيحد طاقتور هئا، ليڪن اُنهن صحيح جڳتيءَ جو اِستعمال نه ڪيو. مورڙو بيحد ڪمزور ۽ اَپاهج هو پر هن وٽ صحيح جڳتي هئي. شاهه صاحب سمجهائي رهيا آهن ته من روپي مانگرمڇ کي قابوُ ڪرڻ ۽ ڀوساگر کي پار ڪرڻ لاءِ جسماني طاقت جي نه، بلڪ صحيح جڳتيءَ جي ضرورت آهي.

هن راڳ جي وائي جي اَنت ۾ شاهه صاحب چون ٿا : هي سهيليون ! اَلله جي رحمت سان سڀيئي ڀوساگر مان پارٿي ويندا سين. پاڻ اِشارو ڪن ٿا ته من روپي مانگرمڇ کي ماري ڀوساگر کي پار ڪرڻ ڪو آسان ڪم ڪونهي. نربل اِنسان اَلله جي رحمت سان ئي اِنهيءَ ۾ سڦل ٿي سگهي ٿو، پر هن کي گهرجي ته ڪناري تي ئي نه ويٺو رهي، بلڪ اَلله جو آسرو وٺي، اَلله جي رحمت تي ڀروسو رکندي، صحيح جڳتيءَ ذريعي من کي مارڻ جو يتن ڪري. جيترو وڌيڪ گهري پاڻيءَ ۾ هنڪي گهِرڻو پوندو، اوتري ئي وڌيڪ هن تي اَلله جي رحمت ٿيندي. اِنهيءَ رحمت جي سهاري هو آخر ۾ مانگرمڇ (نفس) کي به ماري ڇڏيندو ۽ اَلله سان وصال ڪرڻ ۾ به سڦل ٿي ويندو.

# ڪلام جون خوبيون

شروع ۾ ئي ٻڌايو ويو آھي تہ ھن پستڪ جو مقصد شاھ لطيف جي ڪلام جي گڻن جو ورڻن نہ آھي، پر تڏھن بہ اُنھن جي ڪلام جي ڪجھہ خاص گڻن تي ڌيان ڏيڻ ڪانسوءِ سندن شخصيت سان اِنصاف ڪونہ ڪري سگھبو. اِنھيءَ ڪري ھتي ڪلام جي ڪجھہ خاصيتن جو اُليک ڪرڻ ضروري آھي.

## سيبيتا ۽ ڀاشا ( تھذيب ۽ ٻولي)

ودوانن شاھہ صاحب جي ڪلام جي آڌار تي سنڌ جي سيبيتا، سنڌ جي قدرتي من موھيندڙ نظارن، سنڌ جي لوڪ پرمپرائن ۽ لوڪ ساھتيہ کي سامھون آڻڻ جي ڪوشش ڪئي آھي. شاھہ لطيف سنڌي ڀاشا جو پرڀاوشالي ڍنگ سان پريوگ ڪيو آھي ڀاڻ سنڌي ڀاشا ۾ اُتم کان اُتم، گنڀير کان گنڀير، سوُکيم کان سوُکيم ڀاونائن ۽ ويچارن کي شڪتي شالي، خوبصورت ۽ مڌر ڍنگ سان پيش ڪيو اَٿن.

## ڪلام، دلين جي ڌڙڪن :

سنڌي شاھہ صاحب جي ڪلام کي صرف ڳائيندا، پڙھندا يا ٻڌندا ئي ڪونہ آھن، بلڪ ھنن جو ڪلام سنڌ جي رھواسين جي زندگيءَ جو ھڪ خاص اَنگ بڻجي ويو آھي. ھن ڪلام جو سنڌ ۾ رھندڙن جي زندگيءَ تي ڪيترو گھرو اَثر آھي، اِنھيءَ جو اَنومان ھن ڳالھہ مان لڳائي سگھجي ٿو تہ سنڌ ۾ قران شريف کانپوءِ ٻئين نمبر تي شاھہ جو رسالو سڀ کان وڌيڪ پڙھيو ويندو آھي. سنڌين کي ھيءُ ڪلام قران شريف جي آيتن

وانگر ياد آهي. اَلله جي قرآن ۽ حضرت محمد صاحب سان تعلق رکڻ وارن حديثن کان پوءِ ماڻهن تي سڀ کان وڌيڪ اَثر شاهه صاحب جي ڪلام جو آهي. سنڌي ماڻهو من جون مرادون پوريون ڪرڻ لاءِ هن جا بيت پڙهندا آهن. ماتائون ننڍن ٻارن کي لوريءَ جي روپ ۾ اِهو ڪلام ٻڌائينديون آهن. وواهه جي نيند پترن تي شاهه جا بيت لکيا ويندا آهن ۽ محفلن ۾ ڪلام ڳايا ويندا آهن. ساهتيڪار پنهنجن ڪتابن جا نالا شاهه جي ڪلام مان چونڊيندا آهن ۽ پنهنجن ڪتابن کي شاهه جي ناليِ تي سمرپڻ ڪرڻ ۾ فخر محسوس ڪندا آهن. قبرن تي شاهه جي ڪلام مان بيت لکيا ويندا آهن. سنڌي روز مره جي زندگيءَ ۾ موقعي اَنوسار شاهه جو ڪلام پڙهندا ۽ ٻڌندا آهن. ٻارن جي جهولي کان وٺي قبر تائين شاهه سائينءَ جو ڪلام سنڌين جي زندگيءَ جو خاص حصو آهي.

## سنگيت ميں ڪلام :

شاهه صاحب جو ڪلام صرف پڙهي ئي نه، ڳائي به سگهجي ٿو. سندن جيئري ئي اِهو ڪلام ڳايو ويندو هو ۽ صديون گذرڻ کان پوءِ اَڄ به ڳايو ويندو آهي. حقيقت ۾ گهڻو ڪري ماڻهو اِنهيءَ ڪلام کي پڙهڻ جي بدران ڳائڻ يا ڪنهن کي ڳائيندو ٻڌڻ وڌيڪ پسند ڪندا آهن. اِهو ڪلام سُر ۽ سنگيت سان پريل آهي. سنڌ جو ڪوبه اَهڙو ڳوٺ، شهر يا علائقو نه هوندو جو شاهه جي شردالن کان خالي هجي ۽ جتي شاهه جو ڪلام نه ڳايو وڃي.

شاهه پنهنجي ڪلام کي راڳن ۾ بند ڪيو آهي. سندن جيون ڪال ۾ ئي سندن ڪلام کي ماڻهو اُنهن راڳن اَنوسار ڳائيندا هئا. شاهه لطيف پاڻ به راڳ ڳائيندا هئا ۽ ڪين سنگيت جي ڪافي ڄاڻ هئي. شاهه صاحب جي محفل ۾ لوڪ گيت بيحد پسند ڪيا ويندا هئا. شاهه صاحب شاستريه سنگيت ۽ لوڪ سنگيت جي ميلاپ سان سنگيت جون نيون پرمپرائون قائم ڪيون ۽ سنگيت ۾ نئين آتما پريائون. هنن ڪيترين

ئي لوڪ راڳڻين کي نئين زندگي ڏني. هاڻي اِهي راڳڻيون نہ صرف ڳايون ويندڙيون آهن پر بيحد لوڪ پريہ بہ ٿي ويئون آهن.

## پريم ڪٿائون :

اِنسان جو ڪٿا ۽ ڪٿا ساهتيہ ۾ خاص من لڳندو آهي. اِنهيءَ ڳالهہ کي ڏيان ۾ رکندي اَنادي ڪال کان ساهتيہ ڪار ڪهاڻين ذريعي پنهنجن ويچارن ۽ اُپديشن کي جنتا تائين پهچائيندا رهيا آهن. پراچين يُوناني ساهتيہ ۾ ۽ سنسار جي ٻين ڪيترين ٻولين ۾ پراڻي وقت کان وڏي مها-ڪاويہ رچيا ويا آهن. ڀارت ۾ ”رامايڻ“ ۽ ”مهاڀارت“ جي وڏين ڪٿائن ذريعي گنڀير اِخلاقي ۽ روحاني سڌانت پيش ڪيا ويا آهن. مولانا روم پنهنجي بيحد مشهور ”مثنوي“ ۾ بيشمار ننڍين وڏين ڪهاڻين ذريعي ڳوڙها روحاني سڌانت پيش ڪيا آهن. حضرت شاهہ لطيف بہ پنهنجن ويچارن کي سرل ۽ سمجهڻ لائق بڻائڻ واسطي اِهائي ترڪيب استعمال ڪئي آهي. هنن سسُئي پنهون، سهڻي ميهار، عمر مارئي، ليلا چنيسر، سورٺ راءِ ڏياچ ۽ مومل راڻو وغيره لوڪ ڪٿائن کي پنهنجن گنڀير ويچارن کي ظاهر ڪرڻ جو ذريعو بڻايو آهي.

سنسار جي مشهور ناٽڪ ڪار شيڪسپيئر جي ناٽڪ ڪلا جي سڀ کان وڏي خوبي اِها مڃي ويندي آهي تہ هن عام، لوڪ پريہ ۽ بلڪل ساڌارڻ ڪهاڻين جي مدد سان اَهڙا گهِرا اِنساني جذبا بيان ڪيا آهن ۽ ڪلاڪارن جي اَندروني ڀاونائن کي اَهڙي گهرائي، اُدارتا ۽ سرل ڀاو سان ظاهر ڪيو اَٿس جو هنجي ناٽڪن ۾ زندگيءَ جي دل جي ڌڙڪڻ ٻڌڻ ۾ ٿي اَچي. اَڪرم اَنصاري لکي ٿو تہ شيڪسپيئر، گيٽي ۽ ڪاليداس وانگر شاهہ لطيف بہ نئين ڪهاڻين جي رچنا ۽ نئين پلاٽ گهڙڻ جي ضرورت محسوس ڪونہ ڪئي. هنن عام مشهور لوڪ ڪٿائن کي ئي نئين روپ ۾ جنم ڏيڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. ڪهاڻيون پراڻيون آهن پر ڀاو ۽ اَرٿ نوان آهن.

پرماتما جي گهري عشق جي چشمي ۾ سنان ڪري پاڪ، پوتر ۽ پرڪاشوان ٿيل حضرت شاهه لطيف جي آتما مان ورڪا ٻڌجي وسندڙ الاهي ڪلام، اِنهيءَ ڪان به اَڳتي ٿو وڌي. شاهه صاحب سسئي پنهون، سهڻي ميهار، وغيره جي پريم ڪٿائن کي آڌار بڻائي آتما جي پرماتما کان وڇوڙي جي دردناڪ ڪٿا جو ورڻن ڪيو آهي. شاهه صاحب جي سيني پريم ڪٿائن ۾ ڪهاڻيءَ جو مطلب نالي ماتر آهي ۽ سندن سڄو ڌيان ورهه جي ورڻن تي آهي. هنن ڪابه ڪهاڻي شروع کان آخر تائين بيان نه ڪئي آهي. هر هڪ ڪهاڻي تمام ناٽڪييه ڍنگ سان شروع ٿئي ٿي ۽ ڪي خاص گهٽنائون بار بار دهرايون ويئون آهن.

ڪويءَ سسئي، پنهونءَ جي ڪهاڻي پنجن سُرن ۾ ڪنئي آهي. سُر سسئي آبري جي پهرئين داستان جي شروع ۾ پنهونءَ جي ويراڳ ۾ روئندي رڙندي سسئي چوي ٿي ته دير سوير منهنجو پنهونءَ سان ميلاپ ضرور ٿيندو. منهنجو ڌيان هر وقت پنهونءَ ڏانهن ٿو رهي، چاهي مونکي ڪيترا ئي دک ڇو نه سهڻا پون. پنهونءَ جي لاءِ منهنجي تڙڦ گهٽجندي ڪونه. جيڪو به هڪ دفعو اُنهيءَ محبوب جو جلال ڏسي ٿو ۽ هن جي پريم جي هڪ بوند به چکي ٿو وٺي، اُنجي تڙڦ لڳاتار وڌندي ٿي رهي. اَهڙي پريميءَ کي چاهي محبت جا جام ڀري پياريا وڃن ۽ چاهي محبت جي دَرياهه ۾ ترڻ شروع ڪري ڇڏي، تڏهن به هنجي پياس شانت ڪونه ٿيندي.

> ڪامان، ڪچان، پڃُران، لُڇان ۽ لوچان،
> تَنَ ۾ تونس پرين جي، پيان نه ڍاپان
> جي سَمنڊُ مُنهن ڪَريان، ته به سُرڪيائي نه ٿئي
> (سُر سهڻي VI:II,3/1739)

يعني، پريمڪا چوي ٿي ته مان پريتم جي جدائيءَ ۾ بيحد تڙڦي رهي آهيان ۽ محبوب جي تلاش به ڪريان پيئي. منهنجي اَندر پريتم سان ملڻ جي ايتري ته پياس آهي جيڪا ڪڏهن به ترپت نٿي ٿئي.

جي سمورو سمنڊ بہ پي وڃان تڏهن بہ مون لاءِ جيڪر هڪ ڏُڪ جي برابر بہ نہ ٿئي.

ميلاپ جي تڙف صرف پريمڪا ۾ ئي ڪونہ هوندي آهي، پاڻي بہ پياسي لاءِ تڙفندو آهي ۽ پريتم بہ پريمڪا لاءِ تڙفندو آهي. نادان اِنسان ٻاهر پريتم جي تلاش ۾ پريشان ٿيندا آهن، جڏهن ڪ هو اَندر آهي. جيڪي اِنسان پنهنجي خوديءَ کي محبوب-حقيقيءَ ۾ فنا نٿا ڪن، اُهي هميشهہ جدائيءَ ۾ تڙفندا ٿا رهن. جيڪي عاجزيءَ سان سفر جاري رکن ٿا ۽ هر وقت اِلاهي رحمت واسطي وينتيون ڪندا ٿا رهن، اُهي آخر رستي جي سيني رڪاوٽن کي پار ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿي وڃن ٿا.

پهرئين داستان جي 17 بيت ۾ ڪوي چوي ٿو : جيڪڏهن عاشق خودي ڇڏي پنهنجو پاڻ کي پوريءَ طرح مالڪ جي حوالي ڪري ڇڏي تہ هنجو مالڪ سان ميلاپ ضرور ٿيندو. نہ سکُ ۾ خوش ٿيڻ کپي ۽ نہ ڏُک ۾ دکي ٿيڻ کپي. هر حال ۾ سفر جاري رکڻ گهرجي. هنن جو چوڻ آهي تہ سک ۽ دک ٻئي رب جي پاران آهن. صاف ظاهر آهي تہ ڪويءَ جو اَصلي مقصد سسُئي پنهونءَ جو قصو بيان ڪرڻ نہ آهي، پر آتما جي پرماتما سان اَنادي پريم جي اَمر ڪٿا بيان ڪرڻ آهي.

سُر سهڻيءَ جي پهرئين داستان جي پهريَنِ نون بيتن ۾ شاهہ صاحب هڪ طرف تہ ٻاهرئين گهري ۽ ڀيانڪ درياهہ جو ورڻن ٿا ڪن تہ ٻئي طرف سچن عاشقن جي دل ۾ اُڇلون ڏيندڙ پريم جي اَٿاهہ ساگر ڏانهن اِشارو ڪري رهيا آهن. ڊرپوڪ ۽ اَڻاڙي پريمي هن درياهہ ۾ پير رکڻ کان بہ گهبرائيندا آهن، پر جن جي من ۾ پنهنجي پريتم جو سروپ سمايو پيو آهي، اُهي ٻيءَ پار پهچڻ واسطي ڇلانگ ماري يڪدم پريم جي درياهہ ۾ گهڙي پون ٿا. جڏهن پريمي هڪ دفعو بہ محبوُب جي من موهڻي صورت جو درشن ڪري ٿا وٺن، تہ اُنهن جي ننڊ حرام ٿيو وڃي ۽ اُهي پريتم تان سِرُ قربان ڪرڻ واسطي تيار ٿي وڃن ٿا. شاهہ صاحب

فرمائين ٿا تہ :

جيهڙَ لوڪُ جهپَ ڪَري، ذرو جاڳ نہ هوءِ،
اوهِيرَ اَچيو، اَديُون ! پهرُ پريانِ جو پوءِ،
جي ڪڇو چوُنم ڪوءِ، تہ مَرَڪُ پايان ميهڻون.
(سُر سهڻي V:14,3/1727)

يعني : جنهن وقت ماڻهو ننڊ ۾ آهن ۽ ذري بہ جاڳ نہ اَٿن، تنهن وقت اي سرتيون ! مونکي اَچيو پرينءَ جي ياد ستائي جي مونکي ڪٺي کير پلو-ٻرو بہ چوي تہ بہ مان اُنکي خوشيءَ سان قبول ڪندس. (عاشقن جي لاءِ ملامت بہ مرڪ آهي.)

ڏهين بيت ۾ سهڻيءَ جي درياهہ ۾ ٽپو ڏيڻ جي ڳالهہ شروع ٿي وڃي ٿي. پر گڏوگڏ خداوند ڪريم جي سچن عاشقن جي پريم جي ڌُن بہ گونجندي رهي ٿي. ڪوي بار بار اُنهن عاشقن جي حق ۾ مالڪ اَڳيان وينتي ٿو ڪري :-

پِرُ پَليرا سُپرينِ ! پَلا ۾ بيراهہ،
توريءَ تاري ناهہ ڪا، والي ! نَڪا واهہَ،
ساهڙُ جيءَ صلاح، تَنِ کي ڪڍي تارَ مان. (سُر سهڻي 1769/ (VIII:23,3

يعني، اي پاجهارا سپرين ! تون وڙُ ۽ اَچي اوجهڙ ۾ رسُ. اي مالڪ ! توکان سواءِ منهنجو نہ وسيلو آهي نہ واٽ. ساهڙ جو راضپو ئي تار پاڻيءَ مان ٿو تاري. (ساهڙ سان هتي مراد آهي ”حادي“ يا ”ڏڻي“.)

پندرهين بيت ۾ سهڻيءَ جي دلي پڇڻ ۽ هنجي درياهہ ۾ مانگر مڇ جو شڪار ٿي وڃڻ جو ذڪر آهي. اِنهيءَ کان اڳين بيتن ۾ جڳهہ جڳهہ قرآن شريف جي آيتن مان مثال ڏيئي سمجهايو اَٿن تہ روح جي اَندر اَزل (آد) کان اَللہ جي عشق جو رباب وڄي رهيو آهي جيڪو اِنهيءَ عشق کي هميشهہ زنده ٿو رکي.

گهيڙ لنگهيو گهاري، ميثاقان مِهار ڏي،

”اَلستُ“ بِرَ بڪُم ؟ قالوابلي، پر اِها پاري،
ڏسيو ڏيکاري، پِرَتِ پريان جو پيچرو. (سُر سهڻي VI:3,3/1734)

يعني : سهڻي اَزل کان ئي درياھ جا وَرَ ۽ پيچ سڃاڻي چڪا هئا. اُنهيءَ ڏينهن ڏڻيءَ روحن کان پڇيو هو تہ ”ڇا مان نہ آهيان توهانجو رب؟“ ۽ روحن جواب ڏنو هو ”ها“ سهڻي بہ اُهوئي قول پيئي پاري. هن پاڻ پرينءَ جو پيچرو ڏسي ٻين کي راھ ڏيکاري.

23 ۽ 24 بيت ۾ ڪوي چوي ٿو تہ سهڻي مري ويئي، پر گڏوگڏ هنکي پنهنجي پريتم جو آواز بہ ٻڌڻ ۾ اَچڻ لڳو. جڏهن سهڻيءَ جا سپيئي سهارا ڇڏائجي ويا تہ هنکي ٻئي ڪناري تان پنهنجي پياري جا سڏ ٻڌڻ ۾ آيا.

25 کان 30 بيتن تائين سچي پريم جي سروُپ تي روشني وجهندي ڪوي چوي ٿو تہ سچو عاشق اُهو آهي جيڪو خوديءَ جو تياڳ ڪري ٿو ڇڏي. هوُ سچي عشق کي پنهنجو رهبر بڻائي ٿو ۽ پنهنجي ٻل ٻڌيءَ جي جڳھ تي پنهنجي پريتم جي ديا مهر تي ڀروسو رکي ٿو. جنهن جي اَندر پريتم جي وڇوڙي جو درد زور پڪڙيندو ٿو وڃي، اُهو اَنت ۾ پنهنجي وجود کي پنهنجي پريتم ۾ فنا ڪري ٿو ڇڏي.

هن داستان جي آخري بيت ۾ ڪوي چوي ٿو تہ سهڻيءَ جو پريتم، سهڻي ۽ درياءُ، حقيقت ۾ هڪ آهن، پر اِنهيءَ ڀروليءَ کي سمجهي سگهڻ ڏاڍو مشڪل آهي. ڪوي سهڻيءَ جي پوري ڪهاڻي ۽ عشق-حقيقي جي پوري فلاسافي ٿورڙئين داستان ۾ ئي بيان ڪري ٿو ڇڏي. باقي جي نوَنَ داستانن جي 191 بيتن ۽ 14 وائين ۾ ٿورڙئين داستان ۾ پوري ٿي ويل ڪهاڻيءَ مان سهڻيءَ جي درياھ ۾ ٻڏي وڃڻ واري پرسنگ کي بار بار، اَلڳ اَلڳ ڍنگ سان ورڻن ڪندي، عشق مجازي جي سهاري سان عشق-حقيقي جي اَنيڪ اَنگن تي روشني وڌي ويئي آهي.

عمر مارئي جي ڪهاڻي اَنوکي اَنداز سان قرآن جي آيتن ”اَلست بر بڪم“ ”ڪالوُ بلا“ ۽ ”ڪُن فيڪُن“ سان شروع ٿئي ٿي. اُن ۾ خداوند

ڪريم جي پاران ڪائنات جي رچنا کان اڳ روح جي اَندر پنهنجو عشق ۽ عقيدو (وشواس) پيدا ڪرڻ جي ڳالھ چئي ويئي آهي. هن داستان ۾ صرف 13 بيت آهن ۽ سيني بيتن ۾ قران شريف جي آيتن ذريعي روح ۽ رب جي اَنادي عشق جو ڪونھ ڪو پهلوُ بيان ڪيو ويو آهي. اَهڙيءَ طرح ڪوي عمر ۽ مارئي جي پريم ڪٿا جي ذريعي روح ۽ رب جي پريم جي اونڇي ۽ پاڪ فلاسافيءَ کي هردي کي ڇهڻ وارو اَتينت ڪومل روپ ڏنو آهي.

سُر مارئيءَ جو ٻيو داستان عمر سوُمري پاران زبردستي کڻي ويل مارئيءَ جي ورلاپن سان شروع ٿئي ٿو، جيڪا عمر جي محل ۾ قيد آهي. باقي ٻين سيني داستانن ۾ مارئيءَ جي پريتم جي وڇوڙي جي درد ۽ اَنت ۾ پريتم جي ديس واپس پهچي وڃڻ جي پرم سک جو ورڻن ڪيو ويو آهي.

باقي سيني پريم ڪهاڻين ۾ ٿورو گهڻو فرق آهي، پر لڳ ڀڳ اِهو ئي طريقو اختيار ڪيو ويو آهي. اِنهيءَ مان اِها ڳالھ ظاهر آهي تہ شاھ صاحب جو اَصلي مقصد ڪهاڻيون بيان ڪرڻ جو ڪونهي پر عشق حقيقي سنٻنڌي ويچارن کي ظاهر ڪرڻ جو آهي. ڀاونائن ۾ بہ بار بار برھ جو ڀاو ظاهر ڪيو ويو آهي. سسُئي، سهڻي، مارئي وغيره پريمڪائن جي اَنتر آتما مان نڪتل درد ڀري پڪار ريگستانن پهاڙن، درياون ۽ آڪاش کي چيريندي سڌي ڌُر درگاھ ۾ پهچي ٿي. شاھ صاحب هڪ ئي سُر جي اَلڳ - اَلڳ داستانن ۾ ڏنل هڪ ئي ڀاو کي بار بار دهرائين ٿا، جنهن جي ڪري اِهو ڀاو وڌيڪ گهرو ۽ اثردار ٿيندو ٿو وڃي. اَهڙيءَ طرح اِهو ڀاو نہ صرف پڙهندڙن ۽ ٻڌندڙن کي زبردستيءَ پاڻ سان گڏ وهائي وٺي ٿو وڃي پر اُنهن جي هردي تي اَمٽ ڇاپ بہ ڇڏي ٿو وڃي.

## ادبيت ڪلام :

شاھ صاحب جي ڪلام ۾ اَنيڪ رنگ نظر اَچن ٿا. اِهو ڪلام ڪٿي

هلڪي بوندا بانديءَ جو روپ ڌارڻ ڪري ٿو تہ ڪٿي تيز بارش جو. اِهو ڪٿي ڌيمي چال سان هلڻ واري نهر وانگر آهي تہ ڪٿي تيز وهندڙ نديءَ جي ڌارا. هيءُ ڪلام سمنڊ وانگر گهرو ۽ وشال آهي. اِنهيءَ مان اَگنيءَ جون چنگاريون بہ نڪرن ٿيون ۽ سيتلتا جا ڦوهارا بہ. اِنهيءَ ۾ پريتم جي وڇوڙي ۾ تڙڦندڙ پريمڪا جي پڪار بہ ٻڌڻ ۾ اَچي ٿي ۽ پريتم سان وصال ڪيل پريمڪا جا منا ۽ آنند ڀريا گيت بہ ٻڌڻ ۾ اَچن ٿا. شاهہ صاحب جو ڪلام مقامي حق يعني ست لوڪ کان مرتيو لوڪ ڏانهن ۽ مرتيو لوڪ کان ست لوڪ ڏانهن هلي ٿو. هيءُ ڪلام گهڻو ئي ڪجهہ چوي ٿو پر گهڻو ئي ڪجهہ پڙهندڙن جي ڪلپنا تي بہ ڇڏي ٿو. هيءُ ڪلام بيشمار راز کولي ٿو ۽ جيڪي ڪجهہ چوي ٿو، رهسيہ ميہ ڍنگ سان ٿو چوي. هن ڪلام جي ڪراماتي سياءَ کي لفظن ۾ بيان ڪري سگهڻ ناممڪن آهي. هن ڪلام ۾ نظر ايندڙ نازڪ خيالي (ڀاونائن جي ڪوملتا) جا ڪي مثال هيٺ ڏجن ٿا :-

پائي ڪان ڪمان ۾ ميان مار نہ مون،
مون ۾ آهين تون، متان تنهنجو توکي ئي لڳي.
(يمن ڪلياڻ : VI:10 ,1/222)

منهنجا مالڪ ! تون مون تي تير نہ هلاءِ، تون خود منهنجي اَندر لِڪو ويٺو آهين، اِئين نہ ٿئي جو تنهنجو تير توکي ئي لڳي وڃي.

اَکين ۾ ٿي ويهہ، آئون واريءَ ڍَڪيان،
توکي ڏسي نہ ڏيهہُ آئون نہ پسان ڪي ٻيو.
(سُر آسا III:16/10,1/293)

*يعني : اَکيون اُهيئي اَختيار ڪر، جن سان رڳو محبوب کي ڏسين. ٻين ڏانهن نظر نہ وراءِ، ڇاڪاڻ تہ محبوب بيحد ايرشالو آهيئي.

*سنت ڪبير بہ اَهڙيءَ طرح چون ٿا :-

نئنا اَنتر آؤ تون، پلڪ جهانپ توهہ ليئن،
نامئن ديکون اؤر ڪوَ، نا تُجهي ديکن ديئون

وڃي رَسُ وڃڻ کي، وڃڻ پڻ وڃاءِ،
لوڪان پاڻُ لِڪاءِ، لِڪان پڻ لڪيج تُون. (آسا IV:5,1/307)

عاشق! تون سچو رستو طئہ ڪري خوديءَ کي پوريءَ طرح فنا ڪري ڇڏ. اِهو ڪم چوريءَ چوريءَ ڪجانءِ، بيحد لِڪي، ماڻهن کان ئي نہ، خود پاڻ کان بہ لڪي.

هڪ ٻئي بيت ۾ چون ٿا:

مونکي مون پرين، ٻڏي وڏو تارِ ۾،
اُيا اِئين چون، مڇڻ پاندُ پُسائين. (آسا IV:38,1/324)

**لفظن جي معنيٰ**: تارَ ۾ - گهري پاڻيءَ ۾. مڇڻ - متان. پاندُ - پلاند پسائين - آلو ڪرين

منهنجن محبوبن مون کي ٻڏي، گهري پاڻيءَ ۾ اُڇلايو ۽ پاڻ ڪناري تي بيهي اِئين پيا چون تہ، متان پنهنجو پلاند آلو ڪيو اَٿيئي.

(ڏٺيءَ اِنسان کي دنيوي حرصن جي سمنڊ ۾ اُڇليو آهي ۽ پوءِ کيس هدايت ٿو ڪري تہ متان پاڻ کي دنيا ۾ ڦاسايو اَٿيئي)

خواجا حافظ جو ڪلام آهي:

سرمياني ڪاري دَريا تختا بندم ڪردا اي،
اوُ بازمي گويد دامن تر مَڪُن هوشيار باش.[2]

يعني، خدا منهنجا هٿ پير ٻڌي مونکي درياهہ ۾ اُڇلائي ڇڏيو ۽ چيائين، هوشيار رهج، پاڻ کي آلو نہ ڪجانءِ. اِنهيءَ مان پتو لڳي ٿو تہ اَلله اِنسان مان اِها اُميد رکي ٿو تہ هوُ سنسار ۾ رهندي بہ، سنسار کان نرليپ رهي. اِهو صرف اَلله جي رحمت سان ئي ممڪن آهي. اِئين ڪري سگهڻ اِنسان جي پنهنجي وس ۾ نہ آهي. حضرت شاهہ لطيف جن اِنساني زندگيءَ جي سڀ کان وڏي سنڪٽ کي ٿورن لفظن ۾ بيان ڪيو آهي. ڄڻ تہ ساگر کي گاگر ۾ بند ڪيو ويو هجي.

ايچ.ٽي. سورلي شاهہ عبدال لطيف ڀٽائيءَ جي باري ۾ کوج ڪرڻ وارن وڏن ودوانن مان هڪ آهي. هن پنهنجي ڪتاب ”ميوُزا پاراو -

اگنس'' (Musapuravagnus)۾ دنيا جي سڀ کان وڏيڪ مشهور ڇهن ڪوين ۾ شاهہ لطيف جو نالو شامل ڪيو آهي. هو چوي ٿو تہ پاڪستان صرف هڪ ئي مهان ڪوي پيدا ڪيو آهي ۽ اُهو عبداللطيف آهي. هو شاهہ صاحب جي ڪلام جي باري ۾ چوي ٿو :-

هنجي ڪلام ۾ روميءَ جي فلاسافيءَ وارو زور تہ ڪونهي،
اُن ۾ جاميءَ وارو روح ۾ لپٽيل سنگيت ڪونهي،
اُنجي ڏينتا سان پريل اَرڙن واري گيت ۾
حافظ جي اونچي سُرواري تيز ٻڏي ڪونہ آهي.
پر ٺڏهن بہ ڪيترو نہ اَنوکو وروڏاپاس آهي تہ
هنجي ڪلام جو سادو ۽ شانت سنگيت،
اِسلام جي گنڀير اَيتن کان گهڻ اَثردار ڪونهي.[3]

## قرآن شريف جون آيتون.

هيرن جو قدر ڪو جوهري ئي ڄاڻيندو آهي. قرآن شريف جي اِلاهي ڪلام جو قدر ۽ قيمت اهي درويش ئي ڄاڻيندا آهن، جيڪي پنهنجي خوديءَ کي خدا ۾ مٽائي چڪا آهن. شاهہ صاحب جن هر ڪهاڻيءَ ۾ جڳهہ جڳهہ تي قرآن شريف جي آيتن جا هيرا موتي جڙيندا ويا آهن. اِنهيءَ سان اُنهن جو ڪلام بہ چمڪي اُٿيو آهي، تنهن سان گڏ ئي قرآن شريف جو اِلاهي پيغام بہ سهج رُوپ ۾ ماڻهن جي دلين ۾ گهر ڪندو ٿو وڃي.

شاهہ صاحب جن هڪ انوکي اَنداز ۾ سنسار جي سڀ کان اُتم عرشي فلاسافيءَ کي بلڪل سرل ۽ سپاويڪ ڍنگ سان پيش ٿا ڪن. عرش کي فرش تي لاهي اَچڻ، ٻالن ڀولن ماڻهن کي قرآن شريف جي نزديڪ آڻڻ ۽ گهرين رمزن سان ڀرپور فلاسافيءَ کي سرل، سپاويڪ ۽ پاوپوُرڻ ڪويتا سان جوڙي ڇڏڻ، شاهہ صاحب جي ڪلا جو اَدڀت ڪمال آهي.

هن پستڪ جي اَلگ اَلگ داستانن ۾ ڪنهن خاص وشيہ تي روشني

وجهڻ لاءِ قرآن شريف جي آيتن جا حوالا ڏنا ويا آهن. اِنهن مان ڪي اَيتون هن پرڪار آهن :

١. **الانسانو سري وانا سرهو** - يعني اِنسان منهنجو ڀيد آهي ۽ مان اِنسان جو ڀيد آهيان. جُز (اَنش) ۾ ڪُل (اَنشي) جا سڀيئي گڻ لڪل آهن، جيئن بوند ۾ سمنڊ جا ۽ سمنڊ ۾ بوند جا گڻ لڪل هوندا آهن. هن آيت ذريعي روح ۽ اَلله جي اَصلي ايڪتا تي روشني وڌي ويئي آهي. گرو نانڪ صاحب جن بہ ”آتم مهہ رامُ رام مهہ آتم چينهس گرُ بيچارا“[4] دواران اِنهيءَ ئي سچائيءَ ڏانهن اِشارو ڪيو آهي.

2. **ڪل شئي يرجيئو الله اسيلهہ** :- هر شيءِ پنهنجي اَصل (مول ڀنڊار) ڏانهن ڊوڙي رهي آهي. سمنڊ مان ٻاڦ جي روُپ ۾ اُڏاميل پاڻي پهاڙن ۽ ميدانن ۾ ورشا ڪندو آهي. هر جڳهہ تان پاڻي وري سمنڊ ڏانهن ڊوڙندو رهندو آهي. اَهڙيءَ طرح هر هڪ روح جي اَندر پنهنجي موُل اَلله ڏانهن واپس وڃڻ جي تڙڦ آهي.

3. **سَرَ دَر قدَ مي يار قردا شُد چِي باجاشُد** :- اَگر پياري جي قدمن ۾ سر نڇاور ڪري بہ ڇڏيو تہ ڇا ٿيو؟ جيڪا جان انهيءَ اَلله جي ڏنل آهي، جي هن مٿان ئي قربان ڪئي ويئي، تہ ڪهڙي وڏي ڳالهہ آهي؟ حضرت سلطان باهوي جو ڪلام آهي : سِر ڊِتئان سررَ هٿ آوي، سوُدا هار نہ توهان هوُ“[5] ”سِررَ“ جو مطلب آهي روحاني راز“ مطلب تہ اَلله سان وصال جي خاطر ڪيل ڪابہ قرباني وڏي نہ آهي. هر قرباني، اِنهيءَ قربانيءَ دواران حاصل ٿيل قل جي مقابلي ۾ تڇ آهي.

4. **الست برَ بِڪُم** :- اَلله روزي اَزل (سرشٽيءَ جي شروعات) ۾ ئي سڀني روحن کان پڇيو تہ ڇا مان توهان جو رب نہ آهيان؟ ”**ڪالو بلا**“ روحن جواب ڏنو، ها (توُن ئي اَسانجو رب آهين) اِنهيءَ کي ”اَهدي اَلست“ ”روزي اَزل جو اِقرار“ يا ”روزي مثاق جو واعدو“ چيو ويندو آهي. شاهہ صاحب جن پنهنجي ڪلام ۾ اَنيڪ بار اِنهيءَ آيت جو پريوگ ڪيو آهي. هوُ اِنسان کي بار بار ياد ٿا ڏيارين تہ ڪائنات ۾ اَچڻ کان

اڳ تو اَللہ سان اِقرار ڪيو هو تہ تون صرف هڪ اَللہ کي ئي عشق، محبت، بندگي يا عبادت جي قابل سمجهندين. هتي اَچي تون اَللہ جي بدران ماياوي دنيا جي شڪلين ۽ پدارٿن جي محبت ۾ ڦاسجي وئين. اِهو ئي تنهنجن سيني دکن جو مُول ڪارڻ آهي. تون اَللہ سان ڪيل اِقرار ياد ڪر ۽ زندگيءَ جو هر سوانس اَللہ جي بندگيءَ ۾ لڳائي ڇڏ، ڪائنات جو عشق توکي ڪائنات سان ٻڌي رکندو ۽ اَللہ جو عشق توکي مڪت ڪري هن سان ملائي ڇڏيندو.

5. **لاتڪنتو مِل رحمتي الله** : رب جي رحمت کان ڪڏهن بہ نراش يا نا اُميد نہ ٿيو. هن ننڍڙي آيت ۾ اَللہ جي هستيءَ جي سڀ کان سندر ۽ مکيہ پهلو تي روشني وڌي ويئي آهي. اَللہ رحمانُل رحيم آهي. زندگيءَ ۾ حالتون پل کهڙيون بہ ڪنور ڇو نہ هجن، ڪڏهن بہ اَللہ جي رحمت مان نااُميد نہ ٿيڻ گهرجي. اَللہ جي رحمت جو سهارو وٺي، اَللہ ڏانهن پنهنجو سفر شروع ڪرڻ گهرجي ۽ سفر جي هر قدم تي اَللہ جي رحمت ۾ ڀروسو رکڻ گهرجي. اَللہ ڄاڻي ڄاڻڻهار آهي، هوُ سروياپڪ آهي. هوُ سڀ ڪجهہ ڏسي رهيو آهي. هن کي اَسانجي ڀلائيءَ جو وڌيڪ خيال آهي. هوُ جڏهن بہ مناسب سمجهندو، پنهنجي رحمت سان اَسانکي پاڻ سان گڏ ملائي ڇڏيندو. اَسانکي پنهنجن ڪيل گناهن جو پڇتاءُ ڪري معافي گهرڻ کپي، پر اَللہ جي رحمت کان نا اُميد نہ ٿيڻ گهرجي. زندگيءَ جي هر قسم جي حالات ۾ هن جي رحمت لاءِ پرارٿنا ڪندو رهڻ کپي. ٿي سگهي ٿو تہ جڏهن سڀ کان وڌيڪ اَنڌڪار هجي تہ ان وقت پرڪاش بہ بلڪل نزديڪ هجي. اَللہ جي رحمت کان نراش ٿيڻ جو مطلب آهي، هنجي رحمانل-رحيم هئڻ ڏانهن سنديهہ ظاهر ڪرڻ. اِهو ڪفر آهي. اَللہ جي رحمت جي ڀروسي جي دارُول-اِسلام مان ڀلجي بہ ڪڏهن قدم ٻاهر نہ رکڻ کپي.

## روح ۽ رب جي رشتي جو راڳ :

ڪوي ۽ ساهتيڪار اِنسان جي روٽي، ڪپڙي ۽ مڪان جي سمسيائن جو اُليک ڪندا آهن. اُهي اِنسان جي مانسڪ، ڀاوناتمڪ ۽ ڪلاتمڪ سمسيائن تي بہ روشني وجهندا آهن. اُهي پنهنجين رچنائن ۾ عورت، آدمي، اِنسان-اِنسان، اِنسان ۽ سماج اِنسان ۽ راشٽر، اِنسان ۽ سنسار، اِنسان ۽ قدرت جي سنٻنڌن تي روشني وجهندا آهن. شاهہ سائينءَ جو ڪلام ديس-ڪال سان تعلق رکندڙ مٿي ٻڌايل سمسيائن جي جڳهہ تي آتما ۽ پرماتما جي اَنادي رشتي ۽ سَروَوياپڪ وشيہ جي چوڌاري پرڪرما ٿو ڪري.

شاهہ صاحب جن روح ۽ خدا جي اَمر اَنادي رشتي جو اهو راڳ ڳايو آهي جيڪو سڄي اِنسان ذات لاءِ ساڳيو آهي. اِهو راڳ ڪنهن خاص جڳهہ تائين محدود ناهي، ڪنهن خاص وقت تائين محدود ناهي. اِهو راڳ هر قسم جي ٻاهرئين ڀيد ڀاو کي مٽائي بنا ڪنهن روڪ ٽوڪ جي ماڻهن جي روح تائين پهچي ٿو. جيڪو اِنسان ڀاشا جي پردي کي چيري هن ڪلام جي روح تائين پهچڻ ۾ ڪامياب ٿي وڃي ٿو، اُنکي هن ڪلام ۾ ڳايل راڳ پنهنجو راڳ محسوس ٿئي ٿو. هيءُ راڳ نہ بدلجي ٿو، نہ پراڻو ٿو ٿئي. هن راڳ ۾ ڳايل روح ۽ رب جي وچ ۾ رشتي جو مضمون ڪڏهن بہ بدلجي نٿو سگهي. هن راڳ جو اِلاهي سرُور نٿو بدلجي سگهي.

شاهہ لطيف ڀاران ڳايل راڳ روح تي چڙيون ٿو هلائي، روح کي باهہ ۾ ٿو ساڙي، روح کي سوُريءَ تي ٿو چاڙهي، ليڪن گڏو گڏ اُن تي اِلاهي رحمت جو ملم بہ ٿو لڳائي. اِهو روح کي حوضي-ڪوثر (اَمرت جي سروور) يا آبي-حيات (امرت) ۾ سنان ٿو ڪرائي. اِهو روح کي ماتا وانگر مٺي لوري ٿو ٻڌائي، جنهن سان روح هر قسم جي دُنيوي درد کي وساري دنيا طرف سمهي پوي ٿو ۽ وادي-اي-حقيقت (ست لوڪ) جا مٺا ۽ پيارا سپنا ڏسڻ شروع ٿو ڪري.

شاهہ سائينءَ جو ڪلام اِنسان کي دنيا کان اَلڳ ڪري خدا سان

جوڙي ٿو. هيءُ ڪلام اِنسان کي جسم کان جدا ڪري روح سان جوڙي ٿو. هيءُ ڪلام اِنسان کي ٻاهرئين اُنڌڪار مان ڪڍي اندرئين پرڪاش ڏانهن وٺي وڃي ٿو. هيءُ ڪلام اِنسان-اِنسان، قوم-قوم، مذهب-مذهب جي وچ ۾ ڪڙي ڪيل هر قسم جي بناوٽي ديوار کي ٽوڙي اِنسان کي ان لامحدوُر (اَننت) ديس ۾ وٺي وڃي ٿو جتي دويت لاءِ ڪابہ جڳهہ ڪونهي ۽ جتي صرف وحدت ئي وحدت، يعني ايڪتا ئي ايڪتا آهي.

## وطن جي ياد ڏيارڻ وارو ڪلام :-

لمبي عرصي کان وٺي پرديس ۾ رهندڙ اُهو شخص جيڪو پنهنجي ديس جي ياد پلجي چڪو هجي، اُنکي سندس ديس مان آيل ڪو شخص جڏهن ڳالهيون ٻڌائيندو آهي تہ هنکي اُهو ڳالهيون ٻڌائڻ وارو بہ پيارو لڳندو آهي ۽ هن جون ڳالهيون بہ پياريون لڳنديون آهن. جڏهن شاهہ صاحب لمبي عرصي کان مقام حق يعني ست لوڪ مان لهي مرتيو لوڪ ۾ آيل آتما کي مقام حق جون ڳالهيون ٻڌائين ٿا تہ روح کي شاهہ صاحب جون ڳالهيون پياريون لڳن ٿيون ۽ شاهہ بہ پيارو لڳي ٿو.

## سرو پريم پاوِنائن وارو ڪلام :

شاهہ صاحب اَنيڪتا جي بدران ايڪتا جا، نفرت جي جڳهہ تي پريم جا، بي رحميءَ جي بدران ديا جا گيت ٿا ڳائين تہ روح کي اُهي پيارا ٿا لڳن. شاهہ صاحب لمبيون، چوڙيون، ڏنگيون، ڦڏيون، ڇل ڪپٽ پريل الجهن واريون ڳالهيون ٻڌي ٻڌي تنگ آيل اِنسان کي ننڍيون ننڍيون، ساڌارڻ ۽ سرَل ڳالهيون ٻڌائين ٿا ۽ سمجهائين ٿا تہ ٻڌڻ وارن کي اهي سنيون ٿيون لڳن.

## هڪ سچي هاديءَ جو ڪلام :

مولانا روُم پنهنجي مثنويءَ جي شروع ۾ فرمايو آهي تہ جڏهن

ڪان بانسري جهنگل ڪان جدا ٿي آهي، هوءَ برهه سان پريل گيت آلاپي رهي آهي. بانسري روح آهي ۽ جهنگل مقامي حق (سچ کنڊ) آهي. شاهه جو ڪلام ماڻهن جي راجنيتڪ يا سماجڪ مسئلن ۾ دخل ڪونه ٿو ڏئي. هيءُ ڪلام ماڻهن جي مانسڪ ۽ پاوناتمڪ مشڪلاتن جا قصا به ڪونه ٿو ٻڌائي. هيءُ ڪلام ته روح ۽ رب جي اَمر اَبناسي پيار جو راڳ آلاپي ٿو. جڏهن ڪان روح خداوند ڪريم ڪان وڇڙي آهي، اُنجي اَندر پنهنجي مالڪ سان ملڻ جي جوالا پڙڪي رهي آهي. اَسان اِنسانن کي هندو، مسلمان، اَمير، غريب، عورت، مرد، اڻ پڙهيل، ودوان وغيره اَنيڪ درجن ۾ ورهائي ڇڏيو آهي پر آتما هر اِنسان ۾ هڪ آهي. اَسان ئي هڪ پرماتما تي مسلمانن جو اَلله، هندن جو پرميشور، عيسائين جا خداوند وغيره ليبل لڳائي رکيا آهن، مگر اهو رب ته هڪ ئي آهي. هر اِنسان ۾ ئي نه بلڪ ڪيڙن، پتنگن، جانورن، پکين، وڻن ٽڻن ۾ به ان هڪ ئي مالڪ جو نوُر سمايل آهي. اِهو خداوند صرف مسلمانن جو ئي ڪونهي، هندن جو به اهو ئي آهي، عيسائين ۽ يهوُدين جو به اُهو ئي آهي.

نه روح کي ورهائي سگهجي ٿو، نه خدا کي ورهائي سگهجي ٿو. شاهه صاحب اُنهن ڪامل درويشن مان آهن، جن مالڪ جي عشق ۾ پنهنجي روح کي فنا ڪري اِهو مقام حاصل ڪيو، جتي هر شيءِ روح ۽ رب جي روپ ۾ نظر اَچي ٿي ۽ هر روح ۾ خدا جو جلوو نظر اَچي ٿو.

شاهه صاحب فرمائين ٿا :-

گُل گُل پَسي گودڙيا، گهڻا مَ پانئيج،
سوئي سڃاڻيج، هي هوُ آهي هيڪڙو. (سُر رامڪلي IX:36,2/857)

يعني : قسمين قسمين جا گل (رنگ روُپ) ڏسي، اي جوڳي ! اِهي اَنيڪ نه سمجهج. سڀني ۾ اِهو ئي (پرميشور) پروُڙج. هي سروپ توڙي هوُ سروپ (هر ڪو سروپ) هڪ ئي آهي.

آلاما اِمداد علي قاضي شاهہ صاحب کي حديث جي ڪتن موجب اَهڙن اوليا اَلله (سنتن) ۾ شامل ڪري ٿو، جن جي لاءِ شاعري صرف اِلاهي پيغام کي جنتا تائين پهچائڻ جو ذريعو هوُندي آهي. قاضي صاحب جي پتنيءَ شاهہ سائين جي ڪلام جو اَنگريزي ترجمو پوُرو ڪرڻ کانپوءِ قرآن شريف مان حوالا ڏيئي اِهو ويچار ظاهر ڪيو آهي تہ قدرت هر قوم ۾ هادي ۽ رهبر موڪليا. جڏهن سنڌ جو وارو آيو تہ قدرت شاهہ جي آگر پڪڙي[6]. اِها ڳالهہ بلڪل ئي صحيح آهي. ليڪن شاهہ صاحب جن صرف سنڌين جا ئي رهبر نہ آهن، هوُ سڄي سنسار جا رهبر آهن ۽ اُنهن جو ڪلام ۽ سنديش سڄي سنسار لاءِ ساڳيو آهي. هر هڪ ملڪ ۽ مذهب جا ماڻهو بنا ڪنهن ڀيد ڀاو جي هن جي ڪلام مان لاڀ وٺي سگهن ٿا.

شيخ اَياز اِنهيءَ ڳالهہ تي خاص زور ڏنو آهي تہ اِنهن جي ڪلام ۾ سڄي اِنسان ذات جي لاءِ محبت ۽ ڀائيچاري جو ڀاو مکيہ آهي. پاڻ سورلي جي هن ڪتن دواران هيءُ ڀاو ظاهر ڪيو اَٿن تہ شاهہ صاحب جو ڪلام صرف سنڌين جو ئي نہ، سنسار جي سيني ماڻهن جي ڏيان جو حقدار آهي[7].

شاهہ روُپي هادي خدا جو جيڪو پيغام آندو آهي، اهو خدا جي نوُر سان ڀرپور آهي. هادي يا وليءَ جي زبان خدا جي زبان هوُندي آهي ۽ اَلله جي زبان روح خوب سمجهندي آهي. انڪي هن ڪلام ۾ اهو اِلاهي نوُر ۽ سروُر نظر اَچي ٿو، جنهن جي اَثر کان بچڻ اُنجي وس ۾ نہ آهي.

خدا جي نوُر ۽ سروُر جو سنديش آڻڻ وارو شاهہ جو ڪلام، اَڄ بہ هر ڪنهن کي پيارو لڳي ٿو ۽ اڳتي بہ پيارو لڳندو رهندو. روح ۽ خدا جي عشق جي راز کي بي نقاب ڪرڻ وارو هيءُ ڪلام هڪ حقيقت بہ بيان ڪري ٿو ۽ هڪ پيغام بہ ڏئي ٿو. حقيقت هيءَ آهي تہ حقيقت هڪ آهي ۽ پيغام هيءُ آهي تہ پنهنجي هستيءَ کي ان حقيقت ۾ فنا ڪري ڇڏڻ ئي اِنساني زندگيءَ جو اَصلي مقصد آهي. اِنهيءَ حقيقت ۽ پيغام ڏانهن ڏيان نہ ڏيڻ شاهہ صاحب ۽ انهن جي ڪلام سان ئي نہ، خود پنهنجو پاڻ سان بہ بيحد وڏي بي اِنصافي ٿيندي.

# حوالن جي فهرست

## جيون


1. Life of Shah Abdul Latif Bhitai, PP. 1-47
2. Sufis of Sindh, PP. 93-145
3. Shah Abdul Latif of Bhit, pp. 63-176
4. Shah Jo Risalo, pp. 11-15
5. لالن لال لطيف کهي، صفحو 5 ۽ 12
6. Life of Shah Abdul Latif Bhitai, P.2 & P. 25.
7. Sufis of Sindh. P. 102
8. شاهه جو رسالو، صفحو - 100
9. Sufis of Sindh, P. 91
10. Sufis of Sindh P. 94
11. لالن لال لطيف کهي، صفحو7
12. Life of Shah Abdul Latif Bhitai, P. 6-7.
13. Sufis of Sindh, P. 101
14. Sufis of Sindh, P. 109-110.
15. Sufis of Sindh, P. 111.
16. Sufis of Sindh, P. 114.
17. Sufis of Sindh, P. 116
18. Sufis of Sindh, P. 129
19. Life of Shah Abdul Latif Bhitai, P. 17
20. حضرت سلطان باهوُ، بيت 107
21. رِسالا شاهه عبداللطيف (اُردوُ) صفحو 11.
    شاهه جو رِسالو، صفحو12
22. قُرآن 6:108
23.-25 Sufis of Sindh, P - 135
26. Sufis of Sindh, P - 133-134
27. Sufis of Sindh, P - 129
28. Sufis of Sindh, P - 133
29. Sufis of Sindh, P - 116
30. Life of Shah Abdul Latif Bhitai, P - 36.
31. Sufis of Sindh, P - 114
32. Life of Shah Abdul Latif Bhitai, P - 24
33. Life of Shah Abdul Latif Bhitai, P - 33


## اُپديش ۽ سنديش :

### اَلله تعاليٰ :


1. آلَ-اِخلاس
2. رِسالو, 3, صفحو 1773

3. سائين ٻلي شاھ، صفحو 54
4. خواجا حافظ.
5. بوُ-علي شاھ قلندر، شاھ جو رسالو، صفحو 1068
6. سنڌ ڪي ٽرويٽي، صفحو 205
7. آدِ گرنٿ، صفحو 1153
8. آدِ گرنٿ، صفحو 478
9. آدِ گرنٿ، صفحو 871
10. رسالو ا، صفحو 369
11. حضرت سلطان باھوُ، بيت 108
12. شاھ جو رسالو ٢، صفحو 1095

## عشق

1. گرمت سڌانت، ڀاڱو 2، صفحو 422
2. رسالو 3، صفحو 1780
3. سائين ٻلي شاھ، صفحو 200
4. سامي جي.
5. نقطائي - ديواني شمس تبريزي، صفحو 93
6. مثنوي بوُ-علي شاھ قلندر، صفحو 41.
7. آلَ - حج 40
8. سنڌ ڪي ٽرويٽي، صفحو 99
9. قرآن 56-51

## شريعت

3. آدِ گرنٿ، صفحو 789
4. سنڌ ڪي ترويٽي، صفحو 361
5. سنڌ ڪي ترويٽي، صفحو 154
6. سنڌ ڪي ترويٽي، صفحو 374
7. سنڌ ڪي ترويٽي، صفحو 388
8. رسالو ا، صفحو 319

## طريقت

1. حضرت سُلطان باھوُ، بيت 59
2. بوُ-علي شاھ قلندر، صفحو 30
3. مثنوي دفتر 6، صفحو 86
4. مثنوي دفتر 6، صفحو 220
5. گُرمت سِڌانت، ڀاڱو پهريون، صفحو 259
6. گُرمت سِڌانت، ڀاڱو پهريون، صفعو 259
7. ديواني شمس تبريزي، صفحو 118
8. سائين ٻلي شاھ، صفحو 92
9. سائين ٻلي شاھ، صفحو 98
10. سائين ٻلي شاھ، صفحو 101
11. سائين ٻلي شاھ، صفحو 94

12-14. سائين ٻلي شاھ، صفحو 98

15. سلطان باھوُ، بيت 170

16. سلطان باهوءَ، بيت 194
17. 18 تلسي صاحب، صفحو 75
19. مئتيوءَ 22:6

## معرفت ۽ حقيقت

1. بيت 74
2. بيت 155
3. سنڌ کي ٽرويٽي، صفحو 57
4. مثنوي 5، صفحو 216
5-8 سائين بُلي شاهہ، صفحو 38
9. سائين بُلي شاهہ، صفحو 39
10. سُلطان باهوءَ، بيت 120
11. سُلطان باهوءَ، بيت 66
12. سُلطان باهوءَ، بيت 82
13. سُلطان باهوءَ، بيت 35
14. سامي صاحب.
15. سُلطان باهوءَ، بيت 155

## اِسم - اعظم

1. قُرآن 18-15
2. عبدُل رزاق ڪاشي، گرمت سڌانت، پاڙو پهريون، صفحو 298
3. Dictionary of Islam ,P. 220
4. قُرآن 9:40
5. قُرآن 2:117
6. مثنوي 6، صفحو 529
7. مثنوي 6، صفحو 528
8. سُلطان باهو، بيت 110
9. خواجا حافظ
10. قُرآن 6:10
11. مثنوي مؤلانا رُوم
12. آد گرنٿ، صفحو 970
13. قُرآن 15:18
14. قُرآن 24:35
15. قُرآن 24:36
16. قُرآن 4-1 : 86
17. قُرآن 17:1
18. مثنوي مؤلانا رُوم 4، صفحو 164
19. مثنوي مؤلانا رُوم 2، صفحو 190
20. ديواني - حافظ، صفحو 200
21. سامي صاحب
22. سائين بُلي شاهہ، صفحو 225
23. سُلطان باهوءَ، بيت 16
24. سُلطان باهوءَ، بيت 171
25. سُلطان باهوءَ، بيت 53
26. سُلطان باهوءَ، بيت 113
27. سُلطان باهوءَ، بيت 102
28. سُلطان باهوءَ، بيت 117
29. سُلطان باهوءَ، بيت 199
30. سُلطان باهوءَ، بيت 145
31. سُلطان باهوءَ، بيت 16
32-34 سائين بُلي شاهہ، صفحو 107
35. سائين بُلي شاهہ، صفحو 109
36. مؤلانا رُوم، 2، صفحو 273
37. اِڪتَباسُل - اَنوار، صفحو 36
38. رُبائي 142، سرمد شهيد، صفحو 204

39. Risala-i-Hag-Nama , P.16
40. Risala-i-Hag-Nama ,P. 16-19
41. قُرآن 15:29
42. گرمت سڌانت، ڀاڱو پهريون، صفحو 311

## مرشد (ستگرو)

1. سنڌ ڪي ترويٽي، صفحو 136
2. سنڌ ڪي ترويٽي، صفحو 120
3. سائين ٻلي شاهہ ڪافي :هتّي دِلَ گئي ميري چرخي دي.
4. سنڌ ڪي ترويٽي، صفحو 61
5. شاهہ جو رِسالو، صفحو 1447
6. گرمت سڌانت، ڀاڱو ٻيون، صفحو 441
7. مثنوي مؤلانا رُوم 6، صفحو 309
8. ڪِتابُل - بيت، صفحو 8
9. گرمت سڌانت، ڀاڱو ٻيون، صفحو 446
10. گرمت سڌانت، ڀاڱو ٻيون، صفحو 453
11. سائين ٻلي شاهہ، صفحو 229
12. سائين ٻلي شاهہ، صفحو 133

## ڪامل مرشد

1. سائين ٻلي شاهہ، صفحو 224
2. مثنوي 1، صفحو 211
3. مثنوي 1، صفحو 113
4. سنت مت وِچار، صفحو 27
5. آدِ گرنٿ، صفحو 1380
6. بوليءَ شيخ فريد، صفحو 40
7. بولي شيخ فريد، صفحو 41
8. آدِ گرنٿ صفحو 1380

## مرشد پنهنجي وقت جو :

1. History of Sufism, V.I.P. 108
2. Sufis, Its Saints and Shrines, P.59
3. Sufis, Its saints and Shrines, P.60
4-5 The Mystical Philosophy of Muhyid-Din Ibnul Arbi, P. 75
6. Idries Shah, Four Sufi Classics, P.87
7. واتهہَ 24 : 35
8. اُمران 3:83
9. بَڪَرَ 2:263
10. عَرَفَ 7:35
11. ٻلي شاهہ، صفحو 142
12. تلسي صاحب، صفحو 77

## ڀروسو ۽ رضا

1. سنڌ ڪي تروٽي، صفحو 215-216
2. Luke 12:10
3. مُحمد بوُٽا

## اي ساڌڪ ! ساچيت ٿيءُ

1. سائين ٻلي شاهہ، صفحو 190
2. آدِ گرنٿ، صفحو 1379
3. سلطان باهو، بيت 59
4. آدِ گرنٿ، صفحو 1382

5. آدِ گرنٿ، صفحو 1384

## سنڌيش جو سارُ

1. سرمد شهيد، صفحو 28
2. ڪبير ساکي، - سنگرهہ صفحو 97

## ڪلام

## سُر پرڀاتي :-

1. رِسالو ا، صفحو 243
2. گوسوامي تلسيداس، دوهاويلي 572
3. سائين بُلي شاهہ، صفحو....

## سُر ڪارايل

1. آدِ گرنٿ، صفحو 1381

## سُر بلاول

1. شاهہ جو رِسالو، صفحو 476

## سُر ڪنيات

1. خواجا حافظ، رِسالو 2، صفحو 544

## سُر ساموندي

1. سائين بُلي شاهہ، صفحو 199

## سُر رامڪلي

1. سنڌ کي ٽِرويڻي، صفحو 350

## سُر ڪيڏارو

1. دَسم گرنٿ، صفحو 54
2. قُرآن 6:45

3. A History of Sufism in India, Vol. I, P. 233

## سُر سسئي آبري

1. رِسالو 2، صفحو 1362

## سُر سورٺ

1. تلسي صاحب.

## ڪلام جون خوبيون

1. ڪبير ساکي-سنگرهہ صفحو 27
2. خواجا حافظ
3. ڪلام عبدُلا لطيف ڀٽائي، صفحو Lvi
4. آد گرنٿ، صفحو 1153
5. حضرت سلطان باهوُ، بيت 36
6. ڪلام عبدُلا لطيف ڀٽائي، صفحو XXVII
7. رِسالا شاهہ عبدُلا لطيف، صفحو 19

